॥ اوم شري پرماتمني نَمَهہ ॥

# يٿارٿ گيتا
# (شريمد ڀڳود گيتا)

## پهريون اڌياءُ

धृतराष्ट्र उवाच
धर्मक्षेत्रे कुरूक्षेत्रे समवेता युयुत्सवः।
मामकाः पाण्डवाश्चैव किमकुर्वत सञ्जय॥१॥

ڌرتراشٽر اُواچ
”ڌَرمَ کيتر ڪُروُ کيتر سَمَويتا يُيُتسَوَ:
مامڪاهہ پانڊوا شِڃيِوَ ڪِمَڪُروَت سَنجَيَہ “ (١)

ڌرتراشٽر پڇيو- ”هي سنجيہ ! ڌرم کيتر، ڪُروُ کيتر ۾ گڏ ٿي يُڌ جي اِڇا رکڻ وارا منهنجا پُٽر ۽ پانڊو پُٽرن ڇا ڪيو؟

اگيان روپي ڌرتراشٽر ۽ سنيم روپي سنجيہ اگيان سان ڍڪيل من وارو ڌرتراشٽر جنم کان انڌو آهي، پر سنجمي روپي سنجيہ دواران هو ڏسي ٿو، ٻڌي ٿو. هو سمجهي ٿو تہ پرماتما ئي ستيہ آهي، تڏهن بہ جيستائين هُنجو ئي پيدا ٿيل موهہ روپي دريوڌن جيئرو آهي، هنجي درشٽي سدائين ڪورون تي ئي ٽڪيل آهي، وڪارن تي ئي رهي ٿي.

شرير هڪ کيتر آهي. جڏهن هرديہ روپي ديش ۾ آتمڪ سمپتي ملهائتي ٿيندي آهي، تہ هيءُ شرير ڌرم کيتر بڻجي

ويندو آهي. ڪُروُ جو ارٿ آهي ڪَريو. اهو اکر حڪم ڏيندڙ آهي. شري ڪرشن چون ٿا: پرڪرتي مان پيدا ٿن گڻن جي دوارا ن پروس ٿي منش ڪرم ڪري ٿو. هو هڪ ڪن بہ ڪرم ڪرڻ بند نٿا ٿين. اُهي بہ تندرست شرير لاءِ جڻ خوراڪ آهن. ٽيئي گڻ (ستو گڻ، رجو گڻ ۽ تمو گڻ ) منش کي ديوتا مان ڪيڙي تائين شرير ۾ ٻڌن ٿا. جيستائين پرڪرتي مان اُتپن ٿيل گڻ زنده آهن، تيستائين ڪُروُ لڳو رهي ٿو. جنم مرتيو جو کيتر، وڪارن وارو کيتر ڪُروُ کيتر آهي ۽ پرم ڌرم پرماتما ۾ رُچي ڏيارڻ واريون پڇ واريون پروِرتيون (پانڊون) جو کيتر ڌرم کيتر آهي.

تتَوِدينِ جي پنجاب ۾ ڪاشي، پرياگ ۾ ۽ بين اهڙن انيڪ استانن تي ڪروُ کيتر جي ڳولها ۾ لڳل آهن ، پر گيتاڪار پاڻ ٻڌايو آهي تہ جنهن کيتر ۾ يڌ ٿي هئي، اُهو ڪٿي آهي.”اِدمِ شَرِيرِ ڪوَنتيہَ کيتر مِتيا ڀِي ڌيَتي.“ (اڌياءُ ١٣ پهريون شلوڪ) ”ارجن! هيءُ شرير ئي کيتر آهي ۽ جو هن کي جاڻي ٿو،اُهو هنجو انت پائي ٿو وٺي، اُهو کيتر ڳِيہَ آهي.“ اڳيان هن کيتر جو وستار ٻڌايو، جنهن ۾ ڏهہ اندريون، مَنُ ٻڌي، اهنڪار، پنجن وڪارن ۽ ٽنهي گڻن جو ورنن آهي. شرير ئي کيتر آهي، هڪ ميدان آهي. هن ۾ وڙهڻ واريون پروِرتيون ٻہ آهن، ”ديوتائن جا گڻ“ ۽ ”راڪسي گڻ“ پانڊون جو سنتان ۽ ڌرتراشٽر جو سنتان ”ديوجاتي ۽ وجاتي پروِرتيون“ .

انيوي مهاپرش جي شرن ۾ وڃڻ سان ٻنهي پروِرتين ۾ سنگهرش جو نرنئہ ٿيندو آهي. هيءُ کيتر ۽ کيتر گيہ جو ٽڪراءُ ۽ اهائي حقيقي يڌ آهي. وِشوِ يُڌِيُنِ سان اتهاس ڀريو پيو آهي، پر اُنهن ۾ کٽڻ وارن کي بہ اندرين جيت نٿي ملي هيءَ تہ

هڪ ٻئي کان بدلي جي پاونا آهي. پرڪرتيءَ جي ڪُل من کي روڪي، پرڪرتيءَ کان پري جي شڪتيءَ کي اجاگر ڪري ۽ اُن ۾ پنهنجو پاڻ سمائڻ ئي انسان جي سچي سوڇ آهي. اهائي فقط سوڇ آهي جنهن جي پنيان هار ڪونهي. اها ئي مڪتي آهي، جنهن جي پنيان جنم مرڻ جو ٻنڌن ڪونهي.

انهي پرڪار اگيان کان چِتل من سنيم دواران جاڳي ٿو ۽ جاڙي ٿو تہ ڪيتر-ڪيترگيہ ۾ ڇا ٿيو؟ جيئن‌جيئن سنيم سان، ڪنٽرول سان من جو جاڳڻ ٿو ٿئي، تيئن هن کي آتمڪ درشٽي ايندي ويندي.

**संजय उवाच**

**दृष्ट्वा तु पाण्डवानीकं व्यूढं दुर्योधनस्तदा।**
**आचार्यमुपसङ्गम्य राजा वचनमब्रवीत्।।२।।**

**سنجيہ اُواچ**

**دِرِشٽوا تُ پاندو انيڪم ويوُڙهم دِريو ڌنِستَدا**
**آچاريہ مُپ سَنگيہ راجا وچَنمبِرُوِيتِ (٢)**

اُن وقت راجا دريوڌن پاندون جي سينا کي سنجت ۾ بيٺل ڏسي دروڻاچاريہ وٽ وڃي هي وچن چيا:-

ٻيائيءَ جو وهنوار ئي دروڻاچاريہ آهي. جڏهن اسانکي ڄاڻ ٿي ٿي وڃي تہ اسين پرماتما کان جدا ٿي ويا آهيون (اهو ٻيائيءَ جو نشو آهي)، اُتي اُن کي پراپت ڪرڻ لاءِ تڙپ ٿي پئدا ٿئي، تڏهن اسين گروءَ جي ڳولها ڪريون. ٻنهي پريورتن جي وچ ۾ اهوئي پهريون گرو آهي؛ جيتوڻيڪ ان کان پوءِ ستگرو يوگيشور شري ڪرشن ٿيندا، جو يوگہ ۾ استٿي ڪرڻ وارو هوندو.

راجا دريوڌن آچاريہ وٽ وڃي ٿو. موهہ سان پريل دريوڌن موهہ روپي دريوڌن. موهہ سيني دکن ۽ تڪليفن جي جَڙ آهي،

راجا آهي. دُريوَڌن-دُرِ معنيٰ ڏوهي ۽ ڀين کي ستائيندڙ، يوڌن-اهو ڌن. آتمڪ سمپتي ئي ٽِڪندڙ، سچي سمپتي آهي. اُن ۾ جو ڏوهه، خامي پيدا ڪري ٿو، اُهو آهي موهه. اُهو پرڪرتي ڏانهن ڇڪي ٿو ۽ گهربل چاڻ لاءِ پريرڻا به ڏئي ٿو. موهه آهي، تيستائين پڇڻ جو سوال به آهي، نه ته سڀ ڪجهه پورڻ آهي.

تنهنڪري پانڊون جي گڏ ڪيل سينا کي ڏسي معنيٰ پڇ سان پريل سڄاتي وِرتين کي ڪنو ٿيل ڏسي موهه روپي دريوڌن پهرين ئي گرو دروڻ وٽ وڃي هن طرح چيو:

**पश्यैतां पाण्डुपुत्रामाचार्य महतीं चमूम्।**
**व्यूढां द्रुपदपुत्रेण तव शिष्येण धीमता।।३।।**

پشئيتام پاندوُ پُترا ڻاماچاريہ مَهتِيمِ چموُمِ،
وِيوڙاهم دُروُپَدَپُترِيڻَ تَوَ شِشيڻ ڌيمَتا (٣)

هي آچاريہ ! پنهنجي ٻُڌيمان شِش دورپد-پٽ ڌرششڌِيومن دواران گڏ ڪيل، کڙي ڪيل پاندوُ پُٽرن جي هيءَ وڏي ڀاري سينا کي ڏسو.

اچل پد ۽ آتمڪ پد ۾ وشواس رکڻ وارو، درڊمن وارو ئي ”ڌرشٽڌِيُمِ“ آهي. هيءَ ئي پڇ پريل پريورتن جو نائڪ آهي. ”ساڌن ڪنن نه مَن ڪَرَ تيڪا.“ ساڌن ڪنن نه هجي، من جي درڊتا ڪنن ٿيڻ گهرجي.

هاڻي ڏسو سينا جو وستار:

**अत्र शूरा महेष्वासा भीमार्जुनसमा युधि।**
**युयुधानो विराटश्च द्रुपदश्च महारथ।।४।।**

”اَترَ شورا مهيشِواسا ڀيمارِ جُنَ سَما يُڌِ
يُيُڌانو وراٽشِچہ دِروُ پدشچہ مَهارَٿَهہ (٤)

هن سينا ۾ ’مهيشواسا‘-مهان ايشور جو پاس ڏيارڻ وارو،

پاوَ روپي پيم، انوراڳي روپي ارجن سمان وڏو سوروير، جيئن ساتوڪ روپ سچو، 'وراٽ' - هر طرح ايشوري ڏارا کي ڌارڻ وارو، مهارٿي راجا دروپد معنيٰ اچل استٿي وارو جيئن

**धृष्टकेतुश्चेकितनाः काशिराजश्च वीर्यवान।**

**पुरूजित्कुन्तिभोजश्च शैब्यश्च नरपुङ्गवः ।।५।।**

ڌرِشٽڪيتوُ شچيڪِتانم ڪاشيرا جَشَچ ويرِيَوان،

پُرُجِتِڪُ تِتي يوجِشَچ شَئِيبيشَچ نَرَپُنگَوَم (٥)

'ڌرِشٽڪيتوُ' درڍ ڪرتويہ، ''چيڪتانَم'' جتي بہ وڃي اُتان چِتَ کينچي پنهنجي اِشَٽ ۾ اِستٿت ڪَرڻُ، ''ڪاشي راج هَہ'' ڪايا روپي ڪاشيءَ ۾ هو سمراٽ آهي، ''پُرُجَت'' استول، سوکيم ۽ ڪارڻ شرير کي جيت ڏيارڻ، وارو پُرُجِتِ ''هنتي يوج هہ'' فرضن تي پرپور وجيہ، منشن ۾ سريشٽ ''شئِيڊِيہ'' ارٿ آهي سچو وهنوار.

**युधामन्यु विक्रान्त उत्तमौजाश्च वीर्यवान।**

**सौभद्रो द्रौपदेयाश्च सर्व एव महारथाः ।।६।।**

يُڌا منِيوُ وِڪرانَت اُتمئوُجا شِچ وِيريوان

سَوَ يَدِرو دروُ پديِيا شِچ سَرِوَ ايوَ مهارٿا: (٦)

۽ پراڪرمي ''يُڌامَنيوُ'' يُڌ جي لاءِ من ۾ تمام ڪشل ڌارڻا ''اُتمَئوُجا'' سنائيءَ جو مجسم، سيدرا پتر ايمنيوُ جڏهن شپ آڌار اچي ويندو آهي، تہ من بي ڊپو ٿي ويندو آهي. اهڙو شپ آڌار سان اتپن ٿيل نِريئہ مَنُ ، ڏيان روپي دروپديءَ جا پنج پٽ وٽندڙ، پيار وارا، ڪومل هرديہ، ديا وارا ۽ پنهنجي ارادي جا پڪا، سپ جا سپ مهارٿي آهن. ساڌنا جي راهہ تي يوگيتا سان هلڻ جو هرڪو گڻ هنن ۾ آهي.

اهڙي طرح دريوڌن پانڊون جي پکش جا پندرهن ويهہ نالا ڳنهيا، جو ديوي سمپتي جا خاص انگہ آهن. وجاتي پرورتيءَ

جو راجا هوندي بہ اهو ’موهہ‘ ئي آهي جو سڄاتييہ پرورتن
کي سمجهڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري، ٻڌي ٿو.

دريوڌن پنهنجو پاسو تمام مختصر نموني ٿو ٻڌائي.
جيڪڏهن ڪا ٻاهرين يڌ هجي ها تہ پنهنجي فوج جو وستار
وڌائي وڌو ڪري ڳڻي ها. وڪار گهڻا ڳڻايا ويا جو اُنهن تي
سوپ پائڻي آهي، اُهي ناسونت آهن، فقط پنج ست وڪار
ٻڌايا ويا، جن ۾ اندر لڪل سڀ ٻاهريون پرورتيون ظاهر آهي
جيئن تہ:

**अस्माकं तु विशिष्टा ये तान्निबोध द्विजोत्तम ।**
**नायका मम सैन्यस्य सञ्ज्ञार्थं तान्ब्रवीमि ते ।।७।।**

اَسماڪَمِ توُ وِشِشٽا يي تاني ٻوڌَ دِوَجوتَمِ
نايڪا مَمَ سَئِنَيَسيہ سَڃِگيارِ ٿَمِ تانِبرَ ويمِ تي (٧)

ٻنهي سينائن ۾ اُتم! اسانجي پکش ۾ جيڪي جيڪي
خاص آهن، اُنهن کي بہ سمجهي وٺ، ڏسي ڇڏ. توهانکي
ڄاڻڻ لاءِ منهنجي سينا جا جيڪي نائڪ سوروير آهن، اُنهن
کي چوي ٿو:

ٻاهرين يڌ ۾ سيناپتي لاءِ ٻنهي سينائن ۾ اُتم چئي
پڪارڻ- بنا موقعي جي بي وقتائتو آهي. سچ تہ گيتا ۾
انتهڪرڻ جون بہ پرورتين جو پاڻ ۾ سنگهرش آهي ٻيائيءَ
جو آچرڻ آهي ”دروڻ“ جيستائين اسين ٿورو بہ ايشور آراڌنا
کان الڳ آهيون، تيستائين پرڪرتي اسان تي ڇانيل آهي،
ٻيائي ٻڻي آهي. ان ٻيائيءَ تي وجيہ پائڻ جي پريرڻا پهرين
گرو ڊُرڻاچاريہ مان ملي ٿي. اڌوگابري سکيا ئي پوري ڄاڻ
جي لاءِ پريرڻا ڏئي ٿي. اُتي پوجيہ ورتيءَ وارو تہ سورويرتا جو
سنبوڌن ٿيڻ گهرجي.

**وجاتييہ پرورتيءَ جا نائڪ، سوروير ڪير ڪير آهن؟**

भवान्भीष्मश्च कर्णश्च कृपश्च समितिञ्जयः।
अश्वत्थामा विकर्णश्च सौमदत्तस्तथैव च ॥८॥

ڀَوانِڀِيِشمَشچه ڪَرَڻَشچه ڪِرِپَشچه سَمِتِنجَيَه
اشوتٿاما وڪششچه سؤمدَتِستٿئوَ (٨)

هڪ تہ پاڻ (ڀيائيءَ جو وهنوار ڪرڻ وارو دروڻاچاريہ) آهي، پِرِمَ روپي پتامهہ ”ڀِيِشمَ“ آهي. پرَمُ انهن وڪارن ۾ منجهيل. ڊگهو سورويَر پر ضدي آهي. انت تائين جيئرو رهي ٿو. تيرن جي سيجا تي ليٽيل هو. پوءِ بہ زندهہ هو. اهو آهي پِرَمَ روپي ’ڀيشم‘ پرم پڇاڙيءَ تائين رهي ٿو. ان پرڪار سان وجاتي ڪَرَمَ روپي ”ڪَرَڻُ“ ۽ سنگرام ۾ جيتڻ وارو ”ڪرپاچاريہ “ آهي. ساڌنا اوسٿا ۾ ساڌڪ جيان ڪرپا جو آچرڻ، وهنوار ڪرڻ ئي ”ڪرپاچاريہ“ آهي. ڀڳوان ڪرپا جو ڌام آهي ۽ ڀڳوان کي پائڻ کان پوءِ سنت بہ اهوئي سروپ آهي. ساڌنا جي وقت جيسين اسين الڳہ آهيون، پرماتما الڳ آهي، وجاتي پرورتي جيئري آهي-ڀيائيءَ جي ورتي زندهہ آهي، موهہ روپي جو گهيرو آهي. ان حالت ۾ جي ساڌڪ ڪرپا جو وهنوار، آچرڻ ڪري ٿو تہ هو نشٽ ٿي ويندو آهي. سيتا ديا ڪئي تہ ڪجهہ وقت لنڪا ۾ پراشچت ڪرڻو پيس. وشوامتر ديالو ڪومل ٿيو ڪيس پَتِتِ ٿيڻو پيو. يوگہ سوترڪار مهرشي پتنجلي بہ ائين ئي چيو آهي،” تي سماڌاوَپ سَرِگا وِيُتٿاني سِڌَيہ“ (٣٧-٣)

تڪليف وقت، دکہ جي سمي ۾ سڌيون پرگهٽ ٿينديون آهن. هو سچ پچ سڌيون آهن، پر هڪ پرماتما کي پائڻ جي راهہ ۾ اوتريون وڌا وگهن آهن، جيترا بہ ڪام، ڪروڌ، لوڀ،

موھہ وغيرھہ. گوسوامي تلسيداس جو بہ اھوئي نرنيہ آھي

**छोरत ग्रन्थि जानि खगराया। विघ्न अनेक करइ तब माया।।**
**रिद्धि सिद्धि प्रेरइ बहु भाई। बुद्धिहिं लोभ दिखावहिं आई।।**
**(रामचरितमानस, ७/११७/६-७)**

**''ڇو رت گرنٿ جان کگرايا! وگھن انيڪ ڪَرئہ تَبَ**
**مايا رِڌيِ سِڌيِ پَريئہ بھو ڀائي ! ٻڌھين لوڀ دکا ونھِہ آئي''**
**رام چِرتمانس (٧، ١١٧، ٦-٧)**

مايا انيڪ وگھن ڪندي آھي، درڌيون پرڌاں ڪري ٿي. ايتري قدر جو سِڌُ ٻڌائي ڇڏي ٿي. اھڙي اوسٿا وارو ساڌڪ اڻ ھوند ۾ بہ پرجي پوي، مرٽينگہ حالت وارو بيمار بہ اُٿي ڪڙو ٿيندو. ھو ڀلي نيڪ ٿي وڃي پر ساڌڪ جي اُن ڏيڻ جي مان جي آسري وينو تہ ختم ٿي ويندو. ھڪ روڳيءَ جي جاءِ تي ڪيس ھزارين روڳہ گھيري ڇڏيندا، پڇڻ چنتن جو سلسلو ابتو ٿي ويندو ۽ ھوڏانھن ڀھڪندي ڀھڪندي ٿرندي ٿاٻرندي پرڪرتيءَ ڪان پري ٿي ويندو، جيڪڏھن ساڌڪ لڪش ڪان پري آھي ۽ ساڌڪ پاڻ تي ڪرپا ڪري ٿو تہ ڪرپا جو ھڪ منو وھنوار ئي ''سَمِتِجيہھہ'' سڄي سينا کي جيتي وٺي ٿو. تنھنڪري ساڌڪ کي پوري تياريءَ سان ساوڌان رھڻ گھرجي. ''دَيا بِنُ سنت سائي، ديا ڪري تو آفت آئي''پر اڌوري اوسٿا ۾ ھيءُ وجاتي پرورتي جو منجھيل، جنھن کي سمجھي نہ سگھجي، اھڙو سوروير آھي. ان طرح موھہ روپي اَشِوَٿاما، شڪ ۾ گرفتار ٿيل وڪرڻ ۽ ڀرم ۾ ساھہ ڪٽندڙ ڀورشروا آھي. ھيءَ سڀ ٻاھرين ورتي جي قطار جا نائڪ ھئا، سوروير ھئا.

**अन्ये च बहव: शूरा मदर्थे त्यक्तजीरिता:।**
**नानाशस्त्रप्रहरणा: सर्वे युद्धविशारदा:।।९।।**

''اَنيہَ ڇ ٻَھيَھہ مدرٿي تِيَڪِتِ جيوِتاھہ،

نانا شَسِترَ پِرَهرَڻاهہ، سَروي يُڌَ وِشارداهہ'' (٩)

۽ ٻيا بہ ڪيترائي سوروير، گھڻائي شستر ڪٽي منهنجي لاءِ پنهنجي جيون تان آهو ڪٽي، اڻ ڳڻيا سوروير آهن، جن کي ڳڻي نٿو سگهجي. هاڻي کهڙي سينا کهڙن پاوَن سان سرڪشت آهي؟ ان تي چون ٿا-

अपर्याप्तं तदस्माकं बलं भीष्माभिरक्षितम्।
पर्याप्तं त्विदमेतेषां बलं भीमाभिरक्षितम्।।१०।।

''اَپَرياپِتَمِ تَدَسِماڪَمِ بَلَمَ ڀيشماڀِي رَکِشِتَمِ''
پَرياپِتَمِ تِوَ دَ ميتيشامِ بَلَمَ ڀيماڀِي رَکِشِتَمِ (١٠)

ڀيشم دواران رَکشت اسانجي سينا هر پرڪار سان جيتڻ سولو آهي.''پرَياپَت'' ۽ ''اپِرياپِت'' جهڙا پختا ۽ منجهائيندڙ دريوڌن جي سنسي ۽ شڪ کي غاهر ٿا ڪن. هاڻي ڏسڻو آهي تہ ڀيم کهڙي طاقت-ٻل آهي، جنهن تي دئوي سمپتيءَ وارا شپ پاندو آسرو رکن ٿا، پاڙين ٿا.

دريوڌن هاڻي پنهنجو بندوبست، طريقو ٻڌائي ٿو تہ:-

अयनेषु च सर्वेषु यथाभागमवस्थिता।
भीष्ममेवाभिरक्षन्तु भवन्तः सर्व एव हि।।११।।

'' اَيَنيشوُ چِ سَرويشنتوُ يَوَنِتَهہ سَرِوَ ايوَ هِي
ڀيشميو يِي پِرشنتوُ پوننهہ سرو ايو هي'' (١١)

تنهنڪري سڀ مورچن تي پنهنجي جڳهہ تي بيهندي سڀ لوڪ سڀ جا سڀ ڀيشم جي هرطرف کان بچاءُ ڪريو. جيڪڏهن ڀيشم جيئرو آهي تہ اسين نہ هارائينداسين. تنهنڪري توهين پاندون سان نہ لڙي فقط ڀيشم جو ئي بچاءُ ڪيو.

کهڙو يوڌو آهي ڀيشم، جو پاڻ پنهنجي رکشا نٿو ڪري سگهي. ڪورون کي هنجي رکشا جو بندوبست ٿو ڪرڻو پوي؟

هيءُ ڪو ٻاهريون يوڌو ڪونهي، پَرَم ئي پيشم آهي. جيستائين پَرَم جيئرو آهي، تيستائين وجاتي پرورتيون (ڪؤرو) اڻ جيتيل آهن. اڻ جيتيل جو اهو ارٿ ڪونهي تہ جنهن کي جيتي ئي نہ سگهجي، بلڪ اڻ جيتيل جو ارٿ دُرجيہ (هار مڃڻ) آهي، جنهن کي مشڪلات يا ڪٺنائيءَ سان جيتي سگهجي ٿو.

**महा अजय संसार रिपु, जीति सकई सो बीर।।**

**(रामचरितमानस, ६/८० क)**

**مها اجيہ سنسار رِپُ، جيتي سڪئہ سو وير ۱۱**

**(رام چرت مانس ، ۸۰-٦ ڪ)**

جيڪڏهن پِرَم پورو ٿي وڃي تہ اوديا وجود وڃائي هيٺي ٿي وڃي. موهہ وغيره جي شڪ ۾ سنسي ڪري بچيل آهن، جلدي ئي ختم ٿي ويندا. پيشم جي اڇا مرتيو هئي. اِڇا ئي يرم آهي. اڇا جي پورتي ٿيڻ ۾ يرم جو مٺجي وڃڻ ڳالهہ ساڳ ي آهي، هڪ ئي ڳالهہ آهي.

**इच्छा काया इच्छा माया, इच्छा जग उपजाया।**

**कह कबीर जे इच्छा विवर्जित, ताका पार न पाया।।**

**اِڇا ڪايا اِڇا مايا، اِڇا جڳ اُپجايا**

**ڪهہ ڪبير جي اِڇا وِوَرِجِت، تاڪا پار نہ پايا**

جتي يرم نٿو ٿئي اهم اپار ۾ ڏسڻ کان پري آهي اهو آتما، پرم آتما آهي. هن شرير جو ڪارڻ اڇا آهي. اڇا ئي مايا آهي ۾ اڇا ئي جڳت جي جي اُتپتيءَ جو ڪارڻ آهي.(”سو ڪامَ يَتِ“ تَدَئيشت بَهوسيام پرجاييہَ اِتيِ“(چندوگيہ ٦-٢-٣) ڪبير چوي ٿو جيڪو اڇائن کان سدائين رهت آهي ”تنهنجو پار نہ پاتو“ اُهي اپار، اننت، اسيم تَتو ۾ پرويش پائين ٿا.

(يوڪامو نشڪام، آپتِڪام آتِم ڪامو نہ تَسِيہَ پِراٽا اُتڪِرا مَنِتي بِرَهمَئي سَنہِ بِرهما پيپتي“ بِرَهہ دارٽيڪ ۴-۴-١٦)جيڪو

ڪامنائن کان رهت آتما ۾ پوريءَ طرح استر آهي، اُنجي ڪڏهن به گراوٽ نه ٿيندي. هو برهم سان هڪ ٿي ٿو وڃي. شروع ۾ اڇائون گهٽيون ٿينديون آهن ۽ انت ڏانهن جيئن وڌندو آهي. پرماتما پراپتي جي اِڇا ئي باقي رهندي آهي. جڏهن اها اڇا به پوري ٿي ويندي آهي تڏهن اڇا ئي مٽجي وڃي ٿي. جيڪڏهن ان کان به وڌي ڪا وستو هجي ها ته توهين اُن جي اڇا ضرور ڪيو ها. جڏهن اُن کان وڌيڪ ڪا وستو ئي ڪونهي ته اڇا ڪنهنجي ٿيندي. جڏهن پراپت ٿيڻ يوگيه ڪا وستو اڻمليل نه رهجي وڃي، ته اڇا مرتيو آهي. انهي طريقي سان پيشم دواران بچاءُ پائيندڙ اسان لوڪن جي سينا هر طرف کان اجيه (اڻجيتيل) آهي. جيستائين ڀِرم آهي، تيستائين اوديا جو به وجود آهي ڀِرم شانت ٿيو، ته اوديا به سماپت ٿي ويندي آهي.

ڀيم دوارن بچاءُ ڏيندڙ هنن لوڪن جي سينا جيتڻ سولي آهي. ڀاو روپي ڀيم ”ڀاوي وِڌيتي ديوَهَہ“ڀاوَ ۾ اها شڪتي آهي، طاقت آهي جو اڻ ڏٺل، اڻ ڄاتل پرماتما به ظاهر ٿي پوندو آهي، ڄاتل ٿي پوندو آهي. ”ڀاوَ بَسِيَہ ڀڳوان، سکہ نڌان ڪروڻا ڀَوَنَ“ (رام چرت مانس ٧-٩٢ کَہ) شري ڪرشن ان کي شرڌا ڪري ڪوٺيو آهي. ڀاوَ ۾ اهو بل آهي جو ڀڳوان کي وس ۾ ڪري ڇڏيندو آهي. ڀاوَ سان ئي سيني پُڇ مَئي پروورتين جو وڪاس آهي. هو پڇ جو سنڀاليندڙ آهي. اهڙو بلوان آهي جو پرم ديو پرماتما کي ممڪن بڻائيندو آهي، پر اُن جو ساٿ اهڙو ڪومل به آهي ته اڄ ڀاوَ آهي. سياڻي ڀاوَ ۾ بدلجڻ ۾ دير نٿي لڳي. اڄ توهين چئو ٿا ته مهاراج ڏاڍو سنو آهي. سياڻي چئي‌سگهو ٿا آهي.

ڀَرم روپي پيشم جيڪڏهن سوڀارو ٿئي ٿو، ته پرڪرتيءَ جي

جنهن ڏينهن ۾ توهين آهيو ان کان به وڌيڪ ڏينهن جي گهيري ۾ توهان کي ٻڌي ڇڏيندو. ڏينهن جو هڪڙو ٿڌو ٿيو وڌي ويندو، ڏينهن جو گهيرو گهاٽو ٿيندو ويندو. هيءَ پَرَمَ ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه ڏيئي سگهندو. هاٽي پرڪرتي کان نِورتي ئي ڇوٽڪاري جو مارڳ آهي. سنسار ۾ پرورتي جو ڀيانڪ گهور انڌڪار جي ڇايا آهي. ان جي اڳيان ڪورون جي ڪابه گ هوشٽا ڪونهي. ڪورون طرفان ڪيترائي باجا هڪ سات وڳا، پر ڏسجي ته سڀ ملائي اُهي به ڏينهن ئي ڏئي ٿو، ان کان وڌيڪ ڪجهه به نه. هرڪو وڪار ڪو نه ڪو اُلڪو، ڏينهن ڏئي ئي ٿو، تنهنڪري هن به گهوشٽا ڪئي، اعلان ڪيو ته:

ततः शङ्खाश्च भेर्यश्च पणवानकगोमुखाः।
सहसैवाभ्यहन्यन्त स शब्दस्तुमुलोऽभवत्॥१३॥

تَتَهَ شَنکا شِچَ ڀيرِيشِچَ پاڻوانِڪَگومُکاهَ
سَهِسَئيِ واڀِيَهَنِيَنِتَ سَ شَبِدَسِتوُمُلو ڀَوَتِ (١٣)

تنهن کان پوءِ انيڪ شنکہ، نغارا، ڍول ۽ نَرِسنهَنادِ باجا هڪ ئي وقت وڳا. اُنهن جو آواز به ڌاڍو ڀيانڪ ٿيو. ڏينهن جي جنبش ڦهلائڻ کان سواءِ ڪورون جي ڪا گهوشَٽا ڪونہ آهي. ٻاهرين وجاتي پرورتي سقل ٿيڻ تي موهہ جو ٻنڌن اڃا به گهرو ڪري ٿي ڇڏي.

هاٽي پٽيمَئي پرورتين طرفان اعلان ٿيا جنهن ۾ پهرين پڌرائي يوگيشور شري ڪرشن جي هئي:

ततः श्वेतैर्हयैर्युक्ते महति स्यन्दने स्थितौ।
माधवः पाण्डवश्चैव दिव्यौ शङ्खौ प्रदध्मतुः॥१४॥

تُتُهَ شويتئير هيئي پرِيَڪتي مَهتي سِوَنِدني اِستِتئوُ
ماڌَوَهہ پاندوشچئيوَ دِويئوُ شنِڪئوُ پرَدَڌِمَتهَ (١٤)

تنهن کان پوءِ اڇن گهوڙن سان گڏ (جنهن ۾ ذرو به ڪاراڻ جو دوش ڪونهي - اڇا ساتوڪ، نرماتا جو لڇڻ آهي، نشان آهي)

”مَهَتيِ سِوَندني“ مهان رٿ تي وينل يوگيشور شري ڪرشڻ ۽ ارجن بہ الوڪڪ شنکہَ وڄايا. الوڪڪ جو اَرٿ آهي، عام لوڪن کان پري مرتيو لوڪ، ديو لوڪ، برهم لوڪ جيستائين جنم مرڻ جو پوُ آهي، انهن سڀني لوڪن کان پري پرلوڪڪ پرمارٿڪ اسٿتي ڌارڻ ڪرڻ جي پڌرائي يوگيشور شري ڪرشڻ ڪئي آهي. سون، چاندي يا ڪاٺ جو رَٿُ نہ، رَٿُ الوڪڪ، تہ پڌرائي بہ الوڪڪ ئي آهي. لوڪن کان پري صرف برهم ئي آهي، سڌو ان ۾ سمرپڻ اسٿاپت ڪرڻ جي پڌرائي آهي. هو ڪيئن اهڙي اسٿتي حاصل ڪندا؟

पाञ्चजन्यं हृषीकेशो देवदत्तं धनञ्जयः।
पौड्रं दध्मौ महाशङ्खं भीमकर्मा वृकोदरः।।१५।।

پانچجنيَم هريشي ڪيشو ديوَ دَتَمِ ڌَنَنِجيہَ
پوُندِرَمِ دَڌِمَئوُ مهاشَنِکَمِ ڀيمَڪَرِما وِرِڪوڌَرَهہ (١٥)

”هِرِشيِڪيِشِ“ جو هردي جو سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ آهي، اُن شري ڪرشن پانچجَنِيہَ شنکہُ وڄايو. پنج گيان اندرين کي پنج تَنَ ماترائون (شبد، سپرش، روپ، رس، گنڌ) جي رسن کي گڏ ڪري پنهنجي جَنَ (ڀڳت) جي قطار ۾ ڏيڻ، وڄڻ جي گهوشڻا ڪئي. چنچل روپ ۾ ڀٽڪڻ وارين اندرين کي گڏ ڪري اُنهن کي پنهنجي داس جي قطار ۾ بيهارڻ هرديہ سان سچي ستگروءَ جي ڪرپا آهي، مهر آهي. شري ڪرشن هي يوگيشور ستگرو هو. شِشَيَسِتو هَمِ - ڀڳوان ! مان توهانجو شِشُ آهيان. ٻاهرين وشين کي ڇڏي ڌيان ۾ اِشٽ کان سواءِ نہ ٻيو ڏسون، نہ ٻيو ڪجهہ ٻڌون، نہ ٻئي کي ڇُهون، اهو ستگروءَ جي اشاري ڪرڻ تي مدار ٿو رکي.

”ديوَدَتَمِ ڌَنَنِجيہَ“ دَئِوي سمپتي کي اڏين ڪرڻ وارو

انوراڳ ئي ارجن آهي. اِشَٽ (پورن پرماتما) سان چاهہ جنهن ۾ وڇوڙو، ويراڳ، ڳوڙها ڳاڙڻ هجي ”گَدِ گَدِ گِرانَيَنَ بهہ نيرا“ رومانچ هجي، امنگ هجي. اِشٽ ڪانسواءِ ڪنهن بہ ٻي وشيہ جو ٽڪراءُ نہ ٿئي، ان کي ”انوراڳ“ پريم ۽ شرڌا چئجي ٿو. جڏهن اهو سڦل ٿئي ٿو، تہ پرم ديو پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ واري دئوي سمپتيءَ تي اڌڪار پراپت ڪري وٺندو آهي. ان جو ٻيو نالو ڌننجيہ بہ آهي. هڪڙو ڌن تہ ٻاهرين سمپتي آهي، جنهن سان سرير کي پالڻ جي ويوسٿا ٿيندي آهي. آتما سان ان جو ڪوئي سنبنڌ ڪونهي. ان ڪان پري هميشهہ رهڻ واري آتمڪ سمپتي ئي نج سمپتي آهي. برهدارڻيڪو اُپنشد ۾ ياڳيوَلڪ مئتريءَ کي اهو سمجهايو تہ ڌن سان سمپن پرٿويءَ کي سواميتيوَ سان بہ اَمرتَتِوَ جي پراپتي نٿي ٿي سگهي.اُن جو اُپاءُ فقط آتمڪ سمپتي آهي.

ڀيانڪ ڪرم واري ڀيمسين ”پؤنڊر“ معنيٰ پريت نالي وارو مهاشنکہ وڄايو. ڀاوَ ۾ ئي پريت رکي آهي هن، تنهنڪري ڀيم ”پؤنڊر“ پريت نالي شنکہ وڄايو. ڀاوُ ڏاڍو ٻلوان آهي؛ پر پريت جي جنبش ۽ اُتساهہ جي ذريعي.

**हरि व्यापक सर्वत्र समाना। प्रेम ते प्रगट होहिं मैं जाना।।**

**(रामिचरितमानस, १/१८४/५)**

**अनन्तविजयं राजा कुन्तीपुत्रो युधिष्ठिरः।**

**नकुलः सहदेवश्च सुघोषमणिपुष्पकौ।।१६।।**

”هَرِ وياپڪ سَروَتَرِ سمانا پريم تي پرگٽ هو هين مئن جانا“

(رام چرت مانس، ۵-۱۸۴-۱)

”اَنَنِتَ وِجَيَمِ راجا ڪُنِتي پُترو يُڌشِٽِرهُہ

نَڪُلَ سَهديوَ شِچَ سُگهوشِمَڻِپُشِتَڪئُو (١٦)

ڪنتي پُتر راجا يڌِشٽِرَ اَنَنت وجيہ شنکہ وڄايو. ڪرتويہ روپي ڪُنتي ۽ ڌَرم روپي يڌشٽر. ڌرم تي پڪي وِرتي رهندي تہ ”اَنَنت وجيم“ -اَننت پرماتما ۾ استتي ڪرائيندو ”يڌي اِسٽر سَمَہ يڌشٽرهہ“ پرڪرتي پرش ڪيترڪيتريگہ جي سنگهرش ۾ پڪو رهندو آهي، مهان دکہ ڪان بہ پَرم ۾ نٿو اچي تہ هڪ ڏينهن جو اَننت آهي. جنهنجو انت ڪونہ آهي، اُهو آهي پرم تَتوَ پرماتما، اُهو ان تي اسانکي سوپ ڏياري ٿو.

نِيمَ روپي نَڪُل ”سنگهرش“ نالي شنکہ وڄايو. جيئن جيئن نيم وڌندو، اشپ جو وناش ٿي ويندو، شپ ظاهر ٿيندو ويندو، پڌرو ٿيندو ويندو. ستسنگہ روپي سهديو ”مڻي پشپڪ“ نالي شنکہُ وڄايو .مهرشين هڪ هڪ سواس کي ڏاڍي املهہ جي سنکيا ڏني آهي. ” هيرا جئسي سواسان باتون ۾ بيتي جايہ“ (’بندو‘) هڪ ستسنگہ تہ اُهو آهي، جو توهين ستپرشن جي واٽيءَ دواران پڌو ٿا؛ پر سچو يٿارٿ ستسنگہ اندريون آهي. شري ڪرشن انوسار آتما ئي ستيہ آهي، سناتن آهي. چِتَ کي سيني طرفنن ڪان چڪي آتما جي سنگت ڪرڻ لڳي، اهو ئي سچو ستسنگ آهي. هيءُ ستسنگہ چنتن، ڌيان ۽ سماڌي جي اپياس سان پرپور هوندو آهي. جيئن جيئن ستيہ جي ميلاپ ۾ صورت ٽڪندي ويندي، تيئن تيئن هڪ هڪ سواس تي ظابطو ملندو ويندو، من سوڌو اندريون کيڻ ٿينديون وينديون. جنهن ڏينهن پورو قبضو اچي ويندو، وَستوُ پراپت ٿي ويندي. سنگيت سازن وانگر چِتَ جو آتما جي سُرَ سان سُرُ ملائي سنگت ڪرڻ ئي ستسنگہ آهي. براهمڻ ڪنور آهي پر شواس مڻي (سواس روپي موتي) گل کان بہ ڪومل آهي. گل تہ ڦُٽڻ تي يا پچڻ تي ڪومائجي ويندو آهي، پر توهين بئي سواس تائين جيئري

رھڻ جي گڻرنٽي نٿا ڏيئي سگھو. ليڪن ستسنگ سڦل ٿيڻ سان
هرھڪ سواس جي روڪڻ سان پرم لڪشيہ جي پراپتي ٿئي
ٿي. ان ڪان پوءِ پاندون جي ڪابہ پڌرائي ڪونہ هئي، پر هرھڪ
ساڌن -ڪجھ نہ ڪجھ نرملتا جي راھ جي دوري طئہ ڪرائي
ٿو. اڳيان چوي ٿو:

**काश्यश्च परमेष्वास: शिखण्डी च महारथ: ।**
**धृष्टद्युम्रो विराटश्च सात्यकिश्चापराजित: ।।१७।।**

ڪاشِيَشِچ پَرَميشواس شکنڊي چہَ مَهارٿَھ
ڌِرِشٽَڊِيمنو وراٽشِچ ساتِيڪِشِچا پَراجِتَھ (١٧)

ڪايا روپي ڪاشي پرش جڏھن سيني طرفن ڪان من سان گڏ
اندرين کي سميٽي ڪايا ۾ ئي گڏ ڪري ٿو، تہ ”پرميشواس“
پرم ايشور ۾ واس ڪرڻ جو اڌڪاري ٿئي ٿو. پرم ايش ۾
مگن رھڻ ئي پوتر ڪايا ئي ڪاشي آھي. ڪايا، سرير ۾ ئي
پرم ايشور جو نواس آھي. ”پرميشواس“ جو ارٿ سريشٽ
ڌنش وارو بہ آھي. بلڪ پرم َ ايش َواس آھي. شکا، سوتر
(مٿين ٻَنڌ) چوٽيءَ کي چڏڻ ئي شکنڊي آھي. اڄ ڪلھ ماڻھو
مٿي جا وار ڪٽائي، لھرائي ٿا ڇڏين ۽ چوٽيءَ جي نالي تي گ
لي جو جٽيو لاھي ٿا ڇڏين. باھ ٻارڻ ڇڏي ٿا ڏين، ٿي ويو
سنياس هن جو. نہَ حقيقت ۾ چوٽي ئي لڪشيہ جو نشان آھي،
جنھن کي توھانکي پائڻو آھي ۽ سوتر ۽ سنسڪارن جو جيستائين
اڳيان پرميشور کي پائڻ باقي آھي، پوءِ سنسڪارن جو سلسلو لڳو
ٿو رھي، تيستائين تياڳ ڪھڙو؟ سنياس ڪھڙو؟ اجا تہ هن راھ
تي هلڻ وارو راھگير آھي. جڏھن جيڪي پراپت ڪرڻو آھي سو
پراپت ٿي وڃي، پوءِ پنيان لڳل سنسڪارن جي تند، ڏور ڪٽجي
وڃي، اھڙيءَ اوسٿا ۾ پَرَم بلڪل شانت ٿي ٿو وڃي. تنھنڪري

شڪندي ئي پَرَم روپي پيشم جو وناش ڪري ٿو. شڪندي چنتن جي راهه خاص قابليت آهي، مهارٿي آهي.

”ڌرِشٽدِيوُمنَ“ درد ۾ اچل من ان طرح ”ورات“ ڪُل ورات ايشور جي ليلا ڏسڻ جي قابليت وغيرهه ڏَيُوي سَمپتي جا خاص گڻ آهن. ساتوڪتا ئي سچي آهي. سَتيہ جو چنتن جي پرورتي معنيٰ سانوڪتا جيڪڏهن بڻي رهي تہ ڪڏهن بہ گراوت اچي نہ سگهندي. هن لڙائيءَ ۾ هارائڻ نہ ڏيندي.

**द्रुपदो द्रौपदेयाश्च: सर्वश: पृथिवीपते।**

**सौभद्रश्च महाबाहु: शङ्खान्दध्मु: पृथक्पृथक्।।१८।।**

”دروُپَدو دِرَئوُپَدَيياشچ سَرِوَسَنَهہ پرِٿِويپَتي
سَئوُيَدرَشِچ مَهاباهوُهہ ، شَنِکانِدَ دِمَهہ پرِٿَڪپرِٿَڪ (١٨)

وڏي اچل پد وارو دروپد ۾ ڌيان روپي دِروپدي جا پنج پٽ ڪومل، موهيندڙ، نئڙت وارا ۾ پڪي ارادي وغيره ساڌن ۾ مهان سهايڪ مهارٿي آهن ۾ وري وڏين ٻانهن وارو ايمنيو - انهن سيني الڳ الڳ شنڪہ وڄايا-ٻانهن جو ٻل ڪاريہ کيتر جو نشان آهي. جڏهن من ڊپ کان آجو هوندو آهي تہ اُنجي پهچ تمام پري تائين هوندي آهي. هي راجن، انهن سيني الڳ الڳ شنڪہ وڄايا. ڪجهہ نہ ڪجهہ دوري سپ طئہ ڪرائين ٿا، انجو پالن ڪرڻ ضروري آهي، ان ڪري انهن جا نالا ڳڻايا ويا. ان کان سواءِ ڪجهہ دوري اهڙي بہ آهي، جا من ٻڌي کان پري آهي. ڀڳوان پاڻ ئي اسانجي انتهڪرڻ ۾ ڪرائيندو آهي. هتي اسانجي درشٽي بڻجي آتما سان ڪڙو ٿي ويندو آهي ۾ سامهون پاڻ ساڪيات بيهي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي ڇڏيندو آهي.

**स घोषो धार्तराष्ट्राणां हृदयानि व्यदारयत्।**

**नभश्च पृथिवीं चैव तुमुलो व्यनुनादयन्।।१९।।**

سَ گهوشوڌارِتَراشِٽراڻامِ سِرِدَياني وِنيادارَيَتِ
نڀَشِچَ پرِٿويِمِ چَئيوَ تُمُلو وِيَنوُنادَيَن (۱۹)

ان گهور شبد، آواز آڪاش ۽ پرٿوي کي آواز سان ڀرپور ڪندي ڌرتراشٽر-جي پٽن جي هردي کي ڌاري ڦاڙي ڇڏيو. سينا تہ پانڊون جي طرف کان بہ هئي پر هردا ڌريا ڌرِتراشٽر جي پٽن جا. حقيقت ۾ پانچجنيہ ، دَئوي شڪتي مهان، اننت تي سوپ ۽ اشپ جو وناش ۽ شپ جي پڌرائي نمبروار ٿيڻ لڳي تہ ڪروُڪيتر، راڪسي سمپتي، ٻاهر مکي پرورتين وارن جا هردا ڦٽجي پوندا. اُنهن جو ٻل آهستي آهستي ڪيڻ ٿيڻ لڳي ٿو. هرهنڌ سشلتا ملڻ تي موهہ مَئي پرورتيون هر طرح شانت ٿي ويندي آهن.

**अथ व्यवस्थिरान्दृष्ट्वा धार्तराष्ट्रान्कपिध्वज: ।**
**प्रवृत्ते शस्त्रसम्पाते धनुरूद्यम्य पाण्डव: ।।२०।।**
**अर्जुन उवाच**
**हृषीकेशं तदा वाक्यमिदमाह महीपते।**
**सेनयोरु भयोर्मध्ये रथं स्थापय मेऽच्युत।।२१।।**

”اَٿ وِيَوَسٿانِدرِيٽوا ڌارتراشِٽرا نِڪپِيڌوَجَ
پرَورِتي شَسِترَ سَمپاتي ڌَنُرُدِيَمَيہَ پانڊوَهہ (۲۰)
ارجن اُواچ
هريشيڪيشم تَدا واڪيَمِدَماهَہ مَهيپَتي
سينيورُيِيورِ مَڌِيي رَٿَمِ سِٿاپَيَہ مي چيُتَ (۲۱)

سنيم روپي سنجيہ اگيان سان ڀِڪيل من کي سمجهايو، هي راجن! تنهن کان پوءِ ”ڪپِيڌِوَچ“ ويراڳہ روپي هنومان. ويراڳہ ئي جنهنجو نشان آهي، جهنڊو آهي جنهنجو (جهنڊو راشٽر جو نشان مڃيو ويندو آهي). ڪي ماڻهو چوندا آهن -

ڌِوَجا (نشان) چنچل هئي، تنهن ڪري اُن کي ڪَپِيڌِوَجَ چيو ويو. پر نہ، هتي ڪَپي ساڌارڻ باندر نہ پاڻ هنومان هو، جنهن مانَ اپمان کي ماري ڇڏيو هو ”سَمَ مانَ نِرادر آدرمين“ (مانس ۷ ۱۳ ۱ -۸) قدرت جي ڏِنل ٻُڌل شيئُن کان، وشين مان راگہ جو تياڳہ ئي ويراڳہ آهي. (هاڻي ويراڳہ ئي جنهنجو جهنڊو آهي) ان ارجن ويوسٿا روپ سان ڌرتراشٽر پٽن کي بيٺل ڏسي شستر هلائڻ جي تياري ڪرڻ وقت ڌنش کڻي ”هِرشيِڪيشَمِ“ هرهڪ هردي کي ڄاڻندڙ آهي، اُن يوگيشور ڪرشن کي هيءُ وچن چيا ”هي اَچيتِ! (جو ڪڏهن بہ ڄاڻي نٿو سگهجي) منهنجي رَٿ کي ٻنهي سينائن جي وچ ۾ بيهار“ هتي سارٿي، رٿ هلائيندڙ کي ڏنل حڪم ڪونہ هو، ستگرو (اشٽ) کي ڪيل پرارٿنا آهي - ڇا جي لاءِ بيهاريان؟

**यावदेतान्निरीक्षेऽहं योद्धुकामानवस्थितान् ।**
**कैर्मया सह योद्धव्यमस्मिन्रणसमुद्यमे ।।२२।।**

”ياوديتانِنِريڪشي هَمِ يوڌُڪامانوَسِٿِتانِ
ڪِرمَئِيا سَهَہ يويَمَسِمِنرَڻ سَمُدِ يمي (۲۲)

جيستائين مان هنن اِسٿت ٿيل يڌ جي ڪامناوارن کي چڱيءَ طرح ڏسي نہ وٺان تہ هن يڌ جي ميدان ۾ مونکي ڪنهن ڪنهن سان يڌ ڪرڻي آهي؟

**योत्स्यमानानवेक्षेऽहं य एतेऽत्र समागताः ।**
**धार्तराष्ट्रस्य दुर्बुद्धेर्युद्धे प्रियचिकीर्षवः ।।२३।।**

”يوتِسيمانا نَويڪشي هَمِ يہَ ايتي تِرَ سَماگَتاهہ
ڌارِتَراشِٽرَسِيہَ دُر ٻُڌيرِ يُڌي پرِيَچِڪيرِ شَوَهہ “ (۲۳)

دُرِ ٻُڌي دريوڌن جو يڌ ۾ ڪلياڻ چاهڻ وارا جي جي راجا لوگہ هن سينا ۾ آيا آهن. اُنهن يُڌ ڪرڻ وارن کي مان

ڏسندس، ان لاءِ بيهاريو. موهه سان ڀريل پريورتن جو ڪلياڻ چاهڻ وارا جيڪي راجائون هن يُڌ ۾ آيا آهن، اُنهن کي مان ڏسان.

**संञ्जय उवाच**

**एवमुक्तो हृषीकेशो गुडाकेशेन भारत।**
**सेनयोरुभयोर्मध्ये स्थापयित्वा रथोत्तमम्।।२४।।**

سنجيه اُواچ

”ايومڪتو هِرشيڪيشو گڏاڪيشينَ ڀارت
سينيورُ ڀيورِ مڌي سٿا ڀِيِتوا رٿوتِتَمَم (٢٤)

**भीष्मद्रोणप्रमुखतः सर्वेषां च महीक्षिताम्।**
**उवाच पार्थ पश्यैतान्समवेतान्कुरूनिति।।२५।।**

” ڀيشمَدِروڻپرَمُکَتهه سَرويشامِ چَ مهيڪِشِرَتامِ
اُواچ پارٿ پَشِئيتانِسَمَويتا نِڪُرُونيتِي“ (٢٥)

سنجيه چيو نند کي جيتڻ واري ارجن دواران هن پرڪار چئي چڏڻ تي هرديه جي ڄاڻڻ واري شري ڪرشن ٻنهي سينائن جي وچ ۾ ڀيشم، دِروڻ ۽ ”مهيڪِشِتامِ“ شرير روپي پرٿوي تي اڌڪار ڄمائيندي سيني راجائن جي وچ ۾ اُتم رَٿ کي بيهاري چيو تہ-پارٿ هنن گڏ ٿيل ڪورون کي ڏِسو. هتي اُتم رَٿُ سون چانديءَ جو رَٿُ ڪونہ آهي. سنسار ۾ اُتم جو ارٿ سون چانديءَ جو رَٿُ ڪونہ آهي. سنسار ۾ اُتم جو ارٿ، ويچار ناسونت آهي. جو اسانجي آتما، اسانجي سوروپ جو سدائين سات ڏئي، اُهوئي اُتم آهي؟ جنهن جي ڀنيان ”اَنُتَمَ“ اشڌتا نہ هجي.

**तत्रापश्यत्स्थितान्पार्थः पितृनथपितामहान्।**
**आचार्यान्मातुलान्भ्रातृन्पुत्रान्पौत्रान्सखींस्तथा।।२६।।**
**श्वशुरान्सुहृदश्चैव सेनयोरुभयोरपि।**

”تترا پَشيَتستِتانپارٿهہ پِترينَٿپتا مَهانِ
آچاريا نِما تُلا نِيرا پوَٽِرانِسکينِساتَتا (٢٦)
شِوَشُرانِسُهِرديشَِڪچئيوَ سينَيورُيِيورَپي“

ان ڪان پوءِ جنهنجو نشان اچوُڪ، مئل شرير ڪي رٿ بڻائڻ وارو پارٿ ٻنهي سينائن ۾ بيٺل پيءُ جي پائرن کي، پتامهن کي، آچارين کي، مامن کي، پائرن کي، پُٽن کي پوٽن کي، دوستن کي، سُهُرن کي، گهڻگهرن کي ڏٺوٻنهي سينائن ۾ ارجن کي فقط پنهنجو پروار، ماما جو پروار، ساهرن جو پروار، گ هڻگهرا ۽ گروجن ڏسڻ ۾ آيا. مهاڀارت ڪال جي ڳڻپ مطابق ارڙهن اڪشوهڻي لڳ ڀڳ چاليهہ لکن جي آس پاس ٿيندا آهن؛ پر هاڻوڪي ڳڻپ انوسار ارڙهن اڪشوهڻي ساڍا ڇهہ ارب جي لڳ ڀڳ آهي، جو اڄوڪي سنسار جي جَن سنکيا جي برابر آهي. ايتري وڏي ڪٽڪ لاءِ جڏهن تڏهن سنساري طريقي رهڻ، کائڻ جو وڏو مسئلو بڻجي ٿو پوي. هيترن گهڻن ماڻهن جو ميڙ ارجن جي ٽن چئن پروارن جيترو هو. ڇا ايڏو وڏو پروار بہ ڪنهنجو ٿيندو آهي ڇا؟ ڪڏهن بہ نہ هيءَ دل جي ديش جو چِترڻ آهي - درشيہ آهي.

तान्समीक्ष्य स कौन्तेयः सर्वान्बन्धूनवस्थितान् ।।२७।।
कृपया परयाविष्टो विषीदन्निदमब्रवीत् ।

”تانِسَمِکشيہَ سَ ڪوَنِتييَهہ سَرِ وانبنڌوُ نَوَسِتِتانِ (٢٧)
ڪِرپَيا پرياوِشٽو وِشيڪنندمَبِرَوِيِت“

اهڙي طرح سيني بيٺل پائرن کي ڏسي ڏاڍي ديا سان ڀريل هو ڪُنتيءَ جو پُٽ ارجن دکي ٿي چيو. ارجن کي ڏاڍو شوڪ ٿيو ڇو جو هن ڏٺو تہ هي سڀ تہ منهنجو پنهنجو پروار ئي آهي - هاڻي چيائين

अर्जुन उवाच

दृष्टवेमं स्वजनं कृष्ण युयुत्सं समुपस्थितम् ।।२८।।
सीदन्ति मम गात्राणि मुखं च परिशुष्यति ।
वेपथुश्च शरीरे मे रोमहर्षश्च जायते ।।२९।।

ارجن اُواچ

دِرشٽويمَ سِوَجنَم ڪرشڻ يُيُتِسوُن سَمُپَستِٿَتمِ ا(٢٨)
سيدَنتيِ مَمَ گاتِراڻِ مُکَمَ چ پرَيشُشِيتي ا
ويپَٿُشچہ شَريري مي روِمَهرِشچہَ جايَتي`` اا (٢٩)

هي ڪرشن! يدّ جي چاهڻ واريبينل هنن سڄڻن جي سڄي ميڙ کي ڏسي منهنجا انگہ ڪاندارجي رهيا آهن، زبان سڪندي ٿي وڃي، منهن بہ سُڪندو ٿو وڃي ۽ منهنجي شرير ۾ ڏڪٽي ۽ آنڏمانڏ ٿي رهي آهي. ايترو ئي نہ -

गाण्डीवं स्त्रंसते हस्तात्त्वक्चैव परिदह्यते ।
न च शक्नोम्यवस्थातुं भ्रमतीव च मे मनः ।।३०।।

''گانڊيوَمِ سِرَنِسَنتي هَستاتِتوَ ڪَڇئيوَ پريدَهيَتي
نہَ چ شَڪنو مِيَوَستاتُمِ پِرَمَتيوَ چَ مي مَنَهہ (٣٠)

هٿ مان گانڊيوَ ڏنش ٿو ڪِري، چمڙي بہ سڙي رهي آهي. ارجن کي جڻ بخار اچي ويو، گرم ٿي ويو تہ هيءَ کهڙي يدّ آهي، جنهن ۾ پنهنجا سڄڻ ئي بيٺا آهن. ارجن کي ڀَرَم ٿي ويو. هو چوي ٿو - مون ۾ هاڻي بيهڻ جي طاقت نہ رهي آهي، هاڻي اڳيان ڏسڻ جو مون ۾ بل ڪونهي.

निमित्तानि च पश्यामि विपरीतानि केशव ।
न च श्रेयोऽनुपश्यामि हत्वा स्वजनमाहवे ।।३१।।

''نِمِتانِ چ پِشيامي وِپَريتانيِ ڪيشوَ
نَہ چَ شِريِيوُ پشيامِي هَتوا سِوَجنماهَوِ`` (٣١)

هي ڪيشوَ! هن يڌ جا آثار بہ اُبتا ئي ڏسان ٿو. يڌ ۾ پنهنجي ڪُل کي مارڻ ۾ پنهنجو ڀلو بہ نٿو ڏسان، پرم ڪلياڻ بہ نٿو ڏسان. ڪُل کي مارڻ سان ڪهڙو ڪلياڻ ٿيندو؟

**न काङ्क्षे विजयं कृष्ण न च राज्यं सुखानि च।**
**किं नो राज्येन गोविन्द किं भोगैर्जीवितेन वा।।३२।।**

”نہ ڪانگڪشي وِجَيَمِ ڪرشڻ نہ چَ راجِيَمِ سُکاني چَ
ڪِمِ نو راجِيينُ گووند ڪِمِ ڀوڳئيرجيوتيِنَ وا(٣٢)

سڄو پروار يڌ جي لاءِ موت جي مُنهَن ۾ آهي. انهن کي يڌ ۾ جيت، سوڀ. سوڀ کان ملڻ وارو راڄ ۽ راڄ کان ملڻ وارو سُکُ ارجن کي نہ کپي. هو چوي ٿو - ڪرشڻ! مان پنهنجي جيت نٿو چاهيان گووند! اسانکي راڄ يا جيون سان ڪهڙو پريوجن آهي؟ چو؟ اِن تي چوي ٿو

**येषामर्थे काङ्क्षितं नो राज्यं भोगा: मुखनि च।**
**न इमेऽवस्थिता युद्धे प्राणांस्त्यक्त्वा धनानि च।।३३।।**

”يشامَرِٿي ڪانگِشِتَمِ نو راجِيَمِ ڀوڳاها سُکانيِ چَ
تہ اِمي وَسِٿِتا يُڌي پراڻانِستِّيَتوا ڌناني چَ (٣٣)

اسانکي جِنِ لاءِ راڄ، ڀوڳہ ۽ سُکہ وغيره جي چاهنا آهي. اُهوئي پروار جيئڻ جي آشا تياڳي يڌ جي ميدان ۾ بيٺا آهن. اسان کي راڄ جي اڇا هئي تہ پروار سان گڏ، ڀوڳہ، سکہ ۽ ڌن جي لالچ هئي، تہ سڄڻن ۽ پروار سان گڏ اُنهن کي ڀوڳڻ جي هئي، پر جڏهن سڀ جا سڀ پراڻن جي آشا تياڳي بيٺا آهن، تہ مونکي سکہ، راڄ يا ڀوڳہ نہ کپن.اهي سڀ هنن جي ڪري پيارا هئا. هنن کان جدا ٿيڻ تي اسانکي انهن جي گهرج ڪونهي. جيستائين پروار رهندو، تيستائين اهي واسنائون بہ آهن. جهوپڙيءَ ۾ رهڻ وارا بہ پنهنجي پروار، مِتر ۽ سڄڻن

کي ماري سڄي سنسار جو راڄ بہ سويڪار ڪونہ ڪندا. ارجن بہ ائين ئي ٿو چوي تہ اسان کي ڀوڳہ پيارا هئا، سوپ پياري هئي، پر جن لاءِ هئي، جڏهن اُهي ئي نہ رهندا تہ ڀوڳن سان ڪهڙو واسطو؟ هن ڀڏ ۾ مارڻو ڪنهن کي آهي؟

**आचार्या: पितर: पुत्रास्तथैव च पितामह: ।**
**मातुला: श्वशुरा: पौत्रा: श्याला: सम्बन्धिनस्तथा ।।३४।।**

''آچارياها، پِتَرَهہ پُترا سِتٿئيوَچ پِتامَهاهَہ
ماتُلا شِوَشُراهَہ، پَئوتراهَہ شيالاهَہ سَمبنڌينِستٿا'' (۳۴)

هن ڀڏ ۾ آچاريہ، تائُو، چاچا، پُٽ ۽ اهڙي پرڪار ڏاڏا، ماما، سُهرا، پوٽا، سالا ۽ ٻيا سڀ سنٻنڌي ئي آهن.

**एतान्न हन्तुमिच्छामि घ्नोऽपि मधुसूदन ।**
**अपि त्रैलोक्यराज्यस्य हेतो: शिं नु महीकृते ।।३५।।**

''ايتانن هنتُمِڇامي گهنَو پِي مڌسودن
اَپي تِرَلوڪيراجِيَسيہَ هيتوهَہ ڪِم نوُ مَهيِڪرِتي (۳۵)

هي مڌسودن! مونکي مارڻ تي بہ يا ٽنهي لوڪن جي راڄ جي لاءِ بہ مان هنن سڀني کي مارڻ نٿو چاهيان، پوءِ پرٿويءَ لاءِ چوڻو ئي ڇا آهي؟

ارڙهن اکوهڻيي سينا ۾ ارجن کي پنهنجو پروار ئي ڏسڻ ۾ آيو. ايترا گهڻا سڄڻ ۽ مائٽ حقيقت ۾ ڇا آهي؟ سچ تہ موهہ ئي ارجن آهي. ڀڄن جي شروعات ۾ هرهڪ انوراگي (موهہ وارو) جي سامهون اهائي مشڪلات رهي آهي. سڀ چاهين ٿا اسين ڀڄن ڪريون اُن پرم ستيہ کي پايون، پر ڪنهن انيوي ستگرو جي شرن ۾ ڪوئي انوراگي (موهہ وارو) جڏهن ڪيتر، ڪيتر گيہ جي سنگهرش کي سمجهي ٿو تہ اسانکي ڪنهن سان لڙڻو آهي، تہ هو نااُميد ٿي ٿو وڃي. هو چاهي ٿو تہ اسان جي پتا جو پروار، ساهرن جو پروار، ماما جو پروار، سڄڻ،

دوست ۽ گرو گڏ ئي هجن مونسان، سڀ سکي رهن ۽ انهن سيني جي ويوسٿا (بندوبست) ڪندي اسين پرماتما ڪسوروپ کي پراپت ڪريون. پر جڏهن هو سمجهي ٿو تہ آراڌنا ۾ ڌيان لڳائڻ لاءِ پروار کي ڇڏڻو پوندو، انهن رشتن ناتن جو موهہ سماپت ڪرڻو پوندو، تہ هو بي چئن، بي آرام ٿو ٿئي، ڌيرج وڃائي ٿو وهي.

پوجيہ مهاراج جي چوندا هئا، ”مرڻ ۽ ساڌو ٿيڻ برابر آهي.“ ساڌوءَ لاءِ سرشٽيءَ ۾ ڪو جيئرو بہ آهي، پر گهر پريوار جي نالي ڪوبہ. جيڪڏهن ڪير آهي، تہ اُن سان لڳاءُ آهي، موهہ سماپت ڪٿي ٿيو آهي؟ جيستائين سنبنڌ آهي، اُن سنبنڌ جي هستيءَ سوڌو مٿجڻ تي بہ اُن جي سوڀ آهي. انهن سنبنڌن جو ڦهلاءُ ئي تہ جڳت آهي، نہ تہ ان ڪانسواءِ جڳت ۾ اجايو ڇا آهي؟

”تلسيداس ڪَهہ چِدِ ولاس جڳہ، بوُجهت بوُجهت بوُجَهئي
ونيہ پترڪا ، ١٢٤

**‘तुलसी कह चिद्विलास जग. बूझत बूझत बूझ।**
**(विनय पत्रिका १२४)**

هن جو ڦهلاءُ ئي جڳت آهي. يوگيشور ڪرشن بہ من جي ڦهلاءِ کي ئي جڳت چئي اسان کي ٻڌايو آهي. جنهن هن جي اثر کي روڪيو آهي، تنهن سڄي چرندڙ اڻ چرندڙ جڳت کي جيتيو آهي.

**इहैव तैर्जित: सर्गो येषां साम्ये स्थित मन: । (गीता,५ –१९)**

فقط ارجن ئي اڌير هو، اهڙي ڳالهہ ڪونهي. پيار ۽ موهہ سيني جو آهي. هرڪو پيار ۽ موهہ وارو اڌير ٿيندو آهي، ڌيرج وڃائي وهندو آهي، هن کي سنبنڌيِ ياد اچڻ لڳندا آهن. پهرين

هو سوچيندو هو تہ پڇن ڪرڻ سان ڪجهہ لاڀ حاصل ٿيندو، تہ هي سڀ سکي ٿيندا. اُنهن سان رهي انهن کي ماٽيندس. جڏهن هو گڏ ئي نہ رهندا، تہ سکہ وٺي ڇا ڪندس؟ ارجن جي درشٽي راڄ جو سکہ، منزل ٿي سمجهيو. هن ڪان وڌيڪ بہ ڪو سَتيہ آهي. ان جي ڄاڻ ارجن کي اڃا ڪانہ آهي.

निहत्य धार्तराष्ट्रान्नः का प्रीतिः स्याज्जनार्दन।
पापमेवाश्रयेदस्मान्हत्वैतानाततायिनः ॥३६॥

”نِهَتيہَ ڌارتِراشِٽرانَهہ ڪا پريتهہ سياجَجناردَن
پاپيميواشِرَيي دسمان هَتِيئي تانا تَتايِنَهہ “ (٣٦)

هي جناردن! ڌرتراشٽر جي پٽن کي ماري اسانکي ڪهڙي خوشي ٿيندي؟ جتي ڌِرتراشٽر معنيٰ ڌِرشٽتا جو راڄ آهي، جتي همٿ واري ڪڙي تڙي جو راشٽر آهي، هن مان پيدا ٿيل موهہ روپي دريوڌن وغيره کي ماري بہ اسانکي ڪهڙي پرسنتا ٿيندي. هنن ظالمن هچارن کي ماري اسان کي پاپ ئي تہ لڳندو. جيڪي پنهنجي جيئڻ جي تڇ لاڀ لاءِ انيتي ٿا اپنائين، اهي ظالم ئي چوائيندا آهن، پر حقيقت انهن ڪان وڏو هچارو، ظالم اُهو آهي، جو آتمڪ راهہ لاءِ رڪاوٽ ٿو پيدا ڪري. آتم درشن جو ورودي ڪام ڪروڌ، لوڀ موهہ وغيره سڀني وڪارن سان پريل ظالم آهي.

तस्मान्नार्हा वयं हन्तुं धार्तराष्ट्रान्स्वबान्धवान्।
स्वजनं हि कथं हत्वा सुखिनः स्याम माधव॥३७॥

”تَسمانِنارِها وَيَم هنتوُ ڌارِترراشِٽرانِسوَ بانڌِوانِ
سِوَجَنَمِ هي ڪُٿَمِ هَتوا سُکِينهہ سِيام ماڌوَ (٣٧)

ان سان هي ماڌوَ! اپني رشتيدارن ڌستراشٽر جي پٽن مارڻ جي لاءِ اسين لائق نہ آهيون، اسان کي اهو نٿو نهي، نٿو وڻي،

پنهنجا سنيئنڌي ڪهڙا؟ هو تہ شترو هئا نہ! سچ تہ شرير جا رشتا اگيان مان پيدا ٿين ٿا، هي ماما آهن، سسرال ۽ سڄڻ ساٿي آهن، اهو سڀو اگيان ئي تہ آهي. جڏهن شرير ئي ناسونت آهي، تڏهن اُن جا رشتا ئي ڪٿي رهندا؟ موهہ آهي تيستائين سڀ پيارا آهن، اسانجو ڪٽنب آهي، اسانجي دنيا آهي موهہ ناهي تہ ڪجهہ پڻ ناهي. تنهنڪري ارجن کي دشمن بہ ڏيکاري ڏيڻ لڳا. هو چوي ٿو پنهنجي ڪٽنب کي ماري اسين ڪيئن سکي ٿينداسين. جي اگيان ۽ موهہ نہ هجي تہ ڪٽنب جي ڪا هستي نہ هجي، ڪو وجود نہ هجي. هيءُ اگيان گيان جي راهہ ڏيکاريندڙ بہ آهي، ڀرتري، تلسي وغيره انيڪ مها انيوين ويراڳہ جي رُچي، جوش پتنيءَ مان مليو، تہ ڪو ماتيجي ماءُ جي وهنوار کان بيزار ٿي ويراڳہ جي راهہ ڏانهن مائل ٿيندو ڏسڻ ۾ آيو.

यद्यप्येते न पश्यन्ति लोभोपहतचेतसः।
कुलक्षयकृतं दोषं मित्रद्रोहे च पातकम्॥३८॥

”يَدِيَپييتي نہَ پشِيَنِتي لوڀو پَهَتچيتَسَهہ
ڪُلَڪشِيہَڪِرتَمَ دوشِمِ مِتِرَدِروهہ چَ پاتَڪِمِ (٣٨)

جيڪڏهن لوڀ ۾ ڀرشٽ چت ٿيڻ سبب هي لوڪ ڪل جو ناس ٿيڻ جي دوش ۽ مترن سان ٻوهہ ڪرڻ جي پاپ کي نٿا ڏسن، اها اُنهن جي گهٽتائي آهي پوءِ بہ -

कथं न ज्ञेयमस्माभिः पापादस्मान्निवर्तितुम्।
कुलक्षयकृतं दोषं प्रपश्यद्भिर्जनार्दन॥३९॥

”ڪَٿَمِ نہ گِييِيَسِماڀِيهہ پاپا دَسِما نِنِورتتُم
ڪُلَشِيَڪِرتَمِ دوشِمِ پرَپشِيدِ ڀِدِرجنارِدَنَ (٣٩)

هي جناردن ! ڪُل ناس ٿيڻ وارن دوشن کي ڄاڻڻ وارا اسين ماڻهو هن پاپ کي هٽائڻ لاءِ ڇو نہ ڪا ويچار ڪرڻ چاهيون؟ مان ئي پاپ ٿو ڪريان، اها ڳالهہ ڪونہ آهي - توهين بہ چوڪ ڪرڻ وڃي رهيا آهيو. شري ڪرشن تي بہ ڏوهہ مڙهيائين هينئر هو پاڻ کي شري ڪرشن کان گهٽ ڪونہ ٿو سمجهي. هرهڪ نئون ساڌڪ ستگروءَ جي شرن وٺڻ تي ان پرڪار تَرِڪَڪُترڪ ڪندو آهي ۽ پاڻ کي ڄاڻ ۾، گيان ۾ گهٽ نٿو سمجهي. ارجن بہ اهوئي چئي رهيو آهي. ارجن بہ ائين ٿو چوي تہ هو پلي نہ سمجهن پر اسين ۽ توهين تہ سمجهدار آهيون. ڪل ناش جي دوشن تي اسان کي ويچار ڪرڻ گهرجي. ڪُم ناس ٿيڻ ۾ ڪهڙا دوش آهن؟

**कुलक्षये प्रणश्यन्ति कुलधर्माः सनातनाः ।**
**धर्मे नष्टे कुलं कृत्स्नमधर्मोऽभिभवत्युत ।।४०।।**

**”ڪُلشيي پرڻشيَنتي ڪُل ڌرماها سناتناها**
**ڌَرمي نَشٽي ڪُلم ڪِرتِسنَمَڌَرمو ڀِيَوَتيُت (۴۰)**

ڪُل جي ناس ٿيڻ سان سناتن ڪُل ڌرم ناس ٿي ويندو آهي. ارجن ڪُل ڌرم، ڪُل جي آچار وهنوار کي ئي سناتن سمجهي رهيو آهي. ڌرم جي ناس ٿيڻ تي سڄي ڪُل کي پاپ بہ ڏاڍو دٻائي ٿو ڇڏي.

**अधर्माभिभवात्कृष्णा प्रदुष्यन्ति कुलस्त्रियः ।**
**स्त्रीषु दुष्टासु वार्ष्णेय जायते वर्णसङ्करः ।।४१।।**

**”اَڌَرماڀِي ڀواتڪِرشڻَ پرَ دُشينتي ڪُلسِتريَهہ**
**سِترِيشوُ دُشٽاسوُ واشڻيہ جايَتي وَرڻسنڪَرَهہ (۴۱)**

هي ڪرشن! پاپ جي گهڻي وڌڻ تي ڪُل جون استريون پليت،

اپوتر ٿين ٿيون. هي واشريڻيءَ ! استرين جي اپوتر ٿيڻ سان ڳاڏڙ ۾ ڪريل ٻار پئدا ٿين ٿا. ارجن جو خيال هو، هن ائين ٿي مڃيو تہ استرين جي پليت ۾ اپوتر ٿيڻ سان ڪريل ۾ ڳاڏڙ ٻار پيدا ٿيندا، پر شري ڪرشن ان ڳالھ کي ننو مڃي، انڪار ڪندي وڏيڪ چيو تہ مان يا سوروپ ۾ لين ٿيل مهاپرشن جي آراڌنا ڪرم ۾ پرم اتپن ڪري ٿو تڏهن ورڻسنڪر ٿيندو آهي، ورڻشنڪر جي دوشن تي ارجن پرڪاش ٿو وجهي ۾ ٻڌائي ٿو.

**सङ्करो नरकायैव कुलघ्नानां कुलस्य च।**

**पतन्ति पितरो ह्येषां लुप्तपिण्डोदकक्रिया।।४२।।**

**”سَنڪرو نَرڪايَئيو ڪُلگهنانام ڪُلسِيہَ چَ ا**

**پَتَنِتِي پِترو هِييشام لُپُتَپِندوَدَڪَ ڪِرِياهہ اا (۴۲)**

ورڻ سنڪر ڪريل ٻار ڪُل جي ناس ڪرڻ وارن ۾ ڪُل کي نرڪ ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ٿين ٿا. ڳم ٿيل پندڪريا وارا انهن جا پِتَرَ لوڳہ بہ ڪِري پون ٿا. ورتمان اڄ نشٽ ٿي ويندو آهي، ماضيءَ جا پِتَرَ ڪِري پوندا آهن ۾ پويشيہ، مستقبل وارا بہ ڪرندا . ايترو ئي نہ.

**दोषैरेतैः कुलघ्नानां वर्णसङ्करकारकैः।**

**उत्साद्यन्ते जातिधर्माः कुलधर्माश्च शाश्वताः।।४३।।**

**”دوشئيريتَڪِيهہ ڪُلگهنا نام وَرڻَسَنڪَرڪارڪَئيهہ**

**اُتسادِيَنِتي جاتيڌرماهہ ڪُلڌَرماشچہَ شاشِوَتَتاها ” (۴۳)**

ان ورڻسنڪرڪارڪ دوشن سان ڪُل ۾ ڪُل گهاتين جو سناتن ڪل ڌرم ۾ جاتي ڌرم بہ ناس ٿي ويندا آهن. ارجن مڃي ٿو تہ ڪُل ڌرم سناتن آهي، ڪلُ ڌرم ئي نِٽُ سدا قائم آهي. پر شري ڪرشن انجو وروڌ ڪيو ۾ وڌيڪ ٻڌايو تہ آتما ئي سناتن آهي، نِٽُ ، سدا رهڻ وارو ڌرم آهي، حقيقت ۾ سناتن ڌرم

کي ڄاڻڻ کان اول منش ڌرم جي نالي ۾ ڪنهن نہ ڪنهن پرمپرا اوچائي، شان کي ڄاڻي ٿو. نيڪ اهڙي طرح ارجن بہ ڄاڻي ٿو، جيڪو شري ڪرشن جي شبدن ۾ هڪ پرمپرا آهي.

उत्सन्नकुलधर्माणां मनुष्याणां जनार्दन।
नरकेऽनियतं वासो भवतीत्यनुशुश्रुम ।।४४।।

”اُتسَنَن ڪُلڌرماڻام مَنُشياڻام جَناردَن
نرڪي نِيَتَم واسو ڀَوَتيتِيَنُشُشِرومَ (۴۴)

هي جناردن! ناس ٿيل ڪُل ڌرم وارن منشن جو اننت ڪال تائين نرڪ ۾ واس ٿيندو آهي، ائين مون ٻڌو آهي. فقط ڪُل ڌرم ئي نٿو ناس ٿئي. بلڪ دائم قائم نِتُ سنتان ڌرم بہ نشٽ ٿي ويندو آهي. جڏهن ڌرم ئي ناس ٿي ويو تہ اهڙا پرش تہ اننت ڪال تائين نرڪ ۾ نواس ڪندا آهن، ائين مون ٻڌو آهي. ڌنو ڪونهي، ٻڌو آهي.

अहो बत महत्पापं कर्तुं व्यवसिता वयम्।
यद्राज्यसुखलोभेन हन्तुं स्वजनमुद्यताः ।।४५।।

”اَهو بَت مَهَتپاپَم ڪَرتُم وِيوَستا وَيَم
يَدِراجِيَسُکہَ لوڀِنَ هَنتُم سِوَجنمُدِيَتاھہ “ (۴۵)

اڙي! ڏکہ آهي تہ اسين سياڻا ٿي بہ هي گھور پاپ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا آهيون. راڄ ۽ سک جي لوڀ ۾ پنهنجي ڪُلَ کي مارڻ لاءِ اُتسڪ ٿيون ٿا.

هاڻي ارجن پاڻ کي گهٽ سياڻو نٿو سمجھي. شروع ۾ هرڪو ساڌڪ ائين ئي چوندو آهي. مهاتما ٻُڌ جو چوڻ آهي تہ منش جڏهن اڌوري ڄاڻ رکندو آهي، تہ پاڻ کي مهان گ ياني سمجھندو آهي ۽ جڏهن اڌ کان اڳيان جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لڳندو آهي تہ پاڻ کي گياني ٿو سمجھي. هو شري ڪرشن کي ئي سمجھائي ٿو تہ هن پاپ مان مها ڪلياڻ

ٿئي. اهڙي ڳالهہ بہ ڪونهي، فقط راڄ ۽ سکہ جي لوڀ ڪي پڪڙي اسين ڪُل ناس ڪرڻ لاءِ اُتسڪ ٿيا آهيون. خطرناڪ ڀُلَ ٿا ڪريون. اسين ئي ڀُل ڪري رهيا آهيون اهڙي ڳالهہ ڪونهي توهين بہ ڀُل ڪري رهيا آهيو. هڪ جهٽڪو شري ڪرشن ڪي بہ ڏنائين-پڇاڙيءَ ۾ پنهنجو فيصلو ٿو ڏئي

**यदि मामप्रतीकारमशस्त्रं शस्त्रपाणयः।**

**धार्तराष्ट्रा रणे हन्युस्तन्मे क्षेमतरं भवेत्॥४६॥**

''يَدي مامَپرتيڪارَمَشَسترَمِ شَستِرَپاڻيَهہ

ڌارِترِ:شِٽرا رَڻي هَنيَسِتَنِمي ڪيمتَرَمِ ڀويت (۴٦)

جيڪڏهن مونکي بنا هٿيار مقابلو نہ ڪرڻ واري شسترڌاري ڌرتراشٽر جا پٽ رڻ ڀوميءَ ۾ مارين، تہ اُنهن جو اُهو مارڻ منهنجي لاءِ ڪلياڻڪاري ٿيندو. اتهاس تہ چوندو تہ ارجن سمجهدار هو، جنهن پنهنجي قرباني ڏيئي يڌ جو بچاءُ ڪيو. لوڪ پنهنجي پراڻن جي آهوتي ڏيئي ڇڏيندا آهن تہ ٻالا ڀولا معصوم ٻار سکي رهن، ڪُل تہ بچيل رهي. ماڻهو پرديس ويو، عيش عشرت ۾ رهيا، محلاتن ۾ رهيا، پر ٻن ڏينهن کان پوءِ ڪيس پنهنجي ڇڏيل جهوپڙي ياد اچڻ ٿي لڳي. موهہ ايترو پربل آهي. ان ڪري ارجن چوي ٿو تہ هٿيارن واري ڌرتراشٽر جا پٽ مونکي، جيڪر ڪنهن وار نہ ڪرڻ واري کي رڻ ڀوميءَ ۾ ماري ڇڏين، تڏهن بہ اهو منهنجي لاءِ ڏاڍو ڪلياڻڪاري، سکدائڪ ٿيندو جيئن ڇوڪرا تہ سکي رهن.

**सञ्जय उवाच**

**एवमुक्त्वा–वार्जुनः सङ्ख्ये रथोपस्थ उपाविशत्।**

**विसृज्य सशरं चापं शोकसंविग्नमानसः॥४७॥**

سنجيہ اُواچ

''ايوَ مُڪتوا ارجن سَنِکيي رَٿوپَسِتَ اَپاوَشِتِ

وِسِرجيہ سَشَرَمِ چاپَمِ شوڪَسَمِوِگنَمانَسَهہ (۴۷)

سنجيہ چيو تہ رڻ ڀوميءَ ۾ شوڪ ۾ ٻڏل من واري ارجن ان طرح چئي، ٻاڻ ساڻ ڌنش کي ڇڏي رٿ جي پنئين پاسي ويهي رهيو مطلب تہ کيتر، کيترگيہ جي لڙائيءَ ۾ ڀاڄہ وٺڻ کان پنيان هٽي ويو.

## تاتپرج

گيتا کيتر-کيترگيہ جي يُڌ جو فيصلو آهي، تَتُ آهي. هيءُ ايشوري مهما سان پورن ڀڳوت سروپ ڏيکارڻ وارو گيت آهي. هيءُ گيت جنهن کيتر ۾ تئي ٿو، هيءُ يڌ کيتر شرير آهي. جنهن ۾ ٻہ پرورتيون آهن. ڌرم کيتر، ڪُروُ کيتر. هنن سئنائن جو سروپ ۽ اُنهن جو ٻل سروپ ۽ انهن جي ٻل جو آڌار ٻڌايو، شنکہ ڌنيءَ سان اُنهن جي پراڪرم جي ڄاڻ ملي. تنهن کان پوءِ جنهن سينا سان لڙڻو آهي، انجي جاچ پڙتال ٿي. جنهن جي ڳڻپ ارڙهن اڪشؤهڻي (لڳ ڀڳ ڇهہ ارب) چئي وڃي ٿي، پر حقيقت ۾ هو اننت آهن. قدرت جا نظريا ٻہ آهن. هڪ اشٽونمکي پرورتي ”دئوي سمپتي“. ٻي ٻاهرمکي پرورتي ”آسوري سمپد“ ٻہ ئي قدرتي آهن. هڪ پنهنجي اشٽ ديو ڏانهن رخ ٿي رکي، پرم ڌرم پرماتما جي طرف ڏانهن ٿي وٺي وڃي ۽ ٻي پرڪرتي ۾ وشواس ٿي ڏياري. پهرين دئويءَ سمپد کي ساڌي، سنواري ”آسوري سمپد“ جو انت ڪيو ويندو آهي، پوءِ پوتر سناتن پر برهم جي جاچ پڙتال ۽ اُن ۾ استٿتي سان گڏ دئوي سمپد جي ضرورت باقي رهي ٿي، يڌ جي ڦل جي اچا نکري ٿي وڃي.

ارجن کي سينا جي جاچ ڪندي پنهنجو پريوار ئي

ڏسڻ ۾ آيو آهي، جن کي مرڻو آهي. جيترو جيستائين سنبنڌ آهي، اوترو ئي جڳت آهي. موهہ ۽ پيار جي پهرئين ڏاکي تي ڪٽنب جو موهہ ئي رڪاوٽ بڻجي ٿو. ساڌڪ جڏهن ڏسي ٿو تہ مٺر سنبنڌن ۾ اهڙي ڪڙواهٽ ٿي ويندي، جيئن هو هئا ئي ڪونہ، تہ اُن کي گهبراهٽ ٿيڻ ٿي لڳي. مٿين مائٽن ۽ سڄڻن کي مارڻ ۾ اُنکي اشڀ ٿو لڳي اڪلياڻڪاري ٿو ڀاسي. هو هاڻوڪين هلندڙ رسمن ۾ پرمپرائن ۾ پنهنجو بچاءُ ٿو ڳولڻ لڳي، جيئن ارجن ڪيو. هن چيو، ” ڪُل ڌرم ئي سناتن ڌرم آهي. هن يڌ ۾ سناتن ڌرم ناس ٿي ويندو، ڪُل جون استريون اپوتر ٿينديون، ورڻسنڪر پيدا ٿيندو، جيڪو ڪُل گهاتين کي اننت ڪال تائين نرڪ ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ئي ٿيندو آهي.“ ارجن پنهنجي سمجهہ مطابق ”سناتن ڌرم“ جو بچاءُ جي لاءِ اُتاولو آهي. هن شري ڪرشن کي منٿ ڪندي چيو تہ اسين سمجهدار ٿي بہ هيءُ گهور پاپ ڇو ڪيون؟ مطلب تہ شري ڪرشن پاپ ڪرڻ ٿو وڃي. اوگتئي پاپ کان بچڻ لاءِ ”مان يڌ نہ ڪندس“ ائين چوندي نراس ۽ مايوس ارجن رٿ جي پٺئين پاسي ۾ ويهي رهيو. ڪيتر ۽ ڪيتر گيہ جي سنگهرش کان پٺيان هٽي ويو.

ٽيڪاڪارن هن اڌياءَ کي ”ارجن وشاد يوگہ“ چيو آهي. ارجن موهہ جو نشان آهي. سناتن ڌرم جي لاءِ اُتاولي ٿيڻ واري انوراگي، موهہ واري ارجن سبب وشاد يوگہ بڻيو آهي. اهوئي وشاد من کي ٿيو هو.

**हृदय बहुत दु:ख लागा, जनम गयउ हरि भगति बिनु राम**
**चरितमानस १/१४२**

**’’ هرديہ ٻَهُت دکہ لاڳا، جنم گيئوُ هري ڀڳتي ٻِنِ‘‘**
**(رام چرت مانس ۱۴۲۱)**

سنسي ۾ پئجي منش دکہ (وشاد) ڪري ٿو. هن ڪي شڪ هو تہ ورڻ سنڪر پيدا ٿيندو، جو نرڪ ۾ وٺي ويندو. سناتن ڌرم جو ناس ٿيڻ جو ئي اُنکي ڏکہ هو. هاڻي ’’سَنِشيہ وشاد يوگ‘‘ جو سولو نرنئہ هن اڌياءَ جي لاءِ ضروري آهي هاڻي :-

’’اوم تَتِسَدِتي شريمد ڀڳودِ گيتا سوُ اُپنِشَتِسوُ برهم ودياياَم
يوگ شاستري شري ڪرشن ارجن سنوادي سَنِشَيو شاد يوگ نام پرٿموڌيايہ‘‘

پهرين اڌياءُ پورو ٿيو (۱)

هري اوم تت ست

# اوم شري پرماتمي نمھ

## ٻيون اڌياءُ

پھرين اڌياءُ گيتا جو دروازو آھي، اندر داخلا آھي. جنھن ۾ شروع ۾ راھگير کي محسوس ٿيڻ واري اُلجھن جو چٽر آھي. لڙائي ڪرڻ وارا سڀ ڪوروَ ۽ پانڊوَ ھئا، پر سنسي جو شڪار ٿيل ڪردار ارجن آھي. موھ ئي ارجن آھي. اِشٽ جي لائق ئي راھگير کي ڪيتر -ڪيتر گيھ کي سنگھرش لاءِ پريرڻا ڏئي ٿو. موھ ۽ پيار شروعاتي تھ آھن. پوجيھ مھاراج جي چون ٿا، ”سدگرھست آشرم ۾ رھندي ٻُچان اچڻ لڳي، اڪين مان پاٽي ڳڙي، گلو سڪي وڃي، تہ سمجھي تہ ھتان ئي ڀڄن شروع ٿي ويو.“ انوراگہ موھ ۾ اِھو سڀ ڪجھہ اچي ٿو وَڃي. اُن ۾ ڌرم، نيم، ستسنگہ ، ڀاوُ سڀ ظاھر ٿيندا.

موھ جي پھرئين ڏاڪي پروار جو موھ رڪاوٽ بڻجندو آھي. پھرين منش چاھي ٿو تہ اُن پرم ستيہ کي پراپت ڪريان، پر اڳيان وڌندي ڏسي ٿو تہ اُنھن منن سنبنڌنن کي جدا ڪرڻو پوندو، تڏھن نراس ٿي ٿو وڃي. ھو پھرين ڪان جيڪي ڌرم ڪرم مڃي ڪندو ھوندو، اُن ۾ راضي رھڻ لڳو آھي، سنتوش ڪرڻ لڳو آھي. پنھنجي موھ کي زور ونائڻ لاءِ ھو ھلندڙ پرمپرائن جو مثال بہ پيش ڪري ٿو، جيئن ارجن ڪيو تہ ڪُل ڌرم سناتن آھي. يڌ سان سناتن ڌرم گم ٿي ويندءِ، چڙواڳي ڦھلجي ويندي. ھيءُ ارجن جو جواب ڪونہ ھو بلڪ ستگروءَ جي ويجھو رھڻ کان اڳہ اپنايل ڪُ ريتي، ڪُرسم وانگر ھئي. انھن خراب نيتين ۾ ڦاسي منش آھستي ڌرم، انيڪ پنٿ،

**श्री भगवानुवाच**

**कुतस्त्वा कश्मलमिदं विषमे समुपस्थितम्।**

**अनार्य जुष्टम स्वग्र्य मकीर्ति करमर्जुन ।।२।।**

شري ڀڳوان اواچ

ڪُتَسِتوا ڪَشِمَلَمِدَمِ وِشمي سَمُپستِٿَتَمِ

اَناريہَ جُشِتَمَ سُوِرگيہَ مَڪيرتيِ ڪَرَمَرِجُنَ (٢)

ارجن ! هن ڏکئي هنڌ تي توکي اهو اگيان ڪٿان آيو آهي؟ ڏکيو معنيٰ اٹانگي جاءِ جنهنجي سمتا جي سرشٽي ۾ ڪابہ جڳهہ آهي ئي ڪونہ، پرلوڪ آهي منزل جنهنجي، اهڙي بحث نہ ڪرڻ واري جڳهہ تي توکي اگيان ڪٿان ٿيو؟ ارجن تہ سناتن ڌرم جي رڪشا لاءِ تيار آهي. ڇا سناتن ڌرم جي رڪشا لاءِ پراڻ ارپڻ جي لاءِ خواهشمند ٿيڻ اگيان آهي؟ شري ڪرشن چوي ٿو- ها! ها! اهو اگيان آهي. نہ ڀاوڪ پرشن دواران وهنوار ڪيو ويو آهي، نہ اهو سرڳہ ئي ڏيڻ وارو آهي ۽ هيءُ ساراهہ ڪرڻ وارو آهي - هن ست مارگہ جو پڪو رسمن ڪان پري آهي، اُن ڪي آريہ چوندا آهن. گيتا آريہ سنوارڻ واري آهي. پريوار جي لاءِ مرڻ مٽجڻ جيڪڏهن اگيان نہ هجي ها تہ مهاپرش ان تي ضرور هلن ها. جيڪڏهن ڪُل ڌرم ئي ستيہ هجي ها، تہ سرڳہ ۽ ڪلياڻ جي پوئواري ضرور ڪري ها. هيءُ ڪيرتي ڏيڻ وارو بہ ڪونهي. ميرا ڀڄن ڪرڻ لڳي تہ **''لوڳہ ڪهي ميرا ڀئي بانوري، ساس ڪهي ڪلناشي ري...''** جنهن پريوار ڪُل ۽ مريادا جي ميرا جي سَسُ ڪاوڙجي رهي هئي، اڄ اُن ڪُلونتي سَسُ کي ڪير نٿو سڃاڻي، ميرا کي سڄو سنسار ٿو ڄاڻي. نيڪ اهڙي طرح پريوار جي لاءِ جي پريشان آهن، اُنهن جي ساراهہ بہ ڪيستائين رهندي. جنهن ۾ ڪيرتي ڪونهي، ڪلياڻ ڪونهي، سريشٽ پرش ڀُلجي بہ اهو آچرڻ نہ ڪيو، تہ ان مان اهو سِڌ ٿيو

چوٿا موٽا ميڙ ۽ اڻ ڳڻت جاتين جي رچنا ڪري ڇڏيندو آهي. ڪو نڪ کي ٿو دٻائي، ڪو ڪَن ٿو ڇيرائي. ڪنهن جي ڇهڻ سان ڌرم ناس ٿو ٿئي، تہ ڪٿي ڪاڌي پاڻيءَ سان ڌرم نشٽ ٿو ٿئي.تہ ڇا اهو ڇهڻ واري يا اڇوت جو ڏوهہ آهي؟ اصل نہ. ڏوهہ اسانجي پَرَم داتائن جو آهي. ڌرم جي نانوَ تي اسين ڪُرسمن جا شڪار آهيون تنهنڃا اسين ڏوهي آهيون.

مهاتما ٻڌ جي ڏينهن ۾ ڪيش (وار) - ڪمبل (مڱہ) هڪ پنٿ هو، جنهن ۾ وارن کي وڌائي مڱہ وانگر ڪم آڻيندا هئا ۽ اُن کي پورڻ رهڻ جو شان مڃيو ويندو هو. ڪير ڳانءِ جي ڇيڻي وانگر رهندو هو، تہ وري ڪٿي وانگر ڪائڻ پيئڻ ۾ وارو هو. برهم وديا جو ان سان ڪو بہ لاڳاپو ڪونهي. پنٿ ۽ ڪُرسمون پهرين بہ هيون. انهن مان هڪ اڌ ڪُريت، خراب ريتيءَ جو شڪار ارجن بہ هو، هن چار تَرڪَ، چار سبب ڏنا (۱) اهڙيءَ يڌ سان سناتن ڌرم نشٽ ٿيندو (۲) ورڻ سنڪر پيدا ٿيندو (۳) پندن جي ڪِريا ڪِرِت گم ٿي ويندي. (۴) اسين ڪُلڪشيہ دواران پاپ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهيون. اُن تي شري ڪرشن چيو:-

सञ्जय उवाच
तं तथा कृपयाविष्टमश्रुपूर्णाकुलेक्षणम्।
विषीदन्तमिदं वाक्यमुवाच मधुसूदनः ।।१।।

سناڃيہ اُواچ
تَمِ تَٿا ڪِرِپَيا وِشِٽمِ اَشروُ پوُرِڻا ڪُليڪشَڻمِ
وِشِيدَنِتَمِدَمِ اُواچ مڌوُ سوُدَنَ (۱)

ڪَروڻا سان وِپاپت، اکيون پريل وياڪل نيترن واري اُن ارجن جي لاءِ ”مڌو سودن“ موهہ جو وناش ڪرڻ وارا وچن چيا

تہ اُهو اگيان آهي ھاڻي...

**क्लैब्यं मा स्म गमः पार्थ नैतत्त्वय्युपपद्यते।**
**क्षुद्रं हृदयदौर्बल्य त्यक्त्वोत्तिष्ठ परन्तप।।३।।**

**ڪلئيبيمِ ما سِرَ گَرَهَہ پارٿ نئيتَتوَييُپپڌيتي**
**ڪشو درمِ هرديڌو رِبليمِ تيڪتووتِشٿَ پَرِنتَپ (٣)**

ارجن نامرديءَ کي نہ حاصل ڪر. ڇا ارجن نامرد هو. نامرد اهو آهي جيڪو مردانگي کان هيٺو هجي، وانجهيل هجي. سڀ پنهنجي سمجهہ سان پرشارٿ ئي ڪري رهيا آهن. ڪسان ڏينهن رات خون پسينو هڪ ڪري کيت ۾ پرشارٿ ئي تہ ڪري ٿو. ڪو واپار ۾ پرشارٿ سمجهي ٿو، تہ ڪو وري پنهنجي پد جو دُرِ اُپيوگہ ڪرڻ کي پرشارٿ ٿو سمجهي. سڄي جيون پرشارٿ ڪري بہ هٿين خالي وڃڻو پوندو آهي، ظاهر آهي تہ اهو پرشارٿ نہ آهي. شڌ پرشارٿ آهي ”آتم درشن“ گارگيءَ ياگيولڪ کي چيو:-

**नर्पुसकः पुमान् ज्ञेयो यो न वेत्ति हृदि स्थितम्।**
**पुरूषं स्वप्रकाशं तस्मानन्दात्मानमव्ययम्।। (आत्म–पुराण)**

**”نِپوُسَنِڪَهہ پُمانِ گِييِيو يو نہ ويتي هِردِ اِستِتِتَمِ**
**پُروُشِمِ سِوَپرڪاشَمِ تَسمانَندا تِمانُمَوِيَيَمِ (آتم پراڻ)**

هو پرش هوندي بہ نپوسنڪ آهي، جو هردي ۾ استت ٿيل آتم کي نٿو سڃاڻي. اُها آتما ئي پرش سِوروپ سويم پرڪاش، اُتم ، آنند يُڪت ۽ اويڪت آهي. اُن کي پائڻ جو پرشارٿ ئي مردانگي (پؤرش) آهي. ارجن ! تون نپونسڪتا نہ ڏيکار، اهو توکي واجب ڪونهي. هي پرنتپ ! هردي جي بيڪار دربلتا کي تياڳي يڌ ڪرڻ لاءِ ڪڙو ٿي وڃ. آسڪتي، موهہ کي تياڳہ ڪر. اها پنهنجي هردي جي دربلتا ئي آهي. ان تي ارجن ٿيون سوال ڪيو.

अर्जुन उवाच
कथं भीष्ममहं सङ्ख्ये द्रोणं च मधुसूदन।
इषुभिः प्रति योत्स्यामि पूजार्हावरिसूदन।।४।।

ارجن اُواچ
ڪَٿَمِ ڀيِشمَمَهمِ دِروڻَمِ چَ مڌوسودن
اِشوُڀِهہ پرِتِي يوتِسِيامي پوجارِهاوَ رِسوُدَنَ (۴)

اهنڪار جو ناس ڪرڻ وارا مڌوسودن! مان رڻ ڀومي ۾ ڀيشِمَ ۽ دِروڻاچاريہ سان مان ڪهڙي طرح ٻاڻن سان يُڌ ڪندس، هي اري سودن! اُهي ٻئي پوُجنييہَ آهن. ڀيائي دِروڻ آهي. پريو الڳہ آهي، اسين الڳہ آهيون. اهو نشو ، خيال ئي ڪجهہ پراپت ڪرڻ لاءِ پريرڻا ڏيڻ لاءِ شروعاتي ڏاڪو آهي. اهوئي دروڻاچاريہ جو ۽ روپڻو آهي. پَرم ئي ڀيشم آهي. جيستائين پَرم آهي تيستائين ٻار، پريوار، رشتيدار سڀ پنهنجا لڳندا آهن. پنهنجي لڳڻ لاءِ پرم ئي ذريعو آهي، وسيلو آهي. آتما اُنهن کي پوجنييہ مڃي انهن سان گڏ رهي ٿو تہ هيءَ پتا آهي، ڏاڏو آهي، ڪُل گُرو آهي وغيرهہ. ساڌنا جي وقت ۾ ’’گروُ نہ چيلا، پرش اڪيلا.‘‘

न बन्धुनं मित्रं गुरूर्दैव शिष्य:।
चिदानन्दरूप: शिवोऽहम् शिवोऽहम् ।। (आत्मषट्क, ५)

’’نہ بنڌوُرِوَ، نہَ مِترَمِ گُروُ دئيو شِشِيہَ،
چِدانَند روُپَهہ شِوو هَمِ شِوو هَمِ‘‘ (آتم شٽڪ (۵)

جڏهن چِتُ ان پرم آنند ۾ لين ٿي ويندو آهي، تڏهن نہ گرو گياندَاتا ۽ نہ شِشُ گرهڻ ڪرڻ وارو رهي ٿو. اها ئي پرم جي اوستا آهي. گروءَ جي پدوي پائڻ ڪانپوءِ گروتِوَ هڪ جهڙو ٿي ويندو آهي. شري ڪرشن فرمائي ٿو ’’هي ارجن! تون مون ۾ نواس ڪندين.‘‘ جيئن شري ڪرشن تيئن ئي ارجن، ۽ نيڪ اهڙو ئي گيان پراپت ڪرڻ وارو مهاپرش ٿي

ويندو آهي. اهڙي اوسٿا ۾ گروءَ جو به گروپڻو چمڪي پوندو آهي ۽ گروپڻو هرديه ۾ برسندو رهي ٿو. ارجن گرو-پد جي ڊال بڻائي هن لڙائيءَ ۾ پرورت ٿيڻ کان ڪيٻائي رهيو آهي هو چوي ٿو.

**गुरूनहत्वा हि महानुभावान् श्रेयो भोक्तुं भैक्ष्यमपीह लोके।**
**हत्वार्थकामांस्तु गुरूनिहैव भुञ्जीय भोगान्रुधिरप्रदिग्खान्।।५।।**

**گُروُنَهتوا هي مَهانُڀاوانِ، شِريو ڀوڪتُم ڀَئڪشِمَپِيهَه لوڪي**
**هَتوارِتَ ڪامانِستوُ گُروُ نِهئيوَ، ڀُنڃييهَ ڀوگانِ رُڌِر پِرَدِگڌيانِ (۵)**

انهن مهان پاوَ گُرن کي نه ماري مان هن لوڪ ۾ بکيا جي اَن کي بهتر ٿو سمجهان. هتي بکيا جو ارٿ پيٽ ڀرڻ لاءِ بيک مڱڻ ڪونهي بلڪ ستپرشن جي جهڙي تهڙي شيوا دواران انهن کي ڪلياڻ پائڻ جي بکيا آهي.

**'अन्नं ब्रह्मेति यजानात् (तैत्तिरीय उप २/१)'**

**اَننَمِ برهميتي وِيَجاناتِ (تَئتِريهَ اُپنشد ۹-۲)**

اَن ئي رڳو هڪ پرماتما آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ سان آتما هميشه جي لاءِ ترپت ٿي ويندو آهي، ڪڏهن به اترپت نٿو رهي. اسين مهاپرشن جي شيوا ۽ ليلائڻ سان آهستي آهستي برهم روپي امرت پراپت ڪريون، پر هيءُ ڪتنب اسان کان نه چٽي، اهائي ارجن جي بکيا اُن جي ڪامنا آهي. سنسار ۾ گهڻا ماڻهو ائين ئي ڪندا آهن. هو چاهيندا آهن ته پريوارڪ سنيهه، سنبنڌ نه مارڻو پوي ۽ آهستي آهستي مڪتي به ملندي وڃي. پر ان راهه تي هلڻ واري ساڌڪ لاءِ، جنهنجا سنسڪار ان کان مٿي آهن، جنهن ۾ لڙائي ڪرڻ جو بل آهي، طاقت آهي، سپاءُ ڪتري ڌرم ڌانهن هلندڙ آهي، ان لاءِ انهي بکيا جي اَن جو نمونو نه آهي. پاڻ نه ڪري يڪشا جي اَنَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ بکيا وٺڻ برابر آهي. گوتم بُڌ به مجهم نڪايه جي ڌمداياد سُت

(٣-١-١) ۾ انهي پڪشا اَن کي لوپ ، پنهنجي ماڻ جي اچا ڇئي بيواجب سمجهيو آهي، جڏهن ڪِ شرير ڪري سڀ پڪشو هئا.

انهن گروجن کي مارڻ سان ملندو ڇا؟ هن لوڪ ۾ خون سان رڱيل هٿ (ارٿ) ۽ ڪام جي ڀوڳہ تہ ڀوڳڻ لاءِ ملندؘ، ارجن تہ ائين ڀيو سوچي تہ پڇن سان سنساري سکن جي ماترا ۾ گهٽي واڌ ٿيندي. ايتري لڙائيءَ ڪرڻ کان پوءِ بہ هن شرير جي ٻريس وڃن جو واڌارو ٿيندو ۽ ڪام جا ڀوڳہ ئي ملندا. هو وري ترڪ (سبب) ڏئي ٿو

न चैतद्विद्मः कतरन्नो गरीयो
यद्धा जयेम यदि वा नो जयेयुः ।
यानेव हत्वा न जिजीविषाम-
स्तेऽवस्थिताः प्रमुखे धार्तराष्ट्राः ।।६ ।।

”نہَ چَئيدِوَهَيَهہ ڪَتَرِنو گَريِيو
يڌا جييمَ يَدي وا نو جَيييِهہ
يانيوَ هَتِوا نہَ ججي وِشامَ
سِتي وَسِتِتاهہ پِرَمُکي ڌارتراشٽراهہ “ (٦)

اها بہ پڪ ڪونهي تہ اهي ڀوڳہ ملندا ئي. اها بہ اسانکي خبر ڪونهي تہ اسانجي لاءِ ڇا ڪرڻ فائدي وارو آهي، بهتر آهيؘ ڇاڪاڻ تہ ڪجهہ اسان چيو، اهو اگيان جي پڪي تصديق ٿي ويئي. اها بہ ڄاڻ ڪونہ آهي تہ اسين جنگہ جيتينداسين يا هو جنگہ کٽندا. جن کي ماري اسين جيئڻ نٿا چاهيون، اُهي ئي ڌرتراشٽر جا پٽ اسانجي سامهون کڙا آهن. اگيان روپي ڌرتراشٽر مان اُتپن ٿيل موهہ وغيره مت مائٽ، سنبنڌي ۽ ٻيو جيڪي بہ هوندا سي ناس ئي ٿي ويندا، پوءِ اسين جيئرو رهي ڇا ڪنداسين؟ ارجن وري سوچي ٿو تہ جو ڪجهہ اسان چيو، شايد اهو بہ اگيان

ئي هجي، هاڻي پرارٿنا ٿو ڪري-

**कार्पण्यदोषो पहतस्व स्वभाव:**
**पृच्छामि त्वां धर्मसम्मूढचेता: ।**
**यच्छ्रेय: स्वान्निश्चितं ब्रूहि तन्मा**
**शिष्यस्तेऽहं शाधि मां त्वां प्रपन्नम् ।।७ ।।**

’’ڪارِپَڻِيَدوشو پَهتسِوَ سِوَڀاوَهہ،
پِرَڇامي تِوامِ ڌَرمِ سَموُڙهچيتاهہ
يَڇريَهہ سِوانِيشچِتَمِ بِروُهي تَنما
شِشيَسِتر هَمِ مامِ تِوامِ پِرَپَننمِ ‘‘ (٧)

ڪائرتا جي دوش ڪان نشٽ ٿيل سڀاوَ وارو، ڌرم جي باري ۾ پورو موهت چت ٿيل وارو مان توهان ڪان پڇيان ٿو. جو ڪجهہ نشچي وارو پرم ڪلياڻڪاري هجي، اُهي ساڌن منهنجي لاءِ چئي ٻڌايو. مان توهانجو شِشُ آهيان، توهان جي شرن ۾ آهيان - مونکي سيکاريو، راهہ ڏيکاريو. فقط سکيا نہ ڏيو، بلڪ جتي لڙکڙايان اُتي سنڀالي وٺو- لڏ ڏي، لڏاڻي ڏي ۽ بار ڪڍڻ وارو گڏ هلي - شايد ڳنري ڪري پوي - تڏهن ڪير بار ڪڍندو ۽ سنڀاليندو. ارجن جي ارپڻتا اهڙي آهي.

هيڏانهن ارجن پورڻ سمرپڻ ڪيو. اجا تائين شري ڪرشن کي پاڻ جهڙو پئي سمجهيائين، ڪيترين وديائن ۾ پاڻ کي هن ڪان ڪجهہ اڳتي سمجهندو هو. هن پنهنجي واڳہ ڏور سچ پچ سونپي ڇڏي. ستگرو خوش هردي سان ساڌڪ سان گڏ هلندو رهيو. جيڪڏهن هو ويجهو نہ رهي تہ ساڌڪ سان گڏ هلندو رهيو. جيڪڏهن هو ويجهو نہ رهي تہ ساڌڪ پار نہ ٿيندو. جوان ڪنيا جي پريوار وارا جيئن شادي وواهہ تائين اُنکي سنيم سان هلڻ جي سکيا ڏيندي سنڀالي وني ويندا آهن، ٺيڪ اهڙي طرح ستگرو پنهنجي شِشَ جي انتر آتما جو رٿوان ٿي، رهبر ٿي هن کي

پرڪرتيءَ جي گهاٽين مان ڪڍي پار ڪري ڇڏيندو آهي. ارجن وينتي ٿو ڪري تہ هي ٻيو ہِڪ بات ٻي بہ آهي -

**न हि प्रपश्यामि ममापनुद्याद्**
**यच्छोकमुच्छोषणमिन्द्रियाणाम् ।**
**अवाप्य भूमावसपत्नमृद्धं**
**राज्यं सुराणामपि चाधिपत्यम् ।।८।।**

''نہَ هِي پرَپَشِيامِي مَماپَنوُدِيادِ
يَڇوڪَمُڇوشَڻمِ اِندِرِياڻام
اَواپيہ ڀوُماوَسپَتنَمِرڌم
راجِيَمِ سُراڻامَپِي چا ڌِيپَتِيَمِ (٨)

ڌرتيءَ تي اڻ ميو ڌن - ڌانيہ سان ڀرپور راڄ کي ۽ ديوتائن جي سيواميپڻو اِندر پد کي پائي بہ مان اُن اُپاءَ کي نٿو ڏسان، جيڪو منهنجي اندرين کي سڪائڻ واري دکہ کي دور ڪري سگهي. جڏهن دکہ لڳو ئي رهي ٿو، تہ هي سڀ حاصل ڪري مان ڇا ڪندس؟ جڏهن ايترو ئي ملڻو آهي، تہ معاف ڪريو. ارجن سوچيو، هاڻي هن ڪان وڌيڪ ٻڌائيندو بہ ڇا؟

**सञ्जय उवाच**
**एवमुक्तवा हृषीकेशं गुडाकेश: परन्तप ।**
**न योत्स्य इति गोविन्दमुक्त्वा तूष्णीं बभूव ह ।।९।।**

سنجيہ اُواچ
ايوَمُڪتوا هِرشيڪيشَمِ گُڊاڪيشَهَ پرنتپ
نہ يوتِسيہَ اِتي گووندَ مُڪتوا توُ شڻيمِ ٻڀوُوَ هہ (٩)

سنجيہ چيو-هي راجن موهہ جي نشي واري ارجن جي هرديہ جو سڀ ڪجهہ شري ڪرشن کي هينئن چيو، 'تہ گووند ! مان يڌ نہ ڪندس' چپ ٿي ويو. اڃا تائين ارجن جي درشٽي پؤراڻڪ آهي، جنهن ۾ ڪرم ڪاندن سان گڏ يوڳن جي ملڻ جي ريت

رسم آهي، جتي سُرڳ کي ئي سڀ ڪجهه مڃيو ويندو آهي - جنهن تي شري ڪرشن پرڪاش وجهندو تہ اها ويچار ڌارا بہ غلط آهي.

तमुवाच हृषीकेशः प्रहसन्निय भारत।
सेनयोरुभयोर्मध्ये विषीदन्तमिदं वचः ।।१०।।

”تَمُواچ هِرشِيڪيشَهہ پِرَهَسَنِنوَ ڀارت
سينَيورُ ڀَيورِ مَڌِيي وِشيدنِتَم اِدَمِ وَچَهہ (١٠)

اُن ڪان پوءِ هي راجن! انترِيامي يوگيشِوَرَ شري ڪرشن ٻنهي سينائن جي وچ ۾ اُن دک ۾ پريل ارجن کي ڪلندي هيءُ وچن چيا...

श्रीभगवानुवाच
अशोच्यानन्वशोचस्त्वं प्रज्ञावादांश्च भाषसे ।
गतासूनगतासूंश्च नानुशोचन्ति पण्डिताः।।११।।

شري ڀڳوانواچَ
”اشوچيانَنوَ شوچِستوُمِ پِرَگيا وادنِشَچہ ڀاشَسي
گَتا سوُنَگَتانِسوُنِشَچ نانوُ شوچِنتي پَنڊِتاهَہ “ (١١)

ارجن! تون نہ شوڪ ڪرڻ وارن يوگين جي لاءِ شوڪ ڪرين ۽ پنڊتن جهڙا ٻول پيو ٻولين، پر ٻڌيمان پنڊتن جن جا پراڻ پريو کي پيارا ٿي ويا آهن، اُنهن جي لاءِ ۽ جن جا پراڻ نہ ويا آهن، اُنهن جي لاءِ بہ شوڪ نٿو ڪرين؛ ڇاڪاڻ اُهي بہ مري ويندا. تون پنڊتن جهڙيون ڳالهيون ڏاڍيون ٿو ڪرين، حقيقت ڄاڻندڙ آهين ئي ڪونہ، ڇو تہ:-

न त्वेवाहं जातु नासं न त्वं नेमे जनाधिपाः।
न चैव न भविष्यामः सर्वे वयमत् परम् ।।१२।।

”نَہ تويواهَمِ جاتوُناسَمِ نہ تُوَمِ نيمي جناڌِياهَہ
نہَ چَئيوَ نہَ ڀَوِشِيامَهہ سَروي وَيَمَتَهہ پَرَمِ (١٢)

نہ تہ ائين ئي آهي مطلب ستگرو ڪنهن وقت ۾ ڪونہ هو يا تون پيارو اڏڪاري يا ”جَنا ڏِيا“ راجائون مطلب راجسي ورتيءَ ۾ ملڻ وارو اهنڪار ڪونہ هو ۽ نہ اهڙو ۽ ائين ئي آهي تہ هن ڪان پوءِ اسين نہ رهنداسين. ستگرو امر رهندو آهي، هميشهہ رهندو آهي، پيارا سدائين رهندا آهن. هتي يوگيشور يوگہ جي ناس نہ ٿيڻ تي روشني وجهندي آئينده ۾ اُنجي سکيائن تي زور ڏنو. مرڻ واري لاءِ شوڪ نہ ڪرڻ جي لاءِ سبب ٻڌائيندي هُنن چيو:-

देहिनोऽस्मिन्यथा देहे कौमारं यौवनं जरा।
तथा देहान्तरप्राप्तिर्धीरस्तत्र न मुह्यति॥१३॥

”ديهِنواِسمَنِيٿا ديهي ڪؤمارَمِ يؤوَنَمِجَرا
تَٿا ديهانِتَرَ پراپتِيرِ ڌِيرَسِتِٿَرِ نہَ مُهِيَتِي“ (١٣)

جيئن هوُ جيو آتما جي هن ديهہ ۾، ڪمار، يوُا (جوان) ۽ ٻڍاپو ٽي اوستائون ٿينديون آهن، تيئن ئي ٻين ٻين شريرن جي پراپتي ۾ ڌيرجوان پرش موهت نہ ٿيندا آهن، ڪڏهن توهين ٻالڪ هئا، آهستي آهستي جوان ٿيا، تڏهن توهين مري تہ نہ ويا؟ وري ٻڍا ٿيا ! پرش هڪڙو ئي آهي، اهڙي طرح ذري بہ ڏار نئين ديهہ جي پراپتيءَ تي نٿي پوي. شرير جو اهو پرورتن تيستائين هلندو، جيستائين بدلاءَ ڪان پري ڪا وَستوُ نٿي ملي.

मात्रास्पर्शास्तु कौन्तेय शीतोष्णसुखदु:खदा:।
आगमापायिनोऽनित्यास्तांस्तितिक्षस्व भारत॥१४॥

”ماتِراسِپَرشارِسسوُ ڪؤنتيیہ شِيتوشڻَسُکَدُکُهدااَهہ
آگَماپايَنو نِتِياسِتانِستي تِتِڪشِسوَ ڀارت“ (١٤)

هي ڪنتي پتر ! سکہ دکہ، سردي ۽ گرمي ڏيڻ وارا تہ اندرين ۽ وشين جو ميلاپ تہ اَنِتِيہ آهي، ڪڻ ڀنگر آهي.هاڻي پرتونشي ارجن! تون اُنهن جو تياڳہ ڪر، ارجن اندرين ۽ وشين جي

سنجوڳ مان ملندڙ سک کي ياد ڪري وياڪل ٿي رهيو هو. ڪُل ڌرم ، ڪُل گرن جي پوڄا وغيره اندرين جي لڳاءَ جي اندر آهن. اُهي ڪٽينگر آهن، ڪوڙيون آهن، ناسونت آهن. وشين جو سنجوڳ ۽ نه سدا ملندو ۽ نه وري سدائين اندرين ۾ بل ئي رهندو هاڻي ارجن ! تون انهن جو تياڳ ڪر، اُنهنکي سَهُه. ڇو؟ ڇا هماليه جي لڙائي هئي ڇا جا ارجن سردي سَهن ڪري؟ يا ڇا هيءَ ريگستان جي لڙائي آهي، جتي ارجن گرمي سهي؟ ''ڪروکيتر'' جيئن ماٿهوباهر ٻڌائيندا آهن، سڌي سنواتي ڌرتي آهي. ڪل اڙرهان ڏينهن ته لڙائي ٿي هئي، ايتري ۾ ڪهڙو سيءُ -گرمي گذري ويا؟ حقيقت ۾ سردي گرمي، دکه سکه، مان اپمان کي سهڻ هڪ يوگي تي مدار ٿو رکي. هي هرديه ديش جي لڙائيءَ جو چٽر آهي، هيءَ ٻاهرين يڌ لاءِ گيتا نٿي چوي. هيءُ کيتر-کيترگيه جي لڙائي آهي، جنهن ۾ آسري، راڪسي پرورتين جو، جنهن ۾ آسُري سمپتي جو بلڪل تياڳ ڪري، ناس ڪري پرماتما ۾ استتي ڏياري دئوي سمپتي به شانت ٿي ويندي آهي. جڏهن ڪو وڪار ئي ڪونهي ته سڄاتي پرورتيون ڪنهن تي حملو ڪن! هاڻي پورڻ طرح اُهي به شانت ٿي ٿيون وڃن، ان ڪان پهرين نه. گيتا اندرئين ديش جي لڙائيءَ جو چترڻ آهي. هن تياڳ مان ملندو ڇا؟ هن مان ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟ ان تي شري ڪرشن چوي ٿو:

यं हि न व्यथयन्त्येते पुरुषं पुरुषर्षभ।
समदु:खसुखं धीरं सोऽमृतत्वाय कल्पते।।१५।।

''يَمِ هي نَ وِيَٿَيَنِيي تي پُرشَمِ پَروشَرِشَڀَه
سَمَ دُکه سُکَمِ ڌِيرَمِ سومِرتَتِوايه ڪَلِپَتي (١٥)

ڇو ته هي پرش سريشٽ ! دکه - سکه کي هڪ جهڙو سمجهڻ واري ڌيرجوان پرش کي اندريون ۽ وشين جو سنجوڳ دکي

نٽا ڪن، هو مرتيو کان پري امرت تتوَ کي پراپت ڪرڻ لاءِ يوگيہ ٿئي ٿو. هتي شري ڪرشن هڪ ڪوجنا ”امرت“ جي چرچا ڪئي. ارجن سوچي ٿو تہ يڌ جي نتيجي مان سرڳہ ملندو يا پرٿوي، پر شري ڪرشن چون ٿا تہ نہ سرڳہ ملندو ۽ نہ پرٿوي، پر امرت ملندو. امرت ڇا آهي؟

नासतो विद्यते भावो नाभावो विद्यते सत:।
उभयोरपि दृष्टोऽन्तस्त्वनयोस्तत्त्वदर्शिभि: ।।१६।।

”ناسَتو وِدِيَتي ڀاوو ناڀاوو وِدِيَتي سَتَھہ
اُڀيورَپِي درشِٽو نِتَسِتُوَ نَيو سِتَتَتِوَ دَرِشِڀِيھہ:“ (١٦)

ارجن! اَست وستوءَ جي هستي ڪونہ آهي، اُهو آهي ئي ڪونہ، اُن کي روڪي نٿو سگھجي ۽ ستيہ جو ٽنهي ڪالن ۾ اَڀاءُ ڪونهي، اُن کي مٽائي نٿو سگھجي. ارجن پڇيو- ڇا ڀڳوان هئڻ جي ناتي ٿا چئو ڇا؟ شري ڪرشن ٻڌايو-مان تہ چوندو ئي رهيو آهيان، انهن ٻنهي جو اهو فرق اسان سان گڏوگڏ تَتوَ گيانين ۾ ڪڏهن ڏٺو ويو هو. شري ڪرشن بہ هڪ تَتِوَ درشي مهاپرش هو. پرم تَتِوَ پرماتما جو ظاهر ظهور درشن ڪري اُن ۾ اسٿت رهڻ وارا تَتِوَ درشي چوائين ٿا. ستيہ ۽ استيہ آهي ڇا؟ ان تي چون ٿا:-

अविनाशि तु तद्विद्धि येन सर्वमिदं ततम्।
विनाशमव्ययस्यास्य न कश्चित्कर्तुमर्हति।।१७।।

”اوناشي توُ تَدِوِدِّي يينَ سَرِوَمِدَم تَتَمِ
وناشمو يَيَسِياسِيہَ نَہَ ڪَشِچِتڪَرِتوُ مَرِهَتِي (١٧)

ناس کان رهت تہ اُهو آهي، جنهن سان هي سمپورڻ جڳت وياپڪ آهي. هن کي امر-اوناشي جو ناس ڪرڻ ۾ ڪوئي سمرٿ نہ آهي؛ پر هن ”اوناشي“ امرت جو نالو ڇا آهي؟ هو آهي

ڪير؟

अन्तवन्त इमे देहा नित्यस्योक्ताः शरीरिणः।
अनाशिनोऽप्रमेयस्य तस्माद्युध्यस्व भारत॥१८॥

”اَنِتَوَنِتَ اِمي ديها نِتيَسيوڪِتاھ شَريرِڻَھ
اَنَاشونو پِرَميِيَسِيَہ تَسِمادِيُڌِسِوَ ڀارت “ (١٨)

اوناشي جنھنجو ڪو انت ڪونھي، نِتِيہَ سَروپ آتما جا هي سڀ سرير ناسونت چيا ويا آهن، ان ڪري ڀرت ونشي ارجن! تون يُڌ ڪَرِ. آتما ئي امرت آهي. آتما ئي اوناشي آهي، جنھنجو ٽنھي ڪالن (ورتمان، ماضي، مستقبل) ۾ ناس نٿو ٿئي آتما ئي ستيہ آهي. شرير ناسونت آهي، اهوئي است آهي، جنھنجو ٽنھي ڪالن ۾ ڪو وجود ڪونهي، هستي ڪونهي.

”شرير ناسونت آهي ان ڪري تون يڌ ڪر“ ان آديش مان اهو ظاهر نٿي ٿيو تہ ارجن فقط ڪورون کي ماري. پانڊون جي پاسي بہ تہ شرير ئي بيٺا هئا، ڇا پانڊون جا شرير ناس ٿيڻ وارا نہ هئا، اوناشي هئا؟ جيڪڏهن شرير ناسونت آهي تہ، شري ڪرشن ڪنھنجي بچاءَ لاءِ بيٺو هو؟ ڇا ارجن ڪوئي شريرڌاري هو؟ شرير جيڪو است آهي.جنھن جي ڪا هستي ڪونهي، وجود ڪونهي، جنھن کي روڪي نٿو سگھجي، ڇا شري ڪرشن ان شرير جي رکشا لاءِ بيٺو هو؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ هو بہ اوويڪي ۾ موڙهل آهي؛ ڇو جو اڳيان شري ڪرشن پاڻ چيو آهي تہ جيڪو صرف شرير جي لاءِ ڪم ڪري ٿو، محنت ڪري ٿو (٣-١٣) اُهو اوويڪي ۾ موڙهہ بڌيءَ وارو آهي. اُهو پاپي پرش اجايو ٿو جيئي. آخر ۾ ارجن ڪير هو؟

حقيقت ۾ موهہ ئي ارجن آهي. موهہ واري لاءِ اشٽ سدائين رت هلائيندڙ بڻجي سات رهي ٿو. دوست، متر وانگر کيس راهہ ڏيکارين ٿا. شرير تہ پردو آهي، رهڻ جو مڪان آهي. ان ۾ رهڻ

وارو موهہ ۾ جڪڙيل آتما آهي، دنيوي پدارٿن جي يڌ، مارڻ يا ڪٽڻ سان شرير جو انت نٿو ٿئي. هيءَ سرير ڇٽندو، تہ آتما ٻيو شرير ڌارڻ ڪندي، انهي باري ۾ شري ڪرشڻ چئي چڪا آهن تہ جيئن ٻالڪ اوستا مان جوان ۽ ٻڍي اوستا اچي ٿي، اهڙي نموني ديهون بہ پراپت ٿين ٿيون. شرير ڪٽيندا تہ جيوَ آتما نئون وستر پائيندي. شرير روپي نئون وستر پائيندي.شرير سنسڪار تي آڌارت آهي ۽ سنسڪار من جي آڌارت آهن. ”من ايوَ منشياڻام ڪارڻمِ بنڌو موڪشيو“ پنچ دشي، ٦٠-٥ . من جو بلڪل صاف ٿيڻ، دکہ سکہ کان پري ٿيڻ، اچل، استر رهڻ ۽ انتم سنسڪار جو ناس ٿيڻ هڪ ئي ڪرم آهي. سنسڪارن جي تهن جو ٽٽڻ ئي شريرن جو انت آهي. انهي کي ٿوڙڻ لاءِ توهانکي آراڌنا ڪرڻي پوندي، جنهن کي شري ڪرشن ڪرم يا نشڪام ڪرڻ جو نالو ڏنو آهي. شري ڪرشن هرهنڌ جڳهہ جڳهہ تي ارجن کي يڌ لاءِ پريرڻا ڏني، پر هڪ بہ سلوڪ اهڙو ڪونهي جو دنيوي پدارٿن جي يڌ سڄاتي-وجاتي پرورتين جي يڌ آهي اندرئين ديش يعنيٰ هردي ۾ آهي.

य एनं वेत्ति हन्तारं यश्चैनं मन्यते हतम्।
उभौ तौ न विजानेतो नायं हन्ति न हन्यते।।१९।।

”يہَ اينَمِ ويتيِ هَنِتارَمِ يشچئينَمِ مَنِيَتي هَتَمِ
اَيئوُ تَئوُ نہ وِجانيتو نايَمِ هَنِتي نہَ هَنِيَتي (١٩)

جيڪو هن آتما کي مارڻ واري مڃين ٿا يا هن آتما کي مئل سمجهي ٿو، اُهي ٻئي آتما کي نٿا ڄاڻن، ڇو جو هيءَ آتما نہ مري ٿي ۽ نہ ماري وڃي ٿي. وري هن ڳالهہ تي زور ڏيندي چون ٿا:-

न जायते म्रियते वा कदाचि–न्नायं भूत्वा भविता वा न भूय:।
अजो नित्य: शाश्वतोऽयं पुराणोन हन्यते हन्यमाने शरीरे।।२०।।

”نہ جايَتي مِريَتي واڪداچِنايَم ڀوُتِوا ڀوتاوا نہَ ڀوُيھہ
اَجو نِتيَھہ شاشوَتو يَمِ پُراڻو، نہ هَنِيَتي هَنِيماني شَريري (٢٠)

هيءَ آتما ڪنھن ڪال ۾ نہ جمي ٿو نہ مري ٿو، ڇو جو هيءَ وستر ئي تہ بدلجي ٿو. نہ هن آتما تي ٻيو ڪجھہ ٿيڻ وارو آهي؛ ڇو تہ هي اجنما آهي، نِتيَہ آهي، سدا قائم ۽ پُراتن آهي. شرير جي ناس ٿيڻ سان اُن جو ناس نٿو ٿئي. آتما ئي ستِيہ آهي، آتما ئي جھوني اصلي آهي. توهين ڪير آهيو؟ سناتن ڌرم جو پوڄاري شرڌالو، سناتن ڪير آهي؟ آتما. توهين آتما جا پوڄاري آهيو. آتما پرماتما ۽ برهم هڪ ٻئي جي معنيٰ وارا آهن. سڀ هڪ آهن. توهين ڪير آهيو؟ قائم پُراتن ڌرم جا اُپاسڪ آهيو. جيڪڏهن توهين آتمڪ راهہ کي نٿا ڄاڻو تہ توهان وٽ قائم دائم سناتن نام جي ڪا وستو ڪونهي. ان لاءِ توهين آهون پرينڊا آهيو تہ هرڪنهن لاءِ ضروري آهي، پر اها سناتن ڌرمي نہ آهي، سناتن ڌرِم جي نانوَ تي خراب ريتين جو شڪار آهن.

ديش وديش ۾ سيني منشن ۾ آتما هڪجهڙي آهي. ان ڪري سڄي سنسار ۾ ڪير بہ، ڪٿي بہ آتما جي استٿي ڏيڻ واري ڪار ڄاڻي ٿو ۽ اُن تي هلڻ لاءِ تتپر آهي، تہ اُهو سناتن ڌرمي آهي، چاهي هو پاڻ کي عيسائي، مسلمان، يهودي يا ڪجھہ ٻيو ڇو نہ چوندو هجي.

**वेदाविनाशिनं नित्यं य एनमजमव्ययम्।**
**कथं स पुरुषः पार्थ कं घातयति हन्ति कम्।।२१।।**

”ويداوناشِنم نِتيَميہَ اينَمجَمويَيَمِ
ڪٿَمِسَ پُرُشَھہ پارٿ ڪَمِ گهاتَيَتي هَنتِي ڪَمِ “ (٢١)

مرتڪ سرير کي رَٿُ بڻائي برهم روپي لڪشيہ تي اٽڪر نشانو لڳائڻ وارا پرِٿا پُٽر ارجن! جو پرش هن آتما کي اوناشي،

ناس نہ ٿيڻ وارا، نِتيہَ، اجنما ۽ اڻ ظاهر ٿيل ڄاڻي ٿو، اُهو پرش ڪيئن ڪنهن کي مارائيندو آهي ۽ ڪيئن ڪنهن کي ماريندو آهي؟ اوناشيءَ جو ناس ٿيڻ ناممڪن آهي. اجنما جنم نہ وٺندو آهي. تنهنڪري شرير لاءِ شوڪ يا ڏکہ نہ ڪرڻ گهرجي. ان کي درشٽانت دوارا بيان ٿو ڪريان، صاف ٿا ڪن:َ

**वासांसि जीर्णानि यथा विहाय**
**नवानि गृह्णाति नरोऽपराणि।**
**तथा शरीराणि विहाय जीर्णा–**
**न्यन्यानि संयाति नवानि देही ।।२२ ।।**

***”واسانِسي جيرِڻانيِ يَٿا وهايہ،***
***نَواني گرهڻٽاَتي نَروپَراڻي***
***تُٿا شَريرِراڻي وِهايہ جيرِڻا***
***نِيَنِياڻي سنَياتي نَواني دِيهي (٢٢)***

جيئن منش ”جيرڻاني واسانِسي“ ڦاٽل ٽٽل ڪپڙن کي تياڳي نوان ڪپڙا پائيندو آهي، نيڪ اهڙي طرح هيءَ جيو آتما پراڻن شريرن کي تياڳي ٻيا نوان شرير ڌارڻ ڪري ٿو. پراڻي ٿيڻ تي ئي نوان شرير ڌارڻ ڪرڻا آهن تہ ٻار ڇو مري ويندا آهن؟ هيءُ وستر تہ وڏو هئڻ گهرجي. حقيقت ۾ هيءُ شرير سنسڪار تي آڌار ٿو رکي. جڏهن سنسڪار پراڻا ٿين ٿا تہ شرير ڇٽي ٿو وڃي. جي سنسڪار ٻن ڏينهن جا آهن تہ ٻئي ڏينهن ئي شرير پراڻو ٿي ويو. ان ڪان پوءِ منش هڪ سواس بہ وڌيڪ ڪٽي نٿو سگهي. سنسڪار ئي شرير آهي. آتما سنسڪارن جي انوسار نئون شرير ڌارڻ ڪري ٿو. **”اَٿ کَلُ ڪِرتُمَيَہ: پُرُش ! يٿا اهِئو، تَتَئي پرتيہ يوت ڪِرتَ لوڪم پُرُشو پِڃايتي (ڇانداگيو اُپنشِد ١۴ - ٣)**

پرش پڪ ئي سنڪلپ ڪرڻ وارو آهي. هن لوڪ ۾ پُرش

جھڙو ڪي ارادي وارو ٿيندو آهي، تيئن هتان مري وڃڻ کان پوءِ ٿيندو آهي. پنهنجي سنڪلپ سان بڻايل سريرن مان پرش اُتپن ٿئي ٿو. ان طرح مرتيو شرير جي پريورتن وانگر آهي. آتما نٿو مري. وري هنجي اجرتا امرتا تي زور ڏين ٿا:-

**नैनं छिन्दन्ति शस्त्राणि नैनं दहति पावकः।**
**न चैनं क्लेदयन्त्यापो न शोषयति मारुतः ।।२३।।**

**”نَئِنَمِ ڇندَنتي شَستراڻي نَئِنَمِ دَهَتي پاوڪَھ**
**نہ چَئِينَمِ ڪِليدَيَنتِياپو نہ شوشَيَتي ماروتيھ (٢٣)**

ارجن! هن آتما کي سستر (هٿيار) وغيره نٿا وڍين باھ نٿي ساڙي، جل ٻوڙي نٿو سگھي ۽ هوا سڪائي نٿي سگھي.

**अच्छेद्योऽयमदाह्योऽयमक्लेद्योऽशोष्य एव च।**
**नित्यः सर्वगतः स्थाणुरचलोऽयं सनातनः ।।२४।।**

**”اڇيديو يَمَداهيو يَمِ اَڪليديو سو شِيہ ايوَ چ**
**نِتيَهہ سَرِ وَگَتَهاسِتاڻُرَ چلَو يَمِ سَناتَنَهہ “ (٢٤)**

هي آتما بنا ڇيد آهي، هن کي ڇيدي، پڇي ٽڪرا نٿو ڪري سگھجي. هن کي جلائي، ساڙي نٿو سگھجي. هي اڪليديہ آهي. هن کي آلو نٿو ڪري سگھجي. آڪاش هن کي پاڻ ۾ سمائي نٿو سگھي. هي آتما صاف، سرووياپڪ، اچل هميشھ قائم رهڻ وارو ۽ سناتن آهي.

ارجن چيو هو تہ ڪُل ڌرم سناتن آهي. اهڙي يڌ ڪرڻ سان سناتن ڌرم نشٽ ٿي ويندو. پر شري ڪرشن اُن کي اڳ يان مڃيو ۽ آتما کي ئي سناتن ٻڌايو. توهين ڪير آهيو؟ سناتن ڌرم جا پوڄاري ۽ شرڌالو آهيون. سناتن ڪير آهي؟ جيڪڏهن توهين پورن آتما جي دوري طئہ ڪرڻ واري خاص وڌيءَ کان اڻڄاڻ آهيو تہ توهين سناتن ڌرم نٿا ڄاڻو. ان جو خراب نتيجو سنپردايہ ۾ قاتل ڌرم وارن ماڻهن کي پوڳ

ٺو پوي ٿو. وچين ڀارت ۾ ٻاهران آيل مسلمان لوڳ ٻارهن هزار هئا ۽ اڄ اناويهہ  ڪڙور آهن. ٻارهن هزارن مان وڌي لکہ ٿي ويندا. وڌ ۾ وڌ ڪروڙ جي لڳہ ڀڳہ ٿي ويندا ۽ ٻيا ڪيترا ٿيندا؟ اهي اناويهن ڪروڙن کان بہ وڌي رهيا آهن. سڀ هندو ئي تہ آهن. اوهانجا سڳا ڀائر آهن. اُهي نشٽ ڪونہ ٿيا بلڪ اُنهنجو سناتن، نہ بدلجندڙ ڌرم نشٽ ٿي ويو. جڏهن  ڪيتر ۾ پيدا ٿيڻ واري ڪابہ وستو ناس سناتن ڪي ڇهي نٿي سگهي، تہ ڇهڻ ۽ ڪائڻ سان سناتن ڌرم ڪيئن ناس ٿيندو؟ هيءُ ڌرم ناهي، هڪ بدزيت حالت ٿي، جنهن سان ڀارت ۾ سمپرادئن جو دؤر وڌيو، ديش جو ورهاڱو ٿيو ۽ راشٽريہ ايڪتا جي اڄ بہ سمسيا، تڪليف آهي.

انهن ڪُريتين جا ڪتا ڪندڙ اتهاس ۾ پريا پيا آهن. همير پور ضعلي ۾ پنجاهہ سٺ پريوار شاندار ڪتري هئا. اڄ اُهي سڀ سلمان آهن. نہ اُنهن تي توب جو حملو ٿيو نہ تلوار جو ڇا ٿيو؟ اڌ رات جي وقت هڪ بہ مولوي اُن ڳوٺ ۾ هڪ ئي کوهہ جي ڇوڌاري لڪ ٻويا تہ ڪرم ڪانڊي برهمڻ هتي پهرين سنان ڪرڻ ايندا. جڏهن هو آيا، اُنهن ڪي پڪڙيو ويو، اُنهن جو منهن بند ڪيو ويو. اُنهن جي سامهون هنن کوهہ مان پاڻي ڪڍيو، منهن لڳائي پيتائون ۽ بچيل پاڻي کوهہ ۾ وجهي ڇڏيائون، روٽيءَ جو هڪڙو ٽڪرو بہ وجهي ڇڏيائون. پنڊت ڏسندا ئي رهجي ويا، مجبور هئا. تنهن کان پوءِ پنڊت کي گڏ وٺي هليا ويا. پنهنجي گهر ۾ اُنهن کي بند ڪري ڇڏيائون.

ٻئي ڏينهن اُنهن پنڊتن کي پوڇن ڪائڻ لاءِ عرض ڪيو تہ هو بگڙي ويا-’’ توهين مسلمان آهيو ۽ مان برهمڻ، ڀلا ڪيئن ٿو کائي سگهان؟‘‘ هنن چيو -’’مهراج اسان کي توهان جهڙن ويچاروان ماڻهن جي ڏاڍي ضرورت آهي. معاف ڪريو.‘‘ پنڊت

کي ڇڏيو ويو.

پنڊتجي پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو. ڏٺائون ته ماڻهو ڪوهه جو پوريءَ طرح پريوگ ڪري رهيا آهن. هنن اَنُ نه کائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ورت ۾ رهيا. ماڻهن اُن جو سبب پڇيو - مسلمان هن کوهه تي چڙهي ويا هئا. منهنجي سامهون هنن هن کوهه کي جوٺو ڪيو ۽ هن ۾ روٽيءَ جا ٽڪرا ٽڪرا به وجهي ڇڏيا. ڳوٺ جا ماڻهو خاموش ٿي ويا. پڇيو”هاڻي ڇا ٿيندو؟“ پنڊتجيءَ چيو، ” هاڻُ ڇا؟ ڌرم ته نشٽ ٿي ويو.“

اُن وقت ماڻهو پڙهيل ڪونه هئا. استرين ۽ شودرن کان پڙهڻ جو اڌڪار خبر ناهي ڪڏهن کان ڇِنو ويو هو. وئشيه ڌن ڪمائڻ ئي پنهنجو ڌرم سمجهي ويٺا هئا. کتري چارڻن جي سنگت ۾ ڳائڻ ۾ کوهجي ويا هئا ته اَنَ داتا جي تلوار چمڪي ته بجلي ڪڙڪڻ لڳي. دهليءَ جو تخت ڏگمگائڻ لڳو. مانُ سنمانُ مِليُن پئي پوءِ پڙهن ڇو؟ ڌرم سان اُنهن جو ڪهڙو واسطو. ڌرم فقط برهمڻن جو ڪم بڻجي رهجي ويو. اُهيئي ڌرم سوترن جا رچيندڙ، اُهيئي اُنجي وياکيا ڪندڙ ۽ اُهيئي اُن جي سچ ڪوڙ جو نِرتَئِه ڪرڻ وارا. جڏهن ته پراچين ڪال ۾ استرين، شودرن، وئشن، کترين ۽ برهمڻن کي، سڀني کي ويدن پڙهڻ جو اڌڪار هو. هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ رشين ويد منترين جي رچنا ڪئي هئي. شاستر ارٿ نرنيه ڪرڻ ۾ ڀاڱه ورتو هو. پراچين راجائن ڌرم جي نالي تي اڊمبر ڦهلائڻ وارن کي سزا ڏني. ڌرم ڄاڻڻ وارن جو آدر ڪيو هو.

ليڪن وچين ڪال واري ڀارت ۾ سناتن ڌرم جي سچي ڄاڻ نه رکڻ سان اُن ڳوٺ جا رهاڪو رڍن وانگر هڪ کنڊ ۾ ڀهاريا ويا ته ڌرم نشٽ ٿي ويو. ڪيترن اُنهن اڻ وٽندڙ اکرن کي ڀڏي آپگهات ڪري ڇڏيو؛ پر سڀ ڪٿان پنهنجي پراڻن

جي آهوتي ڏيندا. اٿوت شرڌا هئڻ جي باوجود مجبور ٿي پيا جل ڳولهڻ لڳا. اچ بہ هو بانس جو وڻ لڳائي، ڏنبو کوڙي هندن وانگر شاديون ڪندا آهن، ان ڪانپوءِ مولوي نڪاح پڙهي هليو ويندو آهي. اُهي سڀ شڌ هندو آهن، سڀ جا سڀ مسلمان بڻجي ويا.

ٿيو ڇا هو؟ پاڻي پيتو هئائون، اڻ ڄاڻائي ۾ مسلمانن جي هٿ جو ڇهيل ڪاڏو ڪائي ڇڏيائون. ان ڪري ڌرم نشٽ ٿي ويو. ڌرم تہ ٿي ويو شرم جي ٻوٽي. هيءُ (لاجونتي) هڪ ٻوٽو بڻجي ويو آهي. توهين ڇهي وٺو، تہ اُنجون پتيون سُسِي ونديون آهن ۽ هٿ هٽائڻ سان وري ٽڙي پونديون آهن؛ پر ڌرم تہ ائين مرجهايو جو ڪڏهن ٽڙي نہ سگهندو، کِڙِي نہ سگهندو. هو مري ويا هميشه لاءِ هننجا رام ڪرشن ۽ پرماتما مري ويا. جو حقيقت ۾ هيءُ پوترتا جي نالي تي ڪا کُريتِ هئي، جنهن کي ماڻهو ڌرم سمجهي وينا هئا.

ڌرم جي شرڻ ۾ ڇوٽا وڃون؟ ڇوتہ اسين مرڻ ۽ جيئڻ وارا آهيون ۽ ڌرم ڪا حقيقي شيءِ آهي، جنهن جي شرن ۾ وڃي اسين بہ اَمر ٿي وڃون. اسين تہ مارڻ سان مرنداسين ۽ هيءُ ڌرم ڇهڻ ۽ ڪائڻ سان مري ويندو، تہ اسانجي کهڙي رکشا ڪندو؟ ڌرم تہ اَسانجي رکشا ڪندو آهي، توهان ڪان شڪتي وارو آهي. توهين تلوار سان مرندا ۽ ڌرم؟ خراب ريتيون نشٽ ٿي ونديون، نہ سناتن.

سناتن تہ اهڙي حقيقي ۽ گهري وَستو آهي جنهن کي هٿيار نٿو ڪٽي، اگني جلائي نٿي سگهي، جل اُنکي آلو نٿو ڪري سگهي. ڪاڏو پيتو تہ پري، پرڪرتي ۾ پيدا ٿيل ڪابہ وستوُ اُنکي ڇهي بہ نٿي سگهي، تہ پوءِ اُهو سناتن نشٽ ڪيئن ٿي ويو؟

اهڙيون ئي ٿوريون خراب رسمون ارجن جي سمي ۾ به هيون. ارجن به اُنهنجو شڪار بڻيو هو. هن ورلاپ ڪندي ليلائيندي ٻاڌائيندي چيو ته ڪُل ڌرم سناتن آهي. يڌ ڪرڻ سان سناتن ڌرم نشٽ ٿي ويندو. ڪُل ڌرم ناس ٿيڻ سان اسين اننت ڪال تائين نرڪ ۾ هلي وينداسين. پر شري ڪرشن چيو ’توکي هيءُ اگيان ڪٿان اُتپن ٿيو؟‘ سِڌِ آهي ته اُها ڪا خراب رسم هئي تڏهن ته شري ڪرشن اُنکي الڳ ڪيو ۽ ٻڌايو ته آتما ئي سناتن آهي، جيڪڏهن توهين آتمڪ راهه نٿا ڄاڻو، ته سناتن ڌرم ۾ توهانجو سناتن ڌرم ۾ پرويش ڪونه ٿيو آهي.

جڏهن هيءُ سناتن- پوتر آتما سيني ۾ وياپڪ آهي،
ته ڪنهن کي ڳوليو وڃي؟ ان تي شري ڪرشن چون ٿا:-

अव्यक्तोऽयमचिन्त्योऽयमविकार्योऽयमुच्यते।
तस्मादेवं विदितैनं नानुशोचितुमर्हसि ।।२५।।

’’اَويَڪتوريَمَ چِنتِيويَمَ وِڪاريور يَمُچِيَتي
تَسِماديوَمِ وِدِتوئِينَمِ نانوُ شوچِتُمَرِ هَسِي (٢٥)

هِيءَ آتما اَويِڪِتِ مطلب اندرين جو وشيه نه آهي. اندرين ذريعي هن کي سمجهي نٿو سگهجي. جيستائين اندرين ۽ پدارٿن (وشين) جو ميلاپ آهي، تيستائين آتما ته آهي، پر اُنکي سمجهي نٿو سگهجي. هو اَچِنتِيَه آهي. جيستائين چِٽُ ۽ چِتَ جي لهر آهي، هوءَ پوتر ۽ صاف آهي؛ پر اسانجي درشن، ماٺڻ ۽ داخلا جي لاءِ نه آهي. هاڻي چت کي قبضي ۾ رکو.

پهرين شري ڪرشن ٻڌائي آيو آهي ته اَسَتِ وستوءَ جو ڪوبه وجود ڪونهي، هستي ڪونهي ۽ سَتيه جو ٽنهي ڪالن ۾ ڪوٽ ڪونهي. اَپاوَ ڪونهي. اُهو سَتِيه آهي آتما. آتما ئي اڻ بدلجندڙ. دائم قائم آهي، پوتر آهي، سناتن ۽ اويڪت آهي تَتِوَ درشين آتما کي انهن خاص گڻن سان پريل ڏٺو. ڏهه

ٻاشائون چاڻندڙ هن کي ڪونہ ڏٺو، نہ وري ڪنهن ٻل واري ڏٺو، ليڪن تَتِوَ درشڪن ڏٺو. شري ڪرشن وڏيڪ ٻڌايو تہ تَتوَ آهي پرماتما. من کي وس ڪرڻ وقت ساڌڪ اُنجو درشن بہ ڪري ٿو تہ اُن ۾ پرويش بہ پائي ٿو. پراپت ڪال ۾ ڀڳوان ملي ٿو ۽ ٻئي ئي پل ۾ پنهنجي آتما کي ايشوري گڻن سان سينگاريل ڏسي ٿو. هو ڏسي ٿو تہ آتما ئي ستيہ، سناتن ۽ پريپورڻ آهي. هيءُ آتما اچنتيہ آهي. هيءُ وڪارن کان رهت نہ بدلجندڙ چيو ويو آهي. هاڻي ارجن! آتما کي تون شوڪ ڪرڻ جي لائق نہ آهين. شوڪ نہ ڪر. هاڻي شري ڪرشن ارجن کي ويچارن ۾ وروڌ ڏيکاري ٿو، رواجي اٽڪل آهي.

**अथ चैनं नित्यजातं नित्यं वा मन्यसे मृतम्।**
**तथापि त्वं महाबाहो नैवं शोचितुमर्हसि ।।२६।।**

**”اَٿ چَئِينَمِ نِتيَجاتَمِ نِتيَمِ وامَنيَسي مِرتَمِ**
**تَٿاپِي تُوَمِ مَهاباهو نَئِيوَمِ شوچِتوُ مَرِهَسِي (٢٦)**

جيڪڏهن تون هن کي سدا جنم وٺڻ وارو ۽ سدا مرڻ وارو مڃِي تہ بہ توکي شوڪ نہ ڪرڻ گهرجي، ڇوتہ

**जातस्य हि ध्रवो मृत्तुर्ध्रवं जन्म मृतस्य च।**
**तस्मादपरिहार्येऽर्थे न त्वं शोचितुमर्हसि ।।२७।।**

**”جاتَسِيَہ هِي ڌُرِوو مِرتِيوُ ڌُرِوَمِ جَنِمَ مِرتَسِيَہ چَ**
**تَسماد پَر يهارِيي ر رِٿي نَہ تُوَمِ شوچِتوُ مَرِ هَسِي (٢٧)**

ائين مڃڻ تي بہ جنم وٺڻ واري جي پڪ مرتيو ۽ مرڻ واري جو ضرور جنم سِڌ ٿيندو آهي. تنهن ڪري بہ تون بنا سبب واري هن باري ۾ شوڪ ڪرڻ لائق ڪونہ آهين. جنهنجو ڪو علاج ڪونهي. اُن جي لاءِ شوڪ ڪرڻ ٻئي دکہ کي نوتو ڏيڻو آهي.

**अव्यक्तादीनि भूतानि व्यक्तमध्यानि भारत।**
**अव्यक्तनिधनान्येव तत्र का परिदेवना ।।२८।।**

''اَويَڪتادِي نِي ڀوُتانِي وِيَڪتمَڌِيانِي ڀارت
اَويِڪتَنِڌنا نِييوَ تَترَ ڪا پَرِديوَنا (٢٨)

ارجن! سڀ پراڻي جنم کان پهرين بنا شرير وارا ۽ مرڻ کانپوءِ به بنا شرير وارا آهن. جنم کان پهرين ۽ پوءِ به ڏسڻ ۾ نٿو اَچي. فقط جنم مرتيو جي وچ ۾ ئي شرير ڏارڻ ڪيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هاڻي انهي بدلجڻ جي لاءِ اجائي چنتا ڇو ٿو ڪرين؟ انهي آتما کي ڏسي ڪير ٿو؟ ان تي چون ٿا-

**आश्चर्यवत्पश्यति कश्चिदेन-**
**भाश्चर्यवद्वदति तथैव चान्यः।**
**आश्चर्यवच्चैनमन्यः श्रृणोति**
**श्रुत्वाप्येनं वेद न चैव कश्चित् ।।२९।।**

''آشِچرِيوَتپَشيَتي ڪَشِچِدينَ-
ماشِچرِيَوَ دِوَ دَتِي تَٿئيوَ چانِيَهہ
آشِچرِيوَچڪَچئي نَمَنِيَہ شِرڻوتي
شِرو تواپِيينَمِ ويد نہ چَئيوَ ڪَشِچِت (٢٩)

پهرين شري ڪرشن چيو هو تہ آتما کي تَتِوَ درشين ڏٺو، هاڻي تَتِوَ درشن جي درلڀ ٿيڻ تي روشني وجهن ٿا تہ ڪوئي ورلو مهاپرش ئي هن آتما کي آشچريہ عجيب سمجهي ڏسي ٿو. ٻڌي نٿو. حاضران حضور ڏسي ٿو ۽ ائين ئي ٻيو ڪوئي مهاپرش ئي آشچريہ سان اُن جو تَتَو ٻڌائي ٿو. جنهن ڏٺو آهي، اُهوئي حقيقت ٻڌائي سگهي ٿو. ٻيو ڪوئي ورلو ساڌڪ هن کي آشچريہ وانگر ٻڌي ٿو. سڀ ٻڌن به نٿا ڇو جو هيءُ هن آتما کي نٿو پائي؛ ڇو جو ساڌن پار نٿو لڳي. توهين لکين گيان جون ڳالهيون ٻڌو، سمجهو، چڱيءَ طرح ڏيان سان

سمجھو، خوش بہ ٿيا؛ پر موھہ ڏاڍو پربل آھي، ٿوري دير ڪانپوءِ
توھين پنھنجي سنساري وھنوارن ۾ لپٽ ڏسڻ ۾ ايندا.
پڇاڙيءَ ۾ شري ڪرشن نِرنَيہ ڏين ٿا-

देही नित्यमवध्योयं देहे सर्वस्य भारत ।
तस्मात्सर्वाणि भूतानि न त्वं शोचितुमर्हसि ।।३०।।

”ديھي نِتيَموَڌيويَم ديھي سَروَسيَہ ڀارت
تَسما تِسَرواڻي ڀوتاني نَہ تُوَمِ شوچِتوُمَرِھسي (٣٠)

ارجن! ھي آتما سڀني جي شريرن ۾ سدائين اوڌيہ جنھن
کي ماري نہ سگھجي، اڪاٽيہ، جنھن کي ڪٽي نہ سگھجي
تنھن ڪري سڀني ڀوت پِراڻين لاءِ شوڪ ڪرڻ توکي واجب
ناھي.

آتما ئي سناتن آھي. ان سچ کي ڄاڻي سمجھي ھن جي
پوري مھما ورنن ڪرڻ سان ھيءُ سوال پورو نٿو ٿئي. ھاڻي
سوال ٿو اُٿي تہ ھنجي پراپتي ڪيئن ٿئي؟ سڄي گيتا ۾ ھن
جي لاءِ ٻہ مارگہ آھن پھريون نشڪام ڪرم ۽ ٻيو گيان يوگہ.
ٻنھي راھن ۾ ڪرڻ وارو ڪرم ھڪڙو ئي آھي. اُن ڪرم جي
ضرورت جي ٻل تي زور ڏيندي يوگيشور شري ڪرشن گيان
يوگہ جي باري ۾ چون ٿا.

स्वधर्ममपि चावेक्ष्य न विकम्पितुमर्हसि।
धर्म्याद्धि युद्धाच्छ्रेयोऽन्यत्क्षत्रियस्व व विद्यते।।३१।।

’سِوَڌَرِمَمَپي چاويڪِشيَہ نہ وِڪَمِپتوُ مَرِھسي
ڌَرميا ڌِي يُڌاڇِڇريو نيِنِڪشترِيَہ سِيہ نَہ وِديَتي (٣١)

سِوَڌرم پنھنجو ڌرم ڏسي بہ تون ڊپ ڪرڻ جي يوگيہ نہ
آھين ڇاڪاڻ تہ ڌرم سان گڏيل يڌ کان وڌيڪ ٻيو ڪوئي پرم
ڪلياڻڪاري مارگہ ڪتري لاءِ آھيئي ڪونہ. اڄ تائين ’آتما پوتر
آھي‘ آتما سناتن آھي‘ فقط اِھوئي ھڪڙو ڌرم آھي، ڇيو ويو

آهي. هاڻي هيءُ سِوَ ڌرم ڪهڙو؟ ڌرم تہ صرف آتما ئي آهي. اُهو تہ اچل، استر آهي، تہ ڌرم جو آچرڻ ڇا؟ حقيقت ۾ هن آتم راهہ ۾ پرورت ٿيڻ جي ريت هر ويڪتي جي الڳہ الڳہ ٿيندي آهي. سڀاوَ مان پيدا ٿيل اُن لياقت کي سِوَڌرم چيو ويو آهي.

هن هڪ سناتن آتمڪ راهہ تي هلڻ وارن ساڌڪن کي مهاپرشن سوڀاوَ سان، اُنجي سگهہ انوسار چئن قطارن ۾ ورهايو آهي. شودر، وئشيہ، کتري ۽ برهمڻ. ساڌنا جي شروعاتي اوستا ۾ هرهڪ ساڌڪ شودر معنيٰ بي سمجهہ، اياڻو ۽ گهٽ گيان وارو ٿيندو آهي. ڪلاڪن تائين ڀڄن ۾ وهندي بہ هو ڏهہ منٽ بہ پنهنجي پاسي نٿو پائي، نٿو سمجهي. هو پرڪرتي جي مهاڄار کي ڪٽي نٿو سگهي. ان اوستا ۾ مهاپرش جي شيوا سان هن جي سڀاوَ ۾ شڀ گڻ ايندا آهن. هو وئشيہ جي قطار جو ساڌڪ بڻجي ٿو وڃي. آتمڪ سمپتي جي استر سمپتي آهي. هنجو هو آهستي آهستي سنگرهہ، ۽ گوپالن معنيٰ اندرين جي بچاءَ ڪرڻ ۾ قابل ٿي وڃي ٿو. ڪام، ڪروڌ وغيره اندرين جي هنسا ٿئي ٿي ۽ وويڪ ويراڳہ سان هنجو بچاءُ ٿئي ٿو، پر قدرت کي صفا ختم ڪرڻ، ٻج کي ڪڍڻ جو هن ۾ ٻل ڪونهي. ڌاڪو ڌاڪو چڙهي اُنتي ڪري ڪري ساڌڪ جي انتهڪرڻ ۾ ٽن گڻن کي ڪاٽڻ، ڪپڻ جو ٻل معنيٰ کتري پڻو اچي وڃي ٿو. ان اوستا ۾ پرڪرتي ۽ اُنجي وڪارن کي ناس ڪرڻ جي شڪتي اچي ٿي وڃي. ان ڪري يڌ هتان تي شروع ٿئي. نمبروار ساڌن ڪري ساڌڪ برهمتُوَ جي درجي ۾ بدلجي وڃي ٿو. ان وقت من جو شمن، اندرين جو دمن (روڪڻ) سلسلي سان چنتن، سرلتا، انڀو، گيان وغيره نشانيون ساڌڪ ۾ سڀاويڪ ايندئون آهن. ان ۾ سدگڻن جي آسري هلي ڪري نمبر سان هي برهم ۾ پرويش پائي ٿو وڃي.

وديھہ راجا جنڪ جي سڀا ۾ مھرشي ياگيولڪ چڪرائڻ، اُشسِت، ڪھول، آروڻي اُدالڪ ۽ گارگيءَ جي سوالن کي حل ڪندي ٻڌايو تہ آتم ساڪياڪار جو پوريءَ طرح اپياس ڪرڻ وارو، ڪوچ ڪرڻ وارو ئي برھمڻ ٿيندو آھي. ھيءَ آتما ئي آھي. سورج، چندرما، پرٿوي، جل، وايو، اگني، تاراگڻ مٿئين آڪاش جي وايومنڊل کي ۽ ھرھڪ کن ھن آتما جي راڄ ۾ آھن. ھيءُ تنھنجو آتما انترِيامي امرت آھي. آتما اڪشر آھي، ھن کان جدا سڀ ناسونت آھن. جي ڪير ھن لوڪ ۾ ھن اڪشر کي نہ ڄاڻي يگيہ ڪندا آھن، تپ ڪري ٿو، ھزارين سالن تائين يگيہ ڪري ٿو، اُنجا اُھي سڀ ڪرم ناشوان آھن. ڪير بہ ھن اڪشر کي ڄاڻڻ بنا ھن لوڪ ۾ مري وڃي ٿو اُھو دياھيڻ آھي ڪرپڻ ڪنجوس آھي ۽ جو اُن اڪشر کي ڄاڻي ھن لوڪ مان مري وڃي ٿو اُھو برھمڻ آھي.

**(برھدارِڻيڪو اُپنشد 8/ 7/ 5/ 4/ 3)**

ارجن کتري ڪلاس جو ساڌڪ آھي. شري ڪرشن چوي ٿو تہ کتريءَ ورگہ جي ساڌڪ لاءِ يڌ کانسواءِ ڪوئي ڪلياڻڪاري رستو آھي ئي ڪونہ. سوال ٿو اُٿي تہ کتري آھي ڪير؟ گ ھڻو ڪري ماڻھو ھنجو مقصد سماج ۾ ڄمڻ، اُتپن ٿيڻ برھمڻ، کتري، وئشيہ، شودر ڄاتين ۾ جنم وٺڻ کي ٿا چون. انھن ئي چئن ورڻن کي مڃيو ويو آھي. پر نہ شاستڪار پاڻ ٻڌايو آھي تہ کتري ڇا آھي؟ ورڻ ڇا آھي؟ ھتي ھنن صرف کتري جو نالو ورتو آھي ۽ اڳيان ارڙھين اڌياءَ تائين ھن سوال جو نرنيہ ڏنو آھي تہ حقيقت ۾ اھو ورڻ آھي ڇا؟ ۽ ڪيئن اُن ۾ بدلاءُ ٿئي ٿو.

شري ڪرشن چيو ’’چاتوُرِ وَرڻِيِم مَيا سِرِشٽِيِم‘‘ (گيتا، ۴-۱۳) چئن ورڻن جي سرشٽي مون ڪئي. تہ ڇا منشن کي ورھايان؟

شري ڪرشن چون ٿا تہ نہ، ’ڳُڻڪَرمَ وڀاڳشَہ‘‘. ڳڻن جي ذريعي ڪرم کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو. هاڻي اهو ڏسڻو آهي تہ اُهو ڪرم ڇا آهي، جنهن کي ورهايو ويو؟ ڳڻ بدلجندڙ آهن. ساڌنا جي اوچي ڪرڻيءَ دواران تامسي مان راجسي ۽ راجسي مان ساتوڪ ڳڻن ۾ داخلا ملي وڃي ٿي. آخر برهمڻ سڀاءُ بڻجي وڃي ٿو. ان وقت برهم ۾ داخلا ڏيڻ واريون سڀ يوگيتائون اُن ساڌڪ ۾ رهنديون آهن. ورڻ- سنبنڌي سوال هتان شروع ٿي ارڙهين اڌياءَ ۾ وڃي پورو ٿئي ٿو.

شري ڪرشن جي مهتا آهي ’شِريياِنسوَ ڌرمو وِڳُڻهہ پَرَ ڌرماتِسوَ نوُشٽِتاتِ‘‘ (گيتا ١٨-٤٧) سڀاءَ کان اُتپن ٿيل هن ڌرم ۾ بدلجي وڃڻ جي سمرٿي جنهن بہ حد جي هجي، ڀلي هو ڳ ڻن کان رهت شودر جاتي جو هجي تڏهن بہ پرم ڪلياڻ ڪري ٿي، ڇاڪاڻ تہ توهين نمبروار هلندي اُتان مٿي چڙهو ٿا. هن کان مٿي چڙهڻ وارن جو نقل ڪري ساڌڪ نشٽ ٿي وڃي ٿو. ارجن کتري شِريڻيءَ جو ساڌڪ هو، ان ڪري شري ڪرشن چون ٿا تہ- ارجن! پنهنجي سڀاءَ مان اُتپن ٿيل هن يڌ ۾ بدلجڻ جي پنهنجي سمرٿيءَ ڏسي بہ تون ڏپ ڪرڻ جي لائق نہ آهين. هن کان وڏيڪ کتري لاءِ ٻيو ڪوبہ ڪاريہ ڪلياڻڪاري نہ آهي. ان تي روشني وجهندي وري يوگيشور چون ٿا-

**यदृच्छया चोपपन्नं स्वर्गद्वारमपावृतम्।**
**सुखिन: क्षत्रिया: पार्थ लभन्ते युद्धमीदृशम्।।३२।।**

’’يَدِرِڇِيا چوَپَپَننَمِ سِوَرگَدُوارَ مَپاوِرِتَمِ
سُکينَهہ کِشتر ياھہ پارِٿَ لَڀَنتي يُڌُميدِرِشَمِ (٣٢)

مِرِتِ شَرِير جو ٿي رت بڻائي اڇوڪ نشانو هڻڻ وارا ارجن! پنهنجو پاڻ پراپت، سُرڳہ جي دوار روپي هن يڌ کي ڪي ڀاڳ يوان کتري ئي پراپت ڪندا آهن. کتري جي قطار جي ساڌڪ ۾

ٿنهي ڳڻن کي ڪٽي ڇڏڻ جي شڪتي ٿيندي آهي. هن جي لاءِ سرڳہ جو دوار کليل آهي؛ ڇاڪاڻ تہ اُن ۾ دئوي سمپتي پوري طرح پريل آهي، سُرڳہ ۾ گهمڻ جي اُن ۾ سمرٿي آهي. اهوئي سرڳہ جو کليل دروازو آهي. ڪيتر ڪيترگيہ جي هن يڌ کي نصيب وارا ڪتري ئي پائيندا آهن ڇوجو ان ۾ ئي اُن سنگهرش جو ٻل آهي.

دنيا ۾ لڙايون ٿينديون آهن. سچو سنسار ڳڏجي لڙندو آهي، هرهڪ جاتي لڙندي آهي، پر ازلي قائم يڌ جيتڻ واري کي بہ نٿي ملي. اِهو تہ بدلا ونڻا آهن. جو ڪنهن کي جيترو دٻائي ٿو، وقت گذرندي هن کي بہ ايترو ئي دٻائڻو ٿو پوي. هيءَ ڪهڙي سوڀ آهي، جنهن ۾ اندرين کي سُڪائڻ وارو شوڪ بڻيو ٿو رهي. انت ۾ شرير بہ نشٽ ٿو ٿي وڃي؟ سچو سنگهرش تہ ڪيتر ۽ ڪيترگيہ جو آهي، جنهن تي هڪ ڀيرو سوڀ ٿيڻ سان پرڪرتي کي سدا جي لاءِ ٻنجو اڇي ٿو ۽ پرم پرش پرماتما جي پراپتي ٿي وڃي ٿي. هيءَ اهڙي ڪاميابي آهي، جنهن جي پٺيان هار جو نالو ڪونهي.

अथ चेत्त्वमिमं धर्म्यं सङ्ग्रामं न करिष्यसि।
ततः स्वधर्मकीर्तिं च हित्वा पापमवाप्स्यसि।।३३।।

”اَٿ چيتِوَمِمَمِ ڌَرمِيَہ سَنگِرامَ نہ ڪَرِيشِيَسي
تَتَھہ سِوَ ڌَرمَمِ ڪيرتيِ چَ هِتوا پاپَمَوُاپِسيَسيِ (٣٣)

۽ جيڪڏهن تون هن ’ڌرم يُڪِتِ سنگرام‘ معنيٰ قائم دائم سناتن پرم ڌرم پرماتما ۾ داخلا ڏيڻ واري ڌرم يُڌ نہ ڪندين تہ ’سِوَڌرم‘ معنيٰ سڀاءَ کان اُٿپن سنگهرش ڪرڻ جي سمرٿي، ڪِريا ۾ پِرورت ٿيڻ جي ٻل کي کوهي، وڃائي پاپ معنيٰ آواگمن ۽ اپڪيرتيءَ کي پراپت ٿيندين. اپڪيرتي (بدنامي) تي روشني وجهندي.

**अकीर्तिं चापि भूतानि कथयिष्यन्ति तेऽव्ययाम्।**
**सम्भावितस्य चाकीर्तिर्मरणादतिरिच्यते ।।३४।।**

**”اَڪيِرتيِ چاپيِ ڀوُتانيِ ڪَٿَيِشيَنِتي تي وِيَيامِ**
**سَمڀاوِتَسيَہ چاڪيِرتيِر مَرِڻا دَتِرچِيَتي “ (٣۴)**

سڀ ماڻهو گهڻي ڪال تائين تنهنجي بدنامي ڪندا رهندا.
اڃ بہ اوچي پد تي پهتل مهاتمائن ۾ وشوامتر، پَراشر، نيمي، شرنگي وغيره جي ڳَٽپ تئي تي. گهڻيئي ساڌڪ پنهنجي ڌرم جو ويچار ڪن ٿا، سوچين ٿا تہ لوڪ ڇا چوندا؟ اهڙو ڀاوُ بہ ساڌنا ۾ مددگار ٿيندو آهي. ان مان ساڌنا ۾ لڳي رهڻ جي پريرڻا ملي ٿي. ڪنهن حد تائين اها ڀاونا سات ڏيندي آهي. عزتدار ماڻهن لاءِ اَپڪيِرتيِ مرڻ کان بہ وڌيڪ آهي.

**भयाद्रणादुपरतं मंस्यन्ते त्वां महारथाः।**
**येषां त्वं बहुमतो भूत्वा यास्यसि लाघवम् ।।३५।।**

**”ڀيادِرڻا دُ پَرَتَمِ مَنِسيَنتي تُوامِ مهارٿاه**
**ييشامِ ڇَ تُوَمِ بَهوُمَتو ڀوُتِوا ياسِيَسيِ لاگهَوَمِ “ (٣۵)**

جن مهارٿين جي نگاهہ ۾ تون ڏاڍو مانَ وارو تي هاٿي گَ هٽتائي، هلڪڙائي کي پراپت ٿيندين، اُهي مهارٿي لوڪ توکي ڊپ سبب يڌ کان ڀڄي ويل سمجهندا. مهارٿي ڪير؟ هن راهہ تي ڏاڍي محنت سان اڳيان وڌڻ وارا ساڌڪ مهارٿي آهن. اهڙي طرح ايتري ئي جفاڪشيءَ سان اوديا ڏانهن کينچڻ وارا ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ وغيره بہ مهارٿي آهن. جيڪي توکي ڏاڍو سنمان ڏيندا هئا تہ هيءَ ساڌڪ ساراهہ جوڳو آهي، تون اُنهن جي نگاهن ۾ ڪِري پوندين. ايترو ئي نہ بلڪ-

**अवाच्यवादांश्च बहून्वदिष्यन्ति तवाहिताः।**
**निन्दन्तस्तव ततो दुःखतरं नु किम् ।।३६।।**

''اَواڃيوادانِشَچ بهوُنوَدِشيَنتي تواهِتاها
نِندنِتَسِتَوَ سامَرِٿيَمِ تَتو ڊُکَتَرَمِ نوُکِمِ (٣٦)

ويري لوڪ تنهنجي پراڪرم جي نندا ڪندي گهٽيئي نہ چوڻ جهڙا وچن چوندا. هڪ دوش ايندو آهي، تہ چوطرف نندا ۽ براين جي قطار لڳي ويندي آهي. نہ چوڻ جهڙا وچن بہ چيا ويندا آهن. ان کان وڌيڪ دکہ کهڙو ٿيندو- هاٺي.

हतो या प्राप्स्यसि स्वर्गं जित्वा वा भोक्ष्यसे महीम्।
तस्मादुत्तिष्ठ कौन्तेय युद्धाय कृतनिश्चय: ।।३७।।

'هَتووا پراپِيَسِي سِوَرگَمِ جِتوا وا ڀوکشيَسي مَهيِمِ
تَسِمادُ تِشِٺَ ڪوُنتييَہ ڪِرتنِشچَيَہ (٣٧)

هن يڌ ۾ مرندين تہ سرڳ پراپت ڪندين. پنهنجي نشان پد تي زور تي هلڻ جي سمرٿي رهندي. سواس کان ٻاهر پرڪرتي ۾ ڦرڻ جون ڏارائون روڪجي وينديون. پرم ديو پرماتما ۾ داخل ٿيڻ واري دئوي سمپتي هردي ۾ پوري طرح لهرائيندي رهندي. يا هن سنگهرش جي وٺندڙ استٿي کي پراپت ڪندين. تنهنڪري ارجن! يڌ لاءِ پڪو نشچو رکي اُٿي کڙو ٿيءُ. گهڻو ڪري لوڪ هن شلوڪ جي ارٿ ۾ سمجهندا آهن تہ هن يڌ ۾ مرندين تہ سرڳ ۾ ويندين ۽ جيتيندين تہ پرٿوي جا عيش آرام ڀوڳيندين، پر توهان کي ياد هوندو تہ ارجن چئي چڪو آهي- 'ڀڳوان پرٿوي ئي نہ، ڪٿي ٽنهي لوڪن جو راڄ ۽ ديوتائن جو سوامي پد معنيٰ اندر پد پراپت ڪندي بہ مان اُن اُپاءَ کي نٿو ڏسان، جو اندرين کي سڪائڻ وارا منهنجا شوڪ دور ڪري سگهن. جيڪڏهن ايترو ئي ملڻو آهي تہ گووند! مان يڌ اصل نہ ڪندس'' جيڪڏهن اُن تي بہ شري ڪرشن چوي تہ ''ارجن! لڙائي ڪر. جيتيندين تہ پرٿوي حاصل ڪندين، هارائيندين تہ سرڳ جو ناگرڪ بڻجي ويندين، تہ شري ڪرشن ڏين ئي ڇا

ٿا؟ ارجن هن ڪان اڳ جو ستيہ، پرم ڪلياڻ جي ڪامنا ڪرڻ وارو شِشُ هو، جنهن کي ستگرو شري ڪرشن ٻڌايو تہ ڪيتر، ڪيترگيہ جي هن سنگهرش ۾ جيڪڏهن سرير جو سمو پورو ٿي ويو ۽ منزل تي نہ پهچي سگهئين، تہ سرڳہ پراپت ڪندين مطلب نشان تي هلڻ سان ئي ٻل پراپت ڪري وٺندين، دئوي سمپتي هرديہ ۾ ٺهڪي ويندي ۽ هن شرير جي رهندي رهندي سنگهرش ۾، يڌ ۾ سڦل ٿي ٿو وڃين تہ 'مهيم' سڀ ڪان مهان برهم جي مهما جو مزو ماڻيندين، مهاپرش جي پدوي حاصل ڪندين. جيتيندين تہ سڀ ڪجهہ، ڇاڪاڻ تہ مهاتماتوَ کي پائيندين ۽ هارائيندين تہ ديوتاپڻو. ٻنهي هٿن ۾ لڏون رهندا. لاڀ ۾ بہ لاڀ ۽ نقصان ۾ بہ لاڀ ئي آهي. ورِي ان تي زور ٿا ڏين.

**सुख दु:खे समेकृत्वा लाभालाभौ जयाजयौ।**
**ततो युद्धाय युज्यस्व नैवं पापमवाप्स्यसि ।।३८।।**

”سُکہ دُکي سميڪرِتوا لاڀالاڀئوُ جيا جيئوُ
تتو يُڌايہ يُجيَسوَ نَئيوَمِ پاپوَ واپِيَسيِ (٣٨)

ان طرح سکہ دکہ، لاڀ نقصان، کٽڻ هارائڻ کي هڪ جهڙو سمجهي تون يڌ جي لاءِ تيار ٿيءُ. يڌ ڪرڻ سان توکي پاپ نہ لڳندو. مطلب سکہ ۾ سڀ ڪجهہ ۽ دکہ ۾ بہ ديوتاپڻو آهي. لاڀ ۾ مهانتا جو پد مطلب سڀ ڪجهہ ۽ هاڃي ۾ ديوتاپڻو آهي. وجيہ ۾ مهامهان پد ۽ هارائڻ ۾ دئوي سمپتي تي اڌڪار آهي. ان طرح پنهنجي لاڀ، هاڃي کي چڱيءَ طرح پنهنجو پاڻ سمجهي تون يڌ لاءِ تيار ٿيءُ. وڙهڻ ۾ بہ ٻيئي وستو آهن. لڙندين تہ پاپ معنيٰ آواگمن کي حاصل ڪونہ ڪندين. هاڻي تون يڌ لاءِ تيار ٿيءُ.

**एषा तेऽभिहिता साङ्ख्ये बुद्धिर्योगेत्विमां श्रृणु।**
**बुद्ध्या युक्तो यया पार्थ कर्मबन्धं प्रहास्यसि।।३९।।**

**’ايشا تيڀِهِتا سانکيي ٻُڌِيرِ يوڳي تِوام شِرِڻُوُ**
**ٻُڌَيا يُڪِتو يَيا پارِٿ ڪَرِمَبَنڌَمِ پِرَهاسِيَسي (٣٩)**

پارٿ! هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ گيان يوڳ جي وِشيہ ۾ چئي ويئي آهي ڪهڙي ٻُڌي؟ اهائي تہ يڌ ڪر. گيان يوڳ ۾ ايترو ئي آهي تہ پنهنجي هستيءَ کي ڏسي، لاڀ هاڃيءَ تي چڱي طرح ويچار ڪري تہ جيتيندس تہ مهانپڻي جو پد ۽ هارائيندس تہ ديوتاپڻو، سوڀ ۾ سڀ ڪجهہ ۽ هار ۾ بہ ديوتو. ٻنهي پاسي لاڀ آهي. يڌ نہ ڪندين تہ سڀ اسانکي ٻُرو چوندا. ڍپ ڪان ٻچي ويا ائين مڃيندا، بدنامي ٿيندي. ان طرح پنهنجو پاڻ کي، هستيءَ کي سامهون رکي پاڻ ويچار ڪر يڌ ۾ اڳيان اچي ياڳہ ونڻ ئي گيان يوڳ آهي. گهڻو ڪري لوڳن ۾ وهم آهي تہ گيان مارڳ ۾ يڌ (ڪرم) نٿي ڪرڻي پوي. هو چوندا آهن تہ گيان مارڳ ۾ ڪرم ڪونہ آهي. مان تہ ’شڌ آهيان‘ چيتنيہ آهيان اَهِم برهماسمي.‘ ’گُڻ ئي گڻن ۾ ورتن ٿا‘ اهو مڃي هٿ ٻڌي، هٿ تي هٿ رکي ويهي ٿا رهن. يوگيشور ڪرشن انوسار اهو گيان يوڳيہ ڪونہ آهي. گيان يوڳ ۾ ٻيي اُهي ئي ’ڪرم‘ ڪرڻا آهن، جيڪي نشڪام ڪرم يوڳ ۾ ڪيا ويندا آهن. ٻنهي ۾ فقط ٻڌيءَ جي نظريي جو فرق آهي. گيان مارڳ وارا پنهنجي حالت سمجهي، پاڻ تي ڀروسو رکي ڪرم ڪري ٿو پر نشڪام ڪرم يوڳي پنهنجي اشٽ جي آسري تي ڪرم ڪري ٿو. ڪرڻو ٻنهي راهن ۾ آهي ۽ اهو ڪرم بہ هڪڙوئي آهي، جنهنکي ٻنهي رستن دواران ڪيو وڃي ٿو صرف ڪرم ڪرڻ جي درشٽي ڪوڻ بہ آهن، طريقا بہ آهن.

ارجن! انهي ٻُڌيءَ کي هاڻي تون نشڪام ڪرم يوڳ جي

باري ۾ ٻڌُ، جنهن سان ملي هڪ ٿي تون ڪرم جي ٻنڌنن کي چڱيءَ طرح ناس ڪندين. هتي سري ڪرشن ’ڪرم‘ جو نالو پهريون ڀيرو ورتو آهي، پر اهو نہ ٻڌايائين تہ ڪرم آهي ڇا؟ هاڻي ڪرم نہ ٻڌائي پهرين ڪرم جي خاصيتن تي روشني ٿا وجهن.

**नेहाभिक्रमनाशोऽस्ति प्रत्यवायो न विद्यते।**
**स्वल्पमप्यस्य धर्मस्य त्रायते महतो भयात् ।।४०।।**

’نيها ڀِي ڪِرمَ ناشوسِتي پِرَتِيَوايو نہ وِدِيَتي
سِوَلِپَمپِيَسِيَہ ڌَرِمَسِيَہ تِرايَتي مَهتو ڀَياتِ (۴۰)

هن نشڪام ڪرم يوگہ ۾ شروع جي ٻج جو ناس نٿو ٿئي. ڪوبہ ڦل ملڻ وارو دوش ڪونہ آهي، انڪري هن نشڪام ڪرم جو، هِن ڪرم سان پڪي، گهٽن واري، نپڻ ڌرم جو ٿورو بہ ساڌن- جنم مرتيو روپي مهان ڀَيَہ کان اُڌار ڪري ڇڏي ٿو. توهين هن ڪرم کي سمجهو ۽ اُن تي بہ قدم هلي ڏسو (جو سدگ رهست آشرم ۾ رهي ئي هلائي سگهون ٿا، ساڌڪ تہ هلندا ئي آهن) ٻج پري پري وجهو، تہ ارجن! ٻج جو ناس نٿو ٿئي. پرڪرتي ۾ ڪوئي ٻل، ڪا سمرٿي ڪونهي، اهڙو ڪو استر، وارنش ڪونهي جو اُن ستيہ کي مٽائي سگهي. پرڪرتي صرف پردو وجهي سگهندي آهي، ڪجهہ دير ڪري سگهندي آهي. پر ساڌن جي شروعات کي مٽائي نٿي سگهي.

اڳيان هلي شري ڪرشن ٻڌايو تہ سيني پاپين کان بہ وڌو پاپي چونہ هجي، گيان روپي ٻيڙيءَ دواران بنا شڪ جي پار ٿي ويندو. ٺيڪ ان ڳالهہ کي هتي چون ٿا تہ ارجن! نشڪام ڪرم يوگہ جو ٻج وجهڻ جو ڪم بنا دير جي ڪري ڇڏيو، تہ اُن ٻج جو ڪڏهن ناس ڪونہ ٿيندو. ابتا ڦل روپي دوش هن ۾ نہ آهن تہ توهانکي سرڳہ، رڌين يا سڌين تائين پهچائي ڇڏي ڏئي.

توهين هي ساڌن پلي چڏي ڏيو؛ پر هيءُ ساڌن تنهنجو اُڌار ڪري ئي رهندو. هن نشڪام ڪرم يوڳ جو ٿورو به ساڌن جنم مرتيو جي وڏي ۾ وڏي ڏپ کان اُڌار ڪري ڇڏي ٿو.

'انيڪجنمَ سَنِسدَسِتَتو ياتِ پَرامِ گَتامِ (گيتا ۴۵-۱)

ڪرم جو هيءُ ٻج وجهڻ گهڻن جنمن کانپوءِ به اُتي ئي بينو هوندو، جتي پرم ڌام آهي، پرم گت آهي. انهي ئي سلسلي ۾ اڳيان چون ٿا-

**व्यवसायात्मिका बुद्धिरेकेह कुरुनन्दन।**
**बहुशाखा ह्यनन्ताश्च बुद्धयोऽव्यवसायिनाम्।।४१।।**

'وِيَوَ ساياتمَ ڪا بُڌِي ريڪيهه ڪُرُنندن
بَهو شاکا هِيَنَنِتا شچ بُڌَيو وِيَوَ ساييِنامِ ' (۴۱)

ارجن! هن نشڪام ڪرم يوڳ ۾ ڪم ڪرڻ واري بُڌِي هڪ ئي آهي. ڪم به هڪڙو آهي ۽ نتيجو به هڪ آهي. آتمڪ سمپتي ئي سچي سمپتي آهي، هميشه لاءِ رهڻ واري سمپتي آهي. هن سمپتيءَ کي پرڪرتي جي ٻن جي جهڳڙي ۾ آهستي آهستي ڪري حاصل ڪرڻ ضروري يا پڪي اِرادي وارو ڪرم به هڪ ئي آهي. تڏهن ته جي لوڪ گهڻيون ڪريائون ٻڌائين ٿا، ڇا اُهي پڇن نٿا ڪن؟ شري ڪرشن چون ٿا 'ها، اُهي پڇن نٿا ڪن. اُنهن پرشن جي بُڌِي اڻ ڳڻين شاخائن واري ٿيندي آهي، تنهنڪري انيڪ ڪمن جو وستار ڪندا آهن.'

**यामिमां पुष्पितां वाचं प्रवदन्त्यविपश्चितः।**
**वेदवादरताः पार्थ नान्यदस्तीति वादिनः।।४२।।**

'يا مِمامِ پُشِپَنامِ واچِمِ پرَوَدَنِتِيو پَشِچِتَهَ
ويد وادَرتاهَ پارِٿ نانيَد سِتيِتيِ وادِنَهَ (۴۲)

**कामात्मानः स्वर्गपरा जन्मकर्मफलप्रदाम्।**
**क्रियाविशेषबहुलां भोगैश्वर्यगतिं प्रति।।४३।।**

'ڪاما تِمانَهہ سِوَرگَپَرا جَنِمَڪَرمِڦَلَ پرَدامِ
ڪِرِيا وشيشَبَهوُلامِ ڀوگَئِيشِچَرِ يَگَتَمِ پرَتي (۴۳)

پارٿ اُهي 'ڪاماتمانَهہ' ڪامنائن سان ڀريل 'ويد وادَرَ تاهہ' ويدن جي جملن ۾ چيل 'سِوَرِگَپَراهہ' سرڳہ کي پرم لکش مڃين ٿا ۽ ان کان اڳيان وڌيڪ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي. اهڙين چوڻ وارا اوويڪي ماڻهو، جنم مرتيو جو ڦل ڏيڻ واري ڀوڳہ ۽ پدارٿن جي پراپتي لاءِ گهڻائي ڪرم وستار سان ڪن ٿا ۽ ڏيکاءَ واري مٺي، سٺي واڻيءَ جا ظاهر بہ ڪن ٿا. مطلب تہ اوويڪي پرشن جي بُڌي ڏاڍي ڀيد واري ٿئي ٿي. هو ڦل ڏيڻ وارن اکرن ، جملن ۾ مگن رهن ٿا، ويدن جي واڻيءَ کي ئي ثبوت مڃين ٿا، سُرڳہ ئي سڀ کان سريشٽ ٿا مڃين. هنن جي بُڌي ڏاڍي ڀيد واري آهي تنهنڪري اننت ڪمن جي رچنا ڪري ٿا وٺن. هو بہ نالو تہ پرم تَتِوَ پرماتما جو ئي وٺن ٿا، پر اُن جي اوٽ ۾ گهڻن ئي ڪمن جو وستار ڪن ٿا. تہ ڇا اننت ڪريائون ڪرم نہ آهن؟ شري ڪرشن چون ٿا- نہ- اهڙ ڳڻڻيون ڪريائون ڪرم نہ آهن. تہ اُها نشچت ڪم يا ڪريا آهي ڇا؟ شري ڪرشن هينئر اهو نٿو ٻڌائي. هاڻي تہ فقط ايترو چون ٿا تہ اوويڪي پرشن جي ٻڌي گهڻن پاسن واري ٿيندي آهي ۽ تنهنڪري هو انيڪ ڪمن جو وستار ڪري ٿا وٺن. هو صرف وستار نٿا ڪن پر سهڻي، سينگاريل نموني سان اُن کي چئي بہ ٿا ٻڌائين. ان جو اثر ڪهڙو ٿو ٿئي؟

भोगैश्वर्यप्रसक्तानां तयापहृतचेतसाम्।
व्यवसायात्मिका बुद्धिः समाधौ न विधीयते।।४४।।

'ڀوگَئِيشِچَرِيَپرَ سَڪتنا نامِ تيا پَهتَچيتَسامِ ا
ويَوَ سايَاتِمَڪا بُڌِي سَماڌَئوُ نہ وِڌِييَتي اا (۴۴)

اُنهن جي واڻيءَ جي ڇاپ جن جن جي چت تي پئجي

ٿي وڃي ارجن! اُنهن جي به ٻڌي نشٽ ٿي وڃي، نه ئي هو ڪجهه پائين ٿا. اُن ٻاٽيءَ دواران هارايل چٽ وارن ڪي ٻيا يوڳه پدارٿن ۾ ڦاٿل پُرشن جي انتهڪرڻ ۾ ڪم ڪرڻ واري ٻُڌي نٿي رهي، اشٽ، پرماتما ۾ سماڌي ۾ اسٿت ڪرڻ واري نشچي واري ڪِريا اُنهن ۾ نه ٿيندي.

اهڙن اوويڪي جي واٽي ٻُڌي ڪير ٿو؟ يوڳه پدارٿن ۾ موهه رکڻ وارا ئي ٻُڌن ٿا، اڌڪاري ڪونه ٻُڌندو آهي. اهڙن پرشن ۾ سَمانتا ۽ آدي تَتوَ ۾ داخلا ڏيارڻ واري نشچي واري ڪِريا ۾ مليل ٻُڌي نٿي رهي.

سوال ٿو اُٿي ته ’ويد وادرتا‘ جو ويد جي وچنن ۾ چيل آهي، ڇا اُهي به ڀُل ڪن ٿا؟ ان تي شري ڪرشن چون ٿا-

त्रैगुण्यविषया वेदा निस्त्रैगुण्यो भवार्जुन।
निर्द्वन्द्वो नित्यसत्त्वस्थो निर्योगक्षेम आत्मवान् ।।४५।।

’ترئيگُڻيَوِ شَيا ويدا نِستِريئِي گُڻَيو ڀوارِجُنَ
نِردِوَندو نِتِيَسَتوَستو نريوڳڪشيمَ آتَموانِ (۴۵)

ارجن! ’ترِئيگُڻيوشَيا ويدا‘ ويد ٽنهي گڻن تائين ئي روشني ڪن ٿا. ان کان اڳِه جو حال هو نٿا ڄاڻن. تنهنڪري ’نِستِرِئي گُڻَيو ڀوارِجُن‘ ارجن! تون ٽنهي گڻن کان مٿي چڙهه مطلب ته ويدن جي ڪاريه کيتر کان اڳيان وَڌُ ڪيئن وَڌجي؟ ان تي شري ڪرشن چون ٿا ’نِرِدُونِدوَ‘ سکه دکه جي جهڳڙن کان رهت، نِتِيَه سَتِ وَستو ۾ اسٿت ٿيڻ ۽ يوگه ڪشيم کي نه چاهيندي آتم پرايڻ ٿيءُ. ائين مٿي چڙهه. سوال ٿو اُٿي ته اسين به اُٿون يا ڪوئي ويدن کان مٿي به چڙهيو آهي؟ شري ڪرشن ٻڌائين ٿا. اڳيان جو به وڌي ٿو سو برهم کي ڄاڻي ٿو، جو برهم کي ڄاڻي ٿو سو برهمڻ آهي.

**यावानर्थ उदपाने सर्वत: सम्प्लुतोदके।**
**तावान्सर्वेषु वेदेषु ब्राह्मणस्य विजानत: ।।४६।।**

**’يا وانَرِتَ اُدپاني سَرِوَتَھہ سَمِپلوُ تودڪ**
**تاوانسَرِويشوُ ويديشوُ بِرَھمَڻِسِيَہ وجانَتَھہ (۴۶)**

سيني طرفن کان پورڻ درياهہ کي پائيندي منش جو ننڍي درياهہ سان پريوجن رهي ٿو، چڱيءَ طرح برهم کي ڄاڻڻ وارا برهمڻ جو ويدن سان ايترو ئي پريوجن آهي. تاتپرج اِهو آهي جو ويدن کان مٿي چڙهي ٿو اُهو برهم کي ڄاڻي ٿو، اُهوئي برهمڻ آهي. مطلب تہ ويدن کان مٿي چڙهہ- برهمڻ ٿيءُ.

ارجن ڪتري هو. شري ڪرشن چون ٿا تہ برهمڻ ٿيءُ، ڪتري وغيره ورڻ سڀاءَ جي شڪتين جو نالو آهي. هيءُ ڪرم پرڌان آهي، نہ رڳو جنم سان نرڌارت هئڻ واري ڪا رسم. جنهن کي گنگا جي ڌارا ملي آهي، اُن کي ننڍي درياهہ سان ڪهڙو واسطو؟ ڪوئي اُن ۾ سنان ڪري ٿو، تہ ڪير جانورن کي سنان ٿو ڪرائي. هن کان وڌيڪ ٻيو ڪوئي هنجو اُپيوگہ ڪونهي. اهڙي طرح برهم کي ساکيات ڄاڻڻ واري اُن برهمڻ مهاپرش جو، اُنهن ويدن سان ايترو ئي پريوجن رهجي ٿو وڃي. واسطو رهي ضرور ٿو، ويد رهن ٿا، ڇو جو پٺيان رهندڙن جي لاءِ اُنجو اُپيوگہ آهي. اُتان ئي چرچا شروع ٿيندي. تنهن کانپوءِ يوگيشور ڪرشن ڪرم ڪرڻ وقت وڌندڙ ساوڌانين جو ورڻن ڪن ٿا-

**कर्मण्येवाधिकारस्ते मा फलेषु कदाचन।**
**मा कर्मफलहेतुर्भूमा ते सङ्गोऽस्त्वकर्मणि।।४७।।**

**’ڪَرِمَڻِيِيوا ڌِڪارَسِتي ما ڦَليشوُ ڪداچَنَ**
**ما ڪَرِمَڦَلَ هيتُرِ ڀوُرِما تي سَنگوسِتِوَ ڪرماڻِيِ (۴۷)**

ڪرم ڪرڻ تي ئي تنهنجو اڌڪار هجي، ڦل تي ڪڏهن بہ نہ. ائين سمجهہ تہ ڦل آهيئي ڪونہ. ڦل جي واسنا وارو بہ نہ

ٿيءُ ۽ ڪرم ڪرڻ ۾ تنهنجي شرڌا بہ نہ هجي.

هيل تائين يوگيشور ڪرشن اوڻيتاليهين سلوڪ ۾ پهريون ڀيرو ڪرم جو نالو ڪنيو؛ پر اهو نہ ٻڌايائين تہ اهو ڪرم آهي ڇا ۽ اُنکي ڪريون ڪيئن؟ اُن ڪرم جي خاصيتن تي روشني وڌي تہ-

١. ارجن! هن ڪرم دوران تون ڪرمن جي ٻنڌنن ڪان سنيءَ طرح ڇٽي ويندين.

٢. ارجن! هن ۾ شروعات ۾ ڀيل ٻج ناس نٿو ٿئي. شروعات ڪري ڇڏ، تہ پرڪرتي وٽ هن کي نشٽ ڪرڻ جو ڪوبہ اُپاءُ ڪوونهي.

٣. ارجن! هن ۾ ذري بہ ڦل سروپ دوش آهيئي ڪونہ تہ سرڳ ۽ رِڌُين سِڌِيُنِ ۾ ڦاسائي بيهاري ڇڏي.

٤. هن ڪرم جو ٿورو بہ ساڌن جنم مرڻ جي ڊپ ڪان اُڌار ڪرڻ وارو ٿيندو آهي.

پر اڃا تائين هنن اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اُهو ڪرم آهي ڇا؟ ڪيئن ڪيو وڃي؟ هن اڏياءَ جي ايڪيتاليهين شلوڪ ۾ هنن ٻڌايو-

٥. ارجن! هن ۾ نشڇيہ واري ٻُڌي هڪ ئي آهي، ڪم بہ هڪ ئي آهي. تہ ڇا گهڻن ڪمن وارا پڇن نٿا ڪن؟ شري ڪرشن چون ٿا- هو ڪرم نٿا ڪن. ان جو سبب ٻڌائيندي هو چون ٿا تہ اوويڪي پرشن جي ٻُڌِي گهڻين شاخائن واري آهي، ان ڪري هو گهڻن ڪمن جو وستار ڪري ٿا وٺن. هو ڏيکاءَ وارا مني سني واڻيءَ ۾ انهن ڪمن کي ظاهر ڪن ٿا. اُنهن جي واڻيءَ جي ڇاپ جن جي چت تي پئجي ٿي وڃي، اُنهن جي ٻُڌي بہ نشٽ ٿي وڃي ٿي. هاڻي نشڇي واري ڪِريا هڪ ئي آهي، پر اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اُها ڪِريا ڪهڙي

آهي؟

ستيتاليهين سلوڪ ۾ هنن چيو- ارجن! ڪرم ڪرڻ تي ئي تنهنجو اڌڪار آهي، ڦل تي اصل نہ. ڦل جي واسنا وارو بہ اصل نہ ٿيءُ ۽ ڪرم ڪرڻ ۾ بہ تنهنجي شرڌا نہ هجي مطلب هميشه ڪرڻ جي لاءِ اُن ۾ مگن ٿي ڪريو؛ پر اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اُهو ڪرم آهي ڇا؟ هميشه هن شلوڪ جو حوالو ڏيئي ماڻهو چوندا آهن تہ ڪجهہ بہ ڪريو، پر ڦل جي ڪامنا نہ ڪريو، ٿي ويو نشڪام ڪرم يوگہ؛ پر اڃا تائين شري ڪرشن ٻُڌايو ئي ڪونهي تہ ڪرم آهي ڪهڙو، جنهن کي ڪيون؟ هتي صرف ڪرم جي خاصيتن تي روشني وڌي تہ ڪرم ڏيندو ڇا آهي ۽ ڪرم ڪرڻ وقت ورتل ساوڌانيون ڇا آهن؟ اُنهن کي پڌرو ڪيو. سوال جيئن جو تيئن بڻيو رهيو آهي، جنهنکي يوگيشور اڳيان اڌياءَ ٽئين چوٿين ۾ ظاهر ڪندو. وري هن تي زور ڏين ٿا-

योगस्थ: कुरु कर्माणि सङ्गं त्यक्त्वा धनञ्जय।
सिद्ध्यसिद्ध्यो: समो भूत्वा समत्वं योग उच्यते ।।४८।।

’يوگِستَّهہ ڪُروُڪَرماڻِي سَنگَمِ تِيَڪتوا ڌَنَنجَيَہ
سِڌَيسِڌَيوهہ سَمو ڀُوُتوا سَمَتُوَمِ يوگہ اُچيَتي (۴۸)

ڌننجيہ! موهہ ۽ اٽڪڻ کي تياڳي، سِڌيءَ ۽ اَسِڌيءَ ۾ سمان ڀاوُ رکي، يوگہ ۾ پڪو ٿي ڪرم ڪَر. ڪهڙو ڪرم؟ نشڪام ڪرم ڪر ’سَمَتُوِمِ يوگہ اُچِيَتي‘ اِهو سمان ڀاوُ ئي يوگہ چوائيندو آهي. جنهن ۾ نفرت نہ هجي، دشمني نہ هجي. اهڙو ڀاوَ هڪجهڙو چوائيندو آهي. رڌيون سڌيون دکي ڪن ٿيون، آسڪتي اسان کي دکي ڪري ٿي، ڦل جي اڇا دشمني پيدا ڪري ٿي، ان ڪري ڦل جي واسنا نہ هجي، پوءِ بہ ڪرم ڪرڻ ۾ اشرڌا نہ هجي، ڪرم ڪرڻ کان ڪيبايون نہ. ڏنل ٻڌل سِيني شَين جي

آسڪتي تياڳ ڪري، پراپت يا اڻ پراپت جي باري ۾ نه سوچي رڳو يوڳ ۾ استٿ رهي ڪرم ڪر. يوڳ کان چت چلائمان نه ٿئي.

يوڳ هڪ بيحد وڏي درجي جي اوسٿا آهي ۽ هڪ شروعاتي اوسٿا به ٿيندي آهي. شروع ۾ ئي اسانجي درشٽي پنهنجي مقصد تي ئي رهڻ گهرجي. هاڻي يوڳ تي نظر رکندي ڪرم جو وهنوار ڪرڻ گهرجي. سمان ڀاو معنيٰ ڪاميابي ۽ ناڪاميابي ۾ هڪجهڙو رهڻ ئي يوڳ چوائيندو آهي. جنهن کي هار يا جيت بي آرام نٿي ڪري، منجهائي نٿي، دک شوڪ جنهن ۾ پيدا نٿو ٿئي، اهڙي ڀاونا هئڻ سبب هيءُ سَمتوَ يوڳ چوائيندو آهي.

هيءُ اِشٽ پرماتما سان ميلاپ ڪرائي ٿو، ان ڪري هن کي ملائڻ جو يوڳ چون ٿا. سڀني ڪامنائن جو هر نموني تياڳ آهي، ان ڪري هن کي نشڪام ڪرم يوڳ چون ٿا. ڪرم ڪرڻو آهي، ان ڪري ان کي ڪرم يوڳ چون ٿا. پرماتما سان ميلاپ ڪرائي ٿو، ان ڪري هنجو نالو يوڳ معنيٰ ميلاپ آهي. هن ۾ پنهنجي ٻُڌيءَ جي ٻل جو ڌيان رکڻو پوندو آهي ته سڌي ۽ اسڌيءَ ۾، هار يا جيت ۾ سمان ڀاوَ ۾ رهي، آسڪتي نه هجي، موهه نه هجي، ڦل جي واسنا نه اچي ان ڪري اهو ئي نشڪام يوڳ، ٻُڌي يوڳ به چيو ويندو آهي.

दूरेण ह्यवरं कर्म बुद्धियोगाद्धनञ्जय।
बुद्धौ शरणमन्विच्छ कृपणा: फलहेतव: ।।४९।।

”دوُرڻي هِيَوَرَمِ ڪَرِ مَبڌِييوڳاڌِ نَ ڄَيَه
ٻُڌَئوُ شَرَڻَمَنوِڇَ ڪِر پَڻاه ڦَلَهيتَوَه “ (۴۹)

ڌَنَنِڄَيَه! ”اَوَرَمِ ڪَرمَ“- نِڪرِشِٽ ڪرم، ڪامنا وارا ڪرم ٻُڌي يوڳ کان ڪوسون دور آهن. ڦل جي ڪامنا وارو ڪِرپن، غريب، ڪنجوس آهي. هو آتما سان اُدارتا جو ورتاءُ

نٿا ڪن، هاڻي سم ڀاوَ ٻُڌيءَ جو آسرو وٺ. جهڙي ڪامنا آهي، اهڙو ملي به وڃي، ته اُن کي ڀوڳڻ لاءِ شرير ڌارڻ ڪرڻو پوندو. جنم مرڻ جو چڪر ٻڌيو رهندو ته ڪلياڻ ڪيئن ٿيندو؟ ساڌڪ کي ته موکش جي به واسنا نه رکڻ کپي، ڇوته واسنائن کان مڪت ٿيڻ ئي ته موکش آهي. ڦل جي پراپتي جو چنتن ڪرڻ سان ساڌڪ جو وقت اجايو برباد ٿو ٿئي ۽ ڦل ملڻ تي به اُنهي ڦل ۾ اُلجهي ٿو وڃي. هنجي ساڌنا پوري ٿي وڃي ٿي. پوءِ هو ڀڄن ڇو ڪري؟ اُتان هو ڀٽڪي ٿو وڃي. تنهنڪري سريشٽ ٻُڌِيءَ جي يوگ جو وهنوار ڪر. گيان مارگ ۽ کي به شري ڪرشن ٻُڌي يوگ چيو هو ته ارجن! هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ گيان يوگ جي وشيه ۾ چئي ويئي ۽ نشڪام ڪرم يوگ کي به ٻُڌي يوگ چيو ويو. حقيقت ۾ ٻنهي ۾ ٻڌيءَ جي نظريي جو ئي فرق آهي. اُن ۾ لاڀ هاڃي جو رڪارٻ رکي اُنکي جاچي هلڻو پوندو آهي. هن ۾ ٻُڌيءَ جو درجو وڌائي سمياوَ ٻڌائي رکڻو پوندو آهي. تنهنڪري هن کي سمانتا وارو ٻُڌي يوگ به چوندا آهن. تنهنڪري ڌننجيه! تون سمانتا واري ٻڌيءَ جو آڌار گرهڻ ڪر ڇو جو ڦل جي واسنائن وارا بيحد غريب، ڪرپن آهن.

बुद्धियुक्तो जहातीह उभे सुकृतदुष्कृते।
तस्माद्योगाय युज्यस्व योगः कर्मसु कौशलम् ।।५०।।

”ٻُڌِي يُڪتو جهاتيِهَه اُڀئي سُڪِرتَدُ شڪِرتي
تَسمادِ يوڳايَه يُڄيَسِوَ يوڳهَه ڪَرِمَسوُ ڪَئوُشَلَمِ (٥٠)

سَمَ ڀاوَ ٻُڌي يُڪِتِ پرش- پڃ- پاپ ٻنهي کي ئي هن لوڪ ۾ تياڳي ڇڏيندو آهي، اُنهن ۾ ڦاسندو نه آهي، ڇنبڙندو نه آهي ان ڪري سَمَتِوَ ٻُڌي يوگ لاءِ ڪوشش ڪر. ”يوگ ڪَرِمَسوُ ڪؤشَلَمِ“ سَدِ ٻُڌي سان گڏ ڪرمن جو سَدِ وهنوار ئي يوگ آهي.

سنسار ۾ ڪرم ڪرڻ جا ٻه ويچار مشهور آهن. لوڪ ڪرم ڪن ٿا ته ان جو ڦل ٻه ضرور چاهين ٿا يا جي ڦل نه ملي ته ڪرم ڪرڻ ئي نٿا چاهين؛ پر يوگيشور شري ڪرشن انهن ڪرمن کي ٻنڌن روپ ٻڌائيندي ''آرڌنا'' کي ٻه رڳو ڪرم مڃين ٿا. هن اڌياءَ ۾ هنن ڪرم جو نالو ماتر (فقط) ورتو. اڌياءَ جي ٣ کان ٩ تائين سلوڪن ۾ اُنهن جي وياکيا ڏني ۽ چوٿين اڌياءَ ۾ ڪرم جو سروپ تي وستار سان روشني وڌائون. هن سلوڪ ۾ شري ڪرشن سنساري پرمپرا کان هٽي ڪرم ڪرڻ جي ڪلا ٻڌائي ته ڪرم ته ڪريو، شرڌا سان ڪيو، پر ڦل جي اڇا ڪي، انهي اڌڪار کي ڇڏي ڏيو. ڦل ويندو ڪيڏانهن؟ اهائي ڪرمن جي ڪرڻ جي ڪشلتا آهي. نشڪام ساڌڪ جي سڄي شڪتي انهي طريقي ڪرم ۾ لڳي رهي ٿي. آرڌنا لاءِ ئي ته شرير آهي. پوءِ ٻه اڻ تڻ سياويڪ آهي ته ڇا هميشه ڪرم ئي ڪندو رهڻو آهي يا ان جو ڪجهه نتيجو ٻه نڪرندو؟ هن کي ڏسو-

**कर्मजं बुद्धियुक्ता हि फलं त्यक्त्वा मनीषिणः।**
**जन्मबन्धविनिर्मुक्ताः पदं गच्छन्त्यनामयम् ।।५१।।**

**'ڪَرمَجَمِ ٻُڌي يُڪتاهِه ڦلَمِ تيَڪتِوا مَنيِشِٺهه**
**جَنمَ بنڌ وِنِر مُڪتاها پَدَمِ گڇِنتِيَنامَيَمِ '' (٥١)**

ٻُڌي يوگه ۾ گڏيل گيانيجن ڪرمن مان اُتپن ٿيڻ واري ڦل کي تياڳي جنم ۽ مرتيو جي ٻنڌن کان ڇٽي ٿا وڃن. هو نردوش امرتميه پرم پد کي پراپت ڪن ٿا.

هتي ڏن ٻُڌِيُن جو چترڻ ڪيل آهي. (شلوڪ ٣٩) سانکيه ٻُڌيءَ ۾ ٻه ڦل آهن- جنم مرتيو کان مڪتي، نرمل اوناشي پد جي پراپتي. بس اهي ٻه ئي يوگه ڪريائون آهن. انهن ڪانسواءِ ٻُڌي اوويڪي آهي. اڻ ڳڻت شاخائن واري آهي، جنهنجو ڦل

ڪرم يوڳ جي لاءِ وري وري جمڻ- مرڻ آهي.

ارجن جي درشٽي تن لوڪن جي سامراجيہ ۽ ديوتائن جي سواميپڻي تائين محدود هئي. ايتري هوندي بہ هو يڌ ۾ پرورت نہ ٿي ٿيو. هتي شري ڪرشن هنڪي نئون سچ ظاهر ٿا ڪن تہ آسڪتي رهت، موهہ بنا ڪرم دواران تندرست، بنا ڪنهن زخم جي پد پراپت ٿئي ٿو. نشڪام ڪرم يوڳ پرم پد ڏياري ٿو. جتي موت جو پرويش ڪونہ آهي. هن ڪرم ۾ پرورتي ڪڏهن ٿيندي؟

यदा ते मोहकलिलं बुद्धिर्व्यतितरिष्यति।
तदा गन्तासि निर्वेदं श्रोतव्यस्य श्रुतस्य च।।५२।।

”يَدا تي موهَڪَلِلَمِ بڌِيرِ وِيَتيِتَ رِشيَتي
تَدا گَنتانسيِ نِرويدَمِ شِروتويَسِيَہ شُرِتَسيَہ چَ (۵۲)

جنهن وقت ۾ تنهنجي هر ساڌڪ جي) بُڌِي موهہ روپي چِڪڻ کي پوريءَ طرح پار ڪندي، ذري ماتر موهہ نہ رهجي وڃي. نہ پُٽ ۾، نہ ڌن ۾، نہ مانَ سنَمان ۾. انهن سيني سان لڳاءُ ٽٽي پوندو، ان وقت جو ٻڌڻ لائق آهي، ان کي تون ٻڌي سگهندين. هينئر تہ جيڪو ٻڌڻ لائق آهي، اُن کي نہ تون ئي ٻڌي سگهيو آهين ۽ آچرڻ، هلڻ جو تہ سوال ئي نٿو اُٿي. انهي قابليت تي وري پرڪاش وجهندي:

श्रुतिविप्रतिपन्ना ते यदा स्थास्यति निश्चला।
समाधावचला बुद्धिस्तदा योगमवाप्स्यसि।।५३।।

”شِروتيِ وِپرَتيِ پَنا تي يَدا سِٿاسِيتيِ نشچلا
سماڌا وَچِلا بُڌيِمِتتَدا يوگموا پِسيَسيِ “ (۵۳)

انيڪ پرڪار جي ويد وچنن کي ٻڌي منجهيل، اُلجهيل تنهنجي بُڌِي جڏهن پرماتم سِوَروپ ۾ شانت ٿي اچل، استٿ ٿهري ويندي، تڏهن تون سمانتا واري يوڳ کي حاصل

ڪندين. پورڻ سَمَ اسٿتي کي پراپت ڪندي، جنهن کي ’بنا دوش‘ پرم پد چئجي ٿو. اهائي يوگ جي وصف آهي، وياکيا آهي ۽ اهائي اڻ پراپت ٿيل جي پراپتي آهي. ويدن مان تہ سکيا ئي ملي ٿي، پر شري ڪرشن چون ٿا ’شُرتي وِپرَتي پَنا‘‘ شُرتين جا انيڪ سڌانتن کي ٻڌڻ سان ٻڌي اُلجهي ٿي وڃي. سڌانت تہ گهڻيئي ٻڌاسين، ليڪن جو ٻڌڻ لائق آهي، لوڪ اُن کان دور ئي رهن ٿا.

هيءَ اُلجهيل ٻُڌي جنهن وقت سماڌيءَ ۾ اسٿت ٿي ويندي، تڏهن تون يوگ جي معنيٰ کي سمجهندين، ۽ امر پد کي پراپت ڪندين. ان تي ارجن جو اُتساهہ سياويڪ هو تہ هو مهاپرش ڪيئن ٿيندا آهن جي بنا دوش پرم پد ۾ اسٿت آهن. سماڌيءَ ۾ جن جي ٻُڌي اسٿت آهي؟ هن سوال ڪيو.

**ارجن اُواچ**

**’’اِستِٿپرِگيہ ڪا ڀاشا سَماڌِيسِتَسيہ ڪيشو**
**اِستِٿڌِي ڪِم پرَ ڀاشيت ڪِماسِيَت ورَجيت ڪِمِ (۵۴)**

**अर्जुन उवाच**

**स्थितप्रज्ञस्य का भाषा समाधिस्थस्य केशव।**
**स्थितधी: किं प्रभाषेत किमासीत व्रजेत किम्।।५४।।**

’’سماڌييتي چِتِم يَسِمِن سَ آتما ايوَ سماڌهہ‘‘

جنهن ۾ چت جو سماڌان، (سڀ شڪ دور ڪرڻ) ڪيو وڃي، اُها آتما ئي سماڌي آهي. انادي تَتوَ ۾ جو سمان ڀاوَ کي پراپت ڪري وڃي، اُن کي سماڌي ۾ اسٿت ٿيل چوندا آهن. ارجن پڇيو- ڪيشوَ! سماڌي ۾ اسٿت ٿيل استر ٻُڌيءَ وارن مهان پرشن جا ڪهڙا لڪشڻ (نشانيون) آهن. اسٿت پرگيہ پرش ڪيئن ڳالهائيندو آهي؟ هو ڪيئن وهندو آهي؟ ڪيئن هلندو آهي؟ چار سوال ارجن ڪيا. ان تي ڀڳوان شري ڪرشن

اسٿت پرگيہ جا لڪشڻ ٻڌائيندي چيو-

श्रीभगवानुवाच
प्रजहाति यदा कामान्सर्वान्पार्थ मनोगतान्।
आत्मन्येवात्मना तुष्टः स्थितप्रज्ञस्तदोच्यते ।।५५।।

شري ڀڳوان اُواچ
”پرَجَهاتِي يدا ڪامانِسَر وانپارِٿ مَنوگَتانِ
آتَمَنيِيواتِمَنا تُشِٽَهہ اِسٿِتَپِرَ گِيَسِتَدو چِيَتي (۵۵)

پارٿ! جڏهن من ۾ اسٿت سڀني ڪامنائن کي تياڳي ٿو، تڏهن هو آتما سان ئي آتما ۾ سنتشٽ ٿيل استر ٻُڌيءَ وارو چيو ويندو آهي. ڪامنائن جي تياڳ سان ئي آتما جو درشن، جاچ ٿيندي آهي. اهڙو آتمارام آتم ترپت مهاپرش ئي اِسٿِتپِرَگيہ آهي.

दुःखेष्वनुद्विग्नमनाः सुखेषु विगतस्पृहः। .
वीतरागभयक्रोधः स्थितधीर्मुनिरुच्यते ।।५६।।

”دُکيِشوَنوُ دِوَگِنَمَنا سُکيشوُ وِگَتَسِپِرِهَہ
وِيتراگَيَيَڪِروڌَهہ اِسٿِتڌِيرِ مُنيرُ چِيَتي “ (۵٦)

ديهہ، ديو ۽ سنساري دکن ۾ جنهنجو من ڀٽڪي نٿو، منجهي نٿو، سکن جي پراپتيءَ ۾ جنهنجي رُچي دور ٿي ويئي آهي ۽ جنهن جو راڳ، ڀئہ ۽ ڪروڌ نشٽ ٿي ويو آهي، منن، ويچار جي مٿئين درجي تي پهتل مُني اِسٿِتَپِرَگِيَہ چيو وڃي ٿو. هن جون ٻيون خاصيتون ٻڌائي ٿو.

यः सर्वत्रानभिस्नेहस्तत्तत्प्राप्य शुभाशुभम्।
नाभिनन्दति न द्वेषि तस्य प्रज्ञा प्रतिष्ठिता ।।५७।।

”يَهہ سَروَترانيِبِسنيهَسِتَتَتپِراپيہ شُيا شيَمِ
نابِي نَنِدَتي نہ دِويشِتي تَسِيہ پِرَگيا پِرَتِشِٽنا (۵٧)

جو پرش سڀني پاسي بنا سنيهہ ٿي شڀ يا اشڀ کي حاصل

ڪري بہ پرسن رهي ٿو ۽ نہ ڪنهن سان وير رکي ٿو. اُنجي ٻُڌي اِسٿر شيِ اُهو آهي جيڪا پرماتم سروپ ۾ لڳائي ٿو. اشيِ اُها آهي، جا پرڪرتي طرف گهيلي وٺي وڃي. پر اِستِتَپرَگيہ نہ وٽندڙ حالتن ۾ خوش ٿئي ٿو ۽ نہ ئي وٽندڙ حالتن سان وير رکي ٿو، ڇاڪاڻ تہ پراپت ٿيڻ لائق وستو نہ هن کان الڳہ آهي ۽ نہ خراب ڪرڻ وارا وڪار ئي هن جي لاءِ آهن مطلب هاڻي ساڌن سان هنجو ڪوئي واسطو ئي نہ رهيو. اهڙو اِنسان اِستِتَپرگيہ چيو ويندو آهي.

यदा संहरते जायं कूर्मोऽङ्गानीव सर्वशः।
इन्द्रियाणीन्द्रियार्थेभ्यस्तस्य प्रज्ञा प्रतिष्ठिता।।५८।।

'يدا سَنهَرَتي چايَمِ ڪوُرِ مو ڱانيوَ سَرِوشَهَ
اِندِرِ ياڻي اِندِرِيارِٿي ڀيَسِتَسِيہ پرَگيا پرَتِشِٺِتا (٥٨)

جهڙي طرح ڪڇئون پنهنجي انگن کي سميٽي وٺندو آهي. ٺيڪ اهڙي طرح هيءُ پرش جڏهن سڀني پاسي کان پنهنجي اندرين کي سميٽي ڇڏيندو آهي، تڏهن هنجي ٻُڌي پڪي ٿيندي آهي. خطرو ڏسي ئي ڪڇئون جهڙي طرح پنهنجو سِرَ ۽ پيرن کي سميٽي وٺندو آهي، ٺيڪ اهڙي طرح جو پرش وشين ۾ گهمندڙ اندرين کي سڀ پاسي کان سميٽي هرديہ- ديش ۾ پڪو جهليندو آهي، ان وقت ۾ ان پرش جي ٻُڌي پڪي هوندي آهي، پر هيءُ تہ هڪ درشٽانت ماتر آهي. خطري جو احساس مٽجندي ئي ڪڇئون تہ پنهنجي انگن کي وري ڦهلائي ڇڏيندو آهي، ڇا ان پرڪار استتپرگيہ مهاپرش بہ وشين پدارٿن ۾ رس وٺڻ لڳندو آهي؟ ان تي چون ٿا-

विषया विनिवर्तन्ते निरायारस्य देहिनः।
रसवर्जं रसोऽप्यस्य परं दृष्ट्वा निवर्तते।।५९।।

''وِشيا وِنيِورتنتي نِراهارَسِيہ ديهِنَهَ

## رَسَوَرجَمِ رسوپيَسِيَہ پَرَمِ دِرِشٽوا نِوَرِتَتي (۵۹)

اندرين دواران سنساري وشين کي نہ گرهڻ ڪرڻ وارا پرشن جا وشيہ نِوِرِتِ ٿي ويندا آهن چوتہ هو گرهڻ ئي نٿا ڪن پر اُنهنجو موهہ نٿو نورت ٿئي، آسڪتي لڳي رهندي آهي. سيني وشين کان سميٽڻ وارا نشڪامي جو راڳہ موهہ پيار بہ ’پَرَمِ دِرِشٽوا‘ پرم تتوَ پرماتما جو ساڪياتڪار ڪري نورت ٿي ويندو آهي.

مهاپرش ڪڇئوءَ وانگر پنهنجي اندرين کي وشين ۾ نٿا ڦهلائين. هڪ ڀيري جڏهن اندريون سميٽجي ويون تہ سنسڪار ئي مٽجي ٿا وڃن، وري هو نٿا نڪرن، ظاهر ٿين. نشڪام ڪرم يوگہ جي وهنوار دواران پرماتما جو ساڪيات درشن سان گڏ ان پرش جو وشيہ پدارٿن سان چاهہ بہ نورت ٿي وڃي ٿو. گهڻو ڪري چنتن جي راهہ ۾ هٺ ڪن ٿا. هٺ سان اندرين کي روڪي هو وشيہ پدارٿن کان تہ آجا ٿي وڃن ٿا. پر من ۾ اُنهنجو چنتن، چاهہ لڳو ئو رهي. هيءَ آسڪتي ’پَرَمَ دِرِشٽوا‘ پرماتما جو ساڪياتڪار ڪرڻ کانپوءِ نورت ٿئي ٿي، ان ۾ دير ڪونهي.

پوجيہ مهاراج جي هن سنبنڌ ۾ پنهنجي هڪ گهٽنا ٻڌائيندا هئا. گهر ڇڏڻ کانپوءِ اُنهن کي ٽي ڀيرا آڪاشواڻيون ٿيون هيون. اسان پڇيو ’مهاراج جيِ! توهان کي آڪاشواڻي ڇو ٿي؟ اسان ماڻهن کي تہ ڪونہ ٿي.‘ تڏهن ان تي مهاراج جي چيو- ’هوا ئيِ شنڪا موهوُمِ ڪي يَئيِ رهيِ‘ مطلب اها شنڪا مونکي بہ ٿي هئي. تڏهن انيوَ ۾ آيو تہ مان ستن جنمن کان لڳاتار ساڌو آهيان. چار جنم تہ صرف ساڌُن جهڙو ويسُ بڻايو، تلڪ لڳايو، ڪٿي ڀڀوتي لڳائي، ڪٿي ڪرمنڊل ڪٽي گهمي رهيو هوس. يوگہ ڪِريا جي ڄاڻ ڪانہ هئي. ليڪن گذريل، ٽن جنمن کان سنو پوتر ساڌو آهيان جهڙو ٿيڻ کپي.

مون ۾ يوگہ ڪِريا جاڳرت ٿي. اڳئين جنم ۾ پار ٿيڻ لڳو هوس، نورتي ٿي چڪي هئي؛ پر ہ اِڇائون رهجي ويون هيون. هڪ استري ۽ ٻي گانجو. انترمن ۾ اڇائون هيون، پر ٻاهران اسان شرير کي درڍ رکيو. من ۾ واسنا لڳل هئي انڪري جنم وٺڻو پيو. جنم وٺندي ئي پڳوان ٿوري وقت ۾ ئي سڀ ڏيکاريو. ٻڌايو، نورتي ڏيئي ڇڏيائين ڇوتڪارو ڏيئي ڇڏيائين. ہ ٽي جهٽڪا ڏنائين ۽ ساڌو بڻائي ڇڏيو.

ٺيڪ اهڙي ڳالهہ شري ڪرشن چون ٿا تہ اندرين دواران وشين کي نہ گرهڻ ڪرڻ واري پرش جا ٻہ وشيہ نورت ٿي وڃن ٿا، پر ساڌنا دواران پرم پرش پرماتما جو ساڪياتڪار ڪرڻ سان هو وشين جي راگہ چاهہ کان ٻہ نورت ٿي وڃي ٿو. هاڻي جيستائين ساڪياتڪار نہ ٿئي، ڪرم ڪرڻو آهي.

**उर कछु प्रथम बासना रही। प्रभु पद प्रीति सरित सो बही।।**
**(रामचरितमानस, ५/४८/६)**

اندرين کي وشين کان سميٽڻ ڏکيو آهي. ان تي روشني وجهن ٿا.

**यततो ह्यपि कौन्तेय पुरुषस्य विपश्चितः।**
**इन्द्रियाणि प्रमाथीनि हरन्ति प्रसभं मनः।।६०।।**

’يَتَتو هِيَپي ڪؤنِتييہ پُروشَسِيہ وِپِشِڇِتَهہ
اِندِرِياڻي پرماٿِيني هَرَنِتي پِرَ سَڀَم مَنَهہ (٦٠)

ڪؤنتييہ! ڪوشش ڪرڻ واري سياڻي سمجهو پرش جون مليل اندريون هن جي من کي يڪدم گهيري وڃن ٿيون، منجهائي ٿيون ڇڏين! تنهنڪري

**तानि सर्वाणि संयम्य युक्त आसीत् मत्परः।**
**वशे हि यस्येन्द्रियाणी तस्य प्रज्ञा प्रतिष्ठिता।।६१।।**

’’تاني سَرِ واڻي سَنيَمِيہ يُڪِتَ آسيِتَ مَتِپَرَهہ

وَشي هيِ يسييندِرَياڻيِ تَسيَہ پرَگيا پرَ تِشٺا (٦١)

انهن سيني اندرين تي ظابطو رکي يوگ ۾ لڳل ۽ سمپورڻ، پوري طرح منهنجو آسرو هجي، ڇاڪاڻ تہ جنهن پرش جون اندريون وس ۾ هونديون آهن، اُنجي ٻُڌيِ اسٿت آهي، هتي يوگ يشور شري ڪرشن ساڌن سان روڪيل شرير سان گڏ هنجي گ هربل، جيڪي ڪرڻ لائق هجي اُن پهلوءَ تي زور ڏين ٿا. صرف ظابطي ڪرڻ ۽ روڪڻ سان اندريون وس ۾ نٿيون اچن. اهو سڀ ڪرڻ سان گڏ اشٿ، پرماتما چنتن ضروري آهي. پرماتما جو چنتن نہ هوندو تہ وشين جو چنتن ٿيندو، جنهنجو نتيجو شري ڪرشن جي شبدن ۾ ڏسون.

ध्यायतो विषयान्पुंस: सङ्गस्तेषूपजायते।
सङ्गात्सञ्जायते काम: कामात्क्रोधोऽभिजायते।।६२।।

’ڌِيايَتو وشَيَنپُنسَهہ سَنگسِتيشوُ پجايَتي
سنگاتِسَنجايَتي ڪامَهہ ڪاماتِڪروڌو يِيِ جايَتي (٦٢)

وشين جو چنتن ڪرڻ واري پرش جي اُنهن وشين ۾ آسڪتي، موهہ ٿي ويندو آهي. آسڪتي مان ڪامنا اُتپن ٿئي ٿي. ڪامنا پوري ڪرڻ ۾ رڪاوٽ اچڻ سان ڪروڌ اتپن ٿئي ٿو. ڪروڌ ڪنهنکي جنم ٿو ڏئي؟

क्रोधाद्भवति सम्मोह: सम्मोहात्स्मृतिविभ्रम:।
स्मृतिभ्रंशाद् बुद्धिनाशो बुद्धिनाशात्प्रणश्यति।।६३।।

’ڪروڌادِ ڀَوَتيِ سَمموهَہ سَمِهوهاتِسمرِتيِ وِڀِرَمَهہ
سِمرِ تيڀرَنِشادِ بڌِيناشو، بڌِينا شاتِپرَڻَشيَتيِ (٦٣)

ڪروڌ سان گهٽي موڙهتا مطلب اوويڪ اُتپن ٿيندو آهي ۽ نتيہ اَنِتيَہ وستوءَ جو ويچار نٿو رهي. اوويڪ سان سمرڻ شڪتي (يادگيري) ناس ٿي وڃي ٿي (جيئن ارجن کي ٿيو آهي- ’يِرَ مَتيِوَ چَ مي مَنَهہ‘ (٣٠-١) گيتا پوري ٿيڻ تي هن چيو نِشٽوموهَہ:

سِمرِ تيرِ لَبِڌا (٧٣-١٨) ڇا ڪريان، ڇا نہ ڪريان. ان جو نِرنئہ نٿي ٿيو) سمرتي ڀرم ۾ اچڻ سان يوگہ سان ڀريل ٻُڌي ناس ٿي وڃي ٿي ۽ ٻڌي ناس ٿيڻ سان هي پرش پنهنجي پوتر ساڌن کان پري ٿي ٿو وڃي.

هتي شري ڪرشن زور ڏنو آهي تہ وشين جو چنتن نہ ڪرڻ گهرجي. ساڌڪ کي نالي، روپ، ليلا ۽ ڌام ۾ ئي ڪٿي لڳو رهڻ گهرجي. ڇو ته ان کي ڏرو چڏڻ سان من وشين ۾ ويندو. وشين جي چنتن سان آسڪتي، موهہ ٿي ويندو آهي. آسڪتي، موهہ سان ان وشيہ جي ڪامنا ساڌڪ جي اندرئين من ۾ ٿيڻ لڳي ٿي. ڪامنا جي پورتيءَ ۾ رڪاوٽ اچڻ سان ڪروڌ، ڪروڌ کان اوويڪ، اوويڪ سان سمرتي ڀرم ۽ سمرتي جي ڀرم سان ٻڌي نشٽ ٿي وڃي ٿي. نشڪام ڪرم کي ئي ٻُڌي يوگہ چيو ويو آهي، سريشٽ ٻُڌيءَ جي تهہ ۾ ويچار رکڻ گهرجي تہ ڪامنائون نہ اچن، ڦل آهيئي ڪونہ، ڪامنا اچڻ سان ٻُڌي يوگہ جي سريشنٽتا ناس ٿئي ٿي. ’ساڌن ڪَرِيہ وچارهِين من شڌ هوءِ تهين تئسي‘ (ونيہ پٽريڪا، پد سنکيا) (٣-١١٥) ويچار ضروري آهي. ويچار کان سچو پرش- آتم ساڌن کان ڪري پوي ٿو. ساڌنا جي مالها ٽٽي پوي ٿي، سڀ نشٽ نٿو ٿئي. يوڳڻ ڪانپوءِ ساڌنا اُتان ئي وري شروع ٿئي ٿي، جتي ڇڏي آهي، جتي ٽُٽي آهي.

هيءَ تہ وشين ۾ ڦاٿل ساڌڪ جي حالت آهي. سواڌين انتهڪرڻ وارو ساڌڪ ڪنهن طرح پرمگتي کي پراپت ڪري ٿو؟ ان تي شري ڪرشن چون ٿا:-

रागद्वेषवियुक्तैस्तु विषयानिन्द्रियैश्चरन्।
आत्मवश्यैर्विधेयात्मा प्रसादमधिगच्छति ।।६४।।

’راگہدويشَوِ يُڪتئيسِتوُ وِشَيانِنِدرِيَئيشَچرَنِ

آتِمَوَ شَبيرِ وِڌيياتما پِرَساد مَڌيگڇتي (٦۴)

آتما جي وِڌيءَ کي پراپت جن پرماتما جو ساڪيات ڪيل مهاپرش راڳ- دويش کان رهت وس ۾ ڪيل پنهنجي اندرين دواران 'وِشَيانِ چَرَ نِہ' وشين ۾ گهمندي بہ 'پِرساد مَڌيگڇتي' انتهڪرڻ جي نرملتا کي حاصل ڪري ٿو. هو پنهنجي پاوَ درشٽي ۾ رهندو آهي. مهاپرش لاءِ وڌيءَ سان ڪرڻ يا نہ ڪرڻ نٿو رهي. ان جي لاءِ ڪٿي بہ اپوتر، اشڀ نٿو رهي، جنهن کان هو بچاءُ ڪري يا ان جي لاءِ ڪوئي شڀ باقي نٿو رهي، جنهنجي هو ڪامنا ڪري.

प्रसादे सर्वदु:खानां हानिरस्योपजायते।
प्रसन्नचेतसो ह्याशु बुद्धि: पर्यवतिष्ठते।।६५।।

'پِرَسادي سَروَ دُکانامِ هانيرَسِيو پَجايتي
پِرَسَنَ چيتَسو هِياشوُ بُڌي هَہ پَريوَتِشٽتي (٦٥)

ڀڳوان جو پورڻ ڪرپا پرساد 'ڀڳوتا' سان مليل هئڻ تي هنجي سمپورڻ دکن جو اياوَ ٿي ويندو آهي، 'دُکالَيمِ اَشاشِوتَمِ' گيتا ٨- ١٥) سنسار جو بہ اياءُ (نہ هئڻ) ٿي ويندو آهي ۽ ان پرسن چت واري پرش جي بڌي جلد ئي تمام سني طرح استر ٿي ويندي آهي. پر جيڪو يوگہ سان مليل ڪونهي. ان جي حالت تي ٿا پرڪاش وجهن.

नास्ति बुद्धिरयुक्तस्य न चायुक्तस्य भावना।
न चाभावयत: शान्तिरशान्तस्य कुत: सुखम्।।६६।।

'ناستِي بڌيرَ يُڪتَسيَہ نَہ چايُڪتَسيَہ ياونا
نہ چاياوَيَتَهَہ شانِتيرَ شانِتسيہ ڪُتَهَہ سُکَمِ (٦٦)

يوگہ ساڌنا کان رهت پرش جي انتهڪرڻ ۾ نشڪام ڪرم واري بُڌي نٿي ٿئي. اُن يوگہ سان نہ مليل هئڻ جي ڪري انتهڪرڻ ۾ ياءُ بہ نہ هوندو آهي. ياونا بنا پرش کي شانتي ڪٿي

آهي ۽ اشانت پرش کي سک ڪٿي؟ يوگ ڪِريا ڪرڻ سان ڪجهہ ڏسڻ ۾ اچڻ سان بہ پاو بڻجندو آهي. ’جاني بِنِ نہ هوءِ پَرِتيتي‘ (مانس ٧-٨٨ ڪہ ٧) پاونا بنا شانتي نٿي ملي ۽ شانتي رهت پرش کي سک معنيٰ اوچو، سناتن نٿو ٿئي.

इन्द्रियाणां हि चरतां यन्मनोऽनुविधीयते।
तसदस्य हरति प्रज्ञां वायुर्नावमिवाम्भसि।।६७।।

’اِندرِ ياڻاٖمِ هي چَرَتاٖمِ يَنمنو نُوڌييتي
تَدَسِيہ هَرَتي پِرَگيام وايوُرِنا وَمِوامِڀِسي (٦٧)

پاڻيءَ ۾ ٻيڙيءَ کي جنهن طرح هوا اُڏائي ڪناري ڪان پري ڪري ڇڏيندي آهي، ٺيڪ ائين ئي وشين ۾ وچرڻ ڪندڙ اندرين ۾ جهڙي طرح اندريءَ سان من رهي ٿو، اها هڪ ئي اندري ان بنا يوگ واري پرش جي ٻُڌيءَ کي ڪسي وٺندي آهي. هاڻي يوگ جو آچرڻ ڪرڻ ضروري آهي. ڪرياتمڪ آچرڻ تي شري ڪرشن زور ڏئي ٿو.

तस्माद्यस्य महाबाहो निगृहीतानि सर्वशः।
इन्द्रियाणीन्द्रियार्थेभ्यस्तस्य प्रज्ञा प्रतिष्ठिता।।६८।।

’تَسمادِيَسِيَہ مهاباهو نِگِرهِيتاني سَرِوَشَهہ
اندرياڻينِدرِ يارِتي پِيَسِتَسِيَہ پِرَگيا پِرَتِشٺتا (٦٨)

ان سان هي مهاباهو! جنهن پرش جون اندريون اندِرِين جي وشين سان سدائين وس ۾ ڪيل هونديون آهن، اُنجي ٻُڌي استر معنيٰ پڪي ٿيندي آهي، ’باهوُ‘ ڪاريہ ڪيتر جي نشاني آهي. ڀڳوان مهاباهو ايوَمِ آجانوباهوُ چيا وڃن ٿا. هو بنا هٿن پيرن جي سڀ ڪم ڪندا آهن. اُن ۾ جو داخل ٿئي ٿو يا جو اُن ڀڳوتا طرف لاڙو رکي ٿو اُهو بہ مهاباهو آهي. شري ڪرشن ۽ ارجن ٻنهي کي مهاباهو چيو ويو آهي.

**या निशा सर्वभूतानां तस्यां जागर्ति संयमी।**
**यस्यां जाग्रति भूतानि सा निशा पश्यतो मुने: ।।६९।।**

**يا نِشا سَروَ ڀوُتانام تَسِيام جاگرتيِ سَنيَميِ**
**يَسِيامِ جاگرتيِ ڀوُتانيِ سانِشا پَشِيَتو مُنيهَ (٦٩)**

سڀني لوڪن جي لاءِ هو پرماتما رات وانگر آهي ڇاڪاڻ تہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، نہ ويچار جو ڪم ٿو ڪري ان ڪري رات صاف درشتمان آهي. اُن رات ۾ پرماتما سان پريم ڪندڙ پرش ڇڱيءَ طرح ڏسن ٿا، هلن ٿا، جاڳن ٿا ڇو جو اهوئي هننجو فعلو آهي. يوگي اندرين دواران ان ۾ پرويش ڪن ٿا، اُنهنکي داخلا ملي ٿي وڃي. جن ناسوان سنساري سکن- ڀوڳن جي لاءِ سڀ پراڻي رات ڏينهن محنت ڪن ٿا، يوگيءَ لاءِ اهائي رات آهي.

**रमा विलासु राम अनुरागी। तजत बमन जिमि जन बड़भागी।।**
**(रामचतितमानस, २/३२३/८)**

**”رما ولاسُ رام انوراگي اتجَت بَمَن جمِ جَن وڏياڳي“**
**(رام چرتمانس ٢، ٣٢٣، ٨)**

جيڪي يوگي پرمارٿي- پٿ ۾ هميشه سجاڳ ۽ سنساري ڀوڳن کان هميشه اڻ ڇهيا رهندا آهن. اُهيئي اُن پرماتما ۾ داخلا پائين ٿا. هو رهي تہ سنسار ۾ ئي ٿو، پر سنسار جو اُن تي ڪوبہ اثر نٿو پوي. مهاپرش جي ان رهڻيءَ جو چٽر ڏسو-

**आपूर्यमाणमचलप्रतिष्ठं**
**समुद्रमाप: प्रविशन्ति यद्वत्।**
**तद्वत्कामा यं प्रविशन्ति सर्वे**
**स शान्तिमाप्नोति न कामकामी।।७०।।**

**’آپوُرِيماڻمَچل پرَتِشٺِم،**
**سَمُدِرَماپَهَ پرَوِشنتيِ يَدِوَتِ ।**

تَدِوِتِڪاما يَمِ پرَوِشَنِتي سَرِوي،
سَ شانتِيماپنوتِي نَ ڪام ڪامِي ا (٧٠)

جيئن سڀ پاسي کان پريپورڻ اچل پرتشناواري سمندر ۾ ندين جو جل اُن کي چلائمان نہ ڪندي بہ وڏي رفتار سان اُن ۾ سمائجي ويندو آهي.

نيڪ اهڙي طرح پرماتما ۾ استت، استت پرگيہ پرش ۾ سمپورڻ ڀوڳہ وڪار اُتپن ڪرڻ بنا سمائجي ويندا آهن. اهڙو پرش پرم شانتيءَ کي پراپت ڪري ٿو، نہ ڪِ ڀوڳن جي چاهنا رکڻ وارو.

ڀينڪر رفتار سان وهڻ واريون هزارين ندين جي قطار فصل کي نشٽ ڪندي، هٽيائون ڪنديون، نگرن کي ٻوڙيندي، هاهاڪار مچائيندي تکي رفتار سان سمنڊ ۾ ڪرن ٿيون، پر سمنڊ کي نہ هڪ انچ مٿي اُٿيل ڏسون ٿا ۽ نہ ڪريل ئي ڏسون ٿا بلڪ اُن ۾ ئي سمائجي وڃي ٿو. نيڪ اهڙي پرڪار استتپرگيہ مهاپرش ڏانهن سمپورڻ ڀوڳہ ايتري ئي رفتار سان اچن ٿا، پر سمائجي وڃن ٿا. اُنهن مهاپرشن ۾ نہ شڀ سنسڪار وجهي سگهن ٿا ۽ نہ اشڀ. يوگيءَ جا ڪرم اَشڪل ۽ اڪرشڻ ٿيندا آهن. چاڪاڻ تہ جنهن چت تي سنسڪار پوندا آهن، اهو جهلجي ويو ۽ ملي ويو. ان سان گڏ ئي ڀڳوتا جي استتي اچي ويئي. هاڻي سنسڪار پون بہ تہ ڪٿي؟ هن هڪ ئي سلوڪ ۾ شري ڪرشن ارجن جي ڪيترن سوالن جو سماڌان ڪري ڇڏيو. هنجي اچا هئي تہ استتپرگيہ مهاپرش جا لڪشڻ، نشانيون ڪهڙيون آهن؟ هو ڪيئن ٿو ڳالهائي، ڪيئن ٿو وهي، ڪيئن ٿو هلي؟ شري ڪرشن هڪ اکر ۾ جواب ڏنو تہ هو سمنڊ وانگر ٿيندا آهن. اُنهن جي لاءِ وِڌِي يا نشيڌ نہ ٿيندو آهي، اُنهن لاءِ ڪوبہ بنڌن نہ ٿيندو آهي تہ هيئن وهي، هيئن

هلي. اُهيئي پرم شانتي پائين ٿا، ڇاڪاڻ تہ هو سنيمي آهن. يوڳہ جي ڪامنا وارا شانتي نٿا پائين. ان تي وري چون ٿا.

**विहाय कामान्य: सर्वान्पुमांश्चरति नि:स्पृह:।**
**निर्ममो निरहङ्कार: स शान्तिमधिगच्छति।।७१।।**

’وِهايہ ڪامانِيَہ سَروانِپما مِشچرتيِ نِسپِرِهَمَ
نِرِمَمو نِرِهنڪارهہ سَ شانتِمَڌيِ گَڇتيِ (٧١)

جيڪو پرش سيني ڪامنائن جو سمپورڻ موهہ کي تياڳي ’نِرمَمَهہ‘ مان ۽ منهنجي جي ڀاوَ ۽ اهنڪار ۽ تمنا کان رهت ورتاءُ ڪري ٿو، هو اُن پرم شانتيءَ کي پراپت ڪري ٿو، جنهن کانپوءِ ڪجهہ بہ وڌيڪ پائڻ لاءِ باقي نٿو رهي.

**एषा ब्राह्मी स्थिति: पार्थ नैनां प्राप्य विमुह्यति।**
**स्थित्वास्यामन्तकालेऽपि ब्रह्मनिर्वाणमृच्छति।।७२।।**

’ايشا بِراهَمِي اِسٿِتي پارِٿ نئَينام پراپيہ وِمُهِيَتي
اِسٿِتواسِيا مَنتَڪالي- پيِ بِرَهَمَنِوارَڻَمِرِڇَتيِ (٧٢)

پارِٿ ! مٿي ٻڌايل اسٿتي برهم پراپت ڪيل پرش جي اِسٿتي آهي. سمنڊ وانگر مهاپرشن ۾ وشيہ ندين وانگر سمائجي ويندا آهن. هو پورڻ سنيمي ۽ پرماتما جو ساڪيات درشن ڪرڻ وارا آهن. رڳو اَهِم برهماسِمِيِ‘ پڙهڻ ۽ رٽڻ سان هيءَ اسٿتي نٿي ملي. ساڌنا ڪري ئي هن برهم اسٿتيءَ کي پايو ويندو آهي. اهڙا مهاپرش برهم نشنٽا ۾ اسٿت رهندي شرير جي انتڪال ۾ بہ برهمانند کي پراپت ٿين ٿا.

تاتپرج:- گهڻو ڪري گهڻا ماڻهو چوندا آهن تہ ٻئين اڌياءَ ۾ گيتا پوري ٿي ويئي، پر فقط ڪرم جو نالو وٺڻ سان ڪرم پورو ٿي ويندو هجي، تڏهن تہ گيتا جو پورو ٿيڻ مڃي سگهجي ٿو. هن اڌياءَ ۾ يوگيشور ڪرشن اِهوئي ٻڌايو آهي تہ- ارجن! نشڪام ڪرم جي باري ۾ ٻڌ، جنهن کي ٻُڌي تون سنسار-

ٻنڌن کان ڇٽي ويندين. ڪرم ڪرڻ تي تنهنجو اڌڪار آهي، ڦل تي اصل نہ. ڪرم ڪرڻ ۾ تنهنجي اشرڌا بہ نہ هجي. هميشه ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي وڃ. هن جي نتيجي ۾ تون 'پَرَمَ دِرِشِٽِوا' (٥٩-٢) پرم پرش جو درشن ڪري استتپرَگيہ بڻجندين، پرم شانتي پائيندين، پر اِهو بہ ٻڌايو آهي تہ 'ڪرم' آهي ڇا؟

هيءُ سانکيہ يوگہ نالي اڌياءُ ڪونهي. هيءَ شاسترڪار جي نالي تي نہ آهي، اڻ پڙهيل ٽيڪاڪارن جي دين آهي. هو پنهنجي ٻُڌيءَ انوسار ئي گرهڻ ڪن تہ اُن ۾ عجب ڪهڙو آهي؟

هن اڌياءَ ۾ ڪرم جو ڪرڻ، ان جي ڪرڻ ۾ ورتل ساوڌاني ۽ استتپرگيہ جا لڪشڻ ٻڌائي شري ڪرشن ارجن جي من ۾ ڪرم جي لاءِ اُتڪنٺا جاڳرت ڪئي آهي، هن کي سوال ڏنا آهن.

آتما پوتر آهي، سناتن آهي. ان کي ڄاڻي تتوَ درشي بڻجو. هنجي پراپتي جا بہ ساڌن آهن. گيان يوگہ ۽ نشڪام ڪرم يوگہ. پنهنجي شڪتي کي سمجهي، هاڃي لاڀ جو ڀاڱيهي نرنئہِ وٺي ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ نشڪام ڪرم يوگہ يا ڀڳتي مارگہ آهي. گوسوامي تلسيداس ٻنهي جو چترڻ هن پرڪار ڪيو آهي.

**मोरे प्रौढ़ तनय सम ग्यानी।**
**बालक सुत सम दास अमानी।।**
**जनहि मोर बल निजबल ताही।**
**दुहु कहँ काम क्रोध रिपु आही।।**
**(रामचरितमानस, ३/४२/८-९)**

'موري پرَئوڙهہ تَنَيہ سَمَ گياني ا
بالڪ سُتَ سَمَ داس اَماني اا

**جَنَهِہ موربَلَ نِجَبَلَ تاهي ।**
**دُهُہ کَهَنہ ڪام ڪِروڌ رِپُ آهِي ।।**
**(رام چَرِتمانس،** 9-8/42/3)

منهنجا ٻن پرڪارن جا ڀڄن ڪرڻ وارا آهن. هڪ گيان مارگي- ٻيون ڀڳتي مارگہ. نشڪام ڪرم مارگي يا ڀڳتي مارگ ي شرناگت ٿي منهنجو سهارو وٺي هلي ٿو، گيان يوگي پنهنجي شڪتي سامهون رکي پنهنجي هاڃي لاڀ جو ويچار ڪري پنهنجي پروسي هلندو آهي، جڏهن تہ ٻنهي جا دشمن هڪ ئي آهي. گيان مارگيءَ کي ڪام ڪروڌ وغيره تي جيت پائڻي آهي ۽ نشڪام ڪرم يوگيءَ کي بہ انهن سان يڌ ڪرڻي آهي. ڪامنائن جو تياڳہ ٻنهي کي ڪرڻو آهي ۽ ٻنهي مارگ ن ۾ ڪرڻ وارو ڪرم بہ هڪ ئي آهي. 'هن ڪرم جي ڪرڻ سان پرم پراپتيءَ کي پراپت ٿي ويندو.' پر اهو ڪونہ ٻڌايو تہ ڪرم آهي ڇا؟ هاڻي توهان جي سامهون 'ڪرم' هڪ سوال آهي. ارجن جي من ۾ بہ ڪرم لاءِ جڳياسا ٿي. ٽئين اڌياءَ جي شروع ۾ ئي هن ڪرم جي باري ۾ سوال ظاهر ڪيو آهي، ورٽن ڪيو آهي. هاڻي

اوم تَتسَدِتي شريمد ڀَڳودي تاسوُپَنِشَتِسوُ برهم وِديايام يوگہ شاستري شري ڪرشنارجن سَموادي 'ڪَرِمَ جِڳياسا' نامَ دِوَتييوڌيايَهہ

ان پرڪار شريمَدِ ڀَڳوَدِ گيتا روپي اُپَنِشَدِ ايوَمِ برَهمِ وديا تٿا يوگہ شاسترَ اڌياءُ پورو ٿيو.

اِتي شِريمَتپَرمَهَنِسَ پَرمانندسِيہ شِشِيَسوامي اَڙگَڙانَندَ ڪِرتي شِريمدِ ڀَڳودَ دِوَتييا 'يٿارٿ گيتا' ڀاشيي 'ڪَرِمِ جِگياسا' نام دِوَتيتو ڌيايَهہ (٢)

**।। هري اوم تَتِ سَتِ ।।**

## ॥ شري پَرِماتِمني نَمَهہ ॥

## اَٿ تِرِتييو ڌِيايَهہ

اڌياءَ ٻئين ۾ ڀڳوان شري ڪرشن ٻڌايو تہ هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ گيان مارگہ جي باري ۾ چئي ويئي آهي. ڪهڙي ٻُڌي؟ اِهائي تہ يڌ ڪر. جيتيندين تہ اُتم پد ۾ استٿي پراپت ڪندين ۽ هارائيندين تہ ديوتاپڻو آهي، ڪجهہ ملندو ئي آهي. هاڻي اُنهي درشٽيءَ سان لاڀ ۽ هاڃي ٻنهي ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ملندو ئي آهي، ڪڏهن بہ نقصان ڪونہ آهي. وري چيائون- هاڻي تون اُنکي نشڪام ڪرم يوگہ جي باري ۾ ٻُڌ، جنهن ٻُڌيءَ ۾ تون پربل ٿي تون ڪرمن جي ٻنڌن کان چڱيءَ طرح ڇٽي ويندين. پوءِ انهن جي خاصيتن تي روشني وڌي. ڪرم ڪرڻ وقت ضروري ساوڌانين تي زور ڏنو تہ ڦل جي واسنا وارو نہ هجي، ڪامنائن کان رهت ٿي ڪرم ۾ پرورت ٿيءُ ۽ ڪرم ڪرڻ ۾ تنهنجي اشرڌا بہ نہ هجي، ائين ڪرڻ سان تون ڪرم ٻنڌن کان مڪت ٿي ويندين. مڪت تہ ٿيندين پر رستي ۾ پنهنجي استٿي نہ ڏسڻ ۾ آئي.

هاڻي ارجن کي نشڪام ڪرم يوگہ جي ڀيٽ ۾ گيان يوگ سولو ۽ پراپتي ڪرائڻ وارو ڄاڻجي ٿو. هن سوال ڪيو- جناردن! نشڪام ڪرم جي ڀيٽ ۾ گيان مارگہ توهانجي درشٽيءَ ۾ سريشٽ آهي تہ مونکي ڀينڪر ڪرم ۾ ڇوٿا لڳايو؟ سپاويڪ سوال هو سَمِجهُہ هڪ ئي استان تي وڃڻ جا ٻہ رستا آهن. جيڪڏهن توهانکي سچ پچ وڻٿو آهي، تہ توهين ضرور سوال ڪندا تہ انهن ۾ سولو ڪهڙو آهي؟ جي نٿا ڪريو تہ توهين راهگير نہ آهيو. ٺيڪ اهڙي طرح ارجن بہ سوال ڪيو.

अर्जुन उवाच

ज्यायसी चेत्कर्मणस्ते मता बुद्धिर्जनार्दन।
तत्किं कर्मणि घोरे मां नियोजयसि केशव।।१।।

ارجن اُواچ

’جيايَسِي چيتِڪَرمَڻَسِتي متابُڌِيرِ جناردن
تَتِڪِمِ ڪَرمَڻي گهوري مامِ نِيوجَيَسِي ڪيشَوَ ‘(۱)

ماڻهن تي ديا ڪرڻ وارا جناردن! جيڪڏهن نشڪام ڪرم يوگ جي ڀيٽ ۾ گيان يوگ توهانکي سريشٽ ٿو لڳي، ته هي ڪيشوَ! توهين مونکي ڀينڪر ڪرم يوگ ۾ ڇو ٿا لڳايو؟

نشڪام ڪرم ۾ ارجن کي ڀيانڪتا نظر آئي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ ڪرم ڪرڻ جو ئي اڌڪار آهي، ڦل جو اصل نه. ڪرم ڪرڻ ۾ اشرڌا به نه هجي ۽ هميشه سمرپڻ سان گڏ يوگ تي درشٽي رکندي ڪرم ۾ لڳو رهُه. جڏهن ته گيان مارگ ۾ هارائيندين ته ديوتو آهي، جيتڻ تي اوچ استتي آهي. پنهنجو لاڀ هاڃي پاڻ ڏسندي ئي اڳيان وڌڻو آهي. ان طرح ارجن کي نشڪام ڪرم يوگ جي ڀيٽ ۾ گيان مارگ سرل لڳو. تنهنڪري هن التجا ڪئي-

व्यामिश्रेणेव वाक्येन बुद्धिं मोहयसीव मे।
तदेकं वद निश्चित्य येन श्रेयोऽहमाप्नुयाम्।।२।।

’وِيامِي شِريڻيوَ واڪِيين بُڌِيمِ موهَيَسيوَ مي
تَديڪَمِ وَدَنِشچِتِيَه يينَ شرييو هماپُرُيام (۲)

توهان مليل جليل وچنن سان منهنجي بُڌي موهت ٿا ڪريو. توهين ته منهنجي بُڌيءَ جو موهه دور ڪرڻ ۾ پرورت ٿيا آهيو. هاڻي انهن مان هڪ نشچت ڪري ٻڌايو، جنهن سان پرم ڪلياڻ موکش کي پراپت ٿي وڃان ان تي شري ڪرشن چيو:-

**श्रीभगवानुवाच**

**लोकेऽस्मिन्द्विविधा निष्ठा पुरा प्रोक्ता मयानघ।**
**ज्ञानयोगेन साङ्ख्यानां कर्मयोगेन योगिनाम् ।।३।।**

**شري ڀڳوان اُواچ**

**’لوڪيسمندوَ وڌا نِشٺا پُرا پروڪتا ميانگهہ**
**گيانَيوگيڻَ سانکِيانامِ ڪَرمَ يوگيڻَ يوگِينامِ (٣)**

نشپاپ ارجن! هن سنسار ۾ ستيہ جي کوجنا جون بہ ڌارائون منهنجي دوارا پهرين چيون ويون آهن. پهرئين جو تاتپرج ڪڏهن سَتِيُگہ يا تريتا ۾ نہ، بلڪ هينئر جنهنڪي ٻئي اڌياءَ ۾ چيو ويو آهي. گيانين لاءِ گيان مارگہ ۽ يوگين لاءِ نشڪام ڪرم مارگہ ٻڌايو ويو. ٻنهي ئي مارگن جي انوسار ڪرم تہ ڪرڻو ئي پوندو. ڪرم ضروري آهي.

**न कर्मणामनारम्भान्नैष्कर्म्यं पुरुषोऽश्नुते।**
**न च सन्न्यसनादेव सिद्धिं समधिगच्छति।।४।।**

**’نَہ ڪَرمَڻا مَنارَمِيانِئَيِشڪَرمِيَمِ پُرُشو شُرُتي**
**نَہ چَ سَنِيَسَنا ديوَ سِڌِيِمِ سماڌِيگَڇتِي (٤)**

ارجن! منش نہ تہ ڪرمن کي نہ شروع ڪرڻ سان نشڪرمتا جي انتم استٿيءَ کي پراپت ٿئي ٿو ۽ نہ شروع ٿيل ڪِريا کي تياڳڻ ماتر سان ڀڳوت پراپتي روپي پرم سِڌيءَ کي بہ پراپت ڪري ٿو. هاڻي توکي گيان مارگہ سٺو لڳي يا نشڪام ڪرم مارگہ. ٻنهي ۾ ڪرم تہ ڪرڻو ئي پوندو.

گهڻو ڪري ان جڳهہ تي، انهي حالت ۾ ماڻهو ڀڳوت جي راهہ ۾ مختصر مارگہ ۽ بچاءُ ڳولڻ لڳن ٿا. ’ڪرم شروع ئي نہ ڪن، ٿي ويا نشڪامي‘ مٿان اهڙي پُل نہ رهجي وڃي، اهڙي چوڪ نہ ٿي وڃي، تنهنڪري شري ڪرشن چئي ٿا ڏين تہ ڪرم شروع نہ ڪرڻ سان ڪير نشڪرم ڀاوَ کي نٿو

پراپت ٿئي. شڀ اشڀ ڪرمن جو جتي اَنتُ آهي، پرم نشڪرمتا جي اُن اسٿتي کي ڪرم ڪري ئي پائي ٿو سگهجي. ان طرح گهٽيئي ماڻهو چوندا آهن ’اسين ته گيان مارگي آهيون، گيان مارگ ۾ ڪرم آهيئي ڪونه.‘ ائين مڃي ڪرمن کي تياڳ ڪرڻ وارو گياني نٿو ٿئي. شروع ٿيل ڪِريا کي تياڳڻ سان ڪوئي ڀڳوت ساکيات روپي پرم سِڌي کي نٿو پراپت ٿئي. چاڪاڻ ته:-

न हि कश्चित्क्षणमपि जातु तिष्ठत्यकर्मकृत्।
कार्यते ह्यवशः कर्म सर्वः प्रकृतिजैर्गुणैः।।५।।

’نَه هي ڪَشِچِتڪشڻ مَپي جاتوُ تِشٽَتيڪَرمَ ڪرِتِ
ڪارِيَتي هِيوشَهَ ڪَرِمَ سَرِوَهَ پرِڪرتيرِ جَئيرِ گُڻَئيهه‘ (۵)

ڪوبه پرش ڪنهن وقت ۾ ڪن پر لاءِ بنا ڪرم نٿو رهي، چاڪاڻ ته پرش پرڪرتي مان پيدا ٿيل گڻن دواران مجبور ٿي ڪرم ڪن ٿا. پرڪرتي ۽ پرڪرتي مان اُتپن ٿيل گڻ جيسين جيئرا آهن، تيستائين ڪوبه پرش ڪرم ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهي.

اڌياءَ چوٿين جي ٽيٽيهين سلوڪ ۾ شري ڪرشن چون ٿا ته پاون ماتر ڪرم گيان ۾ سماپت ٿي وڃن ٿا، گيان روپي اگ ني سمپورڻ ڪرمن کي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي. هتي هوُ چون ٿا ته ڪرم ڪرڻ بنا ڪوئي رهيئي نٿو. آخر ۾ اُهي مهاپرش چون ڇا ٿا؟ هننجو اِهو خيال آهي ته ڀڳيه ڪندي ڪندي ٽنهي گڻن کان جدا ٿيڻ سان من جي لين ٿيڻ ۽ ساکياتڪار سان گڏ ڀڳيه جو نتيجو نڪرڻ تي ڪرم خلاص ٿي وڃن ٿا. انهي نرڌارتا ڪريا جي پورڻتا کان پهرين ڪرم مٽجن نٿا، پرڪرتي پيڇو نٿي ڇڏي.

**कर्मन्द्रियाणि संयम्य य आस्ते मनसा स्मरन्।**
**इन्द्रियार्थान्विमूढात्मा मिथ्याचारः स उच्यते ।।६।।**

'ڪرميندِرياڻِي سنَيَمِيَہ يَہ آسِتي مَنَسا سِمرنِ
اندِريار ٿانِومؤ ڍاتما مِٿِيا چارَهہ سَ اُچِيَتي (٦)

ايتري هونديءَ به مها موڙهل ماڻهو، جيڪي ڪرم اندرين کي هٺ سان روڪي اندرين جي ڀوڳن جو من سان سمرن ڪن ٿا اُهي پاکنڊي آهن، ڪوڙا آهن، نہ گياني. ان مان سِڌ ٿيو تہ ڪرشن جي وقت ۾ بہ اهڙيون روڙهيون ۽ رسمون هيون. لوڪ ڪرڻ جهڙن ڪمن کي ڇڏي اندرين کي هٺ سان روڪي ويهي رهندا هئا ۽ چوندا هئا تہ مان گياني آهيان، پورڻ آهيان. پر شري ڪرشن چون ٿا تہ هو ظالم آهن. گيان مارگ ۾ سنو لڳي يا نشڪام ڪرم يوڳ، ٻنهي مارگن، راهن تي ڪرم تہ ڪرڻو ئي پوندو.

**यस्त्विन्द्रियाणि मनसा नियम्यारभतेऽर्जुन।**
**कर्मेन्द्रियैः कर्मयोगमसक्तः स विशिष्यते ।।७।।**

'يَسِتوَندِرياڻِي مَنَسا نِيَمِياريتي رجُنَ
ڪرميندِرِيَيهَہ ڪَرِميوڳَمَسَڪِتَهَہ سَ وِشِشِيتي (٧)

ارجن! جو پرش من سان اندرين کي وس ۾ ڪري، جڏهن من ۾ بہ واسنائن جي ڏڪ ڏڪ، ڇُرڻ ڏڪڻ نہ هجي، سيني پاسي اناسڪت، بنا موهہ ڪرم اندرين سان ڪرم يوڳ جو وهنوار ڪندو آهي، اُهو سريشٽ آهي. ٺيڪ آهي سمجهہ ۾ آيو تہ ڪرم جو آچرڻ ڪن، پر هي سوال ڪڙو ٿي ٿو وڃي تہ ڪهڙا ڪرم ڪن؟ ان تي چون ٿا:-

**नियतं कुरु कर्म त्वं ज्यायो ह्यकर्मणः।**
**शरीरयात्रापि च ते न प्रसिद्ध्येदकर्मणः ।।८।।**

'نِيَتَمِ ڪُرو ڪَرِم تُوَمِ جِيايو هِيَڪَرِمَڻَهَہ

## شَرِير ياتِراپِي ڇَ تي نَہ پِرَ سِڌِيبد ڪَرمَڻَهہ (٨)

ارجن! تون جيڪي مڇيل ڪرم آهن سي ڪر مطلب تہ ڪرم تہ گهڻائي آهن، اُنهن مان ڪوئي هڪ چونڊيل، اُهو نيڪ ڪرم ڪر. ڪرم نہ ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ ڪرم ڪرڻ ئي سريشٽ آهي، ان لاءِ تہ جي ڪندو رهندين، ٿورو اڳيان وڌي سگهندين، تہ جيئن اڳ۾ ٻڌايو اٿم. مهان جنم مرڻ جي ڊپ کان اُڌار ڪرڻ وارو آهي، ان ڪري سريشٽ آهن. ڪرم نہ ڪرڻ سان تنهنجي شرير ياترا مانش جنم جي بہ سِڌي نہ ٿيندي. شرير ياترا جو مطلب لوڪ چوندا آهن. 'شرير جو گذران! ڪهڙو شرير جو گذران؟ ڇا توهين شرير آهيو؟ هيءُ پرش جنم جنمانترن کان، يگہ يگانترن کان شريرن جي ياترا ئي تہ ڪندو آيو آهي. جيئن وستر پراڻو ٿيو تہ ٻيو ٿيون ڌارڻ ڪيو، ان پرڪار ڪينئي پتنگہ کان ماڻهوءَ تائين، برهما کان وٺي اڄ تائين جڳت بدلجندڙ آهي. اوچ نيچ جوڻين ۾ برابر هيءُ جيوُ شريرن جي ياترا ڪري رهيو آهي. ڪرم ڪا اهڙي وستو آهي جو هن ياترا کي سڦل ڪري ڇڏيندي آهي، پورڻ ڪري ڇڏيندي آهي. سمجهہ کڻي، هڪ ئي جنم ونڻو پوي تہ ياترا جاري آهي، هاڻي تہ راهگير هلي ئي رهيو آهي. هو ٻين شريرن جي ياترا ڪري رهيو آهي. ياترا پوري تڏهن ٿيندي آهي جڏهن واسنائن جي پوري ٿيڻ جو وقت اچي. پرماتما ۾ استتي پائڻ کانپوءِ هن آتما کي شريرن جي ياترا نٽي ڪرڻي پوي مطلب سرير تياڳڻ ۽ ڌارڻ جو سلسلو ختم ٿي ٿو وڃي. هاڻي ڪرم ڪا اهڙي وستو آهي جو هن پرش کي وري شريرن جي ياترا نٽي ڪرڻي پوي. 'موڪشيسي شُڀاتِ' (گيتا ۴-١٦) ارجن! هن ڪرم کي ڪري تون سنسار ٻنڌن 'اشڀ' کان ڇٽي ويندين. ڪرم ڪا اهڙي چيز آهي جو سنسار- ٻنڌن کان مڪتي ٿو

ڏياري. هاڻي سوال ٿو اُٿي ته هيءُ مچيل ڪرم آهي ڇا؟ ان تي چون ٿا-

**यज्ञार्थात्कर्मणोऽन्यत्र लोकोऽयं कर्मबन्धनः।**
**तदर्थं कर्म कौन्तेय मुक्तसङ्गः समाचर॥९॥**

’يڳيارِٿا تِڪَرِمَڻونِيَترَ لوڪو يَمِ ڪَرِمَبَنڌنَھه
تَدَرِٿَمِ ڪَرِمَ ڪؤنتيه مُڪتَسَنگَھه سماچار (٩)

ارجن! يگيه جي ڪم ۾ رَتو رهڻ ئي ڪرم آهي. اها حرڪت ڪرم آهي، جنهن سان يگيه پورو ٿئي. صاف آهي، ظاهر آهي ته ڪرم هڪ مچيل پِرَڪريا آهي. ان ڪانسواءِ جي بيا ڪرم ٿين ٿا ڇا اُهي ڪرم ڪونهن؟ شري ڪرشن چون ٿا- نه اُهي ڪرم نه آهن ’اَنِيتِرَ لوڪو يَمِ ڪَرِمَ بَنڌَنَھه‘ هن يگيه جي ڪرم ڪرڻ ڪانسواءِ دنيا ۾ جيڪو ڪجهه ڪيو ٿو وڃي، سچو جڳت جنهن ۾ رات ڏينهن رُڌل آهي، اهو هن لوڪ جو هڪ بنڌن آهي، نه ڪو ڪرم. ڪرم ته ’موڪِشيَسي شُيابِت‘ اشيپ معنيٰ سنسار بنڌن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارو آهي. صرف يگيه جي پِرَڪِريا ئي ڪرم آهي. اها حرڪت ڪرم آهي. جنهن سان يگيه پورو ٿئي ٿو. هاڻي ارجن! ان يگيه جي پورتيءَ لاءِ سنگه دوش- لڳاءَ جي دوش کان الڳ رهي چڱيءَ طرح ڪرم جو آچرڻ ڪر. سنگه- دوش کان الڳ ٿيڻ بنا هيءُ ڪرم ٿيندو ئي ڪونه.

اسين هاڻي سمجهي وياسين ته يگيه جي پِرَڪريائي ڪرم آهي، پر هتي وري هڪ نئون سوال اُٿڻ ٿي ويو ته هيءُ يگيه ڇا آهي ۽ ڪيئن ڪيو وڃي؟ ان ڪري پهرين يگيه جي باري ۾ نه ٻڌائي شري ڪرشن ٻڌائين ٿا ته يگيه آيو ڪٿان؟ هو ڏئي ڇا ٿو؟ اُنجون خاصيتن تي روشني وڌي ۽ ڇوٿين

اڌياءَ ۾ وچي صاف ظاهر ڪيو تہ يگيہ ڇا آهي، جنهن ڪي اسين ڪاريہ جو روپ ڏيون ٿا ۽ اَسان ڪان ڪرم ٿيڻ لڳي. يوگ يشور شري ڪرشن جي ٻڌائڻ جي ڍنگہ مان ظاهر آهي تہ جنهن وستو جو چترڻ ڪرڻو آهي، هو پهرين اُنجي خاص ڳ الهين جو چترڻ ڪن ٿا جيئن شرڌا جاڳرت ٿئي. تنهن ڪانپوءِ اُنهن ۾ ورتل ساوڌانين تي روشني وجهن ٿا ۽ انت ۾ مکيہ سڌانت صاف ظاهر ڪري ٻڌائين ٿا.

ياد رهي تہ هتي شري ڪرشن ڪرم جي ٻئي پهلو تي روشني وڌي آهي تہ ڪرم هڪ مچيل ڪِريا آهي. جو ڪجهہ ڪيو وڃي ٿو، اُهو ڪرم نہ آهي.

اڌياءَ ٻئين ۾ پهريون دفعو ڪرم جو نالو ورتائين، اُنجي خاصيتن تي زور ڏنو، هن ۾ ونندڙ ساوڌانين تي پرڪاش وڌو، پر اهو نہ ٻڌايو ڪرم ڇا آهي؟ هتي اڌياءَ ٽئين ۾ ٻڌايو تہ کير بہ ڪرم ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهي. پرڪرتي جي آسرو وٺي منش ڪرم ڪري ٿو. اُنجي باوجود بہ جي لوڪ اندرين کي هٺ سان روڪي من سان وشين جو چنتن ڪن ٿا، اُهي ڪپٽي، پاکنڊي ۽ ضدي آهن. ڪپٽ جو آچرڻ ڪرڻ وارا آهن. ان ڪري ارجن! من مان اندرين کي سميٽي تون ڪرم ڪر پر سوال جيئن جو تيئن آهي تہ کهڙو ڪرم ڪيون؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چيو- ارجن! تون نرڌارت معنيٰ مچيل ڪرم ڪر. هاڻي سوال ٿو اُٿي تہ نرڌارت ڪرم ڇا آهن؟ جنکي اَسين ڪريون. تڏهن ٻڌايائون تہ يگيہ کي ڪاريہ جو روپ ڏيڻ ڪرم آهي. هاڻي سوال اُٿي ٿو تہ اِهو يگيہ ڇا آهي؟ هتي يگيہ جي اُتپتي، خاصيت ٻڌائي شانت ٿي ويندا ۽ اڌياءَ چوٿين ۾ يگيہ جو نکريل روپ ملندو، جيڪو ڪرڻ ڪرم آهي.

ڪرم جي هيءَ پريڀاشا گيتا کي سمجهڻ جي ڪنجي آهي. يگيه ڪانسواءِ دنيا ۾ لوڪ ڪجهه نه ڪجهه ڪندا ئي رهن ٿا. ڪير ڪيتي ٿو ڪري، ته ڪوئي واپار. ڪير مٿي وينو آهي ته ڪوئي شيوڪ. ڪوئي پنهنجي ٻُڌي جي باري ۾ ٿو چوي ته ڪوئي محنت جي واڪاڻ ٿو ڪري. ڪوئي سماج شيوا کي ڪرم ٿو مڃي ته دير ديش شيوا کي ۽ انهن ڪرمن ۾ لڳي لوڪ سڪام ۽ نشڪام ڪرم جي يومڪا به ڏاهي وٺندا آهن. پر شري ڪرشن چون ٿا، ته اهي ڪرم ڪونه آهن. 'انِيَترَ لوڪويَمِ ڪرمبنڌَنَهه' يگيه جي پرڪريا ڪانسواءِ جو ڪجهه پڻ ڪيو وڃي ٿو، اُها هن لوڪ جا بنڌن وارا ڪرم آهن، نه ڪِ موڪش ڏيڻ وارا ڪرم. حقيقت ۾ يگيه جي ڄاڻ ئي ڪرم آهي. هاڻي يگيه نه ٻڌائي پهرين اهو ٿا ٻڌائين ته يگيه آيو ڪٿان؟

सहयज्ञाः प्रजाः सृष्ट्वा पुरोवाच प्रजापतिः।
अनेन प्रसविष्यध्वमेष वोऽस्त्विष्टकामधुक्॥१०॥

سَهَيَگياهه پِرجاهه سِرشٽوا پُروواچ پِرجاپتيهَه
اَنيَنَ پِرَ سَوِشيه ڌِوَميش وو اِستِوَ شٽڪامَڌُڪِ (١٠)

پرجاپتي برهما ڪلپ جي شروعات ۾ يگيه سان گڏ پرجا کي رچي چيو ته هن دواران واڌاري کي پراپت ٿيو. هيءُ يگيه توهان ماڻهن جي 'اِشَت ڪامَ ڌُڪِ' جنهن ۾ توهانجي اڇا نه هجي، وناش رهت اشت- سنبنڌي ڪامنا جي پورتي ڪندو. يگيه سان گڏ پرجا کي ڪنهن رچيو؟ پرجاپتي برهما. برهما ڪير؟ ڇا چئن مُکن وارو ۽ اڻن اکين وارو ديوتا، جيئن ته مشهور آهي؟ نه، شري ڪرشن انوسار ديوتا نالي جي ڪا الڳه شڪتي ئي ڪونهي، پوءِ پرجاپتي ڪير آهي؟ حقيقت ۾ پرجا جو بنيادي پيدا ڪندڙ پرماتما ۾ پرويش پاتو آهي، اُهو مهاپرش پرجاپتي آهي. ٻُڌي ئي برهما آهي. 'اَهنڪار

شِوَ ٻُڌِي اَڄ، مَنَ شَشِي چِتَ مهان.' رام چرت مانس ٦-١٥-ڪ. اُن وقت ٻُڌِي هٿيار وانگر ٿيندي هئي. اُن پرش جي واڻيءَ ۾پرماتما ئي ٻوليندو هو.

ڀڄن جي حقيقي ڪِرِيا شروع ٿيڻ تي ٻُڌيءَ جو ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويو شروعات ۾ اها ٻُڌِي برهم وديا سان مليل هئڻ ڪري 'بِرَهَمِ وِت' چئي ويندي هئي. گهڻن وڪارن کي ظابطو هئڻ تي برهم وديا ۾ سريشٽ هئڻ تي 'برهم وِدِور' چئي ويندي هئي. اوچي ۽ سوکيم هئڻ تي ٻُڌيءَ جي اوسٿا ٽڙيل ٿي ويندي آهي. اُها 'برهم وِڌرييان' چوائيندي آهي. اُن اوسٿا ۾ برهم وِدويتا پرش ٻين کي ٻہ اوچي مارگہ تي آڻڻ جو اڌڪار پراپت ڪري وٺندو آهي. ٻُڌيءَ جي اوچائي آهي. 'برهم وِدِوَرِشٽ' معنيٰ برهم وِتَ جي هيءَ اوسٿا جنهن ۾ اشٽ ڌارا آهي. اهڙي اسٿتي وارا مهاپرش پرجا جي مول شڪتي پرماتما ۾ سمايل ۽ اسٿت رهن ٿا. اهڙن مهاپرشن جي ٻُڌي هڪ هٿيار آهي. اُهي ئي پرجاپتي چوائين ٿا. اهي پرڪرتي جي جهڳڙي جو ڇيد ڪري 'آرڌنا ڪِرِيا' جي رچنا ڪن ٿا. يگيہ جي شڌ سنسڪارن جو ڏيڻ ئي پرجا جي رچنا آهي. ان ۾ سچو سماج اڇيت بنا بندوبست رهي ٿو. سرشٽي انادي آهي. سنسڪار پهرين ئي آهن پر بگڙيل منجهيل يگيہ جي شڌتا سان ٺاهڻ ئي رچنا يا سينگارڻ آهي.اهڙا مهاپرش ڪلپ جي شروعات ۾ يگيہ سان گڏ پرجا جي رچنا ڪئي-ڪلپ نروگي بڻائي ٿو. سياڻا حڪيم بہ ڪلپ ڏيندو آهي، ڪوئي ڪايا ڪلپ ڪندو آهي. هيءُ ڪڻ ڀنگر شريرن جو ڪلپ آهي. حقيقت ۾ ڪلپ تڏهن آهي جڏهن ڀوساگر جي ترڻ کان مڪتي ملي وڃي. آرڌنا جو آرنڀ هن ڪلپ جي شروعات ۾ يگيہ سان گڏ سنسڪارن کي ڪنو ڪيو ۽ چيو تہ هن يگيہ سان

تون ٻڌي حاصل ڪر. ڪهڙي ٻڌي؟ ڇا مڪان ڪچي مان پڪو ٿي وڃي؟ ڪمائي وڌيڪ ٿئي؟ نہ يگيہ ”اشت ڪام ڏُڪِ“ اشت سنبڌي ڪامنا جي پورتي ڪندو. اشت آهي پرماتما. اُن پرماتما سنبنڌي ڪامناجي پورتي ڪندو. اشت آهي پرماتما. اُن پرماتما سنبنڌي ڪامنا جي پورتيءَ وارو آهي. سوال سپاويڪ آهي تہ يگيہ سڌو اُن پرماتما جي پراپتي ڪرائيندو يا ڏاڪو ڏاڪو چڙهي؟

**देवान्भावयतानेन ते देवा भावयन्तु वः।**
**परस्परं भावयन्तः श्रेयः परमवाप्स्यथ।।११।।**

”ديوانِڀايتانينَ تي ديوا ڀاوَينتو وَهہ
پَرِسپَرَمِ ڀاوَيَنِتَهہ شِريِيَهہ پرمَواپِسيَتَ ۽ (١١)

هن يگيہ دوارا ديوتائن جي اُنتي ڪيو معنيٰ دَئِوي سمپد جي واڌارو ڪيو. هو ديوتا لوڪ توهانجي اُنتي ڪندا. ان طرح پاڻ ۾ واڌارو ڪندي پرم شِرِييہَ، جنهن کان پوءِ ڪجهہ پائڻ لاءِ باقي نٿو رهي، اهڙي پرم ڪلياڻ کي پراپت ٿي وڃو. جيئن جيئن اسين يگيہ ۾ پرويش ڪنداسين (اڳيان يگيہ جو ارٿ ٿيندو، آرڌنا جي وِڌي (طريقو) تيئن تيئن هردي ديش ۾ دئوي سمپد پيدا ٿيندي ويندي. پرم ديو هڪ ئي پرماتما آهي، ان پرم ديو ۾ داخلا ڏيڻ واري جا سمپتي آهي، انتهڪرڻ جي جو سجاتييہَ پرورتي آهي اُن کي ئي دَئوي سمپد چوندا آهن. اها پرم ديو کي ممڪن ڪري ٿي، ملائي ٿي ان ڪري دَئوي سمپد چئي ويندي آهي، نہ وري باهرين ديوتا-پتر-پاڻي جيئن لوڪ ڪلپنا ڪن ٿا. يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا.

**इष्टान्भोगान्हि वो देवा दास्यन्ते यज्ञभाविताः।**
**तैर्दत्तानप्रदायैभ्यो यो भुङ्क्ते स्तेन एक सः।।१२।।**

”اِشٽانڀوگانِهہ ديوا داسِيَنتي يگيڀاوِتاهہ
تَدَتَئيرِتانَپرَدايئيڀيو يو ڀُنڪتي سِتيِنَ ايوَ سَهہ (١٢)

يگيہ دواران سنڀاليندڙ ديوتا (دَئوي سمپد) توهانکي ”اِشٽانِ ڀوگانِ هي داسينتي“ اشٽ معيِ آرڌنا سنبنڌي سامگري ڏيندو، ڀيو ڪجهہ بہ نہ ”تَئيهہ دَتانِ“ هو ئي هڪ ڏيڻ وارو آهي. اشٽ کي پائڻ جو ٻيو ڪوئي اُپاءُ ڪونهي. انهن دَئوي گڻن کي وڌائڻ بنا جو هن اسٽتي جو ڀوڳہ ڪريٿو اُهو پڪ ئي چور آهي. جڏهن هن پاتو ئي ڪونهي تہ ڀوڳيندو ڇا؟ پر ڇوي ضرور ٿو تہ مان پورڻ آهيان، ٿَتوَ درشي آهيان. اهڙي ڊينگہ مارڻ وارو هن راهہ تي منهن لڪائڻ وارو آهي. هو پڪ ئي چور آهي، نہ پراپت ڪرڻ وارو. پر پائڻ وارا ڇا پائين ٿا؟

यज्ञशिष्टाशिनः सन्तो मुच्यन्ते सर्वकिल्बिषैः।
भुञ्जते त्वघं पापा ये पचन्त्यात्मकारणात्॥१३॥

”يَگيشِشٽاشِنَهہ سَنتو مُچيِنتي سَروَڪِلبِشئيهہ
ڀُنجَنتي تي تِوَگهمِ پاپايي پچنتِياتِمَڪارَڻاتِ“ (١٣)

يگيہ مان بچيل ان کي کائڻ وارا سنت جَنَ سڀني پاپن کان مڪت ٿي ويندا آهن. دَئوي سَمپد وڌائيندي وڌائيندي ڦل ۾ پراپتي ڪال ئي پورتي ڪال آهي. جڏهن گيان پورڻ ٿي ويو، تہ باقي بچيل اَنُ ئي برهما آهي. ان کي شري ڪرشن ٻين لفظن ۾ چيو ”يگيَشِشٽامِرت ڀُنجو يانِتي بِرَهَمَ سناتَنمِ“ يگيہ جنهنجي سرشٽي ڪري ٿو اُن پرساد کاڌي کي کائڻ وارو برهم ۾ نواس ڪري ٿو. هتي هو چون ٿا تہ يگيہ جي بچيل، پرساد کاڌي کي (برهم امرت کي ) پيئڻ وارو سڀني پاپن کان ڇوٽڪارو پائي ٿو. سنت جَنَ تہ ڇٽي

وڃن ٿا. پر پاپي ماڻهو موهہ ڪان اُتپن ٿيل شريرن جي لاءِ پچن ٿا. هو پاپ ٿا ڪائين. اُنهن پچن بہ ڪيو، آراڌنا ڪي سمجهيو، وڏا مدبر بہ ٿيا، پر موت ۾ هڪ مني چاهہ پيدا ٿي ويئي تہ ''آتم ڪارِڻاتِ'' شرير جي لاءِ ۽ شرير جي سنبنڌين لاءِ ڪجهہ ملي. هن ڪي ملي تہ ويندو، ايترن يوڳ ن ڪان پوءِ هو پاڻڪي اُتي ئي بينل ڏسندو، جتان هلڻ شروع ڪيو هئائين. ان ڪان وڌيڪ ٻيو نقصان ڪهڙو ٿيندو؟ جڏهن شرير ئي ناسونت آهي، تہ اُنجي سکہ - يوڳہ ڪيستائين سات ڏيندا. هو آراڌنا تہ ڪن ٿا، موت ۾ پاپ ئي ڪائين ٿا. 'پَلت سڌا تي سَٽ وِش ليهہءَ' هي نشت تہ ڪونہ ٿيندو پر اڳيان نہ وڌندو. ان ڪري شري ڪرشن نشڪام ڀاوَ سان ڪرم (يڃن) ڪرڻ تي زور ڏئي ٿو. هيل تائين شري ڪرشن ٻڌايو تہ يگيہ پرم پد ڏئي ٿو ۽ اُنجي رچنا مهاپرش دواران ٿئي ٿي، پر اُهي مهاپرش پرجا جي رچنا ۾ ڇو پرورت ٿين ٿا؟ ان تي چون ٿا -

**अन्नाद्भवन्ति भूतानि पर्जन्यादन्नसम्भवः।**
**यज्ञाद्भवन्ति पर्जन्यो यज्ञः कर्मसमुद्भवः ।।१४।।**
**कर्मद्भवति विद्धि ब्रह्माक्षरसमुद्भवम्।**
**तस्मात्सर्वगतं ब्रह्म नित्यं यज्ञे प्रतिष्ठितम्।।१५।।**

''اَنادِ ڀَوَنتي ڀوُتاني پَرجنيادَننسمڀَوَهہ
يَگيادِ ڀَوَتي پَسرجَنيو يَگيَهہ ڪَرمَ سَمُدِ ڀَوَهہ'' (١۴)
''ڪَرمَ بِرَهمودِ ڀَوَمِ وِدِ بِرِهماڪشر سَمُدِ ڀَوَمِ
تَسماتِسَروَ گَتَمِ بِرِهَمَ نِتِيَمِ يَگيي پِرَتيشِٺَتَمِ (١۵)
سڀ پراڻي اَن مان اتپن ٿين ٿا. ''اننمِ برهميتي وِيَجاناتِ ا (تَئي اُپ ٢-١)اَنُ پرماتما ئي آهي. اُن برهم امرت ڪي ئي اُديش بڻائي پراڻي يگيہ ڏانهن اگرسر ٿيندو

آهي. اَنَ جي اُتپتي برسات مان ٿئي ٿي. بادلن مان ٿيڻ واري برسات ناهي. بنا پتا جي برسات اڳيان ڪنا ٿيل يگيہ ڪرم ئي هن جنم ۾ جتان ساڌن ڇٽو هو، اُتان ئي پرماتما جي روپ ۾ وسي پوندو آهي. اڄ جي آراڌنا سياڻي ڪرپا جي روپ ۾ ملندي. ان ڪري برسات يگيہ سان ٿئي ٿي، سواها چوڻ سان ترَجو جلائڻ سان ئي برسات پوي ٿي تہ سنسار جا گهڻو ڪري مَروُيومي سڪل ڇو ٿيون رهن؟ پلي زمين بڻجي پوي هتي ڪرپا ورشتي يگيہ جي دين آهي. هي يگيہ ڪرمن مان ئي اُتپن ٿيڻ وارا آهن. ڪَرم سان يگيہ پورڻ ٿيندو آهي. اُنهي ڪرم کي ويد مان پيدا ٿيل جاڻ. ويد برهم ۾ استٿ ٿيل مهاپرشن جي واڻي آهي. جيڪي تَتوَ وِدِت ڪونہ آهن اُنجي ظاهر انڀوتي جو نالو ويد آهي، نہ ڪِ ڪجهہ شلوڪ سنگرهہ ويد اوناشي پرماتما مان اُتپن ٿيل سمجهہ. ڇيا تہ مهاتما ئن آهن، پر اُهي پرماتما سان هڪ روپ ٿي چڪا آهن، اُنهن جي ذريعي اوناشي پرماتما ئي ٻولي ٿو تنهنڪري اوناشي پرماتما مان اُتپن ٿيا تنهنڪري ويد اپئورشيہ ڇيا ويندا آهن. مهاپرشن ويد ڪٿان پاتا؟ تہ ويد اوناشي پرماتما مان اُتپن ٿيا. هو مهاپرش هن سان ملي هڪ ٿي ويا آهن، هو صرف هٿيار آهن ان ڪري اُنهن جي دوارن هو ئي ٻولين ٿا. ڇو تہ يگيہ جي دواران من جي نہ هئڻ وقت ۾ هو ظاهر ٿين ٿا. ان ۾ سروَياپي پرم اڪشر پرماتما سدائين يگيہ ۾ ئي سنمانت آهي. يگيہ ئي اُن کي پائڻ جو هڪ ماتر اُپاءُ آهي. ان تي زور ڏين ٿا.

एवं प्रवर्तितं चक्रं नानुवर्तयतीह य: ।
अघायुरिन्द्रियारामो मोघं पार्थ स जीवति ।।१६।।

”ايوَ پرَورتِتمَ چَڪرَمِ نانوُ وَرتَيَتيِهَہ يَهہ

## اَڳهايَرِنِدرِيا رامو موگهمِ پارِٿ سَ جيوتِ (١٦)

هي پارٿ! جو پرش هن لوڪ ۾ منش شرير پراپت ڪري هن طرح جي هلايل ساڌن چڪر جي انوسار نٿو هلت ڪري مطلب ڏِئوي سَمپدِ جو اُتساهي، ديوتائن جي واڌ ۽ هڪ ٻئي ۾ واڌاري جي دئاران اڪشيہ ڌام کي پراپت ڪرڻ، هن سلسلي جي انوسار جيڪو نٿو هلي، اندرين جو آزام چاهڻ وارو اَهو ”پاپايوُ پرش“ جو جيئڻ اجايو آهي.

پائرو! يوگيشور شري ڪرشن ٻئين اڌياءَ ۾ ٻن ڪرمن جو نالو کنيو آهي ۽ هن اڌياءَ ۾ ٻڌايو تہ نيم سان ٻڌل ڪرم جو آچرڻ ڪر. يگيہ جي پِرَڪريا ئي ڪرم آهي. ان کان سواءِ جيڪو ڪجهہ ڪيو ٿو وڃي اُهو هن لوڪ جو ٻنڌن آهي. ان ڪري سنگہ دوش کان الڳہ رهي اُن يگيہ جي پورتيءَ لاءِ ڪرم جو وهنوار ڪر. هن يگيہ جي خاص آدرشن تي روشني وڌي ۽ ٻڌايو تہ يگيہ جي اُتپتي برهما مان آهي. پرجا اَنَ کي اُديش ٻڌائي ان يگيہ ۾ پرورت ٿيندي آهي، يگيہ ڪرم مان ۽ ڪرم اپئورشِيہَ ويد مان اُتپن ٿين ٿا، جڏهن تہ ويد منترن جي ڏسڻ وارا مهاپرش ئي هئا. اُنهن جو پرش لڪي چڪو هو. پراپتيءَ سان گڏ اوناشي پرماتما ئي فقط بچيو هو تنهنڪري ويد پرماتما مان اُتپن ٿيل آهن. سَرِوَ وياپي پرماتما يگيہ ۾ سدا پوڄيل آهي. ان ساڌن چڪرجي انوسار جيڪو نٿو ورتاءُ ڪري اُهو پاپي پرش اندرين جو سکہ چاهڻ وارو آهي، اجايو پيو جيئي. مطلب تہ يگيہ اهڙي خاص وڌي آهي، جنهن ۾ اندرين کي آرام ڪونهي. اڻ پڇو اڪشيہ سکہ آهي اندرين جي روڪڻ سان گڏ ، اُن ۾ لڳائڻ جي ٻہ ريت آهي، وڌان آهي. اندرين جو آرام چاهڻ وارو پاپ جو ڀاڱي آهي. هاڻي تائين شري ڪرشن ڪونہ ٻڌايو آهي تہ يگيہ آهي ڇا؟

پر ڇا يگيہ ڪندا ئي رهون يا ڪڏهن اُنجو انت بہ ٿيندو؟ ان تي يوگيشور چون ٿا:-

**यस्त्वात्मरतिरेव स्यादात्मतृप्तश्च मानवः।**
**आत्मन्येव च सन्तुष्टस्तस्य कार्यं न विद्यते ।।१७।।**

”يَستِواتِمَ رَتيرِيَيہَ سِيادا تِمترِ پَتشِچ مانَوَهہ
آتِمَنِييوَ چَ سَنتُشِتَسِتَسِيَہ ڪارِيَمِ نہَ وِدِيَتي (١٧)

پر جو منش آتما ۾ ئي رتل آتما ۾ ترپت ۽ آتما ۾ ئي سنتُشت آهي، اُن لاءِ ڪوبہ ڪَرتويہ نٿو رهي. اهوئي تہ لڪشيہ هو. جڏهن اڻ ڇاتل سناتن، اوناشي آتم تَتوَ پراپت ٿي ويو تہ اڳيان ڳولهيون ڪنهن کي ؟ اهڙي پرش لاءِ نہ ڪرم جي ضرورت آهي، نہ ڪنهن آرڌنا جي. ”آتما ۽ پرماتما ساڳيا آهن. ان جو وري چترڻ ڪن ٿا.“

**नैव तस्य कृतेनार्थो नाकृतेनेह कश्चन।**
**न चास्य सर्वभूतेषु कश्चिदर्थव्यपाश्रयः ।।१८।।**

”نئِيوَ تَسِيہَڪِرتينارِٿو ناڪِرِ تينيهَہ ڪَشِچِن
نہ چاسِيہ سَرِوَڀوتيشنوُ ڪَشِچِدرِٿوِيَپاشِرِيَهہ (١٨)

هن سنسار ۾ اُن پرش جو ڪرم ڪندي ڪو لاڀ نہ آهي نہ ڇڏڻ سان ڪو نقصان آهي، جڏهن تہ پهرين ضروري هو. هنجو سيني پراڻين ۾ ڪو بہ سوارٿ سنبنڌ نٿو رهي. آتما ئي تہ پوتر، سناتن، اويڪت، اپرورتنشيل، نہ بدلجندڙ ۽ اڪشيہ آهي. جڏهن اُنکي پائي ورتو، اُن سان سنتشت، ان سان ئي ترپت، اُن سان مليل ۽ استت آهي. اڳيان ڪجهہ شڪتي ئي ڪونهي، تہ ڪنهن کي ڳوليون؟ ملندو ڇا؟ ان پرش جي لاءِ ڪرم ڇڏڻ تي ڪابہ هاڃي نہ ٿيندي، ڇو جو وڪار جنهن تي ڄميل ٿيندا آهن، اُهو چِتُ ئي نہ رهيو. اُن جو سيني پدارٿن

۾ ٻاهريون جڳت ۽ اندرين سنڪلپن جو ذري ماتر بہ ارٿ نٿو رهي. سڀ ڪان وڏو ارٿ تہ هو پرماتما. جڏهن اُهوئي ملي ويو ظاهر ٿي ويو، تہ ٻين سان اُنجو ڪهڙو پريوجن رهندو.

तस्मादसक्त: सततं कार्यं कर्म समाचार।
असक्तो ह्याचरन्कर्म परमाप्रोति पुरुष: ।।१९।।

''تِسماَدَسَڪتَہِ سَتَتَہِ ڪارِيَہِ ڪَرمَ سماچَرَ
اسَڪتو هِيا چرنِڪَرمَ پرماپنوتي پُرُشَهَہ (١٩)

ان اسٿتي کي پراپت ڪرڻ لاءِ تو بنا موهہ هميشهہ ''ڪاريہ ڪرم'' جو ڪرڻ يوڳ آهي، ان ڪرم کي چڱيءَ طرح ڪر. ڇو تہ نرموهي پرش ڪرم جي آچرڻ سان پرماتما کي پراپت ٿيندو آهي. مقرر ڪرم ''ڪاريہ ڪرم''. هڪڙي ڳالهہ آهي ڪرم جي پريرڻا ڏيندي هو وري ڇون ٿا.

कर्मणैव हि संसिद्धिमास्थिता जनकादय:।
लोकसङ्ग्रहमेवापि सम्पश्यन्कर्तुमर्हसि ।।२०।।

''ڪَرِ مڻئيوَ هي سنسڌيماسِٿتا جنڪدا يَهَہ
لوڪَ سنگِرِهمي واپي سَمپشِيَنِڪَرِتوُ مَرِهسي'' (٢٠)

جنڪ معنيٰ راجا جنڪ نہ آهي. جنڪ جنم داتا کي چوندا آهن. يوڳ ئي جنڪ آهي جو توهانجي سروپ کي جنم ڏئي ٿو، ظاهر ڪري ٿو. يوڳ سان گڏيل هرهڪ مهاپرش جنڪ آهي. اهڙا يوڳہ سنيڪت گهڻن ئي رشين ''جَنِڪا دَيَهَہ'' جنڪ وغيره گياني مهاپرش بہ ''ڪَرِمڻا ايوَهي سَنِسڌِہ'' ڪرمن جي دوارا ئي پرم سڌي کي پراپت ڪيائون. پرم سڌي معنيٰ پرم تَتِوَ پرماتما جي پراپتي، جنڪ وغيره جيترا بہ اڳ ۾ ٿيڻ وارا مهرشي ٿيا آهن، هن 'ڪاريہ ڪرم' جي دواران، جا يگيہ جي پرڪريا آهي، هن ڪرم کي ڪري ئي 'سنسڌِہ' پرم سڌي پاتائون. پر پراپتيءَ

ڪان پوءِ اُهي بہ لوڪن جي ميڙ ڪي ڏسي ڪرم ڪندا آهن، ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ ڪرم ڪندا آهن.هاڻي تون بہ پراپتيءَ لاءِ ۽ پراپتيءَ ڪان پوءِ لوڪ نائڪ بڻجڻ لاءِ ڪاريہ ڪرم ڪرڻ جي ئي يوگيہ آهين. ڇو؟

هاڻي شري ڪرشن چيو هو تہ پراپتي ڪان پوءِ مهاپرش جو ڪرم ڪرڻ سان ڪوئي لاڀ نہ آهي ۽ نہ ڇڏڻ سان ڪا هاجي آهي، پوءِ بہ لوڪن جو ميڙ لوڪن جي ڀلي جي ويوسٿا جي لاءِ هو چڱيءَ طرح مقرر ڪيل ڪرڻ جو ئي آچرڻ ڪن ٿا.

**यद्यदाचरति श्रेष्ठस्तत्तदेवेतरो जनः।**

**स यत्प्रमाणं कुरुते लोकस्तदनुवर्तते ।।२१।।**

**’’ يدا تَدا چَرَتي شريشَٽِستَتِديويترو جَنَهہ**

**سَ يَتپِرَماڻَمِ ڪُروُتي لوڪ سِتَدَنوُ وَرِتَتي (٢١)**

سريشٽ پرش جو جو آچرڻ، وهنوار ڪن ٿا، ٻيا پرش بہ اُنجي انوسار ئي ڪن ٿا. اَهو مهاپرش جو ڪجهہ پرماڻ ڪري ڏئي ٿو، سنسار اُن موجب ئي ڪري ٿو. پهرين شري ڪرشن سُروپ ۾ اسٿت، آتم ترِپت مهاپرش جي رهڻيءَ تي پرڪاش وڌو آهي تہ هن جي لاءِ ڪرم ڪرڻ سان ڪوئي لاڀ نہ ۽ ڇڏڻ سان ڪا هاجي ٿئي ٿي، پوءِ بہ جنڪ وغيره ڪرم ۾ چڱي طرح ورتندا هئا. هتي اُنهن مهاپرشن سان شري ڪرشن آهستي سان پنهنجي ڀيٽ ڪندو آهي تہ مان بہ هڪ مهاپرش آهيان.

**न मे पार्थास्ति कर्तव्यं त्रिषु लोकेषु किञ्चन।**

**नानवाप्तमवाप्तव्यं वर्त एव च कर्मणि ।।२२।।**

**نہَ مي پارٿاسِتي ڪَرِتَويَم تِرِشوُلوڪيشوُڪِنچَن**

**نانا واپِتَمَواپِتَوِيَمِ وَرِتَ ايوَ چَ ڪَرِمَڻي (٢٢)**

هي پارٿ! مونکي ٽنهي لوڪن ۾ ڪو ڪرتويہ ڪونہ

آهي. پوءِ چوي ٿو، اُن مهاپرش جو سيني پدارٿن ۾ پراپٽين لاءِ
ڪو ڪرتويه نه آهي. هتي چون ٿا ٿنهي لوڪن ۾ مونکي ڪجهه
به ڪرتويه باقي نه آهي. جيتوڻيڪ ذري ماتر پراپت ٿيڻ يوگيه
وستو اپراپيَه نه آهي، تڏهن به مان ڪرم ۾ چڱيءَ طرح ورتندو
آهيان چو؟

यदि ह्यहं न वर्तेयं जातु कर्मण्यतन्द्रित: ।
मम वर्त्मानुवर्तन्ते मनुष्या: पार्थ सर्वश: ।।२३।।

''يَدي هِيَهَمِ نه وَرِتيِيَمِ جاتوُ ڪَرمَڻِيَتَندِرَ تَهه
مَمَ ورتمانوُوَرِتَنتي مَنشُياهه پارِٿ سَروَشَهه (٢٣)

چو ته جي مان ساوڌان ٿي جيڪڏهن ڪَرَمَ ۾ نه ورتندس
ته منش منهنجي ورتاءُ جي انوسار ورتڻ لڳي ويندا. ته توهانجو
نالو به خراب ٿئي؟ شري ڪرشن چون ٿا-ها!

उत्सीदेयुरिमे लोका न कुर्यां कर्म चेदहम् ।
सङ्करस्य च कर्ता स्यामुपहन्यामिमा: प्रजा: ।।२४।।

''اُتِسيديُرِمي لوڪا نه ڪُرِيامِ ڪَرمَ چيدَهَمِ
سَنَڪَرَسيهَ چَ ڪَرِتا سِيامُپهَنِيامِماهه پِرَجاهه (٢٤)

جيڪڏهن مان ساوڌان ٿي ڪرم نه ڪريان ته سڀ لوڪ
پرشٽ ٿي ويندا ۽ مان ''سنِڪَرَسيهَ''ورڻ سنڪر جو ڪرڻ وارو
ٿيندس ۽ هن ساري پرجا جو مارڻ وارو ٿيندس، مارڻ وارو
بڻجان.

سوروپ ۾ اسٿت مهاپرش هوشيار، سڄاڳ رهي جيڪڏهن
آرڌنا جي سلسلي ۾ نه لڳا رهن، ته سماج اُن جو نقل ڪري
برباد ٿي ويندي. مهاپرشن ته آرڌنا پورڻ ڪري پرم نشڪرم
جي اسٿتي کي پاتو آهي. هو نه ڪن ته انهن لاءِ ڪابه هاڃي
ڪونهي، پر سماج ته هاڻي آرڌنا شروع نه ڪئي آهي. پنيان
رهندڙ ماڻهن لاءِ مهاپرش ڪرم ڪن ٿا. مان به ڪريان ٿو

مطلب تہ شري ڪرشن هڪ مهاپرش هو، نہ وئڪنٺ مان آيل خاص ڀڳوان. هنن چيو تہ مهاپرش لوڪ سنگرهہ لاءِ ڪرم ڪن ٿا، مان بہ ڪريان ٿو. جيڪڏهن سروپ اسٿت مهاپرش ڪرم نہ ڪن تہ ڏسندي ڏسندي پنيان لوڳ بہ جلد ئي ڪرم ڇڏي ڏيندا. هنن کي بهانو ملي ويندو تہ هيءُ پڇن نٿا ڪن، پان ڪائين ٿا، معمولي ڳالهيون ڪن ٿا پوءِ بہ مهاپرش ٿا چوائين، ائين سوچي هو بہ آرڌنا کان هٽي ويندا آهن ، پتت ٿي ويندا آهن. شري ڪرشن چون ٿا تہ جيڪڏهن مان ڪرم نہ ڪريان، تہ سڀ پرشٽ ٿي وڃن ۽ مان ورڻ سنڪر جو ڪرتا بڻجان.

استرين جي خراب ٿيڻ سان ورڻ سنڪر تہ ڏٺو ڀڏو ويندو آهي. ارجن بہ انهي ڊپ کان وياڪل هو تہ استريون پتت ٿينديون تہ ورڻ سنڪر پيدا ٿيندا، پر شري ڪرشن چون ٿا جيڪڏهن مان ساوڌان ٿي آرڌنا ۾ لڳو نہ رهان تہ ورڻ سنڪر جو ڪرتا بڻجان؟ حقيقت ۾ آتما جو شڌ ورڻ پرماتما آهي. پنهنجي شڌ ۽ پوتر راهہ تان ڀٽڪي وڃڻ ورڻ سنڪرتا آهي. جيڪڏهن سروپ ۾ اسٿت ٿيل مهاپرش ڪِريا، ڪرم ۾ نٿا ورتن تہ لوڪ اُنهنجو نقل ڪري ڪِريا رهت ٿي ويندا، آتم راهہ تان ڀٽڪي ويندا، ورڻ سنڪر ٿي ويندا. اُهي پرڪرتي ۾ گم ٿي ويندا.

استرين جي سَتيِتوَ ۽ ۽ نسل جي شڌتا هڪ سماجڪ ويوسٿا آهي. اڌڪارن جو سوال آهي، سماج جي لاءِ اُنجي ضرورت بہ آهي، پرماتا پتا جي پلن جو سنتان جي ساڌنا تي ڪوئي اثر نٿو پوي. ”آپَنِ ڪَرِني پارِ اُترني“ هنومان، وياس، وششٽ، نارد، شڪديو، ڪبير، ايسا وغيره مهان مهاپرش ٿيا، جينوٽيڪ سماجڪ خرابين سان اُنجو ڪوبہ واسطو ڪونهي. آتما پنهنجي اڳئين جنم جي گڻ ڌرم وٺي ايندو آهي.

شري ڪرشن چون ٿا ”مَنَهه ششٺاني اِندرياڻي پرڪتيه ٿاني ڪرشتي“ (١٥-٧) من سان گڏ اندرين سان جو ڪاريه هن جنم ۾ ٿئي ٿو، اُن جا سنسڪار ڪٺي جيو آتما پراڻي شرير کي تياڳي نئين شرير ۾ پرويش ڪري ٿي. ان ۾ جنم داتائن جو ڇا لڳو؟ اُنهنجي وڪاس ۾ ڪو فرق نٿو پوي هاڻي استرين جي خراب ٿيڻ سان ورڻ سنڪر نٿو ٿئي. استرين جو پتت ٿيڻ ۽ ورڻ سنڪر سان ڪوئي سنبنڌ ڪونه آهي. شڌ سوروپ طرفان اتساهه نه پائي پرڪرتيءَ ۾ بڪڙي وڃڻ ئي ورَڻ سنڪر آهي.

جيڪڏهن مهاپرش ساوڌان ٿي ڪريا (نيَت ڪرم ) ۾ وَرِتَنِ ڪرڻ وارن لوڪن ۾ ڪِريا نه ڪرائين ته اُهي ساري پرجا جو ناس ڪرڻ وارا، مارڻ وارا ليکبا ساڌنا ڪِرمَ ۾ هلي اُن مول اوناشي جي پراپتي ئي جيون آهي. پرڪرتي بکيڙي رهڻ، پٽڪي وڃڻ مرتيو آهي. پر اُهو مهاپرش هن ساري پرجا کي جيڪڏهن ڪِريا پَٽ تي نٿو هلائي، اُن ساري پرجا کي بکيڙڻ کان روڪي ستيه پَٿ تي نٿو هلائي ته هو سڄي پرجا جو ناس ڪرڻ وارو هتيارو آهي. هِنسڪ آهي ۽ سلسليوار هلندي جو هلائي ٿو وڃي هو شڌ اهنسڪ آهي. گيتا جي انوسار شرير جو موت، ناس ٿيڻ وارا شريرن جو موت پريورتن ماتر آهي. هِنسا ناهي.

सक्ताः कर्मण्यविद्वांसो यथा कुर्यन्ति भारत ।
कुर्याद्विद्वांस्तभासक्तश्चिकीर्षुर्लोकसङ्ग्रहम् ।।२५।।

”سَڪِتاهه ڪَرِمَڻيوِدِ وانسو يٿا ڪُرِوَنِتي ڀارت
ڪُريا دِودِوَنِتاِستتا سَڪتَشِچڪير شوُرلوڪ سَنگِرهَمِ (٢٥)

هي ڀارت! ڪرم ۾ آسڪت ٿيل اگياني ماڻهو جيئن ڪَرم ڪن ٿا، اِئين ئي بنا موهه اناسڪت ودوان، پورڻ گ ياتا به لوڪ هرديه ۾ پريرڻا ۽ ڪلياڻ سنگرهه چاهيندي

ڪرم ڪري يگيہ جي وڌِي چاڻندي ۽ ڪندي بہ اسين اگياني آهيون. گيان جو ارٿ آهي ساکيات جانڪاري جيستائين ٿورو بہ اسين الڳہ آهيون، آرڏيہ الڳہ آهي تيسيتائين اگيان ظاهر آهي. جيستائين اگيان آهي، تيستائين ڪرم ۾ آسڪتي، موھہ رهي ٿو. اگياني جيتري آسڪتيءَ سان آراڌنا ڪري ٿو، ساڳئي پرڪار سان اناسڪت. جن ڪرمن ۾ پريوجن نہ آهي تہ آسڪتي چو ٿيندي، اهڙو پورڻ مهاپرش بہ لوڪن جي ڀلي لاءِ ڪرم ڪري ڏَئِوي سمپد جو اتساھہ رکي، جنهن سان سماج اُن تي هلي سگهي.

न बुद्धिभेदं जनयेदज्ञानां कर्मसङ्गिनाम्।
जोषयेत्सर्वकर्माणिविद्वान्युक्तः समाचरन्।।२६।।

”نہ ٻُڌيڀيدَمِ جَنَييدَگيانامِ ڪَرِمَسَنگِنامِ
جو شييتِسَرِوَ ڪَرِماڻي وِدِوانَيُڪِتَهہ سماچَرن (٢٦)

گياني پرشن کي کپي تہ ڪرم ۾ آسڪتي رکڻ وارن اگ يانين جي ٻُڌيءَ ۾ ڀرم پيدا نہ ڪري مطلب تہ سِوَروپ ۾ اسٿت مهاپرش ڌيان ڏين تہ اُنهن جي ڪنهن وهنوار سان پنيان وارن جي من ۾ ڪرم جي لاءِ اشرڌا نہ اُتپن ٿي وڃي. پرماتم تَتِوَ سان مليل مهاپرش کي بہ گهرجي تہ پاڻ چڱيءَ طرح نيمائيا ڪَرِم ڪندي هن کان بہ ڪرائي.

اهو ئي ڪارڻ هو تہ پوجيہ مهاراج جي ورڌ اوسٿا ۾ بہ رات جو ٢ بجي ئي اُٿي وينا ۽ ڪنگهڻ لڳا. ٽي بجي چوڻ لڳا، ”اُٿو مٽيءَ جا پتلا“ سڀ اُٿي چنتن ۾ لڳي وڃو، پاڻ ٿورو ليٽي پوي. ڪجھہ دير کان پوءِ وري اُٿي ويهي رهن. چون، ”توهين سمجهو ٿا تہ مهاراج سمهي پيو آهي؛ پر مان سمهان نٿو، سواس ۾ لڳل آهيان. ورڌ اوسٿا جو سرير آهي، وهڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي ان ڪري مان پيو هوندو آهيان.

توهان کي استر ۾ سڌو ويهي چنتن ڪرڻو آهي. جيستائين تيل ڌارا وانگر سواس جي ڏوري نہ ٽٽي وڃي، سلسلو ٽٽي نہ، ٻيا سنڪلپ وچ ۾ اٽڪ اُٿپن نہ ڪري سگهن تيستائين لاڳيتو لڳو رهڻ ساڌو جو ڌرم آهي. منهنجو سواس تہ بانس جي لڪڙيءَ وانگر استر بيني آهي. اهوئي ڪارڻ آهي تہ ششن ڪان ڪرائڻ لاءِ اُهو مهاپرش چڱيءَ طرح ڪرم ۾ ورتندو آهي. ”جنهن ڳڻ کي سيکاري، اُن کي ڪري ڏيکاري.“

اهڙيءَ طرح سوروپ ۾ استت مهاپرش کي بہ ڪپي تہ پاڻ ڪرم ڪندي ساڌڪن ۾ بہ آراڌنا ۾ لڳائيندو رهي. ساڌڪ تہ پورڻ شرڌا آرڌنا ۾ لڳي، پر پلي گيان يوگي هجي يا سمپورڻ ڀاوَ وارو نشڪام ڪرم يوگي هجي؛ ساڌڪ ۾ ساڌنا جو اهنڪار نہ اچڻ گهرجي. ڪرم ڪنهنجي دواران ٿين ٿا، هن جي هئڻ جو ڪارڻ ڪير آهي؟ ان تي شري ڪرشن روشني وجهن ٿا.

**प्रकृते: क्रियमाणानि गुणै: कर्माणि सर्वश:।**
**अहङ्कारविमूढात्मा कर्ताहमिति मन्यते।।२७।।**

**”پرَڪِرتي ڪِرَيماڻاني ڳُڻُئوهہ ڪَرماڻي سَروَشَهہ**
**اَهنڪارَ وِ مُوڙهاتما ڪَرتاهَمِتي مَنيَتي (٢٧)**

شروع ۾ پورتي پَرِينت ڪرم پرڪرتي جي ڳڻن دواران ڪيا ويندا آهن پوءِ اهنڪار کان خاص موڙهہ پرش ”مان ڪرتا آهيان“ ائين مڃين ٿا. اهو ڪيئن مڃجي تہ آرڌنا پرڪرتيءَ جي ڳڻن دواران ٿئي ٿي؟ اهڙو کهڙو ڏنو. ان تي چون ٿا.

**तत्त्ववित्तु महाबाहो गुणकर्मविभागयो:।**
**गुणा गुणेशु वर्तन्त इति मत्वा न सज्जते।।२८।।**

’’تَتوَ وِتوُ مهاباهو گُڻَڪرِمَوِڀاگيوهه
گُڻا گُڻيشوُ وَرِتَنِتَ اتي مِتوا نہ سجتي ‘‘ (٢٨)

هي مهاباهو! گڻ ۽ ڪرم جي وڀاڳہ کي تَتووِتِ پَرَمَ تَتوَ پرماتما چاڻ رکندڙ مهاپرش ڏنو ۽ سمپورڻ گڻ، گڻن ۾ وَرِتي رهيا آهن، ائين مڃي هوُ گڻ ۽ ڪرمن جي ڪرتاپڻي ۾ آسڪت نٿا ٿين.

هتي تَتوِ جو ارٿ پَرَمِ تَتوَ پرماتما آهي نہ پنج يا پنجويهہ تَتوِ، جيئن تہ لوڪ ڳڻين ٿا. يوگيشور ڪرشن جي شبدن ۾ تَتوَ هڪڙو ئي پرماتما آهي، ٻيو ڪو تَتوِ آهيئِي ڪونہ. گڻن کي پار ڪري پرم تَتوِ پرماتما ۾ استٿ مهاپرش گڻ جي انوسار ڪرمن جو الڳپڻو ڏسي ٿا سگهن. تامسي گڻ رهندو تہ اُنجو ڪم ٿيندو. آلس،ننڊ، چڪون، ڪرم ۾ پرورت نہ هئڻ جو سڀاءُ. راجسي گڻ هوندو تہ آرڏنا کان پنيان نہ هٽڻ جو سڀاءُ، بهادري سوامي ڀاوُ سان ڪرم ٿيندو ۽ ساتوڪ گڻ ڪرم ڪرڻ وقت ڌيان، سماڌي، انيوي گيان ، ڌاراواهڪ چنتن، سرل سڀاءُ ۾ ٿيندو. گڻ بدلجندڙ آهن. انيوي گياني ئي ڏسي سگهندو آهي تہ گڻن جي آڌار ڪرمن جو سٺا ۽ خراب ٿيندا آهن. گڻ پنهنجو ڪم ڪري وٺندا آهن. مطلب تہ گڻ گڻن ۾ ورتندا آهن. ائين سمجهي هو ظاهر ڏٺل ڪم ۾ آسڪت نہ ٿيندا آهن. پر جن گڻن جو پار نہ پاتو آهي، جيڪي اڃا رستي ۾ آهن اُنهن کي ڪرمن ۾ آسڪت رهڻو آهي تنهنڪري :

प्रकृतेर्गुणसम्मूढाः सज्जन्ते गुणकर्मसु।
तानकृत्स्नविदो मन्दान्कृत्स्नविन्न विचालयेत्।।२९।।

’’پِرَڪرِتيرگُڻَسَمِموُڙَما سَڄِنتي گُڻڪرِمَسوُ
تانڪرِتِسِنَوِدو منداِنڪرِتِسِنَوِنَ وِچالَيِتي (٢٩)

پرڪرتي جي ڳڻن سان موهت ٿيل پرش ڳڻ ۽ ڪرمن ۾ سلسليوار نرمل ڳڻن جي وڌيڪ اُنتي ڏسي اُن ۾ آسڪت ٿيندا آهن. اُنهن کي چڱي طرح نه سمجهوار ”مَندانِ“ ڍلي طرح ڪوشش ڪسڻِ کي چڱي عرح ڄاڻڻوارا گياني چلائمان نه ڪن اُنهن کي ٻي همت نه ڪن بلڪ اُتساهه ڏين، ڇاڪاڻ ته اُنهنڪي ڪرم ڪري ئي پرم نشڪامتا جي اسٿتي کي پائڻو آهي. پنهنجي شڪتي ۽ اسٿتي جو پريوگ ڪري ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ وارن گيان مارگي ساڌڪن کي کپي ته ڪرم جي ڳڻن جي دين مڃين، ڀاڳکي ڪرتا مڃي اهنڪاري نه ٿي وڃي، نرمل ڳڻن جي پراپت ٿيڻ تي ٻه اُن آسڪت نه هجي. پر نشڪام ڪرم يوگي کي ڪرم ۽ ڳڻن کي ڇيد ۾ وقت ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪونه آهي. هن کي ته بس سمرپڻ سان ڪرم ڪرڻا رهڻا آهن. ڪهڙو ڳڻ اَ -جا رهيا آهن، اهو ڏسڻ پرماتما جي ذميواري ٿي ويندي آهي. ڳڻن ۾ پريورتن ۽ قدم قدم سان اُٿڻ، اُها پرماتما اشٿ جي ئي دين مڃين ٿا ۽ ڪرم ٿيڻ کي ٻه اُن جي ئي دين مڃين ٿا. هاڻي ڪرتاپڻي جو اهنڪار يا ڳڻن ۾ آسڪت ٿيڻ جي سمسيا، مٿئلو اُن جي لاءِ نٿي رهي، جڏهن ته هميشه لڳو رهي ٿو. ان تي ۽ ساٿ ئي يڌ جو سوروپ ٻڌائيندي شري ڪرشن چوندا آهن:

**मयि सर्वाणि कर्माणि सन्न्यस्वाध्यात्मचेतसा।**
**निराशीर्निर्ममो भूत्वा युध्यस्व विगतज्वर: ।।३०।।**

**”مَيه سَرِواڻي ڪَرِماڻي سَنَنيسيا ڌياتِمَ چيٽسا**
**نراشِيرِنِرمَمو ڀوتِوا يُڌِيَسِوَ وِگَتَجوَرَهه (٣٠)**

ان ڪري ارجن ! تون ”اَڌِياتمِچيتَسا“ انتر آتما ۾ چت

جو نروڌ ڪري، روڪي، ڌيان استٿ ٿي سمپورڻ ڪرمن کي
مون ۾ ارپڻ ڪري، آشا رهت ۽ ممتا رهت ۽ دک کان رهت ٿي
يڌ ڪر. جڏهن چت ڌيان ۾ استٿ آهي، ذري بہ ڪٿي آشا
ناهي، ڪرم ۾ ممتا ڪونهي، اسَقلتا جو دک نہ آهي تہ اُهو
پرش ڪهڙي يڌ ڪندو؟ جڏهن سيني پاسن کان چت سميٽي
هرديہ ۾ گهڙي ٿو تہ هو لڙندو ڇا جي لاءِ، ڪنهن سان اُتي
آهي ڪير؟ حقيقت ۾ جڏهن توهين ڌيان ۾ پرويش ڪندا،
تڏهن يڌ جو صحيح سروپ ڪڙو ٿئي ٿو، تہ ڪام ڪروڌ، راڳہ
دويش، آشا ترشڻا وغيره وڪارن جو ميڙ، وجاتي پرورتيون
جو ’ڪُرُ‘ چوائين ٿيون، سنسار ۾ پرورتي ڏيندي ئي رهندي
آهي. رڪاوٽ جي روپ ۾ خوفناڪ حملو ڪنديون آهن.
بس، انهن جو پار پائڻ ئي يڌ آهي. انهن کي مٽائيندي
انتر آتما ۾ سمٽيندو وڃڻ، ڌيان استٿ ٿيندو وڃڻ ئي
سچي يڌ آهي. ان تي وري زور ڏين ٿا

ये मे मतमिदं नित्यमनुतिष्ठन्ति मानवा:।
श्रद्धावन्तोऽनसूयन्तो मुच्यन्ते तेऽपि कर्मभि:॥३१॥

”يي مي مَتَمِدَمِ نِتيَمَنُتِشٺَنتي مانَواها
شِرَڌا ونِتو نَسوُيَنِتو مُچِيَنِتي تيپي ڪَرِمَيِيهہ “ (٣١)

جيڪو منش دوش درشٽيءَ کان رهت ٿي شرڌا ياوَ سمرپڻ
سان مليل هوندي سدا منهنجي ان مَت جي انوسار وَرتي ٿو تہ
”يڌ ڪر“ اُهي پرش بہ سيني ڪرمن کان ڇٽل آهن. يوگيشور
جو اهو دلاسو ڪنهن هندو مسلمان يا عيسائي جي لاءِ نہ پر
سچي مانَوَ جاتيءَ لاءِ آهي. اُنهنجو متو آهي تہ يڌ ڪر! ان
مان ائين پرتيت ٿو ٿئي تہ هيءُ اُپديش يڌ ڪرڻ وارن لاءِ
هو. سوياڳيہ سان ارجن جي سامهون وِشِوَ يڌ جي رچنا هئي.

توهانجي سامهون تہ ڪا ٻڌ ڪونهي. توهين گيتا جي پنيان چو پيا آهيو، چاڪاڻ تہ ڪرمن کان ڇٽڻ جو اُپاءُ تہ ٻڌ ڪرڻ وارن لاءِ آهي. پر اهڙو ڪجهہ ڪونهي. حقيقت ۾ هيءَ اَندرين لڙائي آهي. ڪيتر ۽ ڪيتر گيہ جي، وديا ۽ اوديا جي، ڌرم ڪيتر ۽ ڪُروڪيتر جي لڙائي آهي. توهين جيئن جيئن ڌيان ۾ چت کي روڪيندا، وجاتي پرورتي رڪاوٽ جي روپ ۾ ظاهر ٿيندي آهي، ڀينڪر حملو ڪندي آهي. اُنکي شانت ڪندي، چت کي روڪيندو وڃڻ ئي ٻڌ آهي. جو دوش درشتي کان رهت ٿي شرڌا سان ان ٻڌ ۾ لڳائي ٿو اُهو ڪرمن جي ٻنڌن کان، آواگمن کان ڇڳيءَ طرح ڇوٽڪارو پائي ٿو. جو هن ٻڌ ۾ پرورت نٿو ٿئي. نٿو ڪوشش ڪري، اُن جي ڪهڙي گتي ٿيندي آهي؟ ان تي چون ٿا:-

ये त्वेतदभ्यसूयन्तो नानुतिष्ठन्ति मे मतम्।
सर्वज्ञानविमूढांस्तान्विद्धि नष्टानचेतस: ।।३२।।

”يي تِويتَدَ ڀيسوُيَنِتو نانوُتِشٿَنِتي مي مَتَمِ
سَرِوَ گيانَوِموُڙها نِستانِوِڏي نَشِٽانَچيتسَهہ (٣٢)

جيڪو دوش درشتيءَ وارو ”اچيتَسَهہ“ موهہ نندرا ۾ سمهيل لوڪ منهنجي من مَت جي انوسار نٿا هلن معنيٰ ڌيان ۾ اسٿت ٿي آشا، ممتا، دڪہ کان رهت ٿي سمپورڻ سان ٻڌ نٿا ڪن ”سَرِوگيانِوَ موُڙِهانِ“ گيان جي راهہ ۾ سدائين موهت انهن لوڪن کي تون ڪلياڻ کان ڀرشٽ ٿيل ڄاڻ. جڏهن اهوئي صحيح آهي تہ لوڪ ڇو نہ ٿا ڪن؟ ان تي چون ٿا :

सदृशं चेष्टते स्वस्या: प्रकृतेर्ज्ञानवानपि।
प्रकृतिं यान्ति भूतानि निग्रह किं करिष्यति ।।३३।।

”سَدِرشَمِ چيشِٽتي سِوَسِياها پرڪرتيرگيا نَوانَپي

**پرڪرتيريانتي ڀوٽاني نگرهه ڪم ڪريشيتي (٣٣)**

سڀ پراڻي پنهنجي پرڪرتي کي پراپت ٿين ٿا. پنهنجي سڀاءَ جي وس ۾ رهي ڪرم ۾ ڀاڱہ وٺن ٿا.ساڪيات درشي گياني بہ پنهنجي پرڪرتي جي انوسار ڪرم ڪري ٿو. پراڻي پنهنجي ڪرمن ۾ ورتن ٿا ۽ گياني پنهنجي سروپ ۾ جهڙو جنهنجي پرڪرتيءَ جو دٻاءُ آهي، اهڙوئي ڪاريہ ڪري ٿو. اهو پاڻيهي سِڌِ ٿئي ٿو. ان ۾ انڪار ڪوئي ڇا ڪندو؟ اهوئي ڪارڻ آهي جو سڀيئي لوڪ منهنجي مَت مطابق ڪرم ۾ پرورت نٿا ٿي سگهن. هو آشا ، ممتا، سنتاپ جو ٻين اڪرن ۾ راڳہ دويش جو تياڳہ نٿا ڪري سگهن، جنهن ڪري ڪرم جو هڪ جهڙو آچرڻ نٿو ٿئي. ان کي وڌيڪ ظاهر ڪن ٿا ۽ ٻيو ڪارڻ ٻڌائين ٿا-

इन्द्रियस्येन्द्रियस्यार्थे रागद्वेषौ व्यवस्थितौ।
तयोर्न वशमागच्छेत्तौ ह्यस्य परिपन्थिनौ।।३४।।

”اِندِرِيَسييندِرِيَسيارٿي راگدويشئوُ وِيَوسٿتئوُ
تَيورَنِ وشماگڇيتَئوُ هِيَسيہ پَريپَنٿَنَو (٣٤)

اندريون ۽ اندرين جي ڀوڳن ۾ راڳہ ۽ دويش اسٿت آهن. انهن ٻنهي جي وس ۾ نہ ٿيڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو هن ڪلياڻ مارگہ ۾ ڪرمن کان ڇٽڻ وڃڻ واري رسم ۾، سرشتي ۾ هي راڳ ۽ دويش خراب ڪندڙ، ستائيندڙ دشمن آهن، آرڏنا کي چورائين ٿا، ڀڄائي ڪڍن ٿا. جڏهن دشمن اندر آهن تہ ٻاهر ڪير ڪنهن سان ڇو لڙندو؟ دشمن تہ اندرين ۽ ڀوڳن سان ڳنڍيل آهن، انتهڪرڻ ۾ آهن. هاڻي هيءَ ڀڏ بہ انتهڪرڻ جي ڀڏ آهي ڇو جو شرير ئي کيتر آهي، جنهن ۾ سَجاتي ۽ وِجاتي ٻئي پرورتيون، وديا ۽ اوديا رهن ٿيون، جيڪي مايا

جا بہ انگہ آهن. انهن پرورتين کان پار ٿي سڄاتي پرورتيءَ
کي ساڌي وِجاتي جو انت ڪرڻ ٿي يڌ آهي. وِجاتي پرورتيون
سماپت ٿيڻ سان سَڄاتي جو بہ اُنجي انترال ۾ ملي وڃڻ
ان طرح پرڪرتي جو پار پائڻ يڌ آهي، جو ڌيان ۾ ٿي
ممڪن آهي. راڳہ دويش کي شانت ڪرڻ، روڪڻ ۾ وقت ٿو
لڳي، ان ڪري گهڻا ساڌڪ ڪِريا کي ڇڏي اوچتو مهاپرش
جو نقل ڪرڻ لڳي ٿا وڃن. شري ڪرشن ان کان ساوڌان ڪن
ٿا:

श्रेयान्स्वधर्मो विगुण: परधर्मात्स्वनुष्ठितात्।
स्वधर्मे निधनं श्रेय: परधर्मो भयावह: ।।३५।।

”شريياڻسوَڌرمو وِگُڻَهہ پَرَڌَرماتِسوَنوُشِٽتاتِ
سِوَڌَرمي نِڌَنَمِ شِرييَهہ پَرَڌرِمو ڀَياوَهَهہ (٣٥)

هڪ ساڌڪ ڌهن سالن کان ساڌنا ۾ لڳو پيو آهي ۽ ٻيو ساڌنا
۾ اڄ پرويش وٺي رهيو آهي. ٻنهي جي لائقي هڪ جهڙي
ڪونہ هوندي، شروع وارو ساڌڪ جيڪڌهن اُن جو نقل ٿو ڪري
تہ نشٽ ٿي ويندو. ان تي شري ڪرشن چون ٿا تہ سٺي نموني
آچرڻ ڪيل ٻئي جي ڌرم کان گڻ رهت بہ پنهنجو ڌرم وڌيڪ
اُتم آهي. سڀاءَ کان اتپن ٿيل ڪرم ۾ لڳي رهڻ جي شڪتي
سِوَڌرم آهي. پنهنجي شڪتي آهر ڪرم ۾ پرورت هئڻ جي
شڪتي سان ساڌڪ هڪ نہ هڪ ڏينهن پار پائي ٿو وڃي. هاڻي
سِوَڌرم آچرڻ ۾ مرڻ بہ پرم ڪلياڻڪاري آهي. جتان ساڌن
ڇٽندو، شرير ملڻ سان اُتان کان وري شروعات ٿيندي. آتما تہ
مري ڪونہ ٿو (شرير) وستر بدلجڻ سان توهانجي ٻُڌي، ويچار
بدلجي تہ نٿا وڃن؟ اڳئين وانگر سانگہ ٻڌائڻ سان ساڌڪ
ڀپ کي پراپت ٿئي ٿو. ڀپ پرڪرتي ۾ ٿيندو آهي، پرماتما
۾ نہ ٿيندو آهي. پرڪرتي جو آورڻ پردو گهاٽو ٿيندو

ويندو.

هن ڀڳوت جي راهہ ۾ نقل گھٽو آهي. پوڄيہ مهاراج جي کي هڪ ڀيري آڪاشواڻي ٿي هئي تہ انوسئيا وٽ وڃي رهو، تہ ڄموءَ ڪان چترڪوٽ آيا ۽ انوسُئيا جي گھاٽي جھنگل ۾ نواس ڪرڻ لڳا. گھڻيئي مهاتما اُتان ايندا ويندا هئا. هڪڙي ڏنو تہ پرمهنس جي دگمبر، ننگو ڌرنگہ هتي نواس ٿو ڪري، هنجو سنمان آهي تہ ترت هن لنگوٽي لاهي ڦٽي ڪئي. ڏنڊو، ڪرمنڊل هڪ ٻئي مهاتما کي ڏيئي ڇڏيو ۽ دگمبر ٿي پيو. ڪجھہ وقت کان پوءِ آيو تہ ڏنائين، پرمهنس ماڻهن سان ڳالهائي بہ ٿو، گاريون بہ ٿو ڏئي. مهاراج جي کي حڪم ٿيو هو تہ ڀڳتن کي ڪلياڻ ڪرڻ لاءِ ڪجھہ دڙڪو داٻ بہ ڪري، هن راهہ جي راهگيرن جي نگراني رکي. مهاراج جي جو نقل ڪري هو مهاتما بہ گاريون ڏيڻ لڳو، پر موت ۾ لوڪ ڪجھہ نہ ڪجھہ چڙئي وهندا هئا. مهاتما چوڻ لڳو ھُتي تہ ڪير ڪجھہ چوي ئي نٿو، هتي تہ جواب ٿا ڏين.

ٻن ٽئن سالن کانپوءِ موٽيو تہ ڏنائين تہ پرمهنس گديءَ تي وينو آهي، لوڪ پنکو جھولائي رهيا آهن، چنور هلائي رهيا آهن. هن جھنگل جي هڪ کنڊهر ۾ تخت گھرايو. گاديلا وچارايائين، ٻن ماڻهن کي چنور هلائڻ لاءِ مقرر ڪيائين. هر سومر تي رش بہ ٿيڻ لڳي تہ پُٽ کپي تہ پنجاهہ روپيا، ڌيءَ کپي تہ پنجويهہ روپيا. پر ”اُگھڙي اَنت نہ هوءِ بنا هوُ“ هڪ مهني ۾ ئي ڏوکڙ مان بہ ڪري هليو ويو. هن ڀڳوت پٿ ۾ نقل سات نہ ڏيندو آهي. ساڌڪ کي سِوَڌرم، پنهنجي ڌرم جو ئي آچرڻ ڪرڻ گھرجي.

سِوَ ڌرم ڇا آهي؟ ٻئين اڌياءَ ۾ شري ڪرشن سِوَڌرم جو

نالو ورتو هو تہ سِوَڌرم ڪي ڏسي تون يڌ ڪرڻ لائق آهين. ڪتري جي لاءِ هن ڪان وڌيڪ ڪلياڻڪاري مارگہ ڪونهي. سِوَڌرم ۾ ارجن ڪتري پاتو وڃي ٿو، اشارو ڪيو تہ ارجن ! جي برهمڻ آهن، ويدن جو اُپديش ڪرڻ اُنهن جي لاءِ شڌ نديءَ سمان آهي. تون ويدن ڪان متي اُت ۽ برهمڻ ٿيءُ معنيٰ سِوَڌرم ۾ پريورتن ممڪن آهي. اُتي وري چيائون تہ راڳہ دويش جي وس ۾ نہ ٿيءُ، انهي بنڌن ڪي ڪَٽِ. سوڌرم سڀ ڪان اُتم آهي، ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ ارجن ڪنهن برهمڻ جو نقل ڪري ۽ اُن وانگر پنهنجو ويس ڪري.ھ هڪ ئي ڪرم پٽ ڪي مهاپرش چئن درجن ۾ ورهايو. نِڪرِشٽ، مڌيم، اُتم ۽ اَتي اُتم. هنن درجن جا ساڌڪ نمبروار شودر، وَشيہ، ڪتري ۽ برهمڻ جا نالا ڏنا. شودر واري شڪتيءَ سان ڪرم جي شروعات ٿئي ٿي ۽ ساڌنا ڪندي اُهوئي ساڌڪ برهمڻ بڻجي ٿو وڃي. ان ڪان بہ اڳي هو جڏهن پرماتما ۾ پرويش ڪري ٿو تہ نہ برهمڻ، نہ ڪشتريہ، نہ وئِشِو، نہ شودر، چدانندروپم شوو ڪيِ، هو ورڻن ڪان متي چڙهي ٿو وڃي. شري ڪرشن چون ٿا ''چاتورِيَہ وَرِڻَيِ مَياسِرِشٽَم چئن ورڻن جي رچنا مون ڪئي. تہ چا جنم جي آڌار تي ڪرم ورهايا ويا؟ نہ گُڻَ ڪَرِمَ وِڀاگشهہ'' گڻن جي آڌار تي ڪرم ورهايا ويا، ڪهڙو ڪرم؟ چا سنسارڪ ڪرم؟ شري ڪرشن چون ٿا نہ نيمڪ ڪرم، نيمڪ ڪرم چا آهي؟ اُهائي يگيہ جي پرڪريا، جنهن ۾ هوندو آهي سواس ۾ پساهہ جو هَوَن، اندرين تي سنيم وغيره، جنهنجو شڌ ارٿ آهي يوگہ، ساڌنا، آرڌنا، آراڌيہ ديو تائين پهچڻ واري خاص وِڌي ئي آرڌنا آهي هن آرڌنا ڪي ئي چئن درجن ۾ ورهايو ويو جهڙي شڪتي وارو

پرش هجي، اُن کي اُن درجي کان شروع ڪرڻ گهرجي، اهو ئي سڀ ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو سِوَڌرم آهي. جيڪڏهن جي هو اڳئين جو نقل ڪندو ته ڊپ پراپت ٿيندو. سڀ نشٽ ته نه ٿيندو، ڇو جو ان ۾ ٻج جو ناس ته نه ٿيندو. ها، هو پرڪرتي جي دٻاءَ سي ڊنل، دين هيڻ ضرور ٿي ويندو. ٻارن جي درجي جو وديارٿي وڏي درجي ۾ وهڻ لڳي، ته سناتڪ ڇا ٿيندو، هو پهرين شروعاتي ورڻ مالا کان به رهجي ويندو. ارجن سوال رکيو آهي ته منش سِوَڌرم جو آچرڻ ڇو نه ٿو ڪري سگهي؟

अर्जुन उवाच
अथ केन प्रयुक्तोऽयं पापं चरति पूरुषः।
अनिच्छन्नपि वार्ष्णेय बलादिव नियोजितः।।३६।।

ارجن اواچ
”اَٿ ڪينَ پرِيُڪتوِيَمِ پاپَمِ چرَتي پُرُشَهه
انيڇننپي واشريٽييه بَلادِوَ نِيوجِتَهه “(٣٦)

هي ڪرشن! پوءِ هيءُ پرش زوريءَ ڇڪي لڳايا ويا. ڪي پاڻ پنهنجي ليکي نه چاهيندي به ڪنهنجي پريرٽا سان پاپ جو آچرڻ ڪري ٿو؟ توهانجي مَت جي انوسار ڇو نٿو هلي سگهي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا:

श्रीभगवानुवाच
काम एष क्रोध एष रजोगुणसमुद्भवः।
महाशनो महापाप्मा विद्ध्येनमिह वैरिणम्।।३७।।

شري ڀڳوان اُواچ
”ڪامَ ايش ڪروڌ ايشو رجوگڻسَمُدِ ڀَوَهه
مَهاشنو مَهاپاپما وِدِيينَمِهه وَئيرِڻم (٣٧)

ارجن! رجوگڻ مان اتپن هي ڪام ۽ هي ڪروڌ، راڳہ دويش جا ئي پورڪ آهن. هيٺئر مون جنهنجو ذڪر ڪيو آهي، ان وشيہ ۾ تون اُنهن کي ئي شترو ڄاڻ. هاڻي ان جو اثر ٻڌائين ٿا -

**धूमेनाव्रियते वह्निर्यथादर्शो मलेन च।**
**यथोल्बेनावृतो गर्भस्तथा तेनेदमावृतम्।।३८।।**

”ڌُوميناوِرَيتي هوَهنِرِيٿادَرشو مَلين چَ
يَٿولِبيناوِرِ تو گَرڀِسِتَٿا تينيدماوِرِتَمِ “ (٣٨)

جيئن دونهين سان اگني ۽ مٽل سان درپڻ، آرسي ڍڪجي ويندي آهي، جيئن پردي سان گرڀ ڍڪيل ٿيندو آهي، ئيڪ ائين ئي ڪام ڪروڌ وغيره وڪارن سان هيءُ گيان ڍڪيل آهي. آلي لڪڙي جلائڻ سان دونهون ئي دونهون ٿيندو آهي. رَکہ ٿي بہ ڪو اُلو، روشني ۽ خوشبوءِ جو روپ نٿو پائي ميراڻ سان ڍڪيل آرسيءَ تي جهڙي طرح پاڇو صاف نٿو ٿئي، سنهي پردي جي ڪري گرڀ ڍڪيل رهي ٿو، ائين ئي انهن وڪارن جي هوندي پرماتما جو ساکيات گيان نٿو ٿئي.

**आवृतं ज्ञानमेतेन ज्ञानिनो नित्यवैरिणा।**
**कामरूपेण कौन्तेय दुष्पूरेणानलेन च।।३९।।**

”آوِرِتَمِ گيانميتين گيانِنو نِتيوَئيرڻا
ڪام رُوپيڻ ڪوَنتييہَ دُشپُوريڻا نَلينَ چہَ “ (٣٩)

ڪوَنتييہ !اگربتي وانگر ياڳن سان نہ ترپت هئڻ وارا، گيانين جو هميشهہ جو ويري هن ڪام سان گيان ڍڪيل آهي. هاڻي تہ شري ڪرشن ڪام ۽ ڪروڌ بہ دشمن ٻڌايا. ڏنل سلوڪ ۾ هو صرف هڪ شترو ڪام جو نالو وٺن ٿا. حقيقت ۾ ڪام ۽

ڪروڌ جو انترياو آهي. ڪم پورو ٿيڻ تي ڪروڌ سماپت ٿي ويندو آهي، پر ڪامنا سماپت نٿي ٿئي ڪامنا پورتي ۾ دير يا رڪاوٽ پوڻ سان ڪروڌ وري اُڀري ايندو آهي. ڪام جي گود ۾ ڪروڌ پڻ لڪل آهي. هن دشمن جو نواس ڪٿي آهي؟ ان کي ڳوليون ڪٿي؟ نواس ڄاڻڻ تي ئي هن کي سولي ڀڃن کي نشٽ ڪرڻ ۾ سهوليت رهندي. ان تي شري ڪرشن چون ٿا.

**इन्द्रियाणि मनो बुद्धिरस्याधिष्ठानमुच्यते।**
**एतैर्विमोहयत्येष ज्ञानमावृत्य देहिनम् ।।४०।।**

**”اِندِرِياڻي مَنو بُڌِرسيا ڌِشٺانَمُچيتي**
**ايتَئيرِ وِموَهَيَتييش گيانَماوِرتِيہ ديهِنَمِ “ (۴۰)**

اندريون، من ۽ بڌي هن جي رهڻ جي استان چيا وڃن ٿا. هي ڪام ان من، بڌي ۽ اندرين جي دوارن ئي گيان کي ڍڪي جيو آتما کي موهہ ۾ وجهن ٿا.

**तस्मात्त्वमिन्द्रियाण्यादौ नियम्य भरतर्षभ।**
**पाप्मानं प्रजहि ह्येनं ज्ञानविज्ञाननाशनम् ।।४१।।**

**”تَسماتوَمِندِرِ ياڻيادئوُ نِيَمِيہ ڀَرتَرشَڀ**
**پاپمانَمِ پرَجَهي هِييِنمِ گيان وِگيانَناشَنَمِ (۴۱)**

ان ڪري ارجن ! تون پهرين اندرين کي ”نيميہ“ سنيم ۾ رکہ، ضابطي ۾ رکہ. دشمن هنجي اندر ۾ لڪل آهي. هو تنهنجي شرير جي اندر آهي. ٻاهر ڳولڻ سان هو ڪٿي ڪونہ ملندو. هي هرديہ ديش جي اندرئين جڳت جي لڙائي آهي. اندرين کي وس ۾ ڪري گيان وگيان جو ناس ڪرڻ واري هن پاپي ڪام کي ئي مار. ڪام سڌو پڪڙ ۾ نہ ايندو. تنهنڪري وڪارن جي نواس استان کي ئي گهيري وٺ، گهيراءُ ڪر، اندرين کي سنيم ۾ رک، ضابطي ۾ رک. پر

اندرين ۽ من کي ضابطو ڪرڻ تہ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڇا اسين اهو ڪري سگھنداسين؟ ان تي شري ڪرشن توهانجي شڪتي ٻڌائيندي اُتساهت ڪن ٿا:

**इन्द्रियाणि पराण्याहुरिन्द्रियेभ्यः परं मनः।**
**मनसस्तु परा बुद्धिर्यो बुद्धेः परतस्तु सः।।४२।।**

”اِندِرِياڻي پراڻياهُرِندِرِيِيَڀيہ پَرَمِ مَنَہ
مَنَسَسِتوُ پرا بُڌِرِيو بُڌي پَرَتَسِتوُسَہ (۴۲)

ارجن! هن شرير مان تون اندرين کان پري ارٿات سوکيم ۽ بلوان ڄاڻ، اندرين کان پري من آهي هي اُن کان بہ بلوان آهي. من کان پري بُڌي آهي ۽ جو بُڌي کان بہ تمام پري آهي، اُها تنهنجي آتما آهي. اُهوئي تون آهين. ان ڪري اندريون، من ۽ ٻڌيءَ کي پڪڙڻ ۾ تون سمرٿ آهين.

**एवं बुद्धेः परं बुद्ध्वा संस्तभ्यात्मानमात्मना।**
**जहि शत्रुं महाबाहो कामरूपं दुरासदम्।।४३।।**

”ايوَمِ بُڌيہ پَرَمِ بُڌوا سَنِسِتَڀِياتما نَماتِمَنا
جَهِہ شترو مِ مهاباهو ڪامِ روُپَمِ دُراسَدَمِ (۴۳)

ان طرح ٻڌيءَ کان پري ارٿات سوکيم ۽ بلوان پنهنجي آتما کي ڄاڻي، آتم ٻل کي سمجھي، ٻڌيءَ دواران پنهنجي من کي وس ۾ ڪري ارجن! هن ڪام روپي خراب شتروءَ کي مار. ڪام هڪ پاپي دشمن آهي. اندرين جي دواران هي آتما کي موهت ڪري ٿو، تہ تون پنهنجي شڪتي سمجھي آتما کي بلوان سمجھي ڪام روپي دشمن کي مار، ڇوڙ جي ضرورت ڪونهي تہ هيءُ شترو اَندريون آهي ۽ يڌ بہ انتر ديش جي ئي آهي.

## تاتپرج :

گھٽو ڪري گيتا پريمي وياکيا ڪرڻ وارن هن اڌياءُ کي ڪرم يوگ نالو ڏنو آهي پر اهو پورو نہ آهي، صحيح نہ آهي.

ٻئين اڌياءَ ۾ يوگيشور ڪرم جو نالو ڪنيو. هنن ڪرم جي مهتو کي ظاهر ڪري اُن ۾ ڪرم جڳياسا جاڳرت ڪئي ۽ هِن اڌياءَ ۾ هنن ڪرم جو ورنن ڪيو تہ يگيہ جي پرڪريائي ڪرم آهي. سِڌَ آهي تہ يگيہ ڪوئي مچيل حالت ڪونهي. ان ڪان سواءِ جو ڪجهہ بہ ڪيو وڃي ٿو، اُهو هن لوڪ جو ٻنڌن آهي. شري ڪرشن جنهن کي چوندو اُزههو صڪرم ”موڪِشيَسي شُڀاتِ“ سنساري ٻنڌن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارو ڪرم آهي.

شري ڪرشن يگيہ جي اُتپتي ٻڌائي، هو ڏئي ڇا ٿو؟ اُنجي خاصتين جو چترڻ ڪيو، ذڪر ڪيو، يگيہ ڪرڻ تي زور ڏنو. هنن چيو هن يگيہ جي پرڪريا ئي ڪرم آهي. جيڪي نٽا ڪن سي پاپ سان ڀريل، آرام چاهڻ وارا اجايو جيئَنِ ٿا پنهنجي جيون وئرٿ وڃائين ٿا. اڳين ڏينهن ۾ هئڻ وارن مهرشين بہ انکي ڪري ئي پرم نئشڪرميہ سِڌيءَ کي پاتو آهي. آتم ترپت هئا، اُنهن جي لاءِ ڪرم ضروري ڪونہ هو، پوءِ بہ پٺيان وارن جي مارگدرشن لاءِ هو بہ ڪرم ۾ چڱيءَ طرح لڳا رهندا هئا. اُنهن مهاپرشن سان شري ڪرشن پنهنجي ڀيٽ ڪئي تہ منهنجو بہ هاڻي ڪرم ڪرڻ سان ڪوئي پريوجن ڪونهي، مان بہ پٺيان وارن جي ڀلائيءَ لاءِ ئي ڪَرِم ۾ وَرتان ٿو شري ڪرشن صاف پنهنجو پريچيہ ڏنو، واقفيت ڏني تہ هو هڪ يوگي آهي. هنن ڪرم ۾ پرورت ساڌڪن کي چلائمان نہ ڪرڻ لاءِ چيو. جو ڪرم ڪري ئي ساڌڪ کي استتي پراپت لاءِ ڌيان ۾ استت ٿي يڌ ڪرڻي آهي. اڪيون بند آهن. اندرين کي سميٽي چت تي قبضو ٿيو تہ يڌ ڪهڙي؟ ان وقت ڪام ڪروڌ، راڳہ دويش رڪاوٽون ٿينديون آهن. انهن وجاتي پرورتين جو انت پائڻ يڌ آهي. آسُري سمپد، ڪروکيتر وجاتي پرورتين کي آهستي آهستي چنديندي ڌيان استت ٿيندو وڃڻ ئي يڌ آهي. حقيقت

۾ ڏيان ۾ ئي يڌ آهي،اهوئي هن اڌياءُ جو تاتپرج آهي، جنهن ۾ نہ ڪرم ٻڌايو نہ يگيہ. جيڪڏهن يگيہ سمجهہ ۾ اچي وڃي تہ ڪرم سمجهہ ۾ اچي. اڃا تہ ڪرم سمجهايو ئي نہ ويو آهي.

هن اڌياءَ ۾ صرف اسٿت پرگيہ مهاپرش جي سڪيل پهلوءَ تي زور ڏنو ويو. هيءَ تہ گروجن لاءِ اشارو آهي. هو نہ بہ ڪن تہ اُنهن کي ڪوئي نقصان ڪونہ ٿيندو ۽ ائين نہ ڪرڻ ۾ انهن جو ڪجهہ لاڀ ڪونهي، پر جن ساڌڪن کي پرم گت جي اڃا آهي، اُنهن جي لاءِ خاص ڪجهہ چيو ئي ڪونهي تہ هيءَ ڪرم يوگہ ڪهڙو آهي؟ڪرم جو سوروپ بہ صاف ڪونهي، جنهن کي ڪيو وَڃي ڇاڪاڻ تہ يگيہ جي پرَڪِريا ڪرم آهي هيلتائين هنن ايترو ئي ٻڌايو آهي. يگيہ تہ ٻڌايو ئي ڪونہ، ڪرم جو سروپ خلاصو ڪٿي ٿيو؟ ها، يڌ جو حقيقي چترڻ گيتا ۾ اهوئي پاتو ويو آهي.

سڄي گيتا تي درشٽي ڪريون تہ اڌياءَ ٻئين ۾ ڪٿي بہ شرير ناسونت آهي، تنهنڪري يڌ ڪر گيتا ۾ يڌ جو اهوئي مضبوط ۽ سچو پڇو ڪارڻ ٻڌايو ويو. اڳيان گيان يوگہ جي باري ۾ ڪتري لاءِ يڌ ئي ڪلياڻ جو هڪ ئي ساڌن ٻڌايو ويو ۽ چيو ويو تہ هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ گيان يوگہ جي وشيہ ۾ ٻڌائي ويئي. ڪهڙي ٻُڌي؟ اهائي تہ هار جيت ٻنهي درشٽين ۾ لاڀ ئي آهي. ائين سمجهي يڌ ڪر. وري اڌياءَ چوٿين ۾ چيو تہ يوگہ ۾ اسٿت رهي هرديہ ۾ اسٿت پنهنجي هن شڪ، سنسي کي گيان روپي تلوار دواران ڪٽ. اها تلوار يوگہ ۾ آهي. اڌياءَ پنجين کان ڏهين تائين يڌ جي چرچا ئي ڪونهي. يارهين اڌياءَ ۾ فقط ايترو چيو تہ شترو دواران پهرين ئي ماريا ويا آهن، تون صرف نالي ماتر پرَ ۾ ڪڙو ٿي وڃ. يش پراپت ڪر. هيءُ توکان سواءِ بہ ماريا ويا آهن. توکان ڪرائي

وڃندو. تون انهن مڙدن کي نہ مار.

اڌياءَ پندرهن ۾ سنسار پنهنجي پاڙ وارو. بنياد وارو پپر جي وڻ جهڙو چيو ويو، جنهن کي بنا سنگہ روپي شستر دواران ڪٽي اُن پرم پد جي کوجنا جو حڪم مليو. اڳيان اڌياوَن ۾ ڀڳ جو ذڪر ٿي ڪونهي. ها! اڌياءَ سورهين ۾ اَسُرن جو چترڻ ضرور آهي، جي نرڪ جا واسي آهن اڌياءَ ٽئين ۾ ٿي ڀڳ جو خاص چترڻ آهي. سلوڪ ٣٠ کان سلوڪ ٤٣ تائين ڀڳ جو سروپ، اُنجي ضرورت، ڀڳ نہ ڪرڻ وارن جو وناش، ڀڳ ۾ ماري ڇڏڻ شترو جا نالا، اُنهن کي مارڻ لاءِ پنهنجي شڪتيءَ کي للڪار ۽ نشچي سان ٿي اُنهن کي ڪٽي ڦٽو ڪرڻ تي زور ڏنو. هن اڌياءَ ۾ شترو ۽ شتروءَ جو اندريون سروپ ظاهر آهي، جنهنجي وناش جي پريرڻا ڏني ويئي . هاڻي ”اوم تَتِسَدِت شريمد ڀڳوتِگيتا سوُ پنسشتسوُ برهم وديايام يوگہ شاستري شري ڪرشڻارِجُن سنوادي، **”شترو وناش پريرڻا“** نامڪ تِرِتييو ڏِي يَهَہ“ (٣)

ان طرح شريمد ڀڳودِ گيتا روپي اُپنِشدِ ايوَمِ برهم وديا تٿا يوگشاستر وِشَيَڪ شري ڪرشن ۽ ارجن جو سنواد ۾ شترو وناش پريرڻا نالي وارو ٽيون اڌياءَ پورو ٿيو.

اتي شريمتپرم هنس پرمانندسيہ شِشيہ سوامي اڙگڙانند ڪِرت شريمد ڀڳودِ گيتاياهہ ڀڳارت گيتا ڀاشيي ”شترو وناس پريرڻا “ نام ترتيوڏياڀُهَہ.

اا هري اوم تَتِ سَتِ اا

# اوم شري پرماتمني نَمَهَ
# اَٿ چترٿوڏيايَهَ

اڌياءَ ٽئين ۾ يوگيشور ڪرشن دلاسو ڏنو هو تہ دوش درشٽي کان پري ٿي جو بہ منش شرڌا سان ڀرپور ٿي منهنجي مَت جي انوسار ملندو، اُهو ڪرمن جي بنڌن کان ڇڱيءَ طرح مڪت ٿي ويندو. ڪرم بنڌن کان مڪتي ڏيارڻ جي شڪتي يوگہ (گيان يوگہ يا ڪرم يوگہ بنهي) ۾ آهي. يوگہ ۾ ئي يڌ ۾ گهڙڻ بڌايل آهي. لڪيل آهي. هن هلندڙ اڌياءَ ۾ هو ٻڌائين ٿا تہ هن يوگہ جو اصل ڪندڙ ڪير آهي؟ هنجو سلسليوار وڪاس ڪيئن ٿو ٿئي.

श्रीभगवानुवाच
इमं विवस्वते योगं प्रोक्तवानहमव्ययम्।
विवस्वान्मनवे प्राह मनुरिक्ष्वाकवेऽब्रवीत् ।।१।।

شري ڀڳوان واچ
اِمَم وِوَسوَتي يوگَم پروڪتوانَهَمويَيَم
وِوَسوانمَنَوي پراهہ منوُرِڪشواڪويبروِيت (۱)

ارجن! مون هن اوناشي يوگہ کي ڪلپ کان اڳہ (آدي) ۾ وِوَسوان (سوريہ) کي چيو، ٻڌايو، وِوَسوان منوءَ کي ۽ منوءَ اِڪشواڪو کي ٻڌايو. ڪنهن چيو؟ مون. شري ڪرشن ڪير هو؟ هڪ يوگي. تَتوَ اسٿت مهاپرش ئي هن اوناشي يوگہ کي ڪلپ جي شروعات ۾ معنيٰ ڀڄن جي آرنڀ ۾ وِوَسوان معنيٰ مجبور آهن، اهڙن پراڻين کي ٻڌائي ٿو. ديوتائن ۾ چرپر ڪري ٿو. هتي سورج هڪ نشان آهي، سمبل آهي، چاڪاڻ تہ ديوتائن ۾ ئي اهو پرم پرڪاش سوروپ آهي ۽ اُهيئي اُن کي پائڻ لاءِ يوگيہ آهن، اصل ۾ پرڪاش داتا (سوريہ) اهوئي آهي.

هيءُ يوگہ اوناشي آهي. شري ڪرشن چيو هو. آرنڀ جو ناس نہ ٿيندو. هن يوگہ جي شروعات ڪريون نہ هيءَ پورڻتہ ڏياري ٿي شانت ٿيندو آهي. شرير جو علاج دوائن دواران ٿيندو آهي؛ پر آتما جو ڀڄن سان ٿيندو آهي ڀڄن جي شروعات ئي آتم-ڪلپ جو آدي آهي. هيءُ ساڌن ڀڄن بہ ڪنهن مهاپرش جي دين آهي. موهہ راتريءَ ۾ بيهوش آدم-مانوَ، جنهن ۾ ڀڄن جو ڪو سنسڪار نہ آهي،يوگہ جي باري ۾ جنهن ڪڏهن سوچيو بہ ڪونهي، اهڙو منش ڪنهن مهاپرش کي ڏسندو آهي تہ اُنجي درشن ڪرڻ سان، اُن جي واڻيءَ سان جهڙي تهڙي شيوا ۽ سنگہ-سان يوگہ جا سنسڪار اُن ۾ گ هڙي ويندا آهن. گوسوامي تلسيداس جي ان کي چوي ٿو ”جي چِتَيي پرٿو جِنَهہ پريو هيري،“ ”تي سَبَ يَيي پرم پد جوگوُ“ (رام چرت مانس (٢-١-١٦-٢-٢)

شري ڪرشن چون ٿا تہ يوگہ مون شروع ۾ سورج کي چيو،”چِڪِشوهہ سوُرِيو اجايَت“ مهاپرش جي درشٽي ديا جي ٿوري ئي نگاهہ سان يوگہ جا سنسڪار ديوتائن ۾ پرسارت ٿي وڃن ٿا. سويم پرڪاش، سِوَوَش پرميشور جو نواس سڀ ڪنهن جي هردي ۾ آهي، ديوتائون سواس کي روڪڻ سان ئي اُنجي پراپتي جو وِڌان آهي. ديوتائن ۾ سنسڪارن جو سرجڻ ئي سوريہ لاءِ چوڻو آهي. وقت اچڻ تي اهو سنسڪار من ۾ جاڳندو، اُتساهہ ٿيندو، اهوئي سورج جو من کي چوڻ آهي. من ۾ اُتساهہ هئڻ تي مهاپرش جي اُن جملي، واڪيہ جي لاءِ اچا جاڳرت ٿي ويندي. جيڪڏهن من ۾ ڪا ڳالهہ آهي تہ اُن کي پائڻ جي اچا ضرور ٿيندي، اهوئي منوُ جو اڪشواڪو کي چوڻ هو. چاهہ ٿيندي تہ اُهي نيمت، مچيل ڪرم ڪريون جو اوناشي آهي. جيڪو ڪرم بنڌن کان موڪش ڏياري ٿو. ائين ئي ڪيو وڃي ۽ آراڌنا تيز رفتار

پڪڙي ٿي وٺي. رفتار پڪڙي ھيءُ يوڳ ڪٿي ٿو پھچي؟ ان تي چون ٿا:-

एवं परम्पराप्राप्तमिमं राजर्षयो विदु:।
स कालेनेह महता योगो नष्ट: परन्तप ।।२।।

”ايوَمِ پَرمَپرا پراپت مِمَمِ راجَرِشيو وِدُھ
سَ ڪالينيھَ مَھَتايوگو نَشِٽَھ پَرِنتَپَ (٢)

ان طرح ڪنھن مھاپرش دواران ديوتا ۾، ديوتا ڪان من ۾، من مان اچا ۾ ۽ اچا تيوِرَتي ڪرياتمڪ آچرڻ ۾ ڍلجي ھيءُ يوڳ سلسليوار ترقي ڪنديڪندي راجرشي شريڻي تائين پھچي ويندو آھي، ان اوسٿا ۾ وڃي خبر پوندي آھي. ھن ليول تي ساڌڪ ۾ رڌين سِڌين جو پرويش ٿئي ٿو. اُھو يوڳ ھن مَھتو پورڻ ڪال ۾ ھن لوڪ (شرير) ۾ گھڻو ڪري نشٽ ٿي ويندو آھي. ھن حد ريکا کي ڪيئن پار ڪيو وڃي؟ ڇا ھن خاص ھنڌ تي پھچي سڀ نشٽ ٿي وڃن ٿا؟ شري ڪرشن چون ٿا: نہ، جو منھنجي آڌار تي آھي، منھنجو پيارو ڀڳت آھي، اننيہ متر آھي جو ٻئي ڪنھن ۾ لڳل ڪونھي، اُھو نشٽ نٿو ٿئي.

स एवायं मया तेऽद्य योग: प्रोक्त: पुरातन:।
भक्तोऽसि मे सखा चेति रहस्यं ह्येतदुत्तमम् ।।३।।

”سَ ايوايَمِ ميا تي دِيہَ يوڳَ پروِڪتَھ پُراتنَھ
ڀَڪتوسِي مي سکا چيتي رَھَسيَمِ ھِيوتدُتِتَمَمِ (٣)

اھوئي پُراتن يوڳ مون تنھنجي لاءِ ورنن ڪيو آھي، ڇو تہ تون منھنجو ڀڳت ۽ متر آھين ۽ ھيءُ يوڳ اُتم ۽ رھسيہ پورڻ آھي. ارجن کتري شريڻيءَ جو ساڌڪ ھو، راجرشي جي اوسٿا وارو ھو جتي رڌين سڌين جي لھرن ۾ ساڌڪ نشٽ ٿي ويندو آھي. ھن وقت ۾ ئي يوڳ ڪلياڻ جي مُدرا ۾ ئي آھي؛ پر گھڻو ڪري ساڌڪ اتي پھچي لڙکڙائي ٿو. اھڙو اوناشي

پر ڳجهہ پريو يوگہ شري ڪرشن ارجن کي ٻڌايو، چاڪاڻ نشت ٿيڻ جي اوسٿا ۾ ارجن هئو ئي. ڇا ڇيائين؟ ان ڪري جو تون منهنجو ڀڳت آهين اننيہ ڀاوَ سان منهنجي شرن ۾ آهين، پيارو آهين، متر آهين.

اڏياءَ جي شروع ۾ شري ڪرشن ڀڳوان ٻڌايو تہ هن اوناشي يوگہ کي ڪلپ کان بہ پهرين مون سوريہ کي ٻڌايو هو، سوريہ کان مَنوءِ کي هيءَ گيتا پراپت ٿي هئي. منوءَ پنهنجي انهي سمرتي (ياداشت) ۾ گڏ ڪيو. منوءَ کان هيءَ سمرتي اڪشواڪو کي ملي جنهن کي راڄ رشين ڄاتو، پر هن مهتو پورڻ وقت کان اهو يوگہ لپت (لڪي) ٿي ويو هو. اُن پراتن سمرتي گيان ڀڳوان ارجن کي ٻڌايو ، مطلب تہ منوءَ کي جنهن گيان جي پراپتي ٿي هئي اُهو هيءَ گيتا آهي. منوءَ کي اهوئي وراثت ۾ مليو هو. ان کانسواءِ ڪهڙي سمرتي کي ڪو ڌارڻ ڪري. گيتا گيان شِروَڻ کان پوءِ ڪهڙي سمرتي کي ڌارڻ ڪري گيتا گيان ٻڌڻ کان پوءِ ارڙهين اڏياءِ جي پڇاڙيءَ ۾ ارجن چيو تہ مونکي يادگيري پراپت ٿي آهي، جيئن منوءَ کي پراپت ٿي هئي. اصل ۾ هيءَ شريمد ڀڳود گيتا ئي پوتر، تمام خاص منو سمرتي آهي.

جنهن پرماتما جي اسان کي چاهہ آهي، اُهو (سدگرو) پرماتما آتما سان ملي تڏهن اُپديش ڏيڻ لڳو، راهہ ڏيکارڻ لڳي، تڏهن سچو ڀڇو ڀڄن شروع ٿئي ٿو. هتي راهہ ڏيکاريندڙ جي اوسٿا ۾ پرماتما ۽ سَدِگرو هڪ ٻئي جا پوروڪ آهن. جنهن ڏاڪي تي اسين بيٺا آهيون، اُن راهہ تي جڏهن پريو پاڻ هرديہ ۾ نواس ڪري روڪ ٿام ڪرڻ لڳي. ڊگمگائڻ وقت سنڀالي، تڏهن من وس ۾ ايندو آهي.

”مَن بَس هوءِ تبهين، جب پريرڪ پريو برَجي“ (ونيہ پتريڪا، ٨٩. جيستائين اشتديو سارٿي ٿي، آتما سان ملي

هڪ ٿي اُپديشڪ جي روپ ۾ نٿو بيهي، تيستائين صحيح ماترا ۾ پرويش نٿو ٿئي. اُهو ساڌڪ پائڻ جي اچا رکڻ وارو ضرور آهي، پر پڇڻ هن وٽ ڪٿي؟

پوجيہ گروديو چوندا هئا: ”هوا! اسين ڪيترا پيرا نشت ٿيندي ٿيندي بچي وياسين. ڀڳوان ئي بچائي ورتو. ڀڳوان اهڙو سمجهايو، هيئن چيو، اسان پڇيو ”مهاراج جي ! ڇا ڀڳوان بہ ڳالهائيندو آهي، بات چيت ڪندو آهي؟“ چيائون ” ها! هو ڀڳوان اهڙو باتوني آهي جهڙا اسين توهين باتوني، ڪلاڪن تائين ڳالهائڻ ۽ سلسلو بہ نہ ٽٽي.“ اسين اُداسي ٿياسين ۽ عجب بہ لڳو تہ ڀڳوان ڪيئن ڳالهائيندو هوندو، هيءَ تہ بلڪل نئين ڳالهہ آهي. ڪجهہ دير کان پوءِ مهاراج جي چيو، ”ڇو گهبرائڻو آهي! توسان بہ ڳالهائين ٿا.“ هننجو ڪٿن اکر اکر سچو هو ۽ اهوئي سکيہ پاوُ آهي. سکا، متر وانگر هو پري ڪندو رهيو، تڏهن تہ نشت ٿيڻ واري استٿي کان ساڌڪ پار ٿي ويندو آهي.

اچا تائين يوگيشور شري ڪرشن ڪنهن مهاپرش دواران يوگہ جو آرنڀ، ان ۾ اچڻ واري رڪاوٽن ۾ (بنا دست اندازي) هنن جي پار پوڻ جو رستو ٻڌايو. ان تي ارجن سوال ڪيو.

**अर्जुन उवाच**

**अपरं भवतो जन्म परं जन्म विवस्वतः।**
**कथमेतद्विजानीयां त्वमादौ प्रोक्तवानिति ।।४।।**

**ارجن اُواچ**

**اَپَرَمِ ڀَوَتو جَنمَ پَرَمِ وِوسوَتَهہ**
**ڪَٿميتَدِ وجانييامِ تِوَمادَئوُ پروِڪتَوانِتي (۴)**

ڀڳوان ! توهانجو جنم تہ ”اَپَرَمِ“ هاڻي ٿيو آهي ۽ منهنجي اندر ديوتائن جو پرويش تمام پراڻو آهي، تہ مان ڪيئن مڃيان تہ هن يوگہ جو پڇڻ جي آد ۾ توهان چئو هو؟ ان تي

يوگيشور ڪرشن مهراج چيو:

श्रीभगवानुवाच

बहूनि मे व्यतीतानि जन्मानि तव चार्जुन।
तान्यहं वेद सर्वाणि न त्वं वेत्थ परन्तप।।५।।

شري ڀڳوان اُواچ

بَهوُني مي وِيَتيِتاني جَنماني تَوَ چارِجُنَ
تانِيهَمِ ويدَ سَروِاڻي نَ تُوَمِ ويتَٿ پَرِنتَپ (۵)

ارجن! منهنجا ۽ تنهنجا گهڻا جنم ٿي چڪا آهن. هي پَرِنتپ ! انهن سڀني کي تون نٿو ڄاڻين، پر مان ڄاڻان ٿو، سوروپ اسٿت مهاپرش ڄاڻن ٿا. اويڪت (اڻ ڄاتل) جي اسٿتي وارا ڄاڻن ٿا. ڇا توهين سڀني وانگر پيدا ٿيو ٿا؟ شري ڪرشن چون ٿا نہ، سوروپ جي پراپتي شرير جي پراپتيءَ کان الڳہ آهي.منهنجو جنم هنن اکين سان نٿو ڏسي سگهجي. مان اجنما، اويڪت، شاشوت هوندي بہ شرير جي آڌار وارو آهيان.

अवधू जीवत में कर आसा।
मुए भुक्ति गुरु कहे स्वार्थी, झूठा दे विश्वासा।।

”آوڌو جيوت ۾ ڪَرِآسا
مُئي مڪتي گُروُ ڪهي سوارٿي، جهوٺا دي وشواسا ‘

شرير جي رهڻ سان ئي اُن پرم تَتوَ ۾ پرويش پاتو ويندو آهي. ذري بہ ڪمي آهي تہ جنم وٺڻو پوندو آهي. اڃا تائين ارجن شري ڪرشن کي ديهڌاري سمجهي ٿو. هو اندريون سوال رکي ٿو. ڇا توهانجو جنم اِئين ئي آهي، جيئن سڀ ڪنهن جو آهي.ڇا توهين بہ شريرن وانگر پيدا ٿيا آهيو؟ شري ڪرشن چون ٿا:

अजोऽपि सन्नव्ययात्मा भूतानामीश्वरोऽपि सन्।
प्रकृतिं स्वामधिष्ठाय सम्भवाम्यात्ममायया।।६।।

اَجو پِي سَنِنو يَياتما ڀوُتانامي‌شِوَرو پي سَنہِ

پِرَڪِرِتِمِ سوامَڌِيشِنايہ سَمِڀَوامِياتِمَ مايَيا (٦)

مان وناش رهت، وري جنم رهت ۽ سڀني پراڻين جي سِوَرَ ۾ چرپر، جنبش ٿيڻ تي بہ پنهنجي پرڪرتي کي اڌين ڪري آتم مايا سان پرگهٽ ٿيان ٿو. هڪ مايا تہ اوديا آهي جا پرڪرتيءَ ۾ ئي وشواس ڏياري ٿي. نيچ توڙي اڌم جوڻين جو ڪارڻ بڻجي ٿي. ٻي مايا آهي آتم مايا، جا آتما ۾ پرويش ڏياري ٿي، سوروپ جي جنم جو ڪارڻ بڻجي ٿي. ان کي يوگہ مايا بہ چوندا آهن. جنهن کان اسين الڳہ آهيون. اُن شڌ پوتر سروپ سان هوءَ جوڙي ٿي، ميلاپ ٿي ڪرائي. اُن آتمڪ پرڪريا دواران مان پنهنجي ترگڻي پرڪرتي کي اڌين ڪري ئي پرگهٽ ٿيان ٿو.

گهڻو ڪري لوڪ چوندا آهن تہ ڀڳوان جو اوتار ٿيندو تہ درشن ڪري وٺنداسين. شري ڪرشن چون ٿا تہ اهڙو ڪجهہ ڪونہ ٿيندو آهي جو ٻيا ڏسسي سگهن. سوروپ جو جنم پنڊروپ ۾ نٿو ٿئي. شري ڪرشن چون ٿا يوگہ ساڌنا دواران آتم مايا دواران پنهنجي تِرِگڻمئي پرڪرتي کي پنهنجي وس ۾ ڪري مان سلسليوار پرگهٽ ٿيان ٿو. پر ڪهڙين حالتن ۾؟

यदा यदा हि धर्मस्य ग्लानिर्भवति भारत।
अभ्युत्थानमधर्मस्य तदात्मानं सृजाम्यहम् ।।७।।

”يدا يدا هي ڌَرمِسيہَ گلانِيرِ ڀَوَتي ڀارت
اَڀِيُتِٿا نَمَڌَرِ مَسِيہَ تَداتِمانَمِ سِرِجامِيَهِمِ (٧)

هي ارجن ! جڏهن جڏهن پرم ڌرم پرماتما جي لاءِ هرديہ اپوترتا سان ڀرجي ويندو آهي، جڏهن اڌرم جي وڌڻ ڪري هاڃي ٿئي ٿي ۽ ڀاوڪ پار نٿا پائي سگهن، تڏهن مان آتما کي رچڻ لڳندو آهيان. اهڙي ئي گلاني (اشڌتا) منوءَ کي ٿي هئي

**हृदय बहुत दु:ख लाग, जनम गयउ हरि भगति बिनु ।।**
**(रामचरितमानस, १/१४२)**

هردي َبَهُت دکہ لڳا، جنمِ گيئوُ هري ڀڳتي بِنُ
(رام چرت مانس ١-١۴٢)

جڏهن تنهنجو هردو انوراڳ سان ڀرجي وڃي، ان شاشوت (پوتر) ڌرم جي لاءِ ”گد گد ڳرانَين ٻَهہ نيرا جي اسٿتي حالت اچي وڃي، جڏهن ڪوشش ڪري انوراڳي اڏرم جو پار نٿو پائي، اهڙي حالت ۾ مان پنهنجي سوروپ کي رچيان ٿو، معنيٰ ڀڳوان جو اچڻ جو ڀاوُ فقط انوراڳي جي لاءِ آهي. ”سو ڪيول ڀڳتن هِت لاڳي“ (رام چرت مانس ٥-١٢-١)

هيءُ اوتار ڪنهن ڀاڳيوان ساڌڪ کي اندر ۾ ٿئي ٿو. ”توهين پرگهٽ ٿي ڪندا ڇا آهيو؟“

**परित्राणाय साधूनां विनाशाय च दुष्कृताम्।**
**धर्मसंस्थापनार्थाय सम्भवामि युगे युगे।।८।।**

”پرِيترا ٽايہَ ساڌوُمانامِ وِناشايہ چہَ دُشڪِرتامِ
ڌَرمَسَنسِٿاپَنارٿايہ سَمڀِوامي يُگي يُگي (٨)

ارجن! ”ساڌوُ نامِ پريِترا ٽايہ“ پرم ساڌيہ صرف هڪ ئي پرماتما آهي، جنهن جي ساڌنا ڪان پوءِ ٻي ڪابہ ساڌنا باقي نٿي رهي. اُن ساڌيہ ۾ پرويش ڏيارڻ وارا وويڪ، ويراڳہ شم دَم وغيره دَئوي سَمپد کي نروگهن چالو رکڻ لاءِ ”دُشِڪرتامِ“ جنهن مان اشڌ اپوتر ڪاريہ روپ وٺن ٿا، اُن ڪام ڪروڌ، راڳہ دويش وغيره وڃاتي پريورتن کي بنياد سان گڏ نشت ڪرڻ لاءِ ڌرم کي چڱيءَ طرح استر ڪرڻ لاءِ مان يُگہ يگہ ۾ پرگهٽ ٿيندو آهيان.

**नित जुग धर्म होहिं सब केरे। हृदय राम माया के प्रेरे।।**
**(रामचरितमानस, ७/१०२ख/१)**

”نٽ جُگہ ڌرم هو نئِنہ سب ڪيري هرديہ رام مايا کي پريري“

(رام چرت مانس، ٧-١٠٣ ڪ-١)

ڀڳه ڌرم سڀني جي هرديه ۾ هميشهه ٿيندا رهندا آهن. اوديا سان نه بلڪ وديا سان، رام مايا جي پريرڻا سان هرديه ۾ ٿيندا آهن. جنهن ڪي ڏنل شلوڪ ۾ آتم مايا چيو ويو آهي، اُهائي آهي رام مايا. هرديه ۾ رام جي اسٿتي ڏيارڻ وارو رام مان اتساهه پائي ٿو اها وديا آهي. ڪيئن سمجهيو وڃي ته هاڻي ڪهڙو ڀڳُه ڪاريه ڪري رهيو آهي. ”تو سُڌسَتوَ سَمَتا وگيانا اڪرتَ پرياوَ پِرَسن من جانا “ (مانس ٧-١٠٣ ڪ -٢) جڏهن هردي ۾ شڌ ستوگڻ ئي ڪرم ڪري رهيو آهي، راجس ۽ تامس ٻئي گڻ شانت ٿي وڃن، دشمني، نفرت ۽ بي ترتيبي سماپت ٿي وييون هجن، جنهنجو ڪنهن سان وير نه هجي، وگ يان هجي معنيٰ اشٽ (پرماتما) کان نرديشن (اپديش) وٺڻ ۽ اُن تي ٽِڪڻ جو ٻل هجي، من ۾ پرسنتا جو پورڻ اُتساهه هجي. جڏهن اهڙي يوگيتا اچي وڃي، ته ستيگه ۾ پرويش ملي ويو. اهڙي طرح ٻين گڻن جو ورنن ڪيو ۽ پڇاڙيءَ ۾

तामस बहुत रजोगुन थोरा। कलि प्रभाव विरोध चहुँ ओरा।।
(रामचरितमानस, ७/१०२ख/५)

”تامس بهت، رجوگن ٿورا ا ڪَلِ پرياوَ ورِوڌ چهون اورا“ ۱۱
(رام چرت مانس ٧-١٠٣ ڪ-٥)

تامس گڻ پرپور هجي، ٿورو راجسي گڻ به اُن ۾ هجي چئني پاسي وير وروڌ هجي ته اهڙو انسان ڪَليگين آهي جڏهن تامسي گڻ ڪم ڪري ٿو ته منش ۾ آلس ، نندِ، پرماد گهٽو هوندو آهي. هو فرض ڄاڻندي به هن کان نورتي (ڇوٽڪارو) نٿو ملي سگهي. ان طرح ڀڳه ڌرم جو چڙهڻ-لهڻ منشن جي اندرين يوگيتا تي مدار ٿو رکي. ڪنهن انهن يوگيتائن کي چار ڀڳه چيو آهي ته ڪير اُنهن کي ئي چار ورڻ جو نالو ڏئي ٿو، ته ڪير

انهن کي ئي اَتي اُتم، اُتم، مڌيم ۽ نشڪرِشَٽ ڇئن درجن جا ساڌڪ ڇئي پڪارين ٿا. هرهڪ يڳ ۾ اشٽ (پرماتما) ساٿ ڏئي ٿو. ها ! اوچي درجي ۾ انوڪولتا (وٽندڙ) جي پرپورائي پرتيت ٿئي ٿي، هينين يڳن ۾ سهيوگي درجو پرتيت ٿئي ٿو.

ٿوري ۾ شري ڪرشن چون ٿا تہ ساڌڻ واري وستو ڏيارڻ وارا وويڪ، ويراڳ وغيره کي نر وگهن ڪرڻ جي لاءِ دوشڻ جا ڪرائيندڙ ڪام، ڪروڌ، راڳ دويش وغيره جو پورڻ وناش ڪرڻ لاءِ پرم ڌرم پرماتما ۾ اسٿر رکڻ جي لاءِ مان يڳ يڳ ۾ معنيٰ هر حالت، هر شريٽيءَ ۾ پرگهٽ ٿيان ٿو، بشرطيڪ تہ گِلاني هجي، ڪِرَڻ هجي. جيستائين اشٽ سمرٿن نہ ڏئي، سهارو نہ ڏئي، تيستائين توهين سمجهي ئي نہ سگهندا تہ وڪارن جو ناس ٿيو يا هاڻي ڪيترا باقي آهن؟ پرويش سان، گهڙڻ سان حد درجي تائين، ڇوٽيءَ تائين اِشٽ هر درجي ۾ هر يوگيتا سان گڏ رهي ٿو. اُنجو پرڪاش، اُتساهہ انوراگيءَ جي هردي ۾ ٿيندو آهي. ڀڳوان پرگهٽ ٿيندو آهي. تڏهن تہ سڀ درشن ڪندا هوندا؟ شري ڪرشن چون ٿا تہ :

जन्म कर्म च मे दिव्यमेवं यो वेत्ति तत्त्वत:।
त्यक्त्वा देहं पुनर्जन्म नैति मामेति सोऽर्जुन।।९।।

”جَنمَ ڪَرَمَ چہَ مي دِوِيَميوَمِ وينتي تَتوَتَهہ
تِيَڪتِوا ديهَمِ پَنرِجَنِمَ ماميتي سورجُن (٩)

ارجن! منهنجو هيءُ جنم معنيٰ گلاني (آلس، ڀِير) سان گڏ سوروپ جي رچنا ۽ منهنجو ڪرم مطلب تہ ڏشِڪرتين جو نردوش جوش جنبش، ڌرم جي اسٿرتا ، هيءُ ڪرم ۽ جنم دويہ معنيٰ الوڪڪ آهي لوڪڪ نہ آهي. هنن چمڙي جي اکين سان هن کي ڏسي نٿو سگهجي. من، ٻُڌي سان اُن کي ماپي نٿو سگهجي. جڏهن اهڙو ڀوڙهو ڀِجهو آهي تہ اُن کي ڏسي ڪير

ٿو؟ صرف ”يو ويتي تَتِوَ تھ“ تَتِوَ درشي ئي منھنجي هن جنم ۽ ڪرم کي ڏسندو آهي ۽ منھنجو ساڪيات ڪري پنرجنم کي نٽو پراپت ٿئي بلڪ مونکي پراپت ٿئي ٿو.

جڏهن تَتِوَ درشي ئي ڀڳوان جي جنم ۽ ڪاريہ ڏسي سگهي ٿو تہ لوڪ لکن جي ڀُٽاپ ۾ پيڙ لڳائي چو بيٺا آهن تہ ڪٿي اوتار ٿيندو تہ درشن ڪنداسين؟ ڇا توهين تتو درشي آهيو؟ مھاتما ويسَ ۾ اڄ بہ جدا جدا طريقن سان، خاص ڪري مھاتما ويسَ جي آڙ ۾ گھڻائي لوگ پرچار ڪندا ڦرن ٿا تہ هو اوتار آهن يا اُنھن جا دلال پرچار ڪري ڏيندا آهن.لوڪ رڍن وانگز اوتار کي ڏسڻ لاءِ ڌڪا ڌوڪي ڪندا آهن، پر شري ڪرشن چوندا آهن تہ فقط تَتِوَدرشي ئي ڏسي سگھندا آهن. هاڻي تتودرشي ڪنھن کي چوندا آهن؟

اڌياءُ ٻئين ۾ ست ۽ است جو نرنئہ ڏيندي يوگيشور شري ڪرشن ٻڌائين ٿا تہ، ارجن ! ست وستوءَ جو وجود ڪونھي ۽ سَتِ جو ٿنھي ڪالن ۾ ڪڏهن بہ اڀاوَ ڪونہ آهي. تہ ڇا توهين ائين چئو ٿا؟ هنن ٻڌايو، ”نہ، تتو درشين هن کي ڏٺو. نہ، ڪنھن ڀاشا جاڻندڙ ڏٺو، نہ ڪنھن سمرڌشالي ڏٺو. هتي وري زور ڏين ٿا. منھنجو پرڪاش، پڌرائي تہ ٿئي ٿي پر اُن کي تتو درشي ئي ڏسي سگھندا آهن تتو درشي هڪڙو سوال آهن. اهڙو ڪجھہ ڪونھي تہ پنچ تَتِوَ آهن، پنجويھہ تَتِوَ آهن انھن جي ڀُٽاپ سکي ورتي ۽ ٿي وياسين تتودرشي. شري ڪرشن اڳيان ٻڌايو تہ آتما ئي پرم تتو آهي. آتما پرم سان ملي پرماتما ٿي ويندو آهي. آتم ساڪياتڪار ڪرڻ وارو ئي هن حاضري ۽ پرڪاش کي سمجھي ويندو آهي. سڌ ٿيو تہ اوتار ڪنھن وِرَهي انوراگي کي هرديہ ۾ ٿيندي آهي. شروع ۾ هو سمجھي نہ سگھندو تہ اسين ڪير اشارو ڏئي ٿو؟ ڪير رهبري ڪندو

آهي؟ پر پرم تتو پرماتما جي درشن سان گڏ ئي هو ڏسي ٿو وٺي، سمجهي ٿو وڃي ۽ پوءِ شرير جو تياڳ ڪري پُنرَ جنم کي پراپت نٿو ٿئي.

شري ڪرشن چيو ته منهنجو جنم دويه آهي، هن کي ڏسڻ وارو مونکي پراپت ٿئي ٿو، ته لوڪن اُن جي مورتي ٺاهي ورتي، پوڄا ڪرڻ لڳا. آڪاش ۾ ڪٿي اُنجي نواس جي ڪلپنا ڪئي. اهڙو ڪجهه به ڪونهي. اُن مهاپرش جو پروسو صرف ايترو هو ته جيڪڏهن توهين نيمت ڪرم ڪريو، ته توهان کي لڳندو ته توهين به دويه آهيو توهين جيڪو ٿي سگهو ٿا مان اُهو ٿي ويو آهيان. توهان جي لاءِ وجهه آهيان. توهان جو ئي مستقبل آهيان. پنهنجي اندر توهين جنهن ڏينهن اهڙي پورٽتا پائي وٺندا ته توهين به اُهيئي ٿيندا، جو ڪرشن آهي. جو شري ڪرشن جو سوروپ آهي، اُهو توهانجو به ٿي سگهي ٿو. اوتار ڪٿي ٻاهر نٿو ٿئي ها جيڪڏهن انوراڳ سان پورڻ هرديه هجي، ته توهانجي اندر به اوتار جي انوڀوتي ممڪن آهي. هو توهانکي اتساهت ڪن ٿا ته گ هٽيئي لوڪ هن مارگ تي هلي منهنجي سوروپ کي پراپت ڪري چڪا آهن.

वीतरागभयक्रोधा मन्मया मामुपाश्रिताः।
बहवो ज्ञानतपसा पूता मद्भावमागताः ॥१०॥

”وِيتَراگيڀيڪرودا مَنمَيا مامُوپاشِرَتاهه
بَهَوو گِيانَتَپَسا پوُتا مَدِياوَماگَتاها (١٠)

راڳ ۽ وراڳ، ٻنهي کان پري ويِتراگ تنهنڪري ان نمونني ڀَيُه - اَڀَيهَ، ڪروڌ-اڪروڌ ڏنهي کان پري، هڪ ئي ڀاوَ سان معنيٰ اهنڪار رهت منهنجي شرن وٺي گهٽيئي لوڪ گيان-تپ سان پوتر ٿي منهنجي سوروپ کي پراپت ٿي چڪا آهن.

هاڻي ائين ٿيڻ لڳو آهي، اهڙي ڳالهہ ڪونهي. اهو وڏان سدائين رهيو آهي، اهو طريقو هميشه کان رهيو آهي. گھڻائي پرش اهڙي طرح منهنجي سوروپ کي پراپت ٿي چڪا آهن. ڪهڙي نموني؟ جن جن جو هردو اڌرم جي وڌڻ ڏسي پرماتما لاءِ آلس ۾ من جي مونجهہ ۾ پرجي ويا، اُن حالت ۾ مان پنهنجي سروپ کي رچيان ٿو. هو منهنجي سوروپ کي پراپت ٿيندا آهن. جنهن کي يوگيشور شري ڪرشن تَتِوَدرشن چيو آهي، اُن کي هاڻي گيان چون ٿا. پرم تتو آهي پرماتما، اُن کي ظاهر ظهور درشن سان گڏ ڄاڻڻ گيان آهي. اهڙءِ ڄاڻ وارا گياني منهنجي سوروپ کي پراپت ڪن ٿا. هتي هي سوال پورو ٿي ويو. هاڻي هو يوگيتا جي آڌار تي ڀڄن ڪرڻ وارن جو درجن جو وڀاجن ڪري ٿو.

ये यथा मां प्रपद्यन्ते तांस्तथैव भजाम्यहम्।
मम वर्त्मानुवर्तन्ते मनुष्याः पार्थ सर्वशः।।११।।

”يي يٿا مام پرَپَدِينِتي تانسِتَٿئيوَ ڀَڄا مِيَهَم
مَمَ وَرتمانوُ وَرتَنِتي مَنُشِياها پارِٿ سَرِوَشَهہ (١١)

جيڪي مونکي جيتري لگن سان جيئن ڀڄن ڪن ٿا. مان بہ اُنهن جو ائين ئي ڀڄن ڪريان ٿو. اوتري ئي ماترا ۾ سهيوگہ ڏيان ٿو. ساڌڪ جي شرڌا ئي ڪرپا بڻجي اُن کي ملندي آهي. انهي راز کي ڄاڻي پوتر ۽ دل جا صاف لوگہ سمپورڻ ڀاوَ سان منهنجي مارگہ جي انوسار ئي هلن ٿا جيئن مان هلان ٿو، جو مونکي پريہ آهي، پيارو آهي، اهڙوئي آچرڻ ڪن ٿا. جيڪو مان ڪرڻ ٿو چاهيان، اُهوئي ڪن ٿا.

ڀڳوان ڪيئن ٿو ڀڄن ڪري؟ هو رٿي بڻجي بيهي ٿو رهي، گڏ هلڻ لڳي ٿو. اهوئي اُنجو ڀڄن آهي. جن مان اپوتر ۽ اشڌ پيدا ٿو ٿئي، اُنهنجو وناش ڪرڻ جي لاءِ هو اُتي کڙو ٿيندو

آهي. ستيہ ۾ داخل ٿيڻ وارن سدگڻن جو بچاءُ ڪرڻ لاءِ هو اُٿي بيهندو آهي. جيستائين اشٽ ديو هردي ۾ پوريءَ طرح رٿي نہ هوندو ۽ هر قدم تي ساوڌان نہ ڪندو، تيستائين ڪوئي ڪهڙو بہ پڇاڻندي چو نہ هجي، لڪہ اڪيون بند ڪري، لڪہ ڪوششون ڪري، هو هن پرڪرتي جي جهڳڙي ڪان پار نہ ٿي سگهندو. هو ڪيئن سمجهندو تہ اسين ڪيتري دوري طَئہِ ڪري چڪا آهيون؟ باقي ڪيترو آهي؟ اشٽ ئي آتما سان هڪ ٿي ڪڙو ٿي بيهندو آهي ۽ اُن جو مارگہ درشن، رهبري ڪندو آهي تہ تون هتي آهين، هيئن ڪَرِ، هيئن هلُ. انهيءَ طرح پرڪرتيءَ جي ڪاهي لنگهندي آهستي آهستي اڳيان وڌندي سوروپ ۾ پرويش ڏياري ڇڏيندو آهي. يَڳن تہ ساڌڪ ڪي ئي ڪرڻو پوندو آهي؛ پر هن جي دوارن هن راهہ ۾ جا دوري طئہ ٿيندي آهي، اُها اشٽ جي دين آهي. ائين سمجهي سڀ منش سيني ياوَن سان يرجي منهنجي پنيان ايندا آهن. ڪيئن هو وَرِتَنِ ٿا؟

**काङ्क्षन्तः कर्मणां सिद्धिं यजन्त इह देवताः ।**
**क्षिप्रं हि मानुषे लोके सिद्धिर्भवति कर्मजा ।।१२।।**

**”ڪاڱِڪشِنتَهہ ڪَرمَڻامِ سِڌِيمِ يَجِنَت اِهَہ ديوتاها**
**ڪِشپرَمِ هيِ مانُشي لوڪو سِڌِيرِ ڀَوَتي ڪَرِمَجا (١٢)**

اُهي پرش هن شرير ۾ ڪرمن جي سِڌي چاهيندي ديوتائن ڪي پوجِين ٿا. ڪرم ڪهڙو؟ شري ڪرشن چيو، ” ارجن! تون نيمت ڪرم ڪر“ نيمت ڪرم ڇا آهن؟ يگيہ جي پرڪريائي ڪرم آهي. يگيہ ڇا آهي؟ ساڌنا جي خاص وِڌي جنهن ۾ سواس، پساهہ جو هَوَنُ. اندرين جي باهرئين پرواهہ ڪي، وهڪري ڪي سنيم اگنيءَ ۾ هوَنُ ڪيو ويندو آهي، اُنجو ڦل آهي پرماتما. ڪرم جو شڌ ارٿ آهي آراڌنا، جنهنجو سوروپ هن

اڌياءُ ۾ اڳيان ملندو. هن آراڌنا جو نتيجو ڇا آهي؟ سَنِسِڌِ - پرم سِڌِ پرماتما، ”يانِتي بِرَهمِ سناتَنَمِ شڌ ۽ پوتر برهم ۾ پرويش، پرم نشڪام ڪرم جي استتي. شري ڪرشن چون ٿا-منهنجي انوسار هلڻ وارا لوڪ هن مانش لوڪ ۾ ڪرم جي ڦل پرم نئشڪرميه سِڌيءَ جي لاءِ ديوتائن کي پوڄين ٿا معنيٰ دَئوِي سمپد کي ٻلوان بڻائين ٿا.

ٽئين اڌياءَ ۾ هنن ٻڌايو هو تہ هن يگيہ دواران تون ديوتائن جي واڌڪر، دَئوي سمپد کي ٻلوان بڻاءِ. جيئن جيئن هرديہ جي ديش ۾ دَئوي سمپد جي اُنتي ٿيندي، تيئن تيئن تنهنجي اُنتي ٿيندي. ان پرڪار سان پرسپر ڳ ڌجي مسجي اُنتي ڪندي پَرَمَ شِريہَ کي پراپت ٿي وڃ. پڇاڙيءَ تائين اُنتي ڪندي وڃڻ جي هي اَندرين ڪِريا آهي. ان تي زور ڏيندي شري ڪرشن چون ٿا تہ منهنجي مرضي موافق هلڻ وارا لوڪ هن منش شرير ۾ ڪرمن جي سِڌي چاهيندي دئوي سمپد کي ٻلوان بڻائين ٿا، جنهن سان نشڪام سِڌي جلد ٿيندي آهي. اُها اسڦل نہ ٿيندي، سڦل ئي ٿيندي آهي. جلدي جو تاتپريہ؟ ڇا ڪرم ۾ پرورت ٿيندي ئي يڪدم هيءَ پرم سِڌي ملي ٿي وڃي؟ شري ڪرشن چون ٿا -نہ! هن ڏاڪڻ تي سلسليوار چڙهڻ جو طريقو آهي. ڪير ڇلانگہ لڳائي ياوَ گهٽي سان ڏيان جهڙو چمتڪار نٿو ٿئي. ان تي ڏسون:

**चातुर्वर्ण्यं मया सृष्टं गुणकर्मविभागश:।**
**तस्य कर्तारमपि मां विद्ध्यकर्तारमव्ययम्।।१३।।**

”چاتُرَوَرِڻيمَ مَيا سِرشٽَمِ گُڻَڪَرِمَوِ ياڳَشَهہ
تَسيہَ ڪَرِتارَمَپي مامِ وِڌيڪَرِتارَمَويَيمِ (١٣)

ارجن! ”چاتُرَوَرِڻم سِرِشٽَمِ“ چئن ورڻن جي رچنا مون ڪئي.

تہ ڇا منشن کي ڇهن ڀاڱن ۾ ورهائي ڇڏيو؟ شري ڪرشن چون ٿا نہ ”گڻ ڪرمَ وِ ڀاڳَشَہ“ گُڻن جي ماڌيم سان ڪرم کي ڇهن ڀاڱن ۾، حصن ۾ ورهايم. گڻ هڪ پيمانو، ماپو آهي. تامسي گڻ هوندا تہ آلس، ننڊ، پرمادڪرم ۾ پرورت هئڻ جو سڀاءُ، ڇاڻنديءَ بہ اڪرتويہ ڪان نورتي نہ پائڻ جي مجبوري رهندي. اهڙي اوسٿا ۾ ساڌن ڪيئن شروع ڪري؟ بہ ڪلاڪ توهين آراڌنا ۾ وهو ٿا، ان ڪرم جي لاءِ محنت وارو ٿيڻ چاهيو ٿا پر ڏهہ منٽ بہ پنهنجي لاءِ مددگار نٿا ٿيو. شرير ضرور وينو آهي، پر جنهن من کي وهڻ کپي اُهو هوا سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي، اجاين خيالن جي جار اُٺي رهيو آهي. لهر مٿان بي لهر چانيل آهي، تہ توهين وينا ڇو آهيو؟ وقت ڇو ٿا نشٽ ڪريو؟ اُن وقت فقط ”پريچارِ يا تِمَڪِمِ ڪَرِمَ شودرَسِياپي“ جي مهاپرش اويڪت جي اسٿتي وارا آهن، اوناشي دَدِوَ ۾ اسٿت آهن، اُنهنجي ۽ اُن راهہ تي ڪڙا تڙا ٿي پاڻ ڪان (اُنَتِ) پهتل لوڪن جي شيوا ۾ لڳي وڃو. ان سان اشڌ سنسڪار ناس ٿيندا ويندا، ساڌنا ۾ پرويش ڏيارڻ وارا سنسڪار پربل ٿيندا ويندا.

سلسليوار تامسي نوان هئڻ تي راجسي جي پرڌان هئڻ ۽ ساتوڪ گڻ جو تمام ٿورو هئڻ سان گڏ ساڌڪ جي همت وئشيہ درجي جي ٿي وڃي ٿي. ان وقت اهوئي ساڌڪ اندرين جو سنجم، آتمڪ سمپتيءَ جو گڏ ڪرڻ سڀاءَ انوسار ڪرڻ لڳندو. ڪرم ڪندي ڪندي انهي ساڌڪ ۾ ساتوڪ گڻن جو تعداد وڌي ويندو، راجسي گڻ گهٽ رهجي ويندا، تامسي گڻ شانت رهندا. اُن وقت اهوئي ساڌڪ ڪترِي شريڻيءَ ۾ داخل ٿيندو، بهادري، ڪرم ۾ پرورت رهڻ جي شڪتي پنيان نہ هٽڻ جو سڀاءُ، سيني ڀاوَن تي مالڪ ڀاوَ پرڪرتي جي ٽنهي گڻن کي

ڪاٽڻ جي همت هنجي سپاءَ ۾ ڏلجي ويندي. اُهيئي ڪرم وڏيڪ سوڪيم ٿيڻ تي،صرف ساتوڪ گڻ ڪرم ۾ رهجي وڃڻ تي من جو روڪڻ ۽ اندرين جو ظابطو، ايڪاگرتا، سرلتا، ڌيان، سماڌي، ايشوري اشارو، آستڪپڻو وغيره برهم ۾ داخلا ڏيارڻ واري سپاويڪ همت سان گڏ اهوئي ساڌڪ برهم ۾ اسٿت ٿي وڃي ٿو. اُن انت واري حد تي هو پاڻ ۾ ئي برهمڻ رهي ٿو. نہ ڪتري، نہ وئش، نہ شودر؛ پر ٻين جو مارگ درشن لاءِ اهوئي برهمڻ آهي. ڪرم هڪڙو ئي آهي. نيمت ڪرم آراڌنا. اوسٿا ڀيد جي ڪري انهي ڪرم کي اوچ نيچ چئن ڌاڪٽين ۾ ورهايو. ڪنهن ورهايو؟ ڪنهن يوگيشور ورهايو، اويڪت اسٿتي واري مهاپرش ورهايو. اُنجو ڪرتا مون ابناشيءَ کي اڪرتا ئي ڄاڻ چو؟

न मां कर्माणि लिम्पन्ति न मे कर्मफले स्पृहा।
इति मां योऽभिजानाति कर्मभिर्न स बध्यते।।१४।।

”نہَ ماٖم ڪَرماڻي لِمپَنتي نہَ مي ڪرمڦلي اِسپِرِها
اِتي ماٖم يو ڀِي جاناتي ڪَرمَڀِرِنَ نہ سَ بَڌِيَتي (۱۴)

ڄاڪاڻ تہ ڪرمن جي ڦل ۾ منهنجي اڇا نہ آهي. ڪرمن جو ڦل ڇا آهي؟ شري ڪرشن اڳ ۾ ٻڌايو هو تہ يگيہ جنهن سان پورو ٿئي ٿو، اُن ڪِريا جو نالو ڪرم آهي ۽ پورڻ ڪال ۾ يگيہ جنهنجي رچنا ڪري ٿو، ان گيان امرت وئڻ وارو پوتر شڌ، سناتن برهم ۾ پرويش پائي ٿو وني. ڪرم جو ڦل آهي پرماتما. اُن پرماتما جي چاهہ بہ هاڻي مونکي ڪونهي ڄاڪاڻ تہ مونکان الڳہ ڪونهي. مان اڻ ظاهر ٿيل، اويڪت سروپ آهيان. ان جي اسٿتيءَ وارو آهيان. ان کان اڳي ڪا شڪتي نہ آهي. جنهن جي لاءِ ڪاريہ ۾ سنيهہ رکان. تنهنڪري ڪرم مونکي لپائمان نٿا ڪن ۽ انهي اوسٿا ۾ جو بہ مونکي ڄاڻي ٿو ارٿات

جو ڪرمن جي ڦل ’’پرماتما‘‘ کي پراپت ڪري ٿو وٺي، ان کي ڪرم نٿا ٻَڌن. جيئن شري ڪرشن، تيئن اُن ليول، ان اوسٿا کي ڄاڻڻ وارو مهاپرش.

एवं ज्ञात्वा कृतं कर्म पूर्वैरपि मुमुक्षुभिः।
कुरु कर्मैव तस्मात्त्वं पूर्वैः पूर्वतरं कृतम्।।१५।।

’’ايوَمِ گِياتوا ڪِرتَمِ ڪَرمَ پوُرِوَئيرَ پِي مُمُڪشِيڀِهه
ڪُروُ ڪَرمَئيوَ تَسماتُوَمِ پوُرِوَئيهه پوُرِوَترَمِ ڪِرتَمِ(١٥)

ارجن! پهرين ٿيڻ واري موڪش جي اڇا وارن پرشن دواران ٻه اهوئي ڄاڻي ڪرم ڪيو ويو. ڇا ڄاڻي؟ اهوئي تہ جڏهن ڪرمن جو ڦل پرماتما الڳہ نہ رهجي وڃي، ڪرمن جي نتيجي پرماتما جي اڇا نہ رهڻ تي ان پرش کي ڪرم نٿا ٻڌن. شري ڪرشن اهڙي اسٿتيءَ وارا آهن تنهن ڪري هوُ ڪرم سان لپائمان نٿو ٿئي ۽ اُن اوسٿا مان اسين ڄاڻي ويندا سين تہ اسان کي بہ ڪَرم نہ ٻَڌندا. جيئن شري ڪرشن، تيئن انهي اوسٿا کي جو بہ ڄاڻي وٺندو، ائين ئي اُهو پرش بہ ڪرم ٻنڌن کان مڪت ٿي ويندو. هاڻي شري ڪرشن ڀڳوان ’’مهاتما‘‘ ’’اويڪت‘‘ يوگ يشور يا مها يوگيشور جو بہ رهيو هجي، اهو سوروپ سيني لاءِ آهي. اهو سمجهي پهرين ئي مُمُڪشُ پُرِشن، موڪش جي اڇا وارن پرشن ڪرم تي قدم رکيو. ان ڪري ارجن! تون بہ اَبن ڏاڏن دواران هميشه کان ڪيل هن ڪرم کي ڪر. اهوئي ڪلياڻ جو هڪڙو ئي مارگہ آهي.

اڇا تائين يوگيشور ڪرشن ڪرم ڪرڻ تي زور ڏنو آهي، پر اهو صاف نہ ڪيو اٿس تہ ڪرم ڇا آهي؟ اڏياءَ ٻئين ۾ اَنهن ڪرم جي نالي ماتر ذڪر ڪيو تہ هاڻي ان کي تون نشڪام ڪرم جي وشيہ ۾ ٻُڌُ. هنڄون خاصيتن جو ورنن ڪيو تہ هيءُ جنم مرڻ کي مهان ڊپ کان رکشا ڪري ٿو. ڪرم

ڪرڻ وقت ساوڌانيءَ جو ورنن ڪيو، ليڪن اهو نہ ٻڌايو تہ ڪرم چا آهي؟ اڌياءَ ٽئين ۾ هنن چيو تہ گيان مارگہ سنو لڳي يا نشڪام ڪرم يوگہ، ڪرم تہ ڪرڻو ئي پوندو. نہ ڪرمن جي تياڳ ڻ سان ڪوئي گياني ٿيندو آهي ۽ ڪرم نہ شروع ڪرڻ سان ڪوئي نِشڪرمي. هٺ جي وس ٿي جيڪو نٿو ڪري، اُهو ضدي ۽ ٻهروپي آهي. تنهنڪري من سان اندرين کي وس ۾ ڪري ڪرم ڪر. ڪهڙو ڪرم ڪري؟ تہ ٻڌايائون، نيمت، مقرر ڪرم ڪر. هاڻي اهو نيمت ڪرم آهي ڪهڙو؟ تہ چيائون يگيہ جي پرڪريا ئي نيمت ڪرم آهي. هڪ نئون سوال ڏنو تہ يگيہ جي اُتپتي ٻڌائي، انجي خاصِيَتُنِ جو ورنن ڪيو؛ پر يگيہ نہ ٻڌايائين ، جنهن سان ڪڪرم کي سمجهي سگهجي. اچا تائين اهو صاف نہ ٿيو آهي تہ ڪرم چا آهي؟ هاڻي چون ٿا تہ ارجن! ڪَرم چا آهي، اڪرم چا آهي؟ هن وشيہ ۾ وڏا وڏا ودوان بہ موهت آهن، ان کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي.

किं कर्म किमकर्मेति अकवयोऽप्यत्र मोहिता:।
तत्ते कर्म प्रवक्ष्यामि यज्ज्ञात्वा मोक्ष्यसेऽशुभात्।।१६।।

” ڪِمِ ڪَرم ڪِمڪَرميتي ڪَوَيو پِيَترَ موهِتاها
تَتي ڪَرمَ پرَوڪِشيامي يَججِياتِواموڪِشَيَسي شَياتِ (١٦)

ڪرم چا آهي ۽ اڪرم چا آهي؟ هن باري ۾ ٻُڌيمان پرش بہ موهت آهن، تنهنڪري مان اهو ڪرم تنهنجي لاءِ چڱيءَ طرح سان چوندس، جنهن کي ڄاڻي تون ”اَشُياتِ موڪِشِيَسي“ اشبي معنيٰ سنسار ٻنڌن کان چڱيءَ طرح ڇٽي ويندين. ڪرم ڪا اهڙي وَستوُ ڪونہ آهي، جا سنسار ٻنڌن کان مڪتي ڏياري ٿي. انهي ڪرم کي ڄاڻڻ لاءِ شري ڪرشن وري زور ڏين ٿا:

कर्मणो ह्यपि बोद्धव्यं च विकर्मण:।
अकर्मणश्च बोद्धव्यं गहना कर्मणो गति:।।१७।।

’’ ڪَرمَڻو هِيَپِي بوڌويَمِ چهَ وِڪَرمَڻهه َ
اڪَرمَڻَشِچهَ بوڌوِيَمِ گَهَنا ڪَرِمَڻو گَتيِهه (١٧)

ڪرم جو سوروپ به ڄاڻڻ کپي، اڪرم جو سوروپ به سمجهڻ کپي ۽ وڪرم معنيٰ وڪلپ ڪانسواءِ خاص ڪرم منجهيل ستائيندڙ دواران ٿيندو آهي، اُن کي به سمجهڻ کپي ڇاڪاڻ ته ڪرم جي گت ڳوُڙهي آهي. ٿورن ماڻهن وڪرم جو ارٿ ’’نِشِدِ ڪرم‘‘ نه ڪرڻ جهڙا ڪرم، من لڳائي ڪيل ڪرم وغيره ڪيو آهي. حقيقت هتي ’’وِ‘‘ اپسرگ تمام سٺي جو اظهار آهي، ڏيکارڻ ۽ سمجهائڻ جو روپ آهي. پراپتي کان پوءِ مهاپرشن جا ڪرم وڪلپ رهت هوندا آهن. آتم استت، آتم ترپت آپت ڪام مهاپرشن کي نه ته ڪرم ڪرڻ سان ڪوئي لاڀ آهي ۽ نه ڇڏڻ سان ڪوئي نقصان آهي، هاڃي آهي. پوءِ به پٺيان وارن جي ڀلي لاءِ ڪرم ڪندا آهن. اهڙو ڪرم وڪلپ شونيه آهي، پوتر ۽ شڌ آهي ۽ اهوئي ڪرم وڪرم چوائي ٿو.

اُڌارڻ طرح گيتا ۾ جتي به ڪنهن ڪاريه ۾ ’وِ‘ اپسرگ لڳل آهي، اُنجي خاصيت جو ئي اظهار آهي. اهڙي ئ طرح گيتا جدا جدا هنڌن تي ’و‘ پريوگ ٿيو آهي جيڪو خاص پورڻتا جو اظهار آهي. اهڙي طرح ’وڪرم‘ به خاص ڪرم جو اظهار آهي، جو پراپتيءَ کان پوءِ مهاپرشن جي دواران سمپادت ٿيندو آهي، جو شڀ اشڀ سنسڪار نٿو وجهي. هاڻي توهان وڪرم ڏٺو. رهيو ڪرم ۽ اڪرم ، جنهن کي اڳئين شلوڪ ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. جيڪڏهن هتي ڪرم اڪرم جو ڏار ڪرڻ نه سمجهي سگهياسين، ته ڪڏهن نه سمجهي سگهنداسين.

कर्मण्यकर्म य: पश्येदकर्मणि च कर्म य:।
स बुद्धिमान्मनुष्येषु स युक्त: कृत्स्नकर्मकृत्।।१८।।

’’ڪَرِمَڻِيَڪَرِمَ يَهَه پَشِييدَڪَرِمَڻي چهَ ڪَرِمَ يَهه

سَ بُڌيماننِمَنُشيِيشوُ سَ يُڪتَھہ ڪِرتِسنَڪرمَڪرِتِ (١٨)

جو منش ڪرم ۾ اڪرم ڏسي، ڪرم معنيٰ آراڌنا ارٿات آراڌنا ڪري ۽ اهو بہ سمجهي تہ ڪرڻ وارو مان نہ آهيان بلڪ گڻن جي اوستا ئي چنتن ۾ اسانکي اشارو ڪري ٿي. ”مان اِشٽ دواران هلان ٿو-ائين ڏسون ۽ جڏهن هن پرڪار اڪرم ڏسڻ جي شڪتي اچي وڃي ۽ ڏاراواهڪ روپ سان ڪرم ٿيندو رهي، تڏهن سمجهڻ گهرجي تہ ڪرم صحيح طرف ۾ ٿي رهيو آهي. اهوئي پرش منشن ۾ بڌيمان آهي، منشن ۾ يوگي آهي، يوگہ سان پرپور بُڌيءَ وارو آهي ۽ سمپورڻ ڪرمن کي ڪرڻ وارو آهي. هنجي دواران ڪرم ڪرڻ ۾ ٿوري بہ گهٽتائي نٿي رهي. ٿوري ۾ ئي چئجي آراڌنا ئي ڪرم آهي. ان ڪرم کي ڪريون ۽ ڪندي اڪرم ڏسون تہ مان هٽئي وانگر آهيان، ڪرڻ وارو اِشٽ آهي ۽ مان گڻن مان اتپن اوستا جي انوسار ئي ڪوشش ڪري ٿو سگهان. جڏهن اَڪرم جي اها شڪتي اچي وڃي ۽ ڏاراواهڪ ڪرم ٿيندو رهي، تڏهن پرم ڪلياڻ جي استتي ڏيارڻ وارو ڪرم ٿي سگهي ٿو. ”پوجيہ مهاراج جي ‘‘ چوندا هئا تہ جيستائين اِشٽ رَٿي نہ ٿي وڃي، روڪ ٿام نہ ڪرڻ لڳي، تيستائين صحيح ماترا ۾ ساڌنا جو آرنڀ ئي نٿو ٿئي.‘‘ ان ڪان پهرين جو ڪجهہ ڪيو وڃي ٿو، ڪرم ۾ پرويش ڪرڻ جي ڪوشش ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي. هر هلائڻ جو سچو بار ڌڳي جي ڪنڌن تي ئي رهندو آهي پوءِ بہ کيت کي جوٽڻ جو ڪم هاريءَ جي ذين آهي. نيڪ اهڙي طرح ساڌن جو سارو بار ساڌڪ جي مٿان رهندو آهي، پر سچو پچو ساڌڪ تہ اِشٽ آهي جو من جي پنيان لڳو رهندو آهي، جو اُن کي راهہ ڏيکاري ٿو. جيستائين اِشٽ نِرنئہ نہ ڏئي، تيستائين توهين سمجهي ئي نہ سگهندا تہ اسان ڪان ٿيو

ڇا؟ اسين پرڪرتي ۾ ڦٽڪي رهيا آهيون يا پرماتما ۾ ؟ ان پرڪار اِشٽ جي اشاري ۽ راهہ ڏيکارڻ ۾ جو ساڌڪ هن آتمڪ راهہ تي اڳيان وڌي ٿو، پاڻ کي اڪرتا سمجهي ڌاراواهڪ ، لڳاتار ڪرم ڪندو آهي ۽ اهوئي ٻڌيمان آهي، هنجي ڄاڻ سچي آهي يٿارٿ آهي، اُهو ئي يوگي آهي. جڳياسا سڀاويڪ آهي تہ ڪرم ڪندو ئي رهندو يا ڪڏهن ڪرمن کان ڇوٽڪارو بہ ملندو؟ ان تي يوگيشور چون ٿا:

شري ڪرشن جي انوسار جو ڪجهہ ڪيو وڃي ٿو، ڪرم نہ آهي. ڪرم مقرر ڪيل ڪِريا آهي ”نِيَتَمِ ڪُروُ ڪَرمَ تُومِ“. ارجن! تون مقرر ڪيل ڪرمن کي ڪَر. نرڌارت ڪرم آهي ڇا؟ تڏهن ٻڌايائون ”يگيارِٿاتِڪَرمڻو نِيَتِرِ لوڪويَمِ ڪَرمَبنَڌَنَهہ“ يگيہ کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ئي ڪرم آهي، تہ ان ڪانسواءِ جو ڪجهہ ڪيو ويندو آهي ، ڇا اُهي ڪرم نہ آهي. شري ڪرشن چون ٿا ”اَنِيَتِرِ لوڪيَمِ ڪَرمَبَنڌنَمِ“ هن يگيہ کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ڪانسواءِ جو ڪجهہ ڪيو وڃي ٿو، اُهو اُن لوڪ جو ٻنڌن آهي، نہ ڪِ ڪَرمِ. ”تَدَرِتَمِ ڪَرمِ“ ارجن! اُن يگيہ لاءِ چڱيءَ طرح آچرڻ ڪر ۽ جڏهن يگيہ جو سوروپ ٻُڌايو، تہ اهو شڌروپ سان آرڌنا جي هڪ وِڌي-وشيش-خاص طريقو آهي، جو اُن آراڌيہ ديو تائين پهچي اُن ۾ ملائي ٿي. هڪ ڪري ٿي.

هن يگيہ ۾ اِندريُن جو دمن روڪڻ هن تي ظابطو شمن، دئوي سمپد جو گڏ ڪرڻ وغيره ٻڌائيندي انت ۾ چيو، گهٽائي يوگي پراڻ ۽ اَپان جي رفتار جو نروڌ ڪري پراڻايام ۾ پرايڻ ٿي ويندا آهن. جتي نہ اندر مان سنڪلپ اُٿي ٿو ۽ نہ ٻاهرئين واتاورڻ جو سنڪلپ من جي اندر گهڙي ٿو سگهي. اهڙي حالت ۾ چت کي روڪڻ ۽ روڪيل چت جو بہ مليل وقت ۾ اُهو پرش ”ياتِنتي بِرَهمَ سَناتَنَمِ.“

پوتر شڌ سناتن برهم ۾ پرويش پائي ٿو وڃي. اهو سڀ يگيہ آهي، جنهن کي ڪاريہ روپ ڏيڻ جو نالو ڪرم آهي. هاڻي ڪرم جو شڌ ارٿ آهي ”آراڌنا“ ڪرم جو ارٿ آهي ”يڳن“، ڪرم جو ارٿ آهيِيوگہ ساڌنا کي چڱي پرڪار حاصل ڪرڻ، جنهنجو وڌيڪ ورنن هن ئي اڌياءَ ۾ اڳيان ٿي رهيو آهي. هتي ڪرم ۽ اڪرم جو فقط وياجن ڪيو ويو جنهن سان ڪرم ڪندي وقت اُنکي صحيح دشا ڏيئي سگهون ۽ اُن تي هلي سگهجي.

यस्य सर्वे समारम्भा: कामसङ्कल्पवर्जिता:।
ज्ञानग्निदग्धकर्माणं तमाहु: पण्डितं बुधा:।।१९।।

”يَسِيہَ سَروِ سَمارَنياها ڪام سَنڪَلَپَوَرِجتاها
گياناِگنيدَگِڌِم ڪَرماڻِم تَماهوُهَہ پَنڊِتُم بُڌاها (١٩)

ارجن! ”يَسِيہَ سَرِوي سمارنياها.“ جنهن پرش جي دوارا سمپورتا سان آرنڀ ڪئي ويئي ڪِريا (جنهن کي اڳئين شلوڪ ۾ چيو تہ ” اڪرم جي ڏسڻ جي شڪتي اچڻ تي ڪرم ۾ پرورت رهڻ وارو پرش سمپورڻ ڪرمن جي ڪرڻ وارو آهي. جنهن جي ڪرڻ ۾ ذري گهٽتائي نہ آهي)” ڪامَ سَنِڪَلَپَوَرِجتاها“ سلسليوار اُٿان ٿيندي ٿيندي اهڙي سوکيم ٿي ويئي جو واسنا ۽ من جي سنڪلپ وڪلپ کان مٿي چڙهي ويئي (ڪامنا ۽ سنڪلپن جو نہ هئڻ من جي وجيتا اوستا آهي. هاڻي ڪائي اهڙي وستوُ آهي جو هن کي ڪامنا ۽ سنڪلپ وڪلپ کان مٿي وني ٿي وڃي. اُن وقت ”گياناِگنيدَگِ ڌَڪرماڻاِم“ انتم سنڪلپ جي بہ شمن (روڪڻ) سان گڏ، جنهن کي اسين ڪونہ ٿا ڄاڻون، جنهن کي ڄاڻڻ لاءِ اسان کي اڇا هئي، اُن پرماتم' اڻ جي هوبهو جانڪاري ٿي وڃي ٿي. ڪرياتمڪ راهہ تي هلي پرماتما جي ظاهري ڄاڻ جو نالو آهي

گيان. ان گيان سان گڏ ئي ”دَگَدَ ڪرماڻامِ“ ڪرم سدائين جي
لاءِ سڙي ٿا وڃن. جيڪي پائڻو هو سو پائي ورتو، اڳيان ڪائي
طاقت ڪونهي جنهن کي ڳوليون. تنهنڪري ڪرم ڪري ڳوليون
بہ ڪنهن کي؟ انهي ڄاڻ سان ڪرم جي ضرورت سماپت ٿي وڃي
ٿي. اهڙي استٿي وارن کي ئي ٻوڌ سوروپ مهاپرشن ”پنڊت“
ڪري ڪوٺيو آهي‘انهن جي ڄاڻ پوري آهي. اهڙي استٿي وارا
مهاپرش ڪندا ڇا آهن؟ انهن جي رهڻي تي روشني وجهن ٿا

**त्यक्त्वा कर्मफलासङ्गं नित्यतृप्तो निराश्रयः।**
**कर्मण्यभिप्रवृत्तोऽपि नैव किञ्चित्करोति सः ।।२०।।**

”تِيَڪِتوا ڪَرمَ ڦلا سَنگَمِ نِتِيَترِپتو نراشِرَيَهہ
ڪَرمَڻِيَبِي پِرَوِرتوپي نَئِيوَ ڪِنچِتَڪروتي سَهہ **(٢٠)**

ارجن! اهو پرش سنسار آسري کان رهت ٿي، نِتيوَسِتوُ پرماتما
کي آسڪتي (موهہ) کي بہ تياڳي (ڇو جو پرماتما بہ هاڻي جدا
نہ آهي) ڪرم ۾ چڱيءَ طرح ورتڻ بہ ڪجهہ نٿو ڪري.

**निराशीर्यतचित्तात्मा त्यक्तसर्वपरिग्रहः।**
**शारीरं केवलं कर्म कुर्वन्नाप्रोति किल्बिषम्।।२१।।**

”نراشِيرِ يَتَچِتاتِما تِيَڪتَسَروَ پَريگِرَ هَهہ
شَريرَمِ ڪيوَلَمِ ڪَرمَ ڪُروَنِناپروتي ڪِلبِشَمِ **(٢١)**

جنهن انتهڪرڻ ۽ شرير کي جيتي ورتو آهي. يوڳن جي
سمپورڻ سامگري جنهن تياڳي ڇڏي آهي. اهڙي آشا رهت پرش
جو شرير صرف ڪرم ڪندو ڏيکاري ڏئي ٿو. حقيقت ۾ هو ڪري
ڏري ڪجهہ ڪونہ ٿو، ان ڪري پاپ کي پراپت نٿو ٿئي. هو
پورڻتا کي پراپت آهي ان ڪري آواگمن کي پر؛پت نٿو ٿئي.

**यदृच्छालाभसन्तुष्टो द्वन्द्वातीतो विमत्सरः।**
**समः सिद्धावसिद्धौ च कृत्वापि न निबध्यते।।२२।।**

”يَدِرِڇا لابِسَنِتُشٽو دِوَنداتيتو وِ مَتِسَرَهہ

سَمَهه سِڌاوَسِڌوَ چه ڪِرتواپي نهَ نِبَڌيَتي '' (٢٢)

پنهنجو پاڻ جو ڪجهه به پراپت ٿئي ان ۾ راضي رهڻ وارو، سک دک راگ دويش ۽ هرش شوڪ وغيره جهڳڙي کان پري ، ''وِمَتِسَرَهه'' حسد کان رهت سِڌي ۽ اڻسڌيءَ ۾ سم ڀاوُ رکڻ وارو پرش ڪرم ڪري به اُنهن ۾ ٻڌجي نٿو. سِڌي معنيٰ جنهن ڪي پائڻو هو هاڻي هو الڳ نه آهي ۽ هو ڪڏهن جدا ٿيو به نه هوندو، تنهنڪري اڻسڌي جو به ڊپ ڪونهي، اهڙي پرڪار سِڌي ۽ اسڌيءَ ۾ سم ڀاوَ رکڻ وارو پرش ڪرم ڪندي به نٿو ٻڌجي. ڪهڙو ڪرم هو ڪري ٿو؟ اُهيئي نيمت مقرر ٿيل ڪرم يگيه جي پرڪريا. ان کي دهرائيندي چون ٿا.

गतसङ्गस्य मुक्तस्य ज्ञानावस्थितचेतसः।
यज्ञायाचरतः कर्म समग्रं प्रविलीयते।।२३।।

'' گَتَسَنگَسِيهَ مُڪتسِيهَ گياناوَسِٿِتَچيتَسَهه
يَگيا ياچَرَتَهه ڪَرمَ سَمَگرَمِ پرَوِليِيتي (٢٣)

''ارجن ! يگيا ياچَرَتَهڪُرمَ'' يگيه جو آچرڻ ئي ڪرم آهي ۽ ساکياتڪار جو نالو ئي گيان آهي. هن يگيه جو آچرڻ ڪري ساکياتڪار سان گڏ گيان ۾ اسٿت، سنگه دوش ۽ آسڪتي (موهه) کان رهت مڪت پرش جا سمپورڻ ڪرم چڱيءَ طرح ملي هڪ ٿي ٿا وڃن. اُهي ڪرم ڪوبه ڦل اتپن نٿا ڪري سگهن، ڇو جو ڪرمن جو ڦل پرماتما اُنهن کان جدا نٿو رهي. هاڻي ڦل ۾ ڪهڙو ڦل لڳندو؟ تنهنڪري اُنهن مڪت پرش جي پنهنجي لاءِ ڪرم جي ضرورت سماپت ٿي وڃي ٿي. پوءِ به لوڪ سنگره جي لاءِ هو ڪرم ڪن ئي ٿا ۽ ڪندي به ڪرمن ۾ اٽڪن نٿا جڏهن ڪن ٿا، ته اٽڪن ڇو نه ٿا؟ ان تي چون ٿا:

ब्रह्मार्पणं ब्रह्म हविर्ब्रह्माग्नौ ब्रह्मणा हुतम्।
ब्रह्मैव तेन गन्तव्यं ब्रह्मकर्मसमाधिना।।२४।।

”بِرَهماپَڻَمِ بِرِهَمَ هَوِ رِبِرَهَمِرياگِنئوُ هُتَمِ
بِرِهَمَئيِوَ تيِنَ گَنِتَويِمِ برهِمَڪِرمَسَماڌِنا (٢۴)

اهڙي مڪت پرش جو سمرپڻ برهم آهي، ٻل ۽ آهوتي برهم آهي، اگني به برهم ئي آهي معنيٰ برهم روپ اگنيءَ ۾ برهم روپي ڪَرتا دواران جو هَوَنُ ڪيو وڃي ٿو، اُهو به برهم آهي ”بِرَهَمِ ڪَرِمَ سَماڌِنا“ جنهنجا ڪرم برهم ۾ ڇهي پرڻام ڪري سماڌي اوستا ۾ ٿي چڪا آهن، ان ۾ سمائجي چڪا آهن، اهڙي مهاپرش لاءِ جو پراپت ڪرڻ جهڙو يوگيه آهي اُهو به برهم ئي آهي. هو ڪرتا ڌرتا ڪجهه به ڪونهي، فقط لوڪن جي لاءِ ڪرم ۾ وَرتي ٿو، ڪرم ڪري ٿو

اِهي ته پراپت ڪرڻ واري مهاپرش جا لڪشڻ آهن، پرڪرم ۾ پرويش ڪرڻ وارا شروعاتي ساڌڪ ڪهڙو يگيه ڪندا آهن.

پوئين اڌياءَ ۾ شري ڪرشن چيو هو ارجن! ڪرم ڪر. ڪهڙو ڪرم؟ هنن ٻڌايو ”نِيَتَمِ ڪُرو ڪَرِمَ“ مقرر ڪيل ڪرم ڪي ڪر، نرڌارت ڪرم ڪهڙا آهن؟

”يگيارٿاتِڪَرِمڻونيَتِرَ لوڪويَم ڪرم بنڌنَهه“ (٩-٣٠)

ارجن! يگيه جي پرڪريا ئي ڪرم آهي. هن يگيه ڪانسواءِ ٻيو جو ڪجهه ڪيو وڃي ٿو، اهو هن لوڪ جو ٻنڌن آهي نه ڪِ ڪرم. ڪرم ته سنسار ٻنڌن کان موڪش ڏياريندو آهي. هاڻي ”تَدَرِتَمِ ڪوءَ نتييه مڪت سنگه سماچر“ اُن يگيه جي پورتي جي لاءِ سنگه دوش کان الڳ رهي چڱيءَ طرح يگيه جو آچرڻ ڪر. هتي هڪ نئون سوال يوگيشور ڏنو ته اهو يگيه آهي ڇا، جنهن کي ڪريون ۽ ڪرم اسان کان پار لڳي؟ هنن ڪرم جون خاصيتن تي زور ڏنو، ٻڌايائون ته يگيه آيو ڪٿان؟ يگيه ڏيندو ڇا آهي؟ هنجي خاصيتن جو چترڻ ڪيو. اڃا تائين اهو ڪونه ٻڌايو هو ته يگيه آهي ڇا؟

هاڻي هتي اُن يگيہ کي ظاهر ڪن ٿا.

दैवमेवापरे यज्ञं योगिनः पर्युपासते।
ब्रह्माग्रावपरे यज्ञं यज्ञेनैवोपजुह्वति।।२५।।

”دَئيوَميواپَري يَگيَمِ يوگيِنَھ پَريوُ پاسَتي
بِرَهماڱِريوَ پري يَگِيمِ يگِيينئوو پَجُھوتي (٢٥)

اڳئين شلوڪ ۾ يوگيشور شري ڪرشن پرماتما اسٽت مهاپرش جي يگيہ جو فيصلو ڪيو، پر ٻيا يوگي لوڪ اُهي شروعات ڪٿان ڪن؟ ان تي چون ٿا ٻيا يوگي لوڪ دَئِوَمِ يَگيمِ مطلب دئوي سمپد کي پنهنجي هردي ۾ ٻلوان بڻائين ٿا. جنهن جي لاءِ برهما جي آگيا هئي تہ هن يگيہ دواران توهين لوڪ ديوتائن جي اُنتي ڪريو. جيئن جيئن هرديہ ديش ۾ دَئوي سمپد وڌندي اهائي توهانجي پرگتي هوندي ۽ سلسليوار پرسپر اُنتي ڪري پرم شِريہ کي پراپت ڪريو. دَئوي سمپد کي هرديہ ديش ۾ ٻلوان بڻائڻ پهرين پرويش ڪرڻ واري شريڻي، درجي وارن يوگين جو يگيہ آهي.

اها دَئوي سمپد اڌياءَ ١٦ تي شروعاتي ٽن سلوڪن ۾ ورڻن ڪيل آهن. اُهي آهن تہ سيني ۾، صرف ضروري ۽ خاص ڪرتويہ سمجهي اُن کي جاڳرت ڪن ۽ اُنهن ۾ لڳن. اهو ڏسُ ڏيئي، اشارو ڪندي يوگيشور چيو تہ ارجن! تون شوڪ نہ ڪر، ڇو جو تون دئوي سمپتي کِي پراپت ٿيو آهين، تون مون ۾ نواس ڪندين ۽ منهنجي ئي پوتر سوروپ کي پراپت ڪندين، چاڪاڻ هيءَ دئوي سمپد پرم ڪلياڻ لاءِ ئي آهي ۽ انجي اُبتڙ آسوري سمپد نيچ ۽ اُڌم جوڻين جو ڪارڻ آهي. ان آسوري سمپد جو هَوَنُ ٿيڻ لڳندو آهي تنهنڪري اهو يگيہ آهي ۽ اتان ئي يگيہ جو آرنڀ آهي.

ٻيا يوگي ”برهماگنئوُ“ پر برهم پرماتم روپ اگنيءَ ۾

يگيہ جي دواران ئي يگيہ جو انوشٺان، شروعات ڪندا آهن. شري ڪرشن وڏيڪ ٻڌايو تہ هن شرير ۾ اڌييگيہ مان آهيان. يگين جا اڌشٺاتا معنيٰ ڀڳوان مان آهيان جنهن ۾ يگيہ اچي ملن ٿا. اُهو پرش مان آهيان. شري ڪرشن هڪ يوگي هئا، ستگرو هئا. ان پرڪار ٻيا يوگي جن برهم روپي اگنيءَ ۾ يگيہ جي شروعات ڪن ٿا، ٿوري ۾ چئجي تہ ستگروءَ جي سوروپ جو ڌيان ڪندا آهن.

श्रोत्रादीनीन्द्रियाण्यन्ये संयमाग्निषु जुह्वति।
शब्दादीन्विषयानन्य इन्द्रियाग्निषु जुह्वति।।२६।।

”شِروترادينيِندرِ ياڻيَنِيي سَنيَماگِنيشوُ جُهوَتي
شَبِداد يِنوَشَيانَنيہ اِندِرَ ياگنيِشوُ جهوَتي (٢٦)

ٻيا يوگي جن شِروترادِڪہ (ڪن، اکيون، ٽُوچا، چمڙي، جيڀ، نڪ) سڀ اندرين جو سنيم روپي اگنيءَ ۾ هَوَن ڪندا آهن مطلب تہ اندرين کي وشين مان سميٽي روڪ ڪري ٿا ڇڏين. هتي باهہ نٿي ٻري. جيئن اگني ۾ وجهڻ سان هر وستو ڀسم ٿي ويندي آهي، نيڪ ان طرح سَنيَم بہ هڪ اگني آهي جا اندرين کي سمپورڻ ٻاهر مکي ڌارا کي ڀسم ڪري ٿي ڇڏي. ٻيا يوگِي شبد وغيره (شبد، اسپرش، روپ، رس ۽ گنڌ) وشين کي اندرين روپي اگني ۾ هَوَن ڪري ڇڏيندا آهن مطلب تہ اُنهنجو آڌار بدلائي ساڌنا وارو بڻائي ڇڏيندا آهن.

ساڌڪ کي سنسار ۾ رهي ئي تہ ڀڄن ڪرڻو آهي.لوڪن جا ڀلا بُرا اکر، شبد هن سان ٽڪرائيندا ئي رهندا آهن.وشين جي تيج وارا اهڙا شبد ٻڌندي ئي ساڌڪ اُنهن جي ارادن کي يوگ ويراڳ وارا سهايڪ، ويراڳ تيز ڀاءُ ۾ بدلائي اِندريہ روپي اگني ۾ هَوَن ڪري ڇڏيندو آهي. جيئن ڪَ ارجن پنهنجي چنتن ۾ رَتو پيو هو. اچانڪ هنجي ڪنن-جي پاپرين ۾ سنگيت جي لهر

جھونجھنا اُٿي. هن ڪنڌ مٿي ڪٽي ڏٺو تہ اُروشي بيٺي هئي، جا هڪ وئيشا هئي. سڀ هن جي روپ تي مگڌ ٿي جھومي رهيا هئا، پر ارجن هن کي سنيھہ سان ماءُ جي روپ ۾ ڏٺو. اُن شبد سان ملڻ وارا وڪار لڪي ويا، گم ٿي ويا. اندرين جي انترال ۾ ئي سمائجي ويا.

هتي اندريہ ئي اگني آهي. اگنيءَ ۾ وڌل وستو جيئن ڀسم ٿي ويندي آهي، اهڙيءَ طرح ارادو بدلي اِشت جي اَنڪول ڍال ونڻ سان وشين جا تيجَ، روپ رس، گنڌ، سپرش ۽ شبد بہ ڀسم ٿي ويندا آهن. ساڌڪ تي خراب اثر نٿا وجھي سگھن. ساڌڪ شبد وغيره ۾ رُچي نٿو رکي، انھن کي گرھڻ نٿو ڪري.

هنن شلوڪن ۾ ''اپري''، اُنيہ' شبد هڪ ئي ساڌڪ جي اوچي نيچي اوسٿائون آهن. هڪ ئي يگيہ ڪرتا اوچو نيچو ليول آهي، نہ ڪِ اَپري، اَپري چوڻ سان ڪوئي الڳ الڳ يگيہ.

सर्वाणीन्द्रियकर्माणि प्राणकर्माणि चापरे।
आत्मसंयमयोगाग्नौ जह्वति ज्ञानदीपिते।।२७।।

''سُرووانِڊيندرِيڪَرماڻي پراڻڪرماڻِي چاپَري
آتِمنسنيَمَيو گگنئوُ جُھوتِي گياندِيپتي ( ٢٧)

هيل تائين يوگيشور جنھن جي چرچا ڪئي، اُن ۾ سليسليوار دئوي سمپد کي گڏ ڪيو ويندو آهي. اِندِريُن جي سمپورڻ ڪوششن جو سنيم ڪيو ويندو آهي. تيز وشين، شبدن وغيره جي ٽڪرڻ تي بہ اُنھن جو رخ بدلي اُنھن کان پڇيو وڃي ٿو. ان کان بھتر اوسٿا هئڻ تي ٻين يوگي جن سمپورڻ اندرين جي کيل چرپر ۽ پراڻ جي واپار کي ساڪياتڪار سان گڏ گيان سان پرڪاشت پرماتم استتي روپي يوگ اگنيءَ ۾ هَوَنُ ڪندا آهن. جڏهن سنيم جي ڏور آتما سان تدروپ ٿي ويندي آهي، پراڻن ۽ اِندريُن جو واپار بہ شانت ٿي ويندو

آهي، ان وقت وشين تدروپ ڪرڻ واري ۾ اِشٽ ۾ پرورتي ڏيارڻ واري ٻئي ڌارائون آتمسات معنيٰ هڪ ٿي وڃن ٿيون. پرماتما ۾ استٿي ملي ٿي وڃي، يگيہ جو نتيجو، ڦل نڪري وڃي ٿو. اها آهي يگيہ جي مٿين منزل. جنهن پرماتما کي پاتٿو هو، اُن ۾ استٿي اچي ويئي تہ باقي ڇا رهيو؟ وري يوگيشور شري ڪرشن يگيہ کي چڱيءَ طرح سمجهائين ٿا.

**द्रव्ययज्ञास्तपोयज्ञा योगयज्ञास्तथापरे।**
**स्वाध्यायज्ञानयज्ञाश्च यतयः संशितव्रताः ।।२८।।**

”دِر وِيَيگياسِتپويگيا سِتٿا پَري
سِوادِڌيايگِيا نَيگياشچہيَتَيہ سَنشِتوتاها (٢٨)

انيڪ لوڪ درويہ يگيہ ڪندا آهن منعيٰ آتم پٽ ۾ مهاپرش جي شيوا ۾ پن-گل ارپڻ ڪن ٿا. هو سمپورڻ سان گڏ مهاپرش جي شيوا ۾ ڌن بہ لڳائين ٿا. شري ڪرشن وڌيڪ چون ٿا تہ ڀڳتي ياوَ سان پَنَ، گَل،ڦل جل جو ڪجهہ بہ مونکي ڏين ٿا، اُنهن کي مان ڪاوان ٿو ۽ اُنجو پرم ڪلياڻ پيدا ڪرڻ وارو ٿيندو آهيان. اهو بہ يگيہ آهي. هر آتما جي شيوا ڪرڻ،پليل کي آتم راهہ تي آڻڻ درويہ يگيہ آهي. ڇو جو پراڪرتڪ سنسڪارن کي جلائڻ ۾ سمرٿ آهي.

ان طرح ڪيترا پرش”تپويگياها“ سِوَڌرم پالڻ ۾ اندرين کي تپائين ٿا منعيٰ سياءَ ڪان اتپن شڪتيءَ انوسار يگيہ جي نِمرَ ۽ واڌاري وارين اوستائن جي وچ تَپن ٿا. ان پٽ جي ٿوري چاڻ هئڻ سبب پرڪريا ۾ پهرئين در جي جو ساڌڪ شودر پَرِچِرِ يا (شيوا) دواران. وئشيہ دَئوي سمپد جي سنگرهہ دواران، ڪتري ڪام ڪروڌ جي ناس ڪندڙ جي دواران ۽ براهمڻ برهم ۾ پرويش جي يوگيتا جي ليول سان اندرين کي تپائي ٿو. سڀ ڪنهن کي هڪ جهڙي محنت ڪرٽي پوندي آهي. حقيقت ۾ يگيہ هڪ ئي

آهي. اوسٿا جي انوسار اوچا نيچا درجا گذاندا وڃن ٿا.

پوڄيہ مهاراج جي چوندا هئا- هن سان گڏ اندرين ۽ شرير
کي منزل (لڪشيہ) صحيح نموني ٽپائڻ ئي تَپُ چوائيندو آهي.
هو منزل کان پري پهچندا، اُتان سميٽي هُتي ئي لڳايو.''

گهڻيئي پرش يوگ يگيہ جو آچرڻ ڪندا آهن. وهنوار ڪندا
آهن. پرڪرتي ۾ پٽڪندڙ آتما جو پرڪرتي کان پري پرماتماسان
ملڻ جو نالو ''يوگ'' آهي. يوگ جي وياکيا اڌياءَ ٦-٢٣) ۾
ظاهر آهي. گهڻو ڪري ٻن شين جو ملڻ يوگ چوائيندو آهي.
ڪاغذ سان قلم ملي ويو، ٿالهي ۽ ميز ملي ويا تہ ڇا يوگ ٿي
ويو؟ نہ هتي پنجن ڀوتن مان پيدا ٿيل پدارٿ آهن. هڪ ئي
آهن، ٻہ ڪٿي؟ ٻہ پرڪرتي ۽ پرش آهن. پرڪرتي ۾ اسٿت ٿيل
آتما پنهنجي شيءِ روپ پرماتما ۾ پرويش پائي وڃي ٿو تہ
پرڪرتي پرش ۾ سمائجي ٿي وڃي.اهو ئي يوگ آهي هاڻي
انيڪ پرش ان ۾ ملڻ سهايڪ شم، دم وغيره نيمن جو چڱي طرح
پالن ڪن ٿا. يوگ يگيہ ڪرڻ واري توڙي اهنسا وغيره تکن ورتن
سان يڪت يتن شيل پرش''سِواڌ يا يگيان يگيہ شِڇہ'' پنهنجو
ابياس، سوروپ جو ابياس ڪرڻ وارا گيان يگيہ جا ڪرتا
آهن. هتي يوگ جي انگن(يم،نيم، آسڻ پراڻايام، پرتيهار،
ڌارڻا، ڌيان ۽ سماڌي کي) اهنسا وغيره ڪنن وِرتن سان مقرر
ڪيو ويو آهي. انيڪ لوگ سواڌيايہ ڪندا آهن. پستڪ پڙهڻ
تہ سواڌيايہ آهي پنهنجو ابياس، جنهن سان سوروپ جو
گيان ٿئي ٿو، جنهنجو ڦل آهي گيان منعيلِ ساڪياتڪار.
يگيہ جو وڌيڪ ڏاڪو ٻڌائين ٿا-

**अपाने जुह्वति प्राणं प्राणेऽपानं तथापरे।**
**प्राणापानगती रुद्ध्वा प्राणायामपरायणा:।।२९।।**

''آپاني جُهِوَتي پِراڻِم پِراڻيپانَم تٿاپَري

## پراڻاپانگتيِ رُڌروا پراڻايامپراينّاڻ (٢٩)

گهڻا يوگي اپان وايوُ ۾ پراڻ وايوُ کي هون ڪن ٿا ۽ اُنهي پرڪار پراڻ وايوُ جو هَوَن ڪن ٿا. ان ۾ سوکيم اوسٿا ٿي وڃڻ تي ٻيا يوگي جن پراڻ ۽ اپان ٻنهي جي گتيِ روڪي پراڻايام پرايڻ ٿي وڃن ٿا.

جنهن کي شري ڪرشن پراڻ اَپان چون ٿا، ان کي مهاتما ٻڌ''اناپان'' چوي ٿو. ان کي هنن وشواس-پروشواس بہ چيو آهي. پراڻ اُهو سواس آهي جنهن کي توهين اندر ڇڪيو ٿا ۽ اَپان اُهو سواس جنهن کي توهين ٻاهرڪڍو ٿا. يوگين جي انوڀوتي آهي تہ توهين سواس سان گڏ ٻاهرئين ڪنهن وايومنڊل جي سنڪلپ بہ گرهڻ نہ ڪرڻ پراڻ جو هَوَنُ آهي ۽ اندر سنڪلپن کي نہ اُٿڻ ڏيڻ اپان جو هَوَنُ. نہ اندران ڪنهن سنڪلپ جي يادگيري هجي ۽ نہ ئي ٻاهران ۾ هلڻ وارا چنتن اندر مونجهہ اتپن ڪري سگهن. ان طرحراڻ اپان جي ٻنهي جي گتي هڪ ٿي وڃڻ تي پراڻن جو يام معنيٰ پڪڙ ٿي ٿي وڃي، اهو ئي پراڻايامآهي. اها من جي وجيہ اوسٿا آهي. پراڻن جو رُڪڻ ۽ من جو رُڪڻ هڪ ئي ڳالهہ آهي.

هرهڪ مهاپرش ان طريقي جو آذار ورتو آهي. ويدن ۾ انهن جو اُليکہ آهي ''چَتِوارِ واڪ پَرِمِتا پَدانِ (رگ ويد- ۴۵-١٦۴-١) (اٿرِوَ ويد ٩-١۵-٢٧) انهي کي پوجيہ مهاراج جي چوندا هئا '' هو هڪ ئي نالو چئني ڏاڪن تي جپيو وڃي ٿو. بئکري، مڌيما، پشينتي ۽ پرا. بئکري ان جي چوندا آهن، جو ظاهر ٿي وڃي. نام جو اُچار اهڙي طرح ڪر تہ توهين ٻڌو ۽ ٻاهر ڪوئي وينو هجي اُن کي بہ ٻڌڻ ۾ اچي. مڌيما معنيٰ مڌيم سُر ۾ جپ، جنهن کي فقط توهين ئي ٻڌو، پاسي ۾ وينل ماڻهو بہ ان اُچارڻ کي ٻڌي نہ سگهي. اهو اُچارڻ گلي

مان ٿيندو آهي. آهستي آهستي نام جي ڌن ٻڌجي ويندي آهي، ڏور لڳي ٿي وڃي. ساڌنا اڃا به سوکيم ٿيڻ سان پَشينتي معنيٰ نام ڏسڻ جي اوستا اچي ٿي وڃي، پوءِ نام جو جاپ نٿو وَڃي. اهوئي نام سواس ۾ ڍَلجي ويندو آهي. من کي درشٽا (ڏسندڙ) ٻڻائي ڪڙو ڪري ڇڏ، ڏسندو رهه ته سواس ڇئي ڇا ٿو؟ سواس اچي ڪڏهن ٿو؟ ٻاهر ڪڏهن ٿو نڪري؟ ڇاٿو چوي؟'' مهاپرشن جو چوڻ آهي سواس نام ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه چوي ئي نٿو. ساڌڪ نام جو جپ نٿو ڪري، صرف هنجي اُٿڻ واري ڌُن کي ٻڌي ٿو، سواس کي ڏسي ضرور ٿو ان ڪري 'پشينتي' چون ٿا.

پشينتي من کي درشٽا روپ ۾ ڪڙو ڪرڻو پوندو آهي، پر ساڌن اڃا به اڳيان وڌڻ تي ٻُڌڻو به نٿو پوي. هڪ وار سُرت پرپور لڳي وڃي پاڻيهي ٻُڌڻ ۾ ايندو ''جَپَئه نه جَپاوَئه'' نه پاڻ جپ، نه من کي ٻڌڻ لاءِ ٻَڌُ ۽ جپ هلندو رهي، ان جو نالو آهي اَجپا. ائين نه ٿئي جو جپ شروع ئي نه ڪريو ۽ اچي ويئي اَجپا. جيڪڏهن ڪنهن جپ آرنڀ نه ڪيو، ته اَجپا نام جي ڪابه وَستو هن وقت ڪونه هوندي. اجپا جو ارٿ آهي، اسين نه جپيون پر جپ اسانجو ساٿ نه ڇڏي. هڪ وار سُرت جو ڪانٽو لڳاءِ پري ڇڏ ته جپ جي ڌارا شروع ٿي وڃي ۽ لڳاتار هلندو رهي. ان سپاويڪ جپ جو نالو آهي اجپا ۽ اهائي آهي ''پراواڻي جو جپ'' هيءَ پرڪرتيءَ ڪان پري تَتوَ پرماتما ۾ پرويش ڏياري ٿي. هن ڪان اڳيان واڻيءَ ۾ ڪوئي پريورتن - بدلاءُ نه آهي. پرم جو دِگدَرشن ڪرائي اُن ۾ سمائجي ويندي آهي ان ڪري ان کي پَرا چون ٿا.

ڏنل شلوڪ ۾ يوگيشور ڪرشن صرف سواس تي ڌيان رکڻ لاءِ چيو، جڏهن ڪِ اڳيان پاڻ اوم جي جپ تي زور ڏين ٿا. گوتم ٻُڌُ به ''انا پان ستي'' سواس - پساهه جي ئي چرچا

ڪئي آهي. آخر اُهي مهاپرش ڇوڻ چا ٿا چاهين؟ حقيقت ۾ شروعات ۾ بئڪري، ان سان مڏيما ۽ ان سان اُنَت ٿيڻ تي جپ جي پَشينتي. اوستا ۾ سواس پڪڙ ۾ اچي ٿو. اُن وقت جپ تہ سواس ۾ ڍليل ملندو، پوءِ جپيون چا؟ پوءِ تہ صرف ڏسڻ ئي باقي آهي. ان ڪري پران اَپان ماتر چيو، ”نام جپو“ ائين ڪونہ چيو، سبب تہ ڇوڻ جي ضرورت ئي ڪونهي. جيڪڏهن چون ٿا، تہ گمراهہ ٿي هيٺين درجي ۾ چڪر کائڻ لڳندو. مهاراجا ٻُڌُ، ”گرديو ڀڳوان“ توڙي هرهڪ مهاپرش جي ان رستي تان گذريا آهن، سڀ هڪ ئي ڳالهہ ڪن ٿا، چون ٿا. بئڪري ۽ مڏيما نام- جپ جا داخلا دوار ماتر آهن. پَشينتيءَ کان ئي نام ۾ پرويش ملي ٿو. پَرا ۾ نام ڏاراواهي ٿي ويندو آهي، جنهن سان جپ ساٿ نٿو ڇڏي.

من سواس سان جڙيل آهي. جڏهن سواس تي درشٽي آهي، سواس ۾ نام ڍلجي چڪو آهي، اندران نہ تہ ڪنهن سنڪلپ جو اُٿان آهي ۽ نہ ٻاهرئين وايومنڊل جا سنڪلپ اندر پرويش ڪري ٿا سگهن، هيءَ ئي من تي وجيہ جي اوستا آهي. ان سان گڏ يڳيہ جو قل نڪري اچي ٿو.

अपरे नियताहाराः प्राणान्प्राणेषु जुह्वति।
सर्वेऽप्येते यज्ञविदो यज्ञक्षपितकल्मषाः।।३०।।

”اَپري نِيَناهاراهہ پراڻا نِپراڻيشوُ جُهوَتي
سَروي پِيَتي يڳيوِدو يڳيشَپِتَڪلِمشاهہ (٣٠)

ٻيا نيمت آهار ڪرڻ وارا پراڻ کي پراڻ ۾ ئي هَوَن ڪندا آهن. ”پوجيہ مهاراج جي“ چوندا هئا تہ ”يوگي جو آهار درڍ، آسن درڍ ۽ ننڊ درڍ هئڻ گهرجي“. آهار - وهار تي ڪنٽرول ڏاڍو ضروري آهي. اهڙا انيڪ يوگي پراڻ کي پراڻ ۾ ئي هَوَن ڪري ڇڏيندا آهن معنيٰ سواس کڻڻ تي ئي پورو ڌيان رکندا

آهن، پساهہ، پرشواس تي ڌيان نٿا ڏين. سواس آيو تہ ”ڀڌائون اوم“، وري سواس آيو تہ ”اوم“ ڀڌندا رهيا. ان طرح يگين دواران نشت وارا پاپ وارا اُهي سڀ پرش يگيہ جا ڄاڻندڙ آهن. انهن مقرر وِڌِيُن مان جيڪڏهن ڪٿان بہ ڪندا آهن تہ سڀ يگيہ جا گياتا آهن. هاڻي يگيہ جو ڦل ٻڌائين ٿا.

**यज्ञशिष्टामृतभुजो यान्ति ब्रह्म सनातनम्।**
**नायं लोकोऽस्त्ययज्ञस्य कुतोऽन्यः कुरुसत्तम।।३१।।**

”يَگيَشِشٽا مِرتَڀُجو يانِتي بِرَهمَ سَناتَنَمِ
نايَمِ لوڪو سيتِيَيَگيَسِيَ ڪُتونِيَهہ ڪُروُ سَتَم (۳۱)

ڪُروُ سريشٽ ارجن! ”يگيَشِشٽا مِرتَڀُجو“ يگيہ جنهنجي سرشٽي ڪري ٿو، جنهن کي بنا ڪنهن پيدا جي، ساڳيو ئي ڇڏي ٿو، اُهوئي آهي امرت. اُنجي خاص ڄاڻ گيان آهي. اُن گيان امرت کي يوڳڻ ارٿات پراپت ڪرڻ وارا يوگي جن ”يانتي برهم سناتنم“ پوتر سناتن پر برهم کي پراپت ٿين ٿا. يگيہ اهڙي وستو آهي، جا پورڻ ٿيندي ئي سناتن پربرهم ۾ پرويش ڏياري ٿي. يگيہ نہ ڪري، تہ تڪليف ڪهڙي آهي، شري ڪرشن چون ٿا تہ يگيہ رهت پرش کي وري منشلوڪ معنيٰ مانو شرير بہ سولو نٿو ٿئي، پوءِ ٻيا لوڪ ڪيئن سڪدائي ٿيندا؟ اُنجي لاءِ تہ ”تِريڪ (خراب) جوڻيون سرڪشت آهن، ان ۾ وڌيڪ ڪجهہ نہ آهي. تنهنڪري يگيہ ڪرڻ منشن لاءِ تمام ضروري آهي.

**एवं बहुविधा यज्ञा वितता ब्रह्मणो मुखे।**
**कर्मजान्विद्धि तान्सर्वानेवं ज्ञात्वा विमोक्ष्यसे।।३२।।**

”ايوَم بهوُوِڌا يَگيا وِتَنا بِرَهِمَڻو مُکي
ڪَرِمَجانِوَڌي تانِسَروانيوَمِ گياتِوا وِموڪشَيَسي (۳۲)

اهڙي طرح مٿي ڄيل گهڻن ئي پرڪارن جا يگيہ ويد جي

واٽيءَ ۾ ڇپيا ويا آهن. برهم جي مک مان وستار سان ڇپيا ويا آهن. پراپتيءَ کان پوءِ مهاپرشن جا شريرن کي پربرهم ڌارڻ ڪندو آهي. برهم سان مليل اوسٿا وارا اُنهن مهاتمائن جي ٻُڌي اوزار وانگر هوندي آهي. اُن دواران اُهو برهم ئي ڀوليندو آهي. اُنهن جي واٽيءَ ۾ يڳين جو وستار ڪيو ويو آهي.

انهن سيني يڳين کي تون ''ڪَرمَ جان وڌي'' ڪرم مان اُتپن ٿيل ڄاڻُ، اهو ڀهرين به ڇڏئي آيا آهيون '' يڳيهَ ڪَرمَسَمُدڀَوَ'' (۱۴-۳) اُنهن کي هن پرڪار سان ڪرياتمڪ هلي ڄاڻي وڃڻ تي (هاڻي ٻڌايو اٿم، يڳيه ڪري جنهجو پاپ نشٽ ٿي چڪو آهي، اُهيئي يڳيه جا سچا ڄاڻو آهن) ارجن! تون ''وِموڪِشيَسي'' سنساري ٻنڌن کان پوريءَ طرح ڇٽي ويندين. هتي يوگيشور ڪرم کي صاف ظاهر ڪري ڇڏيو. اُها حرڪت ڪرم آهي، جنهن سان مٿي ڇيل يڳيه پورا ٿين ٿا.

هاڻي جيڪڏهن دَئوي سَمپَدِ جو ارجن، سدگروءَ جو ڌيان، اندرين جو سنجم سواس جو پساهه ۾ هَوَن، پساهه جو سواس ۾ هَوَن. پراڻ اپان جي گتي جو نروڌ ڪيتي ڪرڻ سان ٿيندو آهي واپار، نوڪري يا راجنيتي ڪرڻ سان ٿيندو آهي. ته توهين ڪريو. يڳيه ته اهڙي ڪِريا آهي، جو پورڻ ٿيندي ئي يڪدم پربرهم ۾ پرويش ڏياري ٿو. ٻاهرئين ڪنهن به ڪاريه سان توهين يڪدم برهم ۾ پرويش پائي ٿا وڃو ته ڪريو.

حقيقت هي سڀ جا سڀ يڳيه چنتن جي اَندريوُن ڪِريائون آهن، آراڌنا جو چترڻ آهن، جنهن سان آراڌيه ديو ظاهر ٿئي ٿو. يڳيه اُن آراڌيه تائين فاصلي کي طئه ڪرڻ جي مقرر ڪيل پرڪريا خاص آهي. هيءُ يڳيه سواس پساهه پراڻايام وغيره جنهن ڪِريا سان سَمپن (پورا) ٿين ٿا، اُن ڪاريه جي طريقي جو نالو ڪرم آهي. ڪرم جو شڌ ارٿ آهي ''آراڌنا'' ، ''چنتن''.

گھڻو ڪري ماڻھو چوندا آھن تہ سنسار ۾ ڪجھہ بہ ڪيو وڃي، تہ ٿي ويو ڪرم. ڪامنا بنا ڪجھہ بہ ڪندا وڃو، ٿي ويو نشڪام ڪرم يوگہ. ڪوئي چويٿو تہ وڏيڪ فائدي لاءِ وديشي ڪپڙا ٿا وڪڻن، تہ توھين سڪامي آھيو. ديش شيوا لاءِ سوديشي وڪڻو، تہ ٿي ويا نشڪام ڪرم يوگہ. وشواس سان نوڪري ڪريو. ھاچي لاپ جي چنتا ڪان مڪت ٿي واپار ڪريو، ٿي ويو نشڪام ڪرم يوگہ . ھار جيت جي ڀاونا کان مڪت ٿي يڌ ڪريو، چوندون لڙو، ٿي ويا نشڪامي. مرندا تہ مڪت ٿي ويندا. حقيقت ۾ اھڙو ڪجھہ بہ نہ آھي. يوگيشور شري ڪرشن صاف شبدن ۾ ٻڌايو تہ ان نشڪام ۾ مقرر ڪيل ڪِريا ھڪ ئي آھي ”وِسوَ ساياتِمِڪا ٻڌيريھيڪھ ڪُروُنندن۱“ ارجن! تون مقرر ٿيل ڪرم ڪي ڪر. يگيہ جو متوئي ڪَرم آھي. يگيہ ڇا آھي؟ سواس - پساھہ جو ھَوَن، اندرين جو سنجم، يگيہ سوروپ مھاپرش جو ڌيان، پراڻايام-پراڻن جو نروڌ. اھائي من جي وجيتا اوستا آھي. من جو پسارو ئي جڳت آھي. شري ڪرشن جي شبدن ۾، ”اِھَھَئيوَ تَئِيرِجِتَھہ سَرِگو ييشام سامِيي اِسِتِتَمِ منھہ“( ۵-۱۹). انھن پرشن دواران چراچر جڳت ھتي ئي جيتيو ويو، جنھن جو من ھيڪڙائيءَ ۾ استت آھي. ڀلا من جي سَمَ ڀاوَ ۽ جڳت کي جيتڻ جو ڪھڙو سنبنڌ آھي. جڏھن جڳت کي جيتي ئي ورتو اٿيئي تہ رُڪِئين ڪٿي؟ تڏھن چون ٿا، اُھو برھم نردوش ۽ سم ڀاوَ آھي، ھتي من بہ نرودش ۽ سَمَ ڀاوَ جي استتي وارو ٿي ويو آھي، تہ ھاڻي ھو برھم ۾ استت ٿي وڃي ٿو. ٿوري ۾ چئجي تہ من جو پسارو ئي جڳت آھي، چراچر جڳت ئي ھَوَن. سماڌي جي روپ ۾ آھي. من جو سپ پاسي نروڌ ٿيندي ئي جڳت جو نروڌ ٿي ٿو وڃي. من جي روڪڻ سان ئي يگيہ جو ڦل نڪري ٿو اچي. يگيہ جنھنجي

سرشٽي ڪري ٿو، اُن گيان امرت جي پيئڻ وارو پرش سناتن برهم ۾ داخل ٿي ٿو وڃي. هي سڀ يڳيه برهم اسٿت مهاپرشن جي واٽيءَ دواران ڇيا ويا آهن. ائين ڪونهي ته الڳ الڳ سمپردائن جا ساڌڪ الڳ الڳ پرڪار جا يڳيه ڪن ٿا. بلڪ هي سڀ يڳيه هڪ ئي ساڌڪ جي اوچي. نيچي اوسٿائون آهن. هيءُ يڳيه جنهن ڪان ٿيڻ لڳي، ان ڪِريا جو نالو ڪرم آهي. سڄي گيتا ۾ هڪ به شلوڪ اهڙو ڪونهي. جو سنسارڪ واپارن جو سمرٿن ڪندو هجي.

گهڻو ڪري يڳيه جو نالو اچڻ تي لوڪ هڪ يڳيه-ويدي ٺاهي تِرِ جَوَ کڻي ''سواها'' چوندي هَوَن شروع ڪري ڇڏيندا آهن. اهو هڪ دوکو آهي. درويه يڳيه ٻيو آهي، جنهن کي شري ڪرشن ڪيترا دفعا چيو. پر جانور جي ٻلي شيون باهه ۾ وجهڻ سان هنجو ڪوئي سنٻنڌ نه آهي.

श्रेयान्द्रव्यमयाद्यज्ञाज्ज्ञानयज्ञः परन्तप।
सर्वं कर्माखिलं पार्थ ज्ञाने परिसमाप्यते।।३३।।

''شِريياندِرَويَمَيادِيَڳياڄِگيان يَڳيَهه پَرنِتَپَ
سَرِوَمِ ڪَرِماکِلَمِ پارٿ گياني پَرِيسماپِيَتي (٣٣)

ارجن! سنسارڪ ڌن سان سڌ ٿيڻ واري يڳيه جي ڀيٽ ۾ گيان يڳيه (جنهنجو ڦل گيان (ساکياتڪار) آهي، يڳيه جنهنجي سرشٽي ڪري ٿو، ان امرت تَتوَ جي ڄاڻ جو نالو گ يان آهي، اهڙو يڳيه) ياڳه وارو آهي، پرم ڪلياڻڪاري آهي. هي پارٿ سمپورڻ ڪرم گيان ۾ باقي شيش ٿي ويندا آهن. ''پَرِيسماپِيَتي'' چڱيءَ طرح سمائجي وڃن ٿا. گيان يڳيه جي حد آهي، مٿين چوٽي آهي. ان ڪان پوءِ ڪرم ڪرڻ سان نه ڪوئي لاڀ آهي ۽ نه ڇڏڻ سان اُن مهاپرش جو نقصان آهي. ان طرح سنساري ڌن سان ٿيڻ وارو يڳيه به يڳيه آهي پر اُن

يگيہ جي پيٽ ۾، جنھنجو ڦل ساڪياتڪار آھي، ان گيان يگيہ جي پيٽ ۾ تمام ننڍو آھي. توھين ڪروڙن جو ھَوَنُ ڪريو، سوين يگيہ ويدي ٺاھيو، پر اُپڪار ۽ ستيہ جي راھہ تي ڌن لڳايو، ساڌو سنت مھاپرش جي شيوا ۾ ڌن لڳايو پر ھن گيان يگيہ جي پيٽ ۾ تڇ آھي. حقيقت ۾ يگيہ سواس -پساھہ جو آھي، اِندريَنِ جي سنجم جو آھي. من کي ضابطي ۾ رکڻ جو آھي، جيئن شري ڪرشن ھاڻي ٻڌائي آيو آھي. ھن يگيہ کي پراپت ڪٿان ڪيو وڃي؟ اُن جي وِڌي ڪٿان سکون؟ مندرن، مسجدن، گرجا گھرن ۾ ملندو يا پستڪن ۾؟ تيرٿ ياترائن ۾ ملندو يا سنان ڪرڻ سان ملندو؟ شري ڪرشن چون ٿا نہ، اُنجو تہ ھڪ ئي نھر آھي، ھڪڙو ئي اُپاءُ آھي تَتِوَ استٿ مھاپرش، جيئن

**तद्विद्धि प्रणिपातेन परिप्रश्नेन सेवया।**
**उपदेक्ष्यन्ति ते ज्ञानं ज्ञानिनस्तत्त्वदर्शिन:।।३४।।**

”تَدِوِڌي پِراڻِپاتينَ پَريپرَشِنينَ سيويا
اُپديڪِشِنتِي تي گِيانَمِ گياَنَنِستَتِوَ درشَنَھہ (٣٤)

ان ڪري ارجن! تون تَتِوَ درشي مھاپرش وٽ وڃي چڱيءَ طرح نماڻو ٿي، سِر جھڪائي (ڏنڊوت پرڻام ڪري. اھنڪار تياڳي، شرن ۾ وڃي چڱيءَ طرح شيوا ڪري، نشڪپٽ ڀاوَ سان سوال ڪري تون اُن گيان کي ڄاڻُ. ھو تَتِوَ کي ڄاڻڻ وارا يوگي جَنَ تنھنجي لاءِ اُن گيان جو اُپديش ڪندا، ساڌنا جي راھہ تي ھلائيندا، سمرپت ڀاوَ سان شيوا ڪرڻ کان پوءِ ئي اُن گيان کي سکڻ جي شڪتي اچي ٿي. تَتِوَ درشي مھاپرش پرم تَتِوَ پرماتما جو ساڪيات درشن ڪرڻ وارا آھن. ھو يگيہ جي وِڌيءَ جا خاص ڄاڻو آھن ۽ اُھي ئي توکي سيکاريندا. جيڪڏھن ٻيو يگيہ ھجي ھا، تہ گياني تَتِوَ درشي جي ڪھڙي ضرورت ھئي .

خود ڀڳوان جي سامهون ئي تہ ارجن بيٺو هو. ڀڳوان هن کي تَتوَ درشي وٽ ڇو ٿا موڪلين؟ حقيقت ڪرشن هڪ يوگي هو. هنجو خيال آهي تہ اڇ تہ انوراڳ (موهہ وارو) ارجن مون وٽ سامهون بيٺو آهي، آئينده ۾ انوراڳين کي ڪٿي پرم نہ ٿي وڃي تہ شري ڪرشن تہ هلي ويو، هاڻي ڪنهنجي شرڻ ۾ وڃون؟ ان ڪري هنن صاف ڪيو تہ تَتوَ درشي وٽ وڃ. هو گياني جن توکي اُپديش ڪندا ۔

**यज्ज्ञात्वा न पुनर्मोहमेवं यास्यसि पाण्डव।**
**येन भूतान्यशेषेन द्रक्ष्यस्यात्मन्यथो मयि।।३५।।**

”يَجگياتِوا پُنَر موهَميوَم ياسِيَسي پانڊوَ
يين پوُتانِيَشيشيڻ دِرَکشيسياتِمَنِيٿو مَيِيِ (٣٥)

هن گيان کي ڄُنن دواران سمجهيتون ان پرڪار وري ڪڏهن موهہ کي پراپت نہ ٿيندين. هنن کان مليل جانڪاري، ڄاڻ جي دواران اُن تي هلندي تون پنهنجي آتما جي اندر سمپورڻ ڀوتن کي ڏسندين مطلب سيني پراڻين ۾ انهيءَ آتما جو پسارو ڏسندين. جڏهن سڀ هنڌ جيڏانهن تيڏانهن آتما جي پساري کي ڏسڻ جي شڪتي اچي ويندي، تنهن کان پوءِ تون مون ۾ پرويش ڪندين. هاڻي اُن پرماتما کي پائڻ جو ساڌن تَتوَ استٿ مهاپرش جي دواران آهي. گيان جي سنبنڌ ۾ ڌرم ۽ سناتن سَتيہ جي سنبنڌ ۾ شري ڪرشن انوسار ڪنهن تَتوَ درشيءَ کان ئي پڇڻ جو دستور آهي، ريت آهي.

**अपि चेदसि पापेभ्य: सर्वेभ्य: पापकृत्तम:।**
**सर्वं ज्ञानप्लवेनैव वृजिनं सन्तरिष्यासि।।३६।।**

”آپي چيدَسي پاپيڀيَهہ سَرويڀيَهہ پاپڪِرتَمَهہ
سَروَم گياناپِلَوينئيوَ وِرِجنَهہ سنترِشيِيسي (٣٦)

جيڪڏهن تون سيني پاپين کان بہ وڌيڪ پاپ ڪرڻ وارو

آهين، تڏهن بہ گيان روپي ٻيڙيءَ دوارا سڀني پاپن کان بنا شڪ چڱيءَ طرح تري ويندين. انهي جو اندازو ائين نہ لڳائج تہ گهٽي ۾ گهٽا پاپ ڪري بہ تري ويندين. شري ڪرشن جو ويچار اهوئي آهي تہ ڪٿي ڀَرمَ ۾ نہ رهي تہ ”اسين تہ وڏا پاپي آهيون.“ اسان کان پار نہ لڳندو اهڙي ڪابہ گنجائش نہ ڪري تنهن ڪري شري ڪرشن اُتساهہ ۽ دلاسو ڏين ٿا تہ سڀ پاپين کي پاپن جي سموهہ کان بہ وڌيڪ پاپ ڪرڻ وارو هجي، پوءِ بہ تَتو درشين کان پراپت گيان روپي ٻيڙيءَ دواران تون بنا ڪنهن شڪ سمپورڻ پاپن کي سٺي طرح پار ڪري ويندين - ڪهڙيءَ طرح؟

**यथैधांसि समिद्धोऽग्निर्भस्मसात्कुरुतेऽर्जुन।**
**ज्ञानाग्निः सर्वकर्माणि भस्मासात्कुरुते तथा।।३७।।**

”يَٿئيڌانسي سَمِڌِ وگنير ڀِسمَساتِڪُروُتيرجُنَ
گياناگِنِيهہ سَرِوَڪرماڻي ڀِسمساتِڪُروتي تَٿا (٣٧)

ارجن! جنهن نموني ٻرندڙ اگني ڪاٺ جي ٻنڌن کي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي، ٺيڪ اهڙي طرح گيان روپي اگني سمپورڻ ڪرمن کي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي. هيءَ گيان جو ڀاڙي وارو دروازو ڪونہ آهي، جتان ڀگيہ ۾ پرويش ملي ٿو، هورنہ هيءُ گيان معنيٰ ساکياتڪار جي حد جو چترڻ آهي، جنهن ۾ ڀرين وجاتي ڪرم ڀسم ٿيندا آهن ۽ پوءِ پراپتي سان گڏ چنتن ڪرم بہ. اُن ۾ لين ٿي ويندا آهن. جنهن کي پائٹو هو سو پائي ورتو، هاڻي اگيان چنتن ڪري ڪنهن کي ڳ وليون. اهڙو ساکياتڪار وارو ڪٿي؟ ٻاهر هوندو يا اندر؟ ان تي چون ٿا-

**न हि ज्ञानेन सदृशं पवित्रमिह विद्यते।**
**तत्स्वयं योगसंसिद्धः कालेनात्मनि विन्दति।।३८।।**

”نَ هي گيانينَ سَدِرِشَمِ پَوِتِرَمِهہ وِدِيتي

تَتِسوَيَمِ يوگسَنسِدّهَ ڪالينا تِمَني وِندَتِي (٣٨)

هن سمسار ۾ گيان جي سمان پوتر ڪرڻ وارو بنا شڪ ڪجهه به ڪونه آهي. هن گيان (ساڪياتڪار) کي تون پاڻ (ٻيو به) يوگ جي رسيل اوسٿا ۾ (شروعات ۾ نه) پنهنجي آتما جي انترگت هرديه ديش ۾ ئي انيڀوَ ڪندين ٻاهر نه. هن گيان جي لاءِ ڪهڙي يوگيتا کپندي آهي، يوگيشور جي شبدن ۾ :-

श्रद्धावाँल्लभते ज्ञानं तत्परः संयतेन्द्रियः।
ज्ञानं लब्ध्वा परां शान्तिमचिरेणाधिगच्छति।।३९।।

”شِردّاوانلَڀتي گِيانَم تَتپَرَه سَنيتينِدرِيَهَ
گيانَم لَبدِوا پَرامِ شانتِيمِچِريڻاڌِ گَڇتِي (٣٩)

شرڌاوان، تيز فهم، مائل ۽ پورو پورو توڙي اندرين جي سنجم وارو پرش ئي گيان پراپت ڪري سگهي ٿو. ڀاوَ پوروڪ جگياسا ڪونهي، ته تُتوَ درشي جي شرن ۾ وڃڻ سان به گيان نٿو پراپت ٿئي. فقط شرڌا ئي ڪافي نه آهي. شرڌاوان ڪمزور ۽ الپ ٻل، هلڪي جهڪي ڪوشش ڪرڻ وارو به ٿي سگهي ٿو. هاڻي مهاپرش دواران سمجهايل پٿ تي دل جان سان اڳيان ٿيڻ جي لگن تمام ضروري آهي. ان سان گڏ سيني اندرين جو سنجم ضروري آهي. جيڪو واسنائن کان ڇٽل ڪونهي، اُن جي لاءِ ساڪيتڪار (گيان جي پراپتي ڏکي آهي، مشڪل آهي. فقط شرڌاوان شيءِ وهنوار وارو سنجمي اندرين وارو پرش ئي گيان پراپت ڪري ٿو. گيان کي پراپت ڪري هو يڪدم پرم شانتيءَ کي پراپت ٿي وڃي ٿو، جنهن کانپوءِ ٻيو ڪجهه باقي پائڻ لاءِ نٿو رهي. پوءِ هو وري ڪڏهن اشانت نٿو ٿئي، اهائي انتم شانتي آهي ۽ جتي شرڌا نه آهي -

अज्ञश्चाश्रद्दधानश्च संशयात्मा विनश्यति।
नायं लोकोऽस्ति न परो न सुखं संशयात्मनः।।४०।।

”اَگيَشچا شِرَدَڌا نَشچہَ سَنِشَياتما وِنشِيتي
نايَمِ لوڪوسِتي نہَ پَرونہَ سُکَمِ سَنِشَياتِمَنَہَ (۴۰)

اگياني، جو يگيہ جي وِڌي وشيش کان اڻ ڄاڻ آهي ۽ شِرڌا رهت ۽ پرمن سان پريل پرش هن پرمارٿ پَٿَ کان پرشٽ ٿي وڃي ٿو. ان ۾ شڪ ۽ سنسي ۽ پرم ۾ ڦاٿل پرش لاءِ نہ تہ سکہ آهي، نہ وري منش شرير آهي ۽ نہ پرماتما ئي. هاڻي تَتِوَ درشي مهاپرش وٽ وڃي هن راهہ جي سنسن ۽ پرمن کان مڪتي پائڻ گهرجي نہ تہ هو اُن وستوءَ جي واقفيت ڪڏهن ڪونہ پائيندا. وري پائي ڪير ٿو:َ

योगसन्न्यस्तकर्माणं ज्ञानसञ्छिन्नसंशयम्।
आत्मवन्तं न कर्माणि निबध्नन्ति धनञ्जय।।४१।।

”يوگہ سَنِنيَسِتَڪرِماڻَمِ گِيانَسَڇِنَنَسَنشَيَمِ
آتِموَنتَمِ نہَ ڪَرِماڻي نِبَڌِنَنِتي ڌننَجيہَ (۴۱)

جنهنجا ڪرم يوگہ دواران پڳوان ۾ گڏ ٿي چڪا آهن، جنهنجو سمپورڻ سنسو ۽ شڪ پرماتما جي پوري ڄاڻ سان نشٽ ٿي ويا آهن، پرماتما سان گڏجي ويا آهن اهڙي پرش کي ڪرم نٿا بڌن. يوگہ جي دواران ئي ڪرمن ۾ شانتي اچي ٿي. گيان سان ئي سنسو نشٽ ٿيندو. انڪري شري ڪرشن چون ٿا:-

तस्मादज्ञानसम्भूतं हृत्स्थं ज्ञानासिनात्मनः।
छित्त्वैनं संशयं योगमातिष्ठोत्तिष्ठ भारत।।४२।।

”تَسِمادَ گِيانَسَمپوُتَمِ هِرِتِسِٿَمِ گِيانا سِناتِمَنَہَ
ڇِتوَئينَمِ سَنِشَيَمِ يوگماتِشِٿوتِشِٿَ پارت (۴۲)

ان ڪري پرت ونشي ارجن! تون يوگہ ۾ اسٿت ٿيءُ ۽ اگيان کان اُتپن ٿيل هردي ۾ پڪي ٿيل ان سنسي ۽ شڪ کي گيان روپي تلوار سان ڪٽي ڇڏ. يڌ جي لاءِ اُٿي کڙو ٿيءُ. جڏهن ساڪياتڪار ۾ رڪاوٽ سنشيہ روپي دشمن من ۾ اندر

آهي، پوءِ ٻاهر ڪوئي ڪنهن چو لڙندو؟ حقيقت ۾ جڏهن توهين چنتن پٽ تي هوشيار ٿيو ٿا، تہ سنسي مان پيدا ٿيل ٻاهريون پرورتيون رڪاوٽ جي روپ ۾ سياويڪ آهن. اُهي دشمن جي روپ ۾ پينڪر حملو ڪن ٿيون. سنجم سان يگيہ جي خاص وڏيءَ جو وهنوار ڪندي انهن وڪارن جو پار پائڻ ئي يڌ آهي، جنهنجو نتيجو پرم شانتي آهي. اهائي آخرين وجيہ، سوپ آهي جنهن جي پنيان هارائڻ ڪونهي.

تاتپرج:-

هن اڌياءَ جي آرنڀ ۾ يوگيشور شري ڪرشن چيو تہ هن يوگ ہ ڪي شروع ۾ مون سورج کي چيو، ٻڌايو، سوريہ منوءَ کي ۽ منوءَ اڪشواڪو کي ٻڌايو ۽ راج رشين بہ ڄاتو. مون ۽ اويڪت استتيواري چيو. مهاپرش بہ اويڪت سوروپ وارا ئي آهن. شرير تہ هن جي رهڻ جو مڪان وانگر آهي. اهڙن مهاپرشن جي واٽي ۾ پرماتما ئي هلندو رهندو آهي. اهڙي ڪنهن مهاپرش کان يوگہ سوريہ دواران چرپر ٿيندي آهي. اُن پرم پرڪاش روپ جو پرسار ديوتائن جي امرت دواران اندر ۾ ٿيندو آهي، تنهنڪري سوريہ کي ٻڌايائون. سواس ۾ چرپر ڪري اُهي سنسڪار روپ ۾ اچي ويا. سُرا ۾ سنچت رهڻ تي، وقت اچڻ تي اهوئي من ۾ سنڪلپ ٻڻجي اچي ويندا آهن. اُنجو مهتو سمجهڻ تي من ۾ اُهي جملي جي لاءِ اچا جاڳرت ٿيندي آهي ۽ يوگہ ڪاريہ جو روپ وٺندو آهي. سلسلي سان اُٿان ڪندي ڪندي هيءُ يوگہ رڌين سڌين راج رشيءَ جي در جي تائين پهچڻ تائين نشٽ ٿيڻ جي حالت ۾ وڃي پهتو آهي، پر جي پيارا ڀڳت آهن، اننيہ سکا آهي. ان کي مهاپرش سنڀالي وٺن ٿا.

ارجن جي سوال ڪرڻ تي تہ توهانجو جنم تہ هاڻي ٿيو آهي. يوگيشور ڪرشن ٻڌايو تہ اويڪت، اوناشي، اجنما ۽ سيني

پدارٿن ۾ هلندي چلندي بہ آتم مايا يوگہ پرڪريا دواران پنهنجي ترگڻ مئي پرڪرتي کي وس ۾ ڪري مان پرگهٽ ٿيان ٿو. پرگهٽ ٿي ڪريو ڇا ٿا؟ شپ وستن کي واڌ ڏيڻ لاءِ يا جن سان اشپ اپوتر اُتپن ٿئي ٿو اُنهن کي ناس ڪرڻ لاءِ، پر ڌرم پرماتما جو استر ڪرڻ لاءِ مان شروع ڪان ئي پورڻتا سان پرپور پيدا ٿيان ٿو. منهنجو اهو جنم ۽ ڪرم شپ آهن، پوتر آهن اُن کي صرف تَتوَدرشي ئي ڄاڻن ٿا. ڀڳوان جي حاضري ۽ ظاهر ظهور پرڪاش تہ ڪلجڳہ جي اوستا مان ئي ٿي ٿو وڃي، جيڪڏهن سچي لڳن هجي، پر نئون نئون ساڌڪ سمجهي ئي نٿو سگهي تہ هي ڀڳوان ڇئي رهيو آهي يا ائين ئي اشارا ملي رهيا آهن. آڪاش مان ڪير ٿو ڳالهائي؟ مهاراج جي ٻڌائيندا هئا تہ جڏهن ڀڳوان ڪرپا ڪري ٿو تہ آتما جو سارٿي ٿي ٿو وڃي تہ ٿنڀي مان، وڻ مان، پٿي مان، سڀ جي هر جڳهہ تان ڳالهائين ٿا ۽ سنڀالين ٿا. اُتان ٿيندي ٿيندي جڏهن پرم تَتوَ پرماتما ظاهر ٿي وڃي، تڏهن ڇهڻ سان ئي هو صاف سمجهي ٿو سگهي. ان ڪري ارجن! منهنجي اُن سوروپ کي تَتوَدرشين ڏٺو ۽ مونکي ڄاڻي هو يڪدم مون ۾ گهڙن ٿا، پرويش ٿا ڪن، جتان وري آواگمن ۾ نٿو اچي.

ان طرح انهن ڀڳوان جي حاضري، ظاهر ظهور پرڪاش، جي وِڌي ٻڌايو تہ ڪنهن انوراگي جي هردي ۾ ٿيندو آهي، ٻاهر اصل نہ. شري ڪرشن ٻڌايو تہ مونکي ڪرم نٿا ٻڌن ۽ انهي ليول سان جو ڄاڻي ٿو، اُن کي بہ ڪرم نٿا ٻَڌن.

اهوئي سمجهي گيان جي تکي اِڇا وارن پُرشن ڪرمن جو آرنڀ ڪيو آهي تہ اسين اُن حد تائين ڄاڻنداسين تہ جيئن شري ڪرشن، اهڙائي اُن حد کي ڄاڻڻ وارو اُهو پرش ۽ ڄاڻي وٺڻ تي اهڙوئِي هو مُمُکِش ارجن. هيءُ گيان نشچت آهي،

## ॥ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَہ ॥

## اَٿ پنچموڏيايَهَہ

اڌياءَ ٽئين ۾ ارجن سوال رکيو هو تہ ڀڳوان! جڏهن گيان يوگہ توهانکي سريشٽ مڃيل آهي تہ توهين مونکي ڀينکر کرمن ۾ ڇو ٿا لڳايو. ارجن کي نشڪام کرم يوگہ جي ڀيٽ ۾ گيان يوگہ ڪجھہ سولو پرتيت ٿيڻ لڳو ٿي، ڇو جو گيان يوگہ ۾ هارائڻ تي ديوتوَ ۽ وجيہ سان اوچ پدوي واري استٿي، ٻنهي طرفن ۾ لاڀ ئي لاڀ پرتيت ٿيو. پر هيلتائين ارجن چڱيءَ طرح سمجهي ورتو هو تہ ٻنهي راهن تي، مارگَنِ تي کرم تہ ڪرڻو ئي پوندو (يوگيشور هن کي سنسي رهت ٿي تَتِوَ درشي مهاپرش جي شرن وڃڻ لاءِ بہ اُتساهت ڪري ٿو، ڇو جو سمجهڻ لاءِ اهو ئي هڪڙو آستان آهي) هاڻي ٻنهي راهن مان هڪ چونڊڻ کان پهرين اُن وينتي ڪئي-

**अर्जुन उवाच**

**सन्न्यासं कर्मणां कृष्ण पुनर्योगं च शंससि।**
**यच्छ्रेय एतयोरेकनं तन्मे ब्रूहि सुनिश्चितम्।।१।।**

ارجن اُواچ

”سَنيِاسَم ڪَرِمَڻامِ ڪرشڻ پُنَرِ يوگَمِ چہَ شَنِسَسِي
يَڇريہَ ايتَيوريکَمِ تَنِمي برُوهي سُنِشِچتَمِ (۱)

هي ڪرشڻ! توهان ڪڏهن سنياس مارڳہ سان ڪيل کرم جي ۽ ڪڏهن نشڪام درشٽي سان ڪيل کرم جي ساراهہ ٿا ڪريو. انهن ٻنهي مان هڪ جو چڱي پرڪار توهان جو نشچيہ ڇا ٿيو، جو پرم ڪلياڻ ڪاري هجي، اُهو مونکي منهنجي لاءِ

ٻڌايو. ڪٿي وڃڻ لاءِ توهان کي ٻہ رستا ٻڌايا وڃن ، تہ توهين سهوليت وارو رستو ضرور پڇندا. جيڪڏهن نٿا پڇيو تہ توهين وڃڻ وارا ڪونہ آهيو. ان تي يوگيشور ڪرشن چيو :

श्रीभगवानुवाच

सन्न्यासः कर्मयोगश्च निःश्रेयसकरावुभौ।
तयोस्तु कर्मसन्न्यासात्कर्मयोगो विशिष्यते।।२।।

شري ڀڳوان اُواچ

’’سنياسَهہ ڪَرمَ يوگَشِچہ نِهشريہَسَڪرا وُڀَئُوُ
تيوستوُ ڪَرمسنياساتِڪَرمَيوگو وِشِشيَتي (٢)

ارجن! سنياس ذريعي سان ڪيو ويو ڪَرم معنيٰ گيان مارگہ سان ڪيو ويو ڪرم ۽ ’’ڪَرمَيوگَهہ‘‘ نشڪام ڀاونا سان ڪيا ويا ڪرم - هي ٻئي پرم شريہ (ڀاڳہ ۽ سکہ ) ڏيڻ وارا آهن، پر انهن ٻنهي رستن سان سنياس توڙي گيان درشٽي سان ڪَيَلن ڪرمن جي ڀيٽ ۾ نشڪام ڪرم يوگہ سريشٽ آهي. سوال سڀاويڪ آهي تہ سريشٽ ڇو آهي؟

ज्ञेयः स नित्यसन्न्यासी यो न द्वेष्टि न काङ्क्षति।
निर्द्वन्द्वो हि महाबाहो सुखं बन्धात्प्रमुच्यते।।३।।

’’گييہَهہ سَ نِتيَسنياسي يو نہ دويشٽي نہ ڪانڱشَتي
نِردِوَنِدو هي مهاباهو سُکَمِ بَنڌاتِپرَمُچِيَتي (٣)

مهاباهو ارجن! جو نہ ڪنهن سان ٻيائي رکي ٿو، نہ ڪنهنجي اڇا ڪري ٿو، هو سدائين سنياسي ئي سمجهڻ جي يوگي آهي، لائق آهي. چاهي هو گيان مارگہ سان يا نشڪام ڪرم مارگہ ۾ ئي ڇو نہ هجي، راڳہ، دويش وغيره جهڳڙن کان رهت اُهو پرش سکہ-پوروڪ ڀَوَ-بنڌن کان مڪت ٿي ٿو وڃي.

साङ्ख्ययोगौ पृथग्बालाः प्रवदन्ति न पण्डिताः।
एकमप्यास्थितः सम्यगुभयोर्विन्दते फलम्।।४।।

’’سانکييوڳئوُ پرِٿڳباﻻها پرَوَدَنتي نہ پَنڊِتاهہ
ايڪمپياسِٿتَهہ سَمِيَڳپيورِ وَندَتي ڦلَمِ (۴)

نشڪام ڪرم يوڳ توڙي گيان يوڳ انهن ٻنهي کي الڳ الڳ ٻڌائين ٿا، جن جي سمجهہ هن پَتَ ۾ اچا ڏاڍي هلڪي آهي نہ ڪِ پورڻ گياتا پنڊت لوڳ؛ چاڪاڻ ٻنهي مان هڪ ۾ بہ چڱيءَ طرح استت ٿيل پرش ٻنهي کي ڦل روپ پرماتما کي پراپت ٿيندو آهي. ٻنهي جو ڦل هڪڙو ئي آهي، تنهنڪري ٻيئي هڪ سمان آهن.

यत्साङ्ख्यैः प्राप्यते स्थानं तद्योगैरपि गम्यते।
एकं साङ्ख्यं च योगं च यः पश्यति स पश्यति।।५।।

’’يَتِسانِڳئيهہ پراپيتي سِٿانَمِ تَدِيوڳئيِر پِي ڳمِيَتي
ايڪم سانِکيَمِ چہ يوڳمِ چہ يَهہ پشيتي سَ پَشِيتي (۵)

جتي سانکيہ درشتيءَ سان ڪرم ڪرڻ وارو پهچي ٿو، اُتيئي نشڪام ذريعي سان ڪرم ڪرڻ وارو بہ پهچي ٿو. تنهنڪري جو ٻنهي کي ڦل جي درشتيءَ سان هڪ ڏسي ٿو، اُهو ئي يٿارٿ ڄاڻڻ وارو آهي، جڏهن ٻئي هڪ ئي آسٿان تي پهچن ٿا تہ نشڪام ڪرم وشيش (خاص) ڇو؟

सन्न्यासस्तु महाबाहो दुःखमाप्तुमयोगतः।
योगयुक्तो मुनिर्ब्रह्म नचिरेणाधिगच्छति।।६।।

شري ڪرشن ٻڌائين ٿا:

’’سَنِياسَسِتوُ مهاباهو ڏُکماپتُمَيو ڳتَهہ
يوڳيڪتو مُنيرِبِرَهمِ نَچريڻا ڌِيڳڇتي (٦)

ارجن! نشڪام ڪرم يوڳ جو آچرڻ ڪرڻ بنا ’’سنياس‘‘ معنيٰ سڀ ڪجهہ کي گروي رکڻ دکدائي آهي. جڏهن يوڳ جو آچرڻ شروع ئي نہ ڪيو آهي تہ ناممڪن جهڙو آهي. تنهنڪري ڀڳوت سوروپ جو ويچار ڪرڻ وارو مُني، جنهنجون

من سان گڏ اندريون شانت آهن، نشڪام ڪرم يوگ جو وهنوار ڪري پار برهم پرماتما کي جلد ئي پراپت ٿي ٿو وڃي.

ظاهر آهي تہ گيان يوگ ۾ نشڪام ڪرم يوگ جو ئي وهنوار ڪرڻو پوندو، ڇو جو ڪِريا ٻنهي ۾ هڪ ئي آهي، اُها ئي يگيہ جي ڪريا جنهنجو شڌ ارٿ آهي ”آراڌنا“. ٻنهي رستن ۾ تفاوت صرف ڪرتا جي نظرئي جو آهي. هڪ پنهنجي شڪتيءَ کي سمجهي هاڃي لاڀ ڏسندي اِن ڪرم ۾ پرورت ٿيندو آهي ۽ ٻيو نشڪام ڪرم يوگي اِشٽ تي آسرو رکي انهي ڪِريا ۾ پرورت ٿئي ٿو. اُڏارڻ، درشٽانت، هڪ پرائيويٽ پڙهي ٿو، ٻيو نامينيٽ. ٻنهي جي پاٺيڪرم هڪ ئي آهي، پريَکشا هڪ آهي، امتحان وٺندڙ نريشڪ ٻنهي ۾ هڪ آهي. نيڪ اهڙي طرح ٻنهي جو ستگرو تَتِوَ درشي آهن ۽ ڊگري هڪ آهي. صرف ٻنهي جي پڙهڻ جو درشٽيڪوڻ جدا آهي. ها! سنسٿا ۾ وڃڻ واري شاگرد کي سهوليتون وڌيڪ آهن.

پوءِ شري ڪرشن چيو تہ ڪام ۽ ڪروڌ ٻئي دشمن آهن، ارجن! انهن کي تون مار. ارجن کي لڳو تہ هيءُ تہ ڏاڍو مشڪل آهي. پر شري ڪرشن چيو نہ ! شرير کان پري اندريون آهن، اندرين کان پري من آهي، من کان پري ٻُڌِي آهي. ٻُڌي کان پرِي تنهنجو سوروپ آهي. توکي اُتان ٿو اشارو اچي، شڪتي ملي. اهڙي طرح پنهنجي هستي سمجهي، پنهنجي شڪتيءَ کي سامهون رکي پاڻ تي ڀاڙيندڙ ٿي ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ گيان يوگ آهي. شري ڪرشن چيو هو، جت کِي ڌيان ۾ اسٽ ڪري ڪرمن کي مون ۾ سمرپڻ ڪري آشا، ممتا ۽ سنتاپ کان رهت ٿي يڌ ڪر، سمرپڻ سان گڏ اِسٽ تي سهارو رکي اُن ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ نشڪام ڪرم يوگ

آهي. ٻنهي جي ڪِريا هڪ آهي ۽ ڦل بہ هڪ آهي.

ان تي زور ڏيئي يوگيشور ڪرشن هتي چون ٿا تہ يوگہ جي وهنوار ڪرڻ ڪانسواءِ سنياس معنيٰ شڀ اشڀ ڪرمن جي انت پڇاڙيءَ جي استٿي ڪا پراپت ٿيڻ ناممڪن آهي. شري ڪرشن جي انوسار اهڙو ڪوئي يوگہ نہ آهي جو هٿ تي هٿ رکي ويٺي ويٺي چوين تہ، '' مان پرماتما آهيان، شڌ آهيان، ٻُڌُ آهيان، منهنجي لاءِ نہ تہ ڪرم آهي، نہ ٻنڌن. مان پلو برو ڪجهہ ڪندي ڏيکاري ڏيان بہ ٿو، تہ ڪڏهن بہ نہ آهي. ساکيات يوگيشور بہ پنهنجي انينيہ متر ارجن کي بنا ڪرم جي هيءَ استٿي ڏيئي نٿو سگهي. جيڪڏهن هو ائين ڪري سگهي ها تہ گيتا جي ضرورت ئي ڪهڙي هئي. ڪرم تہ ڪرڻو ئي پوندو. ڪرم ڪري ئي سنياس جي استٿي کي پائي ٿو سگهجي ۽ يوگہ يڪت پرش، يوگہ ۾ رتل پرش جلد ئي پرماتما کي پراپت ٿئي ٿو. يوگہ ۾ رتل پرش جا لڪشڻ، نشانيون ڪهڙيون آهن؟ ان تي چون ٿا:

योगयुक्तो विशुद्धात्मा विजितात्मा जितेन्द्रियः।
सर्वभूतात्मभूतात्मा कुर्वन्नपि न लिप्यते।।७।।

''يوگَيُڪتو وِشُڌاتِما وِجيتاتِما جِتيندِرِيَهہ
سَرِوَ ڀوتاتِمَڀوتاتِماڪُرِونِنَپي نہَ لِپيَتي (٧)

''وِجيتاتِما'' خاص روپ سان جيتيندڙ شرير جنهن جون ''جتيندِرِيَهہ'' جيتيل آهن اندريون جنهنجون ۽ ''وِشُڌاتِما'' پورو شڌ آهي، انتهڪرڻ جنهنجو، اهڙو پرش ''سَرِوَڀوُتاتِمِ ڀوُتاتِما'' سمپورڻ ڀوت پراڻين جو آتما جو مول ڪارڻ پرماتما سان هڪ ئي ڀاوَ ٿي يوگہ ۾ يُڪت (رُڌل) آهي. اُهو ڪرم ڪندي بہ اُن سان لِپِت نٿو ٿئي. تہ ڪري ڇو ٿو؟ پنيان وارن ۾ پرم ڪلياڻڪاري ٻجن کي ڪنو ڪرڻ لاءِ. لِپت (ڦاسي) ڇو

نہ ٿو؟ چاڪاڻ تہ سمپورڻ پراڻين جو جيڪو مول بنياد آهي جنهنجو نالو پرم تَتِوَ ۾ هو اسٿت ٿي ويو. ان جي اڳيان ڪائي وستو نہ آهي جنهنجو شوڌ ڪري معنيٰ صاف ڪري سنوار ڪري. پنيان رهيل وستو نه‎نديون ٿي ويون تہ ڀلا آسڪتي ، موهہ ڇا ۾ ڪري؟ اِن ڪري هو ڪرمن سان نہ ڳڏ آهي ۽ نہ گهيريل آهي. هيءَ يوڳہ يڪت جي اؤچ جو چترڻ آهي. وري يوڳہ يڪت پرش جي رهڻي صاف ظاهر ڪن ٿا تہ هو ڪندي بہ اُن ۾ ڇنبڙن ڇو نٿا، ڦاسن ڇو نہ ٿا؟

**नैव किञ्चित्करोमीति युक्तो मन्येत तत्त्ववित्।**
**पश्यञ्श्रृण्वन्स्पृशञ्जिघ्रन्नश्नन्गच्छन्स्वपञ्श्वसन्।।८।।**

**प्रलपन्विसृजन्गृह्णन्नुन्मिषन्निमिषन्नपि।**
**इन्द्रियाणीन्द्रियार्थेषु वर्तन्त इति धारयन्।।९।।**

”نئيوَ ڪنچِتڪَروو ميتي يُڪتو مَنيَتي تَتوَ وِت
پَشيَنشرڻوَ نِسپَرِ شَنجگهَن شِرنَنگڇِنسوَ پَچشوَسَنِ “ (٨)

پرَلَپَنوَ نِسرَجَنڳرهنُو نِمشني مِشَنَپي
اِندرياڻي نِدرَيارٿيشوُ وَرتَنت اِت ڌارَيَنِ (٩)

پرم تَتوَ پرماتما کي ساکياتڪار سهت ڄاڻڻ وارو يوڳہ يڪت پرش جي هيءَ من جي اسٿتي ،معنيٰ انيوتي آهي تہ مان ذري پرزي ماتر بہ ڪجهہ نٿو ڪريان. اها اُن جي ڪلپنا ناهي، بلڪ اها اسٿتي هن ڪرم ڪري پاتي آهي. جيئن بہ ”يُڪتو مَنيَتي“ هاڻي پراپتيءَ کان پوءِ هو سڀ ڪجهہ ڏسندي، ٻڌندي، ڇهندي، سنگهندي، ڀوڄن ڪندي، گ همندي، سمهندي، سواس کڻندي، ڳالهائيندي، تيا ڳہ ڪندي، گرهڻ ڪندي، اکين کي کوليندي ۽ ٻوٽيندي بہ

اندريون پنهنجي ڪمن ۾ وَرِتَنِ ٿيون. اهڙي ڌارڻا وارو ٿيندو آهي. پرماتما کان مٿي ڪجهہ آهي ئي ڪونہ ۽ جڏهن اُن ۾ اِها استتي ئي آهي تہ اُن کان وڌيڪ ڪهڙي سکہ جي ڪامنا سان هو ڪنهنجو سپرش وغيره ڪندو؟ جيڪڏهن ڪا سريشٽ وستو اڳيان هوندي تہ آسڪت ضرور رهندي. پر پراپتيءَ کانپوءِ هاڻي وڌيڪ اڳيان ويندو ڪيڏانهن ۽ پنيان تياڳيندو ڇا؟ ان ڪري يوگہ ۾ رتل پرش ڦاسي نٿو. هن کي هڪ اُڌارڻ جي ذريعي ظاهر ڪن ٿا، ٻڌائين ٿا:

ब्रह्मण्याधाय कर्माणि सङ्गं त्यक्त्वा करोति य:।
लिप्यते न स पापेन पद्मपत्रमिवाम्भसा।।१०।।

”بِرهَمَڻياڌايہَ ڪَرِماڻي سَنگَمِ تِيَڪِتِوا ڪَروتي يَهہ ا
لِپيَتي نہ سَ پاپيِنَ پَدمَپَتِرَمِوامِڀَسا ا ا (١٠)

ڪمل ڪيچڙ ۾ هوندو آهي. هنجا پتا پاڻيءَ کان مٿي تَرن ٿا. لهرون رات ڏينهن هن جي مٿان گذرن ٿيون. پر توهين پَتن کي ڏسو، سڪل ملندا. پاڻيءَ جي هڪ بوند بہ هن تي ٽڪي نٿي سگهي. ڪيچڙ ۽ جل ۾ رهندي بہ هو اُن سان چنبڙي نٿو. ٺيڪ اهڙي طرح، جو پرش سڀ ڪرمن کي پرماتما ۾ لين ڪري (ساکياتڪار سان گڏ ئي ڪرمن جو ملڻ، لين ٿيڻ ٿيندو آهي، ان کان پهرين نہ ) آسڪتي، موهہ کي تياڳ ي (هاڻي اڳيان ڪابہ وستو ڪونهي، هاڻي آسڪتي نٿي رهي، تنهنڪري آسڪتي تياڳي) ڪرم ڪري ٿو. توهان لوڪن لاءِ، سماج جي ڪلياڻ ساڌن جي لاءِ، پنيان وارن جي مارگدرشن جي لاءِ) ان تي زور ڏين ٿا:

कायेन मनसा बुद्ध्या केवलैरिन्द्रियैरपि।
योगिन: कर्म कुर्वन्ति सङ्गं त्यक्त्वात्मशुद्धये।।११।।

”ڪاييِنَ مَنَسا بُڌِوا ڪيو لَئيرِندِرَيَئي رَپي

يوگِنَهہ ڪَرمَ ڪُروَنتِي سَنگَمِ تِيَڪِتوا تمَشُڌَيي
(١١)

يوگي جن فقط اِندرين، من، ٻڌي ۽ شرير دوارا ٻہ
آسڪتي تياڳي آتم شڌيءَ لاءِ ڪرم ڪندا آهن. جڏهن ڪرم
برهم ۾ لين ٿي چڪا تہ ڇا هاڻي ٻہ آتما اشڌ ٿي آهي؟ نہ،
هو ”سَروَ ڀوُتاتِمَيوتاتما“ ٿي چڪا آهن. سمپورڻ پراڻين ۾
هو پنهنجي ئي آتما جو پسارو پائين ٿا. اُنهن سيني آتمائن
جي شڌيءَ لاءِ هو سيني جو مارگہ درشن ڪرڻ لاءِ هو ڪرمن ۾
وَرتَنِ ٿا. شرير، من، ٻُڌي يا صرف اِندرين سان هو ڪرم
ڪري ٿو، سوروپ سان هو ڪجهہ ٻہ نٿو ڪري، استر آهي.
ٻاهران هو ڪرم ڪندو ڏيکاري ڏئي ٿو، پر اندر هنجي بيحد
شانتي آهي. نوڙي سڙي چڪي آهي، باقي آڪار آهي، جنهن
سان هو ٻڌجي نٿو سگهي.

युक्तः कर्मफलं त्यक्त्वा शान्तिमाप्नोति नैष्ठिकीम्।
अयुक्तः कामकारेण फले सक्तो निबध्यते।।१२।।

”يُڪتَهہ ڪَرمَڦلَمِ تِيَڪِتوا شانتِي ماپنوتي
نَئيشِٺِڪيمِ
اَيُڪتَهہ ڪامَڪارينَ ڦَلي سَڪتو نِبَڌِيَتي (١٢)

”يوگہ يڪت“ معنيٰ يوگہ جي ڦل کي پراپت پرش، جيڪو
سڀ پراڻين جي آتما جي مول پرماتما ۾ استٿ آهي، اهڙو
يوگي ڪرم جي ڦل کي تياڳي (ڪرمن جو ڦل پرماتما هن
کان جدا ناهي تنهنڪري هاڻي ڪرم ڦل کي تياڳي)
”نَئيشِٺِڪيمِ شانتيماپنوتي“ شانتيءَ جي انتم اوسٿا کي
پراپت ٿئي ٿو، اُن کان اڳيان ڪوئي شانتي باقي ڪونهي،
جنهن کان پوءِ هو ڪڏهن ٻہ اشانت نٿو ٿئي. پر اَيڪت پرش،
جيڪو يوگہ جي ڦل سان يُڪت نہ آهي، اڃا رستي ۾ آهي،

اهڙو پرش ڦل ۾ آسڪت ٿيل (ڦل آهي پرماتما، اُن ۾ هنجو آسڪت هئڻ ضروري آهي. تنهن ڪري ڦل ۾ آسڪت هئڻ تي به) ”ڪامَ ڪارڻ نِبَڌِيتي“ ڪامنا ڪري ٻڌجي ٿو وچي ارٿات جيستائين پورن نه ٿيو آهي، ڪامنائون جاڳرت هونديون آهن، تنهنڪري ساڌڪ کي پورو ٿيڻ لاءِ ساوڌان رهڻ گهرجي. مهاراج جي چوندا رهندا آهن ”هوا! تَنڪَئوُ اسين الڳه، پڳوان الڳه آهي ته مايا ڪامياب ٿي سگهي ٿي.“ سپاٽي پراپتي ٿيڻي هجي پر اچ ته هو اڳياني ئي آهي. تنهنڪري پورو ٿيڻ تائين ساڌڪ کي اساوڌان نه ٿيڻ گهرجي. ان تي اڳيان ڏسون:

**सर्वकर्माणि मनसा सन्न्यस्यास्ते सुखं वशी।**
**नवद्वारे पुरे देही नैव कुर्वन्न कारयन्॥१३॥**

”سَرِوَڪَرِماڻي مَنَسا سَننِيَسِياسِتِي سُکَمِ وشي
نَوَدواري پُري ديهي نَئيِوَ ڪُرِوَن ڪارِيَنِ (١٣)

جيڪو پوريءَ طرح پنهنجي وس ۾ آهي، جيڪو شرير، من ٻُڌي ۽ پرڪرتي ڪان پري پاڻ ۾ اسٿت آهي، اهڙو وس وارو پرش بنا شڪ نه ڪجهه ڪري ٿو ۽ نه ڪرائي ٿو. ٻئي ڪان ڪرائڻ ۾ به هنجي اندرين شانتي جو ڇهڻ به نٿو ڪري سگهي. اهڙي سوروپ ۾ اسٿت پرش شبد وغيره وشين جو گ يان ڪرائڻ وارا نَوَ دوار (ٻه ڪن، ٻه اکيون، ٻه ناسڪائن جا ٽنگه، هڪ مُکُ هينيان عضوا پايوُ) وارا شرير روپي گهر ۾ سڀ ڪرمن کي من سان تياڳي سوروپ آنند ۾ ئي اسٿت رهي ٿو مطلب ته هو نه ڪجهه ڪري ٿو ۽ نه ڪرائي ٿو. ان کي وري شري ڪرشن ٻين لفظن ۾ چون ٿا ته هو پريو نه ڪري ٿو، نه ڪرائي ٿو. سدگرو، پڳوان، پريو، سوروپ اسٿت مهاپرش، يڪت وغيره هڪ ٻئي جا سهايڪ آهن. الڳه سان

ڪوئي ڀڳوان ڪجهه ڪرڻ نٿو اچي. هو جڏهن ڪري ٿو نہ انهي سوروپست اِشٽ جي ذريعي سان ڪرائي ٿو. مهاپرش لاءِ شرير هڪ گهر سمان آهي. تنهنڪري پرماتما جو ڪرڻ ۽ مهاپرش جو ڪرڻ هڪ ئي ڳالهہ آهي؛ چاڪاڻ تہ هو اُنهن جا دئارا آهن. حقيقت ۾ اُهو پرش ڪندي بہ ڪجهہ نٿو ڪري هن تي اڳيون شلوڪ آهي:

**नर्कुत्वं न कर्माणि लोकस्य सृजति प्रभु:।**
**न कर्मफलसंयोगं स्वभावस्तु प्रवर्तते।।१४।।**

”نہ ڪَر تُوَمِ نہ ڪَرِماڻي لوڪسيہ سِرِجَتِي پرڀُوَهہ
نہ ڪَرِمَڦَلَسَنيوگَمِ سِوَڀاوَسِتوُ پرَوَرِتَتي (۱۴)

اُهو پريو نہ يوت پراڻين جي ڪرتاپڻي کي، نہ ڪرمن کي ۽ نہ ڪرمن جي ڦلن جو سنبنڌ ئي ٺاهي ٿو، بلڪ سڀاوَ ۾ اسٿت پرڪرتي جي دباءَ جي انوسار ئي سڀ هلن ٿا. جيئن جنهنجي پرڪرتي ساتوڪ، راجسي يا تامسي آهي، انهي حساب سان هو وَرتڻ ڪري ٿو. پرڪرتي تہ وڏي آهي ليڪن توهان جي مٿان ايترو ئي اثر ڪري ٿي، جيترو توهانجو سڀاءُ ڦيرائڻ يا مٽائڻ وارو يا ٽڙڻ ۽ گهلڻ وارو آهي.

گهڻو ڪري ماڻهو چوندا آهن تہ ڪرڻ ڪرائڻ وارو تہ ڀڳوان آهي، اسين تہ اوزار ئي آهيون. اسان کان ڀلو ڪرائي يا برو. پر يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا تہ نہ پريو پاڻ ڪري ٿو، نہ ڪرائي ٿو ۽ نہ وري ويجهو ئي وهي ٿو. ماڻهو پنهنجي سڀاءَ ۾ اسٿت پرڪرتيءَ جي انوسار وَرتي ٿو. پاڻ ڪاريہ ڪري ٿو. هو پنهنجي عادت کان مجبور ٿي ڪن ٿا، ڀڳوان نٿو ڪري. تڏهن ماڻهو چون ڇو ٿا تہ ڀڳوان ٿو ڪري؟ ان تي يوگيشور ٻڌائين ٿا:

नादत्ते करस्यचित्पापं न चैव सुकृतं विभुः।
अज्ञानेनावृतं ज्ञानं तेन मुह्यन्ति जन्तवः।।१५।।

”نادَتتي ڪَسيچِتپاپَمِ نہَ چَئيوَ سُڪرِتَمِ، وِڀُوُهہ
اگيانيناوِرِتَمِ گِيانَمِ تينَ مُهيَنتيِ جَنِتَوَهہ (۱۵)

جنهن کي هاڻي پريو چيو، ان کي هتي وِڀُوُ (سناتن، ابدي قائم) چيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ سمپورڻ وئِيَوَ (ماڻُ وڏائي، جس، شاهوڪاري روپ) سان مليل آهي. پريو ۽ وئِيَوَ (مهما) سان مليل اُهو پرماتما نہ ڪنهنجي پاپ ڪرم کي ۽ نہ ڪنهنجي پڇ ڪرمن کي ئي گرهڻ ڪري ٿو، پوءِ بہ ماڻهو چون ڇو ٿا؟ ان ڪري جو اگيان دواران گيان ڍڪيل آهي. اُنهن کي اڃا ساڪياتڪار سهت گيان تہ ٿيو ئي ڪونهي. هو اڃا جانور، جيت آهن. موهہ جي وس هو ڪجهہ بہ چئي ٿا سگهن. گيان سان ڇا ٿيندو؟ ان کي صاف ڪن ٿا:-

ज्ञानेन तु तदज्ञानं येषां नाशितमात्मनः।
तेषामादित्यवज्ज्ञानं प्रकाशयति तत्परम्।।१६।।

”گيانينَ توُ تَدَگيانَمِ ييشامِ ناشِتماتِمَنَهہ
تيشامادِتيَوَجگيانَمِ پِرڪاشَيَتي تَتِپَرَمِ (۱٦)

جنهن جي انتهڪرڻ جو اهو اگيان (جنهن گيان کي ڍڪي رکيو هو) آتم ساڪياتڪار دواران نشٽ ٿي ويو آهي ۽ ان پرڪار جنهن گيان پراپت ڪيو آهي، اُنجو اُهو گيان سورج وانگر پرم تَتِوَ پرماتما کي پرڪاشت ڪري ٿو. تہ ڇا پرماتما ڪنهن انڌڪار جو نالو آهي؟ نہ، ”هو تہ سويم پرڪاش روپ ڏِنِ راتي“ سويم پرڪاش روپ آهي. آهي تہ سهين پر اسانجي يوڳڻ لاءِ تہ نہ آهي، ڏسڻ ۾ تہ نٿو اچي؟ جڏهن گيان دواران اگيان جو پردو هٽي وڃي ٿو، تہ هنجو اهو گيان سورج وانگر پرماتما کي پاڻ ۾ ڏارا ڪري ڇڏي ٿو. پوءِ هن پرش

لاءِ ڪٿي بہ انڌڪار نٿو رهي. اُن گيان جو سوروپ ڇا آهي؟

**तद्बुद्धयस्तदात्मानस्तन्निष्ठास्तत्परायणा:।**

**गच्छन्त्यपुनरावृत्तिं ज्ञाननिर्धूतकल्मषा:।।१७।।**

”تَدِ بُڌَيَستَداتِماَنسَت نِنِشٹاستَتِپَرايَڻاهہ

گَڇِنِتِيَپُنَراوِرِ تيم گياَنَنِرڌوتَڪَلِمَشاهہ (١٧)

جڏهن اُن پرم تَتوَ پرماتما سان صحيح تيار بُڌي هجي تَتِوَ ڏانهن تيار ڌارا وارو من هجي، پرم تَتِوَ پرماتما ۾ هڪ ڀاوَ سان اُنجي رهڻي هجي ۽ اوڏانهن ارپيل ۽ مائل هجي ، ان جو نالو گيان آهي. گيان ڪائي بڪواس يا بحث نہ آهي. هن گيان دواران پاپ کان رهت ٿيل پرش، وري راڳہ ۽ من کان رهت پرم گتيءَ کي پراپت ٿئي ٿو. پرم گتيءَ کي پراپت، پورڻ ڄاڻ سان رُڌل پرش ئي پنڊت چوائيندو آهي.

اڳيان ڏسون:

**विद्याविनयसम्पन्ने ब्राह्मणे गवि हस्तिनि।**

**शुनि चैव श्वपाके च पण्डिता: समदर्शिन:।।१८।।**

”وِدِياوِنَيَسَمِپني براهمڻي گوِي هَسِتَنِي

شني ڇئيوَ شِوَپاڪي ڇہ پَنڊِتاهہ سَمَدَرشِنَهہ (١٨)

گيان کي دواران جنجو پاپ شانت ٿي چڪو آهي، جو ”آپُناوَرتِي پرم گت“ کي پراپت آهن، اهڙا گياني جن وديا ونييُڪت براهمڻ ۽ چنڊال ۾، گانءِ ۽ ڪُتي ۾ توڙي هاٿيءَ ۾ سمان درشٽي وارا ٿيندا آهن. هن جي درشٽيءَ ۾ وديا ونييڪت برهمڻ نہ ڪائي خاص معنيٰ رکي ٿو ۽ نہ چنڊال ڪائي هيٺائي رکي ٿو. نہ گانءِ ڌرم آهي، نہ ڪتو اڌرم ۽ نہ هاٿيءَ جي وشالتا ئي رکي ٿو. اهڙا پنڊت، گياتا جَن سمدرشي ۽ سَمَورِتي ٿيندا آهن. اُنهن جي درشٽي چمڙيءَ تي ڪونہ رهندي آهي، بلڪ آتما تي پوندي آهي. فرق صرف ايترو

آهي، وديا ونيہ سمپن سوروپ جي ويجهو آهي ۽ ٻيا ٻچيل ڪجهہ پنيان آهن. ڪوئي هڪ منزل اڳي آهي، تہ ڪوئي پوئين پڙاوَ تي. شرير تہ وستر آهي. هنن جي درشٽي وستر ڪي مهتو نٿي ڏئي. بنا ڀيءُ (اَپتو) هنن جي هردي ۾ اسٿت آتما تي پوي ٿي ان ڪري هو ڪوئي ڀيد نٿا رکن.

شري ڪرشن مليل گئو شيوا ڪئي هئي. هننکي گانءِ لاءِ فخر سان پورڻ شبد چوڻ ڪپندا هئا، پر هنن اهڙو ڪجهہ بہ نہ چيو. شري ڪرشن گانءِ کي ڌرم ۾ ڪو اسٿان ڪونہ ڏنو فقط ايترو مجهيائين تہ ٻين جيو آتمائن وانگر هيءَ بہ آتما آهي. هنجو ڌارمڪ وئششتيہ پد ماڻهن جي دين آهي. شري ڪرشن پوئي ٻڌايو تہ اوويڪي ماڻهن جي ٻُڌي اننت شاخائن واري ٿيندِي آهي تنهنڪري هو گهڻين ڪريائن جو وستار ڪري ڇڏيندا آهن. ڏيکاءَ واري ۽ مٺي واڻيءَ ۾ هو هنکي ظاهر بہ ڪندا آهن. هنن جي واڻيءَ جي ڇاپ جنجي چت تي پوي ٿي، اُنهن جي ٻُڌِي بہ نشٽ ٿي وڃي ٿي. هو ڪجهہ پائين نٿا نشٽ ٿي وڃن ٿا. جڏهن تہ نشڪام ڪرم يوگ ۾ ارجن! مقرر ڪِريا هڪڙي ئي آهي. يگيہ جي پرڪريا ”آراڌنا“. گانءِ، ڪتي، هاٿي، پپر نديءَ جو ڌارمڪ مَهتو اُنهن اننت شاخا وارن جي دين آهي. جيڪڏهن انهن جو ڪو ڌارمڪ مَهتو هجي ها تہ شري ڪرشن ضرور چون ها. ها ! مندر، مسجد وغيره پوڄا جا آستان شروعاتي وقت ۾ ضرور آهن. اُتي اُتساهہ وارا گڏيل اُپديش آهن تہ اُنهنجي اُپيوگ يا ضرور آهي. اُهي ڌرم جي اُپديش جا سينٽر آهن.

ڏنل شلوڪ ۾ ٻن پنڊتن جي چرچا آهي. هڪ پنڊت تہ اُهو آهي جيڪو پورڻ گياتا آهي ۽ ٻيو اُهو جيڪو وديا ونيسمپڪ آهي. هو ٻہ ڪيئن؟ حقيقت هرهڪ درجي جون ٻہ حدون

ٿيندا آهن. هڪ تہ تمام وڏيڪ اوچي درجي واري ۽ ٻي اندر گهڙڻ جهڙي ڪارڌ جهڙي يا تمام نمرتا جي سيما. اُڏارڻ لاءِ تمام نمرتا واري سيما اُها آهي جتان ڀڳتي شروع ڪئي ويندي آهي، وويڪ، ويراڳہ ۽ لڳن سان گڏ جڏهن آراڌنا ڪن ٿا ۽ سڀ کان وڏيڪ سيما اُها آهي، جتي ڀڳتي پنهنجو ڦل ڏيڻ جي اسٿتيءَ ۾ هوندي آهي. نيڪ اهڙيءَ طرح براهمڻ جو درجو آهي. جڏهن برهم ۾ پرويش ڏيڻ واريون شڪتيون اچن ٿيون، اُن وقت وديا هوندي آهي، وينتي هوندي آهي، من تي ظابطو، اِندرِيُن کي روڪڻ، انڀوي ڳالهين جو هلڻ، چرپر ٿيڻ، ڌاراواهڪ چنتن ۽ سماڌي وغيره برهم ۾ داخلا ڏيارڻ واريون سڀ يوگيتائون هنجي اندر ۾ سڀاويڪ ڪاريہ ۾ رڌل رهنديون آهن. اها برهمڻ جي تمام نمرتا واري سيما آهي. سڀ کان اوچي سيما تڏهن ٿي اچي، جڏهن سلسليوار اُنت ٿيندي ٿيندي هو برهم جو درشن ڪري اُن ۾ لين ٿي ويندو آهي. جنهن کي چاڻڊو هو، چاڻي ورتائين اُهو پورڻ گ ياتا آهي. تمام چاهہ ۽ وِرتِي وارو اهڙو مهاپرش اُن وديا ونيہ سمپن، برهمڻ، چنڊال، ڪتو، هاٿي ۽ ڳانءِ سيني تي سمان درشٽي رکڻ وارو ٿيندو آهي؛ ڇاڪاڻ تہ هنجي درشٽي هردي ۾ اسٿت آتم سروپ تي پوي ٿي. اهڙي مهاپرش کي پرم گتيءَ ۾ ڇا مليو آهي ۽ ڪيئن؟ ان تي پرڪاش وجهندي يوگيشور شري ڪرشن ٻڌائين ٿا:

**इहैव तैर्जितः सर्गो येषां साम्ये स्थितं मनः।**
**निर्दोषं हि समं ब्रह्म तस्माद्ब्रह्मणि ते स्थिताः।।१९।।**

''اِهَئيوَ تئِيرِجِتَهہ سَرگو يِيشامِ سامِيي اِسٿِتَمِ مَنَهہ ا
نِردوشَمِ هيِ سَمَمِ بِرَهمہ تَسماد بِرَهمَڻي تي اِسٿِتاهہ اا (١٩)
اُنهن پرشن دواران جيوت اوسٿا ۾ ئي سمپورڻ سنسار

جيتيو ويو آهي، جنهنجو من سَمَتوَ ۾ استت آهي. من جي سَمَتوَ جو سنسار جيتڻ سان ڪهڙو سنبنڌ؟ سنسار متجي ويو، تہ اهو پرش رهيو ڪٿي؟ شري ڪرشن چون ٿا ”نردوش هِي سَمَمِ بِرَهمِ“ هو برهمڻ نرودش ۽ سمتا وارو آهي، هيڏانهن هنجو من بہ نردوش ۽ سَمَ استتي وارو ٿي ويو. ”تسِمادِ بِرَهمَڻي تي استتاهہ“ تنهنڪري هو برهم ۾ استت ٿي ٿو وڃي. ان جو نالو اَپُنَرا وَرتِي پرگتي آهي. اهو ڪڏهن ٿو ملي؟ جڏهن سنسار روپي شترو جيتڻ اچي وڃن. سنسار ڪڏهن جيتڻ ۾ ايندو آهي؟ جڏهن من جو نرود ٿي وڃي، سم ڀاوَ ۾ پرويش پائي وڃي. (چو جو من جو پرسار ئي جڳت آهي.جڏهن اُهو برهم ۾ استت ٿي وڃي ٿو تڏهن برهم وِدِ جا لڪشڻ ڪهڙا آهن؟ اُن جي رهڻيءَ کي ظاهر ٿا ڪن.

न प्रहृष्येत्प्रिवं प्राप्य नोद्विजेत्प्राय चाप्रियम्।
स्थिरबुद्धिरसम्मूढो ब्रह्मविद् ब्रह्मणि स्थित:।।२०।।

”نہَ پِرَهرِشيو تِپِرَوَمِ پِراپِيہَ نودِوَجيتپِرايہَ چا پِرِيَمِ
اسِترَ بُڌيرَ سَمِ موُڙهو يي بِرَهمَودِ بِرَهماڻي استتهہ (٢٠)

هنجو ڪو پريہ اَپريہ ٿيندو ڪونهي، تنهنڪري جنهن کي ماڻهو پريہ سمجهن ٿا. اُنکي پائي هو خوش نٿا ٿين ۽ جنهنکي ماڻهو اپريہ سمجهن ٿا (جيئن ڏرماولمبي نشان لڳائين ٿا) اُنکي پائي هو دکي نہ ٿيندو آهي اهڙو استر بُڌي، ”اَسَمِموُڙهہ“ يرم سنسي کان رهت ، ”برهمودِ“ برهم سان مليل برهم ويتا ”بِرَهمَڻي استتهہ“ اهڙو اُتم ۽ بهترين برهم ۾ سدائين استت آهي.

बाह्यस्पर्शेष्वसक्तात्मा विन्दत्यात्मनि यत्सुखम्।
स ब्रह्मयोगयुक्तात्मा सुखमक्षयमश्नुते।।२१।।

”باهِيَسپرشيشوَ سَڪتاتما وِندَتِياتِمَني يَتِسُکَمِ

سَ برهميوگہ يڪتاتما سُکمَکِشَيَمَشِنُتي (٢١)

ٻاهر سنسار جي وشيہ ڀوڳن ۾ انا آسڪت (نرموهي) پرش انتر آتما ۾ اسٿت جو سکہ آهي، ان سکہ کي پراپت ٿئي ٿو. اُهو پرش ”بِرَهمَيوگَيُڪِتاتما“ پر برهم پرماتما سان ساٿ ميلاپ سان يڪت آتما وارو آهي تنهنڪري اکشيہ آنند جو انڀؤ ڪري ٿو، جنهن آنند جو ڪڏهن ناس نٿو ٿئي. ان آنند جو اُپيوگہ ڪير ڪري سگهندو؟ جو ٻاهر جي وشيہ ڀوڳن کان اناسڪت (بنا موهہ) هوندو، تہ ڇا ڀوڳہ رڪاوٽ آهن؟

**ये हि संस्पर्शजा भोगा दु:खयोनय एव ते।**
**आद्यन्तवन्त: कौन्तेय न तेषु रमते बुध:।।२२।।**

” يي هِي سَنِسپَرِشَجا ڀوگا دُ:کيونَيہ ايوَ تي
آدِينِتونِتَهہ ڪؤنتييہ نہ تيشوُ رَمَتي بُڌَهہ (٢٢)

صرف چمڙي ئي نہ پر سڀ اِندرِيون سپرش ڪن ٿيون. ڏسڻ اکين جو سپرش آهي، ٻُڌڻ ڪنن جو سپرش آهي. اهڙي طرح اندرين ۽ وشين جي سنيوگہ مان اُتپن ٿيڻ وارا سڀ ڀوڳ ہ جيتوڻيڪ ڀوڳڻ ۾ پيارا پرتيت ٿين ٿا. پر بنا شڪ اُهي سڀ ”دُ:کيونَيَهہ“ دکہ وارين جوڻين جو ئي ڪارڻ آهن. ايترو ئي نہ، اهي ڀوڳہ پيدا ٿيڻ ۽ مٽائڻ وارا آهن، ناسونت آهن. انڪري ڪوئَنتييہ! وويڪي پرش اُنهن ۾ نٿا ڦاسن. اندرين جي انهن ڇهڻ ۾ سپرش ۾ رهندو ڇا آهي؟ ڪام ۽ ڪروڌ، راڳہ ۽ دويش. ان تي شري ڪرشن چون ٿا:-

**शक़ोतीहैव य: सोढुं प्राक्शरीरविमोक्षणात्।**
**कामक्रोधोद्भवं वेगं स युक्त: स सुखी नर:।।२३।।**

”شَڪِنوتيهئَيوَ يَهہ سوڙهوُمِ پراڪشرير وِموڪِشَڻاتِ
ڪامِ ڪِروڌو دِڀَوَمِ وِيگَمِ سَ يُڪِتَهہ سَ سُکي نَرَهہ (٢٣)

تنهن ڪري جو منش شرير جي ناس ٿيڻ کان پهرين ئي

ڪام ۽ ڪروڌ کان اتپن ٿيل چوهہ کي سهن ڪرڻ ۾ (مٽائي چڏڻ ۾) هوشيار آهي، اُهو ماڻهو يتڪڻ وارو نہ آهي. اُهو هن لوڪ ۾ يوگہ ۾ رتل آهي ۽ اُهوئي سکي آهي. جنهن جي پنيان دکہ نہ آهي، ان سکہ ۾ معنيٰ پرماتما ۾ استتي وارو آهي. جيئري ئي اُنجي پراپتي جي ريت آهي، مرڻ کان پوءِ نہ. سنت ڪبير ان کي صاف ظاهر ڪيو آهي.''اوڌوُ ! جيوت ۾ ڪر آسا'' تہ ڇا مرڻ کان پوءِ مڪتي نتي ٿئي؟ هو چون ٿا، ''مُئي مُڪتي گرو ڪهي سوارٿي، جهوٺا دي وشواسا!'' اهوئي يوگيشور شري ڪرشن جو چوڻ آهي تہ شرير هوندي، مرڻ کان پهرين جو ڪام ڪروڌ جي ويگہ (رفتار) کي مٽائڻ ۾ تيار ٿي ويو، اهوئي پرش هن لوڪ ۾ يوگي آهي، اُهو ئي سکي آهي. ڪام ، ڪروڌ ٻاهريان سپرش ئي شترو آهن. انهن کي توهين جيتيو اُنهي پرش جا لڪشڻ وري ٻڌائي رهيا آهن.

योऽन्त:सुखोऽन्तरारामस्तथान्तज्योतिरेव य:।
स योगी ब्रह्मनिर्वाणं ब्रह्मभूतोऽधिगच्छति।।२४।।

''يونِتَهہ سُکِونِتَ را رامِستَٿانِتَجيورِ تِرئوَ يَهہ ا
سَ يوگي بِرَهمَنِوارَڻَمِ برهم ڀوُتو ڌِ گَڇتي ا ا'' (٢۴)

جو ويڪتي انتر آتما ۾ ئي آرام وارو ۽ جو انتر آتما ۾ ئي پرڪاش وارو (ساکياتڪار وارو) آهي اُهو يوگي ''برهم ڀوُت''. برهم سان هڪ ٿي ''برهمنوارڻم'' واٽيءَ کان پري برهم، شڌ برهم کي پراپت ٿئي ٿو. ارٿات پهرين وڪارن (ڪام ڪروڌ) جو انت، پوءِ درشن، وري پرويش. اڳيان ڏسون:

लभन्ते ब्रह्मनिर्वाणमृषय: क्षीणकल्मषा:।
छिन्नद्वैधा यतात्मान: सर्वभूतहिते रता:।।२५।।

''لَڀَنِتي بِرَهمَنرِوا ڻَمِرِشَيَهہ کِشيڻَڪلِمَشا هہ

ڇِنَنَدَئيڌا يَتَاتِمانَهہ سَرِوَڀِوُتَہِتي رَتاهَہ (٢٥)

پرماتما جو ساکياتڪار ڪري جن جا پاپ نشٽ ٿي ويا آهن، جنهنجون تڪليفون نشٽ ٿي ويون آهن. سمپورڻ پراڻين جي ڀلي ۾ جيڪي لڳا پيا آهن (پراپت ٿيڻ وارا ئي ائين ڪري سگهندا آهن. جو ڀاڱ ڪڏي ۾ پيو آهي، اُهو ٻين کي ڇا ٻاهر ڪڍندو؟ تنهنڪري ڪروڻا، ديا مهاپرش جو سڀاويڪ گڻ ٿي ويندو آهي) تيئن ”يٿاتِمَنَهہ“ جيتڻ وارا برهم ويتا پرش شانت پاربرهم کي پراپت ٿيندا آهن. اُن مهاپرش جي استٿي تي وري روشني وجهن ٿا.

**कामक्रोधवियुक्तानां यतीनां यतचेतसाम्।**

**अभितो ब्रह्मनिर्वाणं वर्तते विदितात्मनाम्।।२६।।**

”ڪامَ ڪِروڌوِيُڪتانامِ يَتِينامِ يَتَچيتَسامِ

اَڀِيتو بِرَ همَنِرِ واڻَمِ وَرتَتي وِدِتاتِمَنامِ (٢٦)

ڪام ۽ ڪروڌ کان رهت، جيتيل چت وارا پرماتما جو ساکياتڪار ڪيل گياني پرشن جي لاءِ سڀ طرف کان شانت پار برهم ئي پراپت آهي. وري وري يوگيشور شري ڪرشن اُن پرش جي رهڻيءَ تي زور ڏيئي رهيا آهن، جنهن مان جذبو ملي، اُڇل ملي. سوال لڳہ ڀڳہ پورو ٿيو. هو وري زور ڏيئي رهيا آهن تہ ان استٿي کي پراپت ڪرڻ جو ضروري انگہ ”سواس پَساهہ جو چِنتن“ آهي. يگيہ جي پرڪريا ۾ پراڻ جو اپان ۾ هَوَن، اَپان جو پراڻ ۾ هَوَن، پراڻ ۽ اپان ٻنهي جي رفتار جو نروڌ هنن ٻڌايو هو. اُن کي سمجهائي رهيا آهن.

**स्पर्शान्कृत्वा बहिर्बाह्यांश्चक्षुश्चैवान्तरे भ्रुवोः।**

**प्राणापानौ समौ कृत्वा नासाभ्यन्तरचारिणौ।।२७।।**

**यतेन्द्रियमनोबुद्धिर्मुनिर्मोक्षपरायणः।**

**विगतेच्छाभयक्रोधो य: सदा मुक्त एव स:।।२८।।**

’’سِپَرِشانِڪرِتوا بَهِر باهيامِشڇَڪشوُ شڇئِيوَ وانتري پِرُووهه
پراڻاپانَئوُ سَمَئوُڪرِتوا ناساڀِيَنِتَرَ چارِڻئوُ (٢٧)
يَتيِندِرِيَمَنو بُدّيِرِ مُنيرِ موڪشپَرايَڻَهه
وِڳتِي ڇڇاڀَيه ڪروڌو يَهه سدا مڪت ايوَ سَهه (٢٨)

ارجن! ٻاهر جي وشين ، نظارن جو چنتن نه ڪندي، اُنهن کي تياڳي نيترن جي درشٽيءَ کي ڀِرڪٽيءَ جي وچ ۾ استر ڪري ’’ڀِرُووهه انتري‘‘ جو اهڙو ارٿ نه آهي ته اکين جي وچ ۾ يا ڀِرُن جي وچ ۾ ڪٿي ڏسڻ جي ڀاونا سان درشٽي لڳائين. ڀِرِڪُٽيءَ جي وچ جو شڌ ارٿ ايترو ئي آهي ته سڌو اڳيان پوي. ساڄي ڏائي، هِتي هُتي چڪ پڪ نه ڏسي. نڪ جي ٽوٽي تي سِڌي درشٽي رکندي (ڪٿي نڪ ئي نه ڏسڻ لڳي، ناسڪاڄي اندر گهمندڙ، وچرڻ ڪرڻ وارا پراڻ ۽ اَپان وايو کي هڪ ڪري ارٿات درشٽي ته اُتي استر ڪريون ۽ سُرِت کي سواس ۾ لڳائي ڇڏيون ته ڪڏهن سواس اندر ويو، ڪيترو رُڪيو؟ (لڳه ڀڳه اڌ سيڪنڊ روڪجندي آهي، ڪوشش ڪري نه روڪيون) ڪڏهن سواس ٻاهر نڪتو؟ ڪيتري دير ٻاهر رهي؟ چوڻ جي ضرورت ڪونهي ته سواس ۾ اُٿڻ واري نام ڌني ٻڌڻ ۾ ايندي رهندي. ان طرح سواس پساهه تي جڏهن سُرِت ٽڪندي ته ڌيري ڌيري سواس اچل، استر بيهي رهندو، سَمَ تي ويندو نه اندران سنڪلپ اُٿندو نه ٻاهريون سنڪلپ اندر ٽڪراوَ ڪري سگهندا. ٻاهر جي ڀوڳن جو چنتن ته ٻاهرئي تياڳيو ويو آهي. اندر به سنڪلپ ڪونه جاڳرت ٿيندو. سُرِت هڪدم ڪڙي تي ويندي آهي، تيل جي ڌارا وانگر. تيل جي ڌارا پاڻيءَ وانگر ٽپ ٽپ نٿي ڪِري، جيستائين ڪرندي. ڌارا ئي ڪِرندي. ان طرح پراڻ ۽ اَپان

جي گتي هڪدم سَمِ، اسٿر ڪري اِندريون، من ۽ ٻُڌي کي جنهن جيتي ورتو آهي، اِڇا، ڀَئُہ ۽ ڪروڌ کان رهت، منن ڪرڻ جي چرم سيما تي پهتل موکش پرايڻ مُنِي سدا ”مڪت“ ئي آهي. مڪت ٿي هو ڪيڏانهن ويندو آهي؟ ڇا حاصل ڪندو آهي؟ ان تي چون ٿا :-

**भोक्तारं यज्ञतपसां सर्वलोकमहेश्वरम्।**
**सुहृदं सर्वभूतानां ज्ञात्वा मां शान्तिमृच्छति।।२९।।**

”ڀوڪتا رَمِ يَڳيَہ تَپَسامِ سَرِوَلوڪمهيشوَرَمِ
سُهِرِدَمِ سَرِوَڀوُتانامِ گياتِواما مِ شانتيمِرِڇتي (٢٩)

اُهو مڪت پرش مونکي يڳيہ ۽ تپن جي ڀوڳڻ وارو سمپورڻ لوڪن جو ايشورن جو بہ ايشور، سيني پراڻين جو سوارٿ رهت پلي ڪرڻ وارو، اهڙو ساڪيات ڄاڻي شانتي پراپت هوندو آهي. شري ڪرشن چون ٿا تہ اُن پرش سواس ۽ پساهہ جي يڳيہ ۽ تپ جو ڀوڳتا مان آهيان. يڳيہ ۽ تپ اَنت ۾ جنهن ۾ لين ٿين ٿا، اُهو مان آهيان. هو مونکي پراپت ٿئي ٿو. يڳيہ جي پڇاڙيءَ ۾ جنهنجو نالو شانتي آهي، اُهو منهنجو ئي سوروپ آهي. هو مڪت پرش مونکي ڄاڻي ٿو ۽ ڄاڻندي ئي مونکي پراپت ٿي ٿو وڃي. ان جو نالو شانتي آهي. جيئن مان ايشورن جو بہ ايشور آهيان، ائين هو بہ آهي.

## تاتپرج :-

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ ارجن سوال ڪيو هو تہ، ڪڏهن تہ توهين نشڪام ڪرم يوگ جي ساراهہ ٿا ڪريو ۽ ڪڏهن توهين سنياس مارگ سان ڪرم ڪرڻ جي ساراهہ ٿا ڪريو. هاڻي هڪ جو، جو توهان بهترين شيِ نشچو

ڪيو هجي، پرم ڪلياڻڪاري هجي، اهو چئو شري ڪرشن ٻڌايو:- ارجن! پرم ڪلياڻ تہ ٻنهي ۾ آهي. ٻنهي ۾ اُها ئي مقرر يگيہ جي ڪِريا ئي ڪئي ويندي آهي. پوءِ بہ نشڪام ڪرم يوگہ خاص آهي. بنا هن ڪرڻ جي سنياس (شڀ اشڀ ڪرمن جو انت) نٿو ٿئي. سنياس مارگہ ڪونهي، منزل جو نالو آهي. يوگہ ۾ يُڪت پورن ئي سنياسي آهي. يوگہ يڪت جا لڪشڻ ٻڌايا ڪِ اُهو ئي پريو آهي. هو نہ ڪري ٿو ، نہ ڪجھہ ڪرائي ٿو بلڪ سڀاءَ ۾ پرڪرتي جي دٻاءَ ڪري ماڻهو اُن وڏندڙ ڪم ۾ رُڌل آهن. جو ساڪيات مونکي ڄاڻي وٺي ٿو، اُهوئي گياتا آهي، اُهو ئي پنڊت آهي. يگيہ جي ڦل ۾ ماڻهو مونکي ڄاڻن ٿا. سواس، پساهہ جو جپ ۽ يگيہ تپ جنهن ۾ لين ٿين ٿا، مان ئي آهيان. يگيہ جي ڦل سوروپ مونکي ڄاڻي هو جنهن شانتي کي پراپت ڪن ٿا، اُهو بہ مان ئي آهيان معنيٰ شري ڪرشن جهڙو، مهاپرش جهڙو سوروپ اُن پراپت ڪرڻ واري کي بہ ملي ٿو. هو بہ ايشورن جو ايشور آتم سوروپ ميہ ٿي وڃي ٿو، اُن پرماتما سان گڏ هڪ ڀاوُ پائي وٺي ٿو. (هڪ ٿيڻ ۾ چاهي ڪيترا بہ جنم لڳن). هن اڏياءَ ۾ ظاهر ڪيو آهي تہ يگيہ تپن جو ڀوڳ تا، مهاپرشن جي بہ اندر رهڻ واري شڪتي مهيشور آهي، هاڻي

اوم تتِسَدِتيِ شريمد ڀَڳَوَدِ گيتا سوُ پَنِشَدَسوُ برهم وديايام يوگشاستري شري ڪرشن ارجن سموادي يگيہ ڀوڪتا مهاپرش سِتَمهيشوِرَهہ نام

پنڇموڌياۓ ||١٥||

ان طرح شريمد ڀڳودگيتا روپي اُپَنِشد ۽ يگيہ يوڳتا مهاپرش مهيشورنامڪ پنجون اڌياءُ پورو ٿيو.

اِتي شريمدِ پرم هنس پرماننديہ شِشيَہ سوامي اڙگڙانندڪِرتي شريمد ڀڳودِ گيتاياھ ’’يٿارٿ گيتا‘‘ ڀاشي گيان يوڪتا مهاپرش سِٿہِ مهيشور نام پنڇمو ڌياۓ ||١٥||

||هري اوم تت سَت||

# ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهہ ١١

## اَٿ شَشِنوڌيايَهہ

سنسار ۾ ڌرم جي نالي تي ريتي رواج، پوڄا پَڌَتِيان سمپردائن جو وڏيڪ هئڻ جي ڪري ڪُ ريتين جو ناس ڪري هڪ ايشور جي اسٿاپنا ۽ اُنجي پراپتيءَ جي پِرَڪِريا کي مشهور ڪرڻ لاءِ ڪنهن مهاپرش جو پرڪاش ٿيندو آهي. ڪِريائن کي ڇڏي ويهي رهڻ ۽ گياني چوائڻ جي خراب رسم ڪرشن ڪال ۾ تمام گهڻي وياپڪ هئي. تنهنڪري هن اڌياءَ جي شروعات ۾ ئي يوگيشور شري ڪرشن هن سوال کي ڇوٿون ڀيرو پاڻ اٿاريو ته گيان يوگ توڙي نشڪام ڪرم يوگ ٻنهي جي انوسار ڪرم ڪرڻو ئي آهي.

اڌياءَ ٻئين ۾ هنن چيو هو، ارجن! ڪتري لاءِ يڌ کان وڌيڪ ڪلياڻڪاري ڪوئي رستو ڪونهي. هن يڌ ۾ هارائيندين ته به ديوتِوَ آهي ۽ جيتڻ تي تمام وڏي پدوي اسٿت ئي آهي. ائين سمجهي يڌ ڪر. ارجن! هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ گيان جي باري ۾ چئي ويئي. ڪهڙي ٻُڌي؟ اهائي ته يڌ ڪر. گيان اهڙو ڪونهي جو هٿ تي هٿ رکي ويهي رهجي. گيان يوگ ۾ فقط پنهنجي هاڃي لاڀ جو پاڻ نشچو ڪري، پنهنجي شڪتي سمجهي ڪرم ۾ پرورت ٿيڻو آهي، جڏهن پريرڻا ڏيڻ وارا مهاپرش ئي آهن. گيان يوگ ۾ يڌ ڪرڻ ضروري آهي.

اڌياءَ ٽئين ۾ ارجن سوال ڪيو ته ڀڳوان نشڪام ڪرم يوگ جي ڀيٽ ۾ گيان کي توهان سريشٽ مڃيو آهي، ته

مونکي گهور ڪرمن ۾ ڇو ٿو لڳايو؟ ارجن کي نشڪام ڪرم يوڳ ڏکيو ٿي محسوس ٿيو. ان تي يوگيشور شري ڪرشن چيو تہ ٻئي متا منهنجي پاران ئي چيا ويا آهن؛ پر ڪنهن بہ پَٿ جي انوسار ڪرم کي تياڳي هلڻ جو وڌان ڪونهي. نہ تہ ائين ئي آهي تہ ڪرم کي نہ شروع ڪرڻ سان ڪير پرم نشڪرميہ جي سِڌي پائيندو ۽ نہ شروع ڪيل ڪريا کي تياڳڻ سان ڪوئي مشهوريءَ کي پائي ٿو. ٻنهي مارگن ۾ مقرر ڪرم يگيہ جي پرڪريا کي ڪرڻو ئي پوندو. هاڻي ارجن چڱي طرح سمجهي ورتو تہ گيان مارگہ سنو لڳي يا نشڪام ڪرم يوڳ، ٻنهي مارگن ۾ ڪرم ڪرڻو ئي آهي، پوءِ بہ پنجين اڌياءَ ۾ هن سوال ڪيو تہ ڦل جي درشٽي کان ڪير سريشٽ آهي؟ ڪهڙو سهوليت ڀريو آهي؟ شري ڪرشن چيو، ارجن! ٻئي ئي پرم شيِ کي ڏيڻ وارا آهن. ٻيئي هڪ ئي استان تي پهچائين ٿا پوءِ بہ سانکيہ (گيان) جي ڀيٽ ۾ نشڪام ڪرم يوڳ سريشٽ آهي، ڇو جو نشڪام ڪرم جو آچرڻ ڪرڻ بنا ڪوئي سنياسي نہ ٿو ٿي سگهي. ٻنهي ۾ ڪرم هڪڙو ئي آهي. هاڻي ظاهر آهي تہ هو مقرر ٿيل ڪرم ڪرڻ بنا ڪوئي سنياسي نٿو ٿي سگهي ۽ نہ ڪو يوگي ئي ٿي ٿو سگهي. صرف ان تي هلڻ وارن پٿڪن (راهگيرن) جون بہ درشٽيون آهن، جي ڀنيان ڀڌايون ويون آهن.

**श्रीभगवानुवाच**

**अनाश्रित: कर्मफलं कार्यं कर्म करोति य:।**
**स सन्न्यासी च योगी च न निरग्निर्न चाक्रिय: ।।१।।**

شري ڪرشن اُواچ

”اَناشِرَتَهہ ڪَرِمَڦلِم ڪارِيَمِ ڪَرِمَ ڪَروتِي يهہ
سَ سنياسي چَہ يوگي چَہ نَہ نِرَگِنَرِ نَمِ چاڪِرِيِهَہ (١)

شري ڪرشن مهراج چيو ارجن! ڪرم ڦل جي آسري کان رهت ٿي معنيٰ ڪرم ڪرڻ وقت ڪنهن به قسم جي ڪامنا نه رکندي جو ”ڪارِيم ڪَرِمَ“ ڪرڻ يوگيه پرڪريا خاص ڪي ڪري ٿو اُهوئي سنياسي آهي، هوئي يوگي آهي. فقط اگ ڻيءَ کي تياڳڻ وارو توڙي صرف ڪِريا کي تياڳڻ وارو سنياسي نه آهي، نه يوگي آهي. ڪِريائون تمام گهڻيون آهن. انهن مان ”ڪاريَم ڪَرِمَ“ ڪرڻ يوگيه ڪِريا ”نِيَتِ ڪَرِمَ“ مقرر ڪيل ڪا ڪِريا خاص آهي اُهائي يگيه جي پرڪريا آهي. جنهنجو شڌ ارٿ آهي آراڌنا، جو آراڌيه ديو ۾ پرويش ڏيارڻ واري خاص وِڌي آهي، اُن کي ڪاريه جو روپ ڏيڻ ڪرم آهي. جو ان کي ڪري ٿو سو سنياسي آهي، اُهو ئي يوگي ٿيندو آهي. فقط اگنيءَ جي تياڳڻ وارو نه ”اسين اگنيءَ کي نه ڇهندا آهيون“ يا ڪرم تياڳڻ وارو نه منهنجي لاءِ ڪرم ئي نه آهي، مان نه آتم گياني آهيان“ فقط ائين چوي ۽ ڪرم شروع ئي نه ڪري، ڪرڻ يوگيه ڪِريا خاص نه ڪري ته اُهو نه سنياسي آهي، نه يوگي. ان تي ٻيو ڏسون:-

यं सन्न्यासमिति प्राहुर्योगं तं विद्धि पाण्डव।
न ह्यसन्न्यस्तसङ्कल्पो योगी भवति कश्चन।।२।।

”يَمِ سنياسمِتِي پراهُرِيوگَمِ وِدِّي پانڊوَ
هِيسَنِنيَسِتسَنِڪلِپو يوگي ڀَوَتِي ڪَشِچنَ (٢)

ارجن! جنهن کي ”سنياس“، اهڙو چئون ٿا، ان کي تون يوگ ڄاڻ، ڇاڪاڻ سنڪلپ جي تياڳ ڪرڻ بنا ڪو به پرش يوگي نه ٿيندو معنيٰ ڪامنائن جو تياڳ ٻنهي مارگن تي وڃڻ وارن لاءِ ضروري آهي. پوءِ نه سرل آهي جو چئي ڏيون ته اسين سنڪلپ نٿا ڪريون ۽ ٿي ويا يوگي-سنياسي.

شري ڪرشن چون ٿا، اَئين ڪڏهن نہ ٿيندو:-

**आरुरुक्षोर्मुनेर्योगं कर्म कारणमुच्यते।**
**योगारूढस्य तस्यैव शमः कारणमुच्यते।।३।।**

''آرُرُڪشيورِ مُنير يوگِمِ ڪَرِمَ ڪارڻمچيتي
يوگاروڙهَسِيہ تَسِيَئيِوَ شَمَهہ ڪارَڻمچيتي (٣)

يوگ تہ پڪي هئڻ جي اِڇا وارا مَنَنُ ڪرڻ وارا پرشن جي لاءِ يوگ جي پراپتي ۾ ڪرم ڪرڻ ئي ڪارڻ آهي ۽ يوگ ۾ جو انوشنان (ڌرمي ڪم جي شروعات) ڪندي ڪندي اُهو ڦل ڏيڻ جي اوسٿا ۾ اچي وَڃي، ان يوگ کي وڌائڻ ۾ ''شمهہ ڪارڻِمِ اُچِيَتي'' سمپورڻ سنڪلپن کي روڪڻ ئي ڪارڻ آهي. ان ڪان اڳہ سنڪلپ پچر نٿا ڇڏين ۽ ....

**यदा हि नेन्द्रियार्थेषु न कर्मस्वनुषज्जते।**
**सर्वसङ्कल्पसन्न्यासी योगारूढस्तदोच्यते।।४।।**

''يَدا هي نيندِرِيارِ ٿيشوُ نہ ڪَرِمَسِوَنوُشَجتي
سَرِوَ سَنڪلِپَسَنياسِي يوگاروُڙِهتدوَچِيتي (٤)

جنهن وقت ۾ پرش نہ اندرين جي ڀوڳن ۾ آسڪت ٿيندو آهي ۽ نہ ڪرمن ۾ ئي آسڪت آهي (يوگ جي پڪي اوسٿا ۾ پهچي وڃڻ تي ڪرم ڪري ڳولهي ڪنهن کي ؟ تڏهن مقرر ڪرم آراڌنا جي ضرورت نٿي رهي. تنهن ڪري هو ڪرمن ۾ آسڪت نہ آهي) اُن وقت ۾ ''سَرِوَ سنڪلپ سنياسي'' سڀني سنڪلپن جو اَياوُ آهي. اهوئي سنياس آهي، اُهائي يوگ ۾ پڪي ٿيڻ جي اوسٿا آهي. رستي ۾ سنياس نالي جي ڪا وستو نہ آهي. ان يوگ ۾ پڪي ٿيڻ ۾ لاپ ڪهڙو آهي؟

**उद्धरेदात्मनाऽत्मानं नात्मानमवसादयेत्।**
**आत्मैव ह्यात्मनो बन्धुरात्मैव रिपुरात्मनः।।५।।**

”اُڌَرِيدَاتِمَنَاتِنَا نَمِ ناتِما نَمَوَ ساديِيتِ
آتِمئِيوَ هِياتِمَنو بنڌُراتمئِيوَ رِپُوراتِمَنَهہ (۵)

ارجن! منش کي کپي تہ پنهنجي دواران پنهنجو اُڌار ڪري. پنهنجي آتما کي اڌوڳتيءَ ۾ نہ پهچائي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ جيو آتما پاڻ ئي پنهنجو متر آهي ۽ پاڻ ئي پنهنجو دشمن بہ آهي. ڪڏهن هو دشمن ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن متر؟ ان تي چون ٿا:-

बन्धुरात्मात्मनस्तस्य येनात्मैवात्मना जित: ।
अनात्मनस्तु शत्रुत्वे वर्तेतात्मैव शत्रुवत्।।६।।

”بنڌُراتِماتِمَنَسِتَسِيہ يِيناتِمَئي واتِمَنا جِتَهہ
اَناتِمَنَسِتوُ شَترُو تِوي وَرِ تي تتاتِمئيو شترِوُوَتِ (٦)

جنهن پرش دواران من ۽ اِندريُن سان گڏ شرير جيتيو آهي، اُن جي لاءِ هن جو آتما متر آهي ۽ جنهن جي دواران من ۽ اِندريُن سان گڏ شرير نہ جيتيو ويو آهي، اُن جي لاءِ هو پاڻ دشمنيءَ ۾ وَرتي رهيو آهي.

هنن ٻن شلوڪن ۾ شري ڪرشن هڪ ئي ڳالهہ چون ٿا تہ پنهنجي دواران پنهنجي آتما جو اُڌار ڪريو، ان کي اڌوڳتيءَ ۾ نہ پهچايو، ڇاڪاڻ تہ آتما ئي متر آهي، سرشٽيءَ ۾ نہ ٻيو ڪوئي دشمن آهي، نہ متر. ڪهڙيءَ طرح؟ جنهن جي دواران من سميت اِندريون جيتيل آهن، اُن جي لاءِ جو آتما متر بڻجي مترتا سان وَرتي ٿو، هلي ٿو، پرم ڪلياڻ ڪرڻ وارو ٿئي ٿو ۽ جنهنجي دواران من سميت اِندريون نہ جيتيون ويون آهن، اُن جي لاءِ اُن جي آتما شترو بڻجي، شترتا ۾ وَرتي ٿو، اننت جوڻين ۽ ياتنائن طرف وٺي ٿو وڃي. گهڻو ڪري ماڻهو چوندا آهن. ”مان تہ آتما آهيان“. گيتا ۾ لکيل آهي ” نہ هن کي شستر (هٿيار) ڪٽي ٿو

سگهي، نہ باهہ ساڙي ٿي سگهي، نہ هوا سُڪائي ٿي سگهي. هيءُ نِتِيَہ آهي، امرت سوروپ آهي، نہ بدلجندڙ آهي، شڌ پوتر آهي ۽ اهو آتما مون ۾ آهي.''هو گيتا جي انهن جملن تي ڌيان نٿا ڏين تہ آتما اڌوگتي (هيٺ بہ ڪري ٿي) ۾ نہ وڃي ٿي. آتما جو اُڌار بہ ٿيندو آهي، جنهن جي لاءِ ''ڪارِيَمِ ڪَرمِ'' ڪرڻ لائق پرڪريا خاص ڪري ٿي گيان ٻڌايو ويو آهي، هاڻي انوڪول آتما جا لڪشڻ ڏسون:

**जितात्मनः प्रशान्तस्य परमात्मा समाहितः।**
**शीतोष्णसुखदुःखेषु तथा मानापमानयोः।।७।।**

**''جِتاتمَنَہ پِرشانتَسِيہَ پرماتما سَماهِتَہ**
**شيتوشِڻسُکدُ کيشوُ تَٿا مانا پَمانکيوهَہ (٧)**

سردي گرمي سک دک ۽ مانَ اپمان ۾ جنهنجي انتهڪرڻ جون ورتيون چڱيءَ طرح شانت آهن، اهڙي سواڌين آتما واري پرش ۾ پرماتما سدائين اسٿت آهي، ڪڏهن جدا نٿو ٿئي. ''جتاتما'' معنيٰ جنهن من سميت اندرين کي جيتيو آهي، وِرتي پرم شانتيءَ جي ڌارا ۾ ٿي ويئي آهي. (اهائي آتما جي اُڌار جي اوسٿا آهي.) اڳيان چون ٿا:

**ज्ञानविज्ञानतृप्तात्मा कूटस्थो विजितेन्द्रियः।**
**युक्त इत्युच्यते योगी समलोष्टाश्मकाञ्चनः।।८।।**

**''گيانَوِگيانَترِپتاتِما ڪوُٽَسِٿو وِجتيندرِيَہ**
**يُڪت اِتيُچيَتي يوگي سَمَلوشٽا شِمَڪانِچنَہ (٨)**

جنهنجو انتهڪرڻ گيان وگيان سان ترپت آهي، جنهن جي اسٿتي اچل. اسٿر ۽ وڪار رهت آهي، جنهن اندرين کي خاص روپ سان جيتي ورتو آهي. جنهن جي درشٽيءَ ۾ مٽي، پٿر ۽ سون هڪ سمان آهي. اهڙو يوگي ''يڪت، رتل'' چيو ويندو آهي. يڪت جو ارٿ آهي يوگہ سان مليل. هيءَ

يوگيءَ جي اوچي منزل آهي، جنهن کي يوگيشور پنجين ادياءَ ۾ شلوڪ سَتين کان ٻارهين تائين چترڻ ڪري آيا آهن. بيان ڪري آيا آهن. پرم تتو پرماتما جو ساکياتڪار ۽ اُن سان گڏ هئڻ واري جانڪاري گيان آهي. هڪ انچ به اِشت سان دوري آهي، ڄاڻڻ جي اِڇا آهي، تيستائين هو اڳ ياني آهيان، هو ياد ڏياريندڙ ڪيئن سروياپي آهي ڪيئن پريرڻا ڏئي ٿو؟ ڪيئن انيڪ آتمائن جو هڪ ساٿ پَٽ پردرشن ڪري ٿو؟ ڪيئن هو ماضي، ڀوشيه ۽ ورتمان جو ڄاڻندڙ آهي؟ اُن پيدا ڪندڙ اشٽ جي هن ڪاريه پرڻالي جو گيان ''وگيان'' آهي. جنهن ڏينهن کان اشٽ جو هردي ۾ پرڪاش ٿئي ٿو، اُن ڏينهن کان هو آگيا ڏيڻ لڳي ٿو، اشارو ڪرڻ لڳي ٿو، پر شروع ۾ سادڪ سمجهي نٿو سگهي. مٿي اوچي پدوي تي يوگي اُنجي اندرئين ڪاريه نموني کي پوريءَ طرح سمجهي سگهي ٿو. اها سمجهه وگيان آهي. يوگ ۾ پڪو يا يڪت پرش، گيان ۾ رتل پرش جو انتهڪرڻ گيان وگيان سان ترپت رهي ٿو. اهڙيءَ طرح يوگ يُڪت پرش جي استٿي جو پڪو ارادو ڪندي يوگيشور شري ڪرشن وري چون ٿا:-

**सुहृन्मित्रार्युदासीनमध्यस्थद्वेष्यबन्धुषु।**
**साधुष्वपि च पापेषु समबुद्धिर्विशिष्यते।।९।।**

''سُهرِنمَترارِ يُداسينَمَڌِيَستڌ ويشيَبنڌوش
ساڌُشوَپي چَه پاپيشوُ سَمَبُڌيرِ وِ شِشيَتي (٩)

پراپتي کان پوءِ مهاپرش سمدرشي ۽ سَمورتي ٿيندو آهي. جيئن اڳئين شلوڪ ۾ هنن ٻڌايو ته جو پورڻ گياتا يا پنڊت آهي، اُهو وديا وِنَيه سَمپن برهمڻ ۾، چنڊال ۾، ڳ ان۽، ڪتو ۽ هاٿي ۾ سمان درشٽي وارو ٿيندو آهي. ان جو

پورڪ هيءُ شلوڪ آهي. هو هردي سان سهائتا ڪرڻ وارو سهرديہ، متر، ويري، اُداسين، دويشي، ٻنڌوگڻن وارو، ڌرماتما توڙي پاپين ۾ بہ سمان درشٽي وارو يوگہ يڪت، يوگہ ۾ رتل پرش تمام سريشٽ آهي. هو هنجي ڪُمن تي درشٽي نٿو وجهي بلڪ هنجي اندر آتما جي چرپر تي ئي هن جي درشٽي پوي ٿي. انهن سڀني ۾ هو فقط ايترو ئي فرق ڏسي ٿو تہ ڪو ڪجهہ هيٺين ڏاڪڻ تي بيٺو آهي، تہ ڪو وري نرملتا جي ويجهو پر اُها شڪتي سڀ ۾ آهي. هتي يوگہ يُڪت جا لڪشڻ وري دهرايا ويا !

ڪوئي يوگہ يڪت ڪيئن ٿو بڻجي. هو ڪيئن ٿو يگيہ ڪري؟ يگيہ جي جڳهہ ڪهڙي هجي؟ آسڻ ڪيئن هجي؟ اُن وقت ڪيئن وهڻ گهرجي؟ ڪرتا جي دواران پالڻ ڪرڻ وارا نيم، آهار، وهار، سمهڻ - جاڳڻ جو سنجم ۽ ڪرم تي ڪهڙي ڪوشش ڪري؟ وغيره نقطن تي يوگيشور شري ڪرشن اڳين پنجن شلوڪن ۾ پرڪاش وڌو آهي، جنهن تان توهين بہ اُن يگيہ کي پورو ڪري سگهو.

اڌياءَ ٽئين ۾ هنن يگيہ جو نالو ڪنيو ۽ ٻڌايو تہ يگيہ جي پرڪريا ئي اُهو مقرر ڪرم آهي. اڌياءَ چوٿين ۾ هنن يگيہ جو سوروپ وستار سان ٻڌايو، جنهن ۾ پراڻ جو اپان ۾ هَوَن، اپان جو پراڻ ۾ هَون، پراڻ -اپان جي گتي رفتار روڪي من کي پڪڙڻ وغيره ڪيو ويندو آهي. سڀ ملائي يگيہ جو شڌ ارٿ آهي آراڌنا ۽ اُن آراڌيہ ديو تائين دوري طئہ ڪرائڻ واري پرڪريا. جنهن تي پنجين اڌياءَ ۾ بہ چيو. پر اُن جي لاءِ آسن، زمين، ڪرڻ جي وِڌيءَ جو چٽرڻ باقي رهيل هو. ان تي يوگيشور ڪرشن هتي روشني وجهن ٿا

**योगी युञ्जीत सततमात्मानं रहसि स्थितः।**
**एकाकी यतचित्तात्मा निराशीरपरिग्रहः।।१०।।**

”يوگي يُنِجيَت سَتَتَماتمانَمِ رَهسي اِسٿِتَهہ
ايڪاڪي يَتَچِتاتما نِراشيرَ پَريگرَهَہ (١٠)

چت کي جيتڻ ۾ لڳل يوگي مڻ، اِندريون ۽ شرير کي وس ۾ رکي، واسنا ۽ گڏ ڪرڻ کان رهت، اڪيلو، ايڪانت استان ۾ اڪيلو ئي چت کي آتموپلبڌ (آتم گيان) ڪرڻ واري يوگہ ڪريا ۾ لڳائي. اُن جي لاءِ استان، جڳهہ ڪهڙي هجي؟ آسن ڪهڙو هجي؟

**शुचौ देशे प्रतिष्ठाप्य स्थिरमासनमात्मनः।**
**नात्युच्छ्रितं नातिनीचं चैलाजिनकुशोत्तरम्।।११।।**

”شُڪَچِئوُ ديشي پرَتِشٺاپيَہ اِسٿِرَماسَنَماتمَنَہ
ناتِيوُ چِرِتَمِ ناتينِيڇَمِ چئيلاجِنَڪُشوتَرَمِ (١١)

شڌ پوميءَ تي ڪُش، مرگڇال، وستر يا ان ۾ اُتروتر (ريشمي، اوني، تخت ڪجهہ پي) وڇائي پنهنجو آسڻ نہ گ هٺو مٿي، نہ هيٺ چڱيءَ طرح رکو. شڌ پوميءَ جو مطلب اُن کي چنڊي، بهاري، صفائي ڪرڻ سان آهي. زمين تي ڪجهہ وڇائڻ گهرجي. چاهي مرگڇال هجي يا چٽائي يا ڪوبہ وستر، تخت جو بہ هجي، ڪائي هڪ وستو وڇائڻ گهرجي. آسڻ لڏڻ ڦرڻ وارو نہ هجي. نہ زمين کان گهڻو مٿي هجي ۽ نہ هڪدم هيٺ. پوجيہ مهاراج جي لڳ ڀڳ پنج انچ اوچي آسن تي وهندا هئا. هڪ پيري پريمين لڳ ڀڳ هڪ فوٽ اوچو سنگمرمر جو هڪ تخت گهراياڻون. مهاراج جي هڪ ڏينهن تہ وينا پوءِ چياڻون ”نہ هو ! ڏاڍو مٿي ٿي ويو. ساڌوءَ کي مٿي نہ وهڻ گهرجي. ايمان اچي ويندو آهي. ”هيٺ نہ وهڻ چاهين، هينئا آوت هئہ. اپني سي گهرٽا

آوت هئہ.'' بس اُن کي کنيو ويو ۽ جهنگل ۾ باغيچو هو، اُتي رکائي ڇڏيو. اوڏانهن نہ مهراج ويندو هو ۽ نہ هاڻي بہ ڪوئي ويندو آهي. اها هئي ان مهاپرش جي ڪرياتمڪ سکيا. اهڙي طرح ساڌڪ لاءِ بہ تمام اوچو آسڻ نہ ٺيڪ ڪپي، نہ تہ ڀڄن پورتي پوءِ ٿيندي، اهنڪار پهرين چڙهي وهندو. اُن ڪانپوءِ

**तत्रैकाग्रं मनः कृत्वा यतचित्तेन्द्रियक्रियः।**
**उपविश्यासने युञ्ज्याद्योगमात्मविशुद्धये।।१२।।**

''تَترَئي ڪاگرَمِ مَنَهہ ڪِرتوا يَتَچِتيندِر يَڪِريَهہ
اُپوِشياسينَ يُنجياديوگماتِمَو شُڌيَيي (١٢)

ان آسڻ تي ويهي (وهڻ ئي ڌيان ڪرڻ جو وڏان آهي) من کي ايڪاگر ڪري، چت ۽ اندرين جي ڪريائن کي وس ۾ رکي انتهڪرڻ جي شڌيءَ جي لاءِ يوگہ اڀياس ڪيون. هاڻي وهڻ جو طريقو ٻڌائين ٿا

**समं कायशिरोग्रीवं धारयन्नचलं स्थिरः।**
**सम्प्रेक्ष्य नासिकाग्रं स्वं दिशश्चानवलोकयन्।।१३।।**

''سَمَمِ ڪايَشروگِريوَمِ ڌارِيَنچلَمِ اِستِرَهہ
سَمپريڪشيہ ناسِڪاگرَمِ سِوَمِ دِشاشچانَوَلو ڪَيَن (١٣)

شرير، گردن ۽ سِرَ کي سڌو، اچل اِستر ڪري (جيئن ڪا پٺري بيماري ويئي هجي) ان طرح سڌو، درد ٿي ويهي وڃي ۽ پنهنجي نڪ جي اڳئين حصي کي ڏسي (ناسڪا جي نوڪ ڏسڻ جو نرديش نہ آهي بلڪ سڌي وهڻ تي نڪ جي سامهون جتي درشٽي پوي ٿي، اُتي درشٽي رهي. ساڄي کاٻي ڏسندي رهڻ جي چنچلتا نہ رهي) ٻين پاسن ڏانهن نہ ڏسندي استر ٿي وينو رهي ۽

**प्रशान्तात्मा विगतभीर्ब्रह्मचारिव्रते स्थितः।**
**मनः संयम्य मच्चित्तो युक्त आसीत मत्परः।।१४।।**

”پرَشانتاتِما وِگتَڀِير برهِمَچارِ ورَتي اِرِيتَہ
مَنَہ سنَيميہ مَچِتو يُڪتَ آسيتَہ مَتپَرَه (١۴)

برمچريہ ورت ۾ استٿ ٿي (گهڻو ڪري ماڻهو چوندا آهن تہ جَنَنيندِريہ جو سنيم برمچريہ آهي؛ مهاپرشن جي انوُڀوتي آهي تہ هن سان وشين جو سمرڻ ڪري، اکين سان اهڙا درشيہ ڏسي، چمڙيءَ سان سپرش ڪري، ڪنن سان وشين کي اتساهہ ڏيڻ وارا شبد ٻڌي جَنَنيندِريہ(ڪام جون اِندرِيُن) جو سنجم ممڪن ڪونهي. برهمچاري جو سچو ارٿ آهي. ”برهم آچَرَتِ سَ برهمچاري“ برهم جو آچرڻ آهي مقرر ڪرم، يگيہ جي پرڪريا ، جنهن کي ڪرڻ وارا ”يانِتي برهم سَناتَنَمِ“ سناتن برهم ۾ پرويش پائي ٿا وڃن. هن کي ڪرڻ وقت سِپَرشانِڪرِتوا بهيرِباهِيَن“ ٻاهر جا سپرش، من ۽ سيني اِندرِيُن جا سپرش ٻاهران تياڳي چت کي برهم چنتن ۾ سواس پساهہ ۾، ڌيان ۾ لڳائڻو آهي. من برهم ۾ لڳو آهي تہ برهم سمرڻ ڪير ڪري. جيڪڏهن برهم سمرڻ ٿيندو آهي، تہ اڃا من لڳو ڪٿي؟ وڪار شرير ۾ نہ، من جي لهرن ۾ رهندا آهن. من برهمچرڻ ۾ لڳو آهي تہ جَنَنيندِريہ (ڪام جو اندريون) سنجم ئي نہ، سيني اندرين جو سنجم سڀاويڪ ٿيندو آهي. هاڻي برهم جي آچرڻ ۾ استٿ رهي، بنا ڊپ ۽ ڀَلي پرڪار شانت انتهڪرڻ وارو، من جو سنجم رکندي، مون ۾ لڳل چت سان يُڪت منهنجي ڀڳتيءَ ۾ رهي استت ٿئي، ائين ڪرڻ جو نتيجو ڇا ٿيندو؟

युञ्जन्नेवं सदात्मानं योगी नियतमानसः।
शान्तिं निर्वाणपरमां मत्संस्थामधिगच्छति।।१५।।

”يُنِجننيوِمِ سدا تِمانِمِ يوگي نِيَتَماَنَسَہ

**شانتِيمِ نِرواڻپَرَمامِ مَتِسَنِستا مَڌِيگَڇتي (١٥)**

اهڙي طرح پنهنجو پاڻ کي هميشه اُن چنتن ۾ لڳائيندي. سنجمي من وارو يوگي مون ۾ استٿي روپي اوچ پدوي واري شانتي کي پراپت ٿئي ٿو. تنهن کري پاڻ کي لڳاتار کرم ۾ لڳائي. هتي اهو سوال پورو آهي. ٻين ٻن شلوڪن ۾ هو ٻڌائين ٿا تہ پرمانند واري شانتي جي لاءِ شريرڪ سنجم، يڪت آهار (ٿورو کاڌو، ٿورو وهار بہ ضروري آهي)

**नात्यश्नतस्तु योगोऽस्ति न चैकान्तमनश्नतः।**
**न चाति स्वप्नशीलस्य जाग्रतो नैव चार्जुन।।१६।।**

**”ناتيہَ شِرتستوُ يوگوسِتي نَہ چَئيڪانِتَمَنَشِرَتهہ**
**نہ چاتي سِوَپنَشِيلَسِيہ جاگِرَتو نَئيوَ چارِجَنَ (١٦)**

ارجن! هيءُ يوگ نہ گهڻي کائڻ واري جو سِڌِ ٿئي ٿو ۽ نہ بلڪل نہ کائڻ واري جو سِڌِ ٿئي ٿو، نہ تمام گهڻي سمهڻ واري جو ۽ نہ تمام گهڻو جاڳڻ واري جو سِڌِ ٿئي ٿو. تڏهن ڪنهنجو سِڌِ ٿئي ٿو.

**युक्ताहारविहारस्य युक्तचेष्टस्य कर्मसु।**
**युक्तस्वप्नावबोधस्य योगो भवति दु:खहा।।१७।।**

**”يُڪِتاهار وِهارسِيہ يُڪَتِچيشٽسيہَ ڪَرِمَسوُ**
**يُڪتَسِوَ پِناوَبوڌِسِيہ يوگو ڀَوَتي دُکَها (١٧)**

دکن جي ناس ڪرڻ وارو هي يوگ ضروري آهار، وهار، ڪرمن ۾ گهربل ڪوشش ۽ حد جي اندر سمهڻ جاڳڻ ڪرڻ وارو ئي پورڻ ٿيندو آهي. گهڻو کاڌو کائڻ سان آلس، ننڊ ۽ ڏنڊ گهيري ويندو، تڏهن ساڌنا نہ ٿيندي. پوڄن ڇڏي ڏيڻ سان اندريون هيٺيون ٿي وينديون، اچل ۽ سڌي وهڻ جي طاقت نہ رهندي. پوجيہ مهاراج جي چوندا هئا تہ

جيتري خوراڪ هجي اُن کان ڏيڍ ٻہ روٽيون گهٽ کائڻ گ هرجي. وهار معنيٰ ساڌن لاءِ گهربل گهمڻ ۽ محنت بہ ڪندو رهڻ گهرجي. وهار معنيٰ ساڌن لاءِ گهربل گهمڻ ۽ محنت بہ ڪندو رهڻ گهرجي. ڪو ڪم ٻُولهي رکڻ گهرجي نہ تہ تہ رت جو داٻ ٿڌو پئجي ويندو، روڳہ گهيري ويندا. عمر سمهڻ ۽ جاڳڻ، آهار (کاڌو) ۽ اپياس سان گهٽجندي وڌندي آهي. مهاراج جي چوندا هئا. يوگيءَ کي چار ڪلاڪ سمهڻ کپي ۽ هميشهہ چنتن ۾ لڳو رهڻ گهرجي. هٺ ڪري نہ سمهڻ وارا جلدي پاڳل ٿي پوندا آهن. ڪرمن ڪرڻ ۾ گ هربل ڪوشش بہ هجي معنيٰ نِيَت ڪرم آراڌنا جي ڪرڻ ۾ هميشهہ ڪوشش ڪندو رهجي. ٻاهرين وشين جو ڌيان نہ ڪري، يادگيري نہ ڪري سدائين اُن ۾ لڳل رهڻ سان يوگ ہ سِڌِي ٿيندي آهي. تنهن سان گڏ ئي

यदा विनियतं चित्तमात्मन्येवावतिष्ठते।
निःस्पृहः सर्वकामेभ्यो युक्त इत्युच्यते तदा।।१८।।

”يدا وِ نِيَتَمِ چِتَماتِمَنيِي واوَتشٽتي!
نِسپِرِ هَهہ سروَڪاميڀِيو يُڪَت اِتيُچِيَتي تدا!!(١٨)

ان طرح يوگہ جي اپياس سان خاص روپ ۾ وَس ۾ ڪيل چِتُ جنهن وقت پرماتما ۾ چڱيءَ طرح اسٿت ٿي وڃي ٿو، لِين ٿي ٿو وڃي، اُن وقت سمپورڻ ڪامنائن کان رهت پرش يوگ يُڪتِ چيو ويندو آهي.هاڻي خاص نموني ۾ جيتيل چت جون ڪهڙيون نشانيون آهن؟

यथा दीपो निवातस्थो नेङ्गते सोपमा स्मृता।
योगिनो यतचित्तस्य युञ्जतो योगमात्मनः।।१९।।

”يٿا دِيپو نِواتَسِٿو نيِنگِتي سوپما سمرتا
يوگِينو يَتَچِتَسِيہ يُنجتو يوگماتِمَنَهہ (١٩)

جهڙي طرح هوا کان سواءِ استان تي رکيل ديپڪ لڏندو ڪونهي، اُن جي لَئہُ سڌي مٿي ويندي آهي، اُن ۾ ڪمپن نہ ٿيندي آهي، اها ئي يپت پرماتما جي ڌيان ۾ لڳل يوگيءَ جي جيتيل چت جي ڏني ويئي آهي.ديپڪ تہ اُڌارڻ ماتر آهي.اڄ ڪلهہ ڏيئي جو جلائڻ ٿڌو ٿي ويو آهي. اگربتي بہ ٻاريندا سين تہ اُنجو دونهون مٿي ويندو آهي. جيڪڏهن هوا ۾ رفتار نہ هجي. اِها يوگي جي جيتيل چت جو هڪ مثال آهي. هاڻي ڀلي ئي جيتيل هجي، شانت ٿي ويو آهي، پر هاڻي اجا چت آهي. جڏهن شانت چت بہ لين ٿي ويندو آهي، تڏهن ڪهڙي وڀوتي ملندي آهي؟ ڏسون-

**यत्रोपरमते चित्तं निरूद्धं योगसेवया।**

**यत्र चैवात्मनात्मानं पश्यन्नात्मनि तुष्यति।।२०।।**

”يَتروپَرَمتي چِتَم نِروُڌَم يوگَسيوَ يا

يَترَ چئيوا تِمَنا تِمانَم پَشيَناتِمني تُشيَتي (٢٠)

جنهن اوسٿا ۾ يوگ جي اڀياس جو روڪيل، چِتُ بہ اُپرام ٿي ٿو وڃي، لِين ٿي ٿو وڃي، اُن حالت ۾ ”آتمنا“ پنهنجي آتما جي دواران”آتمانم“- پرماتما کي ڏسندي ڏسندي ”آتممني ايوَ“ پنهنجي آتما ۾ ئي سنتشت ٿئي ٿو، چو تہ پراپتي ڪال ۾ تہ پرماتما جو ساکيتڪار ٿئي ٿو پر ٻيءَ ئي کن ۾ هو پنهنجي ئي آتما کي اُن شڌايشوريہ وڀوتين ۾ اُن سان گڏ مسجيل ٿو پائي. برهم اَجر، امر، پوتر، اوڪت ۽ امرت سوروپ آهي تہ هتي آتما بہ اَجر اَمر، شڌ،اويڪت سوروپ آهي. آهي تہ اچتنيہ بہ آهي هيلتائين چت ۽ چت جي لهر آهي، تيستائين هو توهانجي اُپيوڳ (ماڻڻ) لاءِ ڪونهي. چت کي پڪڙڻ ۽ روڪيل چِت جي لين ٿيڻ وقت پرماتما جو ساکيتڪار ٿيندو آهي ۽ درشن جِي

نيڪ ٻيءَ ڪِن انھيءَ ايشوريہ گڻ ڏرم سان يُڪت پنھنجي ئي آتما کي پائي ٿو، تنھنڪري ھو پنھنجي آتما ۾ سنتشٽ ٿيندو آھي. اھو ئي اُن جو سروپ آھي. اھو ئي گيان آھي. ھنجو پورڪ ايندڙ شلوڪ ڏسو

सुखमात्यन्तिकं यत्तद्बुद्धिग्राह्यमतीन्द्रियम्।
वेत्ति यत्र न चैवायं स्थितश्चलति तत्त्वतः ।।२१।।

”سُکما تِيينتي کَم يَتدِ بُڌي گِرا ھيَمتيندِريَم
ويتي يَترَ نہ چَئيوايَم ستتشِچلتي تَتوَ تَھہ (٢١)

تنھنڪري اندرين کان ڏار، فقط شڌ ٿيل سوکيم بُڌي دواران گرھڻ ڪرڻ يوگيہ جو مھا آنند آھي اُنکي جنھن اوسٿا ۾ انڀو ڪري ٿو ۽ جنھن اوسٿا ۾ استٿ ٿيل يوگي ڀڳوت سروپ جي تَتوَ کي ڇاڏي چلائمان نٿو ٿئي، سدائين اُن ۾ سنمان سان رھي ٿو ۽ ان نموني-

यं लब्ध्वा चापरं लाभं मन्यते नाधिकं ततः।
यस्मिन्स्थितो न दुःखेन गुरुणापि विचाल्यते।।२२।।

”يَم لَبڌوا چاپَرَم لايَم مَنيتي ناڌِيڪَم تَتَھہ
يَسمِنِستٿتو نہ دُکينَ گروٽاپي وِچالِيَتي (٢٢)

پرميشور جي پراپتي روپي جنھن لاڀ کي گيان جي شانتي کي پراپت ڪيو اُن کان وڌيڪ ٻيو ڪو لاڀ نٿو مڃي ۽ ڀڳوت پراپتي روپي جنھن اوسٿا ۾ استٿ ٿيل يوگي وڏي دکہ کان بہ چِلائمان نٿو ٿئي. دکہ جو اُن کي جھلڪو بہ ڪونہ ھوندو آھي ڇو جو دکہ جو آب تاب ڪرڻ وارو چت تہ مِٽجي ويو آھي، ان طرح-

तं विद्याद्दुःखसंयोगवियोगं योगसञ्ज्ञितम्।
स निश्चयेन योक्तव्यो योगोऽनिर्विण्णचेतसा।।२३।।

”تَم وِدِيادِ دُکہَسَنيوگَوِيوگَم يوگَسَنگيَتَم

سَ نِشڇيِنَ يوڪتويو يوگونِروِڻڇيتسا (٢٣)

جو سنسار جي سنيوگہ ۽ يوگ کان رهت آهي، ان جو نالو يوگ آهي. جيڪو سپ کان وڏيڪ سکہ آهي، ان جي ملڻ جو نالو يوگ آهي هيءُ يوگہ بنا ٿڪجڻ جي چت سان نشچيہ پورو رهڻ فرض آهي. ڌيرج پوروڪ لڳي رهڻ وارو ئي يوگہ ۾ سڦل ٿيندو آهي.

सङ्कल्पप्रभवान्कामांस्त्यक्त्वा सर्वानशेषत:।
मनसैवेन्द्रियग्रामं विनियम्य समन्तत:।।२४।।

”سَنڪلپَپرَ ڀوانڪاما نِستيَڪتوا سَروانشيہشتَهہ
مَنَسَئيوينڊرِ يَگِرامَہِ ونييَمِيَہ سَمَنتَتَهہ (٢۴)

ان ڪري منش کي گهرجي تہ سنڪلپ مان اتپن ٿيڻ وارين سمپورڻ ڪامنائن کي واسنا ۽ آسڪتيءَ سان گڏ سيني جو تياڳي، من جي دواران اندرين جي سڄي گروپ کي سپ طرف کان چڱيءَ طرح وَسَ ۾ ڪري-

शनै: शनैरूपरमेद्बुद्ध्या धृतिगृहीतया।
आत्मसंस्थं मन: कृत्वा न किञ्चिदपि चिन्तयेत्।।२५।।

شَنَيهہ شنَئيرووُپَر مي دِ ٻُڌيا ڌِرِ تيگِر هيِتَيا
آتَمَسَهِنستَہِ مَنَهہ ڪِرِ توا نہَ ڪِنچِدَپي چِنتَييِت (٢۵)

سلسلوار، آهستي آهستي ابياس ڪري ويراڳہ کي پراپت ٿي وڃ. چت کي روڪي ۽ سلسلي سان لين ٿي وڃ. تنهن کان پوءِ ڌيرج سان پريل ٻُڌيءَ دواران من کي پرماتما ۾ استٿت ڪري بيو ڪو بہ چنتن نہ ڪري. لاڳيتو لڳي پائڻ جو وڏان آهي. پر آرنڀ ۾، شروعات ۾ من لڳي نٿو، انهيءَ تي يوگيشور چون ٿا:-

यतो यतो निश्चरति मनश्चलमस्थिरम्।
ततस्ततो नियम्यैतदात्मन्येव वशं नयेत्।।२६।।

يُتو يَتو نِشچَرَتِ مَنَشچنچلَمَستَرَمِ
تَتَستَتو نِيَمَئيتدا تمَنِييوَ وَشَمِ نَييتِ (٢٦)

اهو استر نہ رهڻ وارو چنچل من - جنهن جنهن ڪارڻ سنساري پدارٿن ۾ گهمي ٿو، اُتان اُتان روڪي وري انتر آتما ۾ ئي نروڌ ڪَر. گهڻو ڪري ماڻهو چوندا آهن تہ من جيڏانهن بہ وڃي ٿو تہ وڃڻ ڏيو، پرڪرتيءَ ۾ ئي تہ ويندو ۽ پرڪرتي بہ اُن برهم جي اندر ئي آهي، پرڪرتيءَ ۾ وڃڻ ڪرڻ برهم ڪان ٻاهر نہ آهي، پر شري ڪرشن جي انوسار اهو غلط آهي. گيتا ۾ انهن مڃتائن جو ٿورو بہ اسٿان ڪونهي. شري ڪرشن جو ڪٿن آهي تہ من جيڏانهن جيڏانهن وڃي، جن بہ ذريعن سان وڃي، من کي روڪڻ ممڪن آهي. ان روڪڻ جو ڦل ڪهڙو ٿيندو؟

प्रशान्तमनसं ह्येनं योगिनं सुखमुत्तमम् ।
उपैति शान्तरजसं ब्रह्मभूतमकल्पषम्।।२७।।

”پرَشانتَمَنَسَمِ هيِنَمِ يوگِنَمَ سکَمُتَمَمِ
اُپَئيتي شانتَرَجَسَمِ بِرَهَمَيوُ تَڪَلمِشَمِ (٢٧)

جنهنجو من پوريءَ ريت شانت آهي. جو پاپ ڪان خالي آهي. جنهنجو رجو گڻ شانت ٿي ويو آهي. اهڙي برهم سان هڪ ٿيل يوگيءَ کي سڀ ڪان اُتم آنند پراپت ٿئي ٿو، جنهن ڪان اُتم ڪجهہ بہ نہ آهي. ان تي وري زور ڏين ٿا :-

युञ्जन्नेवं सदात्मानं योगी विगतकल्मषः।
सुखेन ब्रह्मसंस्पर्शमत्यन्तं सुखमश्नुते।।२८।।

”يُنَجنيوَمِ سَداتماَنِمِ يوگي وگَتَڪا مَشَهہ
سُکيِنَ بِرَهِمَسَنِسپَرِ شَمَ تِيَنِتَمِ سُکَمَشنوُتي (٢٨)

پاپ رهت يوگي ان طرح آتما کي هميشہ اُن پرماتما

۾ لڳائيندي سکہ پوروڪ پربرهمہ پرماتما جي پراپتي جي اننت آنند جي انوڀوتي ڪندو آهي. هو ''برهمسنسپرش،'' معنيٰ برهمہ جي سپرش ۽ پرويش سان گڏ اننت آنند جو انڀوءَ ڪريٿو. تنهنڪري ڀڄن ضروري آهي. ان تي اڳيان چون ٿا:-

**सर्वभूतस्थमात्मानं सर्वभूतानि चात्मनि।**
**ईक्षते योगयुक्तात्मा सर्वत्र समदर्शनः।।२९।।**

**''سَروَ ڀوُتَسِٿَماتِمانَمِ سَروَڀوُتاني چاتِمَني**
**ايڪشتي يوگَيُڪتاتِما سَروَترَ سَمَدَرِشَنَهہ'' (٢٩)**

يوگہ جي ڦل سان يڪت آتما وارو، سڀني کي سَمَ ڀاوَ سان ڏسڻ وارو يوگي آتما کي سمپورڻ پراڻين ۾ وياپڪ ڏسي ٿو ۽ سمپورڻ ڀوتن کي، پدارٿن کي آتما ۾ ئي جهلڪندو ڏسي ٿو. ان طرح ڏسڻ سان ڪهڙو لاڀ آهي؟

**यो मां पश्यति सर्वत्र सर्वं च मयि पश्यति।**
**तस्याहं न प्रणश्यामि स च मे न प्रणश्यति।।३०।।**

**''يوماِمِ پَشِيَتي سَروَترَ سَرِوَمِ چَہ مَيِ پَشِيَتي**
**تَسِياهَمِ نہ پرَڻشِيامي سَ چہ مي نہ پرَڻشِيَتي (٣٠)**

جو پرش سمپورڻ ڀوتن (پدارٿن) ۾ مون پرماتما کي ڏسي ٿو، وياپڪ ڏسي ٿو ۽ سمپورڻ ڀوتن (سنساري پدارٿن) کي مون پرماتما جي ئي اندر ڏسي ٿو، ان جي لاءِ مان ادرشيہ (اڻ ڏٺل) نہ ٿيندو آهيان ۽ هو منهنجي لاءِ ادرشيہ نہ هوندو آهي. اهو اڇا وارن جو آمهون سامهون ملڻ آهي، دوستاڻو ڀاوَ آهي، ويجهي ۾ ويجهي مڪتي آهي.

**सर्वभूतस्थितं यो मां भजत्येकत्वमास्थितः।**
**सर्वथा वर्तमानोऽपि स योगी मयि वर्तते।।३१।।**

**''سَروَڀوُتَسِٿَتَمِ ماِمِ ڀَڄَتِييڪَتِوَما سِٿِتَهہ**

سَرِوَتا وَرِتمانوپي سَ يوگي مَيي وَرِتَتي (۳۱)

جو پرش ڀيائيءَ کان پري مٿي ڄيل هيڪڙائي جي ڀاوَ سان مون پرماتما جو ڀڄن ٿو ڪري، اُهو يوگي سڀ طرح جي ڪمن ۾ وَرِتَندي به مون ۾ ئي وَرتي ٿو، ڇاڪاڻ ته مونکي ڇڏي هن جي لاءِ ڪير ٻچيو ئي به ته ڪونهي. هنجو ته سڀ مٽجي ويو، تنهنڪري هو هاڻي اُٿندي وهندي جيڪو ڪجهه به ڪري ٿو، منهنجي سنڪلپ سان ڪري ٿو.

आत्मौपम्येन सर्वत्र समं पश्यति योऽर्जुन।
सुखं वा यदि या दु:खं स योगी परमो मत:।।३२।।

”آتِمَئُوُپِميينَ سَرِوَتر سَمَمِ پَشِيَتي يورجُنَ
سُکَمِ وايَدي يا دُکَمِ سَ يوگي پَرَمو مَتَه (۳۲)

هي ارجن! جو يوگي پاڻ وانگر سمپورڻ ڀوتن (پدارٿن) ۾ سَمَ ڏسي ٿو، پاڻ جهڙو ڏسي ٿو، سکه ء دکه کي سمان ڏسي ٿو، اُهو يوگي (جنهن جو ڀيد ڀاوءُ پورو ٿي ويو آهي) پرم سريشٽ مڃيو ويو آهي. سوال پورو ٿيو. ان تي ارجن سوال ڪيو:-

अर्जुन उवाच
योऽयं योगस्त्वया प्रोक्त: साम्येन मधुसूदन।
एतस्याहं न पश्यामि चञ्चलत्वात्स्थितिं स्थिराम्।।३३।।

ارجُن اُواچ

”يويَمِ يوگَسِتوَيا پروکِتَه سامِيينَ مَڌُسودن
ايتَسِياهَمِ نهَ پَشِيامي چَنچَلَتِواتي سِتَّتِمِ اِسترامِ“(۳۳)

هي مڌسوڌن ! هيءَ يوگ جو توهين پهرين ٻڌائي آيا آهيو، جنهن مان سمتا ڀاوَ درشٽي ملي ٿي، من جي چنچل ٿيڻ سان گهڻي ئي وقت تائين هن ۾ سمائجڻ واري اسٿتيءَ ۾ مان پاڻ کي نٿو ڏسان.

**चञ्चलं हि मनः कृष्ण प्रमाथि बलवद्दृढम्।**
**तस्याहं निग्रहं मन्ये वायोरिव सुदुष्करम्।।३४।।**

’’چَنڇَلَمِ هي مَنَهہ ڪرشڻ پِرَماٿي بَلَوَدِدرِڍَمِ
تَسِياهَمِ نِگَرَ هَمِ مَنِيي وايورِوَسُدُشِڪَرِمَ (۳۴)

هي ڪرشن ! هيءُ من ڏاڍو چنچل آهي، پرمٿن سڀاءَ وارو آهي (پيِرَمٿن معنيٰ ٻئي کي جاڇڻ ۽ ولوڙڻ وارو) هٺيلو ۽ ٻلوان آهي، تنهنڪري هن کي وس ۾ ڪرڻ مان هوا وانگر تمام ڏکيو ٿو سمجهان ۽ مڃيان. طوفاني هوا ۽ هن کي روڪڻ هڪ جهڙو آهي، برابر آهي. ان تي يوگيشور ڪرشن چون ٿا:-

**श्रीभगवानुवाच**
**असंशयं महाबाहो मनो दुर्निग्रहं चलम्।**
**अभ्यासेन तु कौन्तेय वैराग्येण च गृह्यते।।३५।।**

شري ڀڳوان اُواچ
’’ اَسَنِشَيَمِ مهاباهو مَنو دُرِنِگَرَهَمِ چَلَمِ
اڀياسيِنَ تُوڪَوُنتييہ وَئِراگِييڻَ چَہ گُهِيَتي (۳۵)

مهان ڪاريہ ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ معنيٰ مهاباهو ارجُن! ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي من برابر چنچل آهي، ڏاڍي ڪٺنائيءَ سان وس ۾ اچڻ وارو آهي، پرڪوُنتييہ! هيءُ اڀياس ۽ ويراڳہ دواران وس ۾ ايندو آهي. جتي چت کي لڳائڻو آهي، اوڏانهن استر ڪرڻ لاءِ وري وري ڪوششن جو نالو اڀياس آهي. انهي نموني ڏٺل ٻڌل وشيہ-پدارٿن ۾ (سنسار يا سرڳہ وغيره جي ڀوڳن ۾ ) راڳہ معنيٰ لڳاءَ جو تياڳ ہ ويراڳہ آهي. شري ڪرشن چون ٿا تہ من وس ۾ ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن آهي، پر اڀياس ۽ ويراڳہ دواران هيءُ وس ۾ ٿي ويندو آهي.

**असंयतात्मना योगो दुष्प्राप इति मे मतिः।**
**वश्यात्मना तु यतता शक्योऽवाप्तुमुपायतः।।३६।।**

''اَسَيَمتاتمَنا يوگو دُشپراپ اِتي مي مَتيھَہ
وَشياتِمَنا توُ يَتَتا شَڪيو واپتوُ مُپايَتَھہ (٣٦)

ارجن! من کي وس ۾ نہ ڪرڻ واري پرش جي لاءِ يوگہ پراپت ٿيڻ ڪٺن آھي، پر پنھنجي وس من واري ڪوشش ڪندڙ پرش جي لاءِ يوگہ سولو آھي، سھج آھي. اھو منھنجو پنھنجو مَتُ آھي، ويچار آھي. جيترو مشڪل تون مڃي وينو آھين، ايترو ڏکيو ڪونھي. تنھنڪري ان کي ڪٺن ۽ ڏکيو سمجھي ڇڏي نہ ڏجانءِ. پنھنجي پوري ڪوشش لڳائي يوگہ کي پراپت ڪر، ڇاڪاڻ تہ من کي وس ڪرڻ سان ئي يوگہ ممڪن آھي. ان تي ارجن سوال ڪيو:-

**अर्जुन उवाच**

**अयतिः श्रद्धयोपेतो योगाच्चलितमानसः।**
**अप्राप्य योगसंसिद्धिं कां गतिं कृष्ण गच्छति।।३७।।**

اَرجن اُواچ

'' اَيَتِھَہ شِرڌيو پيتو يوگاچَچلِتَمانَسَھَہ
اپراپيَہ يوگسَنِسڌِم ڪام گَتِمِ ڪِرشڻ گَڇتي (٣٧)

يوگہ ڪندي ڪندي جيڪڏھن ڪنھنجو من چلائمان ٿي وڃي، لڏي وڃي، جيڪڏھن اڃا تائين يوگہ ۾ ھنجي شرڌا آھي ئي، تہ اھڙو پرش پڳوت سِڌِي کي پراپت نہ ٿي ھو ڪھڙي گتي تو پائي؟

**कच्चिन्नोभयविभ्रष्टश्छिन्नाभ्रमिव नश्यति।**
**अप्रतिष्ठो महाबाहो विमूढो ब्रह्मणः पथि।।३८।।**

''ڪَچنو ڀَيَو ڀِرشَٽِشَڇنا ڀِرَمِوَ نَشيَتي
اپرَتِشٽو مھاباھو وِموُڙ بِرَھمَڻَھہ پَٿِ (٣٨)

مهاباهو شري ڪرشن! ڀڳوت پراپتي جي مارگ کان وچلت ٿيل هو موهت پرش ٽڙيل پکڙيل بادلن وانگر ٻنهي طرفن کان نشت پرشت تہ نٿو ٿئي؟ ننڍڙي بدلي آڪاش ۾ ڇانيل هجي، تہ اُها وسي نہ سگهندي ۽ نڪو موٽي بادلن سان ملندي آهي. بلڪ هوا جي جهونڪن سان ڏسندي ڏسندي نشت ٿي ويندي آهي. ان طرح ڍلي ڪوشش ڪرڻ وارو، ڪجهہ وقت تائين ساڌن ڪري بيهي وڃڻ وارو نشت تہ نٿو ٿئي؟ هو نہ توهان ۾ پرويش ڪري سگهيو ۽ نہ يوڳ ئي يوڳي سگهيو. هن جي ڪهڙي گتي ٿئي ٿي؟

एतन्मे संशयं कृष्ण छेत्तुमर्हस्यशेषतः।
त्वदन्यः संशयस्वास्य छेत्ता न ह्युपपद्यते।।३९।।

”ايتنمي سَنِشَيَمِ ڪِرِشَڻَ ڇيتوُر مَهَسِيَشيشَتَهہ
تِوَدَنيَهہ سَنِشيَسيا ڇيتا نَہ هِيُپَپَدِيتي “ (٣٩)

هي شري ڪرشڻ! منهنجي هن سنسي جو سمپورڻتا سان مِٽائڻ جي لاءِ توهين ئي لائق آهيو، توهان کان سواءِ ٻيو ڪوئي هن سنسي کي مٽائڻ وارو ملڻ ممڪن ئي ڪونهي. ان تي يوگيشور شري ڪرشن چيو:-

श्रीभगवानुवाच
पार्थ नैवेह नामुत्र विनाशस्तस्य विद्यते।
न हि कल्याणकृत्कश्चिद्दुर्गतिं तात गच्छति।।४०।।

شري ڀڳوان اُواچ

”پارٿ نَئيويهہ نامُترَ وناشَستَسيہَ وِديتي
نَہ هي ڪلياڻڪِرتِڪَشِچِدُرِگَتَمِ تاتَ گَڇتي (٤٠)

مرت شرير کي رٿ بڻائي منزل جي طرف وڌندڙ ارجن! اُن پرش جو نہ تہ هن لوڪ ۾ ۽ نہ پرلوڪ ۾ ئي ناسُ ٿئي ٿو؛ ڇاڪاڻ تہ هي تات ! اُن پرم ڪلياڻڪاري مقرر ڪرمن جي

ڪرڻ وارو درگتيءَ کي پراپت نٿو ٿئي. اُنجو ٿيندو ڇا آهي؟

प्राप्य पुण्यकृतां लोकानुषित्वा शाश्वतीः समाः।
शुचीनां श्रीमतां गेहे योगभ्रष्टोऽभिजायते।।४१।।

”پراپيہَ پُڻيَڪِرتامِ لوڪانوُشِتوا شاشِوتيِھہ سَماھہ
شُڇِينامِ شِريمَتامِ گيهي يوگڀِرِشٽو ڀيجايَتي (۴۱)

من چلائمان ٿيڻ سان يوگہ ڀرشٽ ٿيل اُهو پرش پنّن ڪرڻ وارن لوڪن ۾ واسنائن کي ڀوڳي (جن واسنائن جي ڪري هو يوگہ ڀرشٽ ٿيو هو. ڀڳوان اُن کي ٿوري ۾ سڀ ڏيکاري ڀڏائي ڇڏيندو آهي، اُنهن کي ڀوڳي) هو ”شُڇِينامِ شِريِمَتامِ شڌ آچرڻ ڪرڻ واري شريمان پرشن جي گهر ۾ جنم وٺندو آهي (جيڪي شڌ آچرڻ وارا آهن، اُهيئي شريمان آهن ).

अथवा योगिनामेव कुले भवति धीमताम्।
एतद्धि दुर्लभतरं लोके जन्म यदीदृशम्।।४२।।

”اَٿوا يوگيناميوَ ڪُلي ڀَوَتي ڌِيمَتامِ
ايتَدِي دُرِ لَڀَتَرَمِ لوڪو جَنِمَ يدَيِدِرشُمِ“ (۴۲)

يا اُتي جنم نہ ملڻ تي بہ استر بُڌي يوگين جي ڪُلَ ۾ هو پرويش پائي وٺي ٿو . شريمانن جي گهر ۾ پوتر سنسڪار ٻالڪپڻ کان ئي ملڻ لڳن ٿا؛ پر اُتي جنم نہ ٿيڻ تي بہ هو يوگين جيڪُل ۾ (گهر ۾ نہ)، شش پرمپرا[1] ۾ پرويش پائي ٿو. ڪبير، تلسي، روداس ٻالميڪي وغيره جي شڌ آچرڻ ۽ شريمانن جي گهر ۾ نہ، يوگين جي ڪُل ۾ پرويش مليو. ستگروءَ جي گهر ۾ سنسڪارن جو پريورتن بہ هڪ جنم آهي ۽ اهڙو جنم سنسار ۾ نِرشنڪا درلڀ آهي. يوگين وٽ جنم وٺڻ جو ارٿ هنجي شرير مان پتر روپ ۾ پيدا ٿيڻ نہ آهي.

گهر تياڳڻ ڪانپوءِ پيدا ٿيڻ وارا ڇوڪرا موهه جي وس ٿي مهاپرش کي به ڀلي ٿي پتا مڃيندا رهيا، پر مهاپرشن وٽ گهر وارن جي ناتي جي ڪوئي به نه هوندو آهي. جيڪي شِشَ هنن جي مريادائن جو سنمان ڪن ٿا، اُنهنجو مهتوَ ماتُ پِتن کان هزار ڀيرا وڌيڪ مڃيندا آهن. اُهيئي اُنهن جا سچا پُتَر آهن.

جيڪو يوگ جي سنسڪارن ۾ مليل نه آهي، اُنهن کي مهاپرش نٺا اپنائين. پوجيه مهراج جي جيڪڏهن ساڌو بڻائين ته هزارين ورڪت اُنهنجا شش هجن پر انهن ڪنهنکي پاڙو پُٽو ڏيئي. ڪنهن جي گهر ۾ خبر موڪلي، خط موڪلي، سمجهائي ٻجهائي سيني کي انهن کي گهر موٽائي ڇڏيو. گهٽيئي ماٺهو هٺ ڪرڻ لڳا، ضد ڪرڻ لڳا، ته هنن کي ڀهرين ئي اهو ويچار اچي اندر مان منع ٿئي ته ساڌو بڻجڻ جو هڪ به لڇڻ ڪونهي. هن کي رکڻ ۾ ڀلائي ڪونهي، هيءُ پار نه پهچندو. نراس ٿي هڪ ٻن پهاڙ تان ڪري پنهنجي جان ڏيئي ڇڏي، پر مهاراج جي اُنهن کي پاڻ وٽ نه رکيو. پوءِ خبر پوڻ تي چيائون، ”جانت رَهيئون ڪ بڙا وڪل هئه ليڪن ئي سوچتي ڪِ سڇهون کي مَرِجائي تو رکه ليتي. ايڪ ٺوپِتِتئي رهت، اور ڪا هوتِ.“ ممتا هنن ۾ به ڀريل هئي، پوءِ به نه رکيائون. ڇهن ستن کي، جنجي لاءِ حڪم مليو هو ته ”اچ هڪ يوگ ڀرشٽ اچي رهيو آهي جنم جنم کان ڀٽڪندو هلندو ٿو اچي. هن ناتي ۾ روپ وارو ڪو اچڻ وارو آهي. هن کي رکو، برهم وديا جو اُپديش ڪريو، هن کي اڳيان وڌايو.“ هڪ مهاپرش ڌار ڪنبديءَ ۾ وينو آهي، هڪ انسويا ۾ آهي، ٻه ٽي ٻيا اهڙا ٻيا به آهن. اُنهن کي ستگروءَ جي ڪُل ۾ پرويش مليو.

اهڙن مهاپرشن کي پائڻ تمام درلڀ آهي.

**तत्र तं बुद्धिसंयोगं लभते पौर्वदेहिकम्।**

**यतते च ततो भूय: संसिद्धौ कुरूनन्दन।।४३।।**

تَترَ تَمِ بُڌيسنَيوگَمِ لَڀَتي پَئرُوَديهِڪَمِ
يَتَتي چہ تَتو ڀويَھہ سَنِسڌَئوُ ڪُروُنَندَنَ (۴۳)

اُتي اُهو پرش ساڌن ڪيل ٻُڌيءَ جي ميلاپ کي معنيٰ اڳئين جنم جي ساڌن سنسڪارن کي بنا پرياس پراپت ٿي ويندو آهي ۽ ڪُروُ نندن! ان جي پرڀاوَ سان هو وري ''سَنِسڌَئوُ'' ڀڳوت پراپتي روپي پرم سِڌيءَ کي نيم سان ڪوشش ڪرڻ لڳي ٿو.

**पूर्वाभ्यासेन तेनैव ह्रियते ह्यवशोऽपि स:।**

**जिज्ञासुरपि योगस्य शब्दब्रह्मातिवर्तते।।४४।।**

''پوُرواڀياسيَن تيِنَئيوَ هِيريتي هِتَوشو ﭘِي سَھہ
جِڄِياسوُرَپي يوگسيہ شَبدَ برهما تيورتَتي (۴۴)

شريمانن جي گهر وشين ۾ رهي بہ هو اڳئين جنم جي ابياس سان ڀڳونت راهہ جي طرف آڪرشت ٿي وڃي ٿو ۽ يوگہ ۾ ڏلي ڪوشش ڪرڻ وارو جڳياسو بہ واڻيءَ جي وشيہ کي پار ڪري نرواڻ پد کي پائي وڃي ٿو. هنجي پراپتيءَ جو اهو ئي طريقو آهي. ڪوئي هڪ جنم ۾ پائي بہ نٿو.

**प्रयत्नाद्यतमानस्तु योगी संशुद्धीकिल्बिष:।**

**अनेकजन्मसंसिद्धस्ततो याति परां गतिम्।।४५।।**

''پرَيَتِنادِيَتَمانَستوُ يوگي سَنشُڌي ڪِلبِشَھہ
اَنيڪ جَنِمَسَنِسڌِستَتويياتي پَرامِ گَتِمِ (۴۵)

انيڪ جنمن ۾ ڪوشش ڪرڻ وارو يوگي پرم سِڌي کي پراپت ٿي وڃي ٿو. پوري ڪوشش سان ابياس ڪرڻ وارو يوگي سيني پاپن کان ڇٽيءَ طرح شڌ ٿي پرم گتي پراپت

ڪري ٿو. پراپتي جو اهوئي سلسلو آهي. پهرين ڏلي ڪوشش سان هو يوگ شروع ڪري ٿو، من چلائمان ٿيڻ تي جنم وٺي ٿو، ستگروءَ جي ڪُل ۾ پرويش پائي ٿو ۽ هرهڪ جنم ۾ ابياس ڪندي اُتي پهچي وڃي ٿو، جنهن جو نالو پرم گتي پرم ڌام آهي. شري ڪرشن چيو هو ته هن يوگ ۾ ٻج جو ناس نٿو ٿئي. توهين ٻه قدم هلي پري ڇڏ، ان ساڌن جو ڪڏهن ناس نٿو ٿئي. هرحالت ۾ رهندي پرش ائين ڪري سگهي ٿو. ڪارڻ ته ٿورو ساڌن ته حالتن سان گهيريل ماڻهو ئي ڪري سگهيٿو، چاڪاڻ ته هن وٽ وقت ڪونهي. توهين ڪارا آهيو، سهڻا آهيو يا ڪٿي جا به هجو، گيتا سڀني لاءِ آهي. توهانجي لاءِ به آهي بشرطيڪ توهين منش هجو، اُتساهه سان ڪوشش ڪرڻ وارو ڪير به هجي، پر ڏلي ڪوشش ڪرڻ وارو گرهستي ئي هوندو آهي. گيتا گرهست ورڪت، پڙهيل-اڻ پڙهيل، ساڌارڻ منش ماتر لاءِ آهي. ڪنهن ساڌو نالي وچتر پراڻيءَ جي لاءِ ئي نه. پڇاڙيءَ ۾ يوگيشور ڪرشن فيصلو ڏين ٿا.

तपस्विभ्योऽधिको योगी ज्ञानिभ्योऽपि मतोऽधिक:।
कर्मिभ्यश्चाधिको योगी तस्माद्योगी भवार्जुन।।४६।।

”تَپَسوِ ڀيو ڌڪو يوگي گيانيڀيو ڀيمتو ’ڌڪهه
ڪَرمِ ڀِيَشچاڌِڪو يوگِي تَسماديوگي ڀَوارِجُن (۴۶)

تپسوين کان يوگي سريشٽ آهي، گيانين کان به سريشٽ مڃيو ويو آهي. ڪرمن ڪرڻ وارن کان به سريشٽ آهي. تنهن ڪري ارجن! تون يوگي ٿيءُ.

**تپسوي**-تپسوي من سان گڏ اندرين کي اُن يوگ ۾ ڍلڻ لاءِ تپائي ٿو، اجا يوگ اُن ۾ پورو فٽ نه ٿيو آهي.

**ڪرمي**- ڪرمي ان مقرر ڪرم کي ڄاڻي اُن ۾ پروت

ٿئي ٿو. نہ تہ هو پنهنجي شڪتي سمجهي ٿي پرورت آهي ۽ نہ هو سمپرڻ ڪري ٿي پرورت آهي، ڪندو رهي ٿو.

**گياني-** گيان مارگي انهي مقرر ڪرم يگيہ جي پرڪريا- خاص ڪي چڱيءَ طرح سمجهي پنهنجي شڪتيءَ کي سامهون رکي اُن ۾ پرورت ٿئي ٿو. هنجي لاپ -هاڃي جي جوابداري هن جي ٿيآهي. ان تي درشٽي رکي هلي ٿو

**يوگي-** نشڪام ڪرم يوگي اِشٽ جو سهارو وٺي پوري سمرپڻ سان اُنهيءَ مقرر ڪرم يوگ ساڌنا ۾ پرورت ٿئي ٿو، جنهنجي يوگہ سِڌ ڪرڻ جي جوابداري ڀڳوان توڙي يوگيشور پاڻ کڻي ٿو ۽ اُن ٻيڙيءَ کي هلائي ٿو. بربادي‌ءَ جي حالتن هوندي بہ هنجي لاءِ ڪِرڻ جو ذپ ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن پرم تَتوِ کي هو چاهي ٿو، اُهو ئي اُن کي سنڀالڻ جي جوابداري کڻي ٿو.

تپسوي اڃا يوگ ۾ ڏَلجڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. ڪَرمِي صرف ڪرم ڇاڻي ڪندو رهي ٿو. هيءُ ڪِري بہ سگهي ٿو، ڇاڪاڻ تہ نہ انهن ٻنهي ۾ سمرپڻ آهي ۽ نہ پنهنجي هاڃي-لاپ ڏسڻ جي شڪتي سمجهي ٿو، هن جي ذميواري اُن تي ئي آهي ۽ نشڪام، ڪرم يوگي تہ اشٽ(پرماتما) جي مٿان پاڻ کي اڇلائي چڪو آهي، اهو اِشٽ سنڀاليندو. پرم ڪلياڻ جي پٽ تي هي ٻئي نيڪ ٿي هلن ٿا، پر جنهنجو بار اِشٽ سنڀاليندو . پرم ڪلياڻ جي پٽ تي هي ٻئي نيڪ هلن ٿا، پر جنهنجو بار اِشٽ پاڻ ٿو سنڀالي، اُهو سڀ ۾ سريشٽ آهي، ڇو جو پريوءَ ان کي گرهڻ ڪري ورتو آهي. هنجو هاڃي-لاپ هو پريو پاڻ ڏسندو آهي. انڪري يوگي سريشٽ آهي. تنهن ڪري ارجن تون ! يوگي بڻج. سمرپڻ سان گڏو گڏ يوگ جو آچرڻ ڪر.

يوگي سريشٽ آهي، پر اُن کان بہ اُهو يوگي سريشٽ آهي، جو انتر آتما ۾ لڳي ٿو. ان تي چوَن ٿا.

**योगिनामपि सर्वेषां मद्गतेनान्तरात्मना।**

**श्रद्धावान्भजते यो मां स मे युक्ततमो मत:।।४७।।**

”يوگنامَپي سَرويشام مَدَرِتيناتنَراتِمنا

شرڌاوانڀَجتي يَومام سَ مي يُڪتَتَمو مَتَهہ (۴۷)

سمپورڻ نشڪام ڪَرم يوگين ۾ بہ جو شرڌا سان ڀرپور ٿي انتر آتما سان، انترچِنتن سان منهنجو هميشه ڀڄن ڪري ٿو، اُهو يوگي مونکي پرم سريشٽ لڳندو آهي. ڀڄن ڏيکاءُ يا پردرشن جي وستو نہ آهي. ان سان سماج ڀلي وٺندڙ هجي، پر پريو پري ٿي ٿو وڃي. ڀڄن تمام لڪل آهي ۽ اُهو انتهڪرڻ سان ٿيندو آهي، ڀاوَ سان ٿيندو آهي. اُنجو لهڻ چڙهڻ انتهڪرڻ کان مٿي آهي.

## تاتپرج :-

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ يوگيشور شري ڪرشن چيو تہ ڦل جي اڇا کان رهت رهي جو ”ڪاريہ ڪرم“ معنيٰ ڪرڻ جي يوگيہ پرڪريا خاص جو آچرڻ ڪندو آهي، اُهو ئي سنياسي آهي ۽ اُنهي ڪرم کي ڪرڻ وارو ئي يوگي آهي. فقط ڪريائن يا اگني تياڳڻ وارو يوگي يا سنياسي نٿو ٿئي. سنڪلپن کي تياڳڻ کان سواءِ ڪوبہ منش سنياسي يا يوگي نٿو ٿئي. اسين سنڪلپ نٿا ڪريون. ائين چوڻ لاءِ چئجي تہ سنڪلپ پڇر نٿو ڇڏي. يوگہ ۾ بلند ۽ مشهور ٿيڻ جي اڇا رکڻ واري پرش کي کپي تہ ”ڪاريَم ڪَرمَ“ ڪري . ڪرم ڪري ڪري يوگہ ۾ اوچي ٿيڻ تي سڀ سنڪلپن جو آڀاءُ ٿي ويندو، ان کان پهرين نہ، سَرِوَ سنڪلپن جو نہ هئڻ ئي سنياس آهي.

يوگيشور وري ٻڌايو جا آتما اڏوگتيءَ ۾ وڃي ٿي ۽ اُن جو اُڌار بہ ٿيندو آهي. جنھن پرش من سميت سڀ اندريون جيتي ورتيون آهن، اُنجو آتما ھن جو متر بڻجي مترتا سان ھلي ٿو ۽ پرم ڪلياڻ ڪرڻ وارو ٿيندو آهي. جنھن جي دواران ھي نہ جيتيون ويون، ان لاءِ اُن جو آتما شترو بڻجي شترُتا سان ھلي ٿو، ياتنائن (يوڳڻ) جو ڪارڻ بڻجي ٿو. ھاڻي منش کي گھرجي تہ پنھنجي آتما کي اڏوگتيءَ ۾ نہ پھچائي، پنھنجي دواران پنھنجي آتما جو اُڌار ڪري.

اُنھن پراپتي واري يوگيءَ جي رھڻي ٻڌائي، ''يگيستلي'' وھڻ جي آسن ۽ وھڻ جي طريقي تي اُنھن چيو تہ استان ايڪانت ۽ صاف ھجي، وستر ھرڻ جي کل يا ڪُش جي چٽائيءَ مان ڪو ھڪ آسن ھجي. ڪرم جي وڌائڻ لاءِ گ ھڻي ڪوشش، يڪت آھار-وھار، سمھڻ ۽ جاڳڻ جي سنجم تي اُنھن تي زور ڏنو. يوگيءَ جي ايڪاگرچت جي پيٽ ھنن ھوا کان بچيل جڳھہ تي رکيل ڏئي جي سوڌي لؤ سان ڏني ۽ ان طرح اُن ايڪاگرچت جو بہ جڏھن ملي ھڪ ٿي وڃڻ ٿئي ٿو، اُن وقت ان يوگہ جي اوچائي اننت آنند کي پراپت ٿئي ٿي. سنسار جي ملن وڇوڙي کان رھت اننت سکہ جو نالو موکش آهي. يوگہ جو ارٿ آهي ھن سان ملڻ. جو يوگي اُن ۾ پرويش پائي وڃي ٿو، اُھو سڀني پوتن (پدارٿن) ۾ سم درشٽي وارو ٿو ٿي وڃي. جھڙي پنھنجي آتما تيئن ئي سڀ جي آتما کي ڏسي ٿو. ھو پرم گيان جي چوٽيءَ جي شانتي پراپت ڪري ٿو. تنھنڪري يوگہ ضروري آهي. من جيڏانھن جيڏانھن وِڃي اُن کي گھسيٽي ور ور اُنجو نروڌ ڪرڻ کپي. شري ڪرشن سويڪار ڪيو تہ مَنُ ڏاڍي

ڪننائيءَ سان وس ۾ ٿيڻ وارو آهي، پر ٿئي ضرور ٿو. هيءُ اڀياس ۽ ويراڳ دواران وس ۾ ٿي وڃي ٿو. ڏلي ڪوشش وارو انسان به انيڪ جنمن جي اڀياس سان اُتي پهچي ٿو، جنهنجو نالو پرم گتي يا پرم ڌام آهي. تپسوين، گيان مارگين يا فقط ڪرمن سان يوگي سريشٽ آهي تنهنڪري ارجن! تون يوگي بڻج. سمرپڻ سان گڏ انترمن سان يوگ جو آچرڻ ڪر. هن ڏنل اڌياءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشن اُتم روپ سان يوگ جي پراپتي جي لاءِ اڀياس تي زور ڏنو آهي. هاڻي اوم تَتِسَدِ تي شِرِيمد ڀڳودِ گيتا سوُ اُپنِشَتِسوُ

برَهمَ وِدِيايامِ يوگشاسِتري شري ڪرشڻارِجنَ سَموادي ’’اَڀياس يوگو‘‘ نام شَشِنوڌِيايهَ ||٦||

ان طرح شريمد ڀڳودِ گيتا روپي اُپنِشَدِ ايوَمِ برهم وديا تَٿا يوگشاسِترو شيَڪ شري ڪرشن ۽ ارجن جو سنواد ۾ ’’اڀياس يوگ‘‘ نالي ڇهون اڌياءُ پورو ٿيو.

اِتي شريمدِ پرم هنس پرمانندسيه شِشيَه سوامي اڙگڙانندڪِرتي شريمد ڀڳودِ گيتاياهه ’’يٿارٿ گيتا‘‘ ڀاشي ڳ ڀان ڀاشي اڀياس يوگو نام شَشِنو ڌيايَهَه ||٥||

|| هري اوم تت سَت ||

# ۱۱ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَہ ۱۱

## اَٿ سَپِتموڌيايَهَہ

گذريل اڌياون ۾ گيتا جا مکيہ مکيہ گهٽو ڪري سڀ سوال پورا ٿي ويا آهن. نشڪام ڪرم يوگہ، گيان يوگہ، ڪرم ۽ يگيہ جو سورؤپ ۽ اُنجو ڦل توڙي اوتار، ورڻ سنڪر، سناتن، آتم اسٿتي مهاپرش جي لاءِ بہ لوڪن جي ڀلي لاءِ ڪرم ڪرڻ تي زور ، يڌ وغيره تي گهٽي چرچا ڪئي ويئي. اڳين اڌياون ۾ يوگ يشور شري ڪرشن انهن جي سندرڀ ۾ انيڪ پورڻ ڪرڻ وارن سوالن کي کنيو آهي، جن جو سماڌان توڙي انوشنان آراڌنا ۾ سهايڪ سِڌِ ٿيندا. ڇهين اڌياءَ جي پڇاڙيءَ جي شلوڪ ۾ يوگ يشور اهو چئي سوال جو پاڻ ٻج پوکڻ جي شروعات ڪئي تہ يوگي ''مَدِگَتينانِتَراتِمَنا'' مون ۾ چڱيءَ طرح اسٿت انتهڪرڻ وارو آهي، اُن کي مان بيحد سريشت يوگي مڃيان ٿو. پرماتما ۾ چڱيءَ طرح اسٿتي ڇا آهي؟ گهڻائي يوگي پرماتما کي پراپت تہ ٿين ٿا پوءِ بہ ڪا گهٽتائي اُنهن کي کٽڪي ٿي. ذري ماتر بہ ڪسر رهجي نہ وڃي، اهڙي اوسٿا ڪڏهن ايندي؟ سمپورڻتا سان پرماتما جي ڄاڻ ڪڏهن ايندي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا:-

**श्रीभगवानुवाच**

**मय्यासक्तमनाः पार्थ योगं युञ्जन्मदाश्रयः।**
**असंशयं समग्रं मां यथा ज्ञास्यसि तच्छृणु।।१।।**

**شري ڀڳوان اُواچ**

**''مَيياسَڪِتِمناهَہ پارِٿ يوگَمِ يُنِجَمِداشِريَهَہ**

**اَسَنشَيَمِ سَمَگرَمِ مامِ يٿا گِياسِيَسي تَڇڇرڻوُ ١١ (١)**

پارٿ! تون مون ۾ آسڪت ٿيل من وارو، ڀاهران نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ معنيٰ منهنجي لاءِ شرڌا رکندڙ، يوگہ ۾ لڳل (ڇڏي نہ) مونکي جنهن پرڪار سان سنسي رهت ڄاڻندين، اُن کي ٻُڌُ. جنهن کي ڄاڻڻ ڪانپوءِ ذري ماتر بہ سنسو نہ رهجي وڃي. ويوتين جي اُن سامگريءَ کي ڄاڻڻ تي وري زور ڏين ٿا:-

**ज्ञानं तेऽहं सविज्ञानमिदं वक्ष्याम्यशेषतः।**
**यज्ज्ञात्वा नेह भूयोऽन्यज्ज्ञातव्यमवशिष्यते।।२।।**

''گيانَمِ تيهَمِ سَوگيانَمِدَ وَکشيا مِيَشَتَهہ
يَجگِياتِوا نيهہ ڀوُيونِيَجگيا تَويِمِوَ شِشيَتي (٢)

مان تنهنجي لاءِ هن وگيان سهت گيان کي سمپورڻتا سان چوندس. پوري وقت تي پگہہ جنهن جي سرشٽي ڪري ٿو، ان امرت تَتِوَ جي پراپتيءَ سان گڏ ملڻ واري ڄاڻ جو نالو گيان آهي. پرم تَتِوَ پرماتما جي اکين ڏٺي ڄاڻ جو نالو گيان آهي. مهاپرش کي هڪ ئي وقت سڀ ڪاريہ ڪرڻ جي جا شڪتي ملي ٿي، اُهو وگيان آهي. ڪيئن اهو پريو هڪ ئي وقت سيني جي هردي ۾ ڪاريہ ڪري ٿو؟ ڪهڙي طرح هو اُٿي ٿو، وهي ٿو ۽ پرڪرتي جي جهڳڙي مان نڪري سوروپ تائين دوري طئہ ڪري وني ٿو؟ ان جي هن ڪاريہ جي نموني جو نالو وگيان آهي. ان وگيان‌سهت گيان کي پوريءَ طرح چوندس، جنهن کي ڄاڻي (ٻُڌي نہ) سنسار ۾ ٻيو ڪجهہ بہ ڄاڻڻ لائق نہ رهندو. ڄاڻڻ وارا تمام ٿورا آهن.

**मनुष्याणां सहस्त्रेषु कश्चिद्यतति सिद्धये।**
**यततामपि सिद्धानां कश्चिन्मां वेत्ति तत्त्वतः।।३।।**

''مَنُشياڻامِ سَهسِريشوُ ڪَشِچِدِيَتتي سِڌَيي

**يَتتامَپي سِڌانامِ ڪَشچِنمامِ ويتي تَتِوَ تَهہ (٣)**

هزارن منشن ۾ ڪوئي هڪ منش منهنجي پراپتيءَ جي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو ۽ اُنهن ڪوشش ڪرڻ وارن يوگين ۾ بہ ڪوئي ورلو ئي پرش مونکي تَتِوَ (ساکياتڪار) سان گڏ ڄاڻي ٿو. هاڻي اهو پورو تَتِوَ آهي ڪٿي؟ هڪ اسٿان تي پنڊ روپ ۾ آهي يا جتي ڪٿي وياپت آهي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا.

**भूमिरापोऽनलो वायुः खन मनो बुद्धिरेव च।**
**अहङ्कार इतीयं मे भिन्ना प्रकृतिरष्टधा।।४।।**

**”يومي راپو نَلو وايوُهہ کَمِ مَنو ٻُڌيريوَ چَہ**
**اَهنڪارَ اِتيِيَمِ مي ڀِنا پرِڪرِتِيرَ شٽڌا (٤)**

ارجن! ڀومي، جل، اگني ، وايو ۽ آڪاش ۽ مَنُ ٻُڌي ۽ اهنڪار ائين انهن اٺن پرڪارن جي ڀيد واري منهنجي پرڪرتي آهي. اها اٺن جي مول پرڪرتي آهي.

**अपरेयमितस्त्वन्यां प्रकृतिं विद्धि मे पराम्।**
**जीवभूतां महाबाहो ययेदं धार्यते जगत्।।५।।**

**” اَپرَييَمِتَسِتوَنيا پرَڪرِتِمِ وِدِي ۾ پرامِ**
**جيوَ يوتا مِ مهاباهو يَييدَمِ ڌارِيَتي جَگَتِ (٥)**

اِيَمَ معنيٰ هيءَ اٺن پرڪارن واري تہ منهنجي اَپرامِ پرڪرتي آهي معنيٰ جڙ پرڪرتي آهي. مهاباهو ارجن! هن ڪان ٻيءَ کي جيوروپ ”پَرا“ معنيٰ چيتن پرڪرتي ڄاڻ، جنهن سان سمپورڻ جڳت ڌارڻ ڪيل آهي. اُها آهي جيو آتما جيو آتما بہ پرڪرتيءَ جي سنبنڌ ۾ رهڻ جي ڪارڻ پرڪرتي ئي آهي.

**एतद्योनीनि भूतानि सर्वाणीत्युपधारय।**
**अहं कृत्स्नस्य जगतः प्रभवः प्रलयस्तथा।।६।।**

''ايتدِ يونيني ڀوتاني سَروا ڻيتيُپڌارَيہَ
اَهمِ ڪِرِ تِسِنَسيہَ ڄڳتهہ پرَڀوَهہ پرَلَيِستَٿا (٦)

ارجن! ائين سمجهہ تہ سمپورڻ ڀوت (سنساري پدارٿ) ''ايتَدِيونين'' انهن مهاپرڪرتين مان پرا ۽ اپَرا پرڪرتيون مان ئي اتپن ٿيڻ وارا آهن. اهيئي ٻہ ئي هڪ طرح گرڀ آهي. مان سمپورڻ جڳت جي اُتپتيءِ ۽ پرلئہ روپ معنيٰ مول (بنيادي) ڪارڻ آهيان. جڳت جي اُتپتي مون مان آهي ۽ پرلئہ (ناس ٿيڻ بہ مون ۾ آهي. جيستائين پرڪرتي وديمان آهي، تيستائين مان ئي اُنجي اُتپتي آهيان ۽ جڏهن ڪوئي مهاپرش پرڪرتيءَ جو پار پائي ٿو وڃي، تڏهن مان مهاپرلئہ بہ آهيان، جو انيوءَ ۾ اچي ٿو.

سرشٽيءَ جي اُتپتي ۽ پرلئہ جي سوال کي مانوَ سماج ۾ اچا ۽ چاهہ سان ڏٺو آهي. وِشوَ جي انيڪ شاسترن ۾ هن کي ڪنهن نہ ڪنهن طرح سمجهائڻ جو اونو (ڪوشش) هلندو ٿو اچي. ڪوئي چوي ٿو تہ پرلئہ ۾ سنسار ٻُڏي ويندو آهي، تہ ڪنهن جي انوسار سورج ايترو هيٺ اچي ويندو آهي جو پرٿوي جلي ويندي آهي. ڪوئي هن کي قهر چوندو آهي تہ هن ڏينهن تي سيني جو فيصلو ٻڌايو ويندو آهي تہ ڪير وري نتيہ پرلئہ، نيم واري پرلئہ جي ڳڻپ ۾ مشغول آهن؛ پر يوگيشور شري ڪرشن جي انوسار پرڪرتي انادي آهي، پريورتن (بدلجڻ) ٿيندو رهندو آهي، پر هيءَ نشٽ ڪڏهن ڪونہ ٿي آهي.

ڀارت جي ڌرم گرنٿن جي انوسار منوءَ پرلئہ ڏٺي آهي. اُن سان گڏ ڀارهن رشين مَتِسيہ جي سِڱہ ۾ ٻيڙي ٻڌي هماليہ جي هڪ مٿين چوٽيءَ جي شرڻورتي هئي. ليلا ڪار شري ڪرشن جي اُپديش ۽ جيون سان سنبندت اُنجا ساڳئي وقت وارا شاستر

ڀاڳوت ۾ مِرڪنڊُ منيءَ جي پٽ مارڪنڊييہ جي دواران پرلئہ جو اکين ڏٺو حال بيان ڪيو آهي. هو هماليہ جي اُتر ۾ پشپ ڀدرا نديءَ جي ڪناري رهندا هئا.

ڀاڳوت جي ٻارهين سڪند ۾ انين ۽ نائين اڏياءَ جي انوسار شونڪ آدرشين سوت جيءَ کان پڇيو تہ مارڪنڊييہَ جي مهاپرلئہ ۾ وڻ جي پَتي تي ڀڳوان بال مڪند جو درشن ڪيو هو، پر اُهي تہ اسانجي ئي ونش جا هئا. اسان کان ڪجهہ ئي وقت اڳ ۾ ٿيا هئا. اُنهن جي جنم کان پوءِ نہ ڪا پرلئہ ٿي ۽ سرشٽي ئي ٻُڏي، سڀ ڪجهہ يٿاوت آهي، تڏهن اُنهن ڪيئن پرلئہ ڏٺي؟

سوت جيءَ ٻڌايو تہ مارڪنڊيہَ جي جي پرارٿنا سان پرسن ٿي نارائڻ اُن کي درشن ڏنو. مارڪنڊييہَ جي چيو تہ مان توهانجي اها مايا ڏسڻ ٿو چاهيان، جنهن سان سڀ پريرت ٿي هي آتما اننت جوڻين ۾ گهمندو رهندو آهي. ڀڳوان سويڪار ڪيو. هڪ ڏينهن جڏهن مُني پنهنجي آشرم ۾ ڀڳوان جي چنتن ۾ تَنميہ ٿي رهيو هو، تڏهن اُن کي ڏسڻ ۾ آيو تہ چئني طرفن کان سمنڊ اُمڙي هن جي مٿان اچي رهيو آهي. اُن ۾ مانگر مڇ ڇلانگہ ماري رهيو. ان جي چپيٽ ۾ رشي مارڪنڊيہ بہ اچي رهيو هو. هو هيڏانهن هوڏانهن بچڻ لاءِ ڀڄي رهيو هو. آڪاش، سوريہ، پرٿوي، چندرما، سرڳہ، جوتي منڊل سڀ اُن سمندر ۾ ٻڏي ويا. ايتري ۾ مارڪنڊيہ جي کي برگد (ٻڙ) جو وڻ ۽ اُنجي پَتي تي هڪ ٻالڪ ڏسڻ ۾ آيو. ٿڌو ساهہ کڻي مارڪنڊييہ جي بہ ان ٻالڪ جي پيٽ ۾ هليو ويو ۽ پنهنجو آشرم، سوريہ منڊل سان گڏ سرشٽي کي جيئرو ڏٺو ۽ وري ساهہ سان گڏ اُن ٻالڪ جي پيٽ مان ٻاهر اچي ويو. اکيون کلڻ تي مارڪنڊييہ جي پاڻ کي اُنهي ئي آشرم ۾ پنهنجي ئي آسڻ

تي ڏنو.

ظاهر آهي تہ ڪروڙين سالن جي يڳن ڪانپوءِ اُن منيءَ ايشوري درشيہ کي پنهنجي هردي ۾ ڏٺو. انيوءَ ۾ ڏنائين ٻاهر سڀ ڪجهہ جيئن جو تيئن هو. تڏهن بہ پرلئہ يوگيءَ جي هردي ۾ ايشور سان ملڻ واري انوڀوتي آهي. يڳن جي پوري ٿيل وقت ۾ يوگيءَ جي هردي ۾ سنسار جي ڌارا متجي اويڪت پرماتما ئي باقي بچي ٿو، اهائي پرلئہ آهي. ٻاهر پرلئہ ڪونہ ٿيندي آهي. مهاپرلئہ شرير رهندي ئي ادويت جي ورنن نہ ڪرڻ جهڙي استتي آهي. هي ڪرياتمڪ آهي. فقط ٻُڌيءَ سان نرنيہ وٺڻ واري پرم جو ئي سرجن آهي، چاهي اسين هجون يا توهين.ان تي اڳيان ڏسون:-

मत्तः परतरं नान्यत्किञ्चिदस्ति धनञ्जय।
मयि सर्वमिदं प्रोतं सूत्रे मणिगणा इव।।७।।

”مَتَهہ پَرَتَرَمِ نانِيَتِڪنڃِدَستي ڌَنِنجيہ
مَيِي سَرِوَمِدَمِ پِروتَمِ سوُتري مَڻِگَڻا اِوا (٧)

ڌننجيہ مون ڪانسواءِ ڪِنڃِنَماترہ (ذري بہ) ٻي وَستو نہ آهي. هيءَ سمپورڻ جڳت ڌاڳي ۾ مڻين وانگر مون ۾ پوتل آهي. آهي تہ؛ پر ڇاٽندا ڪڏهن؟ جڏهن (هن اڌياءَ جي پهرئين شلوڪ جي انوسار) انينہ آسڪتي (ڀڳتي) سان منهنجي شرن ٿي يوگہ ۾ اُن روپ ۾ لڳي وڃ. ان ڪانسواءِ نہ. يوگہ ۾ لڳڻ ضروري آهي.

रसोऽहमप्सु कौन्तेय प्रभास्मि शशिसूर्ययोः।
प्रणवः सर्ववेदेषु शब्दः खे पौरुषं नृषु।।८।।

”رَسوهَمَپسوُ ڪؤنتييہَ پِرَڀا سِمِي شَشيسوُرِيوهہ
پِرَڻَوَهہ سَرِوَويديشوُ شَبِدَهہ کي پَئوُرُشَمِ نِرِشوُ (٨)

ڪؤنتييہ جل ۾ مان رس آهيان. چندرما ۽ سورج ۾ پرڪاش آهيان سيني ويدن ۾ اونڪار آهيان (اَ-اَهم - ڪار) سويم جو آڪار آهيان. آڪاش ۾ شبد ۽ پرشن ۾ پُرِشتِوَ مان آهيان. ائين مان

**पुण्यो गन्धः पृथिव्यां च तेजश्चास्मि विभावसौ।**
**जीवनं सर्वभूतेषु तपश्चास्मि तपस्विषु।।९।।**

”پُڻيو گَندَهہ پرِتِويامَ چہَ تيجَشِچاسمي وِڀا وسَئوُ
جيوَنِم سَروَڀوُتيشوُ تَپَشِچاسمي تَپَسوَشوُ (٩)

پرٿوي ۾ پوتر سرهاڻ ۽ اگنيءَ ۾ تيج آهيان. سيني جيوَنِ اُنهن جي جيون آهيان ۽ تپسوين ۾ اُنهن جو تَپُ آهيان.

**बीजं मां सर्वभूतानां विद्धि पार्थ सनातनम्।**
**बुद्धिर्बुद्धिमतामस्मि तेजस्तेजस्विनामहम्।।१०।।**

”بيجَم مام سَروَڀوُتا نام وِڌي پارِٿ سَناتَنَم
بُڌِير بُڌي مَتامَسمي تيجَستيجَسوِ نامَهم (١٠)

پارٿ! تون سمپورڻ ڀوتن جو سناتن ڪارڻ ارٿات ٻِجُ مونکي ئي جاڻ. مان ٻڌيوانن جي ٻُڌي ۽ تيجسوين جو تيج آهيان. انهي سلسلي ۾ يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا:-

**बलं बलवतां चाहं कामरागविवर्जितम्।**
**धर्माविरुद्धो भूतेषु कामोऽस्मि भरतर्षभ।।११।।**

”بَلَم بَلِوَتام چاهَم ڪام راگوِوَرجِتَم
ڌرماوِرُڌو ڀوُتيشوُڪاموسمي ڀرترشَڀ (١١)

هي ڀرت سريشٽ ارجن! مان ٻلوانن جي ڪامنا ۽ آسڪتي رهت ٻل آهيان. سنسار ۾ سڀ ٻلوان ئي تہ ٻڻجن ٿا، ڪوئي ڏنڊ بيٺڪ ٿو لڳائي ۽ ڪو وري پرماڻو اٿو، جزو ڪنو ڪري ٿو، پر نہ شري ڪرشن چون ٿا تہ ڪام ۽ راڳہ کان پري جو ٻل آهي

اُهو مان آهيان. سچو حقيقي ٻل اُهوئي آهي. سڀني ڀوتن (پدارٿن ۾) شڌ ڪامنا مان آهيان. پر برهم پرماتما ئي فقط هڪڙو ئي ڌرم آهي. جو سڀني کي ڌارڻ ڪيو وينو آهي. جو پوتر آتما آهي اهوئي ڌرم آهي. جو هن سان بنا وروڌ ڪامنا ڪرڻ وارو آهي اُهو مان آهيان اڳيان به شري ڪرشن چيو ته ارجن! مونکي پراپت ڪرڻ جي اڇا ڪَرِ. سڀ ڪامنائون ته ورجت (خارج) آهن، پر اُن پرماتما کي پائڻ جي ڪامنا ضروري آهي نه ته ته توهين ساڌن ڪرم ۾ پرورت نه ٿيندا. اهڙي ڪامنا به منهنجي ئي ڏنل آهي.

ये चैव सात्त्विक भावा राजसास्तामसाश्च ये।
मत्त एवेति तान्विद्धि न त्वहं तेषु ते मयि ।।१२।।

”يي چَئيوَ ساتِوڪ ڀاوا راجَساسِتامَسا شِچہ يي
مَت ايويتي تانوِدي نہ تِوَهِم تيشوُ تي ميِيي (۱۲)

۽ ٻيا به جيڪي ستوگڻ مان اُتپن ٿيل ڀاوَ آهن، جي رجوگڻ ۽ تموگڻ مان اُتپن ٿيل ڀاوَ آهن، اُنهن سڀني کي مون مان اتپن ٿيڻ وارا ڄاڻ، ائين ڄاڻ پرنتوُ حقيقت ۾ اُن ۾ ”مئن“ ۽ ”منهنجا“ مون ۾ نہ آهن. ڄاڪاڻ ته مان اُنهن ۾ ڪوهيل آهيان ۽ نہ هو ئي مون ۾ پرويش ڪري سگهن ٿا. ڄاڪاڻ ته مونکي ڪرم سان چاهہ نہ آهي، مونکي اُنهن مان ڪجهہ پائڻو ڪونهي. تنهنڪري مون ۾ پرويش نٿا ڪري سگهن. ائين ٿيڻ تي به-

جنهن پرڪار آتما جي حاضر رهڻ سان شرير کي بکہ پياس لڳي ٿي، آتما کي اَن يا جل سان ڪوئي واسطو ڪونهي، تهڙي طرح پرڪرتي پرماتما جي حاضريءَ ۾ پنهنجو ڪاريہ ڪري سگهي ٿي. پرماتما هن جي گڻ ۽ ڪمن کان نرليپ

آهي.

त्रिभिर्गुणमयैर्भावैरेभिः सर्वमिदं जगत्।
मोहितं नाभिजानाति मामेभ्यः परमव्ययम्।।१३।।

”تِرِڀِرِ گُڻَمَيَئِيرِ ڀاوَئِيريڀِيهَ سَروَمِدَمِ جَڳَتِ
موهِتَمِ ناڀِجاناتي ماميڀِيَهَ پَرَمَويَمِ (١٣)

ساتوڪ، راجس ۽ تامس انهن ٽن گڻن جا ڪاريہ روپ ڀاوَنِ ڪان پري مون اوناشي کي تَتوَ سان چڱيءَ طرح نٿا ڄاڻن. مان انهن ٽنهي گڻن ڪان پري آهيان معنيٰ جيستائين انش ماتر بہ گڻن جو پردو ظاهر آهي، تيستائين ڪوئي بہ مونکي نٿو ڄاڻي. هن کي اچا هلڻو آهي، هو راهي آهي ۽

दैवी ह्येषा गुणमयी मम माया दुरत्यया।
मामेव ये प्रपद्यन्ते मायामेतां तरन्ति ते।।१४।।

”دَئِوي هِييشا گُڻَمَيي مَمَ مايا دُرَتِييا
ماميوَ يي پِرَپَدِيَنِتي ماياميتامِ تَرَنتي تي (١٤)

هيءَ تِرِگُڻَمئي منهنجي اديت مايا کي لنگهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، پر جو پرش مونکي سدائين ياد ڪري ٿو، اُهي هن مايا جو پارُ پائي وڃن ٿا. هيءَ مايا آهي تہ دَئِوي پر اگربتي ٻاري هن جي پوڄا نہ ڪرڻ لڳن. هن کان پار ٽيڻو آهي.

न मां दुष्कृतिनो मूढाः प्रपद्यन्ते नराधमाः।
माययापहृतज्ञाना आसुरं भावमाश्रिताः।।१५।।

”نہَ مامِ دُشِڪرِتِنو موُڍِها پِرَپَدِيَنِتي نراڌَماهَ
مايَيا پَهِرِتِڳيانا آسُرَمِ ڀاوَشِرَتاهَ (١٥)

جيڪي سدائين منهنجو پڇڻ ڪن ٿا، اُهي ڄاڻن ٿا، پوءِ بہ لوڪ پڇن نٿا ڪن. مايا دوارا جنجي گيان کي چورايو ويو آهي، جي آسري سياءَ کي ڌارڻ ڪندڙ منشن ۾ مطلبي، نڪما

شيطان، ڪام ڪروڌ وغيره بُرن ڪمن ڪي ڪرڻ وارا موڙهه، غافل لوڪ منهنجو ڀڄن نٿا ڪن. ته ڀڄن ڪير ٿو ڪري؟

चतुर्विधा भजन्ते मां जनाः सुकृतिनोऽर्जुन।
आर्तो जिज्ञासुरर्थार्थी ज्ञानी च भरतर्षभ॥१६॥

”چتُر وِڌا ڀَجنتي مام جَناهه سُڪِرتينورجُن
آرتو جگياسوَ رَٿارِٿي گياني چَه ڀَرَتَرشَڀ“ (١٦)

هي ڀرت شريشٽ ارجن! ”سُڪِرتِنهَه“ اُتم ارٿات نِيَت ڪَرم (جنهنجي ڦل ۾ خوشي ۽ ڀاڳه جي پراپتي ٿئي اُن کي) ڪرڻ وارا ”اِرٿارٿي“ سڪام (ڪامنا سان ڀريل) ”آرِتَهه“ معنيٰ دکه کان ڇٽڻ جي اڇا وارا ”جِگياسوُ“ معنيٰ ظاهر روپ سان ڄاڻڻ جي اڇا رکندڙ ۽ ”گياني“ معنيٰ پرويش ڪيل اسٿتي ۾ آهن. هي چئن پرڪارن جا ڀڳت جَنَ منهنجو ڀڄن ڪن ٿا. ”ارٿ“ اُها وَستو آهي، جنهن سان اسانجي شرير توڙي سنبنڌن جي پورتي ٿئي، تنهن ڪري ”ارٿ“ ڪامنائون سڀ ڪجهه پهرين ته ڀڳوان دواران پورڻ ٿينديون آهن. شري ڪرشن چون ٿا ته مان ئي پورڻ ڪريان ٿو، پر ايتري ۾ صحيح ”ارٿ“ ڪونه آهي. آتمڪ سمپتي ئي استر سمپتي آهي، اهوئي ارٿ آهي.

سنسارڪ ارٿ جي پوُرتي ڪندي ڪندي ڀڳوان حقيقي اَرٿ آتمڪ سمپتيءَ طرف وڌائيندو آهي، ڇاڪاڻ ته هو ڄاڻي ٿو ته ايتري ۾ ئي منهنجو ڀڳت سُکي نه ٿيندو تنهنڪري هو آتمڪ سمپتي به اُن کي ڏيڻ لڳندو آهي. ”لوڪ لاڀه پرلوڪ نباهه“ لوڪ ۾ لاڀ ۽ پرلوڪ ۾ نِرواهه اِهي ٻيئي ڀڳوان جون شيون آهن پنهنجي ڀڳت کي خالي نٿو ڇڏي.

”آرِتَهه“ جو دکي هجي. ”جگياسوهه“ سچ کي ڄاڻڻ جي

اچا وارا جگياسو منهنجو ڀڄن ڪن ٿا. ساڌنا جي پوري پڪل اوسٿا ۾ پرتڪش درشن جي اوسٿا وارا گياني بہ مونکي ياد ڪن ٿا، ڀڄن ڪن ٿا. اهڙي پرڪار جا ڀڳت منهنجو ڀڄن ڪن ٿا، جنهن ۾ گياني سريشٽ آهي مطلب تہ گياني بہ ڀڳت ئي آهي- ان سڀ ۾ بہ:

**तेषां ज्ञानी नित्ययुक्त एकभक्तिर्विशिष्यते।**
**प्रियो हि ज्ञानिनोऽत्यर्थमहं स च मम प्रिय:।।१७।।**

”تيشامِ گياني نِتيُڪت ايڪڀڳتيرِ وَشِيَتي
پِرَيو هي گِيانينو تِيرٿمهِرَس چہ مَمَ پِرَيَهہ “ (١٧)

ارجن! اُن ۾ بہ نِتيَہ منهنجي هڪڙي ڀاوَ اسٿت، انينيہ ڀڳتيءَ وارو گياني وِششِٽ (خاص) آهي، ڇاڪاڻ تہ ساڪياتڪار سان گڏ ڄاڻڻ واري گياني کي مان بيحد پيارو آهيان ۽ اُهو گ ياني بہ مونکي بيحد پيارو آهي. اُهو گياني منهنجو ئي سوروپ آهي.

**उदारा: सर्व एवैते ज्ञानी त्वात्मैव मे मतम्।**
**आस्थित: स हि युक्तात्मा मामेवानुत्तमां गतिम्।।१८।।**

”اُداراهہ سَرِوَ ايوئيتي گياني تِواتِمَئيوَ هي مَتَمِ
آسِتِتَهہ سَ هي يُڪتاتِما ماميوانوُتَماِ گَتِمِ “ (١٨)

جيتوڻيڪ اهي چئني قسمن جا ڀڳت اُدار ئي آهن (ڪهڙي اُدارتا ڪيائون؟) ڇا توهانجي ڀڳتي ڪرڻ سان ڀڳوان کي ڪجهہ ملي وڃي ٿو؟ نہ حقيقت ۾ اهوئي اُدار آهي جو پنهنجي آتما کي اڌوگتيءَ ۾ نہ پهچائي، جو هن جي اُڌار لاءِ اڳرو رهي. ان طرح سڀ اُدار آهن. پر گياني تہ ساڪيات منهنجو سوروپ ئي آهي، اهڙي منهنجي مِتا آهي، ڇاڪاڻ تہ اسٿت ٻُڌي گياني ڀڳت سڀ کان اُتم گتي سوروپ مون ۾ اسٿت

آهي. ارٿات اُهو مان آهيان، هو مون ۾ آهي. مون ۾ ۽ هن ۾ ڪوئي فرق ڪونهي. ان تي وري زور ڏيندي:

बहूनां जन्मनामन्ते ज्ञानवान्मां प्रपद्यते।
वासुदेवः सर्वमिति स महात्मा सुदुर्लभः।।१९।।

”ٻهوُنا جَنِمَ نامَنِتي گِيانَوانِم پِرَپَدِيَتي
واسُديوَهَ سَرِوَمِتي سَ مَهاتِما سُدُرِلَڀَهَ “ (١٩)

ايپاس ڪندي گھڻن جنمن جي پڇاڙيءَ جي جنم ۾، پراپتي واري جنم ۾ ساڪياتڪار کي پراپت ٿيو گياني ” سڀ ڪجهه واسديو ئي آهن. ان طرح منهنجو ڀڄن ڪري ٿو. اُهو مهاتما ڏاڍو درلڀ آهي. هو ڪنهن واسديو جي مورتي نٿو گھڙائي بلڪ پنهنجي اندر ئي اُن پرم ديو جو نواس ٿو پائي. ان گياني مهاتما کي شري ڪرشن تَتِوَ درشي به چون ٿا. انهن مهاپرشن سان ٻاهر سماج ۾ ڪلياڻ ممڪن آهي. ان طرح جا پرتيڪش تَتِوَ درشي مهاپرش شري ڪرشن جي شبدن ۾ تمام درلڀ آهن.

جڏهن شِريه ۽ پِريه (مڪتي ۽ يوڳ) ٻئي ڀڳوان وٽان ئي ملن ٿا، تڏهن ته سڀني کي هڪ ئي ڀڳوان جو ڀڄن ڪرڻ گ هرجي، پوءِ به لوڪ اُنهن جو نٿا ڀڄن ڪن. ڇو؟ شري ڪرشن جي ئي شبدن ۾-

कामैस्तैस्तैर्हृतज्ञानाः प्रपद्यन्तेऽन्यदेवताः।
तं तं नियममास्थाय प्रकृत्या नियताः स्वया।।२०।।

”ڪامِيئِي سَتئيرِهِرتگيانَاهه پِرَپَدِيَنتي نِييديوتاهَ
تَمِ تَمِ نِيَمَماسِٿايَ پِرِڪِرِتيا نيتاهه سِوَيا “ (٢٠)

”اُهو تَتِوَ درشي مهاتما ۽ پرماتما ئي سڀ ڪجهه آهي.“ ماڻهو ائين سمجهي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ ته يوڳن جي ڪامنائن

دوارا لوڪن جو وويڪ چورائجي ويو آهي تنهن ڪري هو پنهنجي پرڪرتي معنيٰ جنم جنمانترن کان ڪنا ٿيل سنسڪارن جي سڀاءَ کان پريرت ٿي مون پرماتما کان الڳ ٻين ديوتائن ۽ اُنهنجي پرچلت نيمن جي شرن وٺن ٿا. هتي انيہ ديوتا (ٻيا ديوتا) جو پرسنگ ٻهريون ڀيرو آيو آهي.

**यो यो यां यां तनुं भक्तः श्रद्धयार्चितुमिच्छति।**
**तस्य तस्याचलां श्रद्धां तामेव विदधाम्यहम्।।२१।।**

’’ يو يو يامِ تَنُمِ ڀَڪتَھ شرَڌيارِچتُمِڇتي
تَسِيَہ تَسِيا چلامِ شرڌامِ تاميوَ وِدڌامِيَهمِ ‘‘ (٢١)

جو جو سڪامي (ڪامنا وارو) ڀڳت جنهن جنهن ديوتا جي سوروپ کي شرڌا سان پوڄڻ چاهي ٿو، مان ان ديوتا جي لاءِ اُنجي شرڌا کي استر ڪريان ٿو. مان استر ڪريان ٿو، چاڪاڻ تہ ديوتا نالي جي ڪا وستو هوندي تڏهن تہ اهو ديوتا ءِئي شرڌا کي استر ڪندو.

**स तया श्रद्धया युक्तस्तस्याराधनमीहते।**
**लभते च ततः कामान्मयैव विहितान्हि तान्।।२२।।**

’’سَ تَيا شِرَڌيا يُڪتَسِتَسِيا راڌنَمَيهتي
لَڀَتي چَہ تَتَھ ڪامانمَيَئيوَ وِهتانِھ تانِ ‘‘ (٢٢)

اُهو پرش اُن شرڌا سان پورڻ ٿي اُن ديو وگرھ جي پوڄڻ ۾ چست ٿئي ٿو ۽ ديوتا جي ماڌيم سان منهنجي ئي دوارا پيدا ٿيل اُنهن چاهيل ڀوڳن کي بنا شڪ پراپت ٿئي ٿو. ڀوڳہ ڪير ٿو ڏئي؟ مان ئي ٿو ڏيان. هن جي شرڌا جو ڦل آهي ڀوڳ ۾، نہ ڪِ ڪنهن ديوتا جي دين پر هو ڦل تہ پائي ئي ٿو وني پوءِ ان ۾ برائي ڪهڙي آهي؟ ان تي چون ٿا-

**अन्तवत्तु फलं तेषां तद्भवत्यल्पमेधसाम्।**
**देवान्देवयजो यान्ति मद्भक्ता यान्ति मामपि।।२३।।**

”اَنِتَوتوُ ڦَلَمِ تيشامِ تَدِ ڀَوَتِيَلِپميڌَسامِ
ديواندِيوَيجو يانِتي مَدَ ڀِڪتا يانتي مامَپِي “ (٢٣)

پر اُنهن ٿوري ٻُڌي وارن جو اهو ڦل ناسونت آهي. اڇ ڦل آهي تہ يوڳيندي يوڳيندي نشٽ ٿي ويندو تنهنڪري ناسونت آهي. ديوتائن کي پوڄڻ وارا ديوتائن کي پراپت ٿين ٿا مطلب تہ ديوتائون بہ ناسونت آهن. ديوتائن کان وٺي سڄو جڳت پريورتن شيل، بدلجندڙ ۽ مرڻ ڌرم جو آهي. منهنجا ڀڳت مونکي ئي پراپت ٿين ٿا، جيڪو اويڪت آهي ”نِتِئِشنِيڪيم“ پرم شانتي پائي ٿو.

اڌياءَ ٿئين ۾ يوگيشور ڪرشن چيو تہ هن يگيہ دواران توهين ديوتائن ارٿات دَئِوي سمپد جي اُنتي ڪريو. نمبروار اُنتي ڪندي ڪندي پرم شِريہ کي پراپت ڪريو. هتي ديوتا اُن دَئِوي سمپد جو ميڙ آهي، جنهن سان پرم ديو پرماتما جو ديوتَو اَرجِتِ ڪيو وڃي ٿو، دَئِوي سمپد موکش لاءِ آهي، جنهن جي ڇويهن لڪشڻن جو ذڪر گيتا جي سورهين اڌياءَ ۾ ڪيو ويو آهي.

ديوتا هرديہ جي انترال ۾ پرم ديو پرماتما جي ديوتِو کي ظاهر ڪرڻ وارو سدگڻن جو نالو آهي. هئي تہ هي اندر جي وستو پر وقت گذرندي هن وقت لوڪن اندر جي وستوءَ کي ٻاهر ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي. مورتيون گهڙيائون، ڪرمنڊل پيدا ڪيائون ۽ سچي حقيقت کان پري ٻيهي رهيا. شري ڪرشن هن پرانتي جو، هن ڀرم جو سماڌان، ورنن هنن مٿين ڇئن شلوڪن ۾ ڪيو.گيتا ۾ پهريون ڀيرو ”ٻين ديوتائن“ جو نالو وٺندي اُنهن چيو تہ ديوتا ٿيندا ئي ڪونهن. ماڻهن جي شرڌا

ڪي پشت ڪريان ٿو ۽ مان ئي اُتان ڪين ڦل ڏيان ٿو. اُهو ڦل بہ ناسونت آهي. ڦل نشٽ ٿي ويندا آهن ۽ ديوتائن ڪي پوڄڻ وارا بہ نشٽ ٿي ويندا آهن. جنڄو وويڪ نشٽ ٿي ويو آهي، هو موڙهہ ٻُڌي وارا ئي ديوتائن ڪي پوڄين ٿا. شري ڪرشن تہ ايتري قدر بہ چون ٿا تہ ٻين ديوتائن ڪي پوڄڻ جو وڌان ئي اجوڳي سنگت آهي. اڳيان ڏسنداسين اڏياءَ (٩-٢٣)

**अव्यक्तं व्यक्तिमापन्नं मन्यन्ते मामबुद्धय:।**
**परं भावमजानन्तो ममाव्ययमनुत्तमम्।।२४।।**

”اَويَڪتَمِ وِيَڪتيماپَنَمِ منِيَنتي مامٻُڌَيَهہ
پَرَمِ ڀاوَمَجانَنتو مماوِيَيمنوُتَمَمِ (٢۴)

جيتوڻيڪ جڏهن ديوتائن جي نالي تي، ديوتا نالي جي ڪا بہ وَستوُ آهي ئي ڪونہ، جيڪو ڦل ملي ٿو اُهو بہ ناسونت آهي، پوءِ بہ سڀ ماڻهو منهنجو ڀڄن نٿا ڪن، ڇاڪاڻ تہ ٻُڌيءَ جا هيٺا پرش (جيئن اڳئين شلوڪ ۾ آيو تہ ڪامنائن دواران جنڄو گيان چورائجي ويو آهي اُهي) منهنجي سَرِوَ اُتم، ابناسي ۽ پرم پرڀاوَ ڪي چڱيءَ طرح نٿا ڄاڻن، تنهنڪري هو مونکي اويڪت پرش ڪي ويڪتي ڀاوَ ڪي پراپت ٿيل مڃين ٿا، منش ٿا مڃين. مطلب تہ شري ڪرشن بہ منش شرير ڌاري يوگي هو، يوگيشور هو. جو پاڻ يوگي هجي ۽ ٻين ڪي بہ يوگہ دان ۾ ڏيڻ جي جنهن ۾ طاقت هجي، اُن ڪي يوگيشور چون ٿا. ساڌنا جي صحيح دؤر ۾ پئجي سلسليوار مٿي چڙهندي چڙهندي مهاپرش بہ انهيءَ پرم ڀاوَ ۾ اسٿت ٿي وڃي ٿو، شرير ڌاري هوندي بہ اُهي اُن اويڪت (لڪل) سوروپ ۾ اسٿت ٿي وڃن ٿا، پوءِ بہ ڪامنائن ڪان مجبور مَند ٻُڌي وارا ماڻهو اُنهن ڪي ساڌارڻ منش سمجهن ٿا. هو سوچين ٿا تہ اسان وانگر ئي تہ

هيءُ پيدا ٿيا آهن. ڀڳوان ڪيئن ٿا ٿي سگهن؟ هنن ويچارن جو ڏوهه به کهڙو آهي؟ درشٽي تي ڏيان ڏين ٿا ته شرير ئي ڏسڻ ۾ ٿو اچي، هو مهاپرش جي حقيقي سوروپ کي ڏسي چو نه ٿا سگهن؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن ڪان ئي ٻڌو:-

**नाहं प्रकाश: सर्वस्य योगमायासमावृत:।**
**मूढोऽयं नाभिजानाति लोको मामजमव्ययम्।।२५।।**

**’’ناهَمِ پرَڪاشَه سَروَسيه يوگمايا سماوِرتَه**
**موُڙهو يَمِ نابِيجاناتِي لوڪو مامَجَموِيَيَمِ‘‘ (٢٥)**

ساڌارڻ ماڻهوءَ لاءِ مايا هڪ پردو آهي، جنهن جي دواران پرماتما چوڌاري لڪل آهي. يوگ ساڌنا سمجهي هو اُن ۾ پرورت ٿئي ٿو. ان ڪان پوءِ يوگ مايا مطلب يوگ پرڪريا به هڪ پردو ئي آهي. يوگ جي شروعات ڪندي ڪندي هنجي گيان يوگ جي بلندي اچڻ تي اُهو لڪل پرماتما ظاهر ٿئي ٿو. يوگيشور چون ٿا ته مان پنهنجي يوگ مايا سان ڍڪيل آهيان. فقط يوگ جي پڪي ٿيل اوسٿا وارا ئي مونکي سچو حقيقي ڏسي سگهن ٿا. مان سڀني لاءِ ظاهر نه آهيان تنهن ڪري هي اگياني منش مونکي جنم رهت (جنهن کي هاڻي جنم نه وٺڻو آهي) اوناشي (جنهن جو ناس نٿو ٿئي) اويڪت سوروپ (جنهن کي وري ظاهر نه ٿيڻو آهي، اُتپن نه ٿيڻو آهي) کي نٿا ڄاڻن. ارجن به شري ڪرشن کي پاڻ جهڙو منش مڃي ٿو. اڳيان هن کي درشٽي ڏنائين ته هو گڙگڙائڻ لڳو، پرارٿنا ڪرڻ لڳو. حقيقت ۾ اويڪت اسٿت مهاپرش کي سڃاڻڻ ۾ اسين ماڻهو گهڻو ڪري انڌائي آهيون. اڳيان چون ٿا.

**वेदाहं समतीतानि वर्तमानानि चार्जुन।**
**भविष्याणि च भूतानि मां तु वेद न कश्चन।।२६।।**

”ويداهَمِ سَمَتيتاني وَرتِمانانيِ چارجُن
يَوِ شياڻي چَہ يوتاني مامِ توُ ويدَ نہ ڪشِچنَ “ (٢٦)

ارجن! مان گذريل هلندڙ ۽ ايندڙ ۾ ٽيڻ وارو سمپورڻ پراڻين کي ڄاڻان ٿو؛ پر مونکي ڪو بہ نٿو ڄاڻي. ڇو نہ ٿا ڄاڻي سگهن؟

**ईच्छाद्वेषसमुत्थेन द्वन्द्वमोहेन भारत।**
**सर्वभूतानि सम्मोहं सर्गे यान्ति परन्तप।।२७।।**

”اِڇا دِويشسَمُتتيِنَ دِوَنذِوَموهيِنَ ڀارت
سَروَيوتانيِ سَمِموهَمِ سَرِگي يانتيِ پَرَنِتَپ “ (٢٧)

ڀرت ونشي ارجن ! اڇا ۽ دويش مطلب راڳ دويش وغيره ٻن جي جهڳڙي جي موهہ سان سنسار جا سڀ پراڻي بيحد موهہ کي پراپت ٿي رهيا آهن تنهن ڪري مونکي نٿا ڄاڻن. ڇا ڪو ڄاڻندو ئي ڪونہ؟ يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا:-

**येषां त्वन्तगत पापं जनानां पुण्यकर्मणाम्।**
**ते द्वन्द्वमोहनिर्मुक्ता भजन्ते मां दृढव्रता:।।२८।।**

”ييشامِ تُوَنِتَگَت ڀاپمَ جَنانا مِ پُڻيڪَرِمَڻا مِ
تي دِوَندَ موهنِرِمُڪتا ڀَجِنتي مامِ دِرڍِورَتاهہ“(٢٨)

پر پڄ ڪرم (جيڪو آواگمن جو انت ڪرڻ وارو آهي. جنهنجو نالو ڪاريہ ڪرڻ، ڪرم مقرر ڪرم، يگيہ جي پِرَڪريا ڇئي وري سمجهايو آهي اُن ڪرم جي ڪرڻ وارن جن ڀڳتن جا پاپ نشٽ ٿي ويا آهن، اُهي راڳہ دويش وغيره ٻن جي جهڳڙي جي موهہ کان ڇَڱيءَ طرح مڪت ٿي، وِرِتَ ۾ درڍ ٿي منهنجو ڀڄن ڪن ٿا- ڇا جي لاءِ ٿا ڀڄن ڪن؟

**जरामरणमोक्षाय मामाश्रित्य यतन्ति ये।**
**ते ब्रह्म तद्विदु: कृत्स्नमध्यात्मं कर्म चाखिलम्।।२९।।**

''جرامرڻموڪشايہ ماماشِرَتِيہَ يَتَنِنتي يي
تي بِرَهمَتَدِدُهہ ڪِرِ تِسنمَتدِياتمِ ڪَرمَ چاکِلَمِ(٢٩)

جو منهنجي شرڻ ۾ رهي ڀڄاپي ۽ مرڻ کان مڪتي پائڻ لاءِ ڪوشش ڪن ٿا، اُهي پرش اُن برهم کي، سمپورڻ گيان کي ۽ سمپورڻ ڪرم کي ڄاڻن ٿا. ۽ انهي ڪِرَمَ ۾

**साधिभूताधिनैवं मां साधियज्ञं च ये विदु:।**
**प्रयाणकालेऽपि च मां ते विदुर्युक्तचेतस:।।३०।।**

''ساڌيڀوتاڌي نَئيوم مامُ ساڌييگيَمِ چہَ يي وِدُهہ
پرِياڻڪاليپي چہ مامِ تي وِدُرِ يُڪتچيتَسَهہ(٣٠)

جي پرش اڌيڀوت، اڌيدَئيوَ ۽ اَڌييَگيہ سان گڏ مونکي ڄاڻن ٿا. مون ۾ سمايل چت وارا اُهي پرش انت ڪال ۾ بہ مونکي ئي ڄاڻن ٿا. مون ۾ است رهن ٿا ۽ سدائين مونکي پراپت رهن ا. چويهين ۽ ستاوهين شلوڪن ۾ اُنهن چيو تہ مونکي ڪير نٿو ڄاڻي، ڄاڪاڻ هوُ موهہ ۾ ڦاٿل آهن.

پر جيڪي اُن موهہ کان ڇٽڻ جي لاءِ ڪوشش ۾ لڳل آهن، اُهي (١) سمپورڻ برهم،(٢) سمپورڻ اڌياتم (٣) سمپورڻ ڪرم (۴) سمپورڻ اڌيڀوت ((۵) سمپورڻ اڌيَدئيوَ (٦) سمپورڻ اڌييگيہ سهت مونکي ڄاڻن ٿا، ائين ناهي تہ ڪوئي نٿو ڄاڻي.

## تاتپرج :

هن ستين اڌياءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشن ٻڌايو تہ اننيہ (هڪ چت سان) ڀاوَ سان مون ۾ سمپرت ٿي ڪري، منهنجي آسري ٿي ڪري جو يوگہ ۾ لڳي ٿو اُهو پوريءَ طرح مونکي ڄاڻي ٿو. مونکي ڄاڻڻ لاءِ هزارن ۾ ڪوئي ورلو ئي ڪوشش

ڪري ٿو ۽ ڪوشش ڪرڻ وارن ۾ ڪو ورلو ئي ڄاڻي ٿو. هو مونکي پنڊ روپ، شرير روپ ۾ هڪ ديش وارو نٿو ڏسي، هو تہ مونکي جتي ڪٿي، سَرِوَتر وياپت ڏسي ٿو. ائن پيدن واري منهنجي جڙ پرڪرتي آهي ۽ اُنجي اندر ۾ جيون روپ ۾ منهنجي چيتن پرڪرتي آهي. انهن ٻنهي جي ميلاپ سان پورو جڳت بيٺو آهي. تيڄ ۽ ٻل منهنجي ئي دواران آهي. راڳ ۽ ڪام ڪان رهت ٻل توڙي ڌرم جي چاهہ جي ڪامنا بہ مان ئي آهيان جيئن تہ سڀ ڪامنائون تہ خارج آهن، پر منهنجي پراپتيءَ لاءِ ڪامنا ڪر. اهڙي اچا جو سڦل ٿيڻ منهنجو ئي پرسادآهي. فقط پرماتما کي پائڻ جي ڪامنا ئي ڌرم انوڪول ڪامنا آهي.

شري ڪرشن ٻڌايو تہ مان ٽنهي گڻن کان نيارو آهيان، پري آهيان. پَرَمَ جو سپرش ڪري پرم ڀاوَ ۾ استٿ آهيان، پر ڀوڳن ۾ ڦاٿل موڙهہ پرش سڌو منهنجو ڀڄن نہ ڪري ٻين ديوتائن جي اُپاسنا ڪن ٿا، جڏهن تہ اُتي ديوتا نام جو ڪوئي آهيئي ڪونہ. پٿر، پاڻي، وڻ جنهن کي بہ هو پوڄڻ چاهين ٿا. اُن جي اُنهن جي شرڌا کي مان ئي پشت ڪندو آهيان. اُن جي آڙ ۾ بيهي ڪري مان ئي ڦل ڏيندو آهيان ڇاڪاڻ تہ نہ اُتي ڪوئي ديوتا ئي آهي ۽ نہ ڪنهن ديوتا وٽ ڪي ڀوڳہ ئي آهن. لوڪ مونکي ساڌارڻ سمجهي نٿا ڀڄن ڪن، ڇو جو مان يوگہ-پرڪريا دواران ڍڪيل آهيان. ڌرم جي ڪمن جي شروعات ڪندي ڪندي يوگہ مايا جو پردي کي پار ڪرڻ وارا ئي مون شرير ڌار کي بہ اويڪت روپ ۾ ڄاڻن ٿا، ٻِئِنِ حالتن ۾ نہ

منهنجا ڀڳت چئن قسمن جا آهن- ارٿارٿي، آرِت، جگياسو ۽ گياني. چنتن ڪري ڪري انيڪ جنمن جي پڇاريءَ واري

جنم ۾ پراپتي وارو گياني منهنجو ئي سروپ آهي معلب تہ جنمن کان چنتن کري اُن ڀڳوت سوروپ کي پراپت کيو ويندو آهي. راڳہ دويش جي موهہ سان جڪڙيل منش مونکي کڏهن بہ نٿو ڄاڻي سگهي، پر راڳہ دويش جي موهہ کان رهت، چٽل ٿي جو مقرر کرم (جنهن کي ٿوري ۾ آراڌنا چئي سگهون ٿا) جو جنتن کندي کندي ڄڏاپي- مرڻ کان ڇٽڻ جي لاءِ کوشش کن ٿا، اُهي پرش سمپورڻ برهم کي، سمپورڻ اڌياتم کي، سمپورڻ اڌيڌئيوَ کي، سمپورڻ کرم کي ئي سمپورڻ يگيہ سهت مونکي ڄاڻن ٿا. اُهي مون ۾ پوريش کن ٿا ۽ انت ڪال ۾ بہ مونکي ئي ڄاڻن ٿا مطلب تہ پوءِ کڏهن بہ وسمرت نٿا ٿين.

هن اڌياءَ ۾ پرماتما جي پوري جانکاري جو نچور آهي- هاڻي ”اوم تتِسَدِتِي شريمد ڀَڳَوَدِ گيتا سوُپنِشتسدُ برهم وديايام يوگشاستري شري کرشنا ارجُن سَموادي ”مَمِگرَ ٻوڌَهہ“ نام سپِتموڌيايَهہ ।।٧।।

ان طرح شريمد ڀڳوت گيتا روپي اُپنِشَدِ ايوَمِ برهم وديا ۽ يوگشاستر وِشيک شري کرشن ۽ ارجن جي سنواد ۾ ”سَمِگرَ جانکاري“ نالي وارو ستون اڌياءُ پورو ٿيو.

اِتي شريمتپرمهنس پرمانندسيہ شِشيہ سوامي اڙگڙانند کِرتي شريمدِ ڀڳَوَدِ گيتا ڀاهہَ ”يٿارتگيتا“

ڀاشِيي“ سِمَگرَ بوڌَهہ“ نام سَپتَمو ڌيايهہ ।।٧।।

।। هري اوم تَتِ سَتِ ।।.

# ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

## اَٿ اِشٽمو ڏيايَهَ

ستين اڌياءَ جي پڇاڙيءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشن چيو تہ پڙھہ ڪرم (نِيَتِ ڪرم، آراڌنا) کي ڪرڻ وارا يوگي سمپورڻ پاپن کان ڇٽي اُن وياپت برهم کي ڄاڻن ٿا معنيٰ ڪرم ڪا اهڙي وستو آهي، جا وياپت برهم جي ڄاڻ ڏياري ٿي. ان ڪرم کي ڪرڻ وارا تہ برهم کي، سمپورڻ ڪرم کي، سمپورڻ اڌياتم کي، سمپورڻ اڌِيدَئيوَ، اڌي ڀوت ۽ اڌييگيہ سهت مونکي ڄاڻن ٿا. ۽ ڪرم ڪا اهڙي وستو آهي، جا انهن سڀني سان واقفيت ڪرائي ٿي. هو انت ڪال ۾ بہ مونکي ئي ڄاڻن ٿا. اُنهن جي ڄاڻ ڪڏهن وسمرت نٿي ٿئي، وسري نٿي.

ان تي ارجن هن اڌياءَ جي شروعات ۾ ئي اُنهن شبدن، اکرن کي ڊُهرائيندي سوال رکيو.

**अर्जुन उवाच**

**किं तद्ब्रह्म किमध्यात्मं किं कर्म पुरुषोत्तम।**

**अधिभूतं च किं प्रोक्तमधिदैव किमुच्यते।।१।।**

**ارجُن اُواچ**

’’ڪِمِ تَدِبرَهَمَ ڪِمڌياتِمَمِ ڪِمِ ڪَرِمَ پُرشوتَمَ

اَڌِڀوتَمِ چہَ ڪِمِ پروڪتَمَڌِيدَئيوَمِ ڪِمُچيتي (١)

هي پرشوتم! هيءُ برهم ڇا آهي؟ اڌياتم ڇا آهي؟ ڪرم ڇا آهي؟ اڌيڀوت ۽ اڌِيدَئيوَ ڪنهنکي چيو وَڃي ٿو؟

**अधियज्ञ: कथं कोऽत्र देहेऽस्मिन्मधुसूदन।**

**प्रयाणकाले च कथं जेयोऽसि नियतात्मभि:।।२।।**

”اڌيَگيہَ ڪَٿَمِ ڪوتِرَ ديھيسِمَنِمڌُوسُوڌَنَ
پِرياڻڪالي چَہ ڪَٿَمِ گِيييوسي نِيَتاتمَڀِيھہ (٢)

ھي مڌوسوڌن! ھتي اڌييگيہ ڪير آھي ۽ اُھو ھن شرير ۾ ڪيئن آھي؟ سِڌِ آھي تہ اَڌِييَگيَہ يگيہ جو ڀڳوان ھلائيندڙ ڪو اھڙو پرش آھي، جو منش شرير جي آڌار وارو آھي. سمايل چت وارن پرشن دواران انت سمي ۾ توھين ڪھڙي طرح ڄاڻڻ ۾ ايندا آھيو؟ انھن ستن سوالن جو نمبروار نرنيہ ڏيڻ لاءِ يوگيشور شري ڪرشن چيو:

श्रीभगवानुवाच
अक्षरं ब्रह्म परमं स्वभावोऽध्यात्ममुच्यते।
भूतभावोद्भवकरो विसर्गः कर्मसञ्ज्ञितः॥३॥

شري ڀڳوان اُواچ

”اَڪِشَرَمِ بِرَھمَ پَرَمَمِ سِوَڀاووڌِياتِمَمُچيَتي
ڀوُتڀا وودِڀَوَڪرو وِسِرگَھہ ڪَرِمَسَنِگيَتَھہ (٣)

پربرھم آھي. ” سِوَڀاوھہ اَڌِياتِمَمِ اُچِيَتي“ ڀاڻ ۾ اسٿر ڀاوُ ئي اَڌِياتِمِ ارٿات آتما جو آڌيپتيہ (اعليٰ حڪومت) آھي. ھن ڪان پھرين سڀ مايا جي آڌيپتيہ (مايا جي حڪومت) ۾ رھندا ھئا؛ پر جڏھن تسِوَ ڀاوَ معنيٰ سوروپ جي اسٿر ڀاوَ (ڀاڻ ۾ اسٿر ڀاوُ) ملي وڃي ٿو تہ آتما جو ئي آڌيپَتِيہ ھن ۾ پرواھت ٿي ٿو وڃي. اھوئي اڌِياتم آھي، اَڌياتم جي حد درجي جي ورڌي آھي.” ڀوُتَڀاوِدِڀَوَڪرَھہ.“ ڀوتن جا اُھي ڀاوَ ڪجھہ نہ ڪجھہ اُدِڀَوَ ڪندو آھي مطلب تہ پراڻين جا اُھي سنڪلپ ڀلا يا بُرا سنسڪارن جي رٿيل رچنا ڪندا آھن اُنھن جو وِسرگہ معنيٰ وِسَرَجن اُنھن جو مٿجي وڃڻ ئي ڪرم جي حد آھي. اھوئي سمپورڻ ڪرم آھي، جنھن جي لاءِ يوگيشور چيو ھو، ”

هو سمپورڻ ڪرم کي ڄاڻي ٿو“. اُتي ڪرم پورڻ آهي، اڳيان ضرورت ڪونهي (نِيَت ڪَرم) ان اوسٿا ۾ ڀوتن جا اُهي ڀاوَ جي ڪجهہ نہ ڪجهہ رچيندا آهن، ڀلا يا بُرا سنسڪار ڪندا آهن، ٻڻائيندا آهن. اُهي جڏهن سڀ شانت ٿي وڃن اهائي ڪرم جي سمپورڻتا آهي. ان ڪان اڳي ڪرم ڪرڻ جي ضرورت نٿي رهي. هاڻي ڪرم ڪا اهڙي وستو آهي، جا ڀوتن جي سيني سنڪلپن کي، جن سان ڪجهہ نہ ڪجهہ سنسڪار ٻڻجن ٿا اُنهنجو شمن ڪري ٿي ڇڏي. ڪرم جو ارٿ آهي (آراڌنا) چنتن جو يگيہ ۾ آهي.

अधिभूतं क्षरो भावः पुरुषश्चाधिदैवतम्।
अधियज्ञोऽहमेवात्र देहे देहभृतां वर।।४।।

”اَڌيڀوُتَم ڪشرو ڀاوَهہ پُرُشَ‌چاڌيدَئيوَتَمِ
اَڌِييگيو هَميواتِرَ ديهي ديهَڀِرتامِ وَرَ (۴)

جيستائين اکشيہ ڀاوُ نٿو ملي، تيستائين نشت ٿيڻ وارا ڪِشرَ ڀاوَ اَڌيڀوت معنيٰ ڀوتن جو آڌار آهن. انهن ڀوتن جي اُتپتيءَ سبب آهن. ”پُرُشَهہ چَہ اَڌِيدَئِوَتَمِ“ پرڪرتيءَ ڪان پري جو پرم پرش آهي. اهوئي اَڌيدَئيوَ ارٿات سمپورڻ ديون (دَئَوي سمپد) جو آڌار آهي. دَئِوي سَمپد ان پرم ديو ۾ لِين ٿي وڃي ٿي. ديهہڌارين ۾ سريشٽ ارجن! هن منش تن ۾ مان ئي ”اَڌيگيہ“ آهيان مطلب تہ يگين جو ڀڳوان آهيان هاڻي اُن شرير ۾ اويڪت سوروپ ۾ استٿت مهاپرش ئي اَڌييگيہ آهي. شري ڪرشن هڪ يوگي هو، جو سمپورڻ يگين جو ڀوڳتا آهي، انت ۾ يگيہ اُن ۾ پرويش پائين ٿا. اُهوئي پرم سوروپ ملي وڃي ٿو. ان طرح ارجن جي ڇهن سوالن جو سماڌان ٿيو. هاڻي پڇاڙيءَ جو سوال تہ، انت ڪال ۾ ڪيئن توهين ڄاڻڻ

۾ اچو ٿا، جو ڪڏهن وسمرت نٿو ٿئي.

**अन्तकाले च मामेव स्मरन्मुक्त्वा कलेवरम्।**
**य: प्रयाति स मद्भावं याति नास्त्यत्र संशय:।।५।।**

**”اَنِتَڪالي چہَ ماميوَ سِمرَنمُڪِتوا ڪليوَرَمِ**
**يَهہ پرياتي سَ مَدِڀاوَ ياتي ناسِتيَتِرَ سنشيهہ (٥)**

يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا تہ جو پرش انتڪال ۾ مطلب تہ من جي نروڌ ۽ وليہ جي وقت ۾ منهنجو ئي سمرڻ ڪندي شرير جي سنبنڌ کي ڇڏي الڳہ ٿي وڃي ٿو، هو ”مَدِڀاوَمِ“ ساکيات منهنجي سوروپ کي پراپت ٿئي ٿو، ان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي.

شرير جو مرتيو شڌ انت ڪال ڪونهي. مرڻ کان پوءِ بہ شريرن جو سلسلو پٺيان لڳو رهي ٿو. گڏ ٿيل سنسڪارن جي سطح جي مٿجي وڃڻ سان گڏ ئي من جو نروڌ ٿي وڃي ٿو ۽ اَهو من ئي جڏهن وِلين ٿي وڃي ٿو تہ اُتيئي انت ڪال آهي، جنهن کانپوءِ شرير نٿو ڌارڻ ڪرڻو پوي.اهو ڪرياتمڪ آهي. فقط چوڻ سان، وارتا جو سلسلو سمجهہ ۾ نٿو اچي جيستائين شريرن جو انت ڪٿي ٿيو؟ من جي نروڌ ۽ روڪيل من جي وِلَيہ ڪال ۾ جيئري شرير جي سنبنڌن جو وڇوڙو ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن مرڻ کانپوءِ هي اسٿتي ملي ٿي تہ شري ڪرشن بہ پورڻ نہ هجي ها. اُنهن چيو تہ انيڪ جنمن جي اڀياس سان پراپپتي وارو گياني ساکيات منهنجو سوروپ آهي. مان اُهو آهيان ۽ هو مون ۾ آهي. ذري ماتر بہ هن ۾ ۽ مون ۾ فرق ڪونهي، هيءَ جيئري ئي پراپتي آهي. جڏهن وري ڪڏهن شرير نہ ملي، اهوئي شريرن جو انت آهي. هيءَ تہ حقيقي شرير جي انت جو چترڻ ٿيو، جو ماڻهن ۾ پرچلت آهي، مشهور آهي، پر هن شرير جي انت کانپوءِ وري جنم وٺڻو پوي ٿو:-

**यं यं वापि स्मरन्भावं त्यजत्यन्ते कलेवरम्।**
**तं तमेवैति कौन्येत सदा तद्भावभावित:।।६।।**

’’يَمِ يَمِ واپي سِمرَنڀاوَمِ تِيَجتِيَنتي ڪليوَرَمِ
تَمِ تَميوَئيتي ڪؤنتييَہ سَدا تَدِڀاوَ ڀاوِتَهہ (٦)

ڪؤنتييَہ ! مرتيوءَ جي وقت منش جنهن بہ ڀاوَ کي ياد ڪندي شرير تياڳي ٿو، اُن کي ئي پراپت ٿئي ٿو. تڏهن تہ ڏاڍو سَسِتو سؤدو آهي. سڄي جيون مؤج ڪن، مرڻ لڳون تہ ڀڳوان جو سمرڻ ڪري وننداسين. پر شري ڪرشن چون ٿا ائين ٿيندو ڪونهي. ’’ سدا تَدِڀاوَ ڀاووِتَهہ‘‘ ان ئي ڀاوَ جو چنتن ڪري ٿو سگهي، جيئن جيون ڀر ڪيو آهي. اُهيئي ويچار زبردستيءَ اچي ٿا وڃن ، جن جو سڄي جيون اڀياس ڪيو ويو آهي، ٻيءَ طرح نٿو ٿي سگهي.

**तस्मात्सर्वेषु कालेषु मामनुस्मर युध्य च।**
**मय्यर्पितमनोबुद्धिर्मामेवैष्यस्यसंशयम् ।।७।।**

’’تَسِماتِسَروِيشوُ لوڪيشوُ مامَنُسِمرَ يُڌِيہَ چَہ
مَيِيَرِ پِتَمَنو بُڌِيرِماميوَئيِشيَسِيَسَنِشَيَمِ (٧)

تنهنڪري ارجن! تون هر وقت منهنجو سمرڻ ڪرِ ۽ يڌ ڪر. مون ۾ ارپڻ ڪيل من ۽ بُڌيءَ سان ڀرپور ٿي تون بنا شڪ مونکي ئي پراپت ٿيندين. سدائين چنتن ۽ يُڌ ٻئي گڏ ڪيئن ممڪن آهن؟ ٿي سگهي ٿو لڳاتار چنتن ۽ يڌ جو اهوئي سوروپ هجي تہ ’’جئہ ڪنعيالال جي‘‘ جَئہ ڀڳوان جي چوندا رهون ۽ ٻاڻ هلائيندا رهون. ليڪن سمرڻ جو سوروپ اڳئين سلوڪ ۾ صاف ڪندي يوگيشور ڪرشن چون ٿا:-

**अभ्यासयोगयुक्तेन चेतसा नान्यगामिना।**
**परमं पुरुष. दिव्यं याति पार्थानुचिन्तयन्।।८।।**

’’اَڀِياسَيويو گَيُڪِتينَ چيتَسا نانِيَگامِنا

پَرَمَمِ پُرُشَمِ دِوِيَمِ ياتي پارٿانوُچِنِتَيَنِ ’’ (٨)

هي پارٿ! اُن سمرڻ لاءِ يوڳ جي اڀياس سان يڪت ٿيل (منهنجو چنتن ۽ يوڳ جو اڀياس ضروري آهي) مون کانسواءِ ٻئي پاسي نہ وڃڻ واري چت سان نرنتر چنتن ڪرڻ وارو پرم پرڪاش سوروپ، ديوتا سروپ پرش مطلب تہ اُهو پرماتما کي پراپت ٿئي ٿو. سمجهو ڪٿي تہ هيءَ پينسل ڀڳوان آهي، تہ ان کانسواءِ ٻي ڪنهن شيءِ جي ياد نہ اچڻ گهرجي. هن جي اوسي پاسي ۾ توهان کي ڪتاب ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا ٻيو ڪجهہ ، تہ توهانجو سمرڻ کنڊت ٿي ويو. سمرڻ جيستائين ايترو سوکيم آهي تہ اشٽ پرماتما کان سواءِ ٻيءَ شيءِ جو سمرڻ بہ نہ هجي. من ۾ لهرون بہ نہ اُٿن، تہ سمرڻ ۽ يڏ ٻئي هڪ وقت ڪيئن ٿينديون؟ حقيقت ۾ جڏهن توهين چت کي سيني طرفن کان سميٽي پنهنجي هڪ آراڌيہ جي سمرن ۾ پرورت ٿيندا، تہ اُن وقت مايا جون پرورتيون ڪام ڪروڌ، راڳہ دويش رڪاوٽ جي سامهون پرگهٽ ٿي آهن. توهين سمرن ڪندا؛ پر هو توهانجي اندر ۾ چنتا ۽ بي آرامي پيدا ڪنديون، توهانجو من سمرن کان چلائمان ڪرڻ چاهينديون. انهن ٻاهرين پريورتن جو پار پائڻ ئي يڏ آهي. لڳاتار سمرڻ سان ئي يڏ سنڀوَ (ممڪن) آهي. گيتا جو هڪ بہ شلوڪ ٻاهرين مار ڪُٽ جو ساٿ نٿو ڏئي. چنتن ڪنهنجو ڪريون؟ ان تي چون ٿا:

कविं पुराणमनुशासितारमणोरणीयांसमनुस्मरेद्यः।
सर्वस्य धातारमचिन्त्यरूपमादित्यवर्णं तमसः परस्तात्।।९।।

’’ڪَوِمِ پُراڻمنوُ شاسِتارمڻورڻييامِ سَمَنُسمَريديهہ
سَروَسيہَ ڌاتارَمچِنتيَہ روپمادِتيَوَرڻَمِ تَمَسَہ پَرَستات ’’ (٩)

اُن يڏ سان گڏ اُهو پرش سَروگيہ، انادي، سيني کي هلائيندڙ

سوکيم ڪان بہ وڏيڪ سوکيم، سيني جو پالڻ پوشڻ ڪرڻ وارو پر اچنتيہ (جيستائين چت ۾ چت جي لهر آهي. تيستائين هو ڏيکاري نٿو ڏئي. چت جي نروڌ ۾ ولين وقت ۾ ئي ظاهر ٿئي ٿو) نتيہ پرڪاش سوروپ ۾ اوديا ڪان پري اُن پرماتما جو سمرن ڪندو آهي، هتي چون ٿا پرماتما جو، تنهن ڪري اُن پرماتما جي چنتن (ڌيان) جو ماڌيم تَتو استٿ مهاپرش آهي ان باري ۾

प्रयाणकाले मनसाचलेन
भक्त्या युक्तो योगबलेन चैव।
भ्रुवोर्मध्ये प्राणमावेश सम्यक्
स तं परं पुरुषमुपैति दिव्यम्।।१०।।

پِرَياڻڪالي مَنساچَلين
ڀَڪتيا يُڪتو يوگبلينَ چَئيوَ ا
ڀِرُوورمَڌِيي پراڻماويشَ سَمِيَڪ
سَ تَمِ پَرَمِ پُرُشمُپَئيتِ دِوِيَمِ اا (١٠)

جيڪو هميشه اُن پرماتما جو سمرڻ ڪري ٿو، اُهو ڀڳتي يُڪت پُرش ”پِرَياڻڪالي“ من جي ولين اوسٿا ڪال ۾ يوگہ ٻل سان ارٿات نِيَت (مقرر) ڪرم جي آچرڻ دواران ڀِرڪٽيءَ جي وچ ۾ پراڻ کي چڱيءَ طرح ٿانئيڪو ڪري (پراڻ-اپان کي چڱيءَ طرح سَمَ، نہ اندر مان چنتا ۾ بي آرامي پيدا ٿئي نہ ٻاهريون ڪو سنڪلپ ونڻ وارو هجي، سَت، رَجو-تَمَ چڱي طرح شانت هجن سُرت اِشٽ ۾ ئي استٿ هجي، ان وقت ۾) هو اچل من مطلب تہ استر ٻُڌيءَ وارو پرش اُن ديوتا سروپ پرش پرماتما کي پراپت ٿئي ٿو،سدائين ياد آهي تہ اُن پرماتما جي پراپتي جو وڌان (پوُرتي) يوگہ آهي. ان جي لاءِ مقرر ڪِريا

جو آچرڻ ئي يوگ ڪِريا آهي، جنهنجو وستار سان ورنن يوگ يشور چوٿين ڇهين اڌياءَ ۾ ڪيو آهي. هاڻي اُنهن چيو، ”لڳاتار منهنجو ئي سمرن ڪَر.“ ڪيئن ڪيون؟ تہ انهي يوگ ڌارڻا ۾ استر رهي ڪرڻو آهي. اهڙو ڪرڻ وارو ديوتا. سوروپ پرش کي ئي پراپت ٿئي ٿو، جو ڪڏهن وسمرت نٿو ٿئي. هتي هن سوال جو سماڌان ٿيو تہ پرياڻ ڪال ۾ ڪهڙي طرح ڄاڻڻ ۾ اچو ٿا؟ پائڻ يوگيہ پَدَ جو چترڻ ڏسو، جو گيتا ۾ جڳهہ جڳهہ تي آيو آهي.

यदक्षरं वेदविदो वदन्ति
विशन्ति यद्यतयो वीतरागाः।
यदिच्छन्तो ब्रह्मचर्यं चरन्ति
तत्ते पदं सङ्ग्रहेण प्रवक्ष्ये ।।११ ।।

”يَدَڪِشرَمِ ويدَوِدو وَدَنِتي
وِشَنِتي يَدِيَتَيو وِيترا گاهہ ا
يَدِڇِڇنِتو بِرَهمَچِريَمِ چَرَنِتي
تَتي پَدَمِ سَگَرَهيڻ پِرَوڪِشيي اا (اا)

”ويد وِدِ“ ارٿات نہ ڄاتل تَتوَ کي ظاهر ڄاڻڻ وارا لوڪ جنهن پرم پد کي ”اَکشرمِ“ اکشيہ چون ٿا؛ ويت راگہ مهاتما جنهن ۾ پرويش جي لاءِ اُتاولا رهن ٿا، جنهن پرم پد کي چاهڻ وارا برهمچريہ جو پالن ڪن ٿا (برهمچريہ برهمچاري“ ٻاهرين اندرين کي من سان تياڳڻ، برهم جو لڳاتار چنتن سمرن ئي برهمچريہ آهي، جيڪو برهم جو درشن ڪرائي اُن ۾ استان ڏياري پائي شانت ٿي ويندو. هن آچرڻ سان اندرين جو سنجم ئي نہ، بلڪ سيني اندرين جو سنجم پاڻيهي ٿي ويندو آهي. ان طرح جو برهمچريہ جو آچرڻ ڪن ٿا) جو هردي

۾ گڏ ڪرڻ يوگيہ آهي، ڌارڻ ڪرڻ يوگيہ آهي اُن پد کي مان تنهنجي لاءِ چوندس اهو پد آهي ڇا؟ ڪيئن پاتو وڃي ٿو؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چون

**सर्वद्वाराणि संयम्य मनो हृदि निरुध्य च।**
**मूर्ध्न्याधायात्मनः प्राणमास्थितो योगधारणम्।।१२।।**

**''سَرِوَدُواراڻي سَنيَمِيہَ مَنو هِرِدِ نِروڌيہَ چَہ**
**مُوڌِنيارِڌاياتِمَنَهہ پِراڻماسِٿِتو يوگڌارَڻامِ '' (١٢)**

**سڀني اندرين جي دروازن کي روڪي ارٿات واسنائن** کان الڳہ رهي، من کي هرديہ ۾ استٿ ڪري (ڌيان هردي ۾ رکيو ويندو آهي ڌريو ويندو آهي، ٻاهر نہ. پوڄا ٻاهر نہ ٿيندي آهي) پراڻ ارٿات انتڪرڻ جي واپار کي مٿي ۾ نروڌ ڪر، يوگ ہ ڌارڻا ۾ استٿ ٿي (يوگہ کي ڌارڻ ڪري رهڻو آهي، ٻيو طريقو نہ آهي) ان طرح استٿ ٿي.

**ओमित्येकाक्षरं ब्रह्म व्याहरन्मामनुस्मरन्।**
**यः प्रयाति त्यजन्देहं स याति परमां गतिम्।।१३।।**

**''اومِتيي ڪاڪيشَرَمِ بِرَهَمَ وِياهَرَنِمامنُسِمِرَنِ**
**يَهہ پِرياتي تِيَجَنِديهَمِ سَ ياتي پرمامِ گَتَمِ (١٣)**

جيڪو پرش ''اوم اِتي'' اوم ايترو ئي، جو واقفيت ڏيندڙ آهي. هنجو جپ ۽ منهنجو سمرڻ ڪندي شرير تياڳي وڃي ٿو، اُهو پرش پرم گت کي پراپت ٿئي ٿو. شري ڪرشن هي يوگيشور، پرم تَتِوَ ۾ استٿ مهاپرش، ستگرو هو. يوگيشور شري ڪرشن ٻڌايو تہ اوم اکر اکشيہ برهم جو پتو ڏيڻ وارو آهي، اسان کي واقف ڪرڻ وارو آهي. تون اُنجو جپ ڪر ۽ ڌيان منهنجو ڪر. پراپتي واري هر مهاپرش جو نالو اُهو ئي هوندو آهي جنهن کي هو پراپت ڪندو آهي، جنهن سان هو ملي هڪ

ڦيل آهي تنهن ڪري نام اوم ٻڌايائين ۽ روپ پنهنجو يوڳ يشور ”ڪرشڻ -ڪرشڻ“ جپڻ جو حڪم ڪونہ ڏنو. وقت گذرڻ ڪان پوءِ ڀاوُڪ پرشن هنجو بہ نالو جپڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي شرڌا جي انوسار اُنجو ڦل بہ پائين ٿا، جيئن تہ منش جي شرڌا جتي ٽِڪي وڃي ٿي اُتي مان ئي اُنجي شرڌا کي پشٽ ڪريان، معنيٰ مظبوط ڪريان ٿو ۽ مان ڦل ڏيڻ جو وڌان بہ ڪريان، بندوبست بہ ڪريان ٿو.

ڀڳوان شِوَ ”رام “ شبد جپڻ تي زور ڏنو. رمنتي يوگيَنو يسِمِنِ سَ رامَهہ“. ”را اؤر مَ کي بيچ ۾ ڪبيرا رها لڪايہ“ را ۽ مَ انهن ٻن اکرن جي اندر وچ ۾ ڪبير پنهنجي من کي روڪڻ ۾ پربينِ ٿي ويو.

شري ڪرشن اوم تي زور ڏين ٿا. او اهَمِ سَ اوم، اها شڪتي منهنجي اندر ۾ آهي، ڪٿي ٻاهر نہ ڳولين. هيءَ اوم بہ ان پرم ستا (شڪتي) جي ڄاڻ ڏيئي شانت ٿي وڃي ٿو. سچ تہ ان پريوءَ جا انيڪ نالا آهن، پر جپ لاءِ اهو ئي نالو سارٿڪ آهي جو ننڍو هجي، سواس ۾ ڍَلجي وڃي ۽ هڪ پرماتما جو ئي گيان ڪرائيندو هجي. ان کان الڳ گهڻيئي ديوي-ديوتائن جي اوويڪ پورڻ ڪلپنا ۾ منجهي منزل تان درشٽي نہ هٽائي ڇڏيو

پوجيہ مهاراج جِي چوندا هئا- منهنجو روپ ڏسو ۽ شرڌا انوسار ڪو بہ ٻن اڍائي اکرن جو نالو ”اوم“ رَامَ، شِوَ مان ڪوئي هڪ کڻو. اُنجو چنتن ڪريو ۽ اُنجي ارٿ سوروپ اِشٽ جي سروپ جو ڌيان ڪيو. ڌيان ستگروءَ جو ئي ڪيو ويندو آهي. توهين رام، ڪرشڻ يا ”ويِتراگہ وِشيِمِ واچِتَمِ“ ويت راگہ مهاتمائن ۽ ”يٿاڀِمَتَڌِياناڌوا“ (پتنجلي يوگہ ١ - ٣٧ - ٣٩)

ايميت منعيٰ يوگہ جي شان، انوُڪوُل ڪنهن جو بہ سوروپ پڪڙي، اُهي اَنُيَوَ ۾ توهان کي ملندا ۽ توهانجو سهيوگہ ڪنهن ستگرو جي طرف وڌائي ڇڏيندا، جن جي مارگہ درشن سان توهين آهستي آهستي پرڪرتي جي کيتر کان پار ٿيندا ويندا. مان بہ شروع ۾ هڪ ديوتا (ڪرشن جو وراٽ روپ) جي صورت تي ڌيان ڪندو هوس، پر پوجيہ مهاراج جيِ جيِ انيوي پرويش سان اُهو شانت ٿي ويو.

شروعاتي ساڌڪ نامر تہ جپين ٿا، پر مهاپرش جي سروپ جو ڌيان ڪرڻ ۾ هڇڪن ٿا. هو پنهنجي مڇيل مانيتائن کي پوري طرح ڇڏي نٿا سگهن. هو ڪنهن ٻئي ديوتا جو ڌيان ڪن ٿا، جنهنجي يوگيشور شري ڪرشن روڪ ڪري ڇڏي آهي. هاڻي پوري سمپرڻ سان ڪنهن انيوي مهاپرش جي شرن وٺو. پڙيہ پرشارٿ سبل ٿيندي ئي ڪُتَرِڪنِ جو ناس ۽ يٿارت ڪِريا ۾ پرويش ملي ويندو. يوگيشور شري ڪرشن جي انوسار جي جپ ۽ پرماتما-سوروپ ستگروءَ جي سوروپ جو لڳاتار سمرڻ ڪرڻ سان من جو نروڌ ۽ وِلين ٿي وڃي ٿو ۽ اُن ڪِنَ ۾ شرير جي سنبنڌ جو تياڳہ ٿي ويندو آهي. فقط مرڻ سان شرير پيڇو نٿو ڇڏي.

अनन्यचेता: सततं यो मां स्मरति नित्यशः।
तस्याहं सुलभ: पार्थ नित्ययुक्तस्य योगिनः।।१४।।

”اَنَنيچيتاهہ سَتَتَمِر يو مامِر سِمرَت نِتيَشَهہ
تَسياهَمِر سُلُبَهہ پارٿ نِتيَيُڪُتَسيَہ يوگِينَهہ“ (١٤)

”مون کان سواءِ ٻيو ڪوئي چت ۾ آهي ئي ڪونہ“ ٻئي ڪنهن جو چنتن نہ ڪندي معنيٰ اَنَنيہ چت سان اسٿر ٿيل جو هميشهہ منهنجو سمرڻ ڪري ٿو، اُن نِتيہ مون ۾ مليل يوگِيءَ

جي لاءِ مان سولو ليندو آهيان. توهانجي سُلڀ ٿيَڻ سان ڇا ملندو؟

**मामुपेत्य पुनर्जन्म दु:खालयमशाश्वतम्।**
**नाप्नुवन्ति महात्मानः संसिद्धिं परमां गताः।।१५।।**

''مامُپيتِيَہ پُنرِ جَنمَ دُکالَيَشاشِوَتَمِ
ناپرُنتي مهاتمانَھہ سَنِسِڌِمِ پرمامِ گَتاھہ '' (١٥)

مونکي پراپت ڪري دکن جي استان سوروپ ڪڻ ڀنگر پُنَرِ جنم کي پراپت نٿا ٿين، بلڪ پرم سِڌي کي پراپت ٿين ٿا مطلب تہ مونکي پراپت ٿين ٿا يا پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿيڻ هڪ ئي ڳالهہ آهي. فقط ڀڳوان ئي اهڙو آهي، جنهن کي پائي اُن پرش جو پُنَرِ جنم نٿو ٿئي. پوءِ پُنِرَ جنم جي حد ڪيستائين آهي؟

**आब्रह्मभुवनाल्लोकाः पुनरावर्तिनोऽर्जुन।**
**मामुपेत्य तु कौन्तेय पुनर्जन्म न विद्यते।।१६।।**

'' آبِرَهَمَڀُوَ نالِلوڪاھہ پَنراوَرتِنورِجُنَ
مامُپيتِيَہ توُ ڪؤنتييَہ پُنرِ جَنِمَ نہ وِدِيَتي '' (١٦)

ارجن! برهما کان وٺي جيت-پتنگہ وغيرهہ سڀ لوڪ وري جنم وٺڻ وارا آهن، جنم وٺڻ ۽ مرڻ ۽ وري وري ٿو وڃي ان سلسلي ۾ هلڻ وارا آهن، پر ڪؤنتييہ! مونکي پراپت ٿي اُن پرش جو پُنَرِ جنم نٿو ٿئي.

ڌرم گرنٿن ۾ لوڪ لوڪانترن جي پريڪلپنا ايشور پٽ جي وڀوتين جو ٻوڌ ڪرائڻ جي انترڪ انيؤ يا روپڪ ماتر آهن. انترِڪش (آسمان، سرڳہ) ۾ نہ تہ اهڙو ڪڏو آهي، جتي جيت ڪاٽيندا هجن ۽ نہ اهڙو محل آهي جنهن کي سرڳہ چيو ٿو وڃي. دَئوي سَمِپد سان مليل پرش ديوتا ۽ راڪسي سمپد سان

مليل منش ئي راڪشس ۽ شري ڪرشن جائي سڳا سنبنڌي ڪنس راڪشس ۽ باڻاسُر دئيت هئا. ديو، مانوَ تيئي جوڻيون ئي جدا جدا لوڪ آهن، شري ڪرشن جي انوسار هيءَ جيو آتما مَنَ سهت پنجن اندرين کي وٺي جنم جنمانترن جي سنسڪارن جي هئڻ ڪري نئون شرير ڌارڻ ڪري وٺندي آهي.

اَمر چوائيندڙ ديوتا بہ مرڻ ڌرمي آهن. ”ڪشيڻي پُڻيي مَرتِيَلوڪِمِ وِشَنِتِ“ هن کان وڌو نقصان ڪهڙو آهي؟ اُهو ديو-تن ئي ڪهڙي ڪم جو، جنهن ۾ گڏ ٿيل پڇ بہ سماپت ٿي وڃن؟ ديو لوڪ، پشوُ لوڪ، ڪيٽ پتنگہ وغيره لوڪ ڀوڳہ لوڪ ماتر آهن. فقط منش ئي ڪرمن جو رچيتا آهي. جنهن جي دواران هو اُن پرم ڌام کي پراپت ٿي سگهي ٿو، جتان وري اچڻ نٿو ٿئي. يٿارٿ ڪرم جو آچرڻ ڪري منش ديوتا بڻجي وڃي. برهما جي استٿي پراپت ڪري، پر هو پُنَرِ جنم کان تيستائين نٿو بچي سگهي، جيستائين من کي روڪڻ ۽ ولين ٿيڻ سان پرماتما جو ساڪياتڪار ڪري اُن پرمَ پاوَ ۾ استٿ نہ ٿي وڃي. اُداهرڻ جي لاءِ اُپنشد بہ ان سچ جو اُدگ هاٽن ڪن ٿا.

यदा सर्वे प्रमुच्यन्ते कामा येऽस्य हृदिस्थिताः।
अथ मर्त्योऽमृतो भवत्यत्र ब्रह्म समश्नुते।।
(कठो २/३/१४)

يدا سَروي پرَمُچيَنتي ڪاما ييسيَہ هِرِدِستٿاهہ
اَٿَ مِرتيورِ مِرتو ڀَوَتيَترَ برَهَمِ سَمَشنُتي “
(ڪٺو اُ ٢٠-٣-١٤)

جڏهن هردي ۾ استٿ سڀ ڪامنائون جڙ کان نشٽ ٿي وينديون آهن، تڏهن مرڻ ڌرم وارو منش امر ٿي ويندو آهي ۽

هتي هن سنسار ۾، هن منش شرير ۾ پر برهم جو ڀلي ڀانتي ساڪيات انيو ڪري وٺندو آهي.

سوال ٿو اُٿي تہ ڇا برهما بہ مرڻ ڌرم آهي. اڌياءَ ٺئين ۾ تہ يوگيشور شري ڪرشن پرجاپتي برهما جي پرسنگہ ۾ چيو هو تہ پراپتيءَ ڪانپوءِ ٻُڌي اوزار ماتر آهي. اُن جي دواران پرماتما ئي ظاهر ٿئي ٿو. اهڙن مهاپرشن جي دواران ئي يگيہ جي سني رچنا ٿي هئي هتي چون ٿا تہ برهما جي استتي پراپت ڪرڻ وارو بہ وري جمڻ وارو آهي. يوگيشور شري ڪرشڻ چوڻ ڇا ٿا چاهين؟

حقيقت ۾ جن مهاپرشن دواران پرماتما ئي ظاهر ٿئي ٿو، اُنهن مهاپرشن جي ٻُڌي بہ برهما نہ آهي، پر لوڪن کي اپديش ڏيڻ جي ڪارڻ، ڪلياڻ جو ڏاڱو وڏائڻ جي ڪارڻ برهما چيو وڃي ٿو. پاڻ ۾ هو برهما بہ نہ آهن. هن وٽ پنهنجي ٻُڌي رهيئي نٿي. پر اُن جي اڳئين ساڌنا ڪال ۾ ٻُڌي ئي برهما آهي ”اهنڪار سِوَ ٻُڌي اَجہ، مَن سَسِ چِتَ مهان“ (مانس، ١٦ ١٥ کَ)

ساڌارڻ منش جي ٻُڌي برهما نہ آهي. ٻُڌي جڏهن اِشٽ ۾ پرويش ڪرڻ لڳي ٿي تڏهن کان برهما جي رچنا ٿيڻ لڳي ٿي جنهنجا چار ڏاڪڙيون منشن جون چيون آهن. پنيان اڌياءَ ٺئين ۾ ٻڌائي آيا آهن، ياد ڪرڻ لاءِ وري ڏسي سگهو ٿا. برهم وِتَ، برهم وِدوَر، برهم وِدِرييان، برهم وِدِورشٽ، برهم وِدِور اُها ٻڌي آهي، جا برهم وديا ۾ گڏيل هجي، برهم وِدِور اُها آهي. جنهن کي برهم وديا ۾ سريشنتا پراپت هجي، برهم وِدِرييان اُها ٻُڌي آهي، جنهن کي اُن برهم وديئا ۾ هوشياري ئي نہ ورنہ اُنکي هلائيندڙ سنڀالڪ بڻجي ٿو وِڃي، برهم وِدِورشٽ ٻُڌيءَ جو اهو آخرين چوڙ آهي، جنهن ۾ اِشٽ جي

ڌارا وهي ٿي. ايستائين ٻڌيءَ جي هستي آهي ڇاڪاڻ ته پرواهت ٿيڻ وارو اشت اڇا ڪٿي الڳہ آهي ۽ گرهڻ ڪرڻ واري ٻُڌي الڳہ آهي. اڇا اها پرڪرتي جي سيما ۾ آهي. هاڻي پاڻ پرڪاش سوروپ ۾ جڏهن ٻُڌي (برهما) رهي ٿي، جاڳرت آهي تہ سمپورڻ پوت (چنتن جي ڌارا) جاڳرت آهي ۽ جڏهن اوديا ۾ رهي ٿي تہ اچيت آهي. هن جي پرڪاش ۽ انڌڪار، رات ۽ ڏينهن ڇئي سمبوڌت ڪيو ويندو آهي ڏسون:

برهما ارٿات برهم وِدويتا جي هيءَ شريٽي (نمبر) جنهن ۾ اشت جي ڌار آهي، ان کي پراپت سِروَ اتڪرشت (سڀ کان اُتم ٻُڌي) ۾ بہ وديا (جا سويم پرڪاش سوروپ آهي ان ۾ ملائي ٿي) جو ڏينهن ۽ اوديا جي رات، پرڪاش ۽ انڌڪار جو سلسلو لڳو رهندو آهي، ايستائين ساڌڪ ۾ مايا ڪامياب ٿيندي آهي. پرڪاش ڪال ۾ اچيت پوت سڄاڳہ ٿي وڃي ٿو، ان کي منزل ڏيکاري ڏيڻ لڳي ٿي ۽ تيستائين ٻُڌيءَ جي اندر ۾ اوديا جي رات جي پرويش وقت ۾ سپيئي پوت (پدارٿ) اچيت ٿي وڃن ٿا. ٻُڌي نشچو نٿي ڪري سگهي. سوروپ طرف وڌڻ بند ٿي ويندو آهي. اهوئي برهما جو ڏينهن ۽ اهائي برهما جي رات آهي. ڏينهن جي پرڪاش ۾ ٻُڌيءَ جون هزارين پرورتيَن ۾ ايشوريہ پرڪاش ڇانئجي ٿو وڃي ۽ اوديا جي رات انهن هزارن پردن ۾ اچيت اوستا جو انڌڪار اڇي ويندو آهي.

شيِ ۽ اشيِ ، وديا ۽ اوديا -انهن ٻنهي پرورتين جي بلڪل شانت ٿيڻ تي معنيٰ اچيت ۽ سچيت، رات ۾ ولِين ۽ دن ۾ اتپن ٻنهي پرڪارن جي پوتن (سنڪلپ ڌارا) جي مٽجي وڃڻ تي اُن اويڪت ٻُڌيءَ ۾ بہ تمام پري پوتر اويڪت ڀاوُ ملي ٿو، جيڪو وري ڪڏهن نشت نٿو ٿئي. پوتن (سنڪلپن) جي اچيت ۽ سُچيت ٻنهي حالتن جي مٽجڻ تي ئي هو سناتن ڀاوُ

ملي ٿو

ٻُڌي جي مٿي چيل چار اوستائن ڪانپوءِ وارو پرش ئي مهاپرش آهي. هنجي اندرئين تهہ ۾ ٻُڌي نہ آهي. ٻڌي پرماتما جي اوزار جهڙي ٿي ويئي آهي پر لوڪن کي هو اُپديش ڪري ٿو، نشچي سان پريرڻا ڏئي ٿو، هاڻي هن ۾ ٻُڌي پرتيت ٿئي ٿي، پر هو ٻُڌيءَ جي سطح کان پري آهي. هيءُ پرم اويڪت ڀاوَ ۾ استٿ آهي، اُنجو پُنَرِ جنم نٿو ٿئي. پر انهي اويڪت (اڻ ظاهر) استٿي کان اڳہ جيستائين هن وٽ پنهنجي ٻُڌي آهي، جيستائين هو برهما آهي، هو 'پُنِرِ جنم جي نمبر ۾ ئي آهي. انهيءَ سَچن تي پرڪاش وجهندي يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا:

सहस्त्रयुगपर्यन्तमहर्यद्ब्रह्मणो विदु:।
रात्रिं युगसदस्त्रान्तां तेऽहोरात्रविदो जना:।।१७।।

''سَهِسَرِ يُڳپَرِ يِنِتَمَهَرِيَدِ بِرِهَمَڻو وِدُهہ
راتِرِمِ يَڳسهسرانِتا تي هو راتِرَوِدو جناهہ (١٧)

جيڪو هزار چار يگن جي برهما جي رات ۽ هزار چار يگن جي هنجي ڏينهن کي ساڪيات ڄاڻن ٿا، اُهي پرش وقت جي تَتوَ کي يٿارٿ ڄاڻن ٿا.

هن ڏنل شلوڪ ۾ ڏينهن ۽ رات وديا ۽ اوديا جا روپڪ (قصا) آهي. برهم وديا سان مليل ٻُڌي برهما جي پرويشڪا ۽ برهم وِدِورِشٺ ٻُڌي برهما جو شان آهي. وديا سان مليل ٻُڌي ئي برهما جو ڏينهن آهي. جڏهن وديا ڪاريہ ۾ محو هوندي آهي، انتهڪرڻ جون هزارين پرورتين ۾ ايشوري پرڪاش جو ڦهلاءُ ٿي اُٿي ٿو. ان طرح اوديا جي رات اچڻ تي انتهڪرڻ جون هزارين پرورتين ۾ مايا جو جهڳڙو پرواهت هوندو آهي. پرڪاش ۽ انڌڪار جي اهائي حد آهي. ان ڪانپوءِ نہ تہ اوديا رهي ٿي ۽

نہ وديا ئي رهي ٿي. هو پرم تَتِوَ پرماتما ظاهر ٿي وڃي ٿو. جيڪي انهي تَتِوَ کي پلي پرڪار ڄاڻن ٿا، اُهي يوگي جن وقت جي تَتِوَ کي ڄاڻڻ وارا آهن تہ ڪڏهن اوديا جي رات هوندي آهي؟ ڪڏهن وديا جو ڏينهن اچي ٿو. ڪال جو پرڀاوَ ڪيستائين آهي يا وقت ڪيستائين پيڇو ڪري ٿو؟

پرارميڪ مَنيشي انتهڪرڻ کي چت يا ڪڏهن ڪڏهن فقط ٻُڌي چئي سمبودت ڪندا آهن. وقت گذرڻ بعد انتهڪرڻ جو وياجن، ٻُڌي، چت ۽ اهنڪار جون چار مکيہ ورتين ۾ ڪيو ويو، ائين تہ انتهڪرڻ جون پرورتيون اننت آهن. ٻُڌيءَ جي اندر ئي اوديا جي رات هوندي آهي ۽ اُنهيءَ ٻُڌيءَ ۾ وديا جو ڏينهن بہ ٿيندو آهي. اهيئي برهما جا ڏينهن ۽ رات آهن. جڳت روپي راتريءَ ۾ سڀ اچيت، بيهوش ٿيا پيا آهن. پرڪرتيءَ ۾ وچرڻ ڪندڙ اُنهن جي ٻُڌي اُن پرڪاش سوروپ کي نٿي ڏسي سگهي، پر يوگہ جو وهنوار ڪرڻ وارا يوگي ان سان ڄاڳي پون ٿا، هو سوروپ جي طرف وڌن ٿا جيئن تہ گ وسوامي تلسيداس رام چرت‌مانس ۾ لکيو آهي:-

**कबहुँ दिवस महँ निबिड़तम, कबहुँक प्रगट पतंग।**
**बिनसइ उपजइ ज्ञान जिमि, पाइ कुसंग सुसंग।।**
**(रामचरितमानस, ४/१५ ख)**

”ڪَبَهوُن دِوس مَهن نِبِڙَتَم، ڪبهوُنڪ پرگٽ پتنگہ
بِنَسَئِہ اُپَجاءِ گيان جِمِ، پاءِ ڪُسنگَہ سُسَنگہ

رام چرت مانس ۴-۱۵ ک

وديا سان مليل ٻُڌي ڪُسنگہ پائي اوديا ۾ پئجي وڃي ٿي، وري سٺي سنگہ سان وديا جو ڦهلاءُ اُن ٻُڌيءَ ۾ ٿي ويندو آهي. هيءُ چڙهڻ لهڻ پوُرتيءَ ٿيڻ تائين لڳو رهندو آهي. پورتيءَ ڪانپوءِ نہ ٻُڌي آهي نہ برهما، نہ رات رهي ٿي نہ ڏينهن. هيءَ

برهما جي ڏينهن رات جو قصو آهي. نہ هزارين سالن جي لمبي رات ٿيندي آهي نہ هزارون چئن يگن جو ڏينهن ٿيندو آهي ۽ نہ ڪٿي چئن مُنهَنِ وارو برهما آهي ٻُڌيءَ جي مٿيون چار اوسٿائون ئي برهما جا چار مکہ آهن ۽ انتهڪرڻ جون چار پرورتيون ئي اُنجا چار يگہ آهن. رات ۽ ڏينهن انهن پرورتين ۾ ٿين ٿا. جو پرش هن جي ڀيد جي تَتِوَ کي ڄاڻي ٿو. اُهي يوگي جَنَ ڪال جي ڀيد کي ڄاڻن ٿا تہ ڪال ڪيستائين پيڇو ٿو ڪري ۽ کھڙو پرش ڪال کان بہ اڳيان کان بہ پري ٿي ٿو وڃي؟ رات ۽ ڏينهن، اوديا ۽ وديا ٿيڻ وارا ڪاريہ کي يوگيشور ڪرشن صاف ڪن ٿا:-

अव्यक्ताद्व्यक्तय: सर्वा: प्रभवन्त्यहरागमे।
रात्र्यागमे प्रलीयन्ते तत्रैवाव्यक्तसञ्ज्ञके।।१८।।

”اَوِيَڪتا دِوِيَڪتَهہ سَرواها پرڀَوَنتِيَهراگمي
راترِياگمي پرَلييِنتِي تترِئِيواوِيَڪتَسَنگيَڪي “ (١٨)

برهما جي ڏينهن جي پرويش ڪال ۾ ارٿات وديا (دَئوي سمپد) جي پرويش ڪال ۾ سمپورڻ پراڻي اويڪت (سمهيل) ٻُڌيءَ مان جاگرت ٿي وڃن ٿا ۽ رات جي پرويش ڪال ۾ اُن اويڪت، ادرشيہ ٻُڌيءَ ۾ جاگرتيءَ جو سوکيم تَتِوَ بي جان ٿي وڃن ٿا. اُهي پراڻي اوديا جي راتريءَ ۾ سوروپ کي صاف ڏسي نٿا سگهن، پر اُنهنجو وجود رهي ٿو. جاڳرت ٿيڻ ۽ سمهڻ جو ماڌيم هيءَ ٻُڌي آهي، جو سيني ۾ اويڪت رهي ٿي، ڏسڻ ۾ نٿي اچي.

भूतग्राम: स एवायं भूत्वा भूत्वा प्रलीयते।

”ڀوُتگرامَهہ سَ ايوايَم ڀوُتِو ڀوُتِو پرَلييَتي
راترِياگميوشَهہ پارِٿ پرَ ڀَوَتِيَهراگمي (١٩)

هي پارٿ ! سڀ پراڻي ان طرح جاڳرت تي پرڪرتيءَ ڪان مجبور ٿي اوديا روپي راتري جي اچڻ تي بيهوش ٿي وڃن ٿا. هو نٿا ڏسي سگهن تہ اسانجو لڪشيہ ڇا آهي؟ ڏينهن جي پرويش ڪال ۾ هو وري جاڳرت ٿي وڃن ٿا. جيستائين بُڌي آهي، تيستائين هنجي اندر ۾ وديا ۽ اوديا جو سلسلو هلندو رهندو آهي. تيستائين هو ساڌڪ ئي آهي، مهاپرش نہ آهي.

परस्तस्मात्तु भावोऽन्योऽव्यक्तोऽव्यक्तात्सनातनः।
यः स सर्वेषु भूतेषु नश्यत्सु न विनश्यति।।२०।।

” پَرَسِتَسِماتوُ ڀاوونِيو وِيَڪِتو وِيَڪِتاتِسَناتَنَهہ
يہَ سَ سرويشوُ ڀوُتيشوُ نَشِيَتِسوُ نہ وِنَشِيَتي (٢٠)

هڪ تہ برهما ارٿات بُڌي اويڪت آهي، اندرين سان ڏيکاري نٿي ڏئي ۽ اُن ۾ بہ پري سناتن اويڪت ڀاوُ آهي، جو ڀوتن کي نشٽ ٿيڻ تي بہ نشٽ نٿو ٿئي ارٿات وديا جي جاڳڻ ۽ اوديا جي مرڻ، ڏينهن ۾ اُتپن ۽ رات ۾ ولين ڀاوناڻن واري اويڪت برهما جي بہ مٿجي وڃڻ تي اُهو سناتن اويڪت ڀاوَ ملي ٿو، جو نشٽ نٿو ٿئي. بُڌيءَ ۾ ٿيڻ وارا اُڪِت اُتار چڙهاءُ جڏهن مٿجي وڃن ٿا تڏهن سناتن اويڪت ڀاوَ ۾ ملي ٿو جو منهنجو پرم ڌام آهي. جڏهن سناتن اويڪت ڀاوَ سان پراپت ٿي ويو تہ بُڌيءَ بہ اُن ڀاوَ ۾ رنگجي وڃي ٿي، انهي ڀاوَ کي ڌڙارڻ ڪري ٿي ڇڏي. اها بُڌي پاڻ تہ مٿجي ٿي وڃي ۽ ان جي اسٿان تي سناتن اويڪت ڀاوَ ئي باقي بچي ٿو.

अव्यक्तोऽक्षर इत्युक्तस्तमाहुः परमां गतिम्।
यं प्राप्य न निवर्तन्ते तद्धाम परमं मम।।२१।।

”اوِيَڪتو ڪِشَرَ اِتِيُڪِتَسِتَماهوُهہ پَرَماِم گَتِم ا
يَمِ پِراپِيہَ نہ نِوَرِتَنِتي تَڌامَ پَرَمَمِ مَمَ اا (٢١)

انهي سناتن اويڪت ڀاوَ کي اڪشر معنيٰ اوناشي چيو وڃي

ٿو. ان کي ئي پرم گت چون ٿا. اُهو ئي مهنجو پرم ڌام آهي، جنهن کي پراپت ٿي منش پنيان نٿو اچي، هنجو پُنر جنم نٿو ٿئي. ان سناتن اويڪت ڀاوَ جي پراپتي جو وڌان ٻڌائين ٿا.

**पुरुष: स पर: पार्थ भक्त्या लभ्यस्त्वनन्यया।**
**यस्यान्त: स्थानि भूतानि येन सर्वमिदं ततम्।।२२।।**

**”پُرُشُهہ سَ پَرَهہ پارٿ ڀَڪتيا لَڀيَسِتوَ نَنيُيا۔**
**يَسيانِتَهہ سِٿانِي ڀوتانِي يينَ سَرِوَمِدَم تَتَمِ۔۔(٢٢)**

پارٿ! جنهن پرماتما جي اندر سڀ ڀوت آهن، جنهن سان سپمورڻ جڳت وياپت آهي، سناتن اويڪت ڀاوَ وارو اُهو پرم پرش اننيہ ڀڳتيءَ سان پراپت ٿيڻ يوگيہ آهي. اننيہ ڀڳتيءَ جو مطلب آهي تہ پرماتما کان سواءِ ٻئي ڪنهنجو سمرڻ نا ڪندي اُن سان جڙي وڃي. اننيہ ڀاوَ سان لڳڻ وارو پرش بہ ڪيستائين پُنر جنم جي حد ۾ آهن ۽ ڪڏهن هو پُنر جنم کي لنگهي ٿا وڃن؟ ان تي يوگيشور چون ٿا-

**यत्र काले त्वनावृत्तिमावृत्तिं चैव योगिन:।**
**प्रयाता यान्ति तं कालं वक्ष्यामि भरतर्षभ।।२३।।**

**”يَترَڪالي تُوَناوِرتيما وِرِتيمِ چَئيوَ يوگِنَهہ۔**
**پِرَياتايانِتِي تَمِ ڪالَمِ وڪشيامِي ڀرتَرِ شَڀ۔۔ (٢٣)**

هي ارجن! جنهن وقت ۾ شرير تياڳي ويندڙ يوگي جَنَ پُنِر جنم کي نٿا پائين ۽ جنهن ڪال ۾ شرير تياڳڻ تي پُنَر جنم پائين ٿا؛ مان هاڻي اُن ڪال جو ورنن ڪريان ٿو:-

**अग्निर्ज्योतिरह: शुक्ल: षण्मासा उत्तरायणम्।**
**तत्र प्रयाता गच्छन्ति ब्रह्म ब्रह्मविदो जना:।।२४।।**

**”آگِنيرجيور تِرَهہ شُڪلَهہ شڻماسا اُترايَڻَمِ۔**
**تَترَ پِرَياتا گڇِنتِي بِرَهمَ بيرَهمَودو جَناهہ۔(٢٤)**

اگني برهم تيج جو نشان آهي. ڏينهن وديا جو پرڪاش آهي. شڪل پکش نرملتا جو ڏيندڙ آهي. وويڪ ويراڳ، شم، دم تيج ۽ پرگيا هيءُ شبدئيشچريہ. ڇهہ مهنا آهن. وڌندڙ حالت ئي اُترايڻ آهي. پرڪرتي کان بلڪل پري ان اوستا ۾ برهموپتا يوگي لوڪ برهم کي پراپت ٿين ٿا. اُنهنجو پُنر جنم نٿو ٿئي، پر انينہ چت سان لڳل يوگي جن جيڪڏهن هن آلوڪ کي پراپت نہ ڪري سگهيا، جنجي ساڌنا اڃا پوري ڪونہ ٿي آهي - اُنهجو ڇا ٿيندو آهي؟ان تي چون ٿا:-

धूमो रात्रिस्तथा कृष्ण: षण्मासा दक्षिणायनम्।
तत्र चान्द्रमसं ज्योतिर्योगी प्राप्य निवर्तने।।२५।।

”ڌُومو راترِ سِتٿا ڪِرِشڻَهہ شڻماسا دڪِشڻايَنَمِ ا
تَترَ چاندِرَ مَسَمِ ڇيوتيرِ يوگِي پِراپيہ نِوَرتَتي اا(٢٥)

جنهنجي انت ڪال ۾ دونهون ڦهلجي رهيو هجي، يوگہ اگني هجي (اگني يگيہ پرڪريا ۾ پهچي وڃڻ وارو اگنيءَ جو سوروپ آهي، پر دونهين سان ڍڪيل هجي، اوديا جي راتري هجي، انڌيرو هجي، ڪرشڻ پکش جو چندرما کيڻ ٿي رهيو هجي، ڪاراڻ گهٽي هجي، ڇهن وڪارن(ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، مل ۽ مَتِسر) سان گڏيل دڪشارائڻ ارٿات ٻاهر مکي هجي ( جو پرماتما جي پرويش کان هينئر ٻاهر هجي) اُن يوگيءَ کي وري جنم وٺڻو پوي ٿو. تہ ڇا شرير سان گڏ ان يوگيءَ جي ساڌنا نشٽ ٿي وڃي ٿي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا-

शुक्लकुष्णे गती ह्येते जगत: शाश्वते मते।
एकया यात्यनावृत्तिमन्ययावर्तते पुन:।।२६।।

”شُڪِلَڪِرِشٽي گَتِي هييتي جَڳَتَهہَ شاشِوَ تي مَتي
ايڪيايا تِيَنا وِرتيِمَنِيَياوَرِ تَتي پُنهہَ (٢٦)

مٿيون شُڪلَ ۽ ڪرشڻ ٻنهي پرڪارن جون گتيون جڳت ۾ ٻئي شد آهن منعيل ساڌن جو ڪڌهن وناش نٿو ٿئي. هڪ (شڪُل) اوستا ۾ شرير ڇڏڻ وارو پنيان نہ اچڻ واري پرم گتيءَ کي پراپت ٿئي ٿو ۽ ٻيءَ اوستا ۾ ويل پنيان موٽي ٿو، جنم وٺي ٿو. جيستائين پورڻ پرڪاش نٿو ملي، تيستائين اُنکي ڀڄن ڪرڻو آهي. سوال پوروٿيو. هاڻي اُنجي ساڌن تي وري زور ڏين ٿا.

**नैते सृती पार्थ जानन्योगी मुह्यति कश्चन।**
**तस्मात्सर्वेषु कालेषु योगयुक्तो भवार्जुन।।२७।।**

”تَئيتي سِرتِي پارٿ جانَنيوگِي مُهيتِي ڪَشِچَنَ
تَسما تِسَرِ ويشوُ ڪاليشوُ يوگيُڪتو ڀوارِجُنَ (٢٧)

هي پارٿ! ان پرڪار انهن گهرجن کي جاڻي ڪو ئي بہ يوگي موهت نٿو ٿئي. هو جاڻي ٿو تہ پورڻ پرڪاش پائڻ ڪانپوءِ برهم کي پراپت ٿيندو ۽ ڪِيڻ، جهِيٺو پرڪاش رهڻ تي بہ ساڌن جو ناس نٿو ٿئي. ٻئي گتيون پوتر آهن. هاڻي ارجن! تون سڀ ڪال ۾ هروقت يوگہ سان ڳنڍجي وڃ منعيل لڳاتار ساڌن ڪر.

**वेदेषु यज्ञेषु तपःसु चैव**
**दानेषु यत्पुण्यफलं प्रदिष्टम्।**
**अत्येति तत्सर्वभिदं विदित्वा**
**योगी परं स्थानमुपैति चाद्यम्।।२८।।**

”ويديشوُ يَگيشوُ تَپَهسوُ چَئيوَ ا
دانيشوُ يَتپُڻيَڦَلَمِ پرَ دِشٽَمِ اا
اُتييتي تَتِسَرِوَمِدمِ وِدِتوا ا
يوگي پَرَمِ سٿانمُپَئيتي چادِيَمِ اا (٢٨)

هن کي ساکياتڪار سان گڏ جاڻي (مڃي نہ) يوگي ويد، يگيہ، تپ ۽ دان جي پڙيہ ڦلن جو بنا شڪ اُلنگهن ڪري ٿو

وڃي ۽ سناتن پرم پد کي پراپت ٿئي ٿو. اوِدِيا پرماتما جي ساڪيات ڄاڻ جو نالو ويد آهي. هو اڻ ٻڌل تَتوَ جڏهن ڄاتل ٿي ويو، تہ هاڻي ڪير ڪنهن کي ڄاڻي؟ هاڻي ڄاڻ ٿيڻ کان پوءِ ويدن سان بہ پريوجن سماپت ٿي ٿو وڃي، ڄاڪاڻ تہ ڄاڻڻ وارو جدا نہ آهي، يگيہ معنيٰ آراڌنا جي مقرر ڪِريا ضروري هئي؛ پر جڏهن اُهو تَتوَ ظاهر ٿي ويو تہ ڪنهن جي لاءِ يڄن ڪريون؟ من سان گڏ اندرين کي لڪشيہ ڏانهن وڌڻ لاءِ تپائڻ ضروري آهي. منزل ملڻ تي پوءِ ڪنهنجي لاءِ تَپُ ڪريون؟ من، وچن ۽ ڪرم سان سڀ ڀاوَ سمرپڻ جو نالو دان آهي. ان سڀ جو پڻيڦل آهي پرماتما جي پراپتي. ڦل بہ هاڻي الڳہ نہ آهي هاڻي ان سڀ جي ضرورت ئي نہ رهي. اُهو يوگي تپ، دان وغيره جي ڦلن کي بہ پار ڪري ٿو وڃي. هو پرم پد کي پراپت ٿئي ٿو.

**تاتپرج :-**

هن اڌياءَ ۾ پنڄن مکيہ نقطن تي ويچار ڪيو ويو. جنهن ۾ سڀ کان پهرين اڌياءَ ستين جي پڇاڙيءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ دواران ٻڌ پوکيل سوالن کي صاف سمجهائڻ جي جڳياسا سان هن اڌياءَ جي شروعات ۾ ارجن ست سوال ڪيا تہ ڀڳوان ! جيڪي توهان چيو، اُهو برهم ڇا آهي؟ هوُ اڌياتم ڇا آهي؟ اُهي سمپورڻ ڪرم ڇا آهن؟ اڌيديو، اڌيڀوت ۽ اڌِييگيہ ڇا آهي؟ ۽ انت سمي توهين ڪهڙِي طرح ڄاڻڻ ۾ اچو ٿا تہ ڪڏهن وسمرت نٿا ٿيون؟ يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو تہ جنهنجو وناش نٿو ٿئي، اُهوئي پربرهم آهي. پنهنجي ئي پراپتي وارو پرم ڀاوَ ئي اڌياتم آهي. جنهن سان جيوُ مايا جي آڌيپَتيہ مان نڪري آتما جي آڌيپَتيہَ ۾ اچي وڃي ٿو، اهوئي اڌياتم آهي ۽ ڀوتن جا اُهي ڀاوَ جي شڀ يا اشڀ سنسڪارن

کي اتپن ڪن ٿا، اُنهن ڀاوَن جو روڪجي وڃڻ ”وِسَرِگَهہ“ مڃجي وڃڻ ئي ڪرم جي سمپورٽتا آهي. هن کان اڳي ڪرم ڪرڻ جي ضرورت ئي نٿي رهي. هاڻي ڪرم ڪو اهڙو آهي جا ڪرم جي سنسڪارن جي اُچل کي ئي مٽائي ٿي ڇڏي.

ان پرڪار کشر ڀاوَ اڌيڀوت آهي ارٿات نشٽ ٿيڻ وارا ئي ڀوتن کي اتپن ڪرڻ جو ماڌيم آهن. اُهي بہ ڀوتن جو آڌار آهن. پرم پرش ئي اڌيدَئيوَ آهي. ان ۾ دَئِوي سمپد مليل هوندي آهي. هن شرير ۾ اَڌِييَگيہ مان آهيان ارٿات جنهن ۾ يگيہ لِين ٿين ٿا، اُهو مان آهيان، يگيہ جو آڌار آهيان. هو منهنجي سوروپ کي ئي پراپت ٿئي ٿو مطلب تہ شري ڪرشڻ يوگي هئا. اَڌِييگيہ ڪو اهڙو پرش آهي جو هن شرير ۾ ئي رهي ٿو، ٻاهر نہ. ڇهاڙيءَ جو سوال هو تہ انت ڪال ۾ توهين ڪهڙي طرح ڄاڻڻ ۾ اچو ٿا. هنن ٻڌايو تہ جيڪي منهنجو نرنتر سمرڻ ڪن ٿا، مونکان سواءِ ڪنهن ٻيءَ وشيہ وَستوءَ جو چنتن اچڻ ئي نٿا ڏين ۽ ائين ڪندي شرير جو سنبنڌ تياڳي ڇڏين ٿا. هو منهنجو ساڪيات سوروپ کي پراپت ٿين ٿا، جن کي انت ۾ بہ اُتي پراپت رهي ٿو. شرير جي مرتيو سان گڏ هيءَ گيان ٿئي ٿو اهڙي ڳالهہ نہ آهي. مرڻ تي بہ ملي تہ شري ڪرشن پورڻ نہ هوندو، انيڪ جنمن ۾ هلي پائڻ وارو گ يانِي اُن جو سوروپ نہ هجي ها. من جو سيني پاسي روڪڻ ۽ رڪاوت کان دور من جو بہ وِلَيہ ئي انت ڪال آهي، جتي وري شريرن جي اُتپتي جو ذريعو شانت ٿي وڃي ٿو. اُن وقت هو پرم ڀاوَ ۾ پرويش پائي وڃي ٿو. هنجو پُنَرِ جنم نٿو ٿئي.

ان پراپتي لاءِ هنن سمرڻ جو وڌان ٻڌايو تہ ارجن! نرنتر منهنجو سمرڻ ڪر ۽ يڌ ڪر. ٻئي گڏ ڪيئن ٿي سگهندا؟ (اوچتو) ڪداچت ائين ٿئي تہ ”جئہ گوپال، هي ڪرشڻ چوندا

رهون، لٺ به هلائيندا رهون. سمرڻ جو سوروپ صاف ڪيو ته
يوگه ڌارڻا ۾ استر رهندي، مون ڪانسواءِ ٻي ڪنهن به وستوءَ جو
سمرڻ نه ڪندي نرنتر لڳاتار سمرڻ ڪَرِ. جڏهن سمرڻ اهڙو
سوکيم آهي، ته يڏ ڪير ڪندو؟ مچيو ڪٽي، هيء ڪتاب پڳوان
آهي، ته ان ڪان الڳه پاسي واري وستو، سامهون وينل لوڪ يا
ٻي ڏٺل ٻڌل ڪائي وستو سنڪلپ ۾ به نه اچي، ڏيکاري نه
ڏئي. جي ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته سمرڻ نه آهي، اهڙي سمرڻ ۾
يڏ ڪيئن؟ حقيقت ۾ جڏهن توهين ان پرڪار نرنتر سمرڻ ۾
پرورت ٿيندا، ته اُنهيءَ ڪِنَ يڏ جو صحيح سوروپ سامهون
ايندو آهي، ڪڙو ٿيندو آهي. اُن وقت ماياوي پرورتي رڪاوٽ
جي روپ ۾ ظاهر ٿي آهي. ڪام ڪروڌ، راڳه دويش ٻئي مضبوط
شترو آهن. اهي شترو سمرڻ ڪرڻ نه ڏيندا. انهن ڪان پار ٿي
وڃڻ ئي يڏ آهي. انهن شترن جي متجي وڃڻ سان ئي ويڪتي
پرم گت کي پراپت ٿئي ٿو.

هن پرم گتيءَ کي پائڻ لاءِ ارجن! تون جَپِ ته ''اوم'' جو
۽ ڌيان منهنجو ڪر ارٿات شري ڪرشن هڪ يوگي هو. نام ۽
روپ آراڌنا جي ڪنجي آهي.

يوگيشور شري ڪرشن ان سوال کي به کنيو ۽ پُنر جنم ڇا
آهي؟ اُن ۾ ڪير ڪير اچن ٿا؟. هنن ٻڌايو ته برهما کان وٺي
ڪُل جڳت پُنر وَرتي آهي ۽ انهن سڀني جي سماپت ٿيڻ تي
به منهنجو پرم اويڪت ڀاوُ ۽ اُن ۾ استتي سماپت نٿي ٿئي.

هن يوگه ۾ رُڌل پرش جون ٻه گَتيون آهن. جيڪو پورڻ
پرڪاش کي پراپت ڇهن آشچريه سمپن ڪنوارو (برهچاري)
آهي، جنهن ۾ ذري ماتر به گهٽتائي نه آهي، اُهو پرم گت
کيء پراپت ٿئي ٿو. جيڪڏهن اُن يوگه ڪرتا ۾ ذري به گ
هٽتائي آهي، ڪرشڻ پکش جي ڪارڻ ڦهليل آهي، اهڙي

اوسٿا ۾ ئي شرير سماپت ٿيڻ واري يوڳيءَ کي جنم وٺڻو پوي ٿو. هو رواجي جيوَ وانگر جنم مرڻ جي چڪر ۾ نٿو ڦاسي بلڪ جنم وٺي اڳين رهيل باقي ساڌنا کي پورو ڪري ٿو.

اهڙي طرح ٻئي جنم، ۾ اُن ڪِريا ۾ هلي هو به اُتيئي پهچي ٿو وڃي جنهنجو نالو پرم ڌام آهي. پهرين به شري ڪرشڻ چئي آيا آهن ته هنجو ٿورو به ساڌن جنم مرڻ جي مهان ڀَئه کان اُڌار ڪري ئي ڇڏيندو آهي. ٻئي رستا شُڀ آهن شاشوت آهن، نه متجندڙ آهن. ان ڳالهه کي سمجهي ڪوبه پرش يوڳ کان ڇلائمان نٿو ٿئي. ارجن! تون يوڳي بڻج. يوڳي ويد، تپ، يڳيه ۽ دان جي پڙيه ڦل جو اُلنگهن ڪري وڃي ٿو، پرم گت کي پراپت ٿئي ٿو.

هن اڌياءِ ۾ جڳهه جڳهه تي پرم گت جو چترڻ ڪيو ويو آهي جنهن کي اويڪت، اڪشيه ۽ اڪشر چئي سمبوڌت ڪيو ويو، جنهن جو ڪڏهن ناس يا وناش نٿو ٿئي.

هاڻي : -

اوم تَتِسَدِتي شريمد ڀڳود گيتا سوُ پَنِشتِسوُ برهم وديا يامِ يوگه شاستري شري ڪرشڻا رِجُنَ سمِوادي ''اڪشربرهميوگو'' ناما شِٽموڌيايَهَه ١١٨١١

ان پرڪار شريمد ڀڳود گيتا روپي اُپنشد ايوَمِ برهم وديا تٿا يوگشاستري وشيڪ شري ڪرشڻ ۽ ارجن ڪي سنواد ۾ ''اڪشربرهم يوگه'' نامڪ آٺوان اڌيايه پورڻ هوتا هئه.

اِتي شريمتپرمهنس پرمانندسيه شِشيه سوامي اڙگڙانند ڪِرتي شريمدِ ڀڳوَدِ گيتا ياهَ ''ڀٿارتگيتا'' ياشِيي''اڪشر برهميوگو'' ناماشٽمو ڌيايه ١١٨١١

١١ هري اوم تَتِ سَتِ ١١

# ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

# اَت نامو ڌيايَهَ

اڌياءَ ڇهين تائين يوگيشور شري ڪرشڻ يوگ جو سلسليوار وشليشڻ ڪيو. جنهنجو شڌ ارٿ هو، يگيہ جي پرڪريا يگيہ ان پَرَمَ ۾ پرويش ڏيارڻ واري آراڌنا جي وڌي وشيشہ جو چترڻ ڪيو، جنهن ۾ چراچر جڳت، هَوَن سامگري جي روپ ۾ آهي. من کي روڪڻ ۽ روڪيل من ۾ بہ وِلَيہَ ڪال ۾ هو امرت تَتِوَ ظاهر ٿي وڃي ٿو. پوُرتي ڪال ۾ يگيہ جنهنجي سرشٽي ڪري ٿو، ان جو شيونُ ڪرڻ وارو گياني آهي ۽ هو سناتن برهم ۾ پرويش پائي وڃي ٿو. اُن ملڻ جو نالو ئي يوگ آهي. اُن يگيہ کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ئي ڪرم چوائيندو آهي. ستين اڌياءَ ۾ هُنن ٻڌايو تہ هن ڪرم کي ڪرڻ وارا وياپت برهم، سمپورڻ ڪرم، سمپورڻ اَڌياتم، سمپورڻ اڌيديو، اڌيڀوت ۽ اڌييگيہ سميت مونکي ڄاڻن ٿا. ائين اڌياءَ ۾ هنن چيو تہ اهائي پرم گتي آهي، اُهو ئي پرم ڌام آهي.

هن اڌياءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشن پاڻ چرچا ڪئي تہ يوگ يڪت پرش جو ائشوريہ ڪهڙو آهي؟ سڀ ۾ وياپت رهندي بہ هو ڪيئن نرليپ آهي؟ ڪندي بہ هو ڪيئن اڪرتا آهي؟ اُن پرش جو سڀاءُ ۽ پرڀاوَ تي پرڪاش وجهندي، يوگ جي آچرڻ ۾ ڊلجي وڃڻ تي اڇڻ وارا ديوتا آدڪ وگهنن کان سَتَرِڪ (سڄاڳہ) ڪيو ۽ اُن پرش جي شرڻ ٿيڻ تي زور ڏنو:

**श्रीभगवानुवाच**

**इदं तु ते गुह्यतमं प्रवक्ष्याम्यनसूयवे।**
**ज्ञानं विज्ञानसहितं यज्ज्ञात्वा मोक्ष्यसेऽशुभात्।।१।।**

شري ڀڳوان اُواچ

”اِدَمِ توُ تي گُهيتَمَمِ پرَوَڪِشياَمِ يَنَسوُيوي
گياَنَمِ وِگياَنسَهِتَمِ يَجِگياَتوا موڪِشَيَسيشُڀاتِ (۱)

يوگيشور شري ڪرشن چيو-ارجن! اَسويا (حسد، ڏاهہ، ايرشا) رهِت تنهنجي لاءِ مان هن پَرَمَ گوپنِيہَ گيان کي، ڳجهي گيان کي وگيان سميت چوندس ارٿات پراپتي کان پوءِ مهاپرش جي رهڻيءَ سان گڏ چوندس تہ ڪيئن اُهو مهاپرش سيني هنڌ هڪ ئي وقت ڪرم ڪري ٿو، ڪيئن هو جاڳرتي اسان کي سيکاري ٿو، رٿي بڻجي آتما سان گڏ سدائين ڪيئن رهي ٿو؟ ان تي چون ٿا

राजविद्या राजगुह्यं पवित्रमिदमुत्तमम्।
प्रत्यक्षावगमं धर्म्यं सुसखं कर्तुमव्ययम्।।२।।

راَجوِديا راجگُهيَمِ پَوِتِرَ مِدَمُتَمَمِ
پرَتِڪِشا وَگَمِ ڌَرِميَمِ سُسُکَمِ ڪَرِتوُمَوِيَيَمِ (۲)

وگيان سان گڏ هيءُ گيان سيني وديائن جو راجا آهي. وديا جو ارٿ ڀاشا گيان يا شڪشا نہ آهي ”وديا هي ڪا بِرَهَمَ گَتِپرَدايا ا“ ”سا وديا يا وِمُڪِتَيي“ وديا اُن کي چون ٿا تہ جنهن وٽ اچي اُن کي اُٿاري برهم پَتَ تي هلائيندي موکش جي سوغات ڏئي. جيڪڏهن رستي ۾ رڏيون سڏيون ۽ پرڪرتي ۾ ڪٿي اُلجهي ويو تہ سِڌِ آهي تہ اوديا سڦل ٿي ويئي. اُها وديا نہ آهي. اها راج وديا اهڙي آهي جو پڪ ڪلياڻ ڪرائڻ واري آهي. هيءَ سيني ڳُجهن جو راجا آهي. اوديا ۽ وديا جي لکل سانگن جو اناورڻ، ڏاهڻ ۽ لاهڻ تي يوگيڪتا کان پوءِ ئي هن سان ميلاپ ٿئي ٿو. هيءُ تمام پوتر، اُتم ۽ ظاهر ڦل ڏيڻ واري آهي. هِتي ڪر، هُتي ڪڻ اهڙو ظاهر ڦل ڏيڻ واري آهي.هيءُ انڌوشواس نہ آهي تہ هن جنم ۾ ساڌن ڪيون، ڦل ڪنهن ٻئي جنم ۾

ملندو. هيءُ پرڌرم پرماتما سان ڳنڍيل آهي. وگيان سان گڏ هيءُ گيان ڪرڻ ۾ سولو ۽ اوناشي آهي.

اڌياءَ ٻئين ۾ يوگيشور شري ڪرشن چيو هو تہ ارجن! هن يوگ ۾ ٻج جو ناس نٿو ٿئي. هنجو ٿورو بہ ساڌن جنم مرڻ جي مهان ڊپ کان اُڌار ڪري ڇڏيندو آهي. ڇهين اڌياءَ ۾ ارجن پڇيو هو تہ ڀڳوان ! ڍلي ڪوشش ڪرڻ وارو ساڌڪ نشٽ ڀرشٽ تہ نٿو ٿي وڃي؟ شري ڪرشن ٻڌايو تہ ارجن! پهرين تہ ڪرم کي سمجهڻ ضروري آهي ۽ سمجهڻ کانپوءِ ٿورو بہ ساڌن پار لڳائي ڇڏي تہ اُن جو ڪنهن بہ جنم ۾ ڪڏهن وناش نٿو ٿئي، بلڪ اُن ٿوري ابياس جي پرڀاوَ سان هر جنم ۾ اهوئي ڪري ٿو. انيڪ جنمن جي ڦل ۾ اُتيئي پهچي ٿو وڃي، جنهنجو نالو پرم گت معنيٰ پرماتما آهي. ان کي يوگيشور شري ڪرشن هتي بہ چون ٿا تہ هيءُ ساڌن ڪرڻ ۾ تمام سولو ۽ اوناشي آهي، پر اُن جي لاءِ شرڌا سدائين ضروري آهي.

अश्रद्दधानाः पुरुषा धर्मस्यास्य परन्तप।
अप्राप्य मां निवर्तन्ते मृत्युसंसारवर्त्मनि।।३।।

”اَشرَڌاناھ پُرُشا ڌَرمَسياسِيَہ پَرنِتَپ
اَپراپيَہ مامِ نِوَرتَنِتي مِرِتيوُسَنِسارَ وَرِتماني“ (٣)

پَرنتَپ ارجن! هن ڌرم ۾ (جنهنجو ٿورو بہ ساڌن ڪرڻ سان وناش نٿو ٿئي) شرڌا رَهِت پرش (هڪ اِشٽ ۾ من کي پوري طرح نہ رکڻ وارو پرش) مونکي پراپت نہ ٿي سنسار ڪيتر ۾ ڀٽڪندو رهندو آهي، هاڻي شرڌا ضروري آهي. ڇا توهين سنسار کان پري آهيو؟ ان تي چون ٿا:

मया ततमिदं सर्वं जगदव्यक्तमूर्तिना।
मत्स्थानि सर्वभूतानि न चाहं तेष्ववस्थितः।।४।।

**”مَياتَتَمِدَمِ سَروَمِ جڳدويَڪتَ مورتِينا ۱**
**مَتِستّاني سَروَيوتاني نہ چاهَمِ تيشِوَوَستِتَهہ ۱۱“ (۴)**

منهنجي لڪل اُتم سوروپ مان هيءُ سڄو جڳت وياپت آهي ارٿات مان جنهن سروپ ۾ استٿ آهيان، اُهو هرهنڌ وياپت آهي. سڀ پراڻين مون ۾ استٿان پاتو آهي پر مان اُن ۾ استٿ نہ آهيان، ڇو جو مان مڪيہ سوروپ ۾ استٿ آهيان، مهاپرش جنهن اڻ ڏٺل سروپ ۾ استٿ آهن. اُتان ڪان (شرير ڇڏي اُنهي اڻ ڏٺل سطح ڪان ئي) ڳالهائين ٿا. هن سلسلي ۾ اڳيان چون ٿا:-

**न च मत्स्थानि भूतानि पश्य मे योगमैश्वरम्।**
**भूतभृन्न च भूतस्थो ममात्मा भूतभावनः।।५।।**

**”نہ چہ مَتِستّاني يوُتاني پَشيہ هي يوگمَئيشِوَرَمِ**
**يوُت ڀِرِنَ چہ يوُتَستو مَماتما يوُتَياوَنَهہ (۵)**

حقيقت ۾ سڀ ڀوت بہ مون ۾ استٿ نہ آهن ڇاڪاڻ تہ هوُ مرڻ ڌرما آهن، پرڪرتي جي آسري تي آهن، پر منهنجي يوگہ جي اَئِشوريہ کي ڏِسُ تہ جيو ڌارين کي اُتپن ۽ پالن ڪرڻ وارو منهنجو آتما ڀوتن ۾ استٿ نہ آهي، ڏن پدارٿن ۾ استٿ نہ آهي. مان آتم سوروپ آهيان ۽ ان ڪري مان اُنهن ڀوتن ۾ استٿ نہ آهيان. اهوئي يوگہ جو اثر آهي. ان کي صاف ڪرڻ جي لاءِ يوگيشور درشٽانت ڏين ٿا:-

**यथाकाशस्थितो नित्यं वायुः सर्वत्रगो महान्।**
**तथा सर्वाणि भूतानि मत्स्थानीत्युपधारय।।६।।**

**”يَٿا ڪا شَستِتو نِتيَمِ وايوُهہ سَروَترَگو مَهانِ**
**تَٿاسَرواڻي يوتاني مَتِستّانيتِيُپَڌارَيہ (٦)**

جيئن آڪاش مان ئي اتپن ٿيڻ وارو مهان وايو آڪاش ۾ ئي سدائين استٿ آهي پر اُن کي خراب نٿو ڪري سگهي. ٺيڪ ائين ئي سڀ ڀوت مون ۾ استٿ آهن، ائين ڄاڻ، ائين

سمجهہ. ٺيڪ اهڙي طرح مان آڪاش وانگر نرليپ آهيان. هو مونکي ملِين نٺا ڪري سگهن. سوال پورو ٿيو. اهوئي يوگہ جو اثر آهي. هاڻي يوگي ڇا ٿو ڪري؟ ان تي چون ٿا:-

सर्वभूतानि कौन्तेय प्रकृतिं यान्ति मामिकाम्।
कल्पक्षये पुनस्तानि कल्पादौ विसृजाम्यहम्।।७।।

’’سَروَڀوُتاني ڪؤنتييَہ پرڪرِتِم يانِتي مامِڪامِ
ڪَلپَڪَشَيي پُنَستاني ڪَلپادَئوُ وِسَرِجاميهَمِ (٧)

ارجن! ڪلپ جي پوري ٿيڻ وقت ۾ سڀ منهنجي پرڪرتي معنيٰ منهنجي سڀاءَ کي پراپت ٿين ٿا ۽ ڪلپ جي آد ۾ مان انهنکي بار بار ’’وِسَرِجامي‘‘ خاص روپ ۾ سرجن ڪريان ٿو. هئا تہ هو پهرين ئي پروڪِرت هئا، اُنهن کي رچيان ٿو، سجايان ٿو. جو اچيت آهن اُنهن کي جاڳرت ڪريان ٿو. ڪلپ لاءِ اُڪسايان ٿو، اتساهہ ڏيان ٿو. ڪلپ جو تاتپرج آهي اڳيان وڌڻ جي لاءِ پريورتن. آسُري سمپد مان نڪري جيئن جيئن پرش دَئوي سمپد ۾ پرويش پائي ٿو، اُتان ئي ڪلپ جو وناش آهي. پنهنجو ڪرم پورو ڪري ڪلپ بہ وِلَيہ ٿي وڃي ٿو. ڀڄن جو آرنڀ ڪلپ جي آدِ آهي ۽ ڀڄن جو مٿي پهچڻ، جتي لڪش ظاهر ٿئي ٿو، ڪلپجو انت آهي. جڏهن هيءَ مڪت آتما جوڙين جي ڪارڻ ڀوت -راڳہ-دويش کان مڪتي پائي پنهنجي پوتر سوروپ ۾ استر ٿي وڃي. ان کي شري ڪرشن چون ٿا تہ هو منهنجي پرڪرتي کي پراپت ٿئي ٿو.

جو پرش پرڪرتِي کي وِلَيہ ڪري سوروپ ۾ پرويش پائي ويو. اُنجي پرڪرتي ڪهڙي؟ ڇا پرڪرتي ان ۾ باقي آهي؟ اڌياءُ ٣٣-٣ ۾ يوگيشور ڪرشن چئي چڪا آهن تہ سڀ پراڻي پنهنجي پرڪرتِي کي پراپت ٿين ٿا. جهڙو ان جي مٿان پرڪرتيءَ جي گڻن جو پرڀاوُ آهي، ائين ئي ڪن ٿا

۽ ''گِيانَوانڀي'' هرهڪ درشن سان گڏ ڄاڻ وارو گياني ٻه پنهنجي پرڪرتي کي ڏسي ڪوشش ڪري ٿو. هو پنهنجي ماڻهن جي ڪلياڻ لاءِ ڪري ٿو. پورڻ گياني تَتِوَ استت مهاپرش ٻه اُن جي رهڻي ٻه هنجي پرڪرتي آهي. هو پنهنجي انهي سڀاوَ ۾ وَرتي ٿو. مهاپرش جي انهي ڪِرتيتِوَ تي وري پرڪاش وجهن ٿا:

**प्रकृतिं स्वामवष्टभ्य विसृजामि पुनः पुनः।**
**भूतग्राममिमं कृत्स्नमवशं प्रकृतेर्वशात्।।८।।**

''پِرَڪِرتِمِ سوامَوَشٽِڀِيهَ وِسِرجامي پُنَهه پُنَهه
ڀوُتَگرامَمِمَمِ ڪِرتِسنَمَوَشَمِ پِرِڪِرتيرِوشاتِ (٨)

پنهنجي پرڪرتي ارٿات مهاپرش جي رهڻي سويڪار ڪري ''پِرِڪِرتيرِوشاتِ'' پنهنجي پنهنجي سڀاءَ ۾ استت پرڪرتي جي گڻن کان بيوس ٿيندي سمپورن ڀوت پروار کي مان وري وري ''وِسَرِجامِ'' خاص سرجن، خاص روپ سان سجايان ٿو. هنن کي پنهنجي سوروپ جي طرف وڌڻ جي لاءِ اتساهت ڪندو آهيان. تڏهن ته توهين هن ڪرم سان ٻڌا آهيو.

**न च मां तानि कर्माणि निबध्नन्ति धनञ्जय।**
**उदासीनवदासीनमसक्तं तेषु कर्मसु।।९।।**

'' نَ چَه مامِ تانِي ڪرماڻي نِبَڌَنَنتي ڌننجيه
اُداسينَوَدا سِينَمَسَڪِتَمِ تيشوڪَرِمَسوُ (٩)

اڌياءَ چوٿين جي نائين سلوڪ ۾ يوگيشور شري ڪرشن چيو هو ته مهاپرش جي ڪاريه پرڻالي الوڪڪ آهي. اڌياءَ ۴-۹ ۾ ٻڌايو مان اڻ ڏٺل روپ سان ڪندو آهيان. هتي ٻه چون ٿا ته ڌننجيه ! جن ڪرمن کي مان ادرشيه روپ سان ڪريان ٿو، اُنهن ۾ منهنجو موهه ڪونهي. اُداسين جي سدرشيه رهڻ وارا مون پرماتم سوروپ کي اُهي ڪرم نٿا ٻڌن، ڇاڪاڻ ته ڪرمن جي ڦل ۾ جا منزل ملي ٿي، اُن ۾ مان استت آهيان تنهنڪري

اُنهن کي ڪرڻ لاءِ مان مجبور نہ آهيان.

هيءُ تہ سياوَ سان گڏ جڙيل پرڪرتي جي ڪمن جو سوال هو. مهاپرش جي رهڻي هئي، هن جي رچنا هئي. هاڻي منهنجي پريرڻا سان جو مايا رچي ٿي، اُهو ڇا آهي؟ اهو بہ هڪ ڪلپ آهي.

मयाध्यक्षेण प्रकृतिः सूयते सचराचरम्।
हेतुनानेन कौन्तेय जगद्विपरिवर्तते।।१०।।

”مَياڌِيَڪشَڻ پرِڪرِتِهہ سوُيَتي سَچرا چَرَمِ
هيتُنانينَ ڪؤنتيہ جَگَدِوِپرِوَرتَتي (١٠)

ارجن! منهنجي حاضريءَ ۾، منهنجي هٽ هيٺ ۾ سروترووياپت ۾ منهنجي اڀياس سان هيءَ مايا (ٽگڻ مَئي، پرڪرتي، اشتڌا مول پرڪرتي ۽ چيتن ٻئي) چراچر سهت جڳت کي رچين ٿا، جو ظالم ۽ سوارٿي ڪلپ آهي ۽ ان ڪرڻ سان هيءَ سنسار آواگمن جي چڪر ۾ گهمندو رهندو آهي. پرڪرتي جو هيءَ ظالم ڪلپ جنهن ۾ ڪال جو پريورتن آهي، منهنجي ڪوشش سان پرڪرتي ئي ڪري ٿي، مان نٿو ڪريان، پر ستين سلوڪ جو ڪلپ آراڌنا جو ڦهلاءُ ۽ پوُرتي ڪرائڻ وارو مارگہ درشن وارو ڪلپ مهاپرش سويم پاڻ ڪن ٿا، هڪ جڳهہ تي هو سويم ڪرتا آهي، جتي هو خاص روپ سان سرجن ڪري ٿو. هتي ڪرتا پرڪرتي آهي، جا صرف منهنجي ڪوشش سان هيءَ ڪن ۾ جو پريورتن ڪري ٿي جنهن ۾ شريرن جو پريورتن ، وقت جو بدلاءُ، يگہ پريورتن وغيره اچن ٿا. اهڙو وياپت پرياءُ ٿيڻ تي بہ موڙهہ غافل لوڪ مونکي نٿا ڄاڻن - جيئن تہ

अवजानन्ति मां मूढा मानुषीं तनुमाश्रितम्।
परं भावमजानन्तो मम भूतमहेश्वरम्।।११।।

”اَوَجانَنتي مامِ موڙها مانُشيمِ تَنُماشِرَتمِ
پَرَمِ ڀاوَمجانَنتو مَمَ ڀوُتمهيشِوَرمِ “ (١١)

سمپورڻ ڀوتن جو مهان ايشور روپ منهنجي پرم ڀاوَ کي نہ ڄاڻڻ وارا موڙهہ لوڪ مونکي منش شرير جي آڌار وارو ۽ تڇ سمجهندا آهن. سمپورڻ پراڻين جو ايشورن جو بہ مهان ايشور آهي، اُن پرم ڀاوَ ۾ مان استٿ آهيان؛ پر هو منش شريرڌاري، موڙهہ ماڻهو ان کي نٿا ڄاڻن. هو مونکي منش جهڙي سمبوڌت ڪندا آهن. اُنهن جو ڏوهہ بہ ڪهڙو آهي؟ جڏهن هو درشٽي پات ڪن ٿا تہ مهاپرش جو شرير بہ تہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هوُ ڪيئن سمجهن تہ توهين مهان ايشور ۾ استٿ آهيو؟ هو ڇو نہ ٿا ڏسي سگهن؟ ان تي چون ٿا :-

मोघाशा मोघकर्माणो मोघज्ञाना विचेतस:।
राक्षसीमासुरीं चैव प्रकृतिं मोहिनीं श्रिता:।।१२।।

”موگهاشا موگهڪَرماڻو موگهگيانا وِچيتَسَهہ
راکِشَسيِماسُريِمِ چَئيِوَ پرڪِرِتِمِ موهَنيِمِ شِرَتاهہ (١٢)

هو اجائي آشا (جا ڪڏهن پوري نہ ٿئي اهڙي آشا) ، اجايا ڪرم (بنڌن وارا ڪرم) اجايو گيان (جو حقيقت ۾ اگيان آهي)، ”وِچيتَسَهہ“ خاص روپ سان اچيت هئڻ وارا، راکشس ۽ اَسُرَنَ جهڙن سان موهت ٿيڻ واري سڀاءَ کي ڌارڻ ڪيل هوندا آهن معنيٰ آسُري سڀاوَ وارا هوندا آهن. تنهنڪري منش سمجهندا آهن. اَسُرُ ۽ راکشس من جو هڪ سڀاءُ آهي، نہ ڪا جاتي آهي، نہ ڪا جوڻ. آسُري سڀاوَ وارا مونکي نٿا ڄاڻن، پر مهاتما جن مونکي ڄاڻن ٿا ۽ ڀڄن ڪن ٿا:

महात्मानस्तु मां पार्थ दैवीं प्रकृतिमाश्रिता:।
भजन्त्यनन्यमनसो ज्ञात्वा भूतादिमव्ययम्।।१३।।

”مهاتِمانَسِتوُ مامِ پارِٿ دَئويِمِ پرَڪِرِتيماشرَتاهہ
ڀَڄَنِتيَنَنِمَنَسو گِياتِوا ڀوتادِيمَويَيَمِ (١٣)

هي پارٿ! پر دَئِوي پرَڪرِتي معنيٰ دئوي سمپد جي آسري وٺندي مهاتما جن مونکي سڀني ڀوتن جو آدي ڪارڻ، اڻڏنل ۽ اکشر ڄاڻي انينيہ من سان ارٿات من جي اندرئين تهہ ۾ ڪنهن ٻئي کي استان نہ ڏيئي فقط مون ۾ شرڌا رکي سدائين مونکي ڀڄِن ٿا، ڀڄن ڪن ٿا. ڪهڙي طرح ڀڄن ڪن ٿا؟ ان تي چون ٿا:

**सततं कीर्तयन्तो मां यतन्तश्च दृढव्रताः।**
**नमस्यन्तश्च मां भक्त्या नित्ययुक्ता उपासते।।१४।।**

”سَتَتَمِ ڪيِرتَيَنتو مامِ يَتَنتشَچہ دِرِڍَورِتاھہ
نَمَسيَنتَشَچہ مامِ ڀَڪتِيا نِتيَيُڪتا اُپاستي “ (۱۴)

نِرَنتَر چنتن جي ورت ۾ اچل رهندي منهنجن گڻن جو چنتن ڪن ٿا، پراپت ڪرڻ جو يتن ڪندا آهن ۽ مونکي وار وار نمسڪار ڪندي سدائين مون سان ملي ڪرِ اَنِيَنيہ ڀڳتي سان منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا. هردم لڳا رهن ٿا. ڪهڙي اُپاسنا ڪندا آهن؟ ڪهڙو آهي هيءُ ڪيرتمان؟ ڪا ٻي اُپاسنا نَ ورنہ اُهوئي ”يگيہ“ جنهن کي وستار سان ٻڌائي آيا آهيو. ان آرڏنا کي هتي ٿوري ۾ يوگيشور شري ڪرشن دهرائي رهيا آهن:-

**ज्ञानयज्ञेन चाप्यन्ये यजन्तो मामुपासते।**
**एकत्वेन पृथक्त्वेन बहुधा विश्वतोमुखम्।।१५।।**

”گِيانَيَگيِنَ چاپِيَنيي يَجنِتو مامُ اُپاستي
ايڪَتُوين پرَٿَڪتُوينَ ٻهوُڌا وِشوَتومُکَمِ (۱۵)

اُنهن مان ڪوئي تہ مونکي سَروِوياپت وراٽ پرماتما کي گيان يگيہ دواران قرباني ڪن ٿا ارٿات پنهنجي لاءِ، هاجي ۽ شڪتي کي سمجهي انهن مقرر ڪرم يگيہ ۾ پرورت ٿين ٿا. ڪجهہ ايکي ڀاوَ سان منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا تہ مونکي ان ۾ هڪ ٿي مليو آهي ۽ ٻيا سڀ ڪجهہ مونکي الڳہ رکي، مونکي

سمرپڻ ڪري نشڪام ڀاوَ سان منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا ۽ اِئين گهڻن نمونن سان اُپاسنا ڪن ٿا، ڇاڪاڻ تہ هڪ ئي يڳيہ جا هيءُ سڀ اوچا-نيچا سطح آهن. يڳيہ جو آرنڀ شيوا سان ئي ٿيندو آهي، پر اُنجو انوشٺان (ڏرمي پوڄا) ٿيندو ڪيئن آهي؟ يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا. يڳيہ مان ڪريان ٿو. جيڪڏهن مهاپرش اُن جو رَٿي نہ هوندو تہ يڳيہ پار ڪونہ ٿيندو. اُن جي رهبريءَ ۾ ساڌڪ سمجهندو آهي تہ هاڻي تہ هو ڪهڙي ليول تي آهي، ڪٿي پهچي سگهيو آهي؟ حقيقت ۾ يڳيہ ڪرتا ڪير آهي؟ ان تي يوگيشور چون ٿا :-

अहं क्रतुरहं यज्ञः स्वधाहमहमौषधम्।
मन्त्रोऽहमहमेवाज्यमहमग्निरहं हुतम्।।१६।।

”اَهَم ڪِرَ توُرَهَم يَڳيَهہ سِوَڌاهَمَهَمَئوُشَڌَمِ
مَنِترو هَمَهميواڄيمَهَمَگِنَرَهَم هُتَم (١٦)

ڪرتا مان آهيان. حقيقت ۾ ڪرتا جي پنيان پريرڪ جي روپ ۾ سدائين اسانکي هلائيندڙ اِشٽ ئي آهي. ڪرتا دواران جو پار پهچي ٿو اُها منهنجي دين آهي. يڳيہ مان آهيان. يڳيہ جي وڌي وشيش آهي. پوُرتي ڪال ۾ يڳيہ جنهنجو سرجن ڪري ٿو. اُن امرت کي پيئڻ وارو پرش سناتن برهم ۾ پرويش پائي ٿو وڃي. سِو ڌا (اڳوان) مان آهيان، ماضيءَ جي اننت سنسڪارن کي لين ڪرڻ، اُن کي ترپت منهنجي دين آهي. ڀَوَ روڳہ کي مٽائڻ واري دوا مان آهيان. مونکي پائي لوڪ هن روڳہ کان نورت (آزاد) ٿي ويندا آهن، منتر مان آهيان.من کي سواس جي انترال ۾ روڪڻ منهنجي دين آهي. انهي روڪڻ ۾ تيوِرتا آڻڻ واري وستو آجيہ آسرو بہ مان آهيان. منهنجي ئي پرڪاش ۾ من جون سڀ پرورتيون لين ٿي وڃن ٿيون ۽ هَوَن ارٿات سمرپڻ بہ مان ئي آهيان.

هتي يوگيشور ڪرشن وري وري ”مان آهيان“ چئي رهيا آهن ان جي مدد اهائي آهي تہ مان ئي اُتساهہ ڏيڻ واري جي روپ ۾ آتما ۾ الڳہ تي ڪڙو تي ٿو وڃان ۽ نرنتر نرنئہ ڏيندي يوگہ ڪريا کي پورڻ ڪريان ٿو. ان جو نالو وگ يان آهي. پوڄيہ مهاراج جي چوندا هئا ”جيستائين اشٺ ديو رَٿي تي سواس -پساهہ جي روڪ ٿام نہ ڪرڻ لڳن، تيستائين ڀڄن شروع نٿو ٿئي.“ ڪير لکہ ڀيرا اکيون ٻوٽي، ڀڄن ڪري، شرير کي تپائي ليڪن جيستائين جنهن پرماتما جي اسان کي چاهہ آهي اُهو جنهن ليول تي اسين بيٺا آهيون، ان ليول تي لهي آتما کان الڳہ تي جاڳرت نٿو ٿئي، تيستائين صحيح ماترا ۾ ڀڄن جو سوروپ سمجهہ ۾ نٿو اچي. ان ڪري مهاراج جي چوندا هئا، ”منهنجي سروپ کي پڪڙيو، مان سڀ ڏيندس.“ شري ڪرشن چون ٿا سڀ مونکان ٿيندو آهي.

**पिताहमस्य जगतो माता धाता पितामहः।**
**वेद्यं पवित्रमोङ्कार ऋक्साम यजुरेव च।।१७।।**

**”پِتاهَمَسِيہَ جگتو ماتا ڌاتا پِتامَهہ**
**ويديَمِ پَوِترَمونڪارَ رِڪسامَ يَجُريوَ چَ (١٧)**

ارجن! مان ئي سمپورڻ جڳت جو ”ڌاتا“ معنيٰ ڌارڻ ڪرڻ وارو ”پتا“ معنيٰ پالڻ ڪرڻ وارو، ”ماتا“ معنيٰ اُتپن ڪرڻ واري، ”پتامهہ“ معنيٰ مول بنياد آهيان، جنهن ۾ سڀ پرويش پائين ٿا ۽ ڄاڻڻ يوگيہ پوتر اونڪار ارٿات ”اَڪارَهہ آرهہ اِتِ اونڪارهہ“ اُهو پرماتما منهنجي سوروپ ۾ آهي ” سوهمِ، تَتِتُوَمَسي “ وغيره هڪ ٻئي جي آڌار آهن، اهڙو ڄاڻڻ يوگيہ سوروپ مان ئي آهيان. ”رِڪ“ معنيٰ سمپورڻ پرارٿنا ”سام“

ارٿات سَمَتِوَ ڏيارڻ واري پرڪريا ”يَڄُڃهَه“ قرباني جي خاص وڏي مان ئي آهيان. يوڳه جي شروعات جا چيل تي ضروري انگه مونکان ٿين ٿا:

**गतिर्भर्ता प्रभुः साक्षी निवासः शरणं सुहृत्।**
**प्रभवः प्रलयः स्थानं निधानं बीजमव्ययम्।।१८।।**

**”گَتِرِ ڀَرتا پرڀوُهَه ساڪِشي نِواسَهَه شَرڻَمِ سِرِ هرتتِ**
**پرَڀَوَهَه پرَلَيَهَه سِٿانَمِ نِڌانَمِ بيڄمَويَيَمِ (١٨)**

هي ارجن! ”گَتِهَه“ معنيٰ پراپت ٿيڻ جهڙي يوگيه پَرَمِ گتي ”ڀِرتا“ پالڻ پوشڻ ڪرڻ وارو سڀ جو سوامي ”ساڪشي“ ارٿات درشٽاروپ ۾ استت سيني کي جاڻڻ وارو، سيني جي رهڻ جو استان، شرڻ وٺڻ يوگيه، اڪارڻ پريمي، متر، اُتپتي ۽ پرلئه ارٿات شپ اشپ سنسڪارن جو وِليه (ناس) ۽ اوناشي ڪارڻ مان ئي آهيان. ارٿات انت ۾ جن ۾ پرويش ملي ٿو. اُهي سڀ ويوتيون مان ئي آهيان.

**तपाम्यहमहं वर्षं निगृह्णाम्युत्सृजामि च।**
**अमृतं चैव मृत्युश्च सदसच्चाहमर्जुन।।१९।।**

**”تَپامِيَهَمَهَمِ وَرشَمِ نِگرِهڻ مِيُتِسِرجامي چَه**
**اَمِرَتَمِ چَئيوَ مِرتيوُشِچَ سَدَسچياهَمَرجُن (١٩)**

مان سورج جي روپ ۾ تپان ٿو، برسات کي موهيان ٿو ۽ اُن کي وسايان ٿو. مرتيوُ کان پري امرت تَتِوَ توڙي مرتيو، سِت، اَسِت سڀ ڪجهه مان ئي آهيان ارٿات جو پرم پرڪاش پردان ڪري ٿو، اُهو سوريه مان ئي آهيان، ڪڏهن ڪڏهن يڄن ڪرڻ وارا مونکي اسَت به مڃي ٿاوهن، اُهي مرتيو کي پراپت ٿين ٿا. ان طرح چون ٿا:-

**त्रैविद्या मां सोमपाः पूतपापा**
**यज्ञैरिष्ट्वा स्वर्गतिं प्रार्थयन्ते।**

**ते पुण्यमासाद्य सुरेन्द्रलोक-**
**मश्नुन्ति दिव्यान्दिवि देवभोगान् ।।२०।।**

**''تِرَئيوديا مامِ سومپاها پوُتپاپا**
**يَڳيَئيرِ شِٽوا سِوَرِڳتِمِ پرارِٿيَنِتي**
**تي پُڻيَماسادِيہ سُرينِدرَ لوڪ-**
**مَشنِنتي دِوِياندِوِ ديوَ ڀوڳانِ '' (٢٠)**

آرڏنا وديا جا ٽي انگہ رڪ، سام ۽ يَڄُہ معنيٰ هڪجهڙائيءَ جي پرڪريا ۽ قربانيءَ جو وهنوار ڪرڻ وارا، سومَ معنيٰ چندرما جي جهيڻي پرڪاش کي پائڻ وارا پاپ کان مڪت ٿي پوتر ٿيل پرش اُن يڳيہ جي مقرر پرڪريا دوارا مونکي اشٽ روپ ۾ پوڄي سرڳہ لاءِ پرارٿنا ڪن ٿا، اهائي اَستِ جي ڪامنا آهي، ان ۾ هو مرتيو کي پراپت ٿين ٿا، اُنهن جو پُنرِ جنم ٿئي ٿو، جيئن اڳئين شلوڪ ۾ يوگيشور ٻڌايو. هو پوڄين مونکي ئي ٿا. اُن مقرر وڌيءَ سان پوڄين ٿا، پر موت ۾ سرڳہ جي ياچنا (ڪامنا) ڪن ٿا. اُهي پرش پنهنجي پڇ جو ڦل سوروپ اندر لوڪ کي پراپت ٿي سرڳہ ۾ ديوتائن جا ايشوري ڀوڳہ ڀوڳين ٿا. ارٿات هي ڀوڳہ بہ سمان ئي ڏيان ٿو.

**ते तं भुक्त्वा स्वर्गलोकं विशालं**
**क्षीणे पुण्ये मर्त्यलोकं विशन्ति।**
**एवं त्रयीधर्ममनुप्रपन्ना**
**गतागतं कामकामा लभन्ते ।।२१।।**

**'' تي تَمِ ڀُڪتِوا سورگلوڪَمِ وِشالَمِ**
**ڪشيڻي پُڻيي مَرِتيَلوڪَمِ وشنتي ।**
**ايوَمِ تِرييڌَرِمَ منوُ پرَپَنا**
**گِتاگَتَمِ ڪامَڪاما لَڀَنِتي ।। (٢١)**

هو اُن وشال سرڳہ کي ڀوڳي پڇ ڪِيڻ ٿيڻ تي مرتيو لوڪ

ارٿات جنم مرتيو کي پراپت ٿين ٿا. ان طرح ”ترييڌرمَ“ پرارٿنا سَمِتوَ ۽ قربانيءَ جي ٿن نمونن سان هڪ ئي ڀڳيہ جي شروعات ڪرڻ وارا منهنجي شرڻ هوندي بہ ڪامنا وارا پرش بار بار وڃڻ اچڻ کي ارٿات پُنر جنم کي پراپت ٿين ٿا پر اُنهنجو مُول بنياد ناس ڪڏهن نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ ان پَٿ تي ٻج جو ناس ڪونہ آهي. پر جيڪي ڪنهن بہ قسم جي ڪامنا نٿا ڪن اُنهن کي ڇا ملي ٿو؟

अनन्याश्चिन्तयन्तो मां ये जनाः पर्युपासते।
तेषां नित्याभियुक्तानां योगक्षेमं वहाम्यहम्।।२२।।

”اَنَنياشچِنتَيَنتومامِ يي جَناپَريوُپاسَتي
تيشامِ نِتياڀِيُڪتانامِ يوگَشيمِ وَهامِيَهَمِ (٢٢)

اَنَنيَہ ڀاوَ مون ۾ اسٿت ڀڳت جيڪي مون پرماتما سروپ جو نرنتر چنتن ڪن ٿا، ”پَريوُپاستي“ ذري بہ ڪوتاهي نہ رکي منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا. اُن نِتيَہ هڪ ڀاوَ ۾ مليل پرش جو مان يوگہ کيم مان پاڻ وَهَن ڪريان ٿو معنيٰ اُنهن جي يوگہ جي سلامتي جي سڄي جوابداري مان پنهنجي هٿ ۾ کڻندو آهيان. ايترو ٿيڻ تي بہ لوڪ ٻين ديوتائن جو پوڄن ڪن ٿا:

येऽप्यन्यदेवता भक्ता यजन्ते श्रद्धयान्विताः।
तेऽपि मामेव कौन्तेय यजन्त्यविधिपूर्वकम्।।२३।।

”ييپيَنيَديوتا ڀَڪتا يَجَنتي شِرَ ڌَيانوتاهَہ
تي پي ماميوَ ڪؤنتييَہ يَجَنتِيَوِڌيپوُروَڪمِ (٢٣)

ڪؤنتييہَ ! شرڌا سان ڀريل جي ڀڳت - ٻين ٻين ديوتائن کي پوڄين ٿا. اُهي بہ مونکي ئي پوڄين ٿا، ڇاڪاڻ تہ اُتي ديوتا نام جي ڪا وستو تہ ٿيندي ئي ڪونہ آهي، پر اُنهنجو اُهو پوڄڻ اوِڌي پوروڪ آهي، منهنجي پراپتيءَ جي وِڌيءَ کان رهت آهي.

هتي يوگيشور ڪرشن ٻيو پيرو ديوتائن جي وشيہ ڪي ڪنيو آهي. سڀ ڪان پهرين ستين اڌياءَ جي ويهين ڪان ٽيويهن شلوڪن تائين اُنهن چيو تہ ارجن! ڪامنائن دواران جن جي گيان کي چورايو ويو آهي، اهڙا موڙهہ ٻُڌيءَ وارا پرش ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا ۽ جتي پوڄا ڪن ٿا، اُتي ديوتا نامِ جي شڪتي واري سَتا تہ آهي ئي ڪونہ، پر پپر ، پٿر، پوت، پواني يا ٻيا ڪيترا جتي اُنهن جي شرڌا جهڪي وڃي ٿي، اُتي ڪوئي ديوتا آهي ئي ڪونہ. مان ئي سڀ ڪجهہ آهيان. ان جڳهہ تي مان ئي کڙو ٿي اُنهن جي ديو شرڌا کي اُنهن استانن تي استر ڪيان ٿو. مان ئي ڦل جو وڌان (نمونو) ڪريان ٿو. ڦل ڏيان ٿو. ڦل پڪ ملي ٿو، پر اُنهن جو ڦل ناسونت آهي. اڄ آهي تہ سڀاڻي پوڳڻ ۾ اچي ويندو، تڏهن بہ منهنجو ڀڳت نشٽ نٿو ٿئي. هاڻي اُهي موڙهہ ٻُڌيءَ جن جي گيان کي چورايو ويو آهي، اُهي ئي ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا. هن ڏنل اڌياءَ ۾ نائين ڪان وٺي ٽيويهين ڪان پنجويهين شلوڪ تائين يوگيشور شري ڪرشن وري دهرائين ٿا تہ ارجن! جو شرڌا سان ٻين ديوتائن کي پوڄين ٿا، اُهي مونکي ئي پوڄين ٿا، پر وڌيءَ ڪانسواءِ آهي. اُتي ديوتا نامِ جي سَبل وستو آهي ئي ڪونہ. هنن جي پراپتي جي وِڌي غلط آهي. هاڻي سوال ٿو اُٿي تہ جڏهن هو بہ جدا پرڪار سان توهان کي ئي پوڄين ٿا ۽ ڦل بہ ملي ئي ٿو تہ اُن ۾ دوش ڪهڙو آهي؟

अहं हि सर्वयज्ञानां भोक्ता च प्रभुरेव च।
न तु मामभिजानन्ति तत्त्वेनाश्च्यवन्ति ते।।२४।।

”اَهَمِ هيِ سَروَيَگِيانامِ پوِڪتا چَہ پريوُ ريوَ چہ
نہَ توُ مامَڀِجانَنتي تَتِوينا شِڇيَوَنتي تي“ (٢٤)

سمپورڻ يگين جو ڀوڳتا معنيٰ يگيہ جنهن ۾ لين ٿين ٿا. يگيہ جي ڦل ۾ جو ملي ٿو اُهو مان آهيان ۽ سوامي بہ مان ئي آهيان. پر هو مونکي تَتوَ سان چڱيءَ طرح نٿا ڄاڻن تنهنڪري ڏڏچيَوَنتي'' ڪِرن ٿا. ارٿات هو ڪامنائن سان بہ ڪرن ٿا. انهن جي گتي ڇا آهي؟

यान्ति देवव्रता देवान्पितृन्यान्ति पितृव्रताः।
भूतानि यान्ति भूतेज्या यान्ति मद्याजिनोऽपि माम्।।२५।।

''ياِنتي ديوَ وِرَتا ديوانپِترِ نِياِنتي پِترَ وِرَتاھ
ڀوتاني ياِنتي ڀوتيڄيانتي مَدِيا جنو پي ماِم'' (٢٥)

ارجن! ديوتائن کي پوڄڻ وارا ديوتائن کي پراپت ٿين ٿا. ديوتا آهن تہ بدلجندڙ طاقت. هو پنهنجي سَدِ ڪرمن انوسار جيون گذارين ٿا. پِترَنِ کي پوڄڻ وارا پِتَرَنِ کي پراپت ٿين ٿا ارٿات گذريل سمي ماضيءَ ۾ اُلجهيل رهن ٿا. ڀوتن کي پوڄڻ وارا ڀوت ٿين ٿا، شرير ڌارڻ ڪن ٿا ۽ منهنجو ڀڳت مونکي پراپت ٿئي ٿو، هو منهنجا ساڪيات سروپ ٿيندا آهن. اُنهنجو پَتَنُ (گراوٽ) نٿي ٿئي، ايترو ئي نہ پر منهنجي پوڄا جو وڌان بہ سرل آهي.

पत्रं पुष्पं फलं तोयं यो मे भक्त्या प्रयच्छति।
तदहं भक्त्युप्रहृतमश्नामि प्रयतात्मनः।।२६।।

''پَترَمِ پُشپَمِ ڦَلَمِ تويَمِ يو مي ڀَڪتِيا پرَيڇَتي
تَدَهَمِ ڀِڪتِيوُ پَرِتَمَشِنامي پرَيَتاتِمَنَھ (٢٦)

ڀڳتيءَ جي شروعات هتان ڪان آهي تہ پَنُ، پشپ ، ڦل، جل وغيره جو ڪوئي مونکي ڀڳتيءَ سان ارپڻ ڪري ٿو، من سان ڪوشش ڪرڻ واري ان ڀڳت جو اُهو سڀ مان کاوان ٿو ارٿات سويڪار ڪريان ٿو . انڪري

**यत्करोषि यदश्नासि यज्जुहोषि ददासि यत्।**
**यत्तपस्यसि कौन्तेय तत्कुरुष्व मदर्पणम्।।२७।।**

**”يَتِڪروشي يَدَ شِناسي يَجِجُهوشي دَدااسييِت**
**يَتَپَسِيَسي ڪؤنِتييہَ تَتِڪُرُشوَ مَندَرِپَڻَمِ (٢٧)**

ارجن! تون جو ڪرم (ٻئارٿ ڪرم) ڪرين ٿو، جو ڪائين ٿو، جو هَوَن ڪَرين ٿو، سمرپڻ ڪرين ٿو، دان ڏين ٿو، من سان گڏ اندرين کي صحيح نموني تپائين ٿو، اُهو سڀ مونکي ارپڻ ڪَرِ ارٿات منهنجي لاءِ سمرپت ٿي اهو سڀ ڪَرِ. سمرپڻ ڪرڻ سان يوگ جي ڪيتر جي ذميواري مان ڪڍندس.

**शुभाशुभफलैरेवं मोक्ष्यसे कर्मबन्धनैः।**
**सन्न्यासयोगयुक्तात्मा विमक्तो मामुपैष्यसि।।२८।।**

**”شُڀاشَڀِڦَلَئيِريوَمِ موڪِشيَسي ڪرم ٻنڌنَئيهہ**
**سَنِياسَيوگيُڪِتاتِما وِمُڪِتو مامُپَئيِشيَسي “ (٢٨)**

ان پرڪار سڀ ڪجهہ انجامي سنياس يوگ سان مليل ٿيندين تہ تون شڀ اشڀ ڪرمن جي ٻنڌن ڪان مڪت ٿي مونکي پراپت ٿيندين.

مٿي چيل ٽن شلوڪن ۾ يوگيشور شري ڪرشن ڪِرَم ٻڌ ساڌن ۾ اُنجي ڦل جو چٽرڻ ڪيو آهي. پهرين پن، گل، ڦل جل جو پورڻ شرڌا سان ارپڻ، ٻيو سمرپت ٿي ڪرم جو آچرڻ ۽ ٽيون پورڻ سمرپڻ سان گڏ سَروَسيہ جو تياڳ. ان جي دواران ڪرم ٻنڌن ڪان و مڪت (خاص روپ سان مڪت) ٿي ويندين. مڪتيءَ مان ملندو ڇا؟ تہ ٻڌايو، مونکي پراپت ٿيندين. هتي مڪتي ۽ پراپتي هڪ ٻئي جا پورڪ آهن. توهانجي پراپتي ئي مڪتي آهي تہ اُن مان لاڀ؟ ان تي چون ٿا:-

**समोऽहं सर्वभूतेषु न मे द्वेष्योऽस्ति न प्रियः।**
**ये भजन्ति तु मां भक्त्या मयि ते तेषु चाप्यहम्।।२९।।**

”سَموهَمِ سَروَ ڀوُتيشوُ نـَ مي دِوِشيوسِتي نـ پريهـ
يي ڀَجنتي توُ ماِم ڀَڪِتيا مَيي تي تيشوُ چاپِيَهَمِ (٢٩)

مان سيني ڀوتن ۾ سَمَ آهيان. سرشٽيءَ ۾ نـ منهنجو ڪو پِرِيَہ آهي نہ اَپِرِيَہ آهي؛ پر جو انينيہ ڀڳت آهي، اُهو مون ۾ آهي ۽ مان اُن ۾ آهيان. هيءُ منهنجو هڪ ئي رشتو آهي. اُن ۾ پرپورڻ ٿو ٿي وڃان مون ۾ ۽ هن ۾ ڪو ڀيد نٿو رهي. تڏهن تہ تمام ڀاڳيشالي لوڪ ئي ڀڄن ڪندا هوندا؟ ڀڄن ڪرڻ جو اڌڪار ڪنهن کي آهي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا:-

अपि चेत्सुदुराचारो भजते मामनन्यभाक्।
साधुरेव स मन्तव्य: सम्यग्व्यवसितो हि स:।।३०।।

”اَپي چيتسُدُراچارو ڀجتي مامَنَنِيَڀاڪِ
ساڌوريوَ سَ مَنِتَويَهَہ سَمِيَگويَوِستو هِي سَهَہ (٣٠)

جيڪڏهن اتِينت دُراچاري بہ اَنينيہ ڀاوَ سان ارٿات (ٻيو نہ) بنا ڪنهن ٻي وستو يا ديوتا کي نہ ڀڄن ڪري فقط مونکي ئي نرنتر ياد ڪندو رهي، اُهو ساڌو ئي مڃڻ لائق آهي. اجا هي ساڌو ٿيو ڪونهي، اُن جي ساڌو ٿي وڃڻ ۾ شڪ بہ ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ هو يٿارٿ نشچي سان لڳي ويو آهي. هاڻي ڀڄن توهين بہ ڪري سگهو ٿا بشرطيڪ توهين منش هجو، ڇاڪاڻ تہ منش ئي يٿارٿ نشچي وارو آهي. گيتا پاپين جو اُڌار ڪري ٿي ۽ هو ڀَڳَڪ

क्षिप्रं भवति धर्मात्मा शश्वच्छान्तिं निगच्छति।
कौन्तेय प्रतिजानीहि न मे भक्त: प्रणश्यति।।३१।।

”ڪِشِپرَمِ ڀَوَتي ڌَرماتِما شَشِوَڇانِتي مِ نِگڇتي
ڪؤنتييہ پِرَتيجانِيهي نہ مي ڀَڪِتَهَہ پرَڻَشَيَتي (٣١)

ان ڀڄن جي پرڀاوَ سان اُهو دُراچاري بہ جلدئي ڌرماتما ٿي وڃي ٿو، پرمَ ڌرم پرماتما سان ملي وڃي ٿو ۽ سدائين رهڻ

واري پرم شانتي کي پراپت ٿئي ٿو ڪؤنيتيہ! تون پوري نشچي سان اهو سچ ڄاڻ تہ منهنجو ڀڳت ڪڏهن نشت نٿو ٿئي. جيڪڏهن هڪ جنم ۾ پار نہ لڳو تہ ٻين جنمن ۾ بہ اُهوئي ساڌن ڪري جلد ئي پرم شانتي کي پراپت ٿيندو آهي. هاڻي سداچاري دُراچاري سڀني کي ڀڄن ڪرڻ جو اڌڪار آهي. ايترو ئي نہ اَپِتوُ -

**मां हि पार्थ व्यपाश्रित्य येऽपि स्यु: पापयोनय:।**
**स्त्रियो वैश्यास्तथा शूद्रास्तेऽपि यान्ति परां गतिम्॥३२॥**

''مامِ هِي پارِٿ وِيَپاشِرِتِيَہ يي پِي سِيُهہ پاپَيونَيَهہ
سِترِيو وَئِيشِياسِتَٿا شودِراسِتي پِي يانِتي پَرامِ گَتِمِ (٣٢)

پارٿ! استري، وئشيہ شودر وغيره ۽ جو ڪوئي پاپ جوڻي وارو بہ هجي، اهي سڀ منهنجي شرن ۾ اچي، منهنجو آسرو ڪري پرم گت کي پراپت ٿين ٿا. هاڻي هيءَ گيتا منش ماتر جي لاءِ آهي، چاهي هو ڪجهہ بہ ڪندا هجن، ڪٿي بہ پيدا ٿيو هجي، سڀني جي لاءِ هيءُ ڪلياڻ جو اُپديش ڪري ٿي. گيتا شهنشاهہ آهي.

''پاپيونيهہ'' اڌياءَ ١٦-٧-٢١ ۾ آسُري وِرتي جي لڪشڻن جي اندر ڀڳوان ٻڌايو تہ شاستر وِڌيءَ کي تياڳي نام ماتر يڳين دواران هٺ سان قرباني ڪن ٿا، اُهي ماڻهن ۾ نيچ آهن، يڳيہ آهي ڪونہ پر نالو ڏيئي رکيو اٿن اور هٺ سان قرباني جو ڍونگہ ٿا ڪن اُهي ڪُڪرمي ۽ پاپچاري (پاپي جوڻ) آهن. جيڪي مون پرماتما سان وير رکڻ وارا آهن اُهي ئي پاپي آهن. وئشيہ، شودر ڀڳوت جي راهہ جون ڏاڪڻيون آهن. استرين جي لاءِ ڪڏهن سنمان، ڪڏهن هيٺتا جي ڀاونا سماج ۾ رهي آهي ان ڪري شري ڪرشن انجو نالو ڪنيو يوگہ پرڪريا ۾ استري ۽ پرش ٻنهي جو هڪجهڙو ئي پرويش آهي.

**किं पुनर्ब्राह्मणाः पुण्या भक्ता राजर्षयस्तथा।**
**अनित्यमसुखं लोकमिमं प्राप्य भजस्व माम्।।३३।।**

”ڪِمِ پُنَرِ بِراهِمَڻاهَہ پُڻيا ڀَڪتا راجَرِشَيَسِتَٿا ।
اَنِتيمَسُکَمِ لوڪمِمَمِ پراپيہ ڀَجسوَ مامِ ।। (٣٣)

پوءِ تہ برهمڻ راجرشي ۽ کتري شريڻي پراپت ڀڳتن لاءِ چوڻو ئي ڇا آهي؟ برهمڻ هڪ خاص اوسٿا آهي، جنهن ۾ برهم ۾ پرويش ڏيارڻ واريون سڀ يوگيتائون ظاهر آهن. شانتي، ايمانداري، انڀوي ڪوجنا، ڌيان ۽ اشٽ جي آديش تي هلڻ جي سمرٿي آهي. اهائي برهمڻ جي اوسٿا آهي. راجرشي کترين ۾ رڌين سڌين جو ڦهلاءُ، ويرتا، سوامي ڀاوُ ۽نيان نہ هٽڻ جو سڀاءُ هوندو آهي. هن يوڳ جي سطح تي پهتل يوڳي تہ پار ٿين ئي ٿا. اُنهن جي لاءِ ڇا چوڻو آهي. هاڻي ارجن! تون سکہ رهت، کڻينگر هن منش شرير کي پراپت ٿي منهنجو ئي ڀڄن ڪر. هن ناسونت سرير جي مَمَتوَ (مان ۽ منهنجو) پالڻ پوشڻ ۾ شرير نشٽ نہ ڪر. يوگيشور شري ڪرشن هتي چوٿين ڀيري براهمڻ، کتري، وئشيہ ۽ شودر جي چرچا ڪئي. ٻئين اڌياءَ ۾ تہ هنن ڇيو تہ کتري لاءِ يڌ کان وڌيڪ ڪلياڻ جو ڪوئي رستو ڪونهي. اڌياءَ ٽئين ۾ هنن ڇيو تہ سِوَڌرم ۾ موت بہ بهتر آهي. اڌياءَ چار ۾ اُنهن ٿوري ۾ ٻڌايو تہ چار ورڻ مون رچيا آهن. تہ ڇا منش کي چئن جاتين ۾ ورهايو؟ چيائون نہ ”گُڻَڪَرِمَ وِڀاڳَشَهَ“ گڻن جي آڌار تي ڪرم کي چئن ڪلاسن ۾ رکيم.

شري ڪرشن جي انوسار ڪرم ئي هڪ ماتر يڳيہ جي پرڪريا آهي. هاڻي هن يڳيہ کي ڪرڻ وارا چئن پرڪارن جا آهن. پرويش ڪال ۾ هيءُ يڳيہ ڪرتا شودر آهي. ڪجهہ ڪرڻ جي سمرٿي آئي، آتمڪ سمپتيءَ جي گڏ ٿيڻ تي اُهو ئي يڳيہ ڪرتا وئشيہ بڻجي ويو. هن ۾ اتپن ٿيڻ سان پرڪرتي جي ٽنهي گڻن

ڪي ڪٿڻ جي سمرتي اچڻ تي اُهوئي ساڌڪ ڪتري ڪلاس جو آهي ۽ جڏهن هن ساڌڪ جي سڀاوَ ۾ برهم ۾ پرويش ڏيارڻ واريون يوگيتائون ڍَلجي ٿيون وڃن، اُن ۾ ٺهڪي ٿيون وڃن تہ اُهوئي برهمڻ آهي. وئشيہ ۽ شودر جي ڀيٽ ۾ ڪتري ۽ برهمڻ ڪلاس جو ساڌڪ پراپتيءَ جي وڌيڪ ويجهو آهي. شودر ۽ وئشيہ بہ اُن برهم ۾ پرويش پائي شانت ٿيندا، پوءِ هن جي اڳيان جي اوستا وارن جي لاءِ تہ ڇوٽو ئي ڇا آهي. ان جي لاءِ تہ نشچت ئي آهي. گيتا ۽ اُپنشدن جو سار سڀ ڪجهہ آهي. اُن ۾ برهم ودوشي مهلائن، (استرين) جا سمجهائڻ جا ستسنگہ ڀريا پيا آهن. ڌرم جي ڪٿا ڇوندڙ، پرمپرائن جي معنيٰ ٻڌائڻ وارا، ويدن جو اَڌين ڪرڻ وارا جي اڌڪار-ان اڌڪار جي ويوسٿا ڏيڻ ۾ ماٿاپچي ڪندا رهيا، يوگيشور شري ڪرشڻ جو صاف اُپديش آهي تہ يگيارٿ ڪرم جي مقرر ڪريا ۾ استري پرش سڀ پرويش وٺي سگهن ٿا. هاڻي هو يڳن جي ڌارڻا تي اُتساهہ، ڏين ٿا:

मन्मना भव मद्भक्तो मद्याजी मां नमस्कुरू।
मामेवैष्यसि युक्त्वैवमात्मानं मत्परायण:।।३४।।

”مَنِمَنا ڀَوَ مَدڀَڪتو مَدِياجي مامِ نَمِسڪُرو
مامي وَئيشِيَسي يُڪِتَئيوَماتِمانَمِ مَتِپرايَڻَهہ “ (٣٤)

ارجن! مون ۾ ئي من وارو هجي، مون کان سواءِ ٻئي ڀاوَ ۾ نہ اچي. منهنجو اَنِيَنِيہ ڀڳت هجي، لڳاتار منهنجي چنتن ۾ نرنتر منهنجو پوڄن ڪَرِ ۽ مونکي ئي نسمڪار ڪر. اهڙي طرح منهنجي شرن ۾ اچي، آتما کي مون ۾ هڪ ڀاوَ سان اسٿت ڪر تون مونکي ئي پراپت ٿيندين مونسان ايڪتا پراپت ڪندين.

**تاتپرج :-**

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ شري ڪرشن چيو ارجن! تو

دوش رهت ڀڳت جي لاءِ مان هن گِيان کي وگيان سهت چوندس. جنهن کي ڄاڻي ڪجهه به ڄاڻڻ لاءِ باقي نه رهندو. هن کي ڄاڻي تون سنسار بنڌن کان ڇٽي ويندين. هيءُ گيان سڀني وديائن جو راجا آهي. وديا اُها آهي جا پر برهم ۾ پرويش ڏياري. هيءُ گيان اُن جو به راجا آهي. ارٿات نشچت ڪلياڻ ڪرڻ وارو آهي. هيءُ سڀني رازن ۽ ڳجهن جو به راجا آهي، ڳجهيءَ وستوءَ کي به ظاهر ڪرڻ وارو آهي اُهو ظاهر ڦل وارو، ساڌن ڪرڻ ۾ سولو ۽ اوناشي آهي. ٿورو به هن جو ساڌن توهان کي پار لڳائي ڇڏي، ته هنجو ڪڏهن ناس نٿو ٿئي ورنه هنجي پرڀاوُ سان هو پرم پد تائين پهچي وڃي ٿو. پر هن ۾ هڪ شرط آهي. شرڌا بنا پرش پرم گتيءَ نه پراپت ٿي سنسار چڪر ۾ ڀٽڪي ٿو.

يوگيشور شري ڪرشن يوگه جي ائشوريه تي به روشني وڌي، دکه جي سنيوگه (ميلاپ) جو ويوگه (وڇوڙو) ئي يوگه آهي ارٿات جيڪو سنسار جي سنيوگه ويوگه کان بلڪل رهت آهي،اُن جو نالو آهي يوگه. پر تتو پرماتما جي پراپتي ئي يوگ ه جي مٿين چوٽي آهي. جيڪو هن ۾ پرويش پائي ويو، اُن يوگيءَ جي پرڀاو کي ڏس ته سمپورڻ ڀوتن جو سوامي ۽ جيوڌارين کي سنڀالڻ وارو هوندي به منهنجو آتم ڏن ڀوتن ۾ استٿ نه آهي. مان آتم سروپ ۾ استٿ آهيان. اُهو ئي آهيان. جيئن آڪاش ۾ اتپن سڀني پاسي گهمندڙ هوا آڪاش ۾ ئي استٿ آهي پر اُنکي خراب نٿو ڪري سگهي. ان طرح سمپورڻ ڀوت مون ۾ استٿ آهن پر مان اُنهن ۾ لِپِت نه آهيان.

ارجن! ڪلپ جي آد ۾ مان ڀوتن کي وشيش پرڪار سان رچيان ٿو، سڄايان ٿو ۽ ڪلپ جي پوُرتي ڪال ۾ سمپورڻ

پوت منهنجي پرڪرتيءَ کي ارڦات يوگہ جي پرمپرائن ۾ رُڌل مهاپرش جي رهڻيءَ کي، ان جي اويڪت ڀاوَ کي پراپت ٿين ٿا. جيتوڻيڪ مهاپرش پرڪرتيءَ کان پري آهي، پر پراپتيءَ کان پوءِ سڀاءَ ارڦات پاڻ ۾ اسٿت رهندي لوڪ سنگرهہ جي لاءِ ڪاريہ ڪري ٿو، اها هن جي هڪ رهڻي آهي. ان رهڻيءَ جي ڪاريہ -ڪلاپ کي ان مهاپرش جي پرڪرتي چئي ڪوٺيو ويندو آهي.

هڪ رچيندڙ تہ مان آهيان. جو پوتن کي ڪلپ لاءِ اُتساهہ ڏيان ٿو ۽ ٻي رچيندڙ ترگڻ ميي پرڪرتي آهي، جو منهنجي موهہ سان چراچر سهت پوتن کي رچي ٿي. اهو بہ هڪڙو ڪلپ آهي. جنهن ۾ شرير پريورتن، سڀاوَ پريورتن ۽ ڪال پريورتن ٿيڻو ئي آهي. گوسوامي تلسيداس جي بہ اهوئي چون ٿا:-

**एक दुष्ट अतिशय दु:ख रूपा। जा वश जीव परा भव कूपा।।**
**(रामचरितमानस, ३/१४/५)**

”ايڪ دُشت اتيشيہ دکہ روپا، جا وَش جيوَ پَرا ڀَوڪرپا “
(رام چرت مانس ٣-١۴-۵)

پرڪرتيءَ جا بہ ڀيد وديا ۽ اوديا آهن. انهن ۾ اوديا دشت آهي. جنهن ڪري مجبور جيو ڀَوڪوپَ ۾ پيو آهي، انڌي کوهہ ۾ پيو آهي، جنهن جي ڪري جيو ڪال ، ڪرم سڀاءَ ۽ گڻن جي گهيري ۾ اچي وڃي ٿو. ٻي آهي وديا مايا. جنهن کي شري ڪرشن چون ٿا تہ مان رچيندڙ آهيان گوسوامي جيِ جي انوسار پريو رچي ٿو

”ايڪ رَچَئہ جَگہ گُنَ وَسِ جاڪي ا
پريو پِريرِت نج بَلَ تانڪي اا رامَچرتمانس ٣-١۴-٦

هيءَ جڳت جي رچنا ڪري ٿي، جنهن جي آسري گڻ آهن. ڪلياڻڪاري گڻ هڪ ماتر ايشور ۾ ئي آهي. پرڪرتي

گڻ آهن ئي ڪونہ، اُها تہ ناسونت آهي؛ پر وديا ۾ پرڀو پريرڪ (ڪندڙ) بڻجي ڪري ٿو.

اهڙي طرح ڪلپ ٻن پرڪارن جا آهن. هڪ تہ وستوءَ جو شرير ۽ ڪال جو پريورتن ڪلپ آهي؛ پر اهو پريورتن پرڪرتي ئي منهنجي ئي اشاري، ڏسَ سان ڪري ٿي پر اُن ڪان مهان ڪلپ جو آتما کي نرمل سوروپ بخشي ٿو، اُنجو سينگار مهاپرش ڪندا آهن. هو اَچيت ڀوتن کي سُچيت ڪندا آهن. ڀڄن جي آدِ ئي هن ڪلپ جي شروعات آهي ۽ ڀڄن جو مٿي پهچڻ ڪلپ جو انت آهي. جڏهن هيءُ ڪلپ ڀپ جي روڳ ـ ڪان پورڻ نروڳہ بڻائي پوتر برهم ۾ پرويش (استٿي) ڏياريندا آهن، هن پرويش ڪال ۾ يوگي منهنجي رهڻي ۽ منهنجي سوروپ کي پراپت ٿئي ٿو. پراپتيءَ ڪانپوءِ مهاپرش جي رهڻي ئي اُنجي پرڪرتي آهي.

ڌرم گرنٿن ۾ ڪٿا ڪرڻ وارا ملن ٿا ۽ ٻڌائين ٿا تہ چار ئي يگہ گذرڻ تي ئي ڪلپ پورو ٿئي ٿو، مهاپرلئہ ٿيندي آهي. گهڻو ڪري لوڪ ان کي يٿارٿ (حقيقي) نٿا سمجهن. يُگہ جو ارٿ آهي ٻہ. توهين الڳہ آهيو، آراڌيہ الڳہ آهي تيستائين يگہ ڌرم رهندو . گوسوامي جي رام چرت مانس جي اُتر ڪانڊ ۾ ان جي چرچا ڪئي آهي. جڏهن تامسي گڻ ڪاريہ ڪن ٿا، رجو گڻ تمام ٿوري ماترا ۾ آهي، چئني طرف وير وروڌ آهي، اهڙو ويڪتي ڪلجڳي آهي. هو ڀڄن نٿو ڪري سگهي، پر ساڌن شروع ٿيڻ تي يگہ پريورتن ٿي وڃي ٿو. رجو گڻ وڌڻ لڳي ٿو. تمو گڻ کيڻ ٿي ٿو وڃي، ڪجهہ ستوگڻ بہ سياءَ ۾ اچي ويندو آهي، خوشي ۽ ڀپ جو شڪ يا سنسو لڳو ئي رهي ٿو تہ اهو ئي ساڌڪ دواپَر جي اوسٿا ۾ اچي وڃي ٿو. حساب سان ستو گڻ وڌيڪ ٿيڻ تي رجوگڻ

تمام ٿوري ماترا ۾ رهي ٿو، آرڏنا ڪَرم ۾ واڌ ٿي اچي وڃي، ائين تريتا يگہ ۾ تياڳہ جي اسٿتي وارا ساڌڪ انيڪ يگيہ ڪن ٿا. ’’يگيا نام ڄپيگبوسمي‘‘ يگيہ شريشٽيءَ وارو جپ، جنهنجو لهڻ چڙهڻ، ساهہ پساهہ تي آهي، ان کي ڪرڻ جي سمرٿي رهي ٿي. جڏهن صرف ستوگڻ باقي رهيو، نفرت ۽ دشمني ڏنگائي، ڪوهجي ويئي ۽ سمتا اچي ويئي، هيءَ ڪِرِتِ يگہ ارٿات ڪرتارت يگہ يا ستجڳہ جو پرياوَ آهي. ان وقت سڀ يوگي وگياني ٿيندا آهن، ايشور سان ملڻ وارا هوندا آهن، سياويڪ ڏيان پڪڙڻ جي اُنهن ۾ سمرٿي رهي ٿي.

وويڪي ڄَنَ يگہ ڌرمن جو لهڻ چڙهڻ من ۾ سمجهندا آهن. من جي روڪڻ لاءِ اڌرم جو تياڳہ ڪري ڌرم ۾ پرورت ٿي ويندا آهن. وروڌي من جو بہ وِلَيہَ ٿي وڃڻ تي يگن سان گڏوگڏ ڪلپ جو بہ انت ٿي وڃي ٿو. پورٽتا ۾ پرويش ڏياري ڪلپ بہ شانت ٿي وڃي ٿو. اهائي پرلئہ آهي، جڏهن پرڪرتي پرش ۾ لين ٿي وڃي ٿي. اُن ڪان پوءِ مهاپرش جي جا رهڻي آهي اُهائي اُن جي پرڪرتي آهي، هنجو سياءُ آهي.

يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا ارجن! موڙهہ لوڪ مونکي نٿا ڄاڻن. مون ايشورن جي ايشور کي بہ تڇ ٿا سمجهن. ساڌارڻ منش ڄاڻن ٿا. مڇين ٿا. هرهڪ مهاپرش سان هيءَ تڪليف رهي آهي تہ هلندڙ سماج هن جي بي عزتي ڪئي، اپمان ڪيو. اُن جي سامهون ئي وروڌ ٿيو. شري ڪرشن بہ اُنجي برخلاف ڪونہ هو، دانهين ڪونہ هو. هو چون ٿا تہ مان پرم ڀاوَ ۾ اسٿت آهيان، پر شرير منهنجو بہ منش جو ئي آهي. هاڻي موڙهہ پرش مونکي تڇ چئي، منش چئي ڪونين ٿا. اهڙا ماڻهو اجائي آشا وارا آهن، اجائي ڪرم وارا آهن، اجائي گيان وارا آهن تہ

ڪجھہ بہ ڪن، ڪجھہ بہ چئي ڏين تہ اسين تہ ڪامنا نٿا ڪريون، ٿي ويا نشڪام ڪرم يوگي. اهي آسُري سڀاءَ وارا مونکي نٿا پرکي سگهن، پر دَئوي سمپد کي پراپت ڪندڙ ماڻھو اَنِيَنِيہ ڀاوَ سان منھنجو ڌيان ڪن ٿا. منھنجي گڻن جو نرنتر چنتن ڪن ٿا.

انَينِيہ اُپاسنا ارٿاتيگيارٿ ڪرم جا ٻہ ئي مارگ آهن. پھريون آهي گيان يگيہ معنيٰ پنھنجي ڀروسي، پھنھنجي شڪتيءَ کي سمجھي اُن مقرر ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ ۽ ٻي وِڌي سوامي شيوڪ ڀاونا جي آهي، جنھن ۾ ستگر لاءِ سمرپت ٿي اُهيئي ڪرم ڪيا وڃن ٿا. انھن ٻنھي درشٽين سان ماڻھو منھنجي اُپاسنا ڪن ٿا؛ پر اُن جي دواران جيڪو پار لڳي ٿو اُهو يگيہ، اُهو هَوَنُ، اُهو ڪَرتا، شرڌا ۽ دوا جنھن سان ڀَوَ روڳہ جي دوا ٿيندي آهي، مان ئي آهيان، انت ۾ جا گتي پراپت ٿئي ٿي، اُها گتي بہ مان آهيان.

هن يگيہ کي لوڪ ”تِرِيَئي وِدِياهَہ“ پرارٿنا، قرباني ۽ سَمَتِوَ ڏيارڻ وارين وِڌِيُن ۾ لڳا رهن ٿا، پر بدلي ۾ سرڳہ جي ڪامنا ڪن ٿا، تہ مان سرڳہ بہ ڏيان ٿو. ان جي اثر سان هو اِندر پد پراپت ڪن ٿا. گھڻي وقت تائين اُنکي ڀوڳين ٿا، پر پڇ کيڻ ٿيڻ تي هو پُنر جنم کي پراپت ٿين ٿا. اُنھن جي ڪِريا صحيح هئي؛ پر ڀوڳن جي ڪامنا رهڻ ڪري پُنر جنم پائين ٿا. تنھنڪري ڀوڳن جي ڪامنا نہ ڪرڻ گھرجي جو اَنِيَنِيہَ ڀاوَ سان جو نرنتر منھنجو چنتن ڪري ٿو، ذري بہ گھٽتائي رهجي نہ وڃي ائين جو يڇن ڪري ٿو، اُنجي سرڪشا (بچاءُ) جو بار مان پنھنجي هٿ ۾ وٺي ڇڏيندو آهيان. ايترو هوندي بہ ڪيترا لوڪ ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا. اُهي بہ منھنجي ئي پوڄا ڪن ٿا، پر اُها منھنجي پراپتي جي وِڌي نہ آهي. هو سمپورن

يگين جي پوڳتا روپ ۾ مونکي نٿا ڄاڻن ارٿات اُنهن جي پوڄا جي ڦل ۾ مان نٿو ملان تنهنڪري اُنهن جو پَتَنُ ٿئي ٿو. هو ديوتا، پوُت يا پِترن جي ڪلپت روپ ۾ نواس ڪري ٿو، منهنجو ئي سوروپ ٿي ويندا آهن.

يوگيشور ڪرشن ان يگيارٿ ڪرم کي تمام سولو ٻڌايو آهي ڪِ ڪير ڦل ڦول يا جو ٻه ڪجهه شرڌا سان ڏئي ٿو اُهوسويڪار ڪريان ٿو. هاڻي ارجن! تون جا ڪجهه آرڌنا ڪرين ٿو، مونکي سمرپت ڪر. جڏهن سَرِوَسِوَ ڪنو ٿي ويندو، پوءِ يوگ سان ملي تون ڪرمن جي ٻنڌن ڪان مڪت ٿي ويندين ۽ اُها مڪتي منهنجو ئي سوروپ آهي.

دنيا ۾ سڀ پراڻي منهنجا ئي آهن مونکي ڪنهن پراڻيءَ سان نه پريم آهي نه دويش مان تَٽَسِٿ آهيان، مان ٻنهي ڪان ڇٽل آهيان، پر جو منهنجو اَنِيَنِيَه ڀڳت آهي، مان اُن ۾ آهيان هو مون ۾ آهي. تمام دُراچاري، گهور پاپي ئي ڪوئي ڇو نه هجي پوءِ به انينيه شرڌا ڀڳتي سان منهنجو ڀڄن ڪري ٿو، ته هو ساڌو مڃڻ لائق آهي. هنجو نشچو استر آهي ته هو جلدِي ئي پرم سان ملي وڃي ٿو ۽ سدا رهڻ واري پرم شانتيءَ کي پراپت ٿي وڃي ٿو. هتي شري ڪرشن صاف چيو آهي ته ڌارمڪ ڪير آهي؟ سرشٽيءَ ۾ جنم وٺڻ وارو ڪوبه پراڻي اَنِيَنيه ڀاوَ سان هڪ پرماتما کي پوڄي ٿو، هنجو چنتن ڪري ٿو ته هو جلد ئي ڌارمڪ ٿي وڃي ٿو. هاڻي ڌارمڪ اُهو آهي، جو هڪ پرماتما جو سمرن ڪري ٿو. پڇاڙيءَ ۾ دلاسو ڏين ٿا ته ارجن! منهنجو ڀڳت ڪڏهن به نشٽ نٿو ٿئي. ڪو شودر هجي، نيچ هجي، آديواسي هجي. يا انادي واسي يا ڪهڙو به نالي ڌاري هجي، پرش يا استري هجي يا پاپي جوڻ ، خراب جوڻيءَ وارو نه هجي، منهنجي شرن ۾ اچي پرم پوتر آسري کي پراپت ٿئي ٿو.

تنهنڪري ارجن! سڪ رهت ڪڻ ڀنگر پر درلڀ منش شرير ڪي پائي منهنجو ڀڄن ڪر. ڀوءِ تہ جو برهم ۾ پرويش ڏارڻ واريون خاصيتن سان ملبل آهي، اُهو برهمڻ توڙي جو راجرشيتِوَ جي ليول تي ڀڄڻ ڪرڻ وارو آهي، اهڙي يوگيءَ لاءِ چوٿو ئي ڇا آهي؟ اُهو تہ پار ئي آهي. هاڻي ارجن! نرنتر مون ۾ من وارو هجي، نرنتر نمسڪار ڪر. ان طرح منهنجي شرن ۾ آيل تون مونکي ئي پراپت ٿيندين. جتان موٽي پنيان اچڻو نٿو پوي.

هن ڏنل اڌياءَ ۾ اوديا تي پرڪاش وڌو ويو، جنهن ڪي شري ڪرشن پاڻ جاڳرت ڪن ٿا. هي راج وديا آهي. جا هڪ وار جاڳ ڻ تي نشچت ڪلياڻ ڪري ٿي.اوم تَتِسَدِتي شريمد ڀڳود گ يتا سوُ اُپنشتسوُ برهم وديايام يوگ شاستري شري ڪرشٹارجُن سمِوادي ’’راج وديا جاگرتي‘‘ نام نَوَموڌياءِ يَهَہ ۱۱۹۱۱

ان طرح شريمد ڀڳوڌ گيتا روپي اُپنشد ايومِ برهم وديا تٿايوگشاستروِشَيَڪ شري ڪرشڻ اور ارجن جي سمواد ۾ ’’راج وديا جاگرتي‘‘ نامڪ نؤوان اڌيايہ پورڻ ٿئي ٿو.

اِتي شريمتپرمهنس پرمانندسيہ شِشيہ سوامي اڙگڙانند ڪِرتي شريمدِ ڀڳَوَدِ گيتا ياهہَ ’’يٿارتگيتا‘‘ ڀاشِيي’’راج وديا جاگرتي ‘‘ ناماَ نَومو ڌيايهہ ۱۱۹۱۱

۱۱هري اوم تَتِ سَتِ۱۱

# ۱۱ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ۱۱

## اَٿ دشمو ڌيايَهَ

اڳئين اڌياءَ يوگيشور شري ڪرشڻ راج وديا جو چترڻ ڪيو جو نشچيہ ئي ڪلياڻ ڪري ٿي. ڏهين اڌياءَ ۾ هنجو چوڻ آهي تہ مهاباهو ارجن! منهنجي پرم رهسيہ پريل وچنن کي وري بہ ٻڌ. هتي هن کي ٻئي دفعو ٻڌائڻ جي ضرورت ڪهڙي آهي؟ حقيقت ۾ ساڌڪ کي پوُرتي ٿيڻ تائين خطرو آهي. جيئن جيئن هو سوروپ ۾ ڍَلجندو ٿو وڃي. پرڪرتيءَ جا آورڻ (پردا) سوکيم ٿيندا وڃن ٿا. نوان نوان درشيہ اچن ٿا. اُنجي جاڻ مهاپرش ئي ڏيندا رهن ٿا. هو نٿو چاٽي. جيڪڏهن هو مارگہ درشن ڪرڻ بند ڪري ڇڏين، تہ ساڌڪ سوروپ جي گيان کان وانجهجي ويندا. جيستائين هو سوروپ کان دور آهي. تيستائين سِڌِ ٿيو تہ پرڪرتي جو ڪوئي نہ ڪوئي آورڻ (پردو) بڻيل آهي. ترڪڻ - لڙڪڙائڻ جي سمڀاونا بڻي رهي ٿي. ارجن شرن ۾ آيل شِشُ آهي. هن چيو هو شِشِيَستي هَمِ شاڌي مامِ تُوامِ پرَپَنَمِ'' ڀڳوان ! مان توهانجو شِشُ آهيان، توهانجي شرڻ آهيان، مونکي سنڀاليو، هاڻي هن جي ڀلائيءَ جي ڪامنا جي لاءِ يوگيشور شري ڪرشڻ وري چيو:-

**श्रीभगवनुवाच**

**भूय एव महाबाहो श्रृणु मे परमं वच:।**
**यत्तेऽहं प्रीयमाणाय वक्ष्यामि हितकाम्यया॥१॥**

**شري ڀڳوان اُواچ**

**''ڀوُيَہ ايڪ مهاباهو شِرِڻُ مي پرمَمِ وَچَهَہ**
**يَتيهَمِ پرِيِيَماڻايہَ وَڪِشيامِي هِتَڪامِيَيا (۱)**

مهاباهو ارجن! منهنجي پرم پرياوَ پريل وچن کي وري ٻڌ،

جو مان توکي بيحد پريم رکڻ وارن جي ڀلي جي اڇا سان چوندس.

**न मे विदु: सुरगणा: प्रभवं न महर्षय:।**
**अहमादिर्हि देवानां महर्षीणां च सर्वश:।।२।।**

”نَہ مي وِدُھ سُرَگڻاھ پرَڀَوَمِ نہ مَھرِشَيَھ
اَھمادِيرِ ھي ديوانامِ مَھرِشيڻامِ چَہ سَروَشَھ (٢)

منھنجي اُتپتيءَ کي نہ ديوتا لوڪ ڄاڻن ٿا ۽ نہ مهرشي گڻ ئي ڄاڻن ٿا، ”جَنِمِ ڪَرِمَ چَہ مي دِويَمِ“ منھنجو ھيءَ جنم ۽ ڪرم الوڪڪ آھن. انھن کي چمڙي جي اکين سان نٿو ڏسي سگھجي. منھنجي پرگھٽ ھئڻ کي ديو ۽ مهرشي ليول تائين پھتل لوڪ بہ نٿا ڄاڻن. مان ھر پرڪار سان ديوتائن ۽ مهرشين جو آدي ڪارڻ آھيان.

**यो मामजमनादिं च वेत्ति लोकमहेश्वरम्।**
**असम्मूढ स मर्त्येषु सर्वपापै: प्रमुच्यते।।३।।**

”يومامَجَمَناديِمِ چہ ويتي لوڪمھيشِورَمِ
اَسَموڙھہ سَ مَترِيشوُ سَروَپاپَئيھَہ پرَمُچيَتي (٣)

جيڪو مون جنم مرتيو کان رھت، آدي انت کان رھت سڀني لوڪن جو مھان ايشور کي ساڪياتڪار سھت ڄاڻي وٺي ٿو، اُھو پرش مرڻ ڌرمي منشن ۾ گيانوان آھي ارٿات نہ جمڻ وارو، انادي ۽ سڀني لوڪن جو مھيشور کي چڱيءَ طرح ڄاڻڻ ئي گيان آھي ۽ اھڙو ڄاڻڻ وارو سڀني پاپن کان مڪت ٿي وڃي ٿو، پُنر جنم کي پراپت نٿو ٿئي. شري ڪرشن چون ٿا تہ ھيءُ گيان جو انڀوءُ بہ منھنجي ئي دين آھي.

**बुद्धिर्ज्ञानमसम्मोह: क्षमा सत्यं दम: शम:।**
**सुखं दु:खं भवोऽभावो भयं चाभयमेव च।।४।।**

”بُڌير گِيانمَسَمِموھَہ ڪشَما سَتيَمِ دَمَھ شَمَھ
سُکَمِ دُکَمِ ڀووياوو ڀيمِ چاڀَيَميوَ چَہ (٤)

*ارجن!* نشچيہ *آتمڪا* ٻُڌي ساڪياتڪار سهت چاڻ، لڪشيہ ۾ وويڪ پوُروڪ پرورتي *اشما* (معافي) پوترستيہ، *اندرين* کي روڪڻ، من تي ظابطو، *انتهڪرڻ* جي پرسنتا، چنتن پَٽ جا ڪشٽ، پرماتما جي جاگرتي، سوروپ جي پراپتي ڪال ۾ سڀ ڪجهہ وِلين، اِشٽ جي لاءِ انوشاسن *آتمڪ* دَپ ۽ پرڪرتيءَ کان نرڀئتا ۽

**अहिंसा समता तुष्टिस्तपो दानं यशोऽयशः।**

**भवन्ति भावा भूतानां मत्त एव पृथग्विधाः।।५।।**

***''اهنسا، سمتا، تُشِٽِستَپو دانَمِ يشويَشهَہ***

***ڀَوَنتي ڀاوا ڀوتانامِ مَت ايوَ پرِٿگِوڌاهَہ (۵)***

*اهنسا ارٿات* پنهنجي *آتما* کي *اڌوگتيءَ* ۾ نہ پهچائڻ جو آچرڻ ، *سمتا* جنهن ۾ نفرت دشمني نہ هجي، سنتوش تپ من سان گڏ *اندرين* کي صحيح نموني ۾ تپائڻ، دان *ارٿات* سَروَسِيَہ جو سمرپڻ، ڀڳوت پَٽ ۾ مانَ *ايمان* جو سهڻ *اهڙي* طرح پراڻين جا مٿي چيل ڀاوَ مونکان ئي ٿين ٿا. *اهي* سڀ ڀاوَ ڏَئوي چنتن راهہ جا لڪشڻ آهن. اِنهن جو نہ هئڻ ئي *آسُري* (راڪشسي) سمپد *آهي.*

**महर्षयः सप्त पूर्वे चत्वारो मनवस्तथा।**

**मद्भावा मानसा जाता येषां लोक इमाः प्रजाः।।६।।**

***'مَهرِشَيَهَہ سَپتَ پوُروي چتوارو مَنَوَستٿا***

***مَدِڀاوا جاتا ييشامِ لوڪ اِماهَہ پرَجاهَہ (٦)***

سپترشي معنيٰ يوگہ جون ست نمبروار ڀومڪائون (شڀ اڇا سوُيچارڻم تنُمانسا، ستواپتي، *اسنسڪتي* ۽ تُرِيگا) ۽ *انهن* جي *انوروپ* *انتهڪرڻ* چتُشٽيہ (من، ٻُڌي چِتُ ۽ *اهنڪار*) اُن کان *انوروپ* من جو مون ۾ ڀاوَ *وارو آهي.* هي سڀ منهنجي ئي سنڪلپ سان (منهنجي پراپتي جا سنڪلپ سان ۽ جو منهنجي

ئي پريرڻا سان ٿين ٿا. ٻئي هڪ ٻئي جا پوُرڪ آهن) اُتپن ٿين ٿا. هن سنسار ۾ هيءُ (سمپورن دَئِوي سمپد) انهن جي پرجا آهي ڇاڪاڻ تہ ستن پومڪائن جي ڦهلاءَ ۾ (دَئِوي سمپد) ئي آهن، ٻيا نہ آهن.

एतां विभूतिं योगं च मम यो वेत्ति तत्त्वत:।
सोऽविकम्पेन योगेन युज्यते नात्र संशय:।।७।।

”ايتامِ وِڀوُتيمِ يوگمِ چہ مَمَ يوويتي تَتِوَتَهہ
سو وِڪمِپينَ يوگينَ يُجيَتي ناتِرَ سَنِشَيَهہ (٧)

جو پرش يوگہ جي ۽ منهنجون مٿي ٻڌايل وڀوتين جو ساڪياتڪار سان گڏ ڄاڻي ٿو، اُهو استر ڌيان يوگہ دواران مون ۾ هڪ ڀاوَ سان استر ٿئي ٿو. ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي. جهڙي طرح هوا کان رهت استان ۾ رکيل ديپڪ جي لَٽُ سڌي وڃي ٿي، ڦر ڦر نٿي ٿئي، يوگِيءَ جو جيتيل چت جي اهائي پريڀاشا آهي، نشاني آهي هن ڏنل سلوڪ ۾ اَوِڪَمِپين شبد انهي آشيہ طرف اشارو ڪري ٿو.

अहं सर्वस्य प्रभवो मत्त: सर्वं प्रवर्तते।
इति मत्वा भजन्ते मां बुधा भावसमन्विता:।।८।।

” اَهَمِ سَرِوَسِيہَ پرَڀَوو مَتَهہ سَرِوَمِ پرَوَرِتَتي
اِتي مَتوا ڀَجَنتي مامِ ٻُڌا ڀاوَسَمانِوِتاهہ (٨)

مان سمپورڻ جڳت جي اُتپتيءَ جو ڪارڻ آهيان، مون مان ئي سڄو جڳت چيشٽا (ڪوشش) ڪري ٿو، ان طرح مڃي شرڌا ۽ ڀڳتي سان ڀريل وويڪي جَنَ منهنجو نرنتر ڀڄن ڪن ٿا. تاتپرج اهو آهي تہ يوگي دواران منهنجي انوُروپ جا پرورتي ٿئي ٿي، اُن ۾ ئي مان ئي ڪريان ٿو. اهو منهنجو ئي پرساد آهي ڪيئن آهي؟ (اهو پنيان، هن کان اڳہ جڳهہ جڳهہ تي ٻڌايو ويو آهي) هو نرنتر ڀڄن ڪهڙي طرح ڪن ٿا؟ ان تي ٻڌائين ٿا:-

मच्चित्ता मद्गतप्राणा बोधयन्तः परस्परम्।
कथयन्तश्च मां नित्यं तुष्यन्ति च रमन्ति च।।९।।

”مَچتا مَدِ‌نتَپراڻا بوڌَيَنتَھ پَرِسپَرَمِ
ڪَٿَيَنِتشچھ مامِ نِتِيَمِ تُشِيَنتي چھ رَمِنتي چھ (٩)

ٻئي ڪنهن کي اسٿان نہ ڏيئي مون ۾ ئي نرنتر چِت جي لڳائڻ وارا، مون ۾ ئي پراڻن کي لڳائڻ وارا سدائين پرسپر منهنجين پرڪريائن جو ٻوڌ ڪن ٿا. منهنجو گڻ گان ڪندي ئي سَنتُشِٽ ٿين ٿا. سدائين مون ۾ رمندا رهن ٿا.

तेषां सततयुक्तानां भजतां प्रीतिपूर्वकम्।
ददामि बुद्धियोगं तं येन मामुपयान्ति ते।।१०।।

”تيشامِ سَتَتَيُڪتانامِ ڀَجَتامِ پرِيتپوُرِوَڪَمِ
ددامي بڌِيِيوگَمِ تَمِ ييِنَ ماموُپَيانِتي تي (١٠)

نرنتر منهنجي ڌيان ۾ لڳل ۽ پريم پوروڪ ڀڄن ڪرڻ وارن اُنهن ڀڳتن جو مان ٻُڌي يوگہ ارٿات يوگہ ۾ پرويش واري ٻُڌي ڏيان ٿو، جنهن سان هو مونکي پراپت ٿين ٿا ارٿات يوگہ جي جاگرتي ايشور جي دين آهي. اُهو اويڪت پرش مهاپرش يوگہ ۾ پرويش ڏيارڻ واري ٻُڌي ڪيئن ٿو ڏئي؟

तेषामेवानुकम्पार्थमहमज्ञानजं तमः।
नाशयाम्यात्मभावस्थो ज्ञानदीपेन भास्वता।।११।।

”تيشا ميوا نوُ ڪِمپارٿ مَهمَگيانَجِمِ تَمَھ
ناشَيا مِياتِمَ ياوَستو گِيانديِپين ياسِوَتا (١١)

اُنهن جي مٿان پورڻ ڪرپا ڪرڻ لاءِ مان اُنهن جي آتما ڪان الڳ ڪڙو ٿي، رَٿي ٿي اگيان کان اُتپت ٿيل انڌڪار کي گيان روپي ديپڪ جو دواران، پرڪاش ڪري نشٽ ڪريان ٿو. حقيقت ۾ ڪنهن استرتپرگيہ يوگيءَ دئاران جيستائين اُهو پرماتما توهانجي آتما مان ئي جاڳرت ٿي پل-پل تي بندوبست نٿو

ڪريان، روڪ ٿام نٿو ڪريان، هن پرڪرتي جي جهڳڙي مان ڪڍندي مان پاڻ اڳيان نٿو وني هلان، تيستائين سچ پچ يٿارٿ ڀڄن شروع ئي نٿو ٿئي. ائين تہ ڀڳوان جتان ڪٿان ٻولڻ لڳن ٿا.جيڪڏهن اهڙو مهاپرش اوهان کي پراپت نہ آهي، تہ هو صاف نہ ٻوليندا.

اِشٽ ستگرو يا پرماتما جو رَٿي ٿيڻ هڪ ئي ڳالھہ آهي. ساڌڪ جي آتما مان جاڳرت ٿيڻ تي اُن کي حڪم چئن قسمن جا ملن ٿا، پهرين اسٿول،سُرا-سنٻنڌي انيوُ ٿئي ٿو. توهين چنتن ۾ وهو ٿا. ڪڏهن توهانجو من لڳڻ وارو آهيٴ ڪيتري حد تائين لڳي ويو آهي؟ ڪڏهن من ڀڄڻ چاهي ٿو ۽ ڪڏهن ڀڄي ويو؟ هن کي هر منٽ- سيڪنڊ ۾ عضون جو جهولو، ڏوڏو اشارو ڪن ٿا. انگن جو ڦڙڪڻ اسٿول سُرا سنٻنڌي انيوُ آهي، جو هو پل ۾ ٻن چئن اسٿانن تي گڏ ايندو آهي ۽ توهانجي وڪرت (بدلجڻ) تي منٽ منٽ ۾ اچڻ لڳي ٿو. اهو اشارو تڏهن ايندو آهي، جڏهن اشٽ جي سوروپ کي انينيہ ڀاوَ سان پڪڙيو نہ تہ ساڌارڻ جيِون ۾ سنسڪار جي ٽڪراوَ سان انگن ۾ ڏوڏو ۽ لرزش ٿيندي رهندي آهي، جن جو اشٽ وارن سان ڪو لاڳاپو ڪونهي.

ٻيو انيوءَ سوَپرَسُرا- سنٻنڌي ٿيندو آهي. ساڌارڻ منش پنهنجي واسنائن سان سنٻنڌي سپنا ڏسندو آهي، پر جڏهن توهين اِشٽ کي پڪڙيندا تہ هيءُ سپنا بہ آديش ملڻ تي بدلجي ٿا وڃن، يوگي سپنو نہ ڏسندو آهي اُهو هوني ٿيڻ واري وارتا ڏسندو آهي.

ٽيان ٻئي انيوَ شروعاتي آهن، ڪنهن تَتوَ اسٿت مهاپرش جي سنٻنڌ سان، من ۾ ان جي لاءِ شرڌا رکڻ سان، اُنهن جي جهڙي تهڙي شيوا ڪرڻ سان بہ جاڳرت ٿي ويندا آهن، پر هنن ٻنهي ڪان بہ سوکيم، باقي ٻہ انيوُ ڪِرِ ياتمڪ آهن، جن کي اُن

ڪريا ۾ هلي ئي ڏسي سگهبو.

ٿيون انٿؤ سُشپتِي سُرا سنبنڌي ٿيندو آهي. سنسار ۾ سڀ سمهن ئي ٿہ ٿا. موهہ جي رات ۾ سڀ بي خبر پيا آهن، رات ڏينهن جو ڪجهہ ڪن ٿا. سو سپنو ئي تہ آهي. هتي سُشپتي جو شڌ ارٿ آهي، جڏهن پرماتما جي چنتن جي اهڙي ڏوري لڳي وڃي تہ سُرت (خيال) هڪدم اسٿر ٿي وڃي، شرير جاڳندو رهي ۽ من سُپت ٿي وڃي. اهڙي اوسٿا ۾ هو اِشٽ ديو وري هڪڙو اشارو ڏيندو. يوگہ جي اوسٿا جي انوسار هڪ روپڪ درشيہ اچي ٿو. جو صحيح دِشا ڏئي ٿو، ماضي ۽ آئيندهہ سان سڄاڻپ ڪرائي ٿو. پوجيہ مهراج جي چوندا هئا تہ جيئن ڊاڪٽر بہ بيهوشيءَ جي دوا ڏيئي، صحيح دوا ڏيئي هوش ۾ آڻيندو آهي ائين ئي پڳوان بڌائي چڏين ٿا چوٿون ۽ انتم انيؤ سمسُرا-سنبنڌي آهي. جنهن ۾ سرت لڳائي هئي، اُن پرماتما ڪان سَمَتِوَ پراپت ٿي ويو، اُن ڪان پوءِ اُٿندي وهندي، گهمندي ڦرندي سيني مان هنڪي ان انيو تي ٽيڻ لڳي ٿو، هيءُ يوگي تِرڪالِگيہ (ٽنهي ڪالن کي جاڻڻ وارو ٿيندو آهي) جاڳرتٿي اڳيان روپي انڌڪار کي گيان روپي ديپ سان، نشت ڪن ٿا. ان تي ارجن سوال ڪيو:-

अर्जुन उवाच

परं ब्रह्म परं धाम पवित्रं परमं भवान्।
परुषं शाश्वतं दिव्यमादिदेवमजं विभुम्।।१२।।

شري ارجن اواچ

”پَرَمِ بِرهَمَ پَرَمِ ڌامَ پَوِتِرَ ۾ پَرَمَمِ ڀَوانِ
پُروشِ شاشِوَتمِ دِوِيَما ديديوَ مَجمِ وِڀوُمِ (١٢)

आहुस्त्वामृषयः सर्वे देवर्षिर्नारदस्तथा।
असितो देवलो व्यासः स्वयं चैव ब्रवीषि मे।।१३।।

”آهوُ سِتوا مِرشُيَهہ سَروي ديوَ رِشينارِدَستٿا
آسِتو ديوَلو وِياسَہ سُويَمِ چئِيوَ بِرويَشِي مي (۱۳)

ڀڳوان ! توهين پاربرتهم، پرم ڌام ۽ پَرمَ پوتر آهيو، ڇاڪاڻ تہ توهان کي سڀني رشي گڻ سناتن، دِويَپُروش ديون جا بہ آدي ديو، اجنما ۽ سَروياپي چوندا آهن.پرم پُرُش، پرم ڌام جا ئي سم ارٿي آهيو، دِويہ پرش، اجنما آدي شبد آهن. ديو رشي نارد، است ديو، وياس ۽ سويم توهين مونکي اهو ئي چوندا آهيو. ارٿات پهرين اڳئين وقت وارا مهرشي چوندا آهن، ورتمان ۾ جن جي سنگت ملي آهي نارد، ديول، آست ۽ وياس جو نالو ورتو توهان جيڪي ارجن جي وقت وارا هئا(ستپرشن جي سنگت ارجن کي پراپت هئي) توهين بہ اهو ئي چئو ٿا. هاڻي

सर्वमेतदृतं मन्ये यन्मां वदसि केशव।
न हि ते भगवन्व्यक्तिं विदुर्देवा न दानवाः।।१४।।

”سَرِوَميتَدِرِ تَمِ منيي يَنِمامِ وَدَسِ ڪيشَوَ
نَہ هي تي ڀَڳونِويَڪتيِمِ وِدُرِ ديوا نَہ دانَواهہ “ (۱۴)

هي ڪيشو ! جو ڪجهہ بہ توهين چئي رهيا آهيو، اُهو سڀ مان ستيہ مڃيان ٿو. توهانجي شخصيت نہ ديوتا ۽ نہ دانوَ ڄاڻن ٿا.

स्वयमेवात्मनात्मानं वेत्थ त्वं पुरुषोत्तम।
भूतभावन भूतेश देवदेव जगत्पते।।१५।।

”سِوَيَميواتِمناتِمانَمِ ويتِٿَ تِوَمِ پُرُشوتَمَ
ڀوتَڀاوَن ڀوُتيشَ ديوديو جَگَتپَتي “ (۱۵)

هي ڀوتن کي اتپن ڪرڻ وارا! هي ڀوتن جا ايشور! هي ديون جا ديو! هي جڳت جا سوامي ! هي پُرشن ۾ اُتم. توهين پاڻ ئي پاڻکي ڄاڻو ٿا يا جنهنجي آتما ۾ جاڳرت ٿي پاڻُ ڄاڻايو ٿا، اُهوئي ڄاڻي ٿو. اهو بہ توهانجي دواران توهان کي ڄاڻڻ ٿيو.

تنهن ڪري

**वक्तुमर्हस्यशेषेण दिव्या ह्यात्मविभूतयः।**
**याभिर्विभूतिभिर्लोकानिमांस्त्वं व्याप्य तिष्ठसि।।१६।।**

”وڪتُرِمَهسيشيشيڻ دِويا هِياتِمَوِڀوتَيَهه
ياڀِيرِوَ ڀوُتِڀِيرِ لوڪنِمانِستَوَمِ وِيياپِيَہ تِشِٽَسي “ (١٦)

توهين پنهنجي اُنهن دِويہ ويڀُوتين کي سمپورڻ روپ سان ذري ماتر باقي نہ رکي چوڻ ۾ سمرٿ آهيو. جن ويڀوتين دوارا توهين انهن سڀني لوڪن کي وياپت ڪري اسٿت آهيو.

**कथं विद्यामहं योगिंस्त्वां सदा परिचिन्तयन्।**
**केषु केषु च भावेषु चिन्त्योऽसि भगवन्मया।।१७।।**

” ڪَٿَمِ وِدِيامَهَمِ يوگِنِستُوامِ سَدا پَرِيچِنتَيَن
ڪيشُ ڪيشُ چَہ ڀاويشوُ چِنِتو سي ڀَگَوَنميا“ (١٧)

هي يوگن (شري ڪرشن هڪ يوگي هو) مان ڪهڙي طرح نرنتر چنتن ڪندي توهان کي ڄاڻان ۽ هي ڀڳوان ! مان ڪهڙن ڪهڙن ڀاوَن دوارا توهانجو سمرن ڪريان ؟

**विस्तरेणात्मनो योगं विभूतिं च जनार्दन।**
**भूयः कथय तृप्तिर्हि श्रृण्वतो नास्ति मेऽमृतम्।।१८।।**

”وِستَريڻاتِمَنو يوگَمِ وِڀوُتِمِ چَہ جناردن
ڀوُيَهه ڪَٿَيَہ ترپتيرهي شِرِڻوتو ناستي ميمِرتَمِ (١٨)

هي جناردن! پنهنجي يوگہ شڪتيءَ کي ۽ يوگہ جي ويڀوتي کي وري بہ وستار پوروڪ چئو. ٿوري ۾ مختصر تہ ِهن اڌياءَ جي شروعات چيو ئي هو. وري چئو، ڇاڪاڻ تہ امرت تَتوَ ڏيارڻ وارن وچنن کي ٻڌڻ سان مونکي ترپتي نٿي ٿئي.

**रामचरित जे सुनत अघाही। रस विशेष जाना तिन्ह नाहीं**
**(रामचरितमानस, ७/५२/१)**

”رام چَرِت جي سُنَت اگهائي رَس وِشِن جانا تِنهَن ناهين।।

رام چَرت مانس ٧-١٥٢)

جيستائين پرويش نٿو ملي وچي تيستائين ؛اُن امرت تَتِوَ کي ڄاڻڻ جي پياس بڻي ٿي رهي. پرويش کان پهرين ئي اهو سوچي ڪير ويهي ويو تہ سڀ ڪجهہ ڄاڻي ورتو، تہ اُن نہ ڄاتو. سِڌ آهي تہ هنجو مارگہ تي رڪاوٽ جي ڪري بيهڻ ٿو چاهي. تنهنڪري ساڌڪ کي پوُرتيءَ تائين اشٽ رهبريءَ کي پڪڙي رکڻ گهرجي ۽ اُنهي آچرڻ ۾ ڍلجي وڃڻ کپي. ارجن جي ڇيل جڳياسا تي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو :-

**श्रीभगवानुवाच**

**हन्त ते कथयिष्यामि दिव्या ह्यात्मविभूतयः।**
**प्राधान्यतः कुरुश्रेष्ठ नास्त्यन्तो विस्तरस्य मे।।१९।।**

شري ڀڳوان اُواچ

هَنت تي ڪَٿيِشيامي دِويا هِياتِمَوِڀوُتيَہَ
پرَڌانيَتَہَ ڪُرُشريشٺ نَاستيَنتو وِستَرَسيہَ مي (١٩)

ڪُروُ سريشٽ ارجن! هاڻي مان پنهنجي دِويہ (آتمڪ) وڀوتين کي، اُنهن ۾ جي مکيہ وڀوتين کي توکي ٻڌائيندس، ڇاڪاڻ تہ منهنجون وڀوتيون (لڪشمي شان مان) جي وستار جو انت نہ آهي.

**अहमात्मा गुडाकेश सर्वभूताशळयस्थितः।**
**अहमादिश्च मध्यं च भूतानामन्त एव च।।२०।।**

اَهماتِما گُڊاڪِشَ سَرِ وَڀوتا شَيَستِتَہَ
اَهمادِشِچہ مَڌِيَم چہ ڀوُتانامَنِت ايوَچہ (٢٠)

ارجن! مان سڀ ڀوتن جي هرديہ ۾ اسٿت سڀ جي آتما آهيان ۽ سمپورڻ ڀوتن جو آدي، مڌيہ ۽ انت بہ مان ئي آهيان ارٿات جنم مرتيوُ ۽ جيون بہ مان آهيان.

**आदित्यानामहं विष्णुर्ज्योतिषां रविरंशुमान्।**
**मरीचिर्मरुतामस्मि नक्षत्राणामहं शशी।।२१।।**

آدتِيانامَهمِ وشڻُو جيوتِرتيشام رَويرَنِشُمان
مَريچِرمَرُتامَسِمي نَکَشَترا ٹامَهمِ شَشي (٢١)

مان اَدِتِ جي ٻارهن پٽن ۾ وشڻو ۽ جوتين ۾ پرڪاشمان سورج آهيان. وايوءَ جي ڀيدن ۾ مان ماريچ نالي وايو ۽ نکشترن ۾ چندرما آهيان.

वेदानां सामवेदोऽस्मि देवानामस्मि वासवः।
इन्द्रियाणां मनश्चास्मि भूतानामस्मि चेतना।।२२।।

ويدانام سامَويدوسِمي ديوانامَسِم واسوَهه
اِندِرِياڻام مَنَشِچاسِمِ ڀوتانامَسِمِ چيتنا (٢٢)

ويدن ۾ مان سام ويد ارٿات پورڻ سَمَتوَ ڏيارڻ وارو ڳائڻ آهيان. ديون ۾ مان اُنهنجو اَڌِپَتي آهيان ۽ اندرين ۾ مان من آهيان ڇاڪاڻ من جي روڪڻ سان، جهلجڻ سان ئي ڄاتو وڃان ٿو ۽ پراڻين ۾ مان اُنهن جي چيتنا آهيان.

रुद्राणां शङ्करश्चास्मि वित्तेशो यक्षरक्षसाम्।
वसूनां पावकश्चास्मि मेरुः शिखरिणामहम्।।२३।।

رُدِراڻام شنڪرشِچسِمي وِتيشو يَڪشَرَڪشسام
واسُونام پاوَڪشِچسمي ميروهه شِکرِڻامَهمِ (٢٣)

يارهن رُدِرَنِ ۾ مان شنڪر آهيان ”شنڪ اَرُهه سَ شنڪر“ ارٿات شنڪائن کان ڇٽل اوسٿا مان آهيان. يکش ۽ راکشن ۾ مان ڌن جو سوامي ڪبير آهيان. اٺن وسوئن ۾ مان اگني ۽ چوٽين وارين شڪائن ۾ سمير ارٿات شين جو ميل مان آهيان. اُهائي سيني کان مٿي چوٽي آهي، نه ته ڪائي پهاڙي حقيقت ۾ هي سڀ يوگه ساڌنا جون نشانيون آهن. يوگڪ شبد آهن.

पुरोधसां च मुख्यं मां विद्धि पार्थ बृहस्पतिम्।
सेनानीनामहं स्कन्दः सरसामस्मि सागरः।।२४।।

پُروڌسانہ مُکيَم مام وڌي پارٿ برَهسپَتم
سينانيناَمَهم سڪَندَهہ سَرَ سامَسمي ساگَرَهہ (٢۴)

پُر (سڀ کان پهرين) جي رکشا ڪرڻ وارن پروهتن ۾ مان ورهستي مونکي ئي ڄاڻ، جنهن سان دَئوي سمپد جو ڦهلاءُ ٿئي ٿو ۽ هي پارٿ! سيناپتين ۾ مان سوامي ڪارتڪييہ آهيان. ڪرم جو تياڳہ ئي ڪارتڪ آهي، جنهن سان چراچر (چرندڙ ۽ اڻ چرندڙ) ناس، پرلئہ ۽ اِشٽ جي پراپتي ٿيندي آهي. ندين ۾ مان سمندر آهيان.

महर्षीणां भृगुरहं गिरामस्म्येकमक्षरम्।
यज्ञानां जपयज्ञोऽस्मि स्थावराणां हिमालय:।।२५।।

مَهرشيٹام ڀرگوُرَهم گرامسميڪمَڪشرم
يَگيانام جَپ يَگيہ سم سٿاوَراٹام هماليَهہ (٢۵)

مهرشين ۾ مان ڀرگو آهيان ۽ واڻيءَ ۾ هڪ اکشر اونڪار آهيان جو اُن برهم جو واقفيت ڏيڻ وارو آهي. سيني پرڪار جي يگين ۾ مان جَپ يگيہ آهيان. يگيہ پرم ۾ پرويش ڏيارڻ واري آرڌنا جي وڌي وشيش جو چترڻ آهي اُنجو تَتُ آهي. سوروپ جو سمرڻ ۽ نام جو جَپُ. ٻن واڻين کان پار ٿي وڃڻ تي نام يگيہ جي شريڻي (ڪلاس) ۾ اچي ٿو تہ واڻيءَ سان نٿو جپيو وڃي، نہ چنتن سان، نہ ڪنٺ سان تہ ٻہ هيءُ سواس ۾ جاڳرت ٿي ٿو وڃي. فقط سَرت کي سواس سان لڳائي من سان گَهرو هلڻو پوي ٿو. يگيہ جي شريڻي وارا نام جو لهڻ چڙهڻ سواس تي آڌار ٿو رکي. هيءُ ڪرياتمڪ آهي. استر رهڻ وارن ۾ هماليہ آهيان. سيتل، سَمَ اچل هڪ ئي پرماتما آهي. جڏهن پرلئہ ٿي، تڏهن من اُن چوٽيءَ ۾ ٻڌجي ويو. اچل، سَمَ ۽ شانت برهم جي پرلئہ نٿي ٿئي. اُنهيءَ برهم جي پڪڙ مان آهيان.

अश्वत्थ: सर्ववृक्षाणां देवर्षीणां च नारद:।
गन्धर्वाणां चित्ररथ: सिद्धानां कपिलो मुनि:।।२६।।

اَشِوَتِٿَھہ سَرِوَورِکشاٹامِ ديورشيٹامِ چَہ نارَدَھہ
گَنڌَرِواٹامِ چِترَرَٿَھہ سِڌانامِ ڪپِيلو مُنيھہ (٢٦)

سيني ورڪشن (وڻن) ۾ مان اَشِوَتِ آھيان. اَشِوَھہ سياٽي تائين بہ جنھنجي رھڻ جي گئرنٽي نٿي ڏيئي سگھي، اھڙو اوُرِڌِوَمول مَڌَھہ شاخمِ اَشِوَتِ (١-١٥). مٿي پرماتما جنھنجو مول آھي. ھيٺ پرڪرتي جنھنجون شاخائون آھن، اھڙو سنسار ۾ ھڪ ورڪش آھي، جنھن کي پپر جو نالو ڏنو ويو آھي. رواجي پِپرُ جو ورڪش نہ جنھنجي پوڄا ڪرڻ لڳون. ان تي چون ٿا تہ اُھو مان آھيان ۽ ديورشين ۾ مان نارد آھيان. ناردَسيہ رَنِڌِرھَہ سَ نارد. دَئوي سمپتي اھڙي سوکيمِ تي ويئي آھي تہ سُرَ ۾ اُٿڻ واري ڌُني (ناد) پڪڙ ۾ اچي وڃي ، اھڙي جاگرتي مان آھيان. گنڌرون ۾ مان چترت آھيان ارٿات ڳائڻ (چنتن) ڪرڻ واريون پرورتين ۾ جڏھن سوروپ چِترت ٿيڻ لڳي، اُھا اوسٿا وشيش مان آھيان، سِڌَنِ ۾ مان ڪپل مني آھيان. ڪايائي ڪپل آھي. ھن ۾ جڏھن لَئہ لڳي وڃي، اھڙي ايشوري سنچار جي اوسٿا مان آھيان.

उच्चैःश्रवसमश्वानां विद्धि माममृतोद्भवम्।
ऐरावतं गजेन्द्राणां नराणां च नराधिपम्॥२७॥

”اُچچئيوَھہ شِرَوَسَمَشِوا نامِ وِڌِي مامَمرتودِ يَومِ
ايراوَتَمِ گَجينِدِراٹامِ نراٹا مِ چَہ نراڌِپَمِ (٢٧)

گھوڙن ۾ مان امرت مان اُتپن ٿيڻ وارو اُچَئي شِروا نامڪ گھوڙو آھيان. دنيا ۾ ھر وستو ناسونت آھي. آتما ئي اجر-امر امرت سوروپ آھي. ان امرت سروپ سان جنھنجي چرپر آھي، اُھو گھوڙو مان آھيان. گھوڙو گتيءَ جي نشاني آھي. آتم تَتَوِ کي گرھڻ ڪرڻ ۾ من جڏھن اوڏانھن گتي(رفتار) پڪڙي، گ

ھوڙو آھي. اھا رفتار مان آھيان. ھاٿين ۾ ايراوت نالي ھاٿي مان آھيان. منشن ۾ راجا مونکي ڄاڻُ. حقيقت ۾ مھاپرش ئي راجا آھي. جنھن وٽ ڪوٽ ڪونھي، ڪا بہ ڪوتاھي نہ آھي.

**आयुधानामहं वज्रं धेनूनामस्मि कामधुक्।**
**प्रजनश्चास्मि कन्दर्पः सर्पाणामस्मि वासुकिः।।२८।।**

**آيُڌانامَھَمِ وَڄرَمِ ڌينوُنامسِمي ڪامَ ڌُڪِ**
**پرَجَنَشِچاسِمي ڪَنِدَرپَھہ سَرپاڻامسِمي واسُڪِھہ (٢٨)**

شسترن ۾ وَڄر مان آھيان. ڳانين ۾ ڪامڌينوُ آھيان. ڪامڌينو ڪا اھڙي ڳانءِ نہ آھي. جو ڪير جي استان تي من گھريا پدارٿ ڏئي. من چاھيا ڪاڌا ڏئي. رشين ۾ وششٽ وٽ ڪامڌينوُ ھئي ”گو“ اندرين کي چوندا آھن. اندرين جو وس ۾ ھئڻ اِشٽ کي وس ۾َ رکڻ وارو پايو ويندو آھي. جنھنجون اندريون ايشور جي پڳتيءَ ۾ استر ٿي وڃن ٿيون، ھن جي لاءِ ھنجون اندريون ”ڪامڌينوُ“ بڻجي وڃن ٿيون. پوءِ تہ ”جو اڇا ڪرِھَھَئُہ من ماھين. ھر پرساد ڪڇِہ درلڀ ناھين.“ (رام چرت مانس ٧-١١٣-۴) اُن جي لاءِ ڪجھہ بہ درلڀ نٿو رھي ”پرَجنن ڪرڻ وارن ۾ نَيُن استٿين کي پرگھٽ ڪرڻ وارو مان آھيان. ”پرَجنن“ ھڪ تہ ڇوڪرو ٻاھر پيدا ڪيو ويندو آھي. چراچر ۾ تہ رات ڏينھن پيدا ئي ٿين ٿا. ڪُئا ڪِئليون رات ڏينھن ڪندا آھن ائين نہ، بلڪ ھڪ اٖستٿي ۾ ٻي استٿي، ان طرح ورتيُنِ جو پريورتن ٿيندو آھي، اُھو بدليل سوروپ مان آھيان. سَرپن ۾ مان واسڪي آھيان.

**अनन्तश्चास्मि नागानां वरुणो यादसामहम्।**
**पितृणामर्यमा चास्मि यमः संयमतामहम्।।२९।।**

**انَنِتَشِچاسِمي ناڳانامِ وَروُڻو ياڌَسامَھَمِ**
**پِترِرِڻامَرِ يما چاسِمي سَنيَمَتامَھَمِ (٢٩)**

نانگن ۾ مان اننت ارٿات شيش ناگ آهيان. ائين تہ هي
ڪو سَرپ نہ آهي. گيتا جي ساڳئي وقت وارو پستڪ شريمد ڀاڳ
وت ۾ هن جي روپ جي چرچا آهي تہ هن پرٿوي کان ٿيهہ هزار
يوجن جي دوريءَ تي پرماتما جي وئشڻوي شڪتي آهي جنهن
جي سِرَ تي هيءَ پرٿوي سرسون جي داڻن وانگر بار کان سواءِ
ٽڪيل آهي. اُن يگہ ۾ يوجن جو پئمانو چاهي جو بہ رهيو هجي.
پوءِ بہ هيءَ گهٽي پري آهي. حقيقت ۾ هيءُ آڪرشڻ شڪتيءَ
جو چترڻ آهي. وگيانين جنهنکي ايٿر مڃيو آهي. گرهہ اُپگرهہ
سڀ ان شڪتيءَ جي آڌار تي ٽڪيل آهن. اُن سڄ ۾ گرهن جو
ڪو بار بہ ڪونهي، هيءَ شڪتي سرپ جي ڪنڊلي وانگر سڀني گ
رهن کي لپيٽي رکيو آهي. اِهوئي آهي اُهو اننت جنهن ۾
پرٿوي ڌارڻ ڪئي وڃي ٿي. شري ڪرشڻ چون ٿا. اهڙي ايشوري
شڪتي مان آهيان. جلچرن ۾ اُنهنجو اڌيپتي ”وَروُڻ“ آهيان ۽
پِتَرَنِ ۾ ”اريما“ آهيان. اهنسا ستيہ، اَستيہ برهمچريہ ۽
اَپرَيگرهہ پنج يَمَ آهن. انهن جي پالڻ ۾ اچڻ وارن وڪارن کي
ڪاٽڻ ”اَرَهہ“ آهي. وڪارن جي ظابطي ۾ پِتَرِ ارٿات پوت
سنسڪار ترپت ٿيندا آهن. نورتي پردان ڪندا آهن. شاسن ڪرڻ
وارن ۾ مان يمراج آهيان ارٿات مٿي چيل يمن جو نيم ۾ رکندڙ
آهيان.

प्रह्लादश्चास्मि दैत्यानां कालः कलयतामहम्।
मृगाणां च मृगेन्द्रोऽहं वैनतेयश्च पक्षिणाम्।।३०।।

پرَهلادَشِڇِسمي دَئيتانامِ ڪالَهہ ڪَلَيَتامَهَمِ
مِرِگاڻامِ چہ مِرِگينِدِروهَمِ وَئِينَتييَشِڇہ پَڪشِيڻامِ (٣٠)

مان دئيتن ۾ پرهلاد آهيان. (پرَ آلِهاد - پرَ جي لاءِ آلِهادِ)
پريم ئي پرهلاد آهي. آسُري سمپد ۾ رهندي بہ ايشور لاءِ آڪرشڻ
وياڪلتا شروع ٿيندي آهي، جنهن سان پرَ پريو جو درشن ٿيندو
آهي، اهڙو پريم اُلاس مان آهيان. ڳڻڻ وارن ۾ مان وقت آهيان،

هڪ ٻه، ٽي، چار اهڙي ڪُٽپ يا گڻ، ڪلاڪ، ڏينهن، پکش، مهنو وغيره نه، بلڪ ايشور جي چنتن ۾ لڳل وقت مان آهيان. ايتري قدر ”جاڳت ۾ سُمرن ڪري، سووت ۾ لوَ لايه“ لڳاتار چنتن ۾ وقت مان آهيان. جانورن ۾ مرگه راج (يوگي ٻه مِرِ -گ گرُڙ مان آهيان. گيان ئي گرَڙُ آهي. جڏهن ايشوريه انوڀوتي اچڻ لڳي ٿي، تڏهن هيءُ ئي من پنهنجي آراڌيه جي سواري بڻجي پوندو آهي ۽ جڏهن اِهوئي من سنسي ۽ شڪ سان مليل آهي. تڏهن سرپ ٿيندو آهي، ڏنگيندو رهندو آهي، جوڻين ۾ ڦٿو ڪندو آهي، گِرڙُ وشنوءَ جي سواري آهي. جا طاقت، ستا وِشوَ ۾ بنا روپ جي پکڙيل آهي. گيان سان مليل من هنکي پاڻ ۾ ڌارڻ ڪري ٿو، اُنجو هلائيندڙ بڻجي ٿو. شري ڪرشڻ چون ٿا، اِشٽ کي ڌارڻ ڪرڻ وارو من ئي آهي.

**पवनः पवतामस्मि रामः शस्त्रभृतामहम्।**
**झषाणां मकरश्चास्मि स्त्रोतसामस्मि जाह्नवी।।३१।।**

**”پَوَنهه پَوتامَسمِي رامَهه شَسترَ ڀِرتامَهَم**
**جهشاڻام مَڪَرِ شِچاسِمِي سترَ تَسامَسِمِي جاهِنوِي (٣١)**

پوتر ڪرڻ وارن ۾ مان وايو آهيان. شسترن ڌارين ۾ مان رام آهيان. ”رمنتي يوگمَهه يَسمِن سَ رامَهه.“

يوگي ڪنهن ۾ رمڻ ڪندا آهن؟ انيوَ ۾، ايشور اِشٽ روپ ۾ جيڪو آديش ڏيندو آهي، يوگي اُن ۾ رمڻ ڪندا آهن، رمندا آهن. اُن جاڳرتيءَ جو نالو رام آهي ۽ اُها جاڳرتي مان آهيان. مڇين ۾ مانگر مڇ(CROCODILE) ۽ ندين ۾ گنگا مان آهيان.

**सर्गाणामादिरन्तश्च मध्यं चैवाहमर्जुन।**
**अध्यात्मविद्या विद्यानां वादः प्रवदतामहम्।।३२।।**

**”سَرِ گاڻامادِرَنَتَشِچ مَڌيَم چئيواهَم ارجن**
**اڌياتَمَوِديا وِديا نام وادَهه پرَوَدَتا مَهَم (٣٢)**

هي ارجن ! سرشٽين جو آدي، انت ۽ مڌيه مان آهيان .

وديائن ۾ اڌياتم وديا مان آهيان. جيڪو آتما جو آڌيپتيہ ڏياري ٿو، اُها وديا مان آهيان. سنسار ۾ گهڻا پراڻي‌مايا جي آڌيپتيہ مان آهيان. راڳہ دويش، ڪال ڪرم سڀاوَ ۾ ڳڻن ڪان پريرت آهن، ان کي آڌيپتيہ مان ڪڍي آتما کي آڌيپتيہ ۾ وٺي وڃڻ واري وديا مان آهيان، جنهن کي اڌياتم وديا چوندا آهن- پرسپر، هڪن ٻئي سان ٿيندڙ ووادن، برهم چرچا ۾ جو فيصلو ڪندڙ آهي اُهو مان آهيان. ٻيا باقي نرنيہ تہ اڻنرنيہ ٿيندا آهن.

**अक्षराणामकारोऽस्मि द्वन्द्वः सामासिकस्य च।**

**अहमेवाक्षयः कालो धाराहं विश्वतोमुखः।।३३।।**

”اَڪِشراڻا مَڪاروسمي دِونِدِوَهہ ساماسيڪسِيہَچ

اَهامَيواکُشَيَهہ ڪالو ڌاتا هَمِ وِشوَ تو مُکهہ (۳۳)

ماهہ اکرن ۾ آڪار۱۰ اونڪار ۽ سماسن ۾ دَونِدوَ نالي سماس آهيان. اکشيڪال مان آهيان، قائم ڪال مان آهيان. وقت سدائين بدلجندڙ آهي، پر اُهو وقت جو سناتن آهي، ازلي آهي، اجر امر پرماتما ۾ پرويش ڏياري ٿو، اُها اوستا مان آهيان . ورات سروپ منعڪِي هر هنڌ وياپت، سڀني جو ڌارڻ پوشڻڪرڻ وارو مان ئي آهيان.

**मृत्युः सर्वहरश्चाहमुद्भवश्च भविष्यताम्।**

**कीर्तिः श्रीर्वाक्य नारीणां स्मृतिर्मेधा धृतिः क्षमा।।३४।।**

”مِرِ تِيوُ سَرِوَهَرَ شچاهمُدِ ڀَوَشِچہ ڀَويشَيتا مِ

ڪِيرِتيهہ شِرِيرِ واڪچہ نارِيڻام سِمرِتيرِ ميڌا ڌرِتِهہ کشَما (۳۴)

يوگيشور شري ڪرشن جي انوسار ” دِواوِمَئوُ پرُشَئہُ لوڪي کِشِرَ شچاکشَرَ ايوَ چ (اڌياءُ ۱۵-۱٦)

پرش ٻن ئي پرڪارن جا ٿين ٿا، کشر ۽ اکشر (ناس ٿيندڙ ۽ امر) سمپورڻ پوتن آدي‌جي اُتپتي ۽ ناس ٿيڻ وارا جي شرير ناس ٿيڻ وارا پرش آهن. هو نر، مادي، پرش يا استري ڪجهہ بہ چوائين شري ڪرشن جي شبدن ۾ پرش ئي آهن. ٻيو آهي

اڪشر پرش، جو لکل چت جي استر ڪال ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي تہ هن يوگہ پٿ ۾ استري پرش سڀئي سمان اڌڪاري آهن. تهنڪري ئي مهاپرش ٿيندا آيا آهن. پر هتي سمرتي شڪتي ، ٻڌي وغيره استرين جا ئي گڻ ٻڌايا ويا. ڇا انهن سَدِ گڻن جي ضرورت پرشن کي نہ آهي؟ ڪهڙو اهڙو پرش آهيهو شريمان، ڪيرتوان وڪتا (ڳالهائيندڙ) سمرتي ۽ شڪتي ۾ سمپن، ميڌاوي(سياڻو، سمجهو)ڌيرجوان ۽ معافي ڏيڻ وارو ڪمياوان نٿو بڻجڻ چاهي؟ ٻڌي جي سطح تي ڪمزور ڇوڪرن ۾ اهم گڻن جو وڪاس ڪرڻ لاءِ ماتا پتا پڙهائي کان سواءِ ٻين گڻن لاءِ بہ ويوسٿا ڪن ٿا. هتي چون ٿا تہ هيءُ گڻ استرين ۾ ڏنا ويا آهن. هاڻي توهين ويچار ڪري ڏسو تہ استري ڪير آهي؟ حقيقت ۾ توهانجي هردي جي پرورتي آهي ”ناري“ ان ۾ هنن گڻن جو ڦهلاءُ وارو ٿيڻ گهرجي. انهن گڻن جو ڌارڻ استري لنگہ-پُلنگہ (استري-پرش) سڀني جي لاءِ ڪمائتا آهن، جي مون کان ٿين ٿا.

बृहत्साम तथा साम्नां गायत्री छन्दसामहम्।
मासानां मार्गशीर्षोऽहमृतूनां कुसुमाकरः।।३५।।

بِرهَتِسام تَٿا سامِنام گايتري ڇَندَ سامَهم
ماسانامِ مارگشيرشوهَمرِ توُنام ڪُسُڪمارَهہ (٣٥)

ڳائڻ لائق شُرتيُن ۾ مان برهمتسام ارٿات برهت سان مليل سمتو ڏيارڻ وارو ڳائڻ آهيان معنيٰ اهڙي جاڳرتي مان آهيان. ڇندن ۾ گايتري ڇند مان آهيان. گايتري جو ڪو اُهو منتر نہ آهي، جنهن کي پڙهڻ سان مڪتي ملندي هجي ورنہ هڪ سميوراتمڪ ڇند آهي. ٽن پيرا ڦرتين ڪائڻ ڪانپوءِ رشي وشوامتر پاڻ کي اِشٽ جي لاءِ سمرپت ڪندي چيائين:

”اوم ڀورڀوَ سَوَهہ تَتِسَوِتوُ وريڻِيَمِ ڀَرگو ديوسيہ ڌِيمهي ڌِيويو نہ پرَچوديات“ معنيٰ ڀوُهہ، ڀُوَهہ ۽ سِوَهہ ٽنهي لوڪن

۾ تَتِوَ روپ سان وياپت ديو ! توهين ئي وَرڻيہ آهيو. اسان کي اهڙي ٻُڌي ڏيو، اهڙي پريرڻا ڪريو تہ اسين لکشيہ کي پراپت ڪريون. اهائي خاص هڪ پرارٿنا آهي. ساڌڪ پنهنجي ٻڌيءَ ڪان سچو نرنيہ نٿو وني سگهي تہ مان ڪڏهن صحيح آهيان ۽ ڪڏهن غلط اُنجي هيءَ سمرپت پرارٿنا مان آهيان، جنهن ۾ پڪ ئي پڪ ڪلياڻ آهي؛ چاڪاڻ تہ هو منهنجي آسري ٿيو آهي. مهنن ۾ مٿيون مارگہ (مانگهہ) مان آهيان ۽ جنهن ۾ سدائين بهار هجي، اهڙي رُتِ هردي جي اهڙي اوستا بہ مان ئي آهيان.

द्युतं छलयतामस्मि तेजस्तेजस्विनामहम्।
जयोऽस्मि व्यवसायोऽस्मि सत्त्वं सत्त्ववतामहम्।।३६।।

دِيوُتَمِ ڇَلَيَتامَسِمي تيڄَسِتيڄِسوَ نامَهَمِ
ڄِيوسِمي وِيوَسايوسِمي سَتِوَم سَتِيَوَتا مَهَمَ (٣٦)

تيڄسوي پرشن جو تيڄ مان آهيان. جوئا ۾ ڇل ڪرڻ وارن جو ڇل مان آهيان. تڏهن تہ سٺو آهي، جوئا کيليون اُن ۾ ڪَلَ بَلَ ڇَلَ ڪيون، اهوئي ڀڳوان آهي. نہ، اهڙو ڪجهہ ڪونہ آهي. هيءَ پرڪرتي ئي هڪ جوئا آهي. اهائي نڳني، نڳڻ واري بہ آهي. هن پرڪرتي جي جهڳڙي کي ڪيڻ جي لاءِ ڏيکاءُ ڇڏي لڪ لڪاءَ سان گپت روپ سان پڇن ڪرڻ بہ ڇل آهي. ڇل آهي تہ ڪونہ، پر بچاوَ جي لاءِ ضروري آهي. جڙ ڀرت وانگر چريو، انڌو ٻوڙو ۽ گونگي وانگر هرديہ سان ڇاٽندڙ هوندي بہ نہ ٻڌي، ڏسندي بہ نہ ڏسي، اهوئي لکي پڇن ڪرڻ جو وڌان آهي تڏهن ساڌڪ پرڪرتي پرش جي جوئا ۾ پارُ پائي ٿو. ڪٽڻ وارن جي سوڀ مان آهيان ۽ واپارين جو نشچو (جنهن کي اڌياءَ ٻئين، شلوڪ ايڪيتاليهہ ۾ چئي آيا آهيون هن يوگہ ۾ نشچياتمڪ ڪِريا هڪ آهي، ٻُڌي هڪ ئي آهي. دشا، طرف بہ هڪ ئي آهي اهڙي) ڪرياتمڪ ٻُڌي مان آهيان. ساتوڪ پرشن جو تيڄ مان آهيان ۽

اؤج مان آهيان.

**वृष्णीनां वासुदेवोऽस्मि पाण्डवानां धनञ्जयः।**
**मुनीनामप्यहं व्यासः कवीनामुशना कविः।।३७।।**

**ورِشڻينام واسُديوُسمي پانڊوانام ڌننجيهَ**
**مُنينامَپيَهمِ وِياسَهَ ڪَوِينامُشنا ڪَوِيهَ (٣٧)**

ورِشِڻي ونشن ۾ مان واسديو ارٿات سڀ هنڌ واس ڪرڻ وارو ديو آهيان. پانڊون ۾ مان ڌننجيه آهيان. پُڄ ئي پانڊو آهي ۽ آتمڪ سمپتي ئي استر سمپتي آهي. پڄ ڪان اُتساهه پائي آتمڪ سمپتي کي گڏ ڪرڻ وارو ڌننجيه مان آهيان. مُنين ۾ مان وياس آهيان. پرم تَتوَ جي ظاهر ڪرڻ بي جنهن ۾ سمرٿي آهي، اُهو مُني مان آهيان. ڪوين ۾ اُشنا معنيٰ اُن ۾ پرويش ڏيارڻ وارو ڪاويه ڪار مان آهيان.

**दण्डो दमयतामस्मि नीतिरस्मि जिगीषताम्।**
**मौनं चैवास्मि गुह्यानां ज्ञानं ज्ञानवतामहम्।।३८।।**

**ڏنڊو دَمَيَتامَسمي نيتيرسِمَ جگيشَتامِ**
**موَنمِ چئياسمي گُهيَانامِ گِيانَمِ گيانَوَتامَهمِ (٣٨)**

دمن ڪرڻ وارا ۾ دمن جي شڪتي مان آهيان. جيتَڻ جي اڇا ڪرڻ وارن ۾ جيت مان آهيان. ڳجهي رکڻ لائق ڀاوَن ۾ مَو ون مان آهيان ۽ گيانوانن ۾ ساکيات سان ملائڻ واري ڄاڻ، پورڻ گيان مان آهيان

**यच्चापि सर्वभूतानां बीजं तदहमर्जुन।**
**न तदस्ति विना यत्स्यान्मया भूतं चराचरम्।।३९।।**

**يَڇاپي سَريوَ ڀوُتانام بيِجَمِ تَدَهمَرجُن**
**نهَ تَدَستي وِنايَتِسيانِمَيا ڀوُتمِ چَرا چَرَمِ ۱۱ (٣٩)**

ارجن !سيني ڀوتن جي اُتپتي جو ڪارڻ بہ مان ئي آهيان، چاڪاڻ چر ۽ اچرَ اهڙو ڪوئي ڀوت نہ آهي جو مونکان رَهِت هجي. مان هرهنڌ وياپت آهيان. سڀ منهنجي ئي اِڇا سان آهن.

नान्तोऽस्ति मम दिव्यानां विभूतीनां परन्तप।
एष तूद्देशतः प्रोक्तो विभूतेर्विस्तरो मया।।४०।।

نانِتوسِتي مَمَ دِوِيانامِ وِڀوُتينامِ پرنتپ
ايشَ توُ ديشَتَهہ پِروڪتو وِڀوُتيرِوِستَرومَيا (۴۰)

پرنتپ ارجن! منهنجون دِويہ وڀوتين جو انت نہ آهي. پنهنجي وڀوتين جو وستار تہ مون ٿوري ۾ ڪيو آهي، حقيقت ۾ هو اننت آهن.

هن اڌياءَ ۾ ڪجهہ ئي وڀوتين جو ڪليءَ طرح ذڪر ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ ايندڙ اڌياءَ ۾ ارجن انهن سڀني کي ڏسڻ ٿو چاهي ڇاڪاڻ تہ ظاهر درشن سان ئي وڀوتيون سمجهہ ۾ اچن ٿيون. ويچار ڏارا کي سمجهڻ جي لاءِ ان ۾ ٿورو ارٿ ڏنو ويو آهي.

यद्यद्विभूतिमत्सत्त्वं श्रीमदूर्जितमेव वा।
तत्तदेवावगच्छ त्वं मम तेजोंऽशसम्भवम्।।४१।।

يَدِ يَدِوَڀوتيمَتسَومِ شِرِيمدوُرِ جِتَميوَ وا ا
تَتَدِيواوگڇہ تُومَ مَمَ تيجونِشَسَمڀَوَمِ اا (۴۱)

جيڪي جيڪي عيشوريہ ڪرانتي سان ڀريل ۽ شڪتيءَ واريون وستو آهن، اُن اُن کي تون منهنجي تيج جو هڪ انش ماتر مان اُتپن ٿيل ڄاڻ.

अथवा बहुनैतेन किं ज्ञातेन तवार्जुन।
विष्टभ्याहमिदं कृत्स्नमेकांशेन स्थितो जगत्।।४२।।

اَٿوا بَهوُنَئيتين ڪِمِ گياتينَ توارِ جُنَ ا
وِشٽو ڀياهمِدَمِ ڪِرِتِسنَميڪانِشين اِستٿو جَگَتِ اا (۴۲)

هاڻي ارجن! هن کي گهڻو ڄاڻڻ جو تنهنجو ڪهڙو پريوجن آهي؟ مان هن سمپورڻ جڳت کي هڪ انش ماتر سان ڌارڻ ڪري اسٿت آهيان.

مٿي ڏنل وڀوتين جي ورڻن جو تاتپرج اهو نہ آهي تہ توهان يا ارجن انهن سڀني شين کي پوڄڻ لڳو بلڪ شري ڪرشن جو

ارادو فقط ايترو ئي آهي تہ هنن سيني مان شرڌا سميٽي فقط اُن اوناشي پرماتما ۾ لڳايون. ايتري سان هنجو فرض پورو ٿو ٿئي.

## تاتپرج :-

هن اڌياءَ ۾ شري ڪرشن چيو تہ، ارجن! مان توکي وري اپديش ڪندس ڇاڪاڻ تہ تون مونکي تمام پيارو آهين. پهرين چئي چڪا آهيون، وري ٻڌائي رهيا آهن. ڇاڪاڻ تہ پورڻ ستگروءَ کان ٻڌڻ جي ضرورت رهي ٿي. منهنجي اتپتيءَ کي نہ ديوتا ۽ نہ مهرشي ڄاڻي سگهن ٿا. ڇاڪاڻ مان اُنهن جو بہ آدي ڪارڻ آهيان ڇاڪاڻ تہ اويڪت استٿي کان پوءِ جي سارؤ ڀئوم اوستا کي اُهوئي ڄاڻي ٿو، جو ٿي چڪو آهي. جيڪي مونکي اجنما، انادي ۽ سمپورڻ لوڪن جو مهان ايشور کي ساکياتڪار سهت ڄاڻي ٿو اُهوئي گياني آهي.

ٻُڌي، گيان، اَسِم موڙمتا، اندرين کي روڪڻ، من جو ظابطو، سنتوش، تَپُ، دان ۽ ڪيرتيءَ جا ڀاوَ ارٿات ڏئوي سمپد جا ٻڌايل لڪشڻ منهنجي دين آهن. ست مهرشيجن، معنيٰ يوگہ جون ست ڀومڪائون، اُن کان بہ پهرين ٿيڻ وارو سَمَ انتهڪرڻ جا چار روپ ۽ اُنهن جي سني خيال سان من جو سِوَيَمِڀوُ آهي، سويم رچيتا آهي، هي سڀ مون ۾ ڀاوَ رکڻ وارا لڳاءُ ۽ شرڌا وارا آهن، جن جي سنسار ۾ سمپورڻ پرجا آهي، هي سڀ مون مان اُتپن آهن ارٿات ساڌناميي پرورتيون منهنجي ئي پرجا آهن. اُنهن جي اُتپتي پاڻ مان نہ، گروءَ مان ٿيندي آهي. جو مٿي ڇيل منهنجون ويڀوتين کي ساکيات ڄاڻي ٿو وٺي، اُهو بنا ڪنهن شڪ جي مون ۾ هڪ ڀاوَ سان پرويش ڪرڻ يوگيہ آهي.

ارجن! مان ئي سيني جي اُتپتيءَ جو ڪارڻ آهيان. ائين جو شرڌا سان ڄاڻي ٿا وٺن اُهي انينيہ ڀاوَ سان منهنجو چنتن ڪن

ٿا. هميشهہ مون ۾ من، ٻڌي ۽ پراڻن سان لڳڻ وارا ٿيندا آهن، پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان منهنجو گڻ-چنتن ۽ مون ۾ سمائجي وڃن ٿا. اُنهن نرنتر مون سان گڏيل پرشن کي مان يوگہ ۾ پرويش ڪرڻ واري ٻُڌي پردان ڪريان ٿو. اها بہ منهنجي ئي دين آهي. ڪهڙي پرڪار ٻُڌي يوگہ ڏيو ٿا؟ تہ ارجن! ’’آتم ڀاوَسِيَہ‘‘. اُنهن جي آتما ۾ جاگرت ٿي ڪڙو ٿي وڃان ٿو ۽ اُنهن جي هردي ۾ اگيان مان اُتپن ٿيل انڌڪار کي گيان روپي ديپڪ سان نشٽ ڪريان ٿو.

ارجن سوال ڪيو تہ ڀڳوان! توهين پرم پوتر، سناتن، ديوتا سروپ، اَتي سندر انادي ۽ هرهنڌ وياپت آهيو. ائين مهرشي گڻ چون ٿا توڙي ورتمان ۾ ديورشي نارد، ديول، وياس ۽ توهين بہ ائين چئو ٿا. اهو سچ بہ آهي تہ توهان کي نہ ديوتا ڄاڻن ٿا نہ دانوَ. توهين پاڻ جنهن کي ڄاڻايو ٿا، اهو ئي ڄاڻي ٿو. توهين ئي پنهنجي ويوتين کي چوڻ ۾ سمرٿ آهيو. هاڻي جناردن! توهين ئي پنهنجي ويوتيون وستار سان ٻڌايو. پريپورڻ اشٽ ڪان ٻڌڻ جي اتڪنٺا ٻڻي رهي. اڳيان اشٽ جي وِشَوَ ۾ ڇا آهي؟ اُن کي ساتڪ ڇا ڄاڻي. ان تي يوگيشور شري ڪرشن هڪ هڪ ڪري پنهنجون ايڪاسي ويوتين جا لڪشڻ ٿوري ۾ ٻڌايا. جن مان ڪجهہ تہ يوگہ ساڌن ۾ پرويش ڪرڻ سان گڏ ملڻ واريون ڳُجهيون قائم ويوتين جو چترڻ آهي ۽ باقي ڪل سماج ۾ رِڌين سڌين سان گڏ پائڻ واريون ويوتين تي روشني وڌي ۽ پڇاڙيءَ ۾ اُنهن زور ڏيئي چيو ارجن! گهڻو ڪجهہ ڄاڻڻ سان تنهنجو ڪهڙو پريوجن آهي؟. هن سنسار ۾ جيڪو ڪجهہ بہ تيج ۽ عيشوريہ يڪت وستو آهن، اُهي منهنجي انش ماتر تيج ۾ اسٿت آهن. حقيقت ۾ منهنجون ويوتيون اپار آهن. ائين چوندي يوگ يشور من اڌياءَ کي پورو ڪيو.

هن اڌياءَ ۾ شري ڪرشنپنهنجي وڀوتين جي ماتر ٻوڌڪ

جاڻ ڏني، جنهن سان ارجن جي شرڌا سيني طرفن مان سميٽجي هڪ اِشٽ ۾ لڳي وڃي، پر ڀائرو ! سڀ ڪجهه ٻڌڻ ۽ اُن راز کي چڱيءَ طرح سمجهڻ کانپوءِ به وڌيڪ ڄاڻڻ اڃا باقي رهي ٿو. هيءُ ڪرياتمڪ پٿ آهي، راهه آهي.

سمپورڻ اڌياءَ ۾ يوگيشور جي ويڀوتين جو ئي ورنن آهي . هاڻي.

اوم تَتِسَدِتي شريمد ڀڳود گيتا پنشتِسوُ برهم وديايامِ يوگه شاستري شري ڪرشڻ ارجُن سَموادي ”ويڀوتي وَرِڻمِ“ نام دَشَموڏيايَهَه اا ١٠اا

اهڙي طرح شريمد ڀڳودِ گيتا روپي اُپنِشَد ايوَمِ برهم وديا تٿا يوگشاستر وشيڪ سري ڪرشن ۽ ارجن جي سنواد ۾ ”ويڀوتي ورڻن“ نالي ڏهون اڌياءُ پورو ٿئي ٿو.

اِتي شريمتپرمهنس پرمانندسيه شِشِيه سوامي اڙگڙانند ڪِرتي شريمدِ ڀڳَوَدِ گيتا ياهَ ”ڀڳارت گيتا“ ڀاشِيي”ويڀوتي ورڻنم “ ناماَ دشمو ڏيايهه اا١٠اا

اا هري اوم تَتِ سَتِ اا.

## ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

## اٿئي ڪا دشو ڌيايَهَ

اڳئين اڌياءَ يوگيشور شري ڪرشڻ پنهنجي مکيہ مکيہ ويوتين جو ٿوري ۾ وِرِڻ ڏنو؛ پر ارجن کي لڳو تہ هنوستار سان ٻُڌي ورتو آهي. هن چيو تہ تنهنجي واٽي ٻڌڻ سان منهنجو سچو موهہ نشٽ ٿي ويو آهي؛ پر توهان جو چيو، ان کي ظاهر روپ ۾ ڏسڻ ٿو چاهيان. ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ رات ڏينهن جو فرق آهي. اکين سان هلي ڏسڻ سان شيءَ جي استتي ٻي ئي ٿيندي آهي. ارجن! ان روپ کي ڏٺو تہ ڪنبڻ لڳو، معافي گهرڻ لڳو. ڇا گياني ڊڄندو آهي؟ ان کي ڪا جڳياسا رهجي ٿي وڃي؟ نہ ٻُڌيءَ جي سطح تي، ويچارڻ جي ليول تي ڄاڻ ملي اُها سدائين قائم رهي ٿي. ها! اُها يٿارٿ ڄاڻ جي لاءِ پريرڻا ڏيندي آهي تنهنڪري ارجن وينتي ڪئي.

अर्जुन उवाच

मदनुग्रहाय परमं गुह्यमध्यात्मसञ्ज्ञितम्।
यत्त्वयोक्तं वचस्तेन मोहोऽयं विगतो मम।।१।।

ارجن اُواچ

مَدَنوُگِرَهايہ پرمَمِ گُهيمڌياتِمَسنَڄِتَمِ
يَتِويوڪتَمِ وَچِستينَ موهويَمِ وِگتومَمَ (١)

ڀڳوان ! مون تي مهر ڪرڻ جي لاءِ، جو توهان جي دواران اڌياتم ۾ پرويش ڏيارڻ وارو اُپديش ٻڌايو ويو، اُن مان منهنجو اگيان نشٽ ٿي ويو. مان گياني ٿي ويس.

**भवाप्ययौ हि भूतानां श्रुतौ विस्तरशो मया।**
**त्वत्तः कमलपत्राक्ष माहात्म्यमपि चाव्ययम्।।२।।**

**ڀَوا پِيَيَئُو هي ڀُوتانام شِرُتَئُو وِستَرَ شو مَيا**
**تِوَتَهَ ڪَمَلَ پتراڪش ماهاتِميَمَپي چاوِيَيَم (٢)**

چاڪاڻ تہ هي ڪمل نيترا مون ڀوتن جي اُتپتي ۽ پرلَئہ توهان ڪان وستار پوروڪ ٻڌي آهي ۽ توهانجو اوناشي پرڀاوَ بہ ٻڌو آهي.

**एवमेतद्यथात्थ त्वमात्मानं परमेश्वर।**
**द्रष्टुमिच्छामि ते रूपमैश्वरं पुरुषोत्तम।।३।।**

**”ايوَ ميتَدِيَٿاتِٿ تِوُ ماتِمانَم پَرميشِوَرَ**
**دِرشٽُمِڇامِي تي، روپمَئيِشِوَرَم (٣)**

هي پرميشور ! توهان، پاڻ کي جيئن چئو ٿا، اهو ٺيڪ ائين ئي آهي، ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي، پر مون فقط ان کي ٻڌو آهي. هاڻي هي پُرشوتم ! اُن عيشِوَريہ سوروپ کي مان ظاهر ڏسڻ ٿو چاهيان.

**मन्यसे यदि तच्छक्यं मया द्रष्टुमिति प्रभो।**
**योगेश्वर ततो मे त्वं दर्शयात्मानमव्ययम्।।४।।**

**”مَنِيَسي يدي تَڇِڪيَم مَيادِرشٽُمتي پريو**
**يوگيشِوَرَ تَتو مي تُوم دَرشياتِمانمَوِ يَيَم (٤)**

هي پريو ! منهنجي دواران توهانجو اُهو روپ ڏسي وٺڻ ممڪن آهي، جيڪڏهن توهين ائين مڃو ٿا تہ يوگيشور ! توهين پنهنجي اوناشي سوروپ جو مونکي درشن ڪرايو. ان تي يوگيشور کو جواب ڪونہ ڏنو، ڇو تہ پهرين بہ هر هنڌ تي چئي آيو آهي تہ تون منهنجو اننيہ ڀڳت ۽ پيارو متر آهين. هاڻي ڏاڍي پرسنتا سان هن پنهنجو سروپ ڏيکاريو !

**श्रीभगवानुवाच**

**पश्य मे पार्थ रूपाणि शतशोऽथ सहस्त्रशः।**
**नानाविधानि दिव्यानि नानावर्णाकृतीनि च।।५।।**

شري ڀڳوان اُواچ
”پشيہ هي پارٿ روپاڻِي شَتَشوٿ سَهِسرَ شَهَ
نانا وڌاني نِي دِوِياني ناناوَرڻاڪِرتينِي چہَ (۵)

پارٿ! منهنجي سوين توڙي هزارين جدا جدا پرڪار ۽ جدا جدا ورڻ توڙي آڪرتي وارن دِويہ، اَتي سندر، وڻندڙ سوروپ کي ڏس.

**पश्यादित्यान्वसून्रुद्रानश्विनौ मरुतस्तथा।**
**बहून्यदृष्टपूर्वाणि पश्याश्चर्याणि भारत।।६।।**

”پَشيادِتِيانِوَ سوُنِ رُدرانِشوَ تَٿوُ مروُتِستٿا
بهوُنيدِ رشٽِپوُرِ واڻِي پَشيا شِچَرِياڻِي يارت (٦)

هي يارت ! آدِتيءَ جا ٻارهن پٽ، اٺ وَسُون، يارهن رُدر، ٻنهي اشوني ڪمارن ۽ اوڻونجاهہ مرودگڻ کي ڏس ۽ ٻيا گهڻا جي تو پهرين ڪڏهن ڪونہ ڏٺا آهن. عجب جهڙن روپن کي ڏس.

**इहैकस्थं जगत्कृत्सनं पश्याद्य सचराचरम्।**
**मम देहे गुडाकेश यच्चान्यद्द्रष्टुमिच्छसि।।७।।**

”اِهَئيڪَسِٿَمِ جَگَتڪِرِ تِسنَمِ پَشيادِيہَ سَچراچَرَمِ
مَمَ ديهي گڊاڪيشَ يَچانِيَدِ رشٽُمِچَسِي (۷)

ارجن ! هاڻي منهنجي هن سرير ۾ هڪ ئي استان تي استٿ ٿيل چراچر سان گڏ سمپورڻ جڳت کي ڏس توڙي ٻيو بہ ڪجهہ ڏسڻ چاهين ٿو، اُهو ڏس.

ان طرح ٿنهي شلوڪن تائين ڀڳوان لڳاتار ڏيکاريندو ٿي ويو پر ارجن کي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو (هو اکيون مهٽيندو

ئي رهيو) هاڻي ائين ڏيکاريندي اچانڪ رڪجي وڃن ٿا ۽ چون ٿا-

न तु मां शक्यसे द्रष्टुमनेनैव स्वचक्षुषा।
दिव्यं ददामि ते चक्षुः पश्य मे योगमैश्वरम्।।८।।

”نہ توُ ماِم شَڪِيَسي دِرشٽُمَنيِنَئِيوَ سِوَچِڪشُشا
دِوِيَمِ دَدامِي تي چَڪشُھ مي يوگَمَئِيِشوَرَمِ (٨)

ارجن ! تون مونکي پنهنجي نيترن دوارا ارتات ٻاهرين درشٽيءَ دوارا ڏسڻ ۾ سمرٿ نہ آهين تنهن ڪري مان توکي دِويہ منعيِ الوڪڪ درشٽي ڏيان ٿو، جن سان تون منهنجي پرڀاوَ ۽ يوگہ شڪتي کي ڏس.

هتي يوگيشور شري ڪرشن جي ڪرپا-مهر سان ارجن کي اُهائي درشٽي پراپت ٿي، هن ڏنو ۽ هوڏانهن يوگيشور وياس جي ڪرپا مهر سان اُها ئي درشٽي سنجيہ کي ملي هئي. جيڪو ڪجھ ارجن ڏٺو، اکشرشھ اُهو سنجيہ بہ ڏٺو ۽ اُنجي پرڀاءُ سان پاڻ کي ڪلياڻ جو ڀاڳوارو ٻڌايو. ظاهر آهي شري ڪرشن يوگي جي سمکش آهن.

सञ्जय उवाच
एवमुक्त्वा ततो राजन्महायोगेश्वरो हरिः।
दर्शयामास पार्थाय परमं रूपमैश्वरम्।।९।।

سنجيہ اُواچ

”ايوَمِڪُتا تَتو راجِنمها يوگيِشورَ هري
دَرِشَياماسَ پارِٿايہ پَرَمَمِ روپِمَئِيِشوَرَمِ (٩)

سنجيہ چيو- هي راجن مهايوگيشور هريءَ ان پرڪار چئي اين ڪانپوءِ پارٿ کي پنهنجو پرم ايشوريڀُڪت دِويہ سروپ ڏيکاريو. جو پاڻ يوگي آهي ۽ ٻين کي بہ يوگہ پردان ڪرڻ جي جنهن ۾ سمرٿي هجي، جو يوگہ جو سوامي هجي، اُن کي يوگ

يشور چون ٿا. ان پرڪار سڀ ڪجهہ ڪٺي وچڻ وارو هري آهي. جيڪڏهن فقط دڪن کي چوارائين ۽ سڪہ چڙهي ڏنائين، تہ دکہ ايندو. هاٿي سيني پاپن کي ناس ڪرڻ سان گڏ سڀ ڪجهہ کسي پنهنجو سروپ ڏيڻ ۾ سمرٿ آهي، هو هري آهي. هنن پارٿ کي پنهنجو دِويہ سروپ ڏيکاريو. سامهون تہ بيٺائي هئا-

अनेकवक्त्रनयनमनेकाद्भुतदर्शनम्।
अनेकदिव्याभरणं दिव्यानेकोद्यतायुधम्।।१०।।

”اَنيڪ وَڪترَ نَيَنَمَنيڪادِ ڀوُتَدَر شَنَم
اَنيڪ دِويا ڀَرَ ڻَم دِويانيڪو دِيَتايُڌَ م (١٠)

انيڪ مکہ ۽ نيترن سان مليل، انيڪ اديت درشن وارا، انيڪ دِويہ، آتي سندر پوشڪن سان سجايل ۽ انيڪ دِويہ شسترن کي هٿ ۾ کنيا تنهنکري-

दिव्यमाल्याम्बरधरं दिव्यगन्धानुलेपनम्।
सर्वाश्चर्यमयं देवमनन्तं विश्वतोमुखम्।।११।।

” دِويَماليامِبَرَ ڌَرَم دِويَگنڌا نوُ ليپنَم
سَرِواشِچَرِ يَمَيَم ديوا مَنِنَتِم وَشِوَ تو مُکَم (١١)

سندر مالا ۽ وسترن کي ڌارڻ ڪيل، دويہ گنڌ (خوشبوءِ) جو ليپ لڳل، هر پرڪار عجوبن سان ڀريل حد کان رهت وراٽ سوروپ پرم ديو جي درشني ملڻ تي ارجن ڏٺو.

दिवि सूर्यसहस्रस्य भवेद्युगपदुत्थिता।
यदि भा: सदृशी सा स्याद्भासस्तस्य महात्मन:।।१२।।

”دِوسوُرِيَسَدسرَسَسَيہ ڀَويدِيگپدوُتڻتا ا
يدي ڀاهہ سَدرِشي سا سِيادِڀاسَستَسيہ اا (١٢)

(اگيان روپي ڌرتراشٽر، سنيم روپي سنجيہ جيئن اڳ ۾ اچي ويو آهي) سنجيہ چيو:- هي راجن! آڪاش ۾ هڪ وقت هزار سورج اُڀرڻ تي جيترو پرڪاش ٿئي ٿو، اُهو بہ وِشوَ روپ انهن

مهاتمائن جي پرڪاش جي سدرشن جهڙو ڀلي ئي هجي. هتي يوگيشور مهاتما ئي آهن يوگيشور هو.

**तत्रैकस्थं जगत्कृत्स्नं प्रविभक्तमनेकधा।**
**अपश्येद्देवदेवस्य शरीरे पाण्डवस्तदा।।१३।।**

تَترِئيڪَسِٿَم جَگَتڪِرِ تِسِنَم پِرَوِڀِڪتَمَنيڪڌا
اَپَشِييديوسِيَہ شريري پانڊوَ سِتدا (١٣)

پانڊو پتر ارجن (پڇ ئي پانڊو آهي. پٽيہ ئي انوراگہ کي جنم ڏئي ٿو) ان وقت انيڪ پرڪارن سان ڀڳتيءَ ۾ پورن سمپورڻ جڳت کي پرم ديو جي شرير ۾ هڪ جڳهہ استٿ ڏٺو.

**ततः स विस्मयाविष्टो हृष्टरोमा धनञ्जयः।**
**प्रणम्य शिरसा देवं कृताञ्जलिरभाषत।।१४।।**

تَتَهہ سَ وِسِمَياوِشِٽو هِرِشِٽروما ڌننجيهَہ
پِرَڻَمِيہَ شِرَسا ديوَم ڪِرِ تانجليرَ ڀاشَت (١٤)

ان کان پوءِ آشچريہ سان ڀريل خوشيءَ ۾ وار کڙا ٿيل هو ، ارجن پرماتم ديو کي مٿو جهڪائي پرڻام ڪري (ڦرين بہ پرڻام ڪندو هو، پر ڀرپاوَ ڏسڻ تي سادر پرڻام ڪري) هٿ جوڙي چيو. هتي ارجن انتهڪرڻ سان نَمنُ ڪيو ۽ چيو

**अर्जुन उवाच**
**पश्यामि देवांस्तव देव देहे।**
**सर्वांस्तथा भूतविशेषसङ्घान्।**
**ब्रह्माणमीशं कमलासनस्थ-**
**मृषींश्च सर्वानुरगांश्च दिव्यान्।।१५।।**

ارجن اواچ

پَشِيامي ديوانِستَوِ ديهي،
سَروانِستٿا ڀوُتوِ شيشسَنگهانِ ا

بِرَهماڻَميِشَمِ ڪملا سَنَسِتَ
مِرِشيِمِشِڇَہ سَرِوانوُرا گاشِڇہ دِوِيان ।। (١٥)

هي ديو ! توهان جي شرير ۾ مان سمپورڻ ديون توڙي انيڪ ڀوتن جي ميڙ کي ڪمل جي آسن تي ويٺل برهما کي، مهاديو کي، سمپورڻ رشين کي ۽ دِويہ سَرِپن کي ڏسان ٿو. هيءُ ظاهر درشن هو، ڪوري ڪلپنا نہ، پر اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن يوگيشور، پورڻتا پراپت مهاپرش هردي سان درشٽي پردان ڪري. هيءَ ساڌن گميہ آهي.

**अनेकबाहूदरवक्त्रनेत्रं**
**पश्यामि त्वां सर्वतोऽनन्तरूपम्।**
**नान्तं न मध्यंनपुनस्तवादिं**
**पश्यामि विश्वेश्वर विश्वरूप।।१६।।**

”انيڪہ باهوُدَرَوَڪتِرَ نيتِرَمِ ।
پَشيامِي تُوامِ سَرِوتو نَنِتروُپَمِ ।
نانِتَمِ نہ مَڌِيَمِ نہ پنَسِتوادِيمِ
پَشِيامِي وِشويشوَرَ وِشوَ روپَ ।। (١٦)

وِشوَ جا سوامي. مان توهان کي انيڪ هٿ، پيٽ، مک ۽ نيترن سان پُرُ ۽ سڀ -پاسي کان اننت روپن وارو ڏسان ٿو. هي وِشوَ روپ ! نہ مان توهانجي آد کي، نہ مَڌِيَہ کي ۽ نہ انت کي ئي ڏسان ٿو معنيٰ توهانجي آد، مڌيہ ۽ انت جو نرنيہ جو پار نٿو پائي سگهان.

**किरीटिनं गदिनं चक्रिणं च**
**तेजोराशिं सर्वतो दीप्तिमन्तम्।**
**पश्यामि त्वां दुर्निरीक्ष्यं समन्ता–**
**द्दीप्तानलार्कद्युतिमप्रमेयम्।।१७।।**

ڪِريٽِنَمِ گَدِنَمِ چَڪِرَڻَمِ چہَ

تيجوراشِيمِ سَرِوَتو ديِپتَمنِنَتَمِ ।
پَشيامي تُوامِ دُر نريکشيَمِ سَمِنِتا-
ديپتا نلاَرِڪَ دِيُتِمَپر ميَيَمِ ॥ (١٧)

مان توهانکي مٽڪ سان، گدا سان، چڪر سان سيني پاسن کان پرڪاشوارو، تيڪپُنج سوروپ، ٻرندڙ اگني ۽ سورج وانگر ڏسڻ ۾ ڏکيو ارٿات ڏکيائيءَ سان ڏسڻ وارو ۽ سيني طرفن کان ٻُڌي وغيره سان گرهڻ نہ ٿي سگهڻ وارو پريم سان ڀرپور ڏسان ٿو. ان طرح سيني اندرين کي پوري طرح سمرپت ٿي يوگيشور شري ڪرسن کي هن روپ ۾ ڏسي ارجن من جي اُستتي ڪرڻ لڳو-

त्वमक्षरं परमं वेदितव्यं
त्वमस्य विश्वस्य परं निधानम्।
त्वमव्ययः शाश्वतधर्मगोप्ता
सनातनस्त्वं पुरुषो मतो मे ।।१८।।

تُوَمَڪِشَرَمَ پَرَمَمِ ويدِ تَويَمِ
تُوَمَسِيَہ وِشَوَ سيِہ پَرَمَ نِڌانَمِ ।
تُوَمَويَيَهہ شاشِوَتِدَرِمَگوپِتا
سناتَنَسِيَتُوَمِ پُرشو مَتومي ॥ (١٨)

يڳوان! توهين ڄاڻڻ يوگيہ پرم اکشر معنيٰ اکشيہ پرماتما آهيو. توهين هن جڳت جو پرم آسرو آڌار آهيو، توهين پوتر ڌرم جا رکشڪ آهيو تہ توهين ابناسي سناتن پرش آهيو. اهو منهنجو ويچار آهي. آتما جو سوروپ ڇا آهي؟ شاشوت شيِ آهي، سناتن آهي، نہ ظاهر ٿيل روپ آهي، ابناسي آهي. هتي شري ڪرشن جو ڪهڙو سوروپ آهي؟ اُهو ئي پوتر، سناتن،

اوڀيه، ابناسي معنيٰ پراپتي کان پوءِ مهاپرش به اُنهي آتم ڀاوَ ۾ استٿت ٿئي ٿو. تڏهن ته ڀڳوان ۽ آتما هڪ ٿي لڪشڻ وارا آهن.

**अनादिमध्यान्तमनन्तवीर्य-**
**मनन्तबाहुं शशिसूर्यनेत्रम् ।**
**पश्यामि त्वां दीप्तहुताशवक्त्रं**
**स्वतेजसा विश्वमिदं तपन्तम् ।।१९।।**

اَناديمڌِيانِتَمَنَنِ توِيريه
مَنَنِتَباهوُم تُوام شَشِيسورِيَه نيتِرَم ।
پَشِيامي تُوام ديپِتَهُتاشوَڪِتَرم
سِوَتيجَسا وِشوَمِدَم تَپَنِتَم ।। (١٩)

هي پرماتمن ! مان توهان کي آدي، مڌيه ۽ انت کان رهت، اَننت سمرٿيءَ سان ڀريل، اننت هٿن وارو (پهرين هزارين هٿا، هاڻي اننت ٿي ويا) چندرما ۽ سورج روپي نيترن وارا (تڏهن ته ڀڳوان ڪاڻو ٿي ويو) هڪ اک چندرما وانگر جهيڻي پرڪاش واري ۽ ٻي سورج وانگر تيج سان ڀُرُ. اهڙو ڪجهه ڪونهي. سورج سمان پرڪاش پرڏان ڪرڻ وارو ۽ چندرما وانگر سيتلتا پردان ڪرڻ وارا گڻ ڀڳوان ۾ آهن. چنڊ -سج فقط نشانيون آهن (ارٿات چندرما ۽ سورج جي درشٽيءَ وارا) ۽ ٻرندڙ، مَتِئيَن مُنهَن وارا ۽ پنهنجي تيج سان هن جڳت کي تپائيندي ڏسان ٿو.

**द्यावापृथिव्योरिदमन्तरं हि**
**व्याप्तं त्वयैकेन दिशश्च सर्वाः ।**
**दृष्ट्वाद्भुतं रूपमुग्रं तवेद**
**लोकत्रयं प्रव्यथितं महात्मन् ।।२०।।**

دِياواپِرِٿِويور دَمَنِتَرَم هي

وياپٽَمِ تُوَيئيڪيِنَ دِشَشِچَہ سَروِاها ۔
دِرِشٽوادڀُتَمِ روُپَمُگرَمِ تَويدَمِ
لوڪَ ترَيَمِ پرَويَٿِتَمِ مهاتمَنِ ۔۔ (٢٠)

هي مهاتمن ! آسمان ۽ پرٿويءَ جي وچ جو سڄو آڪاش ۽ سڀ طرف هڪ توهان ڪان ئي پريپورڻ آهن. توهانجي هن الوڪڪ، ڀينڪر روپ کي ڏسي ٽيئي لوڪ تمام وياڪل ٿي رهيا آهن.

अमी हि त्वां सुरसङ्घा विशन्ति
केचिद्भीताः प्राञ्जलयो गृणन्ति।
स्वस्तीत्युक्त्वा महर्षिसिद्धसङ्घाः
स्तुवन्ति त्वां स्तुतिभिः पुष्कलाभिः ।।२१।।

اَمي هي تُوامِ سُرُ سنگها وشِنتي
ڪيچِدِڀيِتاھ پرانجَليو گرِڻَنتي ۔
سوَستيِتيُڪتوا مهرشيسِڌَسنگها
ستوُوَنتي تُوامِ ستوُتِڀِھ پُشڪلاڀِھ ۔۔ (٢١)

هو ديوتائن جا ميڙ توهان ۾ ئي پرويش ڪري رهيا آهن ۽ ڪو هڪ ڊڄي ڪري هٿ جوڙي توهانجا گُڻ ڳائيندا ٿا رهن مهرشي ۽ سِڌَن جي سڀ سوستي واچن ارٿات ”ڪلياڻ هو“ ائين چوندي چوندي سٺني استوترن دواران توهانجي اُستتي ڪري رهيا آهن.

रुद्रादित्या वसवो ये च साध्या
विश्वेऽश्विनौ मरुतश्चोष्मपाश्च।
गन्धर्वयक्षासुरसिद्धसङ्घा
वीक्षन्ते त्वां विस्मिताश्चैव सर्वे।।२२।

رُدرادِتيا وَسوو يي چَہ ساڌِيا

وِشويِشوَنَئوُ مَروتَشِچوشِمَپاشَچہ ا
گَندِرِوَيِکشا سُرَسِنَ سنگا،
وِيِکشَنتي تُوامِ وِسِمَتا شِکَچئيوَ سَروي اا (٢٢)

رُدر، آدتيہ، وَسوُ، ساڌيہ وِشويديو، اَشوني ڪمار، وايو ديو ۽ اُشِمَپاهَہ. ايشوري گرمي گرهڻ ڪرڻ وارا ۽ گندرِوَ، يڪش، راڪشس ۽ سِڌن جو سڄو ميڙ سڀ حيرت مان توهان کي ڏسي رهيا آهن معنيٰ ڏسي بہ سمجهي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ تہ اُنهن وٽ اُها درشٽي ئي نہ آهي. شري ڪرشن اڳ ۾ ٻڌايو هو تہ آسُري سڀاءَ وارا ماڻهو مونکي تڇ، خسيس ڇئي ڪوٺيندا آهن، عام رواجي منش جهڙو مڃين ٿا جڏهن تہ مان پرم ڀاوَ ۾، پرميشور روپ ۾ استٿ آهيان. جيتوڻيڪ آهيان منش شرير جي آڌار وارو. ان جو وستار هتي آهي تہ هو عجب مان ڏسي رهيا آهن، يٿارٿ سمجهہ نہ ٿا پائي سگهن نہ ڪو ڏسن ٿا سگهن.

**रूपं महत्ते बहुवक्त्रनेत्रं**
**महाबाहो बहुबाहूरुपादम् ।**
**बहूदरं बहुदंष्ट्राकरालं**
**दृष्ट्वा लोका: प्रव्यथितास्तथाहम् ।।२३ ।।**

روپم مَهَتي بهوُوَ ڪِترَ نيتِرَمِ
مهاباهو بَهوُباهوُ رُپادَمِ ا
بَهوُدَرَمِ بهوُدَمِشٽرا ڪرالَمِ
دِرِشٽِوا لوڪاهَہ پرَوِيَٿِتاسِتَٿاهَمِ اا (٢٣)

مهاباهو ! (شري ڪرشن مهاباهو آهن ۽ ارجن بہ. پرڪرتي ڪان پري مهان شڪتيءَ ۾ جنهنجو ڪروڪيتر هجي، اُهو مهاباهو آهي. شري ڪرشن مهانتا جي ڪيتر ۾ پورڻ آهن، تمام وڏي حد ۾ آهي. ارجن اُن جي داخلا ۾ آهي، مارگہ ۾

آهي. منزل مارڳ جو ٻيو ڇيڙو بہ آهي) مهاٻاهو يوگيشور ! توهانجا گهڻا مُکَ ۽ گهڻن پيٽَنِ وارا. انيڪ تکين ڏاڙن وارا مهان روپ کي ڏسي سڀ لوڳ وياڪل ٿي رهيا آهن ۽ مان بہ وياڪل ٿي رهيو آهيان. هاڻي ارجن کي ڪجهہ ڀوءُ ٿي رهيو آهي تہ شري ڪرشن ايڏو مهان آهي.

नभःस्पृशं दीप्तमनेकवर्णं
व्यात्ताननं दीप्तविशालनेत्रम् ।
दृष्ट्वा हि त्वां प्रव्यथितान्तरात्मा
धृतिं न विन्दामि शमं च विष्णो ।।२४।।

نَڀَهسِپرِشَمِ دِيپتَمَنيڪوَڙمِ
وِياتانَنَمِ دِيپتَوشال نيترم ا
درِشٽوا هي ٿُوامِ پرَوِيَٿِتانترا تِما
ڌرِتِمِ نَ وِندامي شَمَمِ چہ وِشڻو ا ا (٢٤)

وِشوَ ۾ هرهنڌ اڏوُ روپ ۾ وياپت هي وشڻو! آڪاس کي ڇهندڙ پرڪاش مان، انيڪ روپن سان ڀريل، ڦهلايل مُکہ ۽ پرڪاشمان وشال نيترن سان ڀرپور توهان کي ڏسي وشيش، خاص روپ سان ڊنل انتهڪرڻ وارو مان ڌيرج ۽ من جي سماڌان روپي شانتي کي نٿو پائي سگهان.

दृष्ट्राकरालानि च ते मुखानि
दृष्टैव कालानलसन्निभानि।
दिशो न जाने न लभे च शर्म
प्रसीद देवेश जगन्निवास ।।२५।।

دَرِشٽرا ڪرالانِ چہ تِ مکاني
دِرِشٽَئيوَ ڪالا نَلَسَنِياني ا
دِشو نہ جاني نہ ليي چہ شَرِمَ
پرَسيدَ ديويشَ جگنواس ا ا (٢٥)

توهان جي خوفناڪ ۽ ڪالا اگني (ڪال جي لاءِ بہ اگني آهي پرماتما) جي سمان ڀڪندڙ مُکَنِ کي ڏسي مان طرفن کي نٿو ڄاڻي سگهان. چوطرف پرڪاش ڏسي، طرف جو ڀرم ٿي رهيو آهي. توهانجو هي روپ ڏسي مونکي سک بہ نہ ملي رهيو آهي.هي ديويش، هي جگنواس ! توهِين پرسن ٿيو.

अमी च त्वां धृतराष्ट्रस्य पुत्राः
सर्वे सहैवावनिपालसङ्घैः ।
भीष्मो द्रोणः सूतपुत्रस्तथासौ
सहास्मदीयैरपि योधमुख्यैः ।।२६।।

اَمي چَہ تُوامِ ڌِرتِراشٽرَسِيَہ پُتِراھہ
سَروي سَهئيواوَنِپا لسنگهيي هَہ ا
ڀيشمو دِروڻَهہ سوُتَپُتِرَستٿا سَئوُ
سَهاسِمَديِيَئيرپي يوڌمُکِيَئي هَہ اا (٢٦)

هي سڀ ڌرتراشتر جا پٽ راجائن جي ميڙ سهت توهان ۾ پرويش ڪري رهيا آهن ۽ ڀيشم پتامهہ، دِروڻاچاريہ ۽ هو ڪَرَڻُ (جنهن ڪان ارجن ڏاڍو ڊنل هو، اُهو ڪَرَڻُ) ۽ اسانجي طرف جا بہ پرڌان يوڌن سميت سڀ جا سڀ

वक्त्राणि ते त्वमाणा विशन्ति
दंष्ट्राकरालानि भयानकानि।
केचिद्विलग्ना दशनान्तरेषु
सन्दृश्यन्ते चूर्णितैरुत्तमाङ्गैः ।।२७।।

وِڪتراڻي تي تُوَرماڻا وِشَنِتي
دَنِشٽراڪرالاني ڀَيانَڪانِ ا
ڪيچِدِوَلَگنا دَشا نانِتَريشوُ
سَنِدرِشِيَنِتي چوُرِتيِتَئيرُتَماوَگئيهَہ اا (٢٧)

تکي رفتار سان توهانجي وڪرال ڏاڻن وارا ڀيانڪ مکِنِ ۾

پرويش ڪري رهيا آهن ۽ اُن ۾ بہ ڪيترائي چورڻ ٿيل سِرَن سمت توهانجي ڏندن جي وچ ۾ لڳل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هو ڪهڙي زور واري رفتار سان داخل ٿي رهيا آهن؟ هاڻي اُنهن جي رفتار ڏسون.

यथा नदीनां बहवोऽम्बुवेगाः समुद्रमेवाभिमुखा द्रवन्ति।
तथा तयामी नरलोकवीरा विशन्ति वक्त्राण्यभिविज्वलन्ति ॥२८॥

يَٿا نَدِينامِ بَهووِمبُويڳاها
سَمُدِرَ ميواڀِيمُکا دِرَوَنتي ا
تٿا توامي نَرَلوڪوِيرا
وِشَنِطِي وَڪِترِاڻِيَڀِيوِ جِوَلَنِتي ١١ (٢٨)

جيئن ندين جا گهڻائي جل پرواهہ (پاڻي ۾ وڪرال هوندي بہ) سمندر جي طرف ڊوڙن ٿا، سمندر ۾ پرويش ڪن ٿا. ٺيڪ اهڙي طرح هوُ سوروير توهانجي ٻرندڙ مُکَنِ ۾ پرويش ڪري رهيا آهن. ارٿات هو پاڻي ۾ سوروير تہ آهن، پر توهين سمندر وانگر آهيو توهانجي سامهون هنن جو ٻل تمام ٿورو آهي، هو ڇا جي لاءِ ۽ ڪهڙي طرح پرويش ڪري رهيا آهن؟ ان لاءِ مثال موجود آهي.

यथा प्रदीप्तं ज्वलनं पतङ्गा
विशन्ति नाशाय समृद्धवेगाः।
तथैव नाशाय विशन्ति लोका-
स्तवापि वक्त्राणि समृद्धवेगाः ॥२९॥

يَٿاپِرَدِيپتَمِ جولَنَمِ پَتننگا
وِشَنتي ناشايہ سَمِرِڌويڳاها ا
تَٿَئيوَ ناشايہ وِشَنِتي لوڪا
سِتَواپِي وَڪِترِاڻِي سَمِرِڌويڳاها ١١ (٢٩)

جيئن پتنگ نشت ٿيڻ جي لاءِ ٻرندڙ اگنيءَ ۾ تمام تکڙي رفتار سان پرويش ڪندو آهي، تيئن هي سڀ پراڻي به پنهنجي ناس جي لاءِ توهانجي مُکَن ۾ تمام وڏي ويگ سان پرويش ڪري رهيا آهن.

**लेलिह्यसे ग्रसमानः समन्ता–**
**ल्लोकान्समग्रान्वदनैर्ज्वलद्भिः ।**
**तेजोभिरायपूर्य जगत्समग्रं**
**भासस्तवोग्राः प्रतपन्ति विष्णो ।।३० ।।**

ليلِهيسي گِرَسمانَهہ سَمَنِتا
لِوڪانِسَمَگِرانِوَدَنَئيرِ جوَلَدِڀِهہ
تيجوڀيراپوريہ جگَتِسَمِگَرَمِ
ڀاسَسِتَووگراها پِرَتَپَنِتي وشڻو !! (٣٠)

توهين اهن سيني لوڪن کي ٻرندڙ مَکَنِ دوارا سڀ طرف کان ڳرڪائي چَٽي رهيا آهيو، اُنهنجو سواد وٺي رهيا آهيو. هي وياپنشيل پرماتمَنِ ! تاتپرج اهو آهي ته پهرين آسُري سمپد پَرَمَ تَتِوَ ۾ ولين ٿي وڃي ٿي، ان کان پوءِ دَئِوي سمپد جو ڪوئي پريوجن نٿو رهي تنهنڪري هو به اُن ئي سوروپ ۾ ولين ٿي وڃي ٿي، ارجن ڏٺو ته ڪؤروَ پکش جلدي پنهنجي طرف جا يوڌا شري ڪرشن جي مُکَ ۾ ولين ٿيندا ٿا وڃن. هن پڇيو

**आख्याहि मे को भवानुग्ररूपो**
**नमोऽस्तु ते देववर प्रसीद ।**
**विज्ञातुमिच्छामि भवन्तमाद्यं**
**न हि प्रजानामि तव प्रवृत्तिम् ।।३१ ।।**

آکياهي مي ڪو ڀوانوُگِرَهَروپو
نَموسِتوُ تي ديوور پِرَسيد ।

وَيَا تُمِڇامي يونِتَمادِيَمِ
نَہ هي پِرجانامي تَوَپِرَوِرتِمِ ۔۔ (۳۱)

مونکي ٻڌايو تہ ڀينکر آڪار وارا توهين ڪير آهيو؟ هي ديون ۾ سريشٺ! توهان کي نمسڪار آهي، توهين پرسن ٿيو. آدي سوروپ ! مان توهان کي چڱيءَ طرح ڄاڻڻ چاهيان ٿو (جيئن تہ توهين ڪير آهيو.) ڇا ڪاڻ تہ مان توهانجي پرورتي ارٿات چيشٽا کي نہ سمجهي سگهيو آهيان. اُن تي يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا.

श्रीभगवानुवाच
कालोऽस्मि लोकक्षयकृत्प्रवृद्धो
लोकान्समाहर्तुमिह प्रवृत्तः।
ऋतेऽपि त्वां न भविष्यन्ति सर्वे
येऽवस्थिताः प्रत्यनीकेषु योधाः ।।३२।।

شري ڀڳوان اُواچ
ڪالوسِمي لوڪڪشيڪِرتِپِرَوِرڌو
لوڪانِسَماهَرتوَمِهَہ پِرَوِرتَهَہ ۔
رِتي پي تُوامِ نَہ ڀَوِشيَنتي سَروي
يي وَسٿتاها پِرتِيَنيڪشوُ يوڌاها ۔۔ (۳۲)

ارجن! مان لوڪن کي ناس ڪرڻ وارو مها ڪال آهيان. ۽ اُن وقت هنن لوڪن کي نشٽ ڪرڻ لاءِ پرورت ٿيو آهيان. هرهڪ پڪش جي سينا ۾ اسٿت جيترا يوڌا آهن هو سڀ توکانسواءِ بہ نہ رهندا، هو جيئرا ڪونہ بچندا ان لاءِ پرورت ٿيو آهيان.

तस्मात्त्वमुत्तिष्ठ यशो लभस्व
जित्वा शत्रून्भुङ्क्ष्व राज्यं समृद्धम्।
मयैवैते निहताः पूर्वमेव
निमित्तमात्रं भव सव्यसाचिन् ।।३३।।

تَسِماتُوَمُتِشِٺَ يَشو لَڀَسوَ
جِتوا شَترُونڀُنڳڪِشوَ راجِيَمِ سَمِرڌمِ ।
مَيئيو مئيتي نِهَتاهَه پورِوَمِوَ
نِمِتِماتِرَمِ ڀَوَ سَوِيَساچِنِ ।। (٣٣)

ان ڪري ارجن ! تون يڌ جي لاءِ اُٿي ڪڙو ٿيءُ، يَشُ پراپت ڪر. شترن کي جيت، سمرڌي سمپن راڄ کي ڀوڳ. هي سڀ سورويِر منهنجي دوارا پهرين ئي ماريا ويا آهن. سَهوِساچِنِ ! تون فقط نِمِتِ ماتر بڻج.

گهڻو ڪري سيني هنڌ شري ڪرشڻ چيو آهي ته پرماتما نه پاڻ ڪجهه ڪري ٿو، نه ڪرائي ٿو، نه وجهه ئي جوڙي ٿو؛ موهه واري ٻڌيءَ سبب لوڪ چون ٿا ته پرماتما ڪرائي ٿو. پر هتي هو پاڻ ڏونڪو وجائي اُٿي ٿو بيهي ته ارجن! ڪرڻ ڌرڻ وارو ته مان ئي آهيان. منهنجي دوارا هي پهرين ئي مئل آهن. تون اُٿي ڪڙو ٿيءُ يَشُ پراپت ڪر، ائين ان ڪري آهي ته ”سبو ڪيول ڀڳتنهه هِت لاڳي!“ ارجن اُن اوستا کي پراپت ڪري چڪو هو ته ڀڳوان پاڻ هٿ نوڪي اُٿي بيهي رهيو.

انوُ راڳه (پيار ۽ موهه) ئي ارجن آهي. انوراڳي لاءِ ڀڳوان هميشه موجود آهي، اُنهن جو ڪرتا آهي، رَٿي(ڪوچوان) بڻجي وڃي ٿو.

هتي گيتا ۾ ٽي ڀيرا سامراجيه جو وشيه آيو. پهرئين ارجن لڙڻ نٿي چاهيو. هن چيو ته پرٿوي جو ڌن ڌانيه سمپن اڪاهه سامراجيه ۽ ديوتائن جو سواميپڻو يا ٽن لوڪن جو راڄ ۾ به مان اُن اُپاءَ کي نٿون ڏسان، جو اندرين جي سُڪائڻ واري هن شوڪ کي دور ڪري سگهي . جڏهن ڀيڙا ٻٽي ئي رهندي، ته اسان کي نه کپي. يوگيشور چيو- جي هن يُڌِ ۾ هارائيندين ته

ديوتو ۽ جيتڻ تي مهاراج جي استتي ملندي ۽ هتي يارهين اڌياءَ ۾ چون ٿا تہ هي شترو منهنجي دواران ئي ماريا ويا آهن. تون نِمت ماتر بڻجي وڃ، جَسُ پراپت ڪر ۽ ڦلئي ڦولي راڄ ڪي ماڻ. وري ان ئي ڳالهہ ڪان ارجن گهبرائي ٿو، جنهن سان هو شوڪ مٽائڻ جي راهہ نٿو ڏسي، ڇا شري ڪرشن وري بہ اهو ئي راڄ ڏيندا؟ نہ، حقيقت ۾ وڪارن جي انت سان گڏو گڏ پرماتم سوروپ جي استتي ئي سچ پچ ڏن آهي، آتم ڏن آهي جو استر سمپتي آهي. جنهنجو ڪڏهن ناس نٿو ٿئي، راجہ يوگہ جو ڦل آهي.

द्रोणं च भीष्मं च जयद्रथं च
कर्ण तथान्यानपि योधवीरान्।
मया हतांस्त्वं जहि मा व्यथिष्ठा
युध्यस्व जेतासि रणे सपत्नान्।।३४।।

”دِروڻَم چہَ ڀيِشمَم چہَ جَيَدرَ ٿَم چہَ-
ڪرَڻَم تَٿانيانِپِي يوڌَ ويِرانِ ।
مَيا هَتا نِستُوَم جَهہ ما وِيَٿِشٺا-
يُڌيَسوَ جيتاسِ رَڻي سَپَتنانِ ।। (٣٤)

اِن دروڻ، ڀيشم، جيدرٿ ۽ ڪَرَڻ ۽ ان طرح ٻيا بہ گهڻا منهنجي دواران ماريا ويا. شوروير يوڌن کي تون مار، ڏيڄارين. لڙائيءَ ۾ ويرين کي تون پڪ جيتيندين ان ڪري يڌ ڪر. هِتي بہ يوگيشور چيو تہ هي سڀ منهنجي دواران ماريا ويا آهن. انهن مئلن کي تون مارِ. ظاهر ڪيائين تہ مان ڪرتا آهيان جڏهن تہ پنجين اڌياءَ جي ١٣، ١٤ ۽ ١٥ شلوڪن ۾ هُنن چيو هو -

ڀڳوان اڪرتا آهن. ارڙهين اڌياءَ ۾ هو چون ٿا تہ شڀ يا اشڀ هر هڪ ڪاريہ ۾ پنج ذريعا آهن- (قائم آڌار ڪرتا،

ڪَرڻ، ڪوشش ڪرڻ ۽ ڀڳوان. جيڪي چون ٿا شڌ سوروپ پرماتما ڪن ٿا اُهي اوويڪي آهن، سچ نٿا ڄاڻن معنيٰ ڀڳوان نٿو ڪري. اهڙو وروڌي آڀاس ڇو؟

حقيقت ۾ پرڪرتي ۽ اُن پرماتم پرش جي وچ ۾ هڪ حد جي ريکا آهي. جيستائين پرڪرتي جي پرماڻن جو دٻاءُ وڌيڪ رهي ٿو، تيستائين مايا اُتساهه ڏيندي آهي ۽ جڏهن ساڌڪ اُن کان مٿي چڙهندو آهي، ايشور، اشٽ يا ستگرو جي ڪاريه کيتر ۾ پرويش پراپت ڪري ونندو آهي، اُن کان پوءِ ستگرو اشٽ (ياد رهي اُتساهه ڏيندڙ جي استان تي ستگرو، پرماتما، اشٽ، ڀڳوان سڀ ارٿي، ساڳي معنيٰ وارا آهن. ڪجهه به چَون، چوندو ڀڳوان ئي آهي. هردي ۾ رَٿي ٿي ويندو آهي، آتما مان جاڳ رت ٿي اُن انوراڳي ساڌڪ جي پاڻ راهه ۾ رهبري ڪرڻ لڳندو آهي.

پوجيه مهاراج جي چوندا هئا-” اڙي پرماتما جي اسان کي چاهه آهي، جنهن سطح تي اسين بيٺا آهيون، اُن سطح تي پاڻلهي جيستائين آتما جاڳرت نٿو ٿئي. تيستائين صحيح ماترا ۾ ساڌن جي شروعات نٿي ٿئي. اُن کان پوءِ ڪجهه ساڌڪ کان پار لڳندو آهي، اُها ان جي دين آهي. ساڌڪ ته نمت ماتر ٿي اُن جي اشاري ۽ حڪم تي هلندو ئي رهندو آهي. ساڌڪ جي وجيه، سوڀ اُنجي دين آهي. اهڙي انورگي جي لاءِ ايشور پنهنجي درشٽيءَ سان ڏسندو آهي، ڏيکاري ٿو پنهنجي سروپ تائين پهچائي ٿو.“ شري ڪرشن چون ٿا ته منهنجي دواران ماريل انهن ويرين کي مار. پڪ ٿي پڪ تنهنجي وجيه ٿيندي، مان جو بيٺو آهيان.

**सञ्जय उवाच**
**एतच्छ्रुत्वा वचनं केशवस्य**
**कृताञ्जलिर्वेपमानः किरीटी।**
**नमस्कृत्वा भूय एवाह कृष्णं**
**सगद्गदं भीतभीतः प्रणम्य।।३५।।**

سنجيہ اُواچ
”ايتڇُتوا وَچَنم ڪيشَوَ سِيہَ-
ڪِرتانجليِس، ويپمانَھہ ڪِريٽي ا
نَمَسڪِرِ تِوا ڀوَيہ ايواھہ ڪِرِشڻم
سَگَدِرَ دَم ڀيتڀيتِھہ پِرَڻامِيہَ اا (٣٥)

سنجيہ چيو - (جيڪو ڪجھہ ارجن ڏٺو، نيڪ ائين ئي سنجيہ ڏٺو آھي. اگيان سان ڍڪيل من ئي انڌو ڌتراشٽر آھي؛ اهڙو من بہ سنيم جي ذريعي چڱيءَ طرح ڏسي ٿو، ٻڌي ٿو، سمجهي ٿو، ڪيشو جي مٿين وچنن کي ٻڌي مٿڪ ڌاري ارجن ٻچي ٻچي ڏڪندي ڪنبندي هٿ جوڙي نمسڪار ڪري وري شري ڪرشن سان گد گد واڻيءَ سان ئي ڳالهايو.

**अर्जुन उवाच**
**स्थाने हृषीकेश तव प्रकीर्त्या**
**जगत्प्रहृष्यत्यनुरज्यते च।**
**रक्षांसि भीतानि दिशो द्रवन्ति**
**सर्वे नमस्यन्ति च सिद्धसङ्घाः।।३६।।**

ارجن اُواچ
سٿاني رِشيڪيشَن تَوَ پِرَڪيرتيا-
جگتپِرَ ھَرِ شِيَتينُر جيَتي چہ ا
رَڪشانِسي ڀيتانِ دِشو دِرَوَنتِ-
سَروي نَمَسِيَنتي سِڌَ سنگھاھہ اا (٣٦)

ھي انتر يامن رشيڪيش ! ھيءُ صحيح ئي آھي تہ

توهانجي ڪيرتيءَ سان سنسار خوش ٿئي ٿو ۽ انوراگ کي پراپت ٿئي ٿو. توهانجي ئي مهما سان ڊڄندڙ راڪشس چوڌاري، چوطرفن ۾ ڀڄندا آهن ۽ سڀ سِڌ گڻن جو ميڙ توهانجي مهما کي ڏسي نمسڪار ڪن ٿا.

**कस्माच्च ते न नमेरन्महात्मन्**
**गरीयसे ब्रह्मणोऽप्यादिकर्त्रे।**
**अनन्त देवेश जगन्निवास**
**त्वमक्षरं सदसत्तत्परं यत् ।।३७।।**

”ڪَسماچ تي نہ نَمينرَ نِمَها تِمَنِہِ-
گرييَسي بِرَهَمَڻو پَيا دڪِرتِري ا
اَنَنِتَ ديو يِشَ جَگننواِس-
تِوَمَڪِشَرَمِ سَدَ سَتِتِپِرَمِ يَتِ اا (٣٧)

هي مهاتمن ! برهما جو بہ آدي ڪرتا ۽ سڀ کان وڏا توهانجي لاءِ هو سڀ ڪيئن نمسڪار نہ ڪن، ڇو جو هي اننِتَ ! هي ديويشي، هي جگنِنواس ! سَتِ، اَستِ ۽ اُن کان بہ پري اکشر ارٿات اکشيہ سوروپ توهين ئي آهيو. ارجن اکشيہ سروپ جو ظاهر درشن ڪيو هو. فقط ٻڌيءَ جي سطح تي ڪلپنا ڪرڻ يا مڃڻ ماتر سان ڪائي اهڙي استتي نٿي ملي، جو اکشيہ آهي. ارجن جو ظاهري درشن هنجي اندر جي انوڀوتي آهي. هن نمرتا سان چيو-

**त्वमादिदेवः पुरुषः पुराण–**
**स्त्वमस्य विश्वस्य परं निधानम्।**
**वेत्तासि वेद्यं च परं च धाम**
**त्वया ततं विश्वमनन्तरूप ।।३८।।**

”تِو مادِ دِيوَهہ پُرَشَهہَ پُراڻ-

سِتِوَ مِسيہ وِشوَسيہ پَرَمَم نڌانَم ا
ويتاسِي ويدِيَم چہ پَرَم چہ ڌام -
تو يا تتَم وِشوَ مَنِنتَروُپ ا ا'' (٣٨)

توهين آدي ديو ۽ سناتن پرش آهيو. توهين هن جڳت جا پرم آڌار ۽ ڄاڻڻ وارا آهيو، ڄاڻڻ يوڳيہ آهيو ۽ پرم ڌام آهيو. هي اننت سروپ ! توهان کان هي سمپورڻ جڳت وياپت آهي. توهين سڀ ڪجهہ آهيو.

**वायुर्यमोऽग्निर्वरुणः शशाङ्कः**
**प्रजापतिस्त्वं प्रपितामहश्च।**
**नमो नमस्तेऽस्तु सहस्रकृत्वः**
**पुनश्च भूयोऽपि नमो नमस्ते।।३९।।**

''وايور يمو گنَر وَ روُڻهہ شَشا نڪهہ -
پرَجا پَتِسِتُوَ م پرَ پتا مَهشِچہ ا
نَمو نَمَستيستوُ سهسرَ ڪرِتيوَهہ-''
پُنَشڇيوُ يو پي نَمو نَمستي ا ا (٣٩)

توهين ئي وايو، يمراج، اگني، سمنڊ، چندرما ۽ پرجا جا سوامي برهما ۽ برهما جا بہ پتا آهيو. توهانکي هزارين وار نمسڪار آهي. وري بہ وار وار نمسڪار آهي. بيحد شرڌا ۽ ڀڳتي سبب نَمَنُ ڪندي ارجن کي ترپتي نہ ٿي رهي هئي.

**नमः पुरस्तादथ पृष्ठतस्ते**
**नमोऽस्तु ते सर्वत एव सर्व।**
**अनन्तवीर्यामितविक्रमस्त्वं**
**सर्वं समाप्नोषि ततोऽसि सर्वः।।४०।।**

''نَمَهہ پُرسِتا دَٿ پرِشٺَتَستي -
نَمو سِتوُتي سَروَت ايوَ سَروَ ا
انَنتَو يرِ يا مِتوِ ڪرَمَ سِتُوَم -

سَروي سَماپنوشي تتوسِي سَروَهہ।। (۴۰)

هي اتِينتَ سامرٿيہ وارا ! توهانکي اڳيان ۽ پنيان کان بہ نمسڪار آهي. هي سَرواتِمن ! توهان کي سڀني طرفن کان نمسڪار آهي، ڇاڪاڻ هي اتِينت پراڪرم شالي! توهين سڀني پاسي سنسار کي وياپت ڪري رهيا آهيو، تنهن ڪري توهين ئي سَروَ روپ ۽ هر هنڌ آهيو. ان طرح وري وري نمسڪار ڪري ٻنل ارجن پنهنجي چوڪن جي معافي لاءِ ٻاڏائي ٿو.

**सखेति मत्वा प्रसभं यदुक्तं**
**हे कृष्ण हे यादव हे सखेति ।**
**अजानता महिमानं तवेदं**
**मया प्रमादात्प्रणयेन वापि ।।४१ ।।**

سَکيتي مَتِوا پرَسَڀَمِ يَدُڪتَمِ
هي ڪرشڻ هي يادوَ، هي سکيتي ।
اجانَتا مَهِمانَمِ تَويدَمِ
مَيا پرَمادا تِپرَڻَييَنَ واپي ।। (۴۱)

توهانجي هن پرياوَ کي نہ ڄاڻندي توهانکي سکا، متر ، سمجهي، مچي منهنجي دواران پريم يا غلطي ۾ پيل وچان بہ هي ڪرشن، هي يادوَ، هي سکا ان طرح جو ڪجهہ هٺ مان چيو آهي تنهن ڪري:

**यच्चावहासार्थमसत्कृतोऽसि**
**विहारशय्यासनभोजनेषु ।**
**एकोऽथवाप्यच्युत तत्समक्षं**
**तत्क्षामये त्वामहमप्रमेयम् ।।४२ ।।**

يَچاوَها سارٿَمَسَتِڪرِ توسي
وِهارَ شَيِياسَنَيو جنيشوَ ।

ايڪو ڻوا پِيَڇيُتَ تَتِسَمَڪِشَمِ
تَتِڪِشا مَيي ڻوامَهپرَميَيَمِ ۱۱ (۴۲)

هي اڇُيَت! جو توهان سان کلڻ جي لاءِ وهار، سمهڻ آسن ۽ ڀوڄن وغيره اڪيلي يا اُنهن ماڻهن جي سامهون بہ توهانجو اپمان ٿيو هجي، اُهي سڀ اپراڌ بنا سمجهہ، بنا ڪنهن خيال جي ڪيا آهن، اُنهن لاءِ مان معافي طلب آهيان. ڪهڙي طرح معافي ڏئي؟

पितासि लोकस्य चराचरस्य
त्वमस्य पूज्यश्च गुरुर्गरीयान्।
न त्वत्समोऽस्त्यभ्यधिकः कुतोऽन्यो
लोकत्रयेऽप्यप्रतिमप्रभाव।।४३।।

پِتاسي لوڪسيہ چَراچَرَسِيہ
تِوَمَسِيہَ پوُجيَشچہ گُرُوَرگَريانِ ۱
نَہ تِوَتِسَمو سِتيَڀِي يَڌِڪَهہ ڪُتونِيو
لوڪتِرَ ييپيَپرَ تيمَپرَياوَ ۱۱ (۴۳)

توهين هن چراچہ جڳت جا پتا گروءَ ڪان بہ مهان گرو ۽ پوڄنيہ آهيو. جنهن جي ڪائي برابري نہ آهي پيت نہ آهي. اهڙي اپرَتِمَ پرڀاوَ وارو ! توهانجي سمان ٽنهي لوڪن ۾ ٻيو ڪوئي نہ آهي، پوءِ توهان ڪان وڌيڪ ڪيئن هوندو؟ توهين سَڪا (مِتِرَ) بہ نہ آهيو سَڪا تہ پاڻ جهڙو ٿيندو آهي.

तस्मात्प्रणम्य प्रणिधाय कायं
प्रसादये त्वामहमीशमीड्यम्।
पितेव पुत्रस्य सखेय सख्युः
प्रियः प्रियायार्हसि देव सोढुम्।।४४।।

تَسِماتِپرَ ڻَميہَ پرَڻيڌايہ ڪايَمِ

پرَسادَيي تِوامَهَميشميدِيَم ا
پتيوَپُترَسِيَم سَکيوَ سَکِيُهَم
پرَيَهَم پرِيايارِهَسي ديوَ سوڊُم اا (۴۴)

توهين چراچر جا پتا آهيو، تنهنکري مان پنهنجي شرير کي چڱيءَ طرح توهانجي چرڻن ۾ رکي، پرنام ڪري، اُستتي ڪرڻ يوڳيه توهان ايشور کي پرسن ٿيڻ لاءِ پرارٿنا ڪريان ٿو.

هيڏيو! پتا جيئن پُٽ جا، سکا (متر)جيئن سکا (مِتِر) جا ۽ پتي جيئن پريه پتنيءَ جي اپراڌن کي معاف ڪري ٿو، تيئن توهين به منهنجن اپراڌان کي سهن ڪرڻ يوڳ يه آهيو. اپراڌ ڪهڙو آهي؟ اسان ڪڏهن هي يادوَ! هي سکا! هي ڪرشڻ چيو هو. ڇا ڪرشڻ چوڻ اپراڌ آهي؟ ڪارا ته آهيو ئي سهڻو ڪيئن چيا ويندا ؟ يادوَ چوڻ به اپراڌ ڪونه هو؛ ڇاڪاڻ ته يَدو ڪُل ۾ ته جنم ٿيو ئي هو. سکا چوڻ به اپراڌڪونه هو، ڇو جو ڪرشڻ پاڻ به ارجن جو سکا مڃي ٿو. جڏهن ڪرشڻ چوڻ اپراڌ ئي هو، هڪ ڀيرو ڪرشڻ چوڻ جي ڪري ارجن اننت ڀيرا گڙگڙائي معافي گهُري رهيو آهي، ته جَپ ڪنهنجو ڪريون؟ نالو ڪهڙو ڪڍون؟

حقيقت ۾ چنتن جو جيڪو وڌان پاڻ يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو آهي، ائين ئي توهين ڪريو. هنن پوءِ ٻڌايو، ”اومتِيي ڪا اکشررم برهم وِياهَرَن مامَنوُ سِمِرَن“ ارجن ! ”اوم“ بس ايتري ئي اکشيه برهم جي سڃاڻپ آهي، ان جو تون جپ ڪر ۽ منهنجو ڌيان ڌر. ڇاڪاڻ ته اُن پرم پاوَ ۾ پرويش ملڻ کان پوءِ اُن مهاپرش جو به اهوئي نالو آهي، جو اُن اويڪت جي سڃاڻپ آهي. پرياوَ ڏسڻ تي ارجن کي لڳو ته هي نه ته ڪارو آهن نه سندر، نه سکا آهي، نه يادوَ! هيءُ ته اکشيه برهم جي اسٿتي وارا مهاتما آهن.

سچي گيتا ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ پنج دفعا اوم جي اُچارڻ تي زور ڏنو. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن توهانکي جَپُ ڪرڻو آهي، ته ڪرشن ڪرشن نه چئي اوم جو ئي جپ ڪريو. گ هڻو ڪري ڀاوَڪ لوڪ ڪونه ڪو رستوڪيڍي وٺندا آهن. ڪو اوم جپڻ جي اڌڪار ۽ اڌڪار نه هئڻ جي چرچا سان ٻنل آهن، ته ڪي وري مهاتمائن جي دُهائي ڏين ٿا يا ڪوئي شري ڪرشڻ ئي نه اُن ڪان پهرين راڌا ۽ گوپين جو نالو به اُنهن جي ٽڪڙي پرسنتا جي لوڀ ۾ جپي ٿو. پُرشُ شرڌامَيه آهي ان ڪري اُنجو اهڙو جپڻ ماتر ڀاوُڪتا آهي. جيڪڏهن توهين سچ پچ ڀاوُڪ آهيو؛ ته هنجي آگيا جو پالن ڪريو. هو اويڪت ۾ استٿت هوندي به اڄ توهانجي سامهون ڪونهي ليڪن اُنهن جي واڻي توهانجي سامهون آهي، ويچهو آهي. هنن جي آگيا جو پالن ڪريو نه ته ته توهين ئي ٻڌايو ته گيتا ۾ توهانجو ڪهڙو آستان آهي؟ ايترو ضرور آهي ته ”اڍِيپيشيَتي ڇَه يَه اِمَمِ شرڌااوان نَسوُيَشِڇه شِرِڻوُيادَپي يونَرَهَه ا“ جيڪو اڀياس ڪري ٿو، ٻڌي ٿو، اهو گ يان ۽ يگيه ڪي جاڻي ٿو، شُڀ لوڪن کي پائي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته اڀياس ضرور ڪريو. پراڻ-اَپان جي چنتن ۾ ”ڪرشڻ“ نالي جو سلسلو پڪڙ ۾ نٿو اچي. گهڻائي ماڻهو خالي ڀاوَڪتاوش راڌي راڌي چوڻ لڳا آهن. اڄڪلهه اڌڪارين کان ڪم نه ٿيڻ تي اُنهن کي متن مائٽن سان، پريمي يا پتنيءَ سان ”سورس“ لڳائي ڪم پتائڻ جي پرمپرا آهي. ماڻهوُ سوچين ٿا ته شايد ڀڳوان جي گهر ۾ ائين هلندو هوندو، ڇاڪاڻ ته اُنهن ”ڪرشڻ“ چوڻ بند ڪري ”راڌي - راڌي“ چوڻ شروع ڪيو آهي. هو چون ٿا، ”راڌي راڌي! شيام ملادي“! راڌا هڪ دفعو وچڙي ته پاڻ شيام سان نه ملي سگهي، هوءَ توهانکي ڪيئن ملائي؟ ڇاڪاڻ ته

ٻئي ڪنهنجو چوڻ نہ مڃي شري ڪرشڻ جي حڪم ڪي، آگيا ڪي، اکر اکر ڪري مڃيو، اوم جو جاپ ڪريون. ها! ايستائين ٺيڪ آهي تہ راڌا اسانجو آدرش آهي. اوتري ئي لگن سان اسانکي بہ لڳڻ گهرجي. جيڪڏهن پائڻو آهي، تہ راڌا وانگر وِرَهي ٿيڻو آهي.

پهرين بہ ارجن ''ڪرشڻ'' چيو. ''ڪرشڻ'' هنن جو مشهور نالو هو. ائين تہ گهڻيئي نالا هئا، جيئن گوپال. گ هڻائي ساڌڪ گرو - گرو يا گروءَ جو مشهور نالو پاوَ جي وس جپڻ چاهين ٿا؛ پر پراپتي ڪان پوءِ هرهڪ مهاپرش جو اُهوئي نالو آهي، جنهن اويڪت ۾ هو استت آهي. گهڻيئي شش سوال ڪندا آهن گرديو! جڏهن ڌيان توهانجو ٿا ڪريون تہ پراڻو نالو ''اوم'' وغيره چو جپيون، ''گرو-گرو'' يا ''ڪرشڻ ڪرشڻ'' چو نہ چئون. پر هتي يوگيشور صاف ڪيو، ظاهر ڪيو تہ اويڪت سوروپ ۾ ملڻ سان گڏ مهاپرش جو بہ اُهوئي نام آهي جنهن ۾ هو استت آهي. ''ڪرشڻ'' ڪونڻ جو نالو هو، جپڻ جو نام نہ. يوگيشور شري ڪرشن ڪان ارجن پنهنجي اپراڌن جي لاءِ معافي جي ياچنا (طلب) ڪئي، هنن کي سياويڪ روپ ۾ اچڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي. شري ڪرشن مڃي ويو، سهج ٿي ويو معنيٰ هن کي معاف بہ ڪري ڇڏيائين. هن وينتي ڪئي.

अदृष्टपूर्वं हृषितोऽस्मि दृष्टवा
भयेन च प्रव्यथितं मनो मे।
तदेव मे दर्शय देवरूपं
प्रसीद देवेश जगन्निवास ।।४५ ।।

اَدرِشٽپورِ ومِ هَرشتوسِمِ دِرِشٽوا
ڀَيينَ چہ پرَ وِيَٿِتَمِ مَنومي ا
تَديوَمي دَرِشيہ ديوروُپَمِ

پِرَسيدَ ديويشَ جَگَنِنواس ।। (۴۵)

اڃا تائين ارجن جي سامهون يوگيشور وِشوَ روپ ۾ آهي. هاڻي هو چوي ٿو تہ مان پهرين نہ ڏٺل توهانجي هن آشچريہ‌ميہ عجب روپ کي ڏسي خوش ٿي رهيو آهيان ۽ منهنجو من ڀپ کان ڏاڍو وياڪل بہ ٿي رهيو آهي. پهرين تہ سکا سمجهندو هوس، ڏنش وديا ۾ ڪڏهن پاڻ کي ڪجهہ اڳيان ئي سمجهندو هوس، پر هاڻي توهانجو پرڀاءُ ڏسي ڊڄي رهيو آهيان. اڳئين اڌياءَ ۾ پرڀاوُ ٻڌي پاڻ کي گياني ٿي مڃيائين. گيانيءَ کي ڪڏهن بہ ڀپ نٿو ٿئي. حقيقت ۾ هرهڪ درشن جو اثر ئي الڳہ ٿئي ٿو. سڀ ڪجهہ ٻُڌي ۽ مڃي وڃڻ کان پوءِ بہ سڀ ڪجهہ هلي پاڻ ڄاڻڻ ئي باقي رهي ٿو. هو چوي ٿو پهرين نہ ڏٺل توهانجي هن روپ کي ڏسي مان خوش ٿي رهيو آهيان. منهنجو من ڀپ ۾ وياڪل بہ ٿي رهيو آهي هاڻي هي ديو! توهين پرسن ٿيو. هي ديويش ! هي جگننواس! توهين پنهنجي هُن روپ کي ئي ڏيکاريو. ڪهڙو روپ؟

किरीटिनं गदिनं चक्रहस्त–
मिच्छामि त्वां द्रष्टुमहं तथैव।
तेनैव रूपेण चतुर्भजेन
सहस्रबाहो भव विश्वमूर्ते।।४६।।

”ڪِريٽِنَمِ گَدِنَمِ چَڪِرَهَستَ
مِڇامي تُوام دِرشٽُمَمَمِ تَٿئيوَ ।
تي نَئيوَ روُپيڻ چَتُرِ ڀُرجينَ
سَهِسرَ باهوڀَوَ وِشوَمورُتي ।। (۴٦)

مان توهانکي ائين ئي معنيٰ پهرئين وانگر سِرَ تي مُڪُتَ ڌارڻ ڪيل، هٿ ۾ گدا ۽ چَڪِرَ کنيل هجي ائين ڏسڻ ٿو چاهيان. تنهنڪري هي وشوَ روپ ! هي مهاباهو! توهين

پنهنجي اُن چَتُرڀُج سوروپ ۾ اچو. ڪهڙو روپ ڏسڻ چاهيائين؟ چترڀج روپ! هاڻي ڏسڻو آهي تہ چَتُرڀُج روپ آهي ڇا؟

श्रीभगवानुवाच
मया प्रसन्नेन तवार्जुनेदं
रूपं परं दर्शितमात्मयोगात्।
तेजोमयं विश्वमनन्तमाद्यं
यन्मे त्वदन्येन न दृष्टपूर्वम् ।।४७।।

شري ڀڳوان اُواچ
”مَيا پرَسَننيڻَ تواڙِجُنيدَمِ
روپَمِ پَرَمِ دَرشِتَماتِمَيوڳات ।
تيجو مَيَمِ وشوَ مَنَنِتَمادِيَمِ
يَنمي تُوَدنييڻَ نہَ دِرشِٽپوُرِوَمِ ।। (۴۷)

ان طرح ارجن جي پرارٿنا ٻُڌي شري ڪرشڻ چيو ارجن! مون انوگرهہ پوروڪ پنهنجي يوڳہ شڪتي جي پرڀاوَ سان پنهنجو پرم تيجوميہ، سڀ جو آدي ۽ حد کان رهت وِشوَ روپ توکي ڏيکاريو آهي، جنهن کي توکان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ پهرين ڪونہ ڏٺو.

न वेदयज्ञाध्ययनैर्न दानै–
नं च क्रियाभिर्न तपोभिरुग्रैः।
एवंरूपः शक्य अहं नृलोके
द्रष्टुं त्वदन्येन कुरुपवीर ।।४८।।

نَہ ويدَيَڳياڌِ يَيَنَئيرِنَ دانَئي
نِرچہَ ڪِرياڀِين تپو ڀِي رُگرئيهَہ ।
اِيوَمِ روُپَهہ شِڪيہَ اَهَمِ نِرِلوڪي
دِرِشٽُمِ تِوَدنييڻَ ڪُروُپِرَوير ।। (۴۸)

ارجن! هن منش لوڪ ۾ ان پرڪار وِشوَ روپ وارو مان نہ

ويد سان، نہ يگيہ سان، نہ اڀياس سان، نہ دان سان، نہ ڪِريا سان،نہ گهور تپ سان ۽ نہ توکان سواءِ ڪنهن ٻئي کان ڏسڻ سَمِيَوَ آهي، ممڪن آهي ارٿات تو کانسواءِ هي روپ ٻيو ڪوئي ڏسي ئي نٿو سگهي. تڏهن تہ گيتا تنهنجي لاءِ بيڪار آهي. ڀڳوت درشن جون بہ يوگيتائون ارجن تائين سيمت رهجي ويون، جڏهن اڳ ۾ ٻڌائي آيا آهن تہ ارجن! راڳہ، ڀَيہَ ۽ ڪروڌ کان رهت اننيہ من سان منهنجي شرن آيل گهڻيئي ماڻهو گيان روپي تپ کان پوتر ٿي ساکيات منهنجي سوروپ کي پراپت ٿي چڪا آهن. هتي چون ٿا توکانسواءِ نہ ڪير ڏسي سگهيو آهي ۽ نہ آئيندهہ ۾، پوشيہ ۾ ڪير ڏسي سگهندو. هاڻي ارجن ڪير آهي؟ ڇا ڪوئي پنڊڌاري آهي؟ يا ڪوئي شرير ڌاري آهي؟ نہ حقيقت ۾ انوراڳہ ئي ارجن آهي، انوراڳہ کانسواءِ نہ ڪڏهن ڪوئي ڏسي سگهيو آهي ۽ نہ پويشيہ ۾ ڪڏهن ڏسندا. سيني طرفن کان چت سميٽي هڪ ماتر اشٽ لاءِ پورو راڳہ ئي انوراڳہ آهي. انوراڳيءَ لاءِ ئي پراپتي جو وڌان آهي.

**मा ते व्यथा मा च विमूढभावो**
**नृष्ट्वा रूपं घोरमीदृङ्ममेदम्।**
**व्यपेतभीः प्रीतमनाः पुनस्त्वं**
**तदेव मे रूपमिदं प्रपश्य ।।४९।।**

ما تي وِيٿا ماچہ وِموُڍِياوو
دِرِشٽِوا روُپَمِ گهورميدِرِڱمَميدَمِ
وِيَپيتڀِيهَہ پريتمَناهَہ پُنَسِتَوَمِ
تَديو مي روُپمِدَمِ پرَپَرَپَشِيہ ۔۔ (۴۹)

اهڙي طرح سان منهنجي هن ڀيانڪروپ کي ڏسي توکي وياڪلتا نہ ٿئي ۽ موڙهہ ڀاوَ بہ نہ ٿين جو گهبرائي الڳ ٿي

وڃين. هاڻي تون بنا ڊپ ۽ پريت پريل من سان اُنهي ئي منهنجي هن روپ کي معنيٰ چَترڀُڄ کي وري ڏس.

**सञ्जय उवाच**
**इत्यर्जुनं वासुदेवस्तथोक्त्वा**
**स्वकं रूपं दर्शयामास भूयः ।**
**आश्वासयामास च भीतमेनं**
**भूत्वा पुनः सौम्यवपुर्महात्मा ।।५० ।।**

سنجيہ اُواچ

اِتيَرجُنَمِ واسديوَ سِتَٿوڪِتوا
سِوَڪَمِ روپمِ دَرِشَياماسَ ڀوُيَهہ ا
آشواسَياماس چَہ ڀيتَمينمِ
ڀوُتِوا پُنَهہ سَئوُمِيَوپورمَهاتِما اا (٥٠)

سنجيہ چيو هرهنڌ واس ڪرڻ وارو ديو اُن واسديو ارجن کي ان طرح چئي وري ائين ئي پنهنجي روپ کي ڏيکاريو. وري مهاتما شري ڪرشڻ ”سَئوومِيَوَپُهہ“ ارٿات پرسن ٿي ڊنل ارجن کي ڌيرج ڏنو. ارجن چيو

**अर्जुन उवाच**
**दृष्ट्वेदं मानुषं रूपं तव सौम्यं जनार्दन।**
**इदानीमस्मि संवृत्तः सचेताः प्रकृतिं गतः।।५१।।**

ارجن اُواچ

دِرِشٽويدَمِ مانُشَمِ روپَمِ تَوَ سَئوُمِيَمِ جناردن ا
اِدانيِمَسِمي سَنوِرِتَمِ سچيتاهہ پرَڪِرِتِمِ گَتَهہ اا (٥١)

جناردن ! توهانجي هن بيحد شانت منش روپ کي ڏسي هاڻي مان پرسن چت ٿيو آهيان پنهنجي سڀاوَ کي پراپت ٿي ويو آهيان. ارجن چيو هو ڀڳوان ! هاڻي توهين مونکي چَترُ ڀُڄ سوروپ جو درشن ڪرايو. يوگيشور ڪرايو بہ؛ پر ارجن جڏهن

ڏنو، تہ ڇا پاتائين؟ مانُشَمِ روُپَمِ`` منش جي روپ کي ڏنو . حقيقت ۾ پراپتي ڪان پوءِ مهاپرشن ئي چتريُڄ ۽ اننت ڀُڄ چوائيندا آهن. ٻن ٻانهن وارو مهاپرش تہ انوراگيءَ جي سامهون وينو ئي آهي؛ پر ٻيو ڪوئي پريمي ڪٿان ڪان بہ ڪوئي سمرڻ ڪري ٿو تہ اُهوئي مهاپرش اُن ياد ڪندڙ جي سڏ تي جاڳرت ٿي رَٿي ٿي اُن جو بہ مارگہ درشن ڪندو آهي. ''ڀُڄا`` (ٻانهون) ڪاريہ جي نشاني آهي. اُهي اندر بہ ڪم ڪن ٿا، ٻاهر بہ، اهوئي چتريڄ سوروپ آهي. اُنهن جي هٿن ۾ شنک، چڪر، گدا ۽ پَدِمِ سلسلي سان سچو لکشيہ گهوش، ساڌن چڪر جو هلڻ ، اندرين جو روڪڻ ۽ نرمل نرليپ ڪاريہ جي سمرٿيءَ جي نشاني آهي. اهوئي ڪارڻ آهي تہ چتريُڄ روپ ۾ اُنهن کي ڏسي بہ ارجن اُنهن کي منش روپ ۾ پاتو چتريڄ مهاپرشن جي شرير ۽ سوروپ جي ڪاريہ ڪرڻ جي وڏي وشيش جو نالو آهي، نہ تہ هو ڇئن هٿن وارو ڪوئي ڪرشڻ هو.

श्रीभगवानुवाच
सुदुर्दर्शमिदं रूपं दृष्टवानसि यन्मम।
देवा अप्यस्य रूपस्य नित्यं दर्शनकाङ्क्षिणः।।५२।।

شري ڀڳوان اُواچ
''سُدُرشَرِمِدَمِ روُپَم دِرِشِٽَوانَسي يَنِمَمَ ا
ديوا اَپِيَسِيَہ روُپَسِيَہ نِتِيَمِ درشنڪا ڱڪشڱهہ ``اا (٥٢)

مهاتما ڪرشڻ چيو: ارجن ! منهنجو هيءُ روپ ڏسڻ ڏاڍو درلڀ آهي، جيئن تہ تو ڏٺو آهي، ڇاڪاڻ تہ ديوتا بہ سدائين هن روپ جي درشن جي اڇا رکن ٿا. حقيقت ۾ سڀ ماڻهو سنت کي سڃاڻي ئي نہ ٿا سگهن. '' پوجيہ ستسنگي مهراج`` اندرين پريرٽا وارو پورڻ مهاپرش هو، پر لوڪ اُن کي پاڳل سمجهندا رهيا، ڪنهن ڪنهن پڙهيہ آتما کي آڪاش واڻي ٿي

تہ هيءُ ستگرو آهن؛ فقط اُنهن هننکي هردي سان پکڙيو، اُنهنجي سروپ کي پاتائون ۽ پنهنجي گتي پائي ورتي. اهوئي شري ڪرشن چون ٿا تہ جنهن جي هردي ۾ دئوي سمپد جاڳرت آهي، اُهي ديوتا بہ سدا هن روپ جي درشن جي تمنا رکن ٿا. تہ ڇا يگيہ، دان يا ويدن جي اڌينن سان توهان کي ڏسي سگهجي ٿو؟ هو مهاتما چون ٿا :

**नाहं वैदैर्न तपसा न दानेन न चेज्यया।**
**शक्य एवंविधो द्रष्टुं दृष्टवानसि मां यथा।।५३।।**

”ناهَمِ ويدَئيرِن تَپَسا نَہ دانينَ نہ چيجيَيا ا
شَڪيہ ايوَمِوڌو دِرِشٽُمِ دِرِشٽوانسي مامِ يَٿا ا ا (۵۳)

نہ ويدن سان، نہ تپ سان، نہ دان سان ۽ نہ يگيہ سان مان هن طرح ڏسڻ کي سولو آهيان، جنهن طرح تو ڏٺو آهي. تہ ڇا توهان کي ڏسڻ جو ڪوئي اُپاءُ ڪونهي؟ هو مهاتما چون ٿا، هڪ اُپاءُ آهي

**भक्त्या त्वनन्यया शक्य अहमेवंविधोऽर्जुन।**
**ज्ञातुं द्रष्टुं च तत्त्वेन प्रवेष्टु च परन्तप।।५४।।**

ڀَڪتيا تُوَ نَنِيَيا شَڪيہَ اَهميوَمِوڌورِ جُنَ ا
گياتُمِ دِرِشٽُمِ چَہ تَتوينَ پِرَويشِٽُمِ پَرِنتَپَ ا ا (۵۴)

هي سريشٽ تَپَ وارا ارجن! اَنَنِيَہ ڀڳت دواران ارٿات مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن ديوتا جو سمرڻ نہ ڪندي، اَنَنِيَہ شرڌا سان تہ مان هن طرح ظاهر ڏسڻ جي لاءِ ، تَتوَ سان ساکيات ڄاڻڻ جي لاءِ ۽ پرويش ڪرڻ جي لاءِ بہ آسان آهيان معنيٰ هنجي پراپتي جو هڪ ماتر سولو ذريعو اَنَنِيہ ڀڳتي آهي. انت ۾ بہ اَنَنِيَہ ڀڳتيءَ ۾ گيان جي ڦل جي يوگيہ ٿي وڃي ٿو جيئن تہ اڳيان اڌياءَ ستين ۾ ڏيکاريو ويو آهي. پوءِ وري هنن چيو تہ توکان سواءِ نہ ڪوئي ڏسي سگهيو آهي ۽ نہ ڪوئي ڏسي سگهندو،

جڏهن تہ هتي چون ٿا تہ اَنَنِيَہ ڀڳتيءَ سان نہ فقط مونکي ڏسي سگھجي ٿو اَپِتَ ساکيات ڄاڻڻ ۽ مون ۾ پرويش بہ پائي سگھجي ٿو، ارٿات ارجن اَنَنِيَہ ڀڳت جو نالو آهي، هڪ اوسٿا جو نالو آهي. انوراڳہ ئي ارجن آهي. موهہ ۽ پيار ئي ارجن آهي. پڇاڙيءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا.

**मत्कर्मकृन्मत्परमो मद्भक्तः सङ्गवर्जितः।**
**निर्वैरः सर्वभूतेषु यः स मामेति पाण्डव।।५५।।**

مَتِڪَرِ مَڪِرِنِمَ تِپَرَمو مَدِ ڀَڪِتَهہ سَنگوُرجِتَهہ ا
نِرِوَئيرِرَهہ سَرِوَ ڀوُتيشويَهہ ماميتِ پانڊوَ ا ا (٥٥)

هي ارجن! جو پرش منهنجي دواران ٻڌايل ڪرم ارٿات مقرر ڪرم، يگيارٿ ڪرم ڪري ٿو. ”مَتِپَرَمَهہ“ مون ڏانهن لاڙو رکي ڪري ٿو، جو منهنجو اَنَنِيَہ ڀڳت آهي، ”سَنگُوَرجِتت“ پر سنگدوش ۾ رهندي بہ ڪرم نٿو ٿي سگھي. هاڻي سنگدوش کان رهت ٿي.”نِرِوَئيرَهہ سِرِوَڀوتيشوُ“ سمپورڻ ڀوت پراڻين ۾ ويرڀاوَ کان رهت آهي، اُهو مونکي پراپت ٿئي ٿو، تہ ڇا ارجن يڌ ڪئي؟ پرنُ ڪري ڇا هن جيدرٿ کي ماريو؟ جيڪڏهن اُن کي ماري ٿو، تہ ڀڳوان کي نہ ڏسي سگھي ها، جڏهن تہ ارجن ڏنو آهي. ان مان سِڌِ ٿيو تہ گيتا ۾ هڪ بہ شلوڪ اهڙو نہ آهي، جيڪو باهرين مارڪٽ جو سمرٿن ڪندو هجي جو ڇيل، آديش ٿيل ڪرم يگيہ جي پرڪريا جو آچرڻ ڪندو، جو سنگہ دوش کان الڳ رهندو تہ يڌ ڪهڙي؟ جڏهن توسان ڪوئي آهيئي ڪونہ، تہ توهين يڌ ڪنهن سان ڪندا؟ سيني ڀوت پراڻين ۾ جو وير ڀاوَ کان رهت آهي، من سان بہ ڪنهن کي ستائڻ جي ڪلپنا نہ ڪري، اُهوئي مونکي پراپت ٿئي ٿو، تہ ڇا ارجن لڙائي ورتي؟ ڪڏهن نہ.

حقيقت ۾ سنگ دوش کان الڳ رهي جڏهن توهين انَنيَہ چنتن سان لڳو ٿا، مقرر يگيہ جي ڪريا ۾ پرورت آهيون اُن وقت رستي ۾، اُن پٽ تي راڳ دويش، ڪام ڪروڌ وغيره خراب شترو رڪاوٽ جي روپ ۾ ظاهر ٿي آهن اَنهن کان پار ٿيڻ ٿي يڌ آهي.

## تاتپرچ :

هن اڌياءَ جي شروع ۾ ارجن چيو پڳون! توهان جي وڀوتين کي مون وستار سان ٻڌو، جنهن سان منهنجو موهہ نشٽ ٿي ويو اگيان جو شمن ٿي ويو، شانت ٿي ويو؛ پر جيئن توهان ٻڌايو تہ مان سڀ ڪجهہ آهيان، هرهنڌ آهيان، اُن کي مان ظاهر ڏسڻ ٿو چاهيان. جيڪڏهن منهنجو ڏسڻ ممڪن هجي تہ ڪرپا ڪري اُهو سوروپ ڏيکاريو. ارجن پيارو سکا هو، مترهو، انيہ شيوڪ هو. تنهنڪري يوگيشور شري ڪرشڻ ڪوئي بحث نہ ڪيو ترت ئي ڏيکارڻ شروع ڪيائين تہ هاڻي منهنجي ئي اندر بينل سپت رشي ۽ اُن کان بہ پهرين هئڻ وارن رشين کي ڏس، برهما ۽ وشڻوءَ کي ڏس چوڏاري ڦهليل منهنجي تيج کي ڏس. منهنجي ئي شرير ۾ هڪ استان تي بيهي تون چراچر جڳت کي ڏس؛ پر ارجن اکيون مهٽيندو ئي رهجي ويو. ان طرح يوگيشور شري ڪرشن ٻن ٽن شلوڪن تائين لڳاتار ڏيکاريندا رهيا؛ پر ارجن کي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو. سڀ وڀوتيون يوگيشور ۾ اُن وقت هيون؛ پر ارجن کي هو رواجي منش وانگر ڏسڻ ۾ اچي رهيون هيون. تڏهن اهڙي پرڪار ڏيکاري ڏيکاري يوگيشور شري ڪرشن اچانڪ روڪجي ويا. ۽ چون ٿا ارجن! انهن اکين سان تون نہ ڏسي سگهندين. پنهنجي ٻڌيءَ سان تون مونکي پرکي نٿو سگهين. ها! وٺ هاڻي مان توکي اها درشٽي ڏيان ٿو، جنهن سان تون مونکي ڏسي سگهندين.

ڀڳوان تہ سامھون بيٺو ھو. ارجن ڏٺو، سچ پچ ڏٺو. ڏسڻ ڪانپوءِ پنھنجي سوارٿي، ظالم گھٽنائين لاءِ معافي گھرڻ لڳو، جيڪي حقيقت ۾ گھٽنايون ڪونہ ھيون.

مثلن ڀڳون! ڪڏھن مون توھانکي ڪرشن، يادوَ ۽ ڪڏھن سکا چيو ھو، ارجن جي پرارٿنا سويڪار ڪري ھو ساڌارڻ روپ ۾ اچي ويو ۽ ڌيرج ڏنائين. حقيقت ۾ ڪرشن چوڻ ڪو اپراڌ نہ آھي. ھو تہ سانورو ھئوئي، سندر ڪيئن چوائيندو. يدو ونشن ۾ جنم ٿيو ھو. شري ڪرشڻ پنھنجو پاڻ کي سکا مڃيندو ھو. سچ تہ ھرھڪ ساڌڪ مھاپرش کي پھرين ائين ئي سمجھندا آھن. ڪجھہ وري اُنھي روپ ۽ آڪار سان ڪوئيندا آھن. ڪجھہ اُنھن کي اُنھن جي وِرِت سان اُنھن کي پڪاريندا آھن ۽ ڪجھہ اُنھن کي پاڻ جھڙو ئي مڃيندا آھن. ھن جي سچي سوروپ کي نٿا سمجھن. ھنن جي اچنتيہ سوروپ کي ارجن سمجھيو تہ ائين لڳس تہ ھي نہ تہ ڪارا آھن ۽ نہ گورو ، نہ ڪنھن ڪُل جا آھن ۽ نہ ڪنھن جا ساٿي آھن. ھنن جھڙو ڪير آھيئي ڪونہ، تہ سکا ڪيئن؟ برابر ڪيئن؟ ھيءُ تہ اچنتيہ سروپ آھن. جنھن کي ھو پاڻ کي ڏيکارڻ چاھين، اُھوئي ھنن کي ڏسي سگھي ٿو. تنھن ڪري ھاڻي ارجن پنھنجي شروعاتي ڀُلن‌جي لاءِ معافي گھري.

سوال ٿو اُٿي تہ جڏھن ڪرشن چوڻ ڏوھہ آھي، تہ اُنھن جو نام جپيو ڪيئن وڃي؟ تہ جنھن کي يوگيشور شري ڪرشڻ ئي خود جپڻ لاءِ زور ڏنو ھجي، جپڻ جو طريقو ٻڌايو ھجي تہ ھن وڏيءَ سان توھين سمرن، چنتن ڪريو. اُھوئي آھي ’’ اومِتييڪاڪشرم بِرَھمَ وِياھَرَنِما مَنوُسِمرَنِ`` اوم اڪشيہ برھم جي برابر آھي. ’’او اَھمِ سَ اوم`` جو وياپت آھي اُھا شڪتي مون ۾ چپيل آھي. اھوئي آھي اوم جو آڌار. توھين اُن جو

جپ ڪريو ۽ ڌيان منهنجو ڪيو. روپ پنهنجو ۽ نام اوم جو پڙهيو.

ارجن پرارٿنا ڪئي ته چتريڄ روپ ۾ درشن ڏيو. شري ڪرشن اُنهي شانت سوروپ کي ڌارڻ ڪيو. ارجن چيو! توهانجي هن شانت مانَوَ سوروپ کي ڏسي مان راضي ٿيو آهيان. مون ڳهريو هو چتريڄ روپ ڏيکاريو، ”مانش روپ“ . حقيقت ۾ شپ پوتر ۾ پرويش ڪرڻ وارو يوگي شرير سان هتي وينو آهي. ٻاهر ٻنهي هٿن سان ڪاريه ڪري ٿو ۽ ڳڏوڳڏ انتر آتما سان جاڳرت ٿي جتان ٻه جو ڀاوڪ سمرڻ ڪن ٿا، يڪدم اُنهن جي هردي ۾ جاڳرت ٿي اُتساهه ڏيڻ واري جي روپ ۾ ڪاريه ڪري ٿو. هٿ هنجي ڪاريه جي نشاني آهي، اهو ئي چتريڄ آهي.

شري ڪرشڻ چيو ارجن! توکان سواءِ منهنجي هن روپ کي ڪير به نه ڏسي سگهيو آهي ۽ ڀويشُه ۾ به نه ڪوئي ڏسي سگهندو. تڏهن گيتا اسان لاءِ وئرٿ آهي. پر نه، يوگيشور چون ٿا هڪڙو اُپاءُ آهي. جو منهنجو اننيه ڀڳت، مون کان سواءِ ٻئي ڪنهنجو سمرڻ نه ڪري هميشهه منهنجو ئي چنتن ڪرڻ وارو آهي. هنجي اننيه ڀڳتي دواران مان ظاهر ظهور ڏسڻ جو (جيئن تو ڏنو آهي) تَتِوَ سان جاڻڻ جو ۽ پرويش ڪرڻ ۾ به سولو آهي. ارٿات ارجن اننيه ڀڳت هو. ڀڳتي جو پوتر روپ آهي انوراڳه، اشت سان پورو لڳاءُ ”مِلَنهن نه رگهوپتيِنِ بن انوراگا“ انوراگه کانسواءِ، پريم بنا پرش نه ڪڏهن پاتو آهي ۽ نه پائي سگهندو. پريم ناهي ، انوراگه ناهي ته ڀلي ڪير لک ڪوششون ڪري، جپ ڪري، تپ ڪري، دان ڪري ”هو“ نٿو ملي. هاڻي اِشت جي لاءِ بيحد پيار يا اننيه ڀڳتي تمام ضروري آهي.

پڇاڙيءَ ۾ شري ڪرشڻ چيو: ارجن! منهنجي دواران

آديش ڪيل ڪرم ڪر، منهنجو اننيہ ڀڳت ٿي ڪر، منهنجي شرڻ وٺي ڪر، پر سنگہ دوش کان الڳہ رهي. سنگہ دوش ڪرم کي پوري ڪرڻ ۾ رڪاوٽ آهي.جيڪو ويرياوَ کان رهت آهي، اُهوئي مونکي پراپت ڪري ٿو. جڏهن سنگہ دوش نہ ’آهي، جتي اسان کي ڇڏي ٻيو ڪوئي آهي ئي ڪونہ، وير جو مانسڪ سنڪلپ بہ نہ آهي، تہ يڌ ڇا جي لاءِ؟ ٻاهر دنيا ۾ لڙائي جهڳڙا ٿيندا رهندا آهن؛ پر وجيہ ڪنڻ واري کي بہ نٿي هلي. اشپ سنسار روپي شتروءَ کي بنا سنگہ (موهہ) روپي شستر سان ڪٽي پرم ۾ پرويش پائي وڃڻ ئي حقيقي، سچي وجيہ آهي. جنهن جي پنيان هارَ آهيئي ڪونہ.

هن اڌياءَ کان پهرين تہ يوگيشور شري ڪرشڻ ارجن کي درشٽي پرڌان ڪئي، پوءِ پنهنجي وِشوَ روپ جو درشن ڪرايو هاڻي

اوم تَتَسَدِتِي شريمد ڀڳوت گيتا سُپَنِشَتِسوُ برهم وديايام يوگشاستري شري ڪرشٽا رِجَنسمواد ’’وِشَوَ روپ درشن يوگو‘‘ نامُئيڪادشوڏيايهہ ۔۔ 11 ۔۔

ان طرح شريمد ڀڳود گيتا روپي اُپنشد ايوَمِ برهم وديا تٿا يوگشاستر وِشَيَڪ شري ڪرشڻ ۽ ارجن جو سنواد ’’وِشِوَ روپ درشن يوگہ‘‘ يارهون اڌياءَ پورو ٿئي ٿو .

اِتي شريمَتِپرم هنس پرماننديہ شِشِيہ سوامي اڙگڙاننڊِڪرِ تي شريمد ڀڳود گيتاياهہ ’’ڀڳارت گيتا‘‘ ڀاشيي ’’وِشوَروپ درشن يوگہ‘‘ نامڪئيڪادشوڏيايَهہ.

۔۔ هري اوم تِت سِت۔۔

# ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

## اَٿ دوادشو ڌيايَهَ

يارهين  اڌياءَ جي پڇاڙيءَ ۾ شري ڪرشڻ وري وري زور ڏنو تہ ارجن! منهنجو هي سروپ جنهن کي توڏٺو، توکان سواءِ پهرين ڪڏهن نہ ڪنهن ڏٺو آهي ۽ نہ پوشيہ (مستقبل) ۾ ڪوئي ڏسي سگهندو. مان نہ تپ سان، نہ يگيہ سان ۽ نہ دان سان ئي ڏسڻ ۾ سولو آهيان؛ پر اننيہ ڀڳتيءَ دواران معنيٰ مون کانسواءِ ٻئي ڪنهن هنڌ شرڌا بکڙي نہ سگهي، هميشهہ تيل ڌارا وانگر منهنجي چنتن دواران ٺيڪ اهڙي طرح جيئن تو ڏٺو، مونکي ظاهر ظهور ڏسڻ جي لاءِ، تَتوَ کي ساڪيات ڄاڻڻ لاءِ ۽ پرويش ڪرڻ لاءِ آسان آهي. هاڻي ارجن! سدائين منهنجو ئي چنتن ڪر، ڀڳت ٿيءُ. اڌياءَ جي پڇاڙيءَ ۾ هنن چيو هو، ارجن! تون منهنجي دواران مقرر ڪيل ڪرم ڪر. مَتپرمَهَ بنا ڪنهن ٻئي جي آسري منهنجي آڌار تي ڪر. اننيہ ڀڳتي ئي اُنجي پراپتي جو وسيلو آهي. ان تي ارجن جو سوال سپاويڪ هو تہ جيڪي اويڪت اڪشر (نرگڻ) جي اپاسنا ڪن ٿا ۽ جي سگڻ توهانجي اُپاسنا ڪن ٿا، اُنهن ٻنهي ۾ سريشٽ ڪير آهي؟

هتي هن سوال کي ارجن ٽيون ڀيرو اُٿاريو آهي. اڌياءَ ٽئين ۾ هن چيو هو تہ، ڀڳون ! نشڪام ڪرم جي ڀيٽ ۾ سانکيہ يوگہ توهانکي سريشٽ ٿو لڳي، تہ توهين مونکي ڀينڪر ڪرمن ۾ ڇوٿا لڳايو؟ ان تي شري ڪرشڻ چيو هو

ارجن! نشڪام ڪرم يوڳ سنو لڳي چاهي گيان مارڳ، ٻنهي ئي درشٽين ۾ ڪرم ته ڪرڻو ئي پوندو. ايتري هوندي به جو اندرين کي هٺ سان روڪي من سان وشين جو سمرڻ ڪري ٿو اُهو پاکنڊي آهي، اهنڪاري آهي، گياني نه، هاڻي ارجن! تون ڪرم ڪر. ڪهڙو ڪرم ڪريان؟ ته ''نِيَتَمِ ڪُرو ڪَرمِ تُوَمِ'' مقرر ٿيل ڪرمن کي ڪر. نرڌارت ڪرم ڇا آهن؟ ته ٻڌاياڻون يڳيه جي پرڪريا ئي هڪ ماتر ڪرم آهي. يڳيه جي وڌي ٻڌايائين، جا آراڌنا چنتن جي وِڌي وشيش آهي، پرم ۾ پرويش ڏيارڻ واري پرڪريا آهي. جڏهن نشڪام ڪرم يوڳ ۽ گيان مارڳ ٻنهي ۾ ئي ڪرم ڪرڻو آهي، يڳيارٿ ڪرم ڪرڻو آهي، ڪِريا هڪ ئي آهي ته فرق ڪهڙو؟ ڀڳت ڪرمن کي سمرپڻ ڪري اشٽ جي آڌار تي يڳيارٿ ڪرم ۾ پرورت ٿيندو آهي، ته ٻيو سانکيه يوگي پنهنجي شڪتيءَ کي سمجهي (پنهنجي ڀروسي) اُنهي ڪرم ۾ پرورت ٿيندو آهي. پوري محنت ڪري ٿو.

اڌياءَ پنجين ۾ ارجن وري سوال ڪيو ڀڳون! توهين ڪڏهن سانکيه ذريعي ڪرم ڪرڻ جي ساراهه ٿا ڪريو، ته ڪڏهن سمپورڻ وسيلي نشڪام ڪرم يوڳ جي ساراهه ڪيو ٿا. انهن ٻنهي ۾ سريشٽ ڪير آهي؟ هيلتائين ارجن سمجهي چڪو هو ته ڪرم ٻنهي درشٽين ۾ ڪرڻو پوندو پوءِ به ٻنهي ۾ سريشٽ مارڳ چونڊڻ تي چاهيائين. شري ڪرشڻ چيو آ ارجن ! ٻنهي درشٽين سان ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ وارا مونکي ئي پراپت ٿين ٿا؛ پر سانکيه مارڳ جي ڀيٽ ۾ نشڪام ڪرم سريشٽ آهي. نشڪام ڪرم جي شروعات ڪرڻ بنا نه ڪوئي يوگي ٿئي ٿو ۽ نه گياني. سانکيه يوڳ ڏکيو

آهي، اُن ۾ مشڪلاتون گهڻيون آهن.

هتي تئين ڀيري ارجن اهوئي سوال رکيو آهي تہ ڀڳون ! توهان ۾ اننيہ ڀڳتيءَ سان لڳڻ وارا ۽ اويڪت اڪشر (نرگڻ) جي اُپاسنا ۾ (سانکيہ يوگہ سان) لڳڻ وارن انهن ٻنهي ۾ سريشٽ ڪير آهي؟

**अर्जुन उवाच**

**एवं सततयुक्ता ये भक्तस्त्वां पर्युपासते।**
**ये चाप्यक्षरमव्यक्तं तेषां के योगवित्तमाः।।१।।**

ارجن اُواچ

**ايوَم سَتَتَيُڪتايي ڀَڪتاسِتُوام پَريوُپاستي**
**يي چاپيَڪشَرَ مَويڪتَم تيشام ڪي يوگَوِتَماها (١)**

''ايوَم'' معنيٰ ان طرح هن وقت توهان وڏي ٻڌائي آهي، نيڪ انهي وڏيءَ انوسار اَننيہ ڀڳت ڪان جو توهانجي شرن وٺي، توهان سان هميشهہ مليل هوندي توهان جي چڱيءَ طرح اُپاسنا ڪري ٿو ۽ ٻيو جو توهان جي شرن نہ وٺي آزاد روپ سان پنهنجي پروسي اُن اڪشيہ ۽ اويڪت (قائم، آتما) سوروپ جي اُپاسنا ڪن ٿا جن ۾ توهين بہ اسٿت آهيو، انهن ٻنهي ڀڳتن مان وڌيڪ اُتم يوگہ ويتا ڪير آهي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشن چيو:

**श्रीभगवानुवाच**

**मय्यावेश्य मनो ये मां नित्ययुक्ता उपासते।**
**श्रद्धया परयोपेतास्ते मे युक्ततमा मताः।।२।।**

شري ڀڳوان اُواچ

**''مَييا ويشيَہ مَنويي مام نِتيَيڪتا اُپاسَتي**
**شرَڌَيا پَرَيوپيتاسِتي مي يُڪتتما متاهہ (٢)**

ارجن! مون ۾ من کي ايڪاگر ڪري سدائين مون سان

مليل هوندي جي ڀڳت جن پرم سان سنبنڌ رکڻ واري سريشٽ شرڌا سان مليل رهي منهنجو ڀڄن ڪن ٿا، اُهي مان يوگين ڪان به وڌيڪ اُتم يوگي مڃيان ٿو.

ये त्वक्षरमनिर्देश्यमव्यक्तं पर्युपासते।
सर्वत्रगमचिन्त्यं च कूटस्थमचलं ध्रुवम्।।३।।

يي ٿُوَڪِشرَ نِردِيشيَمَويڪتَم پَريوُپاسَتي
سَروَترَگَمَ چِنتيَم چَه ڪوُٽَستَمَچلَم ڌرُوَم'' (٣)

सन्नियम्येन्द्रियग्रामं सर्वत्र समबुद्धयः।
ते प्राप्नुवन्ति मामेव सर्वभूतहिते रताः।।४।।

''سَنيَميينڊِر يَگراَم سَروَترَسَمَبُڌيَهه
تي پرا پُرا ٿُونتي ماميوَ سَروَيوُتَهِتي رَتاهه (٤)

جو پرش سيني اندرين کي چڱيءَ طرح سنيم ڪري من بُڌي جي چنتن کان تمام پري سَرووياپي، ڪٽڻ کان پري سوروپ، سدا هڪ رس رهڻ وارو، نتيه، اچل، اويڪت، آڪار رهت ۽ اوناشي برهم جي اُپاسنا ڪن ٿا، سمپورڻ ڀوتن جي ڀلي ۾ لڳل ۽ سڀ ۾ سمان ڀاوُ رکڻ وارا اُهي يوگي به مونکي پراپت ٿين ٿا. برهم کان مٿي صفت مونکان جدا نه آهي؛ پر

क्लेशोऽधिकतरस्तेषामव्यक्तासक्तचेतसाम्।
अव्यक्ता हि गतिर्दुःखं देहवद्भिरवाप्यते।।५।।

ڪليشو ڌِڪَترَستيشامَويڪتا سَڪتَچيتَسام
اَويڪتا هي گَترِدُکَم ديهوَدِڀِرَواپيَتي (٥)

اُن اويڪت (اڻ ڏٺل آتما) پرماتما ۾ آسڪت ٿيل چت وارن پرشن جي ساڌن ۾ ڪليش خاص آهي؛ ڇاڪاڻ ته ديهه ايمانين کي اويڪت وشيڪ گتي دکه پوروڪ پراپت ٿي وڃي

ٿي. جيستائين ديهہ جو اهنڪار آهي، تيستائين اويڪت
جي پراپتي ڪٺن آهي.

يوگيشور شري ڪرشڻ ستگرو هو. اويڪت پرماتما اُن ۾
ويڪت (ظاهر) هو. هو چون ٿا مهاپرش جي شرڻ نہ وٺي
ساڌڪ پنهنجي شڪتي سمجهي اڳيان وڌن ٿا تہ مان هن
اوسٿا ۾ اهيان، اڳيان هن اوسٿا ۾ ويندس، مان پنهنجي
ئي اويڪت شرير کي پراپت ٿيندس، اُهو منهنجو ئي روپ
هوندو، مان اُهوئي آهيان. ان طرح سوچي، پراپتيءَ جو
انتظار نہ ڪري پنهنجي شرير کي ئي ''سوهم'' چوڻ لڳي
ٿو. اهائي هن مارگہ ۾ سڀ کان وڏي رنڊڪ آهي. هو
''دُکالَيَمِ آشا شِوَتَمِ'' ۾ ئي گهمي ڦري ڪڙو ٿي ٿو وڃي.
پر جو منهنجي شرڻ وٺي هلي ٿو اُهو

**येतु सर्वाणि कर्माणि मयि सन्न्यस्य मत्परा:।**
**अनन्येनैव योगेन मां ध्यायन्त उपासते।।६।।**

يي توُسَروا ڻي ڪَرماڻيمَيہ سَنِنيَسيَہ مَتپَراهَہ
اَنَنييِنَئيوَ يوگين مامِ ڌِياينَت اُپاسَتي '' (٦)

جيڪو منهنجي شرن ۾ ارپيل ٿي سمپورڻ ڪرمن ارٿات
آراڌنا کي مون ۾ ارپڻ ڪري اننيہ ڀاوَ سان يوگہ معنيٰ آراڌنا
پرڪريا جي دوارا ن هميشهہ چنتن ڪندي ڀڄن ڪن ٿا

**तेषामहं समुद्धर्ता मृत्युसंसारसागरात्।**
**भवामि नचिरात्पार्थ मय्यावेशितचेतसाम्।।७।।**

تيشامَهَمِ سَمُڌَرتا مِرتِيوُسَنسارَ ساگَراتِ
ڀَوامي نَچِراتِپارٿ مَيياويشِتَچيتَسامِ (٧)

فقط مون ۾ چت لڳائڻ وارن اُنهن ڀڳتن جو مان جلدي
ئي مرتيوروپ سنسار ساگر مان اُڌار ڪرڻ وارو هوندو آهيان.
ان طرح چت لڳائڻ جي اُتساهہ ۽ وڌيءَ تي يوگيشور روشني

وجھن ٿا.

मय्येव मन आधत्स्य मयि बुद्धिं निवेशय।
निवसिष्यसि मय्येव अत ऊर्ध्वं न संशयः।।८।।

مَيييوَ مَنَ آڌَتِسوَ مَيي ٻُڌِمِ نِويشَيَہ
نِوَسِشيَسي مَيِيوَ اَت اوُرڌِوَمِ نہَ سَنِشَيَہ (٨)

ان ڪري ارجن! تون مون ۾ من لڳاءِ، مون ۾ ئي ٻُڌي لڳاءِ. تنھن ڪان پوءِ تون مون ۾ نواس ڪندين، ان ۾ ڪو بہ شڪ يا سنسو نہ آهي. من ۽ ٻُڌي بہ نہ لڳائي سگھين، تڏھن؟ (ارجن پھرين چيو بہ ھو تہ من کي روڪڻ تہ مان ھوا وانگر مشڪل سمجھان ٿو) ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا:

अथ चित्तं समाधातुं न शक्नोषि मयि स्थिरम्।
अभ्यासयोगेन ततो मामिच्छाप्तुं धनञ्जय।।९।।

اَٿ چِتَمِ سَماڌاتُمِ نہَ شڪنوشي مَيَہ سِٿَرَمِ
اڀياسيوگين تَتِوَ مامِڇاپِتُمِ ڌننجيہ (٩)

جيڪڏھن تون من کي مون ۾ اچل اسٿاپت ڪرڻ ۾ سمرٿ نہ آھين، تہ ھي ارجن! يوگہ جي اڀياس دوارا مونکي پراپت ٿيڻ جي اڇا ڪر (جيڏانھن بہ چت وڃي اُتان ڇڪي، ڪڍي آراڌنا، چنتن ڪِريا ۾ لڳائڻ جو نالو اڀياس آھي) جيڪڏھن اھو بہ نہ ڪري سگھين تہ؟

अभ्यासेऽप्यसमर्थोऽसि मत्कर्मपरमो भव।
मदर्थमपि कर्माणि कुर्वन्सिद्धिमवाप्स्यसि।।१०।।

اڀياسسيپِيَسَمِرِ ٿو سي مَتِڪرمَپَرَمو ڀَوَ ا
مَدَرِ ٿمپي ڪَرِماڻي ڪُرِوَنِسَڌِيمَواپِسِيَسي اا (١٠)

جيڪڏھن تون اڀياس ۾ بہ اسمرٿ آھين، تہ فقط منھنجي لاءِ ڪرم ڪر معنيٰ آراڌنا ڪرڻ ۾ مشغول ٿي وڃ. ان طرح منھنجي پراپتي لاءِ ڪرمن کي ڪندي

منهنجي پراپتي روپي سِڌيءَ کي ئي پراپت ٿيندين معنيٰ جي اڀياس به پار نه لڳي، ته ساڌنا پٿ ۾ پوريءَ طرح لڳو رهه.

**अथैतदप्यशक्तोऽसि कर्तुं मद्योगमाश्रितः।**
**सर्वकर्मफलत्यागं ततः कुरु यतात्मवान्।।११।।**

اَٿَئيتَدَپيَشَڪتو سي ڪَرتُمِ مَدِيوگماشِرتَهه ا
سَروَ ڪُرمَ ڦَلَتياگَمِ تَتَهه ڪُرو يَتاتِمَوان اا (اا)

جيڪڏهن ان کي به ڪرڻ ۾ اسمرٿ هجين ته سمپورڻ ڪرم جي ڦل جو تياڳ ڪر معنيٰ لاڀ ۽ هاڃيءَ جي چنتا ڇڏي ”مدِيوگه“ جي آسري ٿي معنيٰ سمرپڻ سان آتموان مهاپرش جي شرڻ ۾ وڃ. ان مان اُتساهه پائي ڪرم پنهنجو پاڻ ٿيڻ لڳندا. سمرپڻ سان گڏوگڏ ڪرم ڦل جي تياڳ جو مَهتو ٻڌائيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا:

**श्रेयो हि ज्ञानमभ्यासाज्ज्ञानाद्ध्यानं विशिष्यते।**
**ध्यानात्कर्मफलत्यागस्त्यागाच्छान्तिरनन्तरम्।।१२।।**

شِريبو هي گيانمڀياساڄگياناڌِياڻِمِ وِشِشيِتِ
ڌِياينا تِڪرمَ ڦل تِياگسِتِياگاڇانتيِرَنَنتَرَمِ (١٢)

فقط چِت کي روڪڻ جي اڀياس سان گيان مارگه سان ڪرم ۾ پرورت هئڻ سريشٽ آهي. گيان ذريعي ڪرم کي ڪاريه روپ ڌيڻ جي پيٽ ۾ ڌيان سريشٽ آهي؛ ڇاڪاڻ ته ڌيان ۾ اشٽ رهندو ئي آهي. ڌيان کان به سمپورن ڪرمن جي ڦل جو تياڳ سريشٽ آهي، ڇاڪاڻ ته اِشٽ جي لاءِ سمرپڻ سان گڏ ئي يوگه تي درشٽي رکندي ڪرم ڦل جو تياڳ ڪرڻ سان هنجي پلي ڪرڻ جي ذميواري اِشٽ جي ٿي ويندي آهي. تنهنڪري هن تياڳ سان جلدئي ، ترت ئي پرم شانتي کي پراپت ٿي ويندو آهي.

هيل تائين يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو تہ اويڪت (اڻ ڏٺل) جي اُپاسنا ڪرڻ وارا گيان مارگي کان سمرپڻ سان گڏ ڪرم ڪرڻ وارو نشڪام ڪرم يوگي سريشٽ آهي. ٻئي ساڳيو ئي ڪرم ڪن ٿا؛ پر گيان مارگي جي پٿ ۾ دست اندازي تڪليفون وڏيڪ آهن. اُن جي لاءِ هاڃي جي ذميواري پاڻ تي رهندي آهي، جڏهن ڪ سمرپت ڀڳت جي ذميواري مهاپرش تي ٿيندي آهي تنهنڪري هو ڪرم ڦل تياڳ دواران جلدي ئي شانتيءَ کي پراپت ٿيندو آهي. هاڻي شانتي پراپت پرش جا لڪشڻ ٻڌائين ٿا.

अद्वेष्टा सर्वभूतानां मैत्रः करुण एव च।
निर्ममो निरहङ्कारः समदुःखसुखः क्षमी।।१३।।

اَدويشٽا سَروَڀوُتانام مَئيترَهہ ڪَروڻَ اِوَ چَہ
نِرمَمونِراهنڪارَهہ سَمَدُکہ سُکهہ ڪَشَمِ (۱۳)

ان طرح شانتي پراپت ڪيل پرش سڀ ڀوتن ۾ دويش ڀاوَ کان رهت، سڀ جو پريمي، سوارٿ، ڀنهنجي ڀلي کان رهت ديالو آهي ۽ جو ممتا کان رهت، اهنڪار کان رهت سکہ دکہ جي پراپتي ۾ سَمَ ۽ کمياوان آهي.

सन्तुष्टः सततं योगी यतात्मा दृढनिश्चयः।
मय्यर्पितमनोबुद्धिर्यो मद्भक्तः स मे प्रियः।।१४।।

سَنتُشٽَهہ سَتَتَم يوگي يَتاتِما دِرِڍَ نِشڃيَهہ
مَيرِپتَمَنو بُڌيرِيو مَدِڀَڪتَ سَ مي پِرَيَهہ (۱۴)

جيڪو لڳاتار يوگہ جي اوُج سان گڏيل آهي. لاڀ يا هاڃيءَ ۾ سنتشٽ آهي، من توڙي اندرين سان گڏ شرير کي وس ۾ ڪيو اٿائين، درڍ نشڃي وارو آهي. هو مونکي ارپت من ۽ بُڌيءَ وارو منهنجو ڀڳت مونکي پيارو آهي.

यस्मान्नोद्विजते लोको लोकान्नोद्विजते च यः।
हर्षामर्षभयोद्वेगैर्मुक्तो यः स च मे प्रियः।।१५।।

يَسِمانودِوَجَتي لوڪو لوڪانودِوَجَتي چَہ يَہَ
هَرشامَرِشَپَيودِويگَئِيرِمُڪتويَہَ سَ چَہ مي پِرَيَہَ (١۵)

جنهن سان ڪوئي بہ جيو چنتا، ڳڻتي ۽ فڪر کي پراپت نٿو ٿئي ۽ جو پاڻ بہ ڪنهن جيو سان تڪرار يا بحث ۾ نٿو ٿئي ۽ هرش (خوشي) سنتاپ (ڊکہ) ڀيہ (ڊپ) ۽ سڀني مونجهارن کان مڪت آهي، اُهو ڀڳت مونکي پيارو آهي.

ساڌڪن لاءِ هيءُ شلوڪ ڏاڍو اپيوگي آهي. اُنهن کي هن ڍنگہ سان رهڻ گهرجي تہ هنن جي دوارا ڪنهن جي من کي چوٽ نہ لڳي. ايترو تہ ساڌڪ ڪري سگهي ٿو؛ پر ٻيا ماڻهو انهي آچرڻ، وهنوار سان هلندا. هو تہ سنساري آهن ئي، هو تہ باهہ اوڳاريندا، ڪجهہ بہ چوندا؛ پر پڪ ڪ ڪي گهرجي تہ پنهنجي هرديہ ۾ اُنهن جي دوارا (اُنهن جي تڪليفن ۽ چوٽن کان ) اُٿل پٿل نہ ٿئي. چنتن ۾ سُرِت لڳي رهي، سلسلو نہ ٽٽي. مثال جي لاءِ پاڻ رستي تي نيم انوسار ڏائي پاسي هلي رهيو آهي، ڪير شراب پيئندو هلندو ٿو اچي، اُن کان بچڻ بہ توهانجي ذميواري آهي.

अनपेक्षः शुचिर्दक्ष उदादीनो गतव्तथः।
सर्वारम्भपरित्यागी यो मद्भक्तः स मे प्रियः।।१६।।

اَنپيَڪشَہَ شُچِيرِدَڪَش اُداسينو گَتوِيَٿَہَ
سَرِوارمڀپريتياگي يو مَدَڀِڪتَہَ سَ مي پِرَيَہَ (١٦)

جو پرش اچائن کان رهت، سدائين پوتر آهي، ”دڪشہ“ معنيٰ جو آراڌنا جو مکيہ پرش هجي (اهڙو نہ تہ چوري ڪندو هجي تہ دڪش آهي. شري ڪرشڻ جي انوسار ڪرم هڪ ئي آهي، نيت ڪرم (مقرر ڪرم) آراڌنا، چنتن، اُنهن ۾ جو هوشيار آهي) ؛ جو پاسخاطريءَ کان پري آهي، دکن کان مڪت آهي. سڀني شروعاتن جو تياڳي آهي

اُهو منهنجو ڀڳت مونکي پيارو آهي. ڪرڻ يوڳيہ ڪائي بہ ڪِريا هنجي دواران شروع ٿيڻ لاءِ باقي نٿي رهي.

**यो न हृष्यति न द्वेष्टि न शोचति न काङ्क्षति।**
**शुभाशुभपरित्यागी भक्तिमान्यः स मे प्रियः॥१७॥**

يو نَہ هَرشيَتي نہ دويشٽي نَہ شوچَتي ڪانڱڪِشَتي
شُڀاشُڀَ پَريتياگي ڀَڪتَمانيَهَہ سَ مي پِرَيَهہ (١٧)

جو نہ ڪڏهن خوش ٿئي ٿو، نہ ويرڪري ٿو، نہ شوڪ ڪري ٿو، نہ ڪامنائي ڪري ٿو، جيڪو شڀ ۽ اشڀ سڀني ڪرمن جي ڦل جو تياڳي آهي، جنهن لاءِ ڪوئي شڀ جدا نہ آهي، اشڀ باقي رهيو نہ آهي. ڀڳتي جي اُن فلڪ سان گ ڏيل اُهو پرش مونکي پيارو آهي.

**समः शत्रौ च मित्रे च तथा मानापमानयोः।**
**शीतोष्णसुखदुःखेषु समः सङ्गविवर्जितः॥१८॥**

سَمَهَہ شَترَئوُ چَہ مِتري چَہ تٿا مانا پَمانَيوهَہ
شيتوشڻ سُکَدُکيشوُ سَمَهَہ سَنگَوِوَرجِتَهہ (١٨)

جو پرش شترو ۽ متر ۾، مان اپمان ۾ سَمَ آهي، جنهنجي انتهڪرڻ جون وِرتيون سڀ شانت آهن، جو سردي گرمي، سکہ دکہ وغيره جهڳڙن ۾ سَمَ ۽ بنا آسڪتي آهي توڙي:-

**तुल्यनिन्दास्तुतिर्मौनी सन्तुष्टो येन केनचित्।**
**अनिकेतः स्थिरमतिर्भक्तिमान्मे प्रियो नरः॥१९॥**

''تُليَنندا سِتُتِر موُني سَنتُشٽو يين ڪينَچِت
اَنِڪيتَهہ سٿَرَ مَتَرِ ڀَڪتيمانِمي پِرَيو نَرَهہ'' (١٩)

جونندا توڙي اُستتيءَ کي سمان سمجهڻ وارو آهي، منن شيلتا جو چرم سيما تي پهچي جهنجون من سهت اندريون شانت ٿي چڪيون آهن، جنهن بہ طرح سرير نرواهہ هئڻ ۾ سدائين سنتشٽ آهي، جو پنهنجي نواس اسٿان

منعيل گهر ۾ ممتا کان رهت، ڀڳتيءَ جي مٿين سطح تي پهتل اُهو استر ٻڌيءَ وارو پرش مونکي پيارو آهي.

**ये तु धर्म्यामृतमिदं यथोक्तं पर्युपासते।**

**श्रद्दधाना मत्परमा भक्तास्तेऽतीव मे प्रिया:।।२०।।**

”يي تؤ ڌرِ مياِمرِ تَمِدَمِ يَٿوڪِتَمِ پَرَيوُ پاستي
شِرَڌانا مَتپَرَما ڀَڪتِا سِتيِوَ مي پِرَياهہ “ (٢٠)

جو مون ۾ پوريءَ طرح رتل آهي هاردڪ شرڌا سان پورڻ پرش هن مٿي چيل امرت جو چڱيءَ طرح سيون ڪري ٿو، اُهو ڀڳت مونکي تمام پيارو آهي.

## تاتپرج :-

اڳئين اڌياءَ جي انت ۾ شري ڪرشڻ چيو هو تہ، ارجن ! توکانسواءِ نہ ڪنهن پاتو آهي، نہ پائي سگهندو - جيئن تو ڏٺو، پر آننيہ ڀڳتي ۽ انوراگہ سان جو ڀڄن ڪري ٿو، اُهو ان طرح مونکي ڏسي ٿو ۽ مون ۾ پرويش بہ پائي سگهي ٿو. ارٿات پرماتما اهڙي ستا آهي، جنهن کي پائي سگهجي ٿو. هاڻي ارجن! ڀڳت ٿيءُ.

ارجن هن اڌياءَ ۾ سوال ڪيو، ڀڳوان ! اَنَنيہ ڀاوَ سان تون جي توهانجو چنتن ڪن ٿا ۽ ٻيا جي آڪشر (اڻ ڏٺل) جي اُپاسنا ڪن ٿا. انهن ٻنهي مان اُتم ڪير آهي؟ يوگ يشور شري ڪرشڻ ٻڌايو تہ ٻئي مونکي ئي پراپت ٿين ٿا چاڪاڻ تہ مان اويڪت سوروپ آهيان، پر جو اندرين کي وس ۾ رکندي من کي سڀ طرف کان سميٽي اويڪت پرماتما ۾ آسڪت آهي. اُنهن جي پٿ ۾ ڪليش گهڻا آهن. جيستائين ديهہ جو اڌياس (موهہ) آهي، تيستائين اويڪت سروپ جي پراپتي ڏکہ پورڻ آهي، ڇو جو اويڪت سروپ تہ

چٽ کي روڪڻ ۾ ولين ڪال ۾ ملندو. اُن ڪان پهرين هنجو شرير ئي وچ ۾ روڪاوٽ بڻجي ٿو پوي. ”مان آهيان“ ”مان آهيان“ مونکي پائڻو آهي - جو چوندي چوندي پنهنجو شرير طرف گهمي وڃي ٿو. ان جي لڙکڙائڻ جي وڏيڪ سمڀاونا آهي. هاڻي ارجن ! هاڻي تون سمپورڻ ڪرمن کي مون ۾ سمپرڻ ڪري اَننيہ ڀڳتيءَ سان منهنجو چنتن ڪر. جي منهنجا پيارا ڀڳت سمپورڻڪرمن کي مون ۾ ارپڻ ڪري مانَوُشرير ڌاري مون کي سگڻ يوگي جي روپ جي ڌيان دواران تيل ڌار وانگر نرنتر چِنتن ڪن ٿا، اُنهنجو مان جلد ئي سنسار-ساگر مان اُڌار ڪرڻ وارو ٿي وڃان ٿو. هاڻي تنهنڪري ڀڳتي مارگہسريشٽ آهي.

ارجن ! مون ۾ من کي لڳاءِ. مون ڏي نہ لڳي تڏهن بہ لڳائڻ جو اڀياس ڪر. جيڏاهن بہ چٽ وڃي وري گهسيٽي ان کي روڪ. اهو بہ ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهين تہ تون ڪرم ڪر. ڪرم هڪ ئي آهي، يگيارٿ ڪرم. تون ڪاريَہ ڪرم ڪندي پرجندو وچ، ٻيو نہ ڪر.

ايترو ئي ڪر، پار لڳي چاهي نہ لڳي، جيڪڏهن اهو بہ ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهين، تہ اسٿت پرگيہ، آتموان، تتِوَگيہ مها پرش جي شرڻ وٺي سمپورڻ ڪرم ڦلن جو تياڳہ ڪر. اهڙو تياڳہ ڪرڻ سان تون پرم شانتيءَ کي پراپت ٿي ويندين.

تنهن ڪانپوءِ پرم شانتي پراپت ڪيل ڀڳت جا لڪشڻ ٻڌائيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو - جيڪو سمپورڻ ڀوتن ۾ دويش ڀاوَ ڪان رهت آهي. جو ديا ڪروٽا سان ڀريل آهي ۽ ديالو آهي، ممتا ۽ اهنڪار ڪان رهت آهي، اهو ڀڳت

مونکي پيارو آهي.جنهن مان نہ ڪنهن کي چنتا ٿئي ٿي ۽ نہ پاڻ بہ ڪنهن جي بحث ۽ تڪرار کان پري آهي، سيني شروع ٿيل ڪامنائن کي تياڳي جنهن انت پائي ورتو آهي. اهڙو ڀڳت مونکي پيارو آهي. سيني ڪامنائن جو تياڳي ۽ شپ اشپ جو پار پائڻ وارو ڀڳت مونکي پيارو آهي. جو گلا اُستتي ۾ سمان ۽ شانت آهي. من سان گڏ سندس اِندريون شانت ۽ مؤن آهن، جو ڪنهن بہ پرڪار شرير جي گذران ۾ سنتُشت ۽ رهڻ جي جڳهہ ۾ ممتا کان رهت آهي، شرير جي بچاءُ ۾ بہ جنهنجي آسڪتي (موهہ) نہ آهي. اهڙو استتپرگيہ ڀڳتيءَ وارو پرش مونکي پيارو آهي.

اهڙيءَ طرح يارهين شلوڪ کان اوڻويهين شلوڪ تائين يوگيشور شري ڪرشن شانتي پراپت يوگہ يڪت ڀڳت جي رهڻيءَ تي پرڪاش وڌو، جيڪو ساڌڪن لاءِ اُپديش ڏيڻ وارو آهي. پڇاڙيءَ ۾ نرِتَئہ ڏيندي هن چيو- ارجن جيڪو منهنجي ڀڳت هئڻ تي اَننيہ شرڌا سان پورڻ پرش هنن مٿي چِيل ڌرمہ ميہ امرت کي نشڪام ڀاوَ سان چڱيءَ طرح وهنوار ۾، آچرڻ ۾ پاڻ کي ٿپي ٿاهي ٿو، اُهو ڀڳت مونکي تمام پيارو آهي. هاڻي سمرپڻ سان گڏ هن ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ تمام شپ آهي، چاڪاڻ تہ اُنجي هاچي لاپ جي ذميواري اهو اِشٽ ستگرو پنهنجي مٿان کڻي ٿو وٺي. هتي شري ڪرشڻ سوروپ اسٿت مهاپرش جا لڪشڻ ٻڌايا ۽ اُنهن جي شرڻ ۾ وڃڻ لاءِ چيو ۽ انت ۾ پنهنجي شرڻ آچڻ جي پريرڻا ڏيئي اُنهن مهاپرشن جي سامهون پنهنجو پاڻ لاءِ گ هوشڻا ڪئي. شري ڪرشڻ هڪ يوگي، مهاتما هئا.

هن اڌياءَ ۾ ڀڳتيءَ کي سريشٽ ٻڌايو ويو، تنهنڪري هن اڌياءَ جو نام ڪرڻ ’’ڀڳتي يوگہ‘‘ سان سنگت آهي.

اوم تَتِسَدِتيِ شريمَدَ ڀگوتگيتا سوُ پَنِشَتِسوُ برهم ودیا یام یوگشاسِترِي شري ڪرشڻ ارجن سموادي ”ڀَڪتيِيوگو“ نام دیواڊشو ڏِيايَهہ - ١١ ١٢ ١١

ان طرح شريمد ڀگودِ گيتا روپي ايوَمِ برهم وديا يوگ شاستري وِشَيڪ شري ڪرشڻ ۽ ارجن جي سنواد ۾ ”ڀڳتي يوگہ“ نامڪ ٻارهون اڌياءُ پورو ٿئي ٿو.

اِتي شريِمَتِپَرَمَهنس پَرِمانَنَدَسِيہَ شِشِيہَ سوامي اڙگڙا نند ڪِرتي شريمد ڀَڳوِدِ گيِتا ياهَہ يٿارٿَ گيتا ڀاشَيي ”ڀڳتي يوگو“ نام دوادشو ڏِيايَهہ ١١ ١٢ ١١

١١ هري اوم تَتِ سَتِ ١١

# ۱۱ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَھَہ ۱۱

## اَٿ تِريودشو ڌيايَھ

گيتا جي شروع ۾ ئي ڌتراشٽر سوال ڪيو هو تہ، سنجيہ ! ڌرم کيتر ۾ توڙي ڪُرو کيتر ۾ يڌ جي اڇا سان گڏ ٿيل منهنجا ۽ پانڊو- پٽن ڇا ڪيو؟ اڇا تائين اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اُهو کيتر آهي ڪٿي؟ پر جن مهاپرشن جنهن کيتر ۾ يڌ ٻڌائي، پاڻ ئي اُن کيتر جو ڏنل اڌياءَ ۾ نِرنَيہَ ڏين ٿا تہ اهو کيتر حقيقت ۾ آهي ڪٿي؟

**श्रीभगवानुवाच**

**इदं शरीरं कौन्तेय क्षेत्रमित्यभिधीयते।**

**एतद्यो वेत्ति तं प्राहुः क्षेत्रज्ञ इति तद्विदः ।।१।।**

**شري ڀڳوان اُواچ**

**''اِدمِ شَريرَ ڪؤنتييہَ کيتِرَ مِتيَيڀِڌِييَتي**

**ايتدِيو ويتيِ تَمِ پِراهوُھہ کيتر گيہ اِتيِ تَدِوِدَھہَ (۱)**

ڪونتيہَ ! هيءُ شرير ئي کيتر آهي ۽ ان کي جو چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو، اُهو کيترگيہ آهي. اُهو اُن ۾ ڦاٿل نہ آهي بلڪ اُنکي هلائيندڙ آهي. ائين اُن تَتوَ کي ڄاڻڻ وارن مهاپرشن چيو آهي.

شرير تہ هڪ ئي آهي، ان ۾ ڌرم کيتر ۽ ڪُرکيتر هي ٻہ کيتر ڪيئن؟ حقيقت ۾ هن هڪ ئي شرير ۾ انترال ۾ انتهڪرڻ جون ٻہ پرورتيون جهونيون آهن، اصل ڪان آهن. هڪ تہ پرم ڌرم پرماتما م پرويش ڏيارڻ واري پٽيميي پرورتي دَيوي سمپد آهي ۽ ٻي آسُري سَمپد-پليت جو نظر ئي جنهن ۾ گنل ٿيل آهي، جيڪو نشور شرير سنسار ۾ وشواس ڏياري ٿي، جڏهن آسري سمپد وڌي وڃي ٿي، تہ اُهو ئي شريرڪُرو کيتر

ٻنهي وچي ٿوءِ اُنهيءَ ئي شرير ۾ انترال ۾ جڏهن ڏَئوي سمپد واڌ ٿئي ٿي ته اُهو ئي شرير ڌرم ڪيتر چوائي ٿو. هيءُچڙهڻ ۽ لهڻ لڳو رهندو آهي، پر تُتِوَ درشي مهاپرش جي سنگت ۾ جڏهن ڪوئي اَنِيه ڀڳتيءَ دواران آراڌنا ۾ پرورت ٿيندو آهي، ته ٻنهي پرورتين ۾ پڪ ئي پڪ يڌ جي شروعات ٿي ويندي آهي- سلسلي ۾ دئوي سمپد جو مٿي چڙهڻ ۽ آسُري سمپد جو شمن (ناس) ٿي وڃي ٿوآسري سَمپد جي ناس ٿيڻ ڪانپوءِ پرم جي درشن جي اوسٿا اچي ٿي. درشن ٿيڻ سان ئي ڏَئوي سمپد جي ضرورت سماپت ٿيويندي آهي. هاڻي هو ٻه پرماتما ۾ پاڻيهي لِين ٿي وڃي ٿي. يڳن ڪرڻ وارو پرش پرماتما ۾ پرويش پائي وٺندو آهي.

يارهين اڌياءَ ۾ ارجن ڏٺو ته ڪؤرِوَ پڪش ڪانپوءِ پانڊوَ پڪش جا يودا ٻه يوگيشور ۾ ولين ٿيندا ٿي ويا. ان وِلَيَه ڪانپوءِ پرش جو جيڪو سوروپ آهي اُهو ئي ڪيتر گيه آهي اڳيان ڏسو-

क्षेत्रज्ञं चापि मां विद्धि सर्वक्षेत्रेषु भारत।
क्षेत्रक्षेत्रज्ञयोर्ज्ञानं यत्तज्ज्ञानं मतं मम।।२।।

”ڪيترَگيَمِ چاپِي ماِم وِدِي سَروَ ڪيتِرَ يشوُ ڀارَت
ڪيتِرَ ڪيتَر گيورِ گِيانَمِ يَتَجگيانَمِمتَمِ مَمَ “ (٢)

هي ارجن تون ڪيترن ۾ ڪيتر گيه مونکي ئي جاڻ معنيٰ مان ٻه ڪيتِر گِيه آهيان. جو هن ڪيتر کي جاڻي ٿو اُهو ڪيتر گيه آهي- اهڙو ان ساکيات جاڻڻوارا مهاپرش چون ٿا ۽ شري ڪرشڻ چون ٿا ته مان ٻه ڪيتر گيه آهيان ارٿات شري ڪرشڻ ٻه هڪ يوگيشور ئي هو. ڪيتر ۾ ڪيتر گيه ارٿات وڪارن سان گڏ پرڪرتي ۽ پرش کي تَتِوَ سان جاڻڻ ئي گيان آهي، اهڙو منهنجو ويچار آهي معنيٰ ساکياتڪار سهت انجي جاڻ جو نالو گيان آهي. سڪڻي بحث جو نالو گيان نه آهي.

तत्क्षेत्रं यच्च यादृक्च यद्विकारि यतश्च यत्।
स च यो यत्प्रभावश्च तत्समासेन मे शृणु।।३।।

”تَتڪيتِرم يَچ يادِر ڪيہ يَدِوَڪاري يتشچہ يَت
سَ چہَ يو يَتپِرَ ياوَ شِچ تَتِسَما سينَ مي شِرِڻُو (٣)

اهو کيتر جيئن آهي جو وڪارن وارو آهي ۽ جنهن ڪارڻ سان ٿيو آهي اهڙيطرح هو کيتر گيہ جو بہ آهي ۽ جنهن پرڀاوَ وارو آهي، اُهو سڀ مونکان ٿوري ۾ ٻڌ. معنيٰ کيتر وڪارن وارو آهي، ڪنهن ڪارڻ سان ٿيو آهي، جڏهن ڪِ کيتر گيہ فقط پرڀاوَ وارو آهي. مان ئي چوان ٿو- اهڙي ڳالهہ نہ آهي، رشي بہ چون ٿا.

ऋषिभिर्बहुधा गीतं छन्दोभिर्विविधैः पृथक्।
ब्रह्मसूत्रपदैश्चैव हेतुमद्भिर्विनिश्चितैः।।४।।

”رشيڀِر بهوُڌا گيتَم چندو ڀِر وِوَڌئيھہ پِرٿَڪ
بِرَهَمَ سوُتِر پَد ئيشَچئيوَ هيتوُ مَدِ ڀِرونيشِچتَئيهہ “ (٤)

هيءُ کيتر ۽ کيتر گيہ جو تَتوَ رشين دوارا گهڻن پرڪارن سان ڳايو ويو آهي، جدا جدا پرڪارن سان ويدن جي منترڻا دواران گڏ ۽ صحيح برهم سوتر جي جملن دواران بہ اهو ئي چيو ويو آهي. ارٿات ويدانت، مهرشي، برهم سوتر ۽ اسين هڪ ئي ڳالهہ چوندا پيا اچون. شري ڪرشڻ بہ اُهو ئي چون ٿا م، جو هنن سڀني چيو آهي. ڇا شرير (کيتر)ايترو ئي آهي، جيترو ڏسڻ ۾ ٿو اچي؟ ان تي چون ٿا-

महाभूतान्यहङ्कारो बुद्धिरव्यक्तमेव च।
इन्द्रियाणि दशैकं च पञ्च चेन्द्रियगोचराः।।५।।

”مهاڀوُتا نِيَهنڪارو بڌيرَويَڪتَميو چ
اِندِرِياڻي دَشَئيڪم چہَ پَنچ چيندِرِ يگو چَراهہ “ (٥)

ارجن ! پنج مها ڀوت (ڌرتي، جل، باهہ، آڪاس، هوا) اهنڪار ٻُڌِي ۽ چِت )چت جو نالو نہ وٺي اُنکي اويڪت (اڻڏٺل)

پراپرڪرتي ڇيو ويو. ارٿات مول پرڪرتيءَ تي پرڪاش وڌو ويو. جنهن ۾ پراپرڪرتي بہ گڏيل آهي، مٿي ڇيل اشٽڌا مول پرڪرتي آهي) ۽ ڏهہ اندريون (اکيون، ڪن، نڪ، چمڙي، جڀ، سواد، هٿ، پير، اندريون عضوو ۽ گدا) هڪ من ۽ پنجن اندريُن جا وشيہ (روپ، رس، گنڌ، شبدءِ سپرش) ۽

इच्छाः द्वेष सुखं दुःखं सङ्घातश्चेतना धृतिः।
एतत्क्षेत्रं समासेन सविकारमुदाहृतम्।।६।।

اِڇاهہ دويشَ سُکمِ دُکمِ سنگهاتشيڇيتنا ڌِرتِيهہ
ايتَتِکيترِمِ سَماسينَ سَوِکار مُدآ هُيرتَمِ (٦)

اڇا، دويش، سکہ دکہ ۽ سڀ جو ميڙ استول ديهہ جو هيءُ پنڊ، چيتنا ۽ ڌيرج، ان طرح هيءُ کيتر وڪارن سان گڏ ٿوري ۾ چيو ويو. ٿوري ۾ اهو ئي کيتر جو سوروپ آهي. جنهن ۾ پوکيل پلو يا برو ٻج سنسڪارن جي روپ ۾ ايري ٿو. شريرئي کيتر. شرير ۾ گارو - مصالحو کهڙي شيءِ جو آهي؟ تہ اهيئي پنج تت، ڏهہ اندريون من وغيره، جهڙءَ ا لکشڻ مٿي ڳڻايا ويا آهن. انهن سيني جو مليل جليل پنڊ، شرير آهي. جيستائين وڪار رهندا تيستائين هيءُ پنڊ بہ روشن رهندو ان ڪري تہ سيني وڪارن سان بڻيو آهي. هاڻي اُن کيتر گيہ جو سوروپ ڏسون، جيڪو هن کيتر سان لپت نہ بلڪ اُن کان نورت آهي.

अमानित्वमदम्भिमहिंसा क्षान्तिरार्जवम्।
आचार्योपासनं शौचं स्थैर्यमात्मविनिग्रहः।।७।।

”اَمانِتِوَ مَدَمِڀِتُوَ مَهِنسا کيانِتي رارِ جَوَمِ ا
آچارِيوپاسَنَمِ شَئوُچَمِ سِتَئيرِ ماتِمَ وِنِگرَهَهہ اا (٧)

هي ارجن ! ماَن-اپماَن جو اڀاوَ، دمڀ آچرڻ جو اَڀاوَ، اهنسا (معنيٰ پنهنجي يا ٻئي ڪنهن جي آتما کي کشت نہ

ڏيڻ اَهنِسا آهي. اهنسا جو مطلب صرف ايترو ئي نہ آهي تہ ڪِئُلي کي نہ ماريو. شري ڪرشڻ چيو تہ پنهنجي آتما کي اڌوڳ تيءَ ۾ پهچائڻ هنسا آهي ۽ اُنجو واڌارو ئي شڌ اهنسا آهي. اهڙو پرش ٻين آتمائن جي واداري ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي، هنجي شروعات ڪنهن کي چوٽ نہ پهچائڻ سان ٿئي ٿو. اهو هنجو هڪ انگہ-پرتينگہ (عضوو)آهي هاٽي ڪميا ياوَ، من واٽيءَ جي سرلتا، آچاريہجي اُپاسنا مطلب شرڌا - يڳتيءَ سان گڏ ستگروءَ جي شيوا ۽ اُنهن جي اُپاسنا، پوترتا، انتهڪرڻجي استرتا، من ۽ اندرين سميت شرير کي ضابطي ۾ رکڻ ۽

इन्द्रियार्थेषु वैराग्यमनहङ्कार एव च।
जन्ममृत्युजराव्याधि दुःखदोषानुदर्शनम्।।८।।

”اِندرِ يارِ ٿيشوُ وَئِراڳيَمَنَهنڪار ايوَ چہَ
جَنمَہِ مِرتيوُ جَرا وياڌِي دُکَدو شانوُ دَرِ شَنَمِ (٨)

هن لوڪ ۽ پرلوڪ جي ڏنل - ٻڌل يوڳن ۾ آسڪتي (موهہ) جو اياءُ، اَهمِ جو اياءُ، جنم مرتيو، ٻڍاپو، روڳہ ۽ پوڳہ وغيره ۾ دک دوش جو وري چنتن ڪرڻ.

असक्तिरनभिष्वङ्गः पुत्रदारगृहादिषु।
नित्यं च समचित्तत्वमिष्टानिष्टोपपत्तिषु।।९।।

”اَسَڪتيِرَ نيِيِشونگهہَ پُترداد گِرهاديشوُ
نِتيَمِ چہَ سَمَچِتَتوَ مِشٽا نِشٽو پَپَتيشوُ (٩)

پُتر، استري ڏن ۽ گهر وغيره ۾ موهہ نہ هئڻ، پيارو يا اڻوڻندڙ جي پراپتيءَ ۾ چت جو سدائين هڪجهڙو رهڻ (ڪيتر گيہ جي ساڌنا استري - پٽ وغيره گرهستيءَ جي حالتن ۾ ئي شروع ٿئي ٿي جو

मयि चानन्ययोगेन भक्तिरव्यभिचारिणी।
विविक्त देशसेवित्वमरतिर्जन संसदि।।१०।।

’’مَيِي چانَنِيَيوگين ڀَڪتِيرَ وِيِيڀِچارڻِي ।
وِوِڪتِ ديشَسيوِ تُوَمَرِ تِيرِجن سَنسَدِي ।। (١٠)

مون ۾( شري ڪرشڻ هڪ يوگي هو معنيٰ اهڙي ڪنهن مها پرش ۾) آننيہ يوگہ سان ارٿات يوگہ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ سمرڻ نہ ڪندي، اوِيَڀِچارڻي ڀڳتي (اِشت ڪانسواءِ ڪنهن چنتن جو نہ اچڻ) ايڪانت اسٿان ۾ رهڻ، منشن جي ميڙ ۾ رهڻ جو موهہ(آسڪتي) جو نہ هئڻ- تٿا-

अध्यात्मज्ञाननित्यत्वं तत्त्वज्ञानार्थदर्शनम् ।
एतज्ज्ञानमिति प्रोक्तमज्ञानं यदतोऽन्यथा।।११।।

’’اَڌِياتمِگيا نَنِتِيَتُوَمِ تَتوَ گِيانارِ ٿَدَرِ شَنَمِ
ايتَجگيا نمِتي پروڪتَمَگِيا نَمِ يَدَ تو نِيَٿا (١١)

آتما جي حڪومت وارا گيان ۾ هڪ رس اسٿتي ۽ تَتِوَ گيان جي ارٿ سوروپ پرماتما جو ساڪياتڪار - اهو سڀ تہ گيان آهي ۽ هن کان جو ابتڙ آهي، اهو سڀ اگيان آهي - ائين چيو ويو آهي. هن پرم تَتِوَ پرماتما جي ساڪياتڪار سان گڏ ملڻ واري ڄاڻ جو نالو گيان آهي. (اڌياءُ چوٿين ۾ هنن چيو هوتہ يگيہ جي پورتيءَ ۾ يگيہ جيڪو باقي ڇڏي ٿو ان گيان امرت جو جيڪو جل پئي ٿو، ڪاڏو ڪائي ٿو، يا دل جي شڪل وارو پن واپرائي ٿو ائين ڪرڻ وارو سناتن برهم ۾ پرويش پائي وڃي ٿو. هاڻي برهم برهم جي ساڪياتڪار سان گڏ ملڻ واري جانڪاري گيان آهي. هتي بہ ائين ئي چون ٿا تہ تتِوَ سوروپ پرماتما جي ساڪياتڪار جو نالو گ يان آهي) انجي اُبتڙ سڀ اگيان آهي. امانِتِوَ وغيره مٿي چيل لڪشڻ گيان جا پورڪ آهن- اهو سوال پورو ٿيو.

ज्ञेयं यत्तत्प्रवक्ष्यामि यज्ज्ञात्वामृतमश्नुते।
अनादिमत्परं ब्रह्म न सत्तन्नासदुच्यते।।१२।।

”ڄِيئِيَمِ يَتَتِپِرَوَ ڪِشيامِي يَجِڄِياتوامِرِ تَمَشِنُتي
انادي مَتِپَرَمَ بِرَهمَ نَ سَتَنا سَدُچِيَتي (۱۲)

ارجن جو ڄاڻڻ يوڳيہ آهي يا جنهن کي ڄاڻي مرڻ ڌرما منش امرت تَتوِ کي پراپت ٿئي ٿو. هن کي سنو پرڪار چوندس. هو آدي رهت پر برهم نہ ستِ چيو وڃي ٿو ۽ نہ اَستِ چيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ تہ جيستائين هو الڳہ آهي، تيستائين هو سَتِ آهي ۽ جڏهن منش اُن ۾ سمائجي ويو تہ ڪير ڪنهن کي چوي. هڪ ئي رهجي وڃي ٿو، ٻئي جي جهلڪ ئي نہ آهي. اهڙي حالت سان اُهو برهم نہ سَتِ آهي نہ اَستِ آهي، بلڪ هو جهڙو پاڻ سهج آهي، اُهو ئي آهي.

सर्वत:पाणिपादं तत्सर्वतोऽक्षिशिरोमुखम्।
सर्वत:श्रुतिमल्लोके सर्वमावृत्य तिष्ठति।।१३।।

”سَرِوَتَهہَ پاڻِپا دَمِ تَتِسَرِوَ تو ڪِشِرو مُکمِ
سَرِوَتَهہَ شِروتي مَلِلوڪي سَروَماوِرِتيہَ تِشنَتِي “ (۱۳)

هو برهم سيني طرفن کان هٿن پيرن وارو، سڀ پاسي کان اکيون - سِرَ ۽ منهن وارو ۽ سڀ طرفن کان ڪنن وارو آهي، ٻڌڻ وارو آهي، ڇاڪاڻ تہ هو سڀ ڪنهن کي وياپت ڪري اِشت آهي.

सर्वेन्द्रियगुणाभासं सर्वेन्द्रियविवर्जितम्।
असक्तं सर्वभृच्चैव निर्गुणं गुणभोक्तृ च।।१४।।

”سَرِوينِدِرِ يِڱُڻا ياسَمِ سَرِوينِدِرِيَوِوَرِجِتَمِ
اَسِڪتَمِ سَرِوَ پِرِچئيوَ نِرِڱُڻَمِ ڱُڻَيوِڪتِرِ چہَ “ (۱۴)

هو سمپورڻ اندرين جي وشين کي ڄاڻڻ وارو آهي، پوءِ بہ سيني اندرين کان رهت آهي. هو آسڪتي رهت، ڱڻن کان نيارو هجڻ تي بہ سيني کي ڌارڻ وارو ۽ پالڻ ڪرڻ وارو آهي ۽ سيني ڱڻن کي يوڳڻ وارو آهي ارٿات هڪ- هڪ ڪري سيني ڱڻن کي پاڻ ۾ لئہ ڪري ڇڏي ٿو. جيئن شري ڪرشڻ

چئي آيا آهن تہ يگيہ ۽ تپ کي ڀوڳڻ وارو مان آهيان. ڀڇاريءَ ۾ سمپورڻ گڻ مون ۾ وِليِن ٿي وڃن ٿا.

**बहिरन्तश्च भूतानामचरं चरमेव च।**
**सूक्ष्मत्वात्तदविज्ञेयं दूरस्थं चान्तिके च तत्।।१५।।**

”بَهِرَنتَشِچہ ڀُوتانامَچَرَ مِ چَرَ ميوَ چہَ
سوُکشَمَ تواتَدَوِ گيييَمِ دوُرَسِٿَمِ چانِتِکي چہَ تَتِ“ (١٥)

اُهو برهم سڀني جيوڌارين جي ٻاهر - اندر پريپورڻ آهي. آهي . چَرَ آچَرَ روپ بہ اُهو ئي آهي. سوکيم هئڻ ڪري هو ڏسڻ ۾ نٿو اچي، اوِگيييہَ آهي، من اندرين ڪان پري آهي ۽ تمام ويجهو ۽ دور بہ اُهو ئي آهي.

**अविभक्तं च भूतेषु विभक्तमिव च स्थितम्।**
**भूतभर्तृ च तज्ज्ञेयं ग्रसिष्णु प्रभविष्णु च।।१६।।**

”اَوِڀِڪتَمِ چہَ ڀوُتيشو وِڀِڪتَموَ چہ سِٿَتَمِ ا
ڀوُتُرِ ڀَتَرِ چہَ تَجگيييَمِ گِر سِشٽُوُ پرَ ڀَوِشٽُوُ چہ“ (١٦)

اڻ ونڊٽو هوندي بہ هو سمپورڻ چراچر ڀوتن (پراڻين) ۾ الڳہ الڳہ هوندي بہ سدرشيہ پرتيت ٿيندو آهي، ڀاسندو آهي. هو ڄاڻڻ يوگيہ پرماتما سڀني ڀوتن کي اتپن ڪرڻ وارو، پالڻ پوشڻ ڪرڻ وارو ۽ انت ۾ ناس ڪرڻ وارو آهي هتي ٻاهرئين ۽ اندرئين ٻنهي پاوَن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي. جيئن ٻاهر جنم اندر جاڳرتي، ٻاهر پالڻ ۽ اندر مدد، سهاري جو نرواهہ، ٻاهر شرير جو پريورتن (بدلاءُ) اندر سڀ ڪجهہ جو ملڻ ارٿات ڀوتن جي اُتپتي جي ڪارڻن جو لئہ ٿيڻ ۽ لئہ ٿيڻ سان گڏ ئي پنهنجي سروپ کي پراپت ٿي وڃي ٿو. اهي سڀ اُن برهم جا لڪشڻ آهي، نشانيون آهن.

**ज्योतिषामपि तज्ज्योतिस्तमसः परमुच्यते।**
**ज्ञानं ज्ञेयं ज्ञानगम्यं हृदि सर्वस्य विष्ठितम्।।१७।।**

”جيو تيشامپي تَجِجيو تِستَمسَهءَ پَرَمُچيَتي
گيانَمِ گِييمَِ گِيانَگَميَمِ هِردي سَروَ سِيهءَ وِشِنِتمِ“ (١٧)

اُهو گِييه برهم جوتين جي به جوت آهي، اوندهه کان تمام پري چيو وڃي ٿو. هو پورڻ گيان سروپ آهي، پورڻ گياتا آهي، ڄاڻڻ لائق آهي ۽ گيان دواران ئي پراپت ٿيڻ وارو آهي. ساکياتڪار سان گڏ ملڻ واري ڄاڻ جو نالو گيان آهي. اهڙي ڄاڻ دواران ئي اُن برهم جو پراپت ٿيڻ ممڪن آهي. هو سڀني جي هردي ۾ استٿ آهي. هن جو نواس آستان هردو آهي. ٻين هنڌ ڳولهڻ سان هو نه ملندو. تنهنڪري هردي ۾ ڌيان ۽ يوگ آچرڻ دواران ئي اُن برهم جي پراپتيءَ جو وڌان آهي، طريقو آهي.

इति क्षेत्रं तथा ज्ञानं ज्ञेयं चोक्तं समासतः।
मद्भक्त एतद्विज्ञाय मद्भावायोपपद्यते।।१८।।

”اِتي کيتِرَمِ تَٿاگيانَمِ گِييهءَ چوڪِتَمِ سَماسَتَهءَ
مَدِ ڀِڪَت ايتَدِ وِگيا يه مَدِ ڀاوايو ڀَپَدِ يتي“ (١٨)

هي اَرجن! بس اِيترو ئي کيتر ۽ ڄاڻڻ يوگيه پرماتما جو سوروپ توري ۾ چيو ويو آهي. ان کي ڄاڻي منهنجو ڀڳت منهنجي ساکيات سوروپ کي پراپت ٿيندو آهي. اڃا تائين يوگ يشور شري ڪرشن جنهن کي کيتر چيو هو، اُن کي پرڪرتي ۽ جنهن کي کيترگيه چيو هو، اُن کي هاڻي پرش شبد ۾ اشارو ڏنو آهي.

प्रकृतिं पुरुषं चैव विद्ध्यनादी उभावपि।
विकारांश्च गुणांश्चैव विद्धि प्रकृतिसम्भवान्।।१९।।

”پِرَڪِرتِمِ پُرُشَمِ چَئيوَ وِڌينادي اُڀاوَپي
وِڪارانِشچه گُڻانِشچئيوَ وِدِ پِرَڪِرتيسَمڀوان“ (١٩)

هيءَ پرڪرتي ۽ پُرش ٻئي ئي انادي ڄاڻ ۽ سمپورڻ وڪار ترگُڻميي پرڪرتي مان ئي اُتپن ٿيل ڄاڻ.

कार्यकरणकर्तृत्वे हेतुः प्रकृतिरुच्यते।
पुरुषः सुखदुःखानां भोक्तृत्वे हेतुरुच्यते।।२०।।

ڪاريڪرٽڪرتِرتِوي هيتوُهـ پرڪرتي رُڇيَتي
پُرُشَهـ سُکدُکانامِ ڀوڪتِرتِوي هيتُرُڇيَتي (٢٠)

ڪاريہ ۽ ڪرڻ (جنھنجي دواران ڪاريہ ڪيا وڃن ٿا، وويڪ ويراڳ وغيره توڙي اشڀ ڪاريہ ڪرڻ سان ڪام، ڪروڌ وغيره ڪارڻ آهن) کي اُتپن ڪرڻ ۾ ڪارڻ پرڪرتي چئي وڃي ٿي ۽ هيءُ پرش سکن ڏکن کي ڀوڳڻ ۾ ڪارڻ چيو وڃي ٿو. سوال اُٿي ٿو تہ ڇا هو ڀوڳتائي رهندو يا اُن کان ڪڏهن ڇوٽڪارو بہ ملندو؟ جڏهن پرڪرتي پرش ٻئي ئي انادي آهن، تڏهن ڪوئي ان کان ڇٽندو ڪيئن؟ ان تي چون ٿا

पुरुषः प्रकृतिस्थो हि भुङ्क्ते प्रकृतिजान्गुणान्।
कारणं गुणसङ्गोऽस्य सदसद्योनिजन्मसु।।२१।।

”پُرُشِهـ پرڪتيِستوهي ڀُڱڪتي پرڪرتيجا نِگُڻانِ
ڪارَڻَمِ گُڻَسَنگوسِيہَ سَدَ سَدِيونِجَنِمَسوُ (٢١)

پرڪرتيءَ جي وچ ۾ ڪڙو ٿيل پُرش ئي پرڪرتي مان اُتپن ٿيل گڻن جي ڪاريہ روپ پدارٿن کي ڀوڳي ٿو ۽ اُنهن گڻن جو سنگہ ئي جيو آتما جي سنين توڙي بُرين جوٽين ۾ جنم وٺڻ جو ڪارڻ آهي. هيءُ ڪارڻ ارٿات پرڪرتيءَ جو سنگہ سماپت ٿيڻ تي ئي جنم مرڻ کان مڪتي ملي ٿي. هاڻي اُن پرش تي روشني وجهن ٿا تہ ڪهڙي پرڪار پرڪرتي ۾ بيٺو آهي؟

उपद्रष्टानुमन्ता च भर्ता भोक्ता महेश्वरः।
परमात्मेति चाप्युक्तो देहेऽस्मिन्पुरुषः परः।।२२।।

”اُپَدِرِشٽانوُمَنتا چَہ ڀَرتا ڀوڪتا مَهيشِوَرَهـ
پَرَماتِميتي چاپيُڪتو ديهي سِمَنپُرُشَهـ پَرَهـ “ (٢٢)

اُهو پرش آتمڪ راهہ ۾ هرديہ ديش ۾ تمام ئي ويجهو، هٿ پير من جيترو توهانجي ويجهو آهي. اُن کان وڌيڪ ويجهو درشٽا جي روپ ۾ اسٿت آهي. هن جي پرڪاش ۾

توهين پلو ڪريو يا برو ڪيو. هن جو ڪو واسطو نہ آهي ، پريوجن نہ آهي. هو ساڪشي (شاهد) جي روپ ۾ بيٺو آهي. ساڌنا جو صحيح سلسلو پڪڙ ۾ اچڻ تي پتڪ ڪجهہ مٿي اُٿيو ۽ جي وڌيو تہ درشٽا پرش جي ليول بدلجي ٿي وڃي، هو ”اَنوُنَنِتا“ انومتي داخلا جي موڪل پردان ڪرڻ لڳي ٿو، انيوَ ڏيڻ لڳي ٿو. ساڌنا دواران اڃا وڌيڪ ويجهو پهچڻ سان اُهو ئي پرش ”پَرِتا“ بڻجي پالڻ پوشڻ ڪرڻ لڳي ٿو. جنهن ۾ توهانجي مدد جي بہ ويوستا ڪري ڇڏي ٿو. ساڌنا اڃا سوکيم ٿيڻ تي ”ڀوڳتا“ ٿي وڃي ٿو. ”يوڪتارم يگيہ تَپَسام“ يگيہ، تپ جيڪو بہ بڻجي اچي، سڀ کي اهو پرش گرهڻ ڪري وٺندو آهي. ان کان پوءِ واري اوسٿا ۾ ”مَهيشوَرَهہ“ مهان ايشور جي روپ ۾ سڃاتو ويندو آهي. هو پرڪرتيءَ جو سوامي بڻجي ويندو آهي؛ پر اڃا ڪٿي پرڪرتي جيوتِ آهہ، جيئري آهي تڏهن ان جو مالڪ آهي. ان کان بہ اوچي اوسٿا ۾ اُهوئي پرش ”پرماتميت ڇاپيُڪتو“ جڏهن پرم ۾ ملي وڃي ٿوتڏهن پرماتما چوائي ٿو. ان طرح شرير ۾ رهندي بہ هيءُ پرش آتما ”پَرَهہ“ ئي آهي، سڄو هن پرڪرتيءَ کان پري ئي آهي. فرق ايترو ئي آهي تہ شروعات ۾ هوُ درشٽا جي روپ ۾ هو، سلسليوار واڌارو ٿيندي ٿيندي پرم جو سپرش ڪري پرماتما جي روپ ۾ ظاهر ٿي ٿو وڃي.

**य एवं वेत्ति पुरुषं प्रकृतिं च गुणैः सह।**
**सर्वथा वर्तमानोऽपि न स भूयोऽभिजायते।।२३।।**

”يہَ ايوَم ويتِ پُرُشَم پرِڪرِتيم چہ گُڻَئيهہ سَهہ
سَرِوَٿا وَرِتمانو پِ نہَ سَ ڀوُيوڀِجايَتي (٢٣)

ان طرح پرش کي ۽ گڻن سان گڏ پرڪرتي کي جو منش ساڪياتڪار سان گڏ سمجهن ٿا. ڄاڻي ٿا وٺن، اُهي سڀ پرڪار

سان هلت هلندي به وري نٿو جيمي معنيٰ اُن جو پنر جنم نٿو ٿئي. اهائي مڪتي آهي. اڃا تائين يوگيشور شري ڪرشڻ برهم ۽ پرڪرتي جي ظاهر ڄاڻ سان گڏ ملڻ واري پرم گتي ارٿات اُنجو پنر جنم جي نورتيءَ تي روشني وڌي ۽ هاڻي هو اُن يوگ تي زور ڏين ٿا جنهنجي پرڪريا آهي آراڌنا، چاڪاڻ ته ان ڪرم کي ڪاريه جوروپ ڏيڻ بنا ڪوئي پائي نٿو.

ध्यानेनात्मनि पश्यन्ति केचिदात्मानमात्मना।
अन्ये साङ्ख्येन योगेन कर्मयोगेन चापरे।।२४।।

”ڌِيانيناتِمَني پَشيَنتي ڪيچِدِاتِما نَماتِمَنا
اَنيي سانِکييَن يوگينَ ڪَرِمَ يوگينَ چاپرِ “ (٢٣)

هي ارجن! اَن ”آتمانَمِ“ پرماتما کي ڪيترائي منش ته ”آتمنا“ پنهنجي انتر چنتن سان ڌيان دواران ”آتمني“ هرديه ديش ۾ ڏسندا آهن. ڪيترا سانکيه يوگ جي دواران (ارٿات پنهنجي شڪتيءَ کي سمجهندي اُنهي ڪرم ۾ پرورت ٿيندا آهن. هن هلندڙ شلوڪ ۾ مکيه ساڌن آهي ڌيان. اُن ڌيان ۾ لڳڻ جي لاءِ سانکيه يوگ ۽ نشڪام ڪرم يوگ به ڌارائون آهن.

अन्ये त्वेवमजानन्तः श्रुत्वान्येभ्य उपासते।
तेऽपि चातितरन्त्येव मृत्युं श्रुतिपरायणाः।।२५।।

”اَنِيي تِويوَمَجانَنتَهه شُرتوانِييِييه اَپاستي
تي پي چاتِتَرَنتِييوَ مِرتيوُمِ شُرتيپرايڻ“ (٢٥)

پَرنتو ٻيا، جن کي ساڌنا جو گيان نه آهي، اُهي ان پرڪار نه ڄاڻندي ”اَنِيييَهه“ ٻيا جي تَتِوَ کي ڄاڻڻ وارا مهاپرش آهن، اُنهن جي دواران ٻڌي ئي اُپاسنا ڪن ٿا ۽ اُهي ٻڌڻ جي آڌارت پرش به مرتيو روپي سنسار ساگر مان نرشنڪا تري وڃن ٿا. هاڻي ڪجهه به پار نه لڳي ته ستسنگ ڪن.

**यावत्सञ्जायते किञ्चित्सत्त्वं स्थावरजङ्गमम्।**
**क्षेत्रक्षेत्रज्ञसंयोगात्तद्विद्धि भरतर्षभ।।२६।।**

''ياوَتِسَنجايَتي ڪِنچِتِسَتوَمِ سِٿاوَرَجَنگَمَمِ
ڪيتِرِ ڪيتِرِگيَہ سَنيوگاتِتَدِ وِدّي ڀَرَتَرِشَڀَ '' (٢٦)

هي ارجن! ياونماتر جو ڪجھ بہ اسٿاور جنگم وستو پيدا ٿين ٿيون. اُنهن سڀني کي تون ڪيتر ۽ ڪيترگيہ جي سنجوڳ ہ سان پيدا ٿيل ڄاڻ. پراپتي ڪڏهن ٿيندي ان تي چون ٿا.

**समं सर्वेषु भूतेषु तिष्ठन्तं परमेश्वरम्।**
**विनश्यत्स्वविनश्यन्तं यः पश्यति स पश्यति।।२७।।**

''سَمَمِ سَرويشوُ ڀوُتيشوُ تِشٽنتَمِ پَرميشوَرَمِ
وِنَشيَتِسوَ وِنَشيَنِتَمِ يَھہ پَشيتي سَ پَشيَتِ '' (٢٧)

جو پرش وشيش روپ سان نشٽ ٿيندي چراچر سڀني ڀوتن ۾ ناش رهت پرميشور کي سَمَ ڀاوَ سان اسٿت ڏسي ٿو، اهوئي سچ پچ ڏسي ٿو. ارٿات ان پرڪرتيءَ کي خاص روپ سان نشٽ ٿيڻ تي بہ هو پرماتم سوروپ آهي. ان کان پهرين نہ. ان تي پنيان اڌياءَ اٺين ۾ بہ چيو هو ڀوُتياوِدِ ڀَوَڪرو وِسِرگَھہ ڪرم سنگيَتَھہ'' ڀوتن جا اُهي ڀاوَ جي (ڀلا هجن يا بُرا) ڪجھ بہ سنسڪار وري رچنا ڪن ٿا، اُن جو متجي وڃڻ ئي ڪرمن جي چرم سيما آهي. ان وقت ڪرم پورڻ آهن. اُهو هتي بہ چون ٿا تہ جو چراچر ڀوتن کي نشٽ ٿيندو ۽ پرميشور جو سَمَ ڀاو ۾ اسٿت ڏسي ٿو، اُهوئي صحيح ڏسي ٿو.

**समं पश्यन्हि सर्वत्र समवस्थितमीश्वरम्।**
**न हिनस्त्यात्मनात्मानं ततो याति परां गतिम्।।२८।।**

''سَمَمِ پَشيَنِھہ سَروتِرَ سَموسِٿِتمِيشوَرمِ
نہَ هِنَسِتِياتِمناتِمانَمِ تَتو ياتي پَرامِگَتِمِ '' (٢٨)

چاڪاڻ تہ اُهو پرش سڀ ڪجهہ سَمَ ڀاوَ سان اسٿت پرميشور کي سمان (جيئن آهي، تيئن ئي سمان) ڏسندي پنهنجي دوارا ان پاڻ کي نشٽ نٿو ڪري. چاڪاڻ تہ جيئن هو، تيئن ئي هن ڏنو تنهنڪري اُهو پرم گتي کي پراپت ٿئي ٿو. پراپتي واري پرش جا لڪشڻ ٻڌائين ٿا:

**प्रकृत्यैव च कर्माणि क्रियमाणानि सर्वशः।**
**यः पश्यति तथात्मानमकर्तारं स पश्यति।।२९।।**

’’پرِڪرِتيَئيوَ چہ ڪَرماڻي ڪِريَماڻاني سَروَشَهہ
يَهہ پَشِيَتي تَٿاتِمانَمَڪَرِتارَمِ سَ پَشِيَتي (٢٩)

جو پرش سمپورڻ ڪرمن کي هر پرڪار سان پرڪرتي دوارا ان ئي ڪندو ڏسي ٿو معنيٰ جيستائين پرڪرتي آهي تيستائين ڪرمن جو هئڻ ڏسي ٿو ۽ آتما کي اڪرتا ڏسي ٿو، اُهوئي يٿارٿ ڏسي ٿو. سچ پچ ڏسي ٿو.

**यदा भूतपृथग्भावमेकस्थमनुपश्यति।**
**तत एव च विस्तारं ब्रह्म सम्पद्यते तदा।।३०।**

’’يدا ڀوُتَپرِ ٿڳڀاوَ ميڪَسِٿَمَنوُ پَشِيَتي
تَتَ ايوَ چہ وِستارَمِ بِرَهَمَ سَمپَدِيتي تدا‘‘ (٣٠)

جنهن ڪال ۾ منش ڀوتن کي نياري نياري ڀاوَن ۾ هڪ پرماتما کي هلندي اسٿت ڏسي ٿو تيئن ئي اُن پرماتما سان ئي سمپورڻ ڀوتن جو وستار ڏسي ٿو، اُن وقت هو برهم کي پراپت ٿئي ٿو جنهن پَلَ ۾ هيءَ اوسٿا اچي ويئي، اُن کَن هو برهم کي پراپت ٿئي ٿو. اهو لڪشڻ بہ اسٿتپرگيہ مهاپرش جو ئي آهي.

**अनादित्वान्निर्गुणत्वात्परमात्मायमव्ययः।**
**शरीरस्थोऽपि कौन्तेय न करोति न लिप्यते।।३१।।**

’’اَنادِتِوانِنِر گُڻَتواتپَرماتِمايَمويَيَهہ
شَريرَ سِٿوپي ڪؤنِتيہَ نہَ ڪُروتي نہَ لِپيَتي‘‘ (٣١)

ڪؤنتييہ ! انادي هئڻ سان ۽ گڻاتيت هئڻ سان هيءُ اوناشي پرماتما شرير ۾ استٿت هوندي بہ واستوَ ۾ نہ ڪري ٿو ۽ نہ لپِت ئي ٿئي ٿو. ڪهڙي پرڪار؟

**यथा सर्वगतं सौक्ष्म्यादाकाशं नोपलिप्यते।**
**सर्वत्रावस्थितो देहे तथात्मा नोपलिप्यते।।३२।।**

”يٿاسَروَگتَمِ سَئوڪشِمياداڪاشَمِ نوپَلِپيَتي
سَرَوَ ترا وَستِٿتو ديهي تَٿاتما نوپَلِپيَتي“ (٣٢)

جنهن پرڪار وياپت ٿيل آڪاش سوکيم هئڻ جي ڪارڻ لپِت نٿو ٿئي، نيڪ ائين ئي سڄي ديهہ ۾ استٿت ٿيل آتما بہ گڻاتيت هئڻ ڪارڻ ديهہ جي گڻن ۾ لپِت نٿو ٿئي. اڳيان چون ٿا:

**यथा प्रकाशयत्येक: कृत्सनं लोकमिमं रवि:।**
**क्षेत्रं क्षेत्री तथा कृत्स्नं प्रकाशयति भारत।।३३।।**

”يٿا پرڪاشيَتييڪَهہ ڪرتِسنَمِ لوڪمِمَمِ رَوِهہ
ڪِشيترَمِ ڪشيتري تٿا ڪرتِسنَمِ پرڪاشَيتي ڀارت “ (٣٣)

ارجن ! جنهن پرڪار هڪ ئي سورج سمپورڻ برهمانڊ کي پرڪاشت ڪري ٿو، ساڳيءَ طرح هڪ ئي آتما سمپورڻ کيتر کي پرڪاشت ڪري ٿو. انت ۾ نرنَيہ ڏين ٿا:

**क्षेत्रक्षेत्रज्ञयोरेवमन्तरं ज्ञानचक्षुषा।**
**भूतप्रकृतिमोक्षं च ये विदुर्यान्ति ते परम्।।३४।।**

”ڪِشيترَ ڪِشيترَ گيوريوَ مَنترَمِ گيانچڪشُشا
ڀوُتَپرِڪرِتيموڪشَمِ چہ يَہ وِدُريانتي تي پَرَمِ“ (٣٤)

اهڙي طرح کيتر ۽ کيترگيہ جي ڀيد کي توڙي وڪارن سهت پرڪرتي کان ڇٽڻ جي اُپاوَ کي گيان روپي نيتر دواران ڏسي وٺن ٿا، اُهي مهاتماجن پر برهم پرماتما کي پراپت ٿين ٿا ارٿات کيتر-کيترگيہ کي ڏسڻ جي اکہ گيان آهي ۽ گيان ساکياتڪار جو ئي ٻيو اکر آهي.

## تاتپرج :

گيتا جي شروعات ۾ ڌرم کيتر ۽ ڪروُکيتر نالو نه ورتو ويو؛ پر اُهو کيتر حقيقت ۾ آهي ڪٿي؟ اها جڳهه ٻڌائڻ باقي هو، جنهن کي خود شاستر ڪار هن ڏنل اڌياءَ ۾ ظاهر ڪيو، ڪ ’ ونتيه !‘ هيءُ شرير ئي هڪ کيتر آهي. جو هن کي ڄاڻي ٿو، اُهو کيتر گيه آهي. هو اُن ۾ ڦاٿل نه بلڪ نرليپ آهي. هن جو هلائيندڙ آهي. ارجن! سيني کيترن ۾ مان به کيترگيه آهيان. ٻين مهاپرشن پنهنجي پيٽ ڪئي. اُن مان ظاهر ٿيو، سِڌ ٿيو ته شري ڪرشڻ به هڪ يوگي هو، ڄاڪاڻ ته جو ڄاڻي ٿو اُهو کيترگيه آهي. ائين مهاپرشن چيو آهي. مان به کيترگيه آهيان معنيٰ ٻين مهاپرشن وانگر مان به آهيان.

اُنهن کيتر جيئن آهي، جن وڪارن وارو آهي، کيترگيه جن اثرن وارو آهي، ان تي پرڪاش وڌو. مان ئي چوان ٿو اهڙي ڳالهه نه آهي، مهرشين به اهوئي چيو آهي. ويد جي چندن ۾ به ان کي ڌار ڌار ڪري ڏيکاريو ويو آهي. برهم سوتر ۾ به اُهو ئي ملي ٿو.

شرير (جيڪو کيتر آهي) ڇا ايترو ئي آهي، جيترو ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟ جنهنجي هئڻ جي پنيان جن جو تمام وڏو هٿ آهي، اُنهن کي ڳڻي ٻڌايو ته اڻن جي مول پرڪرتي، اڻ ظاهر پرڪرتي، ڏهه اندريون ۽ من، اندرين جا پنج وشيه، آشا، ترشنا ۽ واسنا، اهڙي طرح انهن وڪارن جو سڀ ميلاپ اهو شرير آهي. جيستائين هي رهندو، تيستائين شرير ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ رهندو ئي. اهوئي کيتر آهي، جنهن ۾ پوکيل ڀلو برو ٻج سنسڪار روپ سان وڌندو آهي. جيڪو هن جو انت پائي وني ٿو، اُهو کيترگيه آهي. کيتر گيه جو سوروپ ٻڌائيندي هنن ايشوريه گڻن ڌرمن تي روشني وڌي ۽ چيو ته

ڪيترگيه ان ڪيتر جو پرڪاشڪ آهي. هنن ٻڌايو ته ساڌنا جي پوري ٿيڻ واري ڪال ۾ پرمتَتِوَ پرماتما جو ظاهر درشن ٿئي گيان آهي. گيان جو ارٿ آهي ساڪياتڪار. ان ڪانسواءِ جو ڪجهه به آهي، اگيان آهي. ڄاڻڻ يوگيه وستو آهي اُتم برهم اُهو نه سَتِ آهي، نه اَستِ. انهن ٻنهي کان پري آهي. هن کي ڄاڻڻ لاءِ لوڪ هردي ۾ ڌيان ڪندا آهن، ٻاهر مورتي رکي نه. گهڻائي ماڻهو سانکيه ماڌيم سان ڌيان ڪندا آهن ته باقي نشڪام ڪرم يوگ، سمرپڻ سان گڏ اُن جي پراپتيءَلاءِ اُنهي مقرر ڪرم آرڌنا جو آچرڻ ڪندا آهن. جيڪي اُنجي وِڌي نٿا ڄاڻن، اُهي ماڻهو تَتِوَ استٿ مهاپرشن دواران ٻڌي آچرڻ ڪندا آهن. اُهي به پرم ڪلياڻ کي پراپت ٿي ويندا آهن، تڏهن به ڪجهه به سمجهه ۾ نه اچي، ته اُن جي ڄاڻندڙ مهاپرش جو ستسنگ ضروري آهي. استٿپرگيه مهاپرش جا لڪشڻ ٻڌائيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو ته جهڙي طرح آڪاش هرهنڌ هڪجهڙو رهندي به نرليپ آهي، جيئن سورج هرهنڌ پرڪاش ڪندي به نرليپ آهي نيڪ اهڙي طرح استٿپرگيه پرش سڀ ڪجهه سمَ ايشور کي جيئن آهي تيئن ڏسڻ جي سمرٿي وارو پرش ڪيتر سان توڙي پرڪرتي سان بلڪل نرليپ آهي. انت ۾ اُنهن نِرنيهَ ڏنو ته ڪيتر ۽ ڪيترگيه جي ڄاڻ گيان روپي نيترن دواران ٿئي ممڪن آهي. گيان، جيئن پهرين ٻڌايو ويو، ان پرماتما جي پرتڪش درشن سان گڏ ملڻ واري جانڪاري آهي. شاسترن کي گهڻو رٽي  دهرائڻ گيان ناهي بلڪ اُنهن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۽ مهاپرشن کان اُن ڪرم کي سمجهي، اُن ڪرم تي هلي من سان گڏ اندرين کي روڪي ۽ اُن نروڌ جي به ولَيه ڪال ۾ پرم تَتِوَ کي ڏسڻ سان گڏ جا انڀوتي ٿئي ٿي. اُن انڀُوٿي جو نالو گ

يان آهي. ڪِرِيا ضروري آهي. هن اڌيايہ ۾ مکيہ کيترگيہ جو وستار سان ورڻن ڪيو ويو. حقيقت ۾ کيتر جو سوروپ وياپڪ آهي. شرير جو سنبنڌ کيستائين آهي؟ تہ سچو برهمانڊ مول پرڪرتيءَ جو وستار آهي. اننت انترڪشون (گ هڻن ئي لوڪن تائين آسمان، چوڏاري وايومنڊل) تائين توهان جي شرير جو وستار آهي. اُنهن سان توهانجو جيون مضبوط ٿئي ٿو اُن بنا توهين جي نہ سگهندا. جيئرا رهي نہ سگهندا. هيءَ پوُمنڊل، وِشوَ جڳت، ديس، پرديس ۽ توهان جو هي ڏيکاري ڏسڻ وارو شرير اُن پرڪرتيءَ جو هڪ ٽڪرو بہ نہ آهي. ان طرح کيتر جو هن اڌياءَ ۾ وستار سان ورڻن آهي، هاڻي:

اوم تَتِسَدِ تي شري مدڀگود گيتا سُپَنِشَتِسوُ برهم وديايام يوگہ شاستري شري ڪرشڻارِجُن سَمِوادي کيتر کيترگيہ وڀاگہ يوگو نامَ تِرَيودشوڏِيايَهہ ۱۱۳۱۱۱

اهڙي طرح شريمد ڀڳوت گيتا روپي ' اُپنشد ۽ برهم وديا ۽ يوگشاستر وِشيڪ شري ڪرشڻ ۽ ارجن جي سنواد ۾ کيتر کيترگيہ وڀاڳہ يوگہ نالي تيرهون اڌياءُ پورو ٿئي ٿو.

اِتي شريمَتپرمهنس پرمانندسِيہ شِشيہ سوامي اڙگڙانندڪِرتي شريمد ڀگوتگيتايا هہ يٿارٿگيتا 'ڀاشيي' کيتر کيترگيہ وڀاڳہ يوگو ''نام تِرَيودشوڏيا يَهہ ۱۱

۱۱ هري اوم تَتِ سَتِ ۱۱

## ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

## اَٿ َچٽُرِدشو ڌيايَهَ

پهرين انيڪ اڌياون ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ گيان جو سوروپ ظاهر ڪيو. اڌياءِ ڇوٿين اوڻويهين شلوڪ ۾ ٻڌايو ته جنهن پرش دواران سمپورڻتا سان شروع ڪيل مقرر ڪرمن جو آچرڻ سلسليوار وڌڻ ٿيندي ٿيندي ايترو سوکيم ٿي ويو ته ڪامنا ۽ سنڪلپ جو پوري طرح شمن ٿي ويو، اُن وقت جنهن کي هو ڄاڻڻ چاهي ٿو اُنجي ظاهري انڀوتي ٿي ويندي آهي، اُن انڀوتيءَ جو نالو گيان آهي. تيرهين اڌياءَ ۾ گيان کي وستار سان ٻڌايو ”اڌِياتِمگيانَ نِتيِٽُوَمِ تَٽِوَ گياناِرٿ دَرِشنَمِ ا“

آتم گيان ۾ هڪ رس سان استٿي ۽ تَٽِوَ جي ارٿ سوروپ پرماتما جو کُليو درشن آهي. کيتر-کيترگيه جي ڀيد کي ڄاڻڻ سان گڏ ئي گيان آهي. گيان جو ارٿ شاستر ارٿ نه. شاسترن کي ياد ڪري وٺڻ به گيان نه آهي. اڀياس جي اُها اوستا گيان آهي جتي اُهو تَٽِوَ ڄاڻجي ٿو. پرماتما جو ساکياتڪار سان گڏوگڏ ملڻ واري انوڀوُتي جو نالو گيان آهي. ان جي اُبتر سڀ اگيان آهي.

ان طرح سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏڻ تي به هن ڏنل اڌياءَ چوڏهين ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا ته ارجن! انهن گ يانن ۾ به پرم اُتم گيان کي مان وري به تنهنجي لاءِ چوندس. يوگيشور اُن کي وري دهرائي رهيا آهن ڇاڪاڻ ته

”شاستر سُچِنتيت ٻُني ٻُني ڏيکيي ’’چگيءَ طرح چنتن ڪيل شاستر به وري وري ڏسڻ گهرجي. ايترو ئي نه، جيئن جيئن تون ساڌناپٿ تي پڪو ٿيندين، جيئن جيئن اُن اِشٽ ۾ پرويش پائيندين، تيئن تيئن برهم ۾ نئين نئين انوڀوتي ملندي. اها ڄاڻ ستگرو مهاپرش ئي ڏين ٿا. تنهنڪري شري ڪرشڻ چون ٿا ته مان وري به چوندس.

سُرِتِ (سمرتي) اهڙو پَٽَل آهي جنهن تي سنسڪارن جو نشانُ سدائين ٿيندو رهي ٿو. جيڪڏهن پٿڪ کي اِشٽ ۾ پرويش ڏيارڻ واري ڄاڻ ڍلي پئجي ٿي وڃي ته اُن سمرتي پٽل تي پرڪرتي پنهنجا نشان ڪندي رهي ٿي، جو وناش جو ڪارڻ آهي. تنهن ڪري ساڌڪ جيستائين پورڻ ٿئي تيستائين ساڌڪ کي اِشٽ سنٻنڌي ڄاڻ هروقت دهرائڻ گهرجي. اچ سمرتي جيئري آهي؛ پر اڳيان هلندڙ اوستائن ۾ پرويش ملڻ سان گڏ هيءَ اوستا نه رهندي. ان ڪري پوجيه مهراج جي چوندا هئا ته برهم وديا جو چنتن روز ڪريو. هڪ مالها روز ڦيريو جا چنتن وقت ڦيرائي ويندي آهي، ٻاهرين مالها نه - اندرين مالها.

اهو ته ساڌڪ لاءِ آهي؛ جي اصلي ستگرو هوندا آهن هو هميشه اُن پٿڪ جي پنيان لڳا رهندا آهن. اندران ان جي آتما ۾ جاڳرت ٿي ۽ ٻاهران پنهنجي ڪِريا شڪتيءَ سان اُنکي نين، تازين حالتن کان آگاهه ڪرائي هلندا آهن. يوگ يشور شري ڪرشڻ به مهاپرش هو. ارجن شِشَ جي جڳهه تي آهي. هُن هنن کي سنڀالڻ لاءِ پرارٿنا ڪئي هئي. ان ڪري يوگيشور شري ڪرشڻ جو چوڻ آهي ته گيانن ۾ بيحد اُتم گيان کي وري تنهنجي لاءِ چوندس.

**श्रीभगवानुवाच**

**परं भूयः प्रवक्ष्यामि ज्ञानानां ज्ञानमुत्तमम्।**
**यज्ज्ञात्वा मुनयः सर्वे परां सिद्धिमितो गताः।।१।।**

**شري ڀڳوان اُواچ**

”پَرَمِ ڀُوَيَهہ پرَوَڪِشيامي گِيانانامِ گيانمُتَمَمِ
يَڄگِياتِوا مُنَيَهہ سَروي پَرامِ سِڌيِمِتوگَتاهہ “ (۱)

ارجن! گيانن ۾ بہ بيحد اُتم گيان پرم گيان کي مان وري بہ تنهنجي لاءِ چوندس (جيڪو پهرين چئي آيا آهن)، جنهن کي ڄاڻي سڀ مني جن هن سنسار کان مڪت ٿي پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿين ٿا (جنهن کان پوءِ ڪجهہ بہ باقي پائڻ لاءِ نٿو رهي)

**इदं ज्ञानमुपाश्रित्य मम साधर्म्यमागताः।**
**सर्गेऽपि नोपजायन्ते प्रलये न व्यथन्ति च।।२।।**

” اَدَمِ گِيانَمُپا شِرِتيَہ مَمَ ساڌَمِريَماگَتاها
سَرِگيپي نوپَڄايَنتي پرَ لَيي نَہ وِيَٿَنِتي چَہ “ (۲)

هن گيان جو ”اُپاشِرِتيَہ“ ويڄهائي سان آسرو وٺي، ڪِريا سان هلي، ويڄهو پهچي منهنجي سوروپ کي پراپت ٿيل لوڪ سرشٽيءَ جي آدِ ۾ وري جنم نٿا وٺن ۽ پرلئہ ڪال ۾ معنيٰ شرير جو انت تہ اُن ڏينهن ٿي وڃي ٿو، جڏهن هو سوروپ کي پراپت ٿئي ٿو. ان کان پوءِ اُن جو شرير رهڻ لاءِ مڪان وانگر رهجي وڃي ٿو. پنر جنم جي جڳهہ ئي ڪٿي آهي، جتي ماڻهو جنم وٺن ٿا؟ ان تي شري ڪرشڻ چون ٿا:

**मम योनिर्महद्ब्रह्म तस्मिन्गर्भं दधाम्यहम्।**
**सम्भवः सर्वभूतानां ततो भवति भारत।।३।।**

”مَمَ يونيرِمَهَدِ بِرَهَمِ تَسِمِنگَرڀي دَڌامِيَهَمِ
سمڀوَهہ سَرِوَ ڀُوتانام تَتوَ ڀَوَتِ ڀارَتَ “ (۳)

هي ارجن! منهنجي ”مَهَدِبرَهمَ“ ارٿات اڻن ڀوتن واري مول پرڪرتي سمپورڻ ڀوتن جي يوني آهي ۽ اُن ۾ چيتن روپي ٻج کي اُساريان ٿو. اُن جڙ چيتن جي ميلاپ سان سڀني ڀوتن جي اُتپتي ٿئي ٿي.

**सर्वयोनिषु कौन्तेय मूर्तय: सम्भवन्ति या:।**
**तासां ब्रह्म महद्योनिरहं बीजप्रद: पिता।।४।।**

**”سَروَ يونيشوُ ڪؤنتيئيہ موُرتَيُهہ سَمڀَونتي ياها**
**تاسامِ برِهمَ مَهَدِيوني رَهمِ بيجَپرَدَهہ پتا“ (۴)**

سڀني يوُنيُنِ ۾ جيترا شرير اُتپن ٿين ٿا، اُنهن سڀني جي ماتا ”يوني“ گرڀ ڌارڻ ڪرڻ واري ماتا اڻن ڀيدن واري مول پرڪرتي آهي ۽ مان ئي ٻج ڀيدا ڪرڻ وارو پتا آهيان. ذي نہ ڪا ماتا آهي، نہ پتا. جيستائين جڙ چيتن جو ميلاپ رهي ٿو، جنم ٿيندا رهندا، نِمِت تہ ڪير نہ ڪير بڻجندو ئي رهندو آهي. چيتن آتما جڙ پرڪرتي ۾ ڇو ٻڌجي وڃي ٿي؟ ان تي چون ٿا

**सत्त्वं रजस्तम इति गुणा: प्रकृतिसम्भवा:।**
**निबध्नन्ति महाबाहो देहे देहिनमव्ययम्।।५।।**

**”سَتوَمِ رَجَستَمِ اِتي گُڻاها پرِڪرِتِ سَمڀَواها**
**نِبَڌنَنتي مهاباهو ديهي ديهِنمَويَيَمِ“ (۵)**

مهاباهو ارجن! ستوگڻ، رجوگڻ ۽ تموگڻ پرڪرتي مان اُتپن ٿيل ٽيئي گڻ ئي هن اوناشي جيو آتما کي شرير ۾ ٻڌن ٿا ڪهڙي پرڪار

**तत्र सत्त्वं निर्मलत्वात्प्रकाशकमनामयम्।**
**सुखसङ्गेन बध्नाति ज्ञानसङ्गेन चानघ।।६।।**

**”تَترَ سَتوَ نِرملَ تِواتپرَڪاشڪَمَنامَيَمِ**
**سُکَسَنگيِنَ بڌِناتي گِيانَسنَگين چانَگهہ (٦)**

نشپاپ ارجن! انهن ٽنهي گڻن ۾ پرڪاش ڪرڻ وارو نروڪار ستوگڻ تہ ”نرملتوات“ نرمل هئڻ جي ڪارڻ سکہ ۽ گيان جي آسڪتيءَ سان آتما کي شرير ۾ ٻڌي ٿو. ستوگڻ بہ ٻنڌن ئي آهي. فرق ايترو ئي آهي تہ سکہ فقط هڪ پرماتما ۾ آهي ۽ گيان ساڪياتڪار جو نالو آهي. ستوگڻي تيستائين ٻڌل آهي، جيستائين پرماتما جو ساڪياتڪار نہ ٿو ٿي وڃي.

रजो रागात्मकं विद्धि तृष्णासङ्गसमुद्भवम्।
तन्निबध्नाति कौन्तेय कर्मसङ्गेन देहिनम्।।७।।

”رَجو راگاتِمَڪَمِ وِدّي تِرِشڻا سَنگسَمُدِڀَوَمِ
تانِبَڌِناتي ڪؤنتييَہ ڪَرِمَسنگيِنَ ديهِنَمِ “ (٧)

هي ارجن! راڳہ جو جيئرو جاڳندو سوروپ رجوگڻ آهي هن کي تون ”ڪَرِمَسنَگيِنَ“ ڪامنا ۽ آسڪتي مان اُتپن ٿيل ڄاڻ. هو جيو آتما کي ڪرم ۽ اُن جي ڦل جي آسڪتيءَ ۾ ٻڌي ٿو. هو ڪرم ۾ پرورتي ڏئي ٿو.

तमस्त्वज्ञानजं विद्धि मोहनं सर्वदेहिनाम्।
प्रमादालस्यनिद्राभिस्तन्निबध्नाति भारत।।८।।

”تَمَستِوَگيانَجَمِ وِدّي موهَنَمِ سَرِوَ ديهِنامِ
پِرمادالَسيَنِدِرا ڀِيِستَنيِبَڌِناتي ڀارَتَ“ (٨)

ارجن! سڀني ديهہ ڌارين کي موهڻ واري تموگڻ کي تون اگيان مان اُتپن ٿيل ڄاڻ. اُهو هن آتما کي پرماد اجائي هڻ پٽ، آلس (تہ سڀاڻي ڪنداسين) ۽ ننڊ دوارا ٻڌي ٿو. ننڊ جو مطلب اهو ڪونهي تہ تموگڻي وڌيڪ سمهي ٿو. شرير سمهي ٿو اهڙي ڳالهہ نہ آهي. ” يانِشاسَرِوَ ڀوُتانامِ تَسِيامِ جاگرتي سنيمي“ جڳت ئي رات آهي. تموگڻي

شخص هن جڳت روپي رات ۾ ڏينهن رات مشغول رهندو آهي، پرڪاش سوروپ ڏانهن اچيت رهندو آهي. اهائي تموگڻي ننڊ آهي. جيڪو ان ۾ ڦاٿل آهي، سمهي ٿو، هاڻي تنهي گُڻن جي بندن جو گڏيل سوروپ ٻڌائين ٿا:

**सत्त्वं सुखे सञ्जयति रजः कर्मणि भारत।**
**ज्ञानमावृत्य तु तमः प्रमादे सञ्जयत्युत।।९।।**

”سَتوَمِ سُکي سَنجَيتي رَجَهہ ڪَرمَڻي ڀارَت
گيانماوِرتيَہ توُ تَمَهہ پرَمادي سَنجَيَتيُت“ (٩)

ارجن! سَتوَگڻ سکہ ۾ لڳائي ٿو. پوتر پرم سکہ جي ڌارا ۾ لڳائي ٿو، رَجوگڻ ڪرم ۾ پرورت ڪريٿو ۽ تموگڻ گيان کي ڍڪي ، لڪائي پرماد معني انتهڪرڻ جي اجاين چيشٽائن ۾ لڳائي ٿو. جڏهن گڻ هڪ ئي آسٿان تي هڪ ئي هردي ۾ آهن تہ الڳ الڳ تي ڪيئن وراهجي ٿا وڃن؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌائين ٿا:

**रजस्तमश्चाभिभूय सत्त्वं भवति भारत।**
**रजः सत्त्वं तमश्चैव तमः सत्त्वं रजस्तथा।।१०।।**

”رَجِستَمَشچاڀِڀوُيَہ سَتوَمِ ڀَوَتي ڀارَت ا
رَجَهہ سَتوَمِ تَمَشچَئيوَ تَمَهہ سَتوَمِ رَجِستٿا “اا (١٠)

هي ارجن! رجوگڻ ۽ تموگڻ کي دٻائي ستوگڻ وڌي ٿو، ائين ئي ستوگڻ ۽ تموگڻ کي دٻائي رجوگڻ وڌي ٿو ۽ اهڙي طرح رجوگڻ ۽ ستوگڻ کي دٻائي تموگڻ وڌي ٿو. اهو ڪيئن سڃاڻجي تہ ڪڏهن ۽ ڪهڙو گڻ ڪاريہ ڪري رهيو آهي؟.

**सर्वद्वारेषु देहेऽस्मिन्प्रकाश उपजायते।**
**ज्ञानं यदा तदा विद्याद्विवृद्धं सत्त्वमित्युत।।११।।**

”سَروَدِواريشو ديهيسمِنپرَڪاش اُپجايَتي ا

ٻِيانَمِ يدا تدا هودِيادِوِورِڌمِ سَتِوَ مِتِيُتَ ا ا'' (۱۱)

جنهن وقت شرير يا انتهڪرڻ ۾ سمپورڻ اندرين ۾ ايشوري پرڪاش ۾ سمجهه شڪتي اُتپن ٿئي ٿي، ان وقت ائين سمجهڻ گهرجي تہ ستوگڻ خاص ورڌيءَ کي پراپت ٿيو آهي ۾

**लोभ: प्रवृत्तिरारम्भ: कर्मणामशम: स्पृहा।**
**रजस्येतानि जायन्ते विवृद्धे भरतर्षभ।।१२।।**

''لوڀهہ پرِوِرِ تيرا رمڀهہ ڪَرمَڻا مَشَمَهہ سپرها
رَجَسِييتانِ جاٻِنتي وِوِرڌي ڀَرَتَرِشَڀَ '' (۱۲)

هي ارجن! رجوگڻ گڻ جي خاص ورڌي ٿيڻ تي لوڀ ڪاريہ ۾ پرِورت هئڻ جي ڪوشش، ڪرمن جو آرنڀ اشانتي معنيٰ من جي چنچلتا، وشيہ ڀوڳن جي لالسا اهي سڀ اُتپن ٿين ٿا. هاڻي تموگڻ جي ورڌيءَ ۾ ڇاٿو ٿئي؟

**अप्रकाशोऽप्रवृत्तिश्च प्रमादो मोह एव च।**
**तमस्येतानि जायन्ते विवृद्धे कुरुनन्दन।।१३।।**

''اَپرَڪاشوپرَوِرتِشَچہ پرَمادو موهہ ايوَ چَ ا
تَمَسِييتاني جاٻِنتي وِوِرڌي ڪُرُنَنَدَنَ ا ا'' (۱۳)

ارجن! تموگڻ جي وڌڻ سان ''اپرَڪاشَهہ'' (پرڪاش پرماتما جو لکشڻ آهي، نشاني آهي) ايشوري پرڪاش ڏانهن نہ وڌڻ جو سڀاءُ ''ڪارِيَمِ ڪَرمِ'' جا ڪرڻ يوڳيہ پرڪريا وشيش آهي اُن ۾ اپرَوِتي، انتهڪرڻ ۾ اجاين ڪوششن جي ڌارا ۾ سنسار ۾ مگڌ ڪرڻ واريون پرورتيون اِهي سڀ اُتپن ٿين ٿا. انهن گڻن جي ڄاڻڻ مان ڪهڙو لاڀ آهي؟

**यदा सत्त्वे प्रवृद्धे तु प्रलयं याति देहभृत्।**
**तदोत्तमविदां लोकानमलान्प्रतिपद्यते।।१४।।**

''يدا سَتِوي پرَوِرڌي توُ پرَلَيَمِ ياتي ديهڀِرت

تَدوتَمِوداٻِ لوڪانَمَلانِيپرَ نِپرَتيپَدِيتي “ (١۴)

جڏهن هيءَ جيو آتما ستوگڻ جي ورڌي ڪال ۾ مرتيو کي پراپت ٿئي ٿو، شرير تياڳ ڪري ٿو، تڏهن اُتم ڪرم ڪرڻ وارن جي مَلَ رَهِت دويہ لوڪن کي پراپت ٿئي ٿو.

रजसि प्रलयं गत्वा कर्मसङ्गिषु जायते।
तथा प्रलीनस्तमसि मूढयोनिषु जायते।।१५।।

”رَجَس پرَلَيَمِ گَتوا ڪَرمَسنگشوُ جايَتي
تَٿا پرَلينَستَمَس موُڙَهيونيشوُ جايتي “ (١۵)

رجوگڻ جي ورڌي ٿيڻ تي مرتيوُ کي پراپت ٿيڻ وارو ڪرمن جي آسڪتيءَ وارن منشن ۾ جنم وٺي ٿو ۽ تموگڻ جي ورڌيءَ ۾ مري ويل پرش موڙهہ جوٽين ۾ جنم وٺي ٿو، جنهن ۾ جيت پتنگہ وغيره جهڙين جوٽين جو وستار آهي. هاڻي گڻن ۾ بہ منشن کي ساتوڪ گڻن وارو ٿيڻ گهرجي. پرڪرتي جي هيءَ بئنڪ توهانجي ڪمايل گڻن کي مرتيوءَ ڪان پوءِ بہ اُنهن کي توهان وٽ بچائي موٽائي موڪليندي آهي. هاڻي ڏسون تہ اُنجو ڦل:-

कर्मणः सुकृतस्याहुः सात्त्विकं निर्मलं फलम्।
रजसस्तु फलं दुःखमज्ञानं तमसः फलम्।।१६।।

’ڪرِمَڻَهہ سُڪر تسياهوُهہ ساتِوڪِمِ نِرمَلَمِ ڦَلَمِ
رَجَسَستوُ ڦَلَمِ ڏُکَمِگيانَمِ تَمَسَهہ ڦَلَمِ “ (١٦)

ساتوڪ ڪرم جو ڦل ساتوڪ، نرمل ، سکہ ، گيان ۽ ويراڳ ، وغيره چيا وڃن ٿا. راجس ڪرم جو ڦل ڏُکہُ ۽ تامس ڪرم جو ڦل اگيان آهي.

सत्त्वात्सञ्जायते ज्ञानं रजसो लोभ एव च।
प्रमादमोहौ तमसो भवतोऽज्ञानमेव च।।१७।।

”سَتوا تِسَنِجايَت گِيانَمِ رَجَسو لوڀ ايوَ چَ
پِرَمادَموهئُو تَمَسو ڀَوَتو گِيانَميوَ چَ “ (١٧)

ستوگڻ سان گيان اُتپن ٿئي ٿو (ايشور جي انيوَ جو نالو گيان آهي) ايشوري انڀوتيءَ جو وهڪرو ٿيندو آهي. رجوگڻ ۾ بنا شڪ لوڀ اُتپن ٿيندو آهي ۽ تموگڻ سان پرماد، موهہ ، آلس(اگيان) ئي اُتپن ٿئي ٿو. اُهي اُتپن ٿي ڪهڙي گتي ڏين ٿا؟

**ऊर्ध्वं गच्छन्ति सत्त्वस्था मध्ये तिष्ठन्ति राजसाः।**
**जघन्यगुणवृत्तिस्था अधो गच्छन्ति तामसाः।।१८।।**

**”اوُرڌوَ گَڇِنتي سَتوَسٿا مَڌيي تِشٽنتي راجَساهہ**
**جگهنِيَگُڻ ورتيسٿا اَڌو گَڇِنتي تامَساها (١٨)**

ستوگڻ ۾ اسٿت ٿيل پرش ”اوُرڌمولَمِ“ اُن مول پرماتما جي طرف پرواهت ٿيندو آهي، نرمل لوڪن ۾ وڃي ٿو. رجوگڻ ۾ اسٿت راجس پرش وچين اوسٿا جا منش ٿيندا آهن، جن ۾ نہ ”ساتوِڪمِ“ وويڪ ويراڳہ ئي ٿيندو آهي ۽ نہ هيٺئين درجي وارا ڪيٽ پتنگہ جوڻين ۾ ويندا آهن بلڪ پنر جنم کي پراپت ٿين ٿا ۽ ننديل تموگڻ ۾ پرورت ٿيل تامس پرش ”اڌوگتي“ معنيٰ جانور، پکي، ڪيٽ پتنگہ وغيره خراب جوڻين ۾ ويندا آهن. اهڙيءَ طرح ٿيئي گڻ ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ جوڻ جو ئي ڪارڻ آهي. جو پرش گڻن کي پار ڪري وٺندو آهي، اُهي جنم ٻنڌن کان ڇٽي وڃن ٿا ۽ منهنجي سوروپ کي پراپت ٿين ٿا. ان تي چون ٿا:-

**नान्यं गुणेभ्यः कर्तारं यदा द्रष्टानुपश्यति।**
**गुणेभ्यश्च परं वेत्ति मद्भावं सोऽधिगच्छति।।१९।।**

”نانيَمِ گُڻيڀيَهَه ڪَرِتارَمِ يدا دِرشٽانوُ پَشيَتي
گُڻيڀيَشِچه پَرَمِ ويتي مَدِڀاوَمِ سوڌِيڳڇتي “ (١٩)

جنهن وقت ۾ درشٽا آتما ٽنهي گڻن کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي ڪرتا نٿو ڏسي ۽ ٽنهي گڻن کان تمام پري پرم تَتِوَ کي ”ويتي“ ڄاڻي وٺي ٿو، اُن وقت اُهو پرش منهنجي سوروپ کي پراپت ٿئي ٿو. اها ٻوڌڪ مهِتا ڪونهي ته گڻ گُڻن ۾ ورتندا آهن. ساڌن ڪري ڪري هڪ اهڙي اوسٿا اچي ٿي، جتي اُن پرم جي انوڀوتي ٿئي ٿي ته گڻن کان سواءِ ڪوئي ڪرتا نٿو ڏسجي، اُن وقت پرش ٽنهي گڻن کان الڳ ٿي وڃي ٿو. اها ڪا ڪلپت مهِتا نه آهي. ان تي اڳيان چون ٿا :-

**गुणानेतानतीत्य त्रीन्देही देहसमुद्भवान्।**
**जन्ममृत्युजरादु:खैर्विमुक्तोऽमृतमश्नुते।।२०।।**

”گُڻا نيتانَتيتيهَ تِرِيندِيهي ديهَسَمُدڀوانِ
جَنِمَمِرتِيوُجرادُکَئيرِوِمَڪتو مِرِتَمَشِنُتي “ (٢٠)

پرش انهن اسٿول شريرن کي اُتپتيءَ جي ڪارڻ روپ ٽنهي گڻن کان الڳ ٿي جنم، مرتيوُ ورڌ اوسٿا ۽ سڀ پرڪار جي دکن کان خاص روپ ۾ مڪت ٿي امرت تَتِوَ جو سيون ڪري ٿو. ان تي ارجن سوال ڪيو:

**अर्जुन उवाच**
**कैर्लिङ्गैस्त्रीन्गुणानेतानतीतो भवति प्रभो।**
**किमाचार: कथं चैतांस्त्रीन्गुणानतिवर्तते।।२१।।**

ارجن اُواچ

”ڪَئيرِ لِنگئي سِترِيڻگُڻا نيتا نَتيتو ڀَوَتي پريو
ڪِماچارَهَه ڪَٿَمِ چَئيِتا نِسترِينگُڻانَتيوَرتَتي “ (٢١)

پريو! انهن ٽنهي گڻن کان الڳ پرش کهڙن کهڙن لڪشڻن سان مليل ٿئي ٿو ۽ کهڙي پرڪار جي وهنوارن وارو ٿئي ٿو ۽ منش کهڙن اُپاوَ سان انهن ٽنهي گڻن کان الڳ ٿئي ٿو؟

**श्रीभगवानुवाच**

**प्रकाशं च प्रवृत्तिं च मोहमेव च पाण्डव।**
**न द्वेष्टि सम्प्रवृत्तानि न निवृत्तानि काङ्क्षति।।२२।।**

شري ڀڳوان اُواچ

”پرڪاشم چَہ پرَورِتِم چَہ موهَميوَ چَہ پانڊوَ
نہَ دِوشٽي سَمپرَ وِرتاني نہَ نِورِتاني ڪانڪِشَتي “(٢٢)

ارجن جي مٿين ٽنهي سوالن جا جواب ڏيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو. ارجن! جو پرش ستوگڻ جي ڪاريہ روپ ايشوري پرڪاش، رجوگڻ جي ڪاريہ روپ پرورتي ۽ تموگڻ جي ڪاريہ روپ موهہ کي نہ تہ پرورت ٿيڻ کي برو سمجهي ٿو ۽ نہ نورت ٿيڻ تي اُن جي اڇا ئي ڪري ٿو.

**उदासीनवदासीनो गुणैर्यो न विचाल्यते।**
**गुणा वर्तन्त इत्येव योऽवतिष्ठति नेङ्गते।।२३।।**

”اُداسينَوداسينو گُڻَئِيريو نہَ وچالِيَتي
گُڻا وَرتَنت اِتييوَ يووَتِشٽَتي نيڱِتي “ (٢٣)

جو ان طرح اُداسين جي سَدِرِشَ اسٿت هئڻ کي گڻن دواران وچلت نٿو ڪري سگهجي، گڻ گڻ ۾ ئي ورتن ٿا. اهو يٿارٿ ڄاڻي اُن اسٿتي کان چلائمان نٿو ٿئي، تڏهن هو گڻن کان جدا ٿئي ٿو.

**समदु:खसुख: स्वस्थ: समलोष्टाश्मकाञ्चन:।**
**तुल्यप्रियाप्रियो धीरस्तुल्यनिन्दात्मसंस्तुति:।।२४।।**

’’سَمَدُکَسُکَهہ سِوَسِٿَهہ سَملوشٽا شِمَکا نِچَنَ
ٽُلِيَپِرَيا پِرَيو ڌيرَسِٽُلِيَنندا تِمَسَنِسٽُنتيهہ ‘‘ (٢٤)

جو هميشهہ پاڻ ۾ ارٿات آتم ڀاوَ ۾ اسٿت آهي، سکہ ۽ دکہ ۾ سَمَ آهي، مٽي-پٿر ۽ سون ۾ بہ سمان ڀاوَ وارو آهي، ڌيرجوان آهي، جو پِريہ ۽ اپرِيہ کي هڪ سمجهي ٿو، پنهنجي نندا چاهي اُستتيءَ ۾ بہ سمان ڀاوَ وارو آهي ۽

मानापमानयोस्तुल्यस्तुल्यो मित्रारिपक्षयो:।
सर्वारम्भपरित्यागी गुणातीत: स उच्यते।।२५।।

’’مانا پَمانَيو سِٽُليسِٽُلِيو مِترارِ پَکِشَيوهہ
سَرِوارَمِڀَپرِيتياگي گُٽا تيتَهہ سَ اُچِيَتي (٢٥)

جيکو مانَ ۽ اپمانَ ۾ سَمَ آهي، متر ۽ شترو پکش ۾ بہ سمَ آهي، اُهو سمپورڻ شروعات کان رهت ٿيل پرش گُڻا اتيت چيو وڃي ٿو.

شلوڪ ٻاويهين کان پنجويهين تائين گڻن کان الڳ پرش جا لڪشڻ ۽ آچرڻ ٻڌايو ويو تہ هو چلائمان نٿو ٿئي، هن کي گڻن جي دوارا وچلت نٿو ڪري سگهجي، اسٿر رهي ٿو. هاڻي ٻڌايان ٿو گڻن کان الڳ رهڻ جي وِڌِي :-

मां च योऽव्यभिचारेण भक्तियोगेन सेवते।
स गुणान्समतीत्यैतान्ब्रह्मभूयाय कल्पते।।२६।।

’’ماچَہ يووِيَڀِچاريڻ ڀَڪتِيوگيت سيوَتي
سَ گُٽا نِسَمَتيتِيَئِيتا نِبرَهَمَڀوُيايہ کَلِپَتي ‘‘ (٢٦)

جو پرش اويڀيچارڻي (پوري من سان) ڀڳتي دوارا معنيٰ اِشٽ کانسواءِ ٻين سنسارڪ يادگيرين کان سِيڻي پاسي رهت رهي يوگہ دوارا ارٿات اُنهي مقرر کرم دوارا مونکي هميشهہ ڀڄن دوارا ياد ڪري ٿو. اُهو اُنهن ٽنهي

ڳڻن جو چڱيءَ طرح اُلنگهن ڪري پر برهم سان هڪ ٿيڻ جي يوڳيہ آهي، جنهنجو نالو ڪلپ آهي. برهم سان هڪ ئي ڀاوَ ٿي وڃڻ ئي واستوڪ ڪلپ آهي. انَنيہ ڀاوَ سان مقرر ڪرم جو آچرڻ ڪرڻ بنا ڪوئي بہ ڳڻن ڪان الڳ نٿو ٿئي. انت ۾ يوڳيشور نِرڻيہ ڏين ٿا:

**ब्रह्मणो हि प्रतिष्ठाहममृतस्याव्ययस्य च।**
**शाश्वतस्य च धर्मस्य सुखस्यैकान्तिकस्य च।।२७।।**

**”برَهمَڻو هي پرَتِشِٺاهَمرتَسياوِيَيَسيہَ چَہ**
**شاشِوَتَسيہَ چَہ ڌرمَسيہَ سُکسيَئيڪا نتيڪَسيَہ چَہ “ (٢٧)**

هي ارجن! اُن اوناشي برهم جو (جنهن سان هو ڪلپ ڪري ٿو، جنهن ۾ ڳڻاتيت (ڳڻن ڪان الڳ ٿيل) هڪ ڀاوَ سان پرويش ڪري ٿو)، امرت جو، پوتر ڌرم جو ۽ اُن اکنڊ ايڪ رس آنند جو مان آڌار آهيان ارٿات پرماتم استٿت ستگرو ئي اُن سڀ جو آڌار آهي. ڪرشڻ هڪ يوڳيشور هو. هاڻي جيڪڏهن توهانکي اڻ ڏٺل، اوناشي، برهم، پوتر ڌرم، اکنڊ، ايڪ رس آنند جي ضرورت آهي تہ ڪنهن تَتوَ استٿت، اويڪت استٿت جي شرڻ وٺو. ان جي دواران ئي هيءُ ممڪن آهي.

## تاتپرج :-

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ يوڳيشور شري ڪرشڻ چيو تہ، ارجن ! گيانن ۾ بہ تمام اُتم پرم گيان مان وري تنهنجي لاءِ چوندس، جنهنکي ڄاڻي مُني جن اُپاسنا جي دوارن منهنجي سوروپ کي پراپت ٿين ٿا پوءِ سرشٽيءَ جي آد ۾ هو جنم نٿا وٺن؛ پر شرير جو موت تہ ٿيڻو ئي آهي. اُن وقت هو تڪليف ۾ منجهيل نٿا ٿين. هو حقيقت ۾ شرير تہ

اُن ڏينهن تياڳِي ٿا چڏين، جنهن ڏينهن سوروپ کي پراپت ٿين ٿا. پراپتي جيئري ئي ٿيندي آهي، پر سرير جو انت ٿيڻ وقت بہ هو وياڪل نٿا ٿين.

پرڪرتيءَ مان ئي اُتپن ٿيل رج، ستو ۽ تَمَس ٽيئي گُڻ بہ هن جيو آتما کي شرير سان ٻڌن ٿا. ٻن گڻن کي دٻائي ٽئين گڻ کي وڌائي سگهجي ٿو. گڻ بدلجندڙ آهن. پرڪرتي جا انادي آهي، نشٽ نٿي ٿئي، بلڪ گڻن جو پرڀاوَ ٽاري سگهجي ٿو. گڻ من تي اثر وجهن ٿا . جڏهن ستو گڻ جي ورڌي رهندي آهي، تہ ايشوري پرڪاش ۽ سمجهہ جي شڪتي رهي ٿي. رجو گڻ راڳاتمڪ آهي. ان وقت ڪرم جو لوڀ رهي ٿو، آسڪتي (موهہ) رهي ٿو ۽ انتهڪرڻ ۾ تمو گڻ ڪاريہ روپ وٺڻ تي آلس پرماد گهيري ڇڏي ٿو. ستوگڻ جي ورڌيءَ ۾ مرتيو کي پراپت ڪرڻ وارو پرش مٿي نرمل لوڪن ۾ جنم وٺن ٿا. رجوگڻ جي ورڌيءَ ۾ پراپت ٿيل منش مانَوَ جوٽيءَ ۾ ئي واپس اچي ٿو ۽ تموگڻ جي ورڌي ڪال ۾ منش شرير تياڳي (جانور، ڪيٽ، پتنگ وغيره) اڌم جوڻ کي پراپت ٿئي ٿو. تنهنڪري منشن کي سليسليوار اُنتي وارو گڻ ساتوڪ ڌانهن وڌڻ گهرجي.

هو جنهن نموني مڪت ٿين ٿا، اُنجو سوروپ ٻڌائيندي يوگيشور چيو تہ اشٽامول پرڪرتي گرڀ کي ڌارڻ ڪرڻ واري ماتا آهي نہ پتا. جيستائين اهو سلسلو رهندو تيستائين چراچر جڳت ۾ نِمِت روپ سان نہ ڪوئي ماتا پتا بڻيا رهندا؛ پر سچ تہ پرڪرتي ئي ماتا آهي، مان ئي پتا آهيان.

ان ڪانپوءِ ارجن ٽي سوال ڪيا تہ گڻاتيت پرش جا ڪهڙا لڪشڻ آهن؟ ڪهڙو وهنوار آهي؟ ۽ ڪهڙي اُپاوَ سان

منش انهن ٽن گڻن کان الڳ ٿئي ٿو. ان طرح يوگيشور شري ڪرشڻ گڻا اتيت پرش جا لڪشڻ ۽ آچرڻ ٻڌايا ۽ انت ۾ گڻا اتيت ٿيڻ جو اُپاءُ ٻڌايو تہ پرش هڪ منو ٿي پڪتي ۽ يوگہ دواران نرنتر منهنجو ڀڄن ڪري، هو ٽنهي گڻن کان الڳ ٿي ويندو آهي. ٻئي ڪنهنجو چنتن نہ ڪندي سدائين اِشٽ جو چنتن ڪرڻ سچي ڀڳتي آهي. جيڪو سنسار جي ميلاپ ۽ وڇوڙي کان پورو رهت آهي اُن جو نالو يوگہ آهي. اُن کي ڪاريہ روپ ڏيڻ جو طريقو نام ڪرم آهي. يگيہ جنهن سان پورو ٿئي ٿو، اُها حرڪت ڪرم آهي. هڪ پوري ڀڳتيءَ دواران اُن مقرر ڪرم جي آچرڻ سان ئي پرش ٽنهي گڻن کان الڳ ٿئي ٿو ۽ الڳ ٿي برهم سان گڏ هڪ ڀاوَ جي لاءِ، پورڻ ڪلپ کي پراپت هئڻ لاءِ يوگيہ ٿيندو آهي. گُڻ جنهن من تي پرڀاوُ وجهن ٿا، اُنجي وِليَہ ٿيندي ئي برهم سان ملي هڪ ڀاو ٿي وڃي ٿو. اهوئي حقيقي ڪلپ آهي. هاڻي بنا ڀڄن ڪرڻ جي ڪوئي گڻن کان الڳ نٿو ٿئي.

انت ۾ يوگيشور شري ڪرشن نِرڻيہ ڏين ٿا تہ اُهو گڻ اتيت پرش جنهن برهم سان هڪ ڀاوَ ۾ استٿ ٿئي ٿو اُن برهم جو امرت تَتوَ جو پوتر ڌرم جو ۽ اکنڊ هڪ رس آنند جو مان ئي آسرو آهيان ارٿات مان ئي پرڌان ڪرتا آهيان. هاڻي تہ شري ڪرشڻ هليا ويا. هاڻي تہ آڌار هليو ويو. تڏهن تہ وڏي سنسي جي ڳالهہ آهي. اُهو آڌار هاڻي ڪٿان ملندو؟ ليڪن نہ، شري ڪرشڻ پنهنجي واقفيت ڏين ٿا تہ هو هڪ يوگي هو، سوروپ ۾ استٿ ٿيل مهاپرش هئا. ”شِشيَستيهَمِ شاڌي مامِ تُوامِ پِرَپَنَمِ “ ارجن چيو هو مان

توهان جو شِشُ آهيان، توهانجي شرڻ آهيان، مونکي سنڀاليو جڳهہ جڳهہ تي شري ڪرشڻ پنهنجي سچاٽپ ڏني. استٿ پرگيہَ مهاپرش جا لڪشڻ ٻڌايا ۽ اُنهن سان پنهنجي پيٽ ڪئي. هاڻي صاف آهي، پڌرو آهي تہ شري ڪرشڻ هڪ مهاتما يوگي هئا. هاڻي جيڪڏهن توهانکي اکنڊ، هڪ رس آنند ، شپ ڌرم يا امرت تَتِوَ جي گهرج آهي، تہ اُن سڀ جي پراپتي جو سِروت (درياهہ) هڪ ستگرو ئي آهن. سڌو پستڪ پڙهي هن کي ڪوئي نٿو پائي سگهي. جڏهن اهو مهاپرش آتما ۾ ملي هڪ ٿي رٿي ٿي وڃي ٿو تہ آهستي آهستي انوراگيءَ کي هلائيندي هلائيندي هن جي سوروپ تائين. جنهن ۾ پاڻ پهچي عزت جو پاتر بڻيو آهي، پهچائي ڇڏي ٿو. اهوئي صرف هڪ وسيلو آهي. ان طرح يوگيشور شري ڪرشڻ پاڻ کي سڀ جو آڌار ٻڌائيندي هن چوڏهين اڌياءَ کي سماپت ڪيو، جنهن ۾ گڻن جو وستار سان ورنَنُ آهي هاڻي.

اوم تتسَدِتي شريمد ڀڳود گيتا سوُپنشتِسوُ برهم وديايام يوگشاستري شري ڪرشڻارجُن سموادي گڻ تِريوڀاڳہ يوگہ نام چَتُرِدَشو ڌيايَهہ ॥١۴॥

ان طرح شريمد ڀڳودگيتا روپي اُپنشد ايوَم برهم وديا ۽ يوگ شاستر وشيہ شري ڪرشڻ ارجن جي سنواد ۾ گُڻَ تِرَيوِڀاڳہ يوگہ نالي چوڏهون اڌياءُ پورو ٿيو آهي.

اِتي شريمتپَرَم هنس پرمانندسيہ شِشيہَ سوامي اڙگڙانند ڪرتي شريمد ڀڳوتگيتايہ ”يٿارٿ گيتا ڀاشيي“ گڻتِرَيوِڀاڳَ يوگو نام چَتُرِدشوڌياَهہ ॥١۴॥

॥ هري اوم تَتِ سَتِ ॥

## ॥ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَہ ॥

## اَٿ پَنَڇدَشو ڌيايَهَہ

مهاپرشن سنسار کي وچتر درشٽانتن سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪنهن هن کي پيپوٽي چيو، تہ ڪنهن هن کي سنسار ساگر چيو. اوستا پيد ڪان هن کي پَوَ ندي ۽ پَوَڪوُپ بہ چيو ويو ۽ ڪڏهن ان جي پيٽ گو-پد سان ڪئي ويئي ارٿات جيترو اندرين جو مقدار آهي، اوترو ئي سنسار آهي ۽ انت ۾ اهڙي اوستا آئي تہ (''نام ليت پَوَ سنڌو سڪاهين'') پَوَ سنڌو بہ سڪي ويو. ڇا سنسار ۾ اهڙا سمندر آهن؟ يوگيشور شري ڪرشڻ بہ سنسار کي سمندر ۽ ورڪش (وڻ) جا نالا ڏنا آهن. اڌياءُ ٻارهين ۾ هنن چيو -جي منهنجا انَنيہ ڀڳت آهن، اُنهن جو سنسار - سمندر مان جلدي ئي اُڌار ڪرڻ وارو ٿيندو آهيان. هن ڏنل اڌياءِ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا تہ سنسار هڪ وڻ آهي، اُنکي ڪٽيندي بہ يوگ ي جن اُن پرم پد کي ڳولين ٿا. ڏسون -

**श्रीभगवानुवाच**

**ऊर्ध्वमूलमध:शाखमश्वत्थं प्राहुरव्ययम्।**

**छन्दासि यस्य पर्णानि यस्तं वेद स वेदवित्।।१।।**

شري ڀڳوان اُواچ

''اورڌوَ موُلَمَڌَهہ شا کَمَشوَتٿم ٖپراهُرَ وِيَيَم

ڇنداسِي يَسِيہَ پَرٽاني يَسيتَم ويدَ سَ ويدَوِت (١)

ارجن ! اوُرڌوَ موُلَم'' مٿيون پرماتما ئي جنهنجو مول آهي، ''اڌَهشاکَم''- هيٺ پرڪرتي ئي جنهنجون شاخائون

آهن، اهڙي سنسار روپي پِپرَ جي وڻ کي اوناشي چون ٿا ا (ورڪشتہ تو اَ-شِوَهہ ارٿات سڀاڻي تائين بہ رهڻ وارو ڪونهي، جڏهن ڇاهي ڪٽجي وڃي، پر آهي اوناشي، شري ڪرشڻ جي انوسار اوناشي بہ ٻہ آهن - هڪ سنسار روپي ورڪش اوناشي ٻيو ان ڪان بہ وڌ پري پرم اوناشي، ويد هن کي اوناشي سنسار -ٻوٽي جا پتا ڇپا ويا آهن. جيڪو پرش هن سنسار روپي ورڪش ڏسندي ئي ڄاڻي وٺي ٿو، هيءُ ويد جو ڳ ياتا آهي. جنهن هن سنسار ورڪش کي ڄاتو آهي، اُن ويد کي ڄاتو آهي، نہ ڪ گرنٿ پڙهڻ وارو. پستڪ-پڙهڻ سان تہ اوڏانهن وڌڻ جو اُتساهہ ماتر ملي ٿو. ڀَتَنِ جي اسٿان تي ويد جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ حقيقت ۾ پرش يٿڪي يٿڪي جنهن اَنِتِمِ تند ارٿات انتم جنم وٺي ٿو، اُتان ئي ويد جا اُهي چند( جيڪي ڪلياڻ جو سرجڻ ڪن ٿا) اُتان ئي اُتساهہ ڏين ٿا، اُتان ڪان انهنجو اپيوگہ آهي. اُتيئي يٿڪڻ سماپت ٿي وڃي ٿو. هو سروپ طرف گهمي ٿو وڃي.

अधश्चोर्ध्वं प्रसृतास्तस्य शाखा
गुणप्रवृद्धा विषयप्रवाला:
अधश्च मूलान्यनुसन्ततानि
कर्मानुबन्धीनि मनुष्यलोके ।।२।।

”اَدَ شِچو ڏِروَمِ پرَ سِرِتا سِتَسِيہ شاکا !
گُڻَ پِرَورڌا وِشَيَپرَ والاهہ ا
آڌ شِچ مولا نِيَنُسَنِتَتاني
ڪَرِ مانوُ بَنِڌِيني مَنُشِيَلوڪي ا ا (٢)

هن سنسار - ورڪش جي ٽن گڻن جي دواران وڌيل وشيہ ۽ يوڳہ روپ ڏور واريون شاخائون هيٺ ۽ مٿي سيني پاسي

ڦهليل ٿينديون آهن. هيٺ جي طرف ڪيٺ - پتنگ تائين ۽ مٿي ديو ياوَ ڪان وني برهما تائين هر هنڌ ڦهليل آهن ۽ صرف منش جوڻيءَ ۾ ڪرمن انوسار ٻڌڻ واريون آهن، ٻيون سڀئي جوڻيون ڀوڳ ڀوڳڻ لاءِ آهن. منش جوڻي ئي ڪرمن جي انوسار ٻنڌن تيار ڪندي آهي.

**न रूपमस्येह तथोपलभ्यते।**
**नान्तो न चादिर्न च सम्प्रतिष्ठा।**
**अश्वत्थमेनं सुविरूढमूल–**
**मसङ्गशस्त्रेण दृढेन छित्त्वा।।३।।**

''نَ روُپَمَسييهَ تَٿو پَلڀِيَتي
نانِتو نَ چادِرنَ چَ سَمپرَ تِشٺا ।
اَشوَ تِٿَمينَ سُويروُڙهيہِ موُل -
مَسَگَشَستِريڻَ دِرڍِينَ ڇِتوا ।। (٣)

پر هن سنسار - ورڪش جو روپ جيئن چيو ويو آهي، اهڙو هتي نٿو پاتو وڃي، ڇاڪاڻ نہ تہ هن جي آدِ آهي، نہ انت ۽ نہ وري سٺي پرڪار واري استٿي آهي (ڇاڪاڻ تہ هو بدلجندڙ آهي) ان سُدرِڍِمول واري سنسار روپي ورڪش کي درڍ ''اسنگہ شَستِرڻ'' کي ''اسنگشستِريڻ'' اسنگہ منعيٰ ويراڳہ روپي شستر دواران ڪٽي ( سنسار روپي ورڪش کي ڪٽڻو آهي) ائين نہ جو ڀِپرَ جي جڙ ۾ پرماتما رهن ٿا يا ڀپر جو پتو ويد آهي ۽ آرتي ڪرڻ لڳي وڃون.

هن سنسار ورڪش جو مول تہ پاڻ پرماتما ئي ٻج روپ ۾ ڦهليل آهي، تہ ڇا اهو بہ ڪٽجي ويندو؟ درڍ ويراڳہ دواران هن پرڪرتيءَ جو سنبنڌ -وڇيد ٿي وڃي ٿو، اهو ئي ڪٽڻو آهي. ڪٽي ڪيو ڇا؟

तत: पदं तत्परिमार्गितव्यं
यस्मिन्गता न निवर्तन्ति भूय:।
तमेव चाद्यं पुरुषं प्रपद्ये
यत: प्रवृत्ति: प्रसृता पुराणी।।४।।

تَتَهہ پَدَمِ تَتپرَيمار گتو يَمِ
يَسِمِنگَتا نہ نِوَرَتَنتي ڀوُيَهہ ۔
تَميوَ چا دِيَمِ پُروشَمِ پرَ پَدِيي.
يَتَهہ پرَورِ تيهہ پرَسِر تا پُراڻي ۔۔ (۴)

درڍ ويراڳ دواران سنساري - ٻوٽي کي ڪٽڻ کانپوءِ اُن پرم پَدَ پرميشور کي چڱيءَ طرح ڳولڻ کپي، جنهن ۾ ويل پرش پوءِ وري سنسار ۾ نٿا اچن ارٿات پورڻ نِورتي پراپت ڪري وٺن ٿا، پر اُنجي کوج ڪهڙيءَ طرح ممڪن آهي؟ يوگيشور چون ٿا، ان لاءِ سمرپڻ ضروري آهي. جنهن پرميشور کان پراتن سنسار -ورکش جي پرورتي وستار کي پراپت ٿي آهي اُن آدي پرش پرماتما جي مان شرڻ ۾ آهيان (ان جي شرڻ ۾ وڃڻ کانسواءِ ورکش ملندو ڪون) هاڻي شرن ۾ ويل ويراڳ ۾ استت پُرشُ ڪيئن سمجهي تہ ورکش ڪٽجي ويو؟ هن جي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟ ان تي چون ٿا -

निर्मानमोहा जितसङ्गदोषा
अध्यात्मनित्या विनिवृत्तकामा:।
द्वन्द्वैर्विमुक्ता: सुखदु:खसञ्ज्ञै-
र्गच्छन्त्यमूढा पदमव्ययं तत्।।५।।

”نِرمانَموهو جِتَسَنگَدوشا
آڌِياتَمِ نِتِيا وِنِيِورِتَڪاماهہ ۔
دِونِدِوَ ئِيِو مُڪتاهہ سُکدَک سنِگيئِي
گَرِ چِنتِيَموڙها پَدَمَوِيَيَمِ تَت ۔۔ (۵)

مٿئين پرڪار جي سمرپڻ سان جن جو موهہ ۽ مانُ نشٽ ٿي ويو آهي، آسڪتي روپي سنگہ دوش کي جن جيتي ورتو آهي، ''آڌياتمنتيا'' - پرماتما جي سروپ ۾ جن جي نرنتر اسٿتي آهي، جن جون ڪامنائون وشيش روپ سان نورت ٿي ويون آهن ۽ دک سک جي جهڳڙي کان مڪت ٿيل گياني جَنَ اُن اوناشي پرم پد کي پراپت ٿين ٿا. جيستائين اها اوسٿا نٿي اچي، تيستائين سنسار- ورڪش نٿو ڪٽجي. ايستائين ئي ويراڳہ جي ضرورت رهندي آهي. اُن پرم پد جو ڪهڙو سوروپ آهي جنهن کي پائين ٿا؟

न तद्भासयते सूर्यो न शशाङ्को न पावकः।
यद्गत्वा न निवर्तन्ते तद्धाम परमं मम॥६॥

نہتَدِ ڀاسَيَتي سوُرِيو نہَ شَشانِڪو نہَ پاوڪَهہ ا
يَدِ نِتوا نہَ نِوَرِ تَنِت تَڌامَ پَرَمَمِ مَمَ اا (٦)

اُن پرم پد کي نہ سورج، نہ چندرما ۽ نہ اگني ئي پرڪاشت ڪري سگهن ٿا. جنهن پرم پد کي پراپت ڪري منش پنيان وري سنسار ۾ نٿا اچن. اُهو ئي منهنجو پرم ڌام آهي معنيٰ اُنهنجو پُنر جنم نٿو ٿئي. هن پد جي پراپتيءَ تي سيني جو هڪجهڙو اڌڪار آهي، سم اڌڪار آهي. ان تي چون ٿا-

ममैवांशो जीवलोके जीवभूतः सनातनः।
मनःषष्ठानीन्द्रियाणि प्रकृतिस्थानि कर्षति॥७॥

''مَمَئِي وانِشوي جيِوَلوڪي جيِوَ ڀوُتَمِ سَناتَنَهہ ا
مَنَهشَشِناني نِدِرَياڻِي پرِڪرِتيِسِٿانِي ڪَرِشتِي اا (٧)

''جيِوَ لوڪي'' ارٿات هن ديهہ ۾ (شرير ئي لوڪ آهي) هيءُ جيِوُ اتما منهنجو ئي سناتن انش آهي ۽ اهو ئي تِرَگُڻَمَييہ مايا ۾ اسٿت ٿيل من سميت پنج ئي اندرين کي آڪرشت ڪري ٿو. ڀلا ڪيئن؟-

शरीरं यदवाप्नोति यच्चाप्युत्क्रामतीश्वरः।
गृहीत्वैतानि संयाति वायुर्गन्धानिवाशयात्।।८।।

”شَرِيرَمِ يَدَ واپنوتيِ يَڃِڇاپيُتِڪرا متيِشوَرَه ا
گرِ هيتِوَئيتانيِ سنَياتيِ وايو رِ گنڌا نِواشَياتِ اا (٨)

جنهن پرڪار هوا خوشبوءِ جي اسٿان تان گنڌ کي گرهڻ ڪري کڻي ويندي آهي، ٺيڪ اهڙي طرح ديهه جو سوامي جيو آتما جنهن پهرئين شرير کي تياڳي ٿو ان مان من ۽ پنج گيان اندرين جي ڪارِيه-ڪلاپ (ميڙ) کي گرهڻ ڪري (آڪرشڪ ڪري، گڏ وٺي) پوءِ جنهن شرير کي پراپت ٿئي ٿو. اُن ۾ وڃي ٿو (جڏهن اڳيون شرير تتڪال نشچت آهي ته آئي جو چاڙو بڌائي ڪنهن کي ڀهڇايو ٿا؟ وٺي ڪير ٿو؟ تنهنڪري شري ڪرشڻ ارجن کي چيو هو ته هيءَ اگيان توکي ڪٿان اُتپن ٿي ويو ته پنڊ واري ڪِريا لُپِت ٿي ويندي) اُتي وڃي ڪري ڇا ٿو؟ من سميت ڇهه اندريون ڪير آهن؟

श्रोत्रं चक्षुः स्पर्शनं च रसनं घ्राणमेव च।
अधिष्ठाय मनश्चायं विषयानुपसेवते।।९।।

”شِروترَمِ چَڪِشوُه چه رَسَنَمِ گهراڻميوَ چَ
آڌِشٺايه مَنَشچا يَمِ وِشيانوُ پَسيوَتي (٩)

اُن شرير ۾ اسٿت ٿي هيءَ جيو آتما ڪن، اکيون، چمڙي، چپ، نڪ ۽ من جو آڌار وٺي ارٿات انهن سڀني جي سهاري ئي وشين کي ڪم آڻي ٿو.پر ائين ڏسڻ ۾ نٿو اچي، سڀ ان کي ڏسي نٿاسگهن، ان تي شري ڪرشڻ چون ٿا-

उत्क्रामन्तं स्थितं वापि भुञ्जानं वा गुणान्वितम्।
विमूढा नानुपश्यन्ति पश्यन्ति ज्ञानचक्षुषः।।१०।।

”اُتِڪرامَننتَمِ واپي ڀُنجانَمِ واگُڻانِوتَمِ
وِموڙها نانوُ پَشِيَنِت پَشِينتي گياچَڪشوُه“ (١٠)

شرير ڇڏي ويندي به، شرير ۾ اسٿت ٿيل، وشين کي ڀوڳيندي يا ٽنهي ڳڻن سان مليل هوندي به جيو آتما کي وشيش موڙهه اگياني نٿا ڄاڻن. فقط گيان روپي نيترن وارا ئي اُن کي ڄاڻن ٿا، ڏسن ٿا، نيڪ ائين ئي آهي. هاڻي اُها درشٽي ڪيئن ملي؟ اڳيان ڏسون:-

**यतन्तो योगिनश्चैनं पश्यन्त्यात्मन्यवस्थितम्।**
**यतन्तोऽप्यकृतात्मानो नैनं पश्यन्त्यचेतसः।।११।।**

” يَتَنِنتو يوگينِشچَئينَم پَشيَنِتيا تِمَنيوَستِتَم
يَتَنِتوپيَڪِرتاتمانو نَئِينَم پَشيَنِتَچيتَسه “ (١١)

يوگي جن پنهنجي هردي ۾ چت کي سيني طرفن کان سميٽي هن آتما جو يتن ڪندي ئي ساکيات ڏسن ٿا؛ پر چنچل آتما وارا ارٿات ملين انتهڪرڻ وارا اگياني جَنَ ڪوشش ڪندي به هن آتما کي نٿا ڄاڻن (ڇاڪاڻ ته اُنهنجو انتهڪرڻ ٻاهرين پرورتين ۾ اڃا تائين ٻڪڙيل آهي) چت کي سيني طرفن کان سميٽي انترآتما سان يَتُنُ ڪرڻ وارا ڀڳت جَنَ ئي اُن کي پائڻ جي يوڳيه ٿيندا آهن. هاڻي انتهڪرڻ سان لڳاتار سمرن ضروري آهي. هاڻي اُنهن مهاپرش جي سوروپ ۾ جيڪي ويڀوتيون پاتيون وڃن ٿيون (جيڪي اڳيان ٻڌائي به آيا آهن) اُنهن تي پرڪاش وجهن ٿا:

**यदादित्यगतं तेजो जगद्भासयतेऽखिलम्।**
**यच्चन्द्रमसि यच्चाग्नौ तत्तेजो विद्धि मामकम्।।१२।।**

”يدا دِتيَگَتَم تيجو جگَدِياسَيَتي ڪِلَم ا
يَچچَندِرَمَسي يَچچاگنَئوُ تَتيجو وِدي مامَڪَم “۱۱ (١٢)

جيڪو تيج سورج ۾ اسٿت ٿيو آهي اُهو سمپورڻ جڳت کي پرڪاشت ڪري ٿو، جيڪو تيج چندرما ۾ اسٿت آهي ۽ جيڪو تيج اگنيءَ ۾ آهي، ان کي تون منهنجو ئي ڄاڻ

هاڻي اُن مهاپرش دواران ڪاريہ ٻڌائين ٿا.

गामाविश्य च भूतानि धारयाम्यहमोजसा।
पुष्णामि चौषधीः सर्वाः सोमो भूत्वा रसात्मकः।।१३।।

”گاما وِشيَہ چہ ڀوُتاني ڌارَ ياميَهموجَسا
پُشِڻامي چؤشڌِيهہ سَرِواها سومو ڀوُتِوارَساتِمَڪَهہ“ (١٣)

مان ئي پرٿويءَ ۾ داخل ٿي پنهنجي شڪتيءَ سان سيني ڀوتن کي ڌارڻ ڪريان ٿو ۽ چندرما ۾ رس سوروپ ٿي سمپورڻ ونسپتن (ٻاڇيون ۽ ميوا) کي مضبوط ڪريان ٿو.

अहं वैश्वानरो भूत्वा प्राणिनां देहमाश्रितः।
प्राणापानसमायुक्तः पचाम्यन्नं चतुर्विधम्।।१४।।

”اَهمِ وَئيشِوا نَرو ڀوُتوا پراڻينامِ ديهماشِرتَهہ
پراڻا پانَسمايُڪتَهہ پَچامينَمِ چَتُرِ وِڌَمِ“ (١٤)

مان ئي پراڻين جي شرير ۾ اگني روپ سان اسٿت ٿي پراڻ اَپان سان ملي ڪري چئن پرڪارن جي اَنَ کي پچايان ٿو.

اڌياءَ چوٿين ۾ پاڻ يوگيشور شري ڪرشڻ اندرين جي اگني، سنيم اگني، يوگا اگني، پراڻ اپان اگني، برهم اگني وغيره تيرهن چوڏهن اگنين جو ذڪر ڪيو جن ۾ سيني جو ڦل گيان آهي. گيان ئي اگني آهي. شري ڪرشڻ چون ٿا، اهڙو اگني سوروپ ٿي پراڻ اپان سان ملي چئن وِڌِيُنِ سان (جپ، سديو ساهہ پساهہ سان ٿيندو آهي. اُن جا چار طريقا، چار وِڌيون بئکري، مڌيام پشينتي ۽ پرا آهن، انهن چئن وِڌين سان) تيار ٿيڻ وارن اَنَ کي مان ئي پچايان ٿو.

شري ڪرشڻ انوسار برهم ئي هڪ ماتر اَنُ آهي. جنهن سان آتما پورڻ ترپت ٿي وڃي ٿو وري ڪڏهن اِترپت نٿو

ٿئي. شرير جي طاقتور اَنَن کي يوگيشور آهار نالو ڏنو آهي (يڪتا آهاڙ) سچو ۽ واستوڪ اَن پرماتما آهي. ٻئڪري، مڌيما، پشينتي ۽ پرا جي چئن وِڊِين مان نڪري ئي اُهو اَنُ پوري طرح پچي ٿو. ان کي انيڪ مهاپرش، نام، روپ، ميلا ۽ ڌام چيو آهي. پهرين نام جو جپ ٿيندوآهي، سليسليوار هرديہ ديش ۾ اِشٽ جو سوروپ پرگهٽ ٿيڻ لڳندو آهي. تنهن ڪانپوءِ اُنجي ليلا جو ٻوڌ ٿيڻ لڳندو آهي تہ هو ايشور ڪهڙي طرح ڪڻ ڪڻ ۾ وياپت آهي؟ ڪهڙي طرح هو سڀ ڪاريہ ڪري ٿو؟ اهڙيءَ طرح هرديہ ديش ۾ ڪِريا ڪلاپن جو درشن ئي ليلا آهي (ٻاهرين رام ليلا - رس ليلا نہ) ۽ اُن ايشوري ليلا جي ساڪيات انوڀوتي ڪندي جڏهن مول ليلاڌاري جو سپرش ملي ٿو، تڏهن ڌام جي اسٿتي ايندي آهي. اُن کي جاڻي ساڌڪ اُن ۾ سنمانت ٿي ويندو آهي. اُن ۾ ماڻُ پائڻ ۽ پَراواڻيءَ جي پورڻ اوستا ۾ پر برهم جو سپرش ڪري اُن ۾ اسٿت ٿيڻ ٻئي گڏوگڏ ٿين ٿا.

ان طرح پراڻ ۽ اپان ارٿات سواس ۽ پرشواس سان ملي چار وِڊِيُن سان ارٿات ٻئڪري، مڌيما، پَشينتي ۽ سلسليوار اُٿان ٿيندي پَرا جي پورڻ ٿيڻ واري ڪال ۾ اُهو اَنُ برهم پچي راس ٿي ويندو آهي، ملي بہ وڃي ٿو، پچي بہ وڃي ٿو ۽ پاتر بہ پوريءَ طرح ئي تيار ٿي وِڃي ٿو.

**सर्वस्य चाहं हृदि सन्निविष्टो**
**मत्तः स्मृतिर्ज्ञानमपोहनं च।**
**वेदैश्च सर्वैरहमेव वेद्यो**
**वेदान्तकृद्वेदविदेह चाहम्।।१५।।**

”سَروَسيہ چاهَمِ هِردِ سَنِوِشٽو
مَتَهَہ سِمرِتِرِ گيانَمَپوهَنَمِ چَہ ।

ويڏئيشڇہ سَروَئيرَهميوَ ويدِيو
ويدا نتڪرِدويدَوِديَھ چاھم``।। (١۵)

مان ئي سڀني پراڻين جي هردي ۾ انترِيامي روپ سان استٿ آهيان، مونکان ئي سوروپ جي سمرتي (سُرتِ جو تَتوَ پرماتما وسمرت آهي، اُن جو سمرڻ اچي وڃڻ) ٿئي ٿي. (پراپتي ڪال جو چترڻ آهي) سمرتي سان گڏ ئي گيان (ساڪياتڪار) ۽ ''اَپوھنَم`` معنيٰ رڪاوٽن جو روڪڻ، نشٽ ڪرڻ مون اِشٽ سان ئي ٿئي ٿو. سڀني ويدن دواران مان ئي ڄاڻڻ يوگيہ آهيان. ويدانت جو ڪرتا معنيٰ ''ويدسيہ انتھہ سَھہ ويدانت `` (جدا هئس تڏهن تہ ڄاڻ پيئي، جڏهن ڄاڻندي ئي اُنهي سوروپ ۾ مانَ وارو ٿي ويو تہ ڪير ڪنهنکي ڄاَڻي) ويد جي انتم استٿي جو ڪرتا مان ئي آهيان ۽ ''ويدوِت`` بہ مان ئي آهيان معنيٰ ويد جو گياتا. اڌياءَ جي شروعات ۾ هنن ورڪش چيو هو تہ سنسار ورڪش (وڻ) آهي. مٿي پرماتم؛ مول ۽ هيٺ پرڪرتي تائين شاخائون آهن. جو ان بنياد کان پرڪرتيءَ کي ورهائي ڪري ڄاڻي ٿو، بنياد کان ڄاڻڻ ويدوِت آهي. هتي چون ٿا تہ مان ويدوِت آهيان. ان کي جو ڄاڻي ٿو، شري ڪرشڻ پاڻ کي هن جي پيٽ ۾ ڪڙو کيو آهي تہ هو ويدوِت آهي، مان ويدوِت (ويدن جو ڄاڻو) آهيان. شري ڪرشن بہ هڪ تَتوَگيہ مهاپرش، يوگين جا بہ پرم يوگي هئا. هتي اهو سوال پورو ٿيو. هاڻي ٻڌائين ٿا تہ سنسار ۾ پرش جو سوروپ ٻن قسمن جو آهي.

द्वाविमौ पुरुषौ लोके क्षरश्चाक्षर एव च।
क्षर: सर्वाणि भूतानि कूटस्थोऽक्षर उच्यते।।१६।।

''دِواوِمَئوُ پَرشَئوُ لوڪي ڪِشَرَشِچاڪِشَرَ ايوَچہ
ڪِشَرَھہ سَرواڻي ڀوُتاني ڪوُٽَستوڪِشَرَ اُچيَتي`` (١٦)

ارجن! هن سنسار ۾ ڪِشَرَ ڪَئہ ٿيڻ وارا، پَريورتنشيل (بدلجندڙ) ۽ ''اَڪَشَيَہ'' نہ بدلجندڙ اهڙا ٻن پرڪارن جا پرش آهن. اُن ۾ سمپورڻ پوت پراَڻين جا شرير ناسونت آهن، ڪِشَرَ پرش آهن، اڇ آهن تہ سپاڻي نہ رهندا ۽ ٻيا ڪوُٽِستَ پرش اوناشي چيا ويندا آهن. ساڌن جي دواران من سهت اندرين ڪي روڪي ارٿات اندريہ سميت ڪوٽست آهي، اُهي ئي اڪشر چوائيندا آهن. يا پرش، جيڪڏهن شرير ۽ شرير جنم ڪارڻ سنسڪارن جو سلسلو لڳو آهي تہ توهين ڪشر پرش آهيو ۽ جڏهن من سان گڏ اندريون بہ شانت ٿي وينديون آهن، راز ۾ رهنديون آهن. تڏهن اڪشر پرش آهي پر هيءَ بہ پرش جي اوسٿا خاص آهي. انهن ٻنهي کان پري هڪ ٻيو پرش بہ آهي.

उत्तम: पुरुषसत्वन्य: परमात्मेत्युदाहृत:।
यो लोकत्रयमाविश्लय बिभर्त्यव्यय ईश्वर:।।१७।।

''اُتَمَهہ پُروشَسِتوَنيَهہ پرماتميتيُدار رِهَتَهہ
يو لوڪ تِرَيَماوِشيہ بِيَرتِيَوِيَہ ايشوَرَهہ '' (١٧)

انهن ٻنهي کان اُتم پرش تہ ٻيو ئي آهي، جو ٽنهي لوڪن ۾ پرويش ڪري سڀني جو ڌارڻ پوشڻ ڪري ٿو ۽ اوناشي پرماتما، اويڪت، پرشوتم وغيره اُن کي سڏاڻڻ جا شبد آهن، حقيقت ۾ هو ٻيو ئي آهي. معنيٰ هو اڪرن ۾ ورڻن کان پري آهي. هيءُ ڪشر، اڪشر کان پري مهاپرش جي انتم اوسٿا آهي، جنهن کي پرماتما وغيره شبدن ۾ ليکيو ويو آهي، پر هو ٻيو آهي ارٿات بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. اُن اسٿتي ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ پنهنجي ئي واقفيت ڏين ٿا.

यस्मात्क्षरमतीतोऽहमक्षरादपि चोत्तम:।
अतोऽस्मि लोके वेदे च प्रथित: पुरुषोत्तम:।।१८।।

’’يَسماتِڪشَرَ مَتيِتو همڪشرا دَپ چوتَمَهہ
اَتوسِمي لوڪي ويدي چَہ پرَٿِتَهہ پُرُشوتمَهہ ‘‘ (١٨)

مان مٿئين ناشوان، پرورتنشيل کيتر کان هر طرح نيارو آهيان ۽ اکشر ابناسي ڪوُٽَسِٿ پرش کان به اُتم تنهنڪري لوڪ ۽ ويد ۾ پرشوتم نالي سان مشهور آهيان.

**यो मामेवमसम्मूढो जानाति पुरुषोत्तमम्।**
**स सर्वविद्भजति मां सर्वभावेन भारत।।१९।।**

’’يومامیوَمَسَمِموُڙهو جاناتي پُرُشوتَمَمِ
سَ سَرِوَوِدِڀجتي مامِ سَرِوَڀاوينَ ڀارت ‘‘ (١٩)

هي ڀارت ! جيئن ته مٿي چيو ويو آهي ته هن طرح جو گياني پرش مون پرشوتم کي ساکيات ڄاڻن ٿا، اُهي سَرِوَگيہ پُرُش سڀ پرڪار سان مون پرماتما جو ئي ڀڄن ڪن ٿا. هي مونکان الڳ نہ آهن.

**इति गुह्यतमं शास्त्रमिदमुक्तं मयानघ।**
**एतद्बुद्ध्वा बुद्धिमान्स्यात्कृतकृत्यश्च भारत।।२०।।**

’’اِتي گُهيَتَمَمِ شاستر مِدَمُڪتَمِ ميانگهہ
ايتَدِبُڌوا بڌيمانَسياتِڪرِ تِڪرِ تِيَشِچہ ڀارت ‘‘ (٢٠)

هي نشپاپ ارجن! اهڙيءَ طرح هيءُ تمام ڳجهو راز ڀريو شاستر منهنجي دواران چيو ويو. هن جي تَتِوَ کي ڄاڻي منش پورن گياتا ۽ ڪرتارَٿ ٿي ويندو آهي. هاڻي يوگيشور شري ڪرشڻ جي هيءَ واڻي پاڻ ۾ ئي پورڻ شاستر آهي.

شري ڪرشڻ جو هيءُ رهسيہ تمام لڪل هو گپت هو، هنن فقط انوراگين (پريم وارن) کي ٻڌايو. هيءُ اڌڪاري لاءِ هو، سڀني جي لاءِ نہ هو. پر جڏهن هيءُ رهسيہ شاستر لڪڻ ۾ اچي وڃي ٿو، سڀني جي سامهون پستڪ رهي ٿو تنهنڪري لڳي ٿو ته شري ڪرشڻ سڀني کي ٻڌايو؛ پر حقيقت ۾ هيءُ اڌڪاريءَ

لاءِ ٿي آهي. شري ڪرشن جو هيءُ سوروپ سيني لاءِ هئو به ڪونه. ڪوئي هنن کي راجا، ڪوئي دوت ته ڪوئي يادو مڃيندا هئا، ليڪن اڏڪاري ارجن کي هنن ڪوئي (درار) پردو نه رکيو. هنن کي لڳو ته اهو پرم ستيه پرشوتم آهي.پردو، ٻيائي رکي ها ته هنجو ڪلياڻ ٿي نه ٿئي ها.

اهڙي خاصيت پراپتي واري هرهڪ مهاپرش ۾ ڏٺي ويئي، پاتي ويئي، رام ڪرشن پرم هنس ديو جي هڪ ڏينهن ڏاڍو پرسن هو. ڀڳتن پڇيو، ”اڄ ته توهين تمام پرسن آهيو،“ چيائون ”اڄ مان‘ اُهو‘ پرمهنس ٿي ويس. هننجي وقت ۾ ڪو سنو مهاپرش پرمهنس هو. اُن ڏانهن اشارو ڪيو. ڪجهه دير ڪان پوءِ هو من، ڪرم وچن ڪان ورڪت جي آشا ۾ سندس پنيان لڳل ساڌڪن کي چيو ”ڏسو، هاڻي توهين ماڻهو شڪ نه ڪجو، سنسو نه ڪجو. مان اُهوئي رام آهيان جو تريتا ۾ ٿيو هو. اُهوئي ڪرشن آهيان جو دواپر ۾ ٿيو هو. مان اُنهن جي پوتر آتما آهيان، اُهوئي سوروپ آهيان جيڪڏهن پاڻٺو اَتَوَ ته مونکي ڏسو.

ٺيڪ اهڙي طرح ”پوجيه گرومهراج“ به سيني جي سامهون چوندا هئا، ”هو، اسين ڀڳوان جا دوت آهيون. جيڪو سچ ۾ سنت آهي، اُهو ڀڳوان جو دوت آهي. اسانجي دواران ئي اُنهن کي سنديش ملي ٿو.“ايسا چيو - ” مان ڀڳوان جو پُٽ آهيان، منهنجي ويجهو اچو - من لائي ته ايشور جا پُتر چوائيندا.“ هاڻي سيئي پتر ٿي سگهن ٿا. ها ! اها ڳالهه الڳ آهي ته ويجهو اچڻ جو تاتپرج اهو ئي آهي ته اُنهن جي ساڌن ۽ ساڌنا تائين - قطار ۾ اڳيان وڌي پوري ڪرڻي آهي. مُحمد صاحب چيو ”مان الله جو

رسول آهيان، نياپو پهچائيندڙ آهيان.“ پوجيه مهراج جي سيني ڪي ايترو ئي چوندا هئا- نه ڪنهن ويچار جو ڪنڊن، نه منڊن. پر جي ورڪتيءَ ۾ پنيان لڳل هئا، اُنهن کي چوندا هئا- ”فقط منهنجي سروپ کي ڏسو، شڪ نه ڪجو“ گهڻن ئي شڪ ڪيو ته اُنهن کي انيؤ ۾ ڏيکاري، دپ ڦٽڪار وجهي، اُنهن ٻاهرين ويچارن کان هٽائي، جن ۾ يوگيشور شري ڪرشن جي انوسار (اڌياءَ ٢، ٣٤،٤٤) اننت پوڇا جون پڌتيون(طريقا) آهن، پنهنجي سروپ ۾ لڳايو. هو اَدياوَڌِ مهاپرش جي روپ ۾ اوسٿت آهن. اهڙي طرح شري ڪرشن جي پنهنجي اسٿتي ڳجهي نه هئي، پر پنهنجي آننيه ڀڳت، پورن اڌڪاري، انوراگي ارجن جي لاءِ هنن اُنهن کي پرڪاشت• ڪيو، هر ڀڳت لاءِ سَنڀَوَ آهي، ممڪن آهي، مهاپرشن لَکَن ساڌڪن کي اُن رستي تي هلائيندا آهن.

**تاتپرج :-**

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو ته سنسار هڪ ورڪش (وڻ) آهي. پپر جهڙو ورڪش آهي. پپر جو هڪ درشٽانت ماتر آهي. مٿي هن جو مول پرماتما ۽ هيٺ پرڪرتي تائين هنجون شاخا-شاخائون آهن. جو هن ورڪش کي مول سهت چاڙهي وٺي ٿو، اُهو ويدن جو گ ياتا آهي. هن سنسار ورڪش جون شاخائون هيٺ مٿي سڀ هنڌ وياپت آهن، ڦهليل آهن ۽ ”موُلاني“ هن جي جڙن جو چار به مٿي ۽ هيٺ هر هنڌ وياپت آهي، چاڪاڻ ته اهو مول ايشور آهي ۽ اُهو ئي ٻج جي روپ ۾ هر هڪ جيوَ جي هردي ۾ نواس ڪري ٿو.

پُراڻن جو بيان آهي ته هڪ ڀيري ڪمل تي وينل برهما

جيءَ ويچار يو تہ منهنجو بنياد کهڙو آهي؟ جتان هو پيدا ٿيو هو، اُن ڪمل جي ڏانڊيءَ ۾ داخل ٿي هليو ويو- هميشه هلندو رهيو پر پنهنجو مول نہ ڏسي سگهيو. تڏهن نراس ٿي هو اُن ڪمل جي آسن تي ويهي رهيا. چت کي روڪڻ ۾ لڳي ويو ئو ڌيان دواران هنن پنهنجو مول بنياد پائي ورتو. پرم تتو جي ساکياتڪارڪيو، اُستتي ڪئي پرم سروپ کان ئي حڪم مليو ويو تہ -مان آهيان تہ هرهنڌ پر منهنجي پراپتيءَ جو استان هرديہ ئي آهي. هرديہ ديش ۾ جو ڌيان ڪري ٿو، اُهو مونکي پراپت ڪري ٿو وٺي . برهما هڪ نشاني آهي. يوگہ ساڌنا جي هڪ پوري پڪل اوستا ۾ هن استتيءَ جي جاڳرتي آهي. ايشور طرف مٿي نهاري تياري ڪري برهم وديا سان ملي پُڌي ئي برهما آهي. ڪمل پاڻيءَ ۾ رهندي بہ نرمل ۽ نرليپ رهي ٿو. پُڌي جيستائين هِتي هُتي ڀُولي ٿي، تيستائين نٿي پائي ۽ جڏهن اها ئي پُڌي‌نرملتا جي آسڻ تي آسين ٿي من سهت اندرين کي سميٽي هرديہ ڪوش ۾ روڪي ٿي، اُن روڪڻ کي بہ ولِين ڪرڻ جي اوستا ۾ پنهنجي ئي هرديہ ۾ پرماتما کي پائي وٺي ٿي.

هتي بہ يوگيشور شري ڪرشڻ جي انوسار سنسار ورکش آهي، جنهنجو مول هر هنڌ آهي ۽ شاخائون بہ هر هنڌ آهن. ”ڪَرِمانوُبنڌ يِنيِمنشلوڪي“- ڪرمن جي انوسار منش جوٽيءَ ۾ بندن تيار ڪري ٿو، بَڌي ٿو. ٻيون جوٽيون تہ انهن ڪرمن انوسار يوڳہ يوڳين ٿيون. هاٽي درڍ وئراڳ روپي شستر دواران هن سنسار روپي پپر جي وڻ کي تون ڪٽ ۽ اُن پرم پد کي ڳول، جنهن ۾ ويل مهرشي پنر

جنم کي پراپت نٿا ٿين.

ڪيئن سمجهيو وڃي ته سنسار ورکش ڪٽجي ويو؟ يوگ يشور جون ٿا جو ماڻ ۽ موهه کان سدائين رهت آهي، جنهن سنگه دوش جيتيو آهي، جنهن جون ڪامنائون نورت ٿي ويون آهن ۽ جو جوڙن، سکه دکه، ماڻُ اپمان، جنم مرتيو انهن ٻيائيءَ جي جهڳڙن کان مڪت آهي، اُهو پرش اُن پرم تتو کي پراپت ٿئي ٿو. اُن پرم پد کي نه سورج، نه چندرما ۽ نه اگني ئي پرڪاشت ٿي ڪري سگهي، هو خود پرڪاش روپ آهي. جنهن ۾ ويل وري واپس موٽي نٿا اچن، اُهو منهنجو پرم ڌام آهي، جنهن کي پائڻ جو اڌڪار سڀ ڪنهن کي آهي؛ ڇاڪاڻ ته اُها جيو آتما منهنجو ئي شڌ انش آهي. شرير جو تياڳ ڪرڻ وقت جيو آتما من ۽ پنجن اندرين جي ڪاريه ڪلا پن کي کڻي نئين شرير کي ڌارڻ ڪري ٿو. سنسڪار ساتوڪ آهن ته ساتوڪ ليول تي پهچي ٿو وڃي. راجسي آهن ته وچين استان ۽ تامسي رهڻ تي جگهنيه (خراب) جوڻين تائين پهچي ٿا وڃن ۽ اندرين جي آڌار من جي ذريعي وشين کي ڏسي ٿو ۽ ڀوڳي ٿو. اهو ڏسڻ ۾ نٿو اچي . ان کي ڏسڻ واري درشٽي گيان آهي. ڪجهه ياد ڪري وٺڻ اُنجو نالو گيان نه آهي. يوگي جَنَ هردي ۾ چت کي سميٽي ڪوشش ڪندي رهڻ سان پائي ٿو، هاڻي گيان ساڌن گميه آهي. ها! پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان هنجي لاءِ اُتساهه اُتپن ٿئي ٿو. شڪ سان مليل، اڪِرتاتما ماڻهو ڪوشش ڪندي به اُن کي نٿا پائين.

هتي پراپتي واري استان جو چترڻ آهي. هاڻي اُن اوسٿا جي وڀوتين جي وَهڻ سياويڪ آهي. اُن تي پرڪاش

وجهندي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا ته سوريه ۽ چندرما ۾ مان ئي پرڪاش آهيان، اگنيءَ ۾ مان ئي تيج آهيان. مان ئي پرچنڊ اگني روپ سان چئن وِڌين سان پچي راس ٿيل اَن کي پچايان ٿو. شري ڪرشڻ جي شبدن ۾ اَنُ هڪ ماتر برهم آهي ”اَنَمِ برهميتي وِيجانات“ (تَئيتريَه اُپنشد ١-٢) جنهن کي پراپت ڪري اُها آتما تِرپت ٿي وڃي ٿي. بَئڪري کي پورو ڪرڻ ڪان پوءِ اَنُ پوريءَ طرح پچي وڃي ٿو، اُهو پاتر به گم ٿي ٿو وڃي. هن اَن کي مان ئي پچايان ٿو ارٿات ستگرو جيستائين رَٿي نه آهي تيستائين هي اها کوجنا نٿي ٿئي.

ان تي زور ڏيندي يوگيشور شري ڪرشڻ وري چون ٿا ته سمپورڻ پراڻين جي اندرئين ديش ۾ اسٿت ٿي مان ئي يادگيري ڏياريان ٿو. جيڪو سوروپ وسريل هو اُنجي يادگيري ڏياريان ٿو. سمرتي سان گڏ هلڻ وارو گ يان به مان ئي آهيان. ان ۾ ايندڙ رڪاوٽن جو سماڌان به مونکان ئي ٿئي ٿو. مان ئي ڄاڻڻ يوگيه آهيان ۽ ڄاڻ ٿي وڃڻ کانپوءِ ڄاڻ جو انت ڪرتا به مان ئي آهيان. ڪير ڪنهنکي ڄاڻي؟ مان ويدوِت آهيان. اڌياءَ جي شروعات ۾ چيو هو، جو سنسار ورکش کي مول سهت ڄاڻي ٿو اهو ويد وِت آهي؛ پر اُن کي ڪاٽڻ وارو ئي ڄاڻي ٿو. هتي چون ٿا مان به ويدوِت (ودوان) آهيان؛ اُنهن ودوانن ۾ پنهنجي ڳڻپ ڪن ٿا. هاڻي شري ڪرشڻ به هتي ويدوِت پرشوتم آهي، جنهن جي پائڻ جو اڌڪار مانوَ ماتر کي آهي.

انت ۾ هنن ٻڌايو ته لوڪ ۾ ٻن پرڪارن جا پرش آهن. پوتن وغيره جا سمپورڻ شرير ناسوان (ڪشيه) آهن.

من جي جيترڻ واري اوسٿا ۾ اهوئي پرش اڪشر (اوناشي) آهي؛ پر دِوَنداتمڪ ۽ اُن کان پري جو پرماتما، پرميشور، اويڪت (نہ ڇاتل) ۽ اوناشي چيو وَڃي ٿو، اُهو حقيقت ۾ ٻيو ئي آهي. اها کشر اڪشر کان پري واري اوسٿا آهي. اها پرم استٿي آهي. ان سان سنگت ڪندي چون ٿا تہ مان بہ کشر ۽ اڪشر کان پري اُهوئي آهيان ان ڪري ماڻهو مونکي پرشوتم چون ٿا. ان طرح اُتم پرش کي جي ڄاڻن ٿا اُهي گياني ڀڳت جَن سدائين هرطرف کان منهنجو ئي ڀڄن ڪن ٿا. اُنهن جي ڄاڻ ۾ ڪو فرق ڪونهي. ارجن! هي تمام ڳجهو رهسيہ مون تنهنجي لاءِ چيو آهي. پراپتي وارا مهاپرش سيني جي سامهون نٿا چون، پر اڌڪاريءَ کان لڪائي بہ نٿا رکن. لڪائيندا تہ هو پائيندو ڪيئن؟

هن اڌياءَ ۾ آتما جون ٽن استٿين جو چترڻ کشر اڪشر ۽ اڃا بہ تمام اُتم پرش جي روپ ۾ ظاهر ڪيو ويو، جھڙو هن کان پهرين ٻين اڌياءَ ۾ نہ آهي هاڻي.

اوم تَتِسَدِتِي شريمد ڀڳود گيتا سوُپنِشَتيسوُ برهم ودياياٌم يوگہ شاستري شري ڪرشڻارجنَ سَموادي ''پرُشوتَمَ يوگو'' نام پَنڃہ دشو ڌيايَهہ ١١٥١١

ان طرح شريمد ڀڳودِ گيتا روپي اُپنشد ايوَ برهم وديا تٿا يوگشاستري وشيڪ شري ڪرشن ۽ ارجن جي سنواد ۾ ''پرُشوتم يوگہ'' نالي پندرهون اڌياءُ پورو ٿئي ٿو.

اِتي شريمتپَرَم هنس پرمانندسيہ شِشيہَ سوامي اڙگ ڙانند ڪرتي شريمد ڀڳوتگيتايَہ ''يٿارٿ گيتا ڀاشيي'' پرشوتم يوگو نام پنڇدشوڌياَهہ ١١٥١١

١١ هري اوم تَتِ سَتِ ١١

# ١١ اوم شري پَرمِاتِمَني نَمَھہ ١١

## اَٿ ٿوَڊشو ڌيايَھہ

يوگيشور ڀڳوان شري ڪرشڻ جي سوال ظاھر ڪرڻ جي پنھنجي خاص شئلي آھي. پھري ھو پرسنگ جي خاصيتن جو بيان ڪن ٿا، جنھن سان پرش ھن جي طرف آڪرشت ٿين، تنھن کان پوءِ اُن پرسنگ، اُن وشيہ، اُن ڳالھہ کي پڌرو ڪن ٿا. مثال لاءِ ڪرم کي کڻون، ھنن ٻئين اڌياءَ ۾ ئي اُتساھہ ڏنو تہ ارجن! ڪرم ڪر. ٽئين اڌياءَ ۾ اُنھن ظاھر ڪيو تہ مقرر ڪرم ڪر. نرڌارت ڪرم آھن ڇا؟ تہ ٻڌايائون يگيہ جي پرڪريا ئي ڪرم آھي. پوءِ اُنھن يگيہ جو سوروپ نہ ٻڌائي پھرين ٻڌايو تہ يگيہ آيو ڪٿان ۽ ڏئي ڇا ٿو؟ چوٿين اڌياءَ ۾ تيرھن چوڏھن وِڌِيُن سان يگيہ جو سوروپ پڌرو ڪيو، جنھن کي ڪرڻ ڪرم آھي. ھتي ڪرم صاف پڌرو ھوندو آھي، جنھنجو شڌ ارٿ آھي يوگ چنتن، آراڌنا، جو من ۽ اندرين جي ڪريا سان پيريل ٿئي ٿو، سمپن ٿئي ٿو.

اھڙيءَ طرح ھنن اڌياءَ نائين ۾ دَئوي ۽ آسري سمپد جو نالو ورتو. اُن جي خاصيتن تي زور ڏنو تہ ارجن! آسُري سياءَ وارا مونکي تڇ چئي پڪاريندا آھن. آھيان تہ مان بہ منش شرير جي آڌار وارو ڇاڪاڻ تہ منش شرير ۾ ئي مونکي ھيءَ اسٿتي ملي آھي، پر آسُري سياءَ وارا، موڙھہ سياءَ وارا منھنجو پڇن نٿا ڪن، جڏھن تہ دَئوي سمپد سان پرپور ڀڳت جَنَ اَنَنِيہ شرڌا سان منھنجي اُپاسنا ڪن ٿا. پر انھن سمپتين جو سوروپ، اُنجو گڻن اڃا تائين نہ ٻڌايو

ويو. هاڻي هن اڌياءَ سورهين ۾ يوگيشور، اُنجو سوروپ پڌرو ڪري رهيو آهي، جن مان ٻڌايان ٿو پهرين دئوي سمپد جا لڪشڻ

श्रीभगवानुवाच
अभयं सत्त्वसंशुद्धिर्ज्ञानयोगव्यवस्थितिः।
दानं दमश्च यज्ञश्च स्वाध्यायस्तप आर्जवम्।।१।।

شري ڀڳوان اُواچ
''اَڀَيَمِ سَتوَسَنشڌِر گياَنيوگويَوَستِتِڇهہ
دانَمِ دَمَشِڇہ يَڳيَشِڇہ سِواڌِياَيسِتَپ آرِجَوَمِ '' (١)

ڀَيہَ جو بلڪل اَڀاوَ، انتهڪرڻ جي شڌتا، تَتوَ گيان جي لاءِ ڌيان ۾ درڍ استٿتي يا لڳاتار لڳن، سڀ ڪجهہ سمرپڻ، اندرين جو چڱي طرح جيتڻ، يڳيہ جو آچرڻ (جيئن پاڻ شري ڪرشڻ چوٿين اڌياءَ ۾ ٻڌايو آهي، سَنيَمِ جي اگني ۾ هَوَن) اندرين اگنيءَ هَوَن، پراڻ -اَپان ۾ هَوَن ۽ انت ۾ گيان اگني ۾ هَوَن معنيٰ آراڌنا جي پرڪريا اُتساهہ ، لڳن، جيڪا فقط من ۽ اندرين جي انتهہ ڪِريا سان پوري ٿيندي آهي. تِرَ، جَوَ، ويدي وغيره سامگرين سان ٿيندڙ يڳيہ جو هن گِيتا ۾ چيل يڳيہ سان ڪوئي سنبنڌ نہ آهي. شري ڪرشڻ اهڙي ڪنهن ڪرم ڪانڊ کي يڳيہ نہ مڃيو) سواڌيايہ معنيٰ سِوَ- سروپ طرح اتساهہ ڏيڻ وارو اَڌيين، تپ ارٿات من سهت اندرين کي اِشٽ جي شڌ روپ ۾ ڍالڻ ۽ ''آرِجَوَمِ'' شرير ۽ اندرين سهت انتهڪرڻ جي سرلتا.

अहिंसा सत्यमक्रोधस्त्यागः शान्तिरपैशुनम्।
दया भूतेष्वलोलुपत्वं मार्दवं ह्रीरचापलम्।।२।।

''اهنسا سَتيَمَڪِروڌسيتيا گَهہ شانتير پَئيِشُنَمِ

دِيا ڀِوُتيشِوَ لو لُپتِوَمِ مارِدَوَمِ هيرِ رَچاپَلَمِ '' (٢)

اهنسا ارٿات آتما جو اُڌار (آتما کي اڌوگتيءَ ۾ پهچائڻ ئي هنسا آهي. شري ڪرشڻ چون ٿا جيڪڏهن مان ساوڌان ٿي ڪرم نہ وَرتان (ڪريان) تہ ان سمپورڻ پرجا جو مارڻ وارو ۽ ورڻسنڪر جو ڪرتا ٿيندس. آتما جو شُڌُ وَرڻُ آهي پرماتما، اُنجو پرڪرتيءَ ۾ ڀٽڪڻ ورڻ سنڪر آهي، آتما جي هِنسا آهي ۽ آتما جو اُڌار ئي اَهنسا آهي) ستيہ (ستيہ جو ارٿ يٿارٿ ۽ پريہ ڀاشڻ ڪونہ آهي. توهين چئو ٿا، هيءُ وستر منهنجو آهي تہ ڇا توهين سچ ٿا ڳالهايو؟ ان کان وڌو ڪوڙ ٻيو ڇا هوندو؟ جڏهن شرير ئي تنهنجو ڪونهي ناسونت آهي تہ اُن کي ڍڪڻ جو وستر ڪڏهن تنهنجو ٿيو؟ حقيقت ۾ ستيہ جو سوروپ يوگيشور پاڻ ٻڌايو آهي تہ ارجن! ست وستوءَ جو ٽنهي ڪالن ۾ ڪڏهن اياوُ نٿو ٿئي. هي آتما ئي ستيہ آهي، اهو پرم ستيہ آهي هن ستيہ تي درشٽي رکجانءِ) ڪروڌ جو نہ هئڻ، سڀ جو سمرپڻ، شڀ اشڀ ڪرم ڦلن جو تياڳ، چت جي چنچلتا جو هر طرح اياوُ، لڪشيہ جي اُبتڙ نندا وارين ڪارين کي نہ ڪرڻ، سمپورڻ پراڻين ۾ ديا ڀاوُ، اندرين جو وشين سان سنجوڳ هئڻ تي بہ اُن ۾ آسڪتيءَ جو اَياوُ، ڪوملتا پنهنجي لڪشيہ کان مکہ موڙڻ ۾ لڄ، اجاين ڪوشش جو اياوُ ۽

तेज: क्षमा धृति: शौचमद्रोहो नातिमानिता।
भवन्ति सम्पदं दैवीमभिजातस्य भारत।।३।।

''تيج ڪشما ڌِرتيهَہ شَئوُ چَمَدِروهوناتِمانِتا
ڀَوَنِتي سَمپَدَمِ دَئِوِيمَڀِجاتَسيَہ ڀارت '' (٣)

تيج (جو صرف هڪ ايشور ۾ آهي، هن جي تيج سان

جو ڪاريہ ڪري ٿو. مهاتما ٻُڌ جي درشٽي پونديءِ انگوليمل جا ويچار بدلجي ويا، اهو ان تيج جو ئي ڦل آهي، جنهن مان ڪلياڻ جو سِرجن ٿئي ٿو، جو ٻُڌ ۾ هو) ڪميا، ڌيرج، شُڌي، ڪنهن ۾ دشمنيءَ جو ڀاوُ نہ هئڻ، پاڻ ۾ پوڄائڻ جي ڀاوَ جو بلڪل اڀاوُ هي سڀ تہ آهن ارجن! دَئوي سمپد جو پراپت پرش جا لڪشڻ آهن. ان طرح ڪُل ڇويهہ لڪشڻ ٻڌايائون، جي سڀ جا سڀ تہ ساڌنا ۾ پڇي راس ٿيل اوسٿا واري پرش ۾ ممڪن آهن ۽ انش جي روپ ۾ توهان ۾ بہ پڪ آهن ۽ آسُري سمپد سي پريل منشن ۾ بہ هي گڻ آهن، پر دٻيل آهن تڏهن تہ گهور پاپيءَ کي بہ ڪلياڻ جو اڌڪار آهي. هاڻي آسُري سمپد جا مکيہ لڪشڻ ٻڌائين ٿا:

दम्भो दर्पोऽभिगानश्च क्रोधः पारुष्यमेव च।
अज्ञानं चाभिजातस्य पार्थ सम्पदमासुरीम्।।४।।

’’دَمڀو دَرپو ڀِمانَشِچہ ڪِروڌَهہ پارُشيَميوَ چَہ
اَگيانَمِ چا ڀِجاتَسِيَہ پارِٿ سَمپَدَماسُريِمِ ‘‘ (۴)

هي پارٿ ! پاکنڊ، گهمنڊ، ايمان، ڪروڌ، ڪٺور واڻي ۽ اگيان هي سڀ آسُري سمپد کي پراپت ٿيل پرش جا لڪشڻ آهن. ٻنهي سمپدائن جو ڪاريہ ڇا آهي؟

दैवी सम्पद्विमोक्षाय निबन्धायासुरी मता।
मा शुचः सम्पदं दैवीमभिजातोऽसि पाण्डव।।५।।

’’دَئوي سَمپَدَ وِموڪشايَہ نِبَنڌايا سُري مَتا
ما شُچَهہ سَمپَدَمِ دَئويِمَڀِجا توسي پانڊوَ ‘‘ (۵)

هنن ٻنهي پرڪارن جي سمپدائن مان دَئوي سَمپَدَ تہ ’’وموڪشايہ‘‘ خاص موڪش جي لاءِ آهي ۽ آسُري سَمپَدا ٻنڌن لاءِ مڃي ويئي آهي. هي ارجن! تون شوڪ نہ ڪر؛

چاڪاڻ تون دَئوي سَمِپَدا کي پراپت ٿيو آهين. خاص مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين ارٿات مونکي پراپت ٿيندين. اُهي سمپدائون رهن ڪٿي ٿيون.

द्वौ भूतसर्गौ लोकेऽस्मिन्दैव आसुर एव च।
दैवो विस्तरशः प्रोक्त आसुरं पार्थ मे शृणु।।६।।

دِوَئوُ ڀوُت سَرِ گَئوُ لوڪيِسمِنِدَئيوَ آسُرَ ايوَچَ
دَئيوو وِستَرَشَهہ پِروڪِتَہ آسُرَمِ پارٿ مي شِرڻوُ (٦)

هي ارجن! هن لوڪ ۾ ڀوتن جو سياءُ ٻن پرڪارن جو ٿيندو آهي. ديون جهڙا ۽ اَسُرن جهڙا. جڏهن هرديہ ۾ دئوي سمپد ڪاريہ جو روپ وٺندا آهن تہ منش ئي ديوتا آهي ۽ جڏهن آسُري سمپد وڌيڪ هجي، گهڻو هجي تہ منش ئي اسُر آهي. سرشٽيءَ ۾ هي ٻہ ئي جاتيون آهن. هو چاهي عرب ۾ پيدا ٿيو هجي، چاهي آسٽريليا ۾ ، ڪٿي بہ پيدا ٿيو هجي. پر آهن انهن ٻنهي مان ئي. اڃا تائين ديون جو سياءُ ئي وستار سان چيو ويو، هاڻي اَسُرن جي سياءَ کي مونکان وستار پوروڪ ٻڌ.

प्रवृत्तिं च निवृतिं च जना न विदुरासुराः।
न शौचं नापि चाचारो न सत्यं तेषु विद्यते।।७।।

''پِرَوِرِتِمِ چہ نِوِرِتِم چہَ جَنا نہ وِدُراسُراهہ
نہَ شَئوَچِمِ ناپِي چاچارو نہ سَتِيَمِتيشوُ وِديتي (٧)

هي ارجن ! آسُري لوڳ ''ڪاريِمِ ڪَرِمِ'' ۾ پرورت ٿيڻ ۽ اڪرتويہ ڪاريہ کان نِورت ٿيڻ بہ نا ڄاڻن تنهنڪري اُنهن ۾ نہ شڌي ٿي رهي نہ آچرڻ ۽ نہ ستيہ ئي رهي ٿو. اُنهن پرشن جا ويچار ڪهڙا ٿيندا آهن؟

असत्यमप्रतिष्ठं ते जगदाहुरनीश्वरम्।
अपरस्परसम्भूतं किमन्यत्कामहैतुकम्।।८।।

”آسَتيَمَپرَتِشٺَمِ تي جَگَدا هُرَنيِشوَرَمِ
آپَرِسپَرَ سَمڀوُ تَمِ ڪِمَنيَتِڪا مهَهَئيتُڪَمِ (٨)

هو آسري پرڪرتيءَ وارا منش چون ٿا ته جڳت آڌار کان رهت آهي، جيڏانهن تيڏانهن ڪوڙ آهي ۽ بنا ايشور جي پنهنجو پاڻ استري ۽ پرش جي ميلاپ مان اُتپن ٿيو آهي. تنهنڪري فقط ڀوڳن کي ڀوڳڻ لاءِ آهي، ان کانسواءِ ٻيو ڇا آهي؟

एतां दृष्टिमवष्टभ्य नष्टात्मानोऽल्पबुद्धय:।
प्रभवन्त्युग्रकर्माण: क्षयाय जगतोऽहिता:।।९।।

”ايتامِ درِشٽمَوَ شٽڀيهَ نَشٽاتمانو دِپَبُڌَيهَ
پِرَ ڀَوَ نتيوُ گرَ ڪَرِماڳهَ ڪِشيايهَ جَگَتو هِتاهَ (٩)

ان مٿيا، ڪوڙي درشٽيڪوڻ، ڪوڙي نظريي جي آڌار سان جن جو سڀاءُ نشٽ ٿي چڪو آهي. اُهي مَندِ ٻُڌي، اَپڪاري (اُپڪار نه ڪرڻ وارا) ڪُڪرمي منش فقط جڳت جو ناس ڪرڻ لاءِ اُتپن ٿين ٿا.

काममाश्रित्य दुष्पूरं दम्भमानमदान्विता:।
मोहाद्गृहीत्वासद्ग्राहान्प्रवर्तन्तेऽशुचिव्रता:।।१०।।

”ڪامَما شرِتيهَ دُشپوُرَمِ دَمڀَما نَمدا نِوتاهَ
موها دِگرِ هيتِوا سَدِ گِراها نِپرَ وَرِ تَنِتو شُچورتاها (١٠)

اُهي منش پاکنڊ، مانَ ۽ نشي سان ڀُرُ ٿي ڪنهن به پرڪار پوريون نه ٿيڻ واريون ڪامنائن جو آسرو وٺي، اگيان سان مٿيا سڌانتن کي گرهڻ ڪري اشڀ ۽ ڀرشٽ وِرتَن سان ڀرپور ٿي سنسار ۾ وَرتندا آهن. هو ورت به ڪن ٿا پر ڀرشٽ آهن.

**चिन्तामपरिमेयां च प्रलयान्तामुपाश्रिताः।**
**कामोपभोगपरमा एतावदिति निश्चिताः।।११।।**

''چِنتا مَپَرِ ميياٿِ چہَ پِرَ اَيانِتا مُپاشِرَتاھہ
کامو پڀو ڳپَرَما ايتا وَدِتي نِشچِتاھہ (۱۱)

هو آخرين سواس تائين اننت چنتائن جي لاءِ رهن
ٿا ۽ وشين کي ڀوڳڻ ۾ رُڌل هو 'بس' ايترو ئي آنند آهي-
ائين مڃين ٿا. هو مڃين ٿا تہ جيترو ٿي سگهي ڀوڳ
ڪئا ڪريو.ان کان اڳي ڪجهہ بہ ڪونهي.

**आशापाशशतैर्बद्धाः कामक्रोधपरायणाः।**
**ईहन्ते कामभोगार्थमन्यायेनार्थसञ्चयान्।।१२।।**

''آشا پاشَشَتَئِيرِ بَڌاھہ ڪامِ ڪروڌ پَرايَڻاھہ
اِيهَنتي ڪامَ ڀوڳارِ ٿَمَنيا يينا رِٿَسَنچَيانِ (۱۲)

آشا روپي سوين ڦاسين سان (هڪ ڦاسيءَ سان ئي لوڳہ
مري ويندا آهن، هتي سوين ڦاسين سان) ٻڌل ڪام ڪروڌ
سان وشيہ پورتيءَ جي لاءِ هو انياءُ پوروڪ شاهوڪار گهڻن
ئي پدارٿن کي ڪنو ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا .هاڻي هو ڌن
لاءِ رات ڏينهن اسماجڪ قدم کڻن ٿا- اڳيان ڇون
ٿا- اڳيان ڇون ٿا-

**इदमद्य मया लब्धमिमं प्राप्स्ये मनोरथम्।**
**इदमस्तीदमपि मे भविष्यति पुनर्धनम्।।१३।।**

''اِدَمَديہَ مَيا لَبڌ مِمَمِ پراپِسِيي مَنورَٿَمِ
اِدَ مَستيدَمپي مي ڀَو يِشيَتي پُنَرِ ڌَنَمِ ''(۱۳)

هو سوچين ٿا تہ اڄ مون هي پاتو آهي، هن منورٿ کي
پراپت ڪندس. مون وٽ هيترو ڌن آهي ۽ وري ڪڏهن
هيترو ٿي ويندو.

असौ मया हत: शत्रुर्हनिष्ये चापरानपि।
ईश्वरोऽहमहं भोगी सिद्धोऽहं बलवान्सुखी।।१४।।

”آسؤ مَيا هَتَهہ شترؤر هَنِشيي چاپرانَپي
ايِشوَرو هَمَهَمِ ڀوگِي سِڌو هَمِ بلِوانِسُکِي (١۴)

هو شترو منهنجي دواران ماريو ويو ۽ ٻين شترن کي بہ مان ماريندس. مان ئي ايشور ۽ ائشوريہ کي، عيشن کي ڀوڳڻ وارو آهيان. مان ئي سِڌين سان ڀريل، ٻلوان ۽ سکي آهيان.

आढ्योऽभिजनवानस्मि कोऽन्योऽस्ति सदृशो मया।
यक्ष्ये दास्यामि मोदिष्य इत्यज्ञानविमोहिता:।।१५।।

”آڍِيو ڀيِجَنوانِسمِي ڪونِيو سِتِي سَدِرشو مَيا
يَکشيي داسِيامِي مودِشيہَ اِتيَگيانَو موهِتاهَہ (١٥)

مان وڏو ڌني ۽ وڏي ڪٽنب وارو آهيان. مون جهڙو ٻيو ڪير آهي؟ مان يگيہ ڪندس، مان دان ڏيندس، مونکي خوشي ٿيندي - ان طرح جي اگيان سان هو ڏاڍو موهت رهن ٿا. ڇا يگيہ، دان بہ اگيان آهي؟ ان تي سلوڪ سترهن ۾ صاف ڪيو آهي. ايتري هوندي بہ هو نٽا رُڪجن بلڪ انيڪ ڀرمن جا شڪار رهن ٿا. ان تي چون -

अनेकचित्तविभ्रान्ता मोहजालसमावृत्ता:।
प्रसक्ता: कामभोगेषु पतन्ति नरकेऽशुचौ।।१६।।

”آنيڪَچِتَو ڀِرانِتا موهَہ جالَسماوِرتاهَہ
پِرَسَڪتاهَہ ڪامَيوگيشوُ پَتَنِتي نَرِڪيشڪَچِئوُ (١٦)

انيڪ پرڪارن سان ڀرمت چت وارا، موهہ جار ۾ ڦاٿل وشيہ ڀوڳن ۾ تمام گهڻا آسڪت هو آسري سڀاءُ وارا منش اپوتر نَرڪَ ۾ ڪرن ٿا. اڳيان شري ڪرشڻ پاڻ ٻڌائيندا تہ نرڪ ڇا آهي؟

**आत्मसम्भाविताः स्तब्धा धनमानमदान्विताः।**
**यजन्ते नामयज्ञैस्ते दम्भेनाविधिपूर्वकम्।।१७।।**

”آتِمَسَمڀِيا وتاهہ سِتَبڌا ڌَنَماَنَمَدا نِوِتاها
يَجَنتي نامَيَڳَئِيستي دَمڀينا وِ ڌيپُور وَڪَمِ “ (١٧)

پنهنجو پاڻ کي سريشٽ مڃڻ وارا، ڌن ۽ مانَ جي مَدَ ۾ پُرُ تي اُهي گهمنڊي منش شاستروڌيءَ کان رهت ڦقط نالي ماتر جي يڳين دوارا پاکنڊ سان قرباني ڏيڻ روپي يڳيہ ڪن ٿا. ڇا اُهي يڳيہ ڪن ٿا جيڪي شري ڪرشڻ ٻڌايا آهن.

نہ، اُن وِڌيءَ کي ڇڏي ڪندا آهن، ڇاڪاڻتہ وِڌِي پاڻ يوگيشور ٻڌائي آهي (اڌياءُ ۴- ۲۴ -۳۳ تائين) ۽ اڌياءُ(٦- ١٠ کان ١٧ تائين)

**अहङ्कारं बलं दर्पं कामं क्रोधं च संश्रिताः।**
**मामात्मपरदेहेषु प्रद्विषन्तोऽभ्यसूयकाः।।१८।।**

”آهنڪارَمِ بَلَمِ دَرِپَمِ ڪامَمِ ڪِروڌَمِ ڇہ سَنِشِرتاهہ
ماماتِمَپَرَ ديهيشوُ پِرَدِوِشَنِتو يِيَسوُ يڪاهہ“ (١٨)

هو ٻين جي نندا ڪرڻ واري اهنڪار، ٻل، گهمنڊ، ڪامنا ۽ ڪروڌجي وس ٿي ويل پرش پنهنجي ۽ ٻين جي شرير ۾ اسٿت مون انترييامي پرماتما سان دويش (ٻيائي، وير) ڪرڻ وارا آهن. شاستر وِڌِيءَ سان پرماتما جو سمرڻ هڪ يڳيہ آهي. جو ان وِڌِيءَ کي تياڳي نالي ماتر يڳيہ ڪن ٿا، يڳيہ جي نالي تي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندا ئي رهن ٿا، اُهي پنهنجي ۽ ٻئي جي شرير ۾ اسٿت مون پرماتما سان دويش ڪرڻ وارا آهن.ماڻهودويش دويش ڪندا ئي رهن ٿا. ماڻهو ڪندا ئي رهن ٿا ۽ ٻچي، وڃن ٿا. ڇا هِي بہ ٻچي

ويندا؟ ان تي چون ٿا - تہ

**तानहं द्विषतः क्रूरान्संसारेषु नराधमान्।**
**क्षिपाम्यजस्रमशुभानासुरीष्वेव योनिषु।।१९।।**

تانَهم دِوِشَتَهہ ڪِروُرانِسَنِسا ريشوُ نَراڌمانِ
لِشِپا مِيَجِسرَ مَشوُ ڀاناسُريشويوَ يونيشوُ (١٩)

مونسان دويش ڪرڻ وارا اُنهن پاپچاري ڪُڪرمي نراڌَمَنِ کي مان سنسار ۾ هميشه آسُري جوڻين ۾ ئي ڪيرايان ٿو. جيڪي شاستر وڌيءَ کي تياڳي قربانين جو ڏيکاءَ ڪن ٿا اُهي پاپ جي جوڻ آهن، اُهيئي منشن ۾ سوارٿي، پاکنڊي، هينئين درجي جا ۽ ڪُڪَرمين کي مان نرڪ ۾ ڪيرايان ٿو. اُنهن کي هتي چوندا آهن تہ اُنهن کي ڀيانڪ آسُري جوڻين ۾ ڪيرايان ٿو. اهوئي نرڳ آهي. ساڌارڻ جيل جي سزا ڀينڪر ٿيندي آهي ۽ هتي هميشهہ آسُري جوڻين ۾ ڪرڻ جو سلسلو ڪيترو دکدائي آهي. هاڻي دَئوي سَمپد جي لاءِ ڪوشش ۾ رهڻ گهرجي.

**आसुरीं योनिमापन्ना मूढा जन्मनि जन्मनि।**
**मामप्राप्यैव कौन्तये ततो यान्त्यधमां गतिम्।।२०।।**

”آسُريِم يونيماپَنا موڙها جَنِمَني جنمني
ماَمپراپِيَئيوَ ڪؤنيتيہ تَتوَ يانِتِيَڌماِم گَتِم (٢٠)

ڪؤنتييہ ! مورکہ منش جنم جنمانترن تائين آسُري جوڻ کي پراپت ٿي مونکي نہ پراپت ٿي پهرئين کان بہ اَتي نيچ گتيءَ کي پراپت ٿين ٿا، جنهنجو نالو نَرِڪُ آهي. هاڻي ڏسون تہ نرڪ جو بنياد ڇا آهي؟

**त्रिविधं नरकस्येदं द्वारं नाशनमात्मनः।**
**कामः क्रोधयस्तथा लोभस्तस्मादेरत्त्रयं त्यजेत्।।२१।।**

”تِرِوِڌَم نَرِڪَسِيېدَمِ دوارمِ ناشَنَماتِمَنَهَه
ڪامَهه ڪِروڌَيستَتا لويِسِتَسِماد يرتتريَمِ تِيَجين “ (٢١)

ڪام ، ڪروڌ ۽ لوڀ هي ٽن پرڪارن جا نرڪ جا مول دوار آهن. هي آتما جو ناس ڪرڻ وارا، اُن کي اڌوگتيءَ ۾ وٺي وڃڻ وارا آهن. تنهن ڪري انهن ٽنهي کي تياڳي ڇڏڻ گهرجي. انهن ٽنهي تي آسُري سمپد ٽڪيل آهي. ان کي تياڳڻ مان لاڀ؟

एतैर्विमुक्तः कौन्तेय तमोद्वारैस्त्रिभिर्नरः।
आचरत्यात्मनः श्रेयस्ततो याति परां गतिम्।।२२।।

”ايتَئيرِ وِمُڪتَهه ڪؤنتيِيَه تَمودُوارَئيسِترِيڀِيِنَرَهه
آچَرَتِياتِمَنَهَه شِريَسِتَتوياتي پَرامِ گَتِمِ “ (٢٢)

ڪؤنتيَه! نرڪ جي انهن ٽن دوارن کان مڪت ٿيل پرش پنهنجي پرم ڪلياڻ جي لاءِ آچرڻ ڪري سگهي ٿو، جنهن ۾ هو پرم گتي معنيٰ مونکي پراپت ٿئي ٿو. انهن ٽنهي وڪارن کي تياڳڻ سان ئي منش مقرر ڪرم ڪري ٿو، جنهنجو ڦل پرم لاڀ آهي.

यः शास्त्रविधिमुत्सृज्य वर्तते कामकारतः।
न स सिद्धिमवाप्नोति न सुखं परां गतिम्।।२३।।

”يَهَه شاسِترَ وِڌي مُتِسِرِجِيَه وَرِتَتي ڪامَ ڪارَ تَهَه
نَه سَ سِڌيِمَواپنوتي نَه سُکمِ نَه پَرامِ گَتِمِ “ (٢٣)

جو پرش مٿي چيل شاستر وڌيءَ کي تياڳي (اُهو شاستر ڪو ٻيو ڪونهي ”اِتي گُهيَيَتَمَمِ شاسِترَمِ “ (١٥-٢٠) گيتا خود پورڻ شاستر آهي، جا شري ڪرشڻ پاڻ ٻڌائي آهي اُن وڌيءَ کي تياڳي) جيڪو پنهنجي اڇا سان وَرتي ٿو، اُهو نه سِڌيءَ کي پراپت ٿئي ٿو، نه پرم گتيءَ

جي طرف ۾ نہ سگهہ کي ئي پراپت ٿئي ٿو.

तस्माच्छास्त्रं प्रमाणं ते कार्याकार्यव्यवस्थितौ।
ज्ञात्वा शास्त्रविधानोक्तं कर्म कर्तुमिहार्हसि।।२४।।

”تَسِماڇڇاسِترَمِ پرَماڻَمِ تي ڪارِياڪارِيويَوَسِٿِتئُوُ
گِياتِواشاسِترَ وِڌانوڪتَمِ ڪَرمَ ڪَرِ توُمِهارِهَسي “ (٢۴)

تنهن ڪري ارجن! تنهنجي لاءِ هن ڪرتويہ ۽ اڪرتويہ جي ويوسٿا ۾ ڇا ڪريان، نہ ڪريان انهي ويوسٿا ۾ شاسترئي هڪ ثبوت آهي. ائين ڄاڻي شاستر وِڌيءَ سان مقرر ٿيل ڪرم کي ڪرڻ تنهنجي لاءِ يوگيہ آهي.

اڌياءَ ٽئين ۾ بہ يوگيشور شري ڪرشڻ ”نِيَتَمِ ڪُرو ڪَرمَ ٽُوَمِ “ مقرر ڪرم تي زور ڏنو ۽ ٻڌايو تہ يگيہ جي پرڪريا ئي نيَت ڪرم آهيۦ اُها يگيہ آراڌنا جي خِاص وڌِي جو چترڻ آهي، جو من کي هر طرف کان وَسِ ڪري پوتر برهم ۾ پرويش ڏياري ٿو. هتي هنن ٻڌايو تہ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ نرڪ جا ٽي خاص دوار آهن. انهن ٽنهي کي تياڳڻ سان ئي ڪرم جو (مقرر ڪرم جو) آرنڀ ٿئي ٿو، جنهن کي مون ور ور ڪري چيو، جو پرم شِريہ پرم ڪلياڻ ڏيارڻ وارو آچرڻ آهي، وهنوار آهي. ٻاهر سنسارڪ ڪمن ۾ جو جيترو مشغول آهي، اوترو ئي وڌيڪ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ هن وٽ سجيل ملن ٿا. ڪرم ڪا اهڙي وستو نہ آهي. هاڻي ڪام ڪروڌ ۽ لوڀ کي تياڳي ڇڏڻ سان ئي اُن پرويش (داخلا) ملي ٿي، ڪرم وهنوار ۾ ڏَلجي پوي ٿو. جو اُن ۾ وڌيءَ کي تياڳي پنهنجي اڇا سان آچرڻ ڪري ٿو، اُن لاءِ سکہ سِڌي يا پرم گتي ڪجهہ بہ نہ آهي. هاڻي ڪَرتويہ ۽ اڪرتويہ جي ويوسٿا ۾ شاستر ئي فقط هڪڙو

ثبوت آهي، سچو آهي، اصل آهي. باقي شاستر وِڌيءَ
جي انوسار توکي ڪرم ڪرڻ چڱو آهي ۽ اُهو شاستر آهي
”گيتا“

## تاتپرج :-

هن اڌياءَ جي شروعات ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ دَئوي
سمپد جو وستار سان ورڻن ڪيو. جنهن ۾ ڌيان ۾ استتي،
سَڀ جو سمرپڻ، انتهڪرڻ جي شڌي، اندرين ڪي جيتڻ،
من کي روڪڻ، سوروپ جو سمرڻ ڌيارڻ وارو اڌيين (اڀياس)
يگيہ لاءِ ڪوشش، من سهت اندرين کي تپائڻ، اڪروڌي،
چت جي شانت پرواهت رهڻ وغيره ڇوويهہ لڪشڻ ٻڌايا.
جيڪي سڀ جا سڀ تہ اِشٽ جي ويجهو پهتل يوگہ ساڌنا ۾
پرورت ڪنهن ساڌڪ ۾ ئي ممڪن آهن. انش جي روپ ۾
سيني ۾ آهن.

تنهن کانپوءِ هنن آسُري سمپد ۾ مکيہ چار ڇهہ وڪارن
جا نالا ورتا ؛ جيئن ايمان، پاکنڊ، ڪنورتا، اگيان وغيره ۽
انت ۾ فيصلو ڏنو تہ ارجن! دَئوي سمپد تہ ”وِموکشايہ“
پورڻ نورتيءَ لاءِ آهي، پرم پد جي پراپتي جي لاءِ آهي ۽
آسُري سَمپد ٻنڌن ۽ اڌوگتي جي لاءِ آهي. ارجن! تون شوڪ
نہ ڪر؛ چاڪاڻ تہ تون دَئوي سمپد کي پراپت ٿيو آهين.

هي سمپدائون ٿينديون ڪٿي آهن؟ هنن ٻڌايو تہ هن
لوڪ ۾ منشن جو سياءَ ٻن پرڪارن جا ٿيندا آهن. ديوتائن
جهڙو ۽ آسُرن جهڙو. جڏهن دئوي سمپد وڌيڪ هوندو
آهي، تہ منش ديوتائن جهڙو ٿيندو آهي. جڏهن آسُري
سمپد وڌيڪ هوندو آهي، تہ منش آسرن جهڙو آهي.
سرشٽيءَ ۾ بس منشن جون ٻہ ئي جاتيون آهن. چاهي هو

ڪٿي به پيدا ٿيو هجي. ڪجهه به چوائيندو هجي،
تنهن ڪانپوءِ هن آسري سڀاءَ وارن منشن جا لڪشڻ وستار
سان ٻڌايا. آسري سمپد کي پراپت پرش ڪرتويه ڪرم ۾
پرورت ٿيڻ نٿو ڄاڻي ۽ اڪرتويه ڪاريه کان نورت ٿيڻ
نٿو ڄاڻي. هو ڪرم ۾ پرورت ئي نه ٿيو ته هن ۾ ستيه
ٿيندو آهي، نه شڌي ۽ نه آچرڻ ئي هوندو آهي. هن جي
ويچار ۾ جڳت آڌار کان رهت، بنا ايشور جي پنهنجو
پاڻ استري پرش جي ميلاپ سان اُتپن ٿيو آهي، هاڻي
صرف ڀوڳ ڀوڳڻ جي لاءِ آهي. هن کان اڳيان ڇا آهي؟
هيءُ ويچار ڪرشڻ ڪال ۾ به هو سدائين رهيو آهي.
ڇڏن ماڻهن چيو هجي اهڙي ڳالهه نه آهي جيستائين
ماڻهن ۾ دئوي آسري سمپد جو چڙهڻ لهڻ آهي تيستائين
رهندو. شري ڪرشڻ چون ٿا، اُهي مَندِ ٻڌيءَ وارا پرش
سڀني جو اڪلياڻ ڪرڻ جي لاءِ ئي جڳت ۾ پيدا ٿين ٿا.
هو چون ٿا منهنجي دواران هيءُ شترو ماريو ويو، اُن کي
ماريندس. ان طرح ارجن! ڪام ڪروڌ جي آسري اُهي پرش
شترن کي نٿا مارين بلڪ پنهنجي ۽ ٻين جي شرير ۾ اسٿت
مون پرماتما سان دويش ڪرڻ وارا آهن. ته ڇا ارجن پرُنُ
ڪري جئدرٿ وغيره کي ماريو؟ جيڪڏهن ماري ٿو ته آسري
سمپد وارو آهي، اُن پرماتما سان دويش ڪرڻ وارو آهي؛
جڏهن ته ارجن کي شري ڪرشڻ صاف چيو ته تون دَئوي
سمپد کي پراپت ٿيو آهين. شوڪ نه ڪر هتي به صاف
ٿيو ته ايشور جو نواس سڀ ڪنهن جي هردي ۾ آهي.
ياد رکڻ گهرجي ته ڪير توکي سدائين ڏسي رهيو آهي.
هاڻي سدائين شاسترن ۾ ٻڌايل ڪريا جو ئي آچرڻ ڪرڻ

گهرجي نہ تہ ڏنڊ، سزا حاضر آهي.

يوگيشور شري ڪرشڻ وري چيو تہ آسري سڀاءَ وارن ڪروُر منشن ڪي مان نرڪ ۾ وري وري ڪيرايان ٿو.

نرڪ جو سوروپ ڇا آهي؟ تہ ٻڌايائون وري وري نيچ اڌم جوڻين ۾ ڪِرڻ هڪ ٻئي جو پورڪ آهي، ساڳي ڳالهہ آهي. اهوئي نرڪ جو سوروپ آهي. ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ اهي ٽيئي نرڪ جا مول دوار آهن. انهن ٽنهي تي ئي آسري سمپد ٽڪيل آهي، بيٺل آهي. انهن ٽنهيءَ کي تياڳڻ تي ئي اُن ڪرم جي شروعات ٿئي ٿي، جيڪا مون بار بار ٻڌائي آهي. سِڌ آهي تہ ڪرم ڪا اهڙي وستوُ نہ آهي، جنهنجو آرنڀ ڪام ، ڪروڌ ۽ لوڀ کي تياڳڻ سان ئي ٿئي ٿو.

سنسارڪ ڪمن ۾، مريادا ڍنگہ سان سماجڪ اوستائن جو نرواهہ ڪرڻ ۾ بہ جي جيترا رُڌل آهن ڪام ڪروڌ لوڀ اُنهن وٽ اوترا وي وڏيڪ سجايل ملن ٿا. حقيقت ۾ انهن ٽنهي کي تياڳڻ سان ئي پرم ۾ پرويش ڏيارڻ وارا مقرر ٿيل ڪرم ۾ داخلا ملي ٿي. تنهنڪري مان ڇا ڪريان. ڇا نہ ڪريا؟ ان ڪرتويہ ۽ اڪرتويہ ۾ شاستر ئي ثبوت آهي. ڪهڙو شاستر؟ هيءُ ئي گيتا شاستر؛ ڪِمَنِيّئي شاستر وِستَرئي ڪہ'' تنهن ڪري هن شاستر دواران مقرر ٿيل ڪرم - خاص (يگيارٿ ڪرم) کي ئي تون ڪر.

هن اڌياءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ دَئوي ۽ آسري ٻنهي سمپدائن جو وستار سان ورڻن ڪيو. اُنجو آستان ماڌَوَ هرديہ ٻڌايو، ان جوڦل ٻڌايو - هاڻي

اوم تَتِ سَدِتي شريمد ڀگود گيتا سوُ پَنِشَتِسوُ برهم وِدِيايا ِمِ يوگشاستري شري ڪرشڻا رِجن سَمِوادي

’’دَئِيوا سُرَسمپدِ وڀاڳہ يوگو‘‘ نام شو ڊشو ڌيايهہ ۔۔۔١٦۔۔۔

ان طرح شريمد ڀڳوت گيتا روپي اُپنشد ايوَم برهم وديا ۽ يوگشاستر وشيہ شري ڪرشڻ ارجن جي سنواد ۾ ’’دَئواسُر سمپد وڀاڳہ يوگہ‘‘ نالي سورهون اڌياءَ پورو ٿيو.

اِتي شريمتپَرَم هنس پرمانندسيہ شِشيہَ سوامي اڙگڙانند ڪرتي شريمد ڀڳوتگيتايہ ’’يٿارٿ گيتا ڀاشيي‘‘ دَئواسر سمپد وڀاڳہ يوگو نام مشودشوڌياَهہ ۔۔۔١٦۔۔۔

۔۔ هري اوم تَتِ سَتِ ۔۔

## ١١ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ١١

## اَٿ سَپتدشو ڌيايَهَ

اڌياءَ سورهين جي پڇاڙيءَ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ صاف چيو ته ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ تياڳڻ تي ئي ڪرم جو آرنڀ ٿئي ٿو، جنهن کي مون وري وري چيو آهي. مقرر ڪرم کي بنا ڪرڻ جي نه سکه، نه سِڌي ۽ نه پرم گتي ئي ملي ٿي. تنهنڪري هاڻي تنهنجي لاءِ ڪرتيويه ۽ اڪرتويه جي ويوسٿا ۾ ته ڇا ڪريان، ڇا نه ڪريان؟ ان سنبنڌ ۾ شاستر ئي ثبوت آهي. ڪو ٻيو شاستر نهَ؛ بلڪ ” اِتي گُهيَنَمِ شاستر مِدَم ا“ (١٥-٢٠) گيتا پاڻ شاستر آهي. ٻيا به شاستر آهن؛ پر هتي هن گيتا شاستر تي درشٽي رکون، ٻيو نه ڳولهڻ لڳون. ٻي جڳهه ڳولهينداسين ته هيءَ ڪِرَمبِڌتا ڪونه ملندي. تڌهن ته ڀٽڪي ويندا.

ان تي ارجن سوال ڪيو ته ڀڳوان! جيڪي ماڻهو شاستر وِڌيءَ کي تياڳي پورن شرڌا سان ملي ”يجَنِتي“ پوڄا ڪن ٿا، اُنهن جي گتي ڪهڙي آهي ساتوڪي آهي، راجسي يا تامسي آهي؟ ڇاڪاڻ ته اڳ ۾ ارجن ٻڌو هو ته ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي آهيون، جيستائين گڻ وديمان آهي، ڪنهن نه ڪنهن جوڻ جو ئي ڪارڻ ٿين ٿا. ان ڪري ڌنل اڌياءَ جي شروعات ۾ ئي اُن سوال رکيو:-

**अर्जुन उवाच**

**ये शास्त्रविधिमुत्सृज्य यजन्ते श्रद्धयान्विताः।**

**तेषां निष्ठा तु का कृष्ण सत्त्वमाहो रजस्तमः ।।१।।**

**ارجن اُواچ**

**”يي شاستر وِڌيمُتِسر ڄيَہ يَڄنتي شِرڌَيانوَ تاھہ**
**تيشام نِشِٺا توُ ڪا ڪرشڻ سَتوَماھو رَڄِستَمَھہ “ (۱)**

ھي ڪرشڻ! جو منش شاستر وِڌيءَ کي ڇڏِي شرڌا سان پوڄا ڪن ٿا، اُنھن جي گتي ڪھڙي آھي؟

ساتوڪي آھي، راجسي آھي يا تامسي آھي؟ پوڄا ۾ ديوتا يڪش، يوت وغيره سڀ اچي ٿا وڃن.

**श्रीभगवानुवाच**
**त्रिविधा भवति श्रद्धा देहिनां सा स्वभावजा।**
**सात्त्विकी राजसी चैव तामसी चेति तां शृणु।।२।।**

**شري ڀڳوان اُواچ**

**”تِرِ وڌايَوتي شِرڌا ديھنام سا سِوَياوَڄا**
**ساتِوڪي، راجسي چِئيوَ تامَسي چيتي تام شِرِڻُو “(۲)**

اڌياءَ ڀئين ۾ يوگيشور ڀڳايو تہ ارجن! ھن يوگہ ۾ نرڌارت ڪريا ھڪ ئي آھي. اوويڪين جي ٻُڌي اننت شاخائن واري ٿيندي آھي تنھنڪري ھو اننت ڪِريائن جو وستار ڪري ٿا وٺن. ڏيکاءَ واري سٺي شوڀا يڪت واڻيءَ سان اُن کي ظاھر ٿا ڪن. اُنھن جي واڻيءَ جي ڇاپ جِن جي چت تي پوي ٿي، ارجن! اُنھن جي بہ ٻڌي نشٽ ٿي وڃي ٿي، نہ تہ ڪجھہ پائين ٿا. نيڪ انھن جي دھراءِ وارِي وِرتي ھتي بہ آھي ”شاسِترَ وِڌي مُتِسرِ جيَہ“ شاستر وڌيءَ کي تياڳي يڄن ڪن ٿا، اُنھن جي شرڌا بہ ٽن پرڪارن جي ٿيندي آھي.

ان تي شري ڪرشڻ چيو، منش جي عادت مان اُتپن ٿيل اُھا شرڌا ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي اھڙن ٽن پرڪارن جي ٿئي ٿي، اُن کي تون مونکان ٻُڌُ. منش جي ھردي ۾ ھيءَ شرڌا ڳتيل آھي.

सत्त्वानुरूपा सर्वस्य श्रद्धा भवति भारत।
श्रद्धामयोऽयं पुरुषो यो यच्छ्रद्धः स एव सः।।३।।

”سنِوانوُروپا سَروسِيہ شرڌا ڀَوَتي ڀارت
شرڌامَيويَمِ پُروشو يويَڇرِڌَس ايوَسَھہ “ (٣)

هي ڀارت! سڀني منشن جي شرڌا اَنهن جي چت جي وِرتيُن مطابق هوندي آهي. هيءُ پرش شرڌامَيہ آهي. ان ڪري جو پرش جهڙي شرڌا وارو آهي، اُهو پاڻ بہ اُهوئي آهي. گهڻو ڪري ماڻهو پڇندا آهن. مان ڪير آهيان؟ ڪوئي چوندو آهي، مان تہ آتما آهيان. پر نہ، يوگيشور شري ڪرشن چون ٿا، جهڙي شرڌا، جهڙي وِرتي تهڙو پرش.

گيتا يوگہ درشن آهي. مهرشي پتنجلي بہ يوگي هو. اُنجو يوگ ہ درشن آهي. يوگہ آهي ڇا؟ هنن ٻڌايو ”يوگشِچتوِرتي نروڌهہ“ (٢-١) چت جي وِرتيُن جو هر پاسي کان روڪجي وڃڻ يوگہ آهي. ڪنهن محنت ڪري روڪي ئي ڇڏيو تہ لاڀ ڇا ٿيو؟ ”تدادِرشٽُهہ سِوَ روپيوَسٿانَمِ “ (٣-١) اُن وقت اهو درشٽا جيو آتما پنهنجي ئي شيِ سِوَروپ ۾ اسٿت ٿي وڃي ٿو. ڇا اسٿت هئڻ سان پهرين هي مَلين هو؟ پتنجلي چون ٿا وِرتِسا روپ مِتَرَتِرَ“ (٤-١) ٻئي وقت ۾ جهڙو وِرتيءَ جو روپ آهي، اهڙو ئي هو درشٽا آهي. هتي يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا هيءُ پرش شرڌاميہ آهي. شرڌا سان اوتِ پروت. ڪٿي نہ ڪٿي شرڌا ضرور هوندي ۽ جهڙي شرڌا وارو آهي، اُهو پاڻ بہ اُهوئي آهي. جهڙي وِرتي تهڙو پُرُش. هاڻي ٽنهي شرڌائن جو ويڀاڃن وراهيون ٿا.

यजन्ते सात्त्विका देवान्यक्षरक्षांसि राजसाः।
प्रेतान्भूतगणांश्चान्ये यजन्ते तामसा जनाः।।४।।

”يَجَنتي ساتوِڪا ديوانِيَڪشر ڪشرانِسي راجَساهہ

پِريتا نِڀوُتَگَڻا نِشچا نِيي يَجنتي تامَسا جَناهَہ `` (۴)
اُنهن مان ساتوڪ پرش ديوتائن کي پوڄين ٿا، راجس پرش يکش ۽ راڪشسن کي پوڄين ٿا وري ٻيا تامس پرش ڀوتن پريتن کي پوڄين ٿا. هو پوڄڻ ۾ اتڪ محنت بہ ڪن ٿا.

**अशास्त्रविहितं घोरं तप्यन्ते ये तपो जनाः।**
**दम्भाहङ्कारसंयुक्ताः कामरागबलान्विताः।।५।।**

''اَشاسِترَ وِهيتِمِ گهورمِ تَپيَنِتي يي تپو جناهَہ
دَمڀاهنڪار سنَيڪِتا ڪامِ راگَبَلا وِنِتاهَہ `` (۵)
اُهي منش شاستر وِڌيءَ کان رهت گهور ڪلپت ڪريائون رچي تَپ ڪن ٿا، پاکنڊ ۽ اهنڪار سان مليل ڪامنا ۽ آسڪتي جي ٻل سان ٻڌل هوندي.

**कर्शयन्तः शरीरस्थं भूतग्राममचेतसः।**
**मां चैवान्तःशरीरस्थं तान्विद्ध्यासुरनिश्चयान्।।६।।**

''ڪَرشَيَنِتَهَہ شَريرسِٿَمِ ڀوُتگرامَمَچيتَسَهَہ
مامِ چَئيوانِتهشَرير، سِٿَمِ تانِوَڌياوسَرَنِشَچيان`` (٦)
هو شرير روپ ۾ اسٿت ڀوُت سموداين کي ۽ انتهڪرڻ ۾ اسٿت مون انترياميءَ کي بہ ڪِرِش ڪرڻ وارا آهن ارٿات دُربل ڪرڻ وارا آهن. آتما پرڪرتيءَ کي ڏارن ۾ پڪڙي وڪارن سان دربل ۽ يگيہ ساڌنائن سان سَبل ٿيندي آهي. اُنهن اگيانين (اچيتن) کي پڪ ئي تون اسُر جاڻ معنيٰ اُهي سڀ جا سڀ اسُر آهن. سوال پورو ٿيو.

شاستر وِڌيءَ کي تياڳي يڄن ڪرڻ وارا ساتوڪ پرش ديوتائن کي پوڄين ٿا، راجس پرش يڪش راڪشسن کي ۽ تامس پُرُش ڀوتن پريتن کي پوڄين ٿا. فقط پوڄين ئي نٿا، گهور تپ ۾ تپن ٿا، پر ارجن! شرير روپ سان ڀوتن کي ۽ انترياميءَ روپ ۾

اسٿت مون پرماتما کي دربل ڪرڻ وارا آهن، مون کان دوري پيدا ڪن ٿا نہ ڪِ پڄن ڪن ٿا. اُنهن کي اسُر جاڻ ارٿات ديوتائن کي پوڄڻ وارا بہ اَسُر ئي آهن. ان کان وڌيڪ ڪير ڇا چوندو؟ هاڻِي جنهن جا هو سڀ انش ماتر آهن، اُن مول هڪ پرماتما جو پڄن ڪن. ان تي پرمِ يوگيشور شري ڪرشڻ وري وري زور ڏنو آهي.

**आहारस्त्वपि सर्वस्य त्रिविधो भवति प्रियः।**
**यज्ञस्तपस्तथा दानं तेषां भेदमिमं शृणु।।७।।**

”آهارَ سِتوُ پي سَروَسيہ تِرِوڌو ڀَوَتي پِرَيَهہ
يَگيَسِتَپَستَٿا دانَم تيشامِ ڀيدَ مِمَمِ شِرڻوُ “ (٧)

ارجن ! جيئن شرڌا ٽن پرڪارن جي ٿيندي آهي، تيئن ئي سڀ ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي پرڪرتي انوسار يوڄن بہ ٽن پرڪارن جو پِريہ ٿيندو آهي ۽ ائين ئي يگيہ، تپ ۽ دان بہ ٽن ٽن پرڪارن جا ٿيندا آهن. اُنهن جي ڀيد کي تون مون کان ٻڌ ڀرين پرستُتِ آهي آهار.

**आयुः सत्त्वबलारोग्यसुखप्रीतिविवर्धनाः।**
**रस्याः स्निग्धाः स्थिरा हृद्या आहाराः सात्त्विकप्रियाः।।८।।**

”آيوُهہ سَتِوَ بلا روگيسُکپرِيتِوِوَرڌناهہ
رَسياهہ سِنَگڌاهہ سِترا هِردِيا آهاراهہ ساتوڪ پِرَياهہ “ (٨)

عمر، ٻڌي، ٻل، صحت، سکہ ۽ پريت کي وڌائڻ وارا، رسيلا، سٺيا ۽ استر رهڻ وارا ۽ سڀاءَ سان ئي هردي کي پريہ لڳڻ وارا کاڌي جا پدارٿ ساتوڪ پرش کي پيارا لڳن ٿا.

يوگيشور شري ڪرشڻ جي انوسار، سڀاءَ کان هرديہ کي پيارا لڳڻ، ٻل، صحت، ٻُڌي ۽ عمر وڌائڻ وارا يوڄن جا پدارٿ ئي ساتوڪ آهن. جيڪي کاڌي جا پدارٿ ساتوڪ آهن، اُهي ئي ساتوڪ منش کي پيارا آهن. ان مان صاف ظاهر ٿي ويو تہ

ڪابہ ڪاڌي جي وستو ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي نٿي ٿئي. اُن جو ڪم آڻڻ ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي ٿيندو آهي. نہ ڪير ساتوڪي آهي، نہ بصر راجسي ۽ نہ ٿوم تامسي.

جيستائين ٻُڌي، صحت ۽ هرديہ کي پريہ لڳڻ جو سوال آهي تہ وِشوَ ڀر ۾ منشن کي پنهنجي پنهنجي پرڪرتي، وايو منڊل ۽ حالتن مطابق جدا جدا ڪاڌي جون سامگريون پياريون لڳنديون آهن. بنگالي توڙي مدراسي کي چانور پيارا لڳندا آهن ۽ پنجابين کي روٽي.هڪ طرف عرب واسين کي ڊُمبا، چينين کي ڏيڏر، تہ ٻئي پاسي - ڌروَ جهڙي ٿڌي پرديش رهندڙن ۾ ماس بنا گذارو نہ آهي. روس ۽ منگوليا ۾ آديسواسي ڪاڌي ۾ گهوڙا استعمال ڪندا آهن، يورپ واسي ڳانءِ ۽ سوئر ٻئي کائيندا آهن پوءِ بہ وديا، ٻڌِي وڪاس توڙي اُنتيءَ ۾ امريڪا ۽ يورپ واسين کي پهرئين نمبر ۾ ڳ ٽيو ويندو آهي گيتا جي انوسار رسيلا، سٽيا ۽ استر رهڻ وارا پوجن جا پدارٿ ساتوڪي آهن. وڏي عمر، انوڪُل، ٻل -ٻُڌِي وڌائڻ وارا، صحت کي وڌائڻ وارا پدارٿ ساتوڪ آهن. سياوَ سان هردي کي پيارا لڳڻ وارا پوجن جا پدارٿ ساتوڪ آهن. هاڻي ڪنهن بہ ڪاڌي جي پدارٿ کي گهٽائڻو - وڌائڻو نہ آهي. حالت، ملڪ توڙي ديش ڪال جي انوسار جا پوجن جي وستو سياءَ سان پريہ لڳي ۽ جيون شڪتي بخشي، اُهاڻي ساتوڪ آهي. وستو، ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي نہ ٿيندي آهي، ان کي ڪم آڻڻ ساتوڪي، راجسي يا تامسي ٿئي ٿو.

انهيءَ انوڪولن جي لاءِ جو ويڪتي گهر-پروار تياڳي فقط ايشور آراڌن ۾ لپت آهن، سنياس آشرم ۾ آهن اُنهن جي لاءِ ماس-شراب ڇڏڻو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سان ڏنو ويو آهي تہ اهي پدارٿ اڌياتمڪ راهہ جي. اُبتڙ من جا ياوَ اُتپن ڪن ٿا هاڻي

انهن سان ساڌن-پٽ پرشٽ ٿيڻ جي گھڻي سمپاونا آهي. جو ايڪانت ديش جو سيونَ ڪرڻ وارا ورڪت آهن، اُنهن جي لاءِ يوگيشور ڪرشڻ اڌياهہ ڇهين ۾ ڪاڏي جي لاءِ هڪ نيم ڏنو تہ ”يڪتاهار وهارسيہ“ ان کي ڏيان ۾ رکي آچرڻ ڪرڻ گهرجي. جيڪو ڀڄن ۾ سهايڪ ٿئي اوترو ئي اُهو آهار گرهڻ ڪرڻ گهرجي.

कट्वम्ललवणात्युष्णतीक्ष्णरुक्षविदाहिन:।
आहारा राजसस्येष्टा दु:खशोकामयप्रदा:।।९।।

”ڪَٽوَ مِلَلَوَڻاِ تِيوُ شِٽَني ڪِشٽرو ڪِشَوداِهِنَهہ
آهارا راجَسِيِيشِٽا دکہ شوڪامَيَپرَداهَہ “ (٩)

ڪوڙا، ڪٽا، گهڻي لوڻ وارا، بيحد گرم، تکا، رُکا، باهہ پيدا ڪرڻ وارا آهار راجس پُرش کي پيارا لڳن ٿا.

यातयामं गतरसं पूति पर्युषितं च यत्।
उच्छिष्टमपि चामेध्यं भोजनं तामसप्रियम्।।१०।।

”ياتيامَمِ گَتَرَسَمِ پوُتي پَرِيوُشِتَمِ چہَ يَتِ
اُڇِشٽَمَپي چاميڌِيَمِ يوجَنَمِ تامسپرَيَمِ “ (١٠)

جيڪو ڀوڄن گهڻي دير اڳہ جو ٺهيل آهي، ”گَتَرَسَمِ“ رس رهت، بدبوءِ وارو، بانسي، جوٺو ۽ اپوتر بہ آهي، اهو تامس پرش کي پيارو هوندو آهي. سوال پورو ٿيو-هاڻي پيش آهي ”يگيہ“

अफलाकाङ्क्षिभिर्यज्ञो विधिदृष्टो य इज्यते।
यष्टव्यमेवेति मनः समाधाय स सात्त्विक:।।११।।

”آڦلاڪانڪشِيِيِرِ يَگيو وِڌِيدِرِشٽو يہَ اِجيتي
يَشِٽوِ يميويتِي مَنَهہ سَماڌايہَ سَ ساتِوڪَهہ “ (١١)

جو يگيہ ”وِڌِيدِرِشٽ“ شاستر وِڌيءَ جي نيمن انوسار ڪيو ويو آهي (جيئن پنيان اڌياءَ ٽئين ۾ يگيہ جو نالو ڪنيو، اڌياءَ چوٿين اڌياءَ ۾ يگيہ جو سروپ ٻڌايو تہ گهڻا ئي يوگي

پراڻ-اپان جي گتي روڪي پراڻن جي گتي اسٿر ڪري ڇڏين ٿا، سنيم اڳنيءَ ۾ هَوَنُ ڪن ٿا. اهڙي طرح يگيہ جا چوڏهن طريقا ٻڌايا جيڪي سڀ جا سڀ برهم تائين دوري طئہ ڪرائي ڏيڻ واري هڪ ئي ڪِريا جون اوچيون-نيچيون اوسٿائون آهن. ٿوري ۾ چئجي تہ يگيہ چنتن جي پرڪريا جو چترڻ آهي، جنهنجو ڦل سناتن برهم ۾ پرويش آهي، جنهنجو وڏان هن شاستر ۾ ڪيو ويو آهي.)

اُنهي شاستر - وڌان تي وري زور ڏين ٿا تہ ارجن ! شاستر وِڌي سان مقرر ٿيل، جنهن کي ڪرڻ ئي ڪرتويہ آهي ۽ جو من جو نروڌ ڪرڻ وارو آهي، جي ڦل کي نہ چاهڻ وارن پرشن دوارا ڪيو ويندو آهي اُهو يگيہ ساتوڪ آهي.

अभिसन्धाय तु फलं दम्भार्थमपि चैव यत्।
इज्यते भरतश्रेष्ठ तं यज्ञं विद्धि राजसम्।।१२।।

”آڀِيسَنِدايہ توُ ڦَلَم دَمڀارٿَمَپِي چَئيوَيَتِ
اِجيَتي ڀرت سريشٺ تَم يَگيَم وِدي راجَسَم (١٢)

هي ارجن! جو يگيہ فقط پاکنڊي آچرڻ جي لاءِ ئي هجي يا ڦل کي اُديش بڻائي ڪيو وڃي ٿو، اُن کي راجس يگيہ جاڻُ. هيءُ ڪرتا يگيہ جي وِڌي جاڻي ٿو: پر پاکنڊ آچرڻ يا ڦل کي اُديش بڻائي ڪري ٿو، تہ فلاڻي وستو ملندي ۽ ماڻهو ڏسندا تہ يگيہ ڪري ٿو، ساراهہ ڪندا، اهڙو يگيہ ڪرتا پڪ ئي راجسي آهي. هاڻي تامسي يگيہ جو سروپ ٻڌائين ٿا.

विधिहीनमसृष्टान्नं मन्त्रहीनमदक्षिणम्।
श्रद्धाविरहितं यज्ञं तामसं परिचक्षते।।१३।।

”وڌيهينَمَسرِ شٽا نَمِمَنِترِ هينَم دڪِشڻَم
شِرڌا وِرَهِتَم يگيَم تامَسَم پَريچا َلَشتي “ (١٣)

جيڪو يگيہ ساستر وِڌيءَ کان رهت آهي، جيڪو اَن

(پرماتما) جي سرشٽي ڪري سگهڻ ۾ اسمرٿ آهي، من جي انترال ۾ روڪڻ جي سمرٿيءَ کان رهت آهي، ڏکٽا منعيل سڀ ڪجهہ سمپرڻ کان رهت آهي ۽ جو شرڌا رهت آهي، اهڙو يگيہ تامس يگيہ‌چيو ويندو آهي. اهڙو پرش حقيقي يگيہ کي ڄاڻي ئي نٿو- هاڻي پرَسِتُت آهي تپ-

देवद्विजगुरुप्राज्ञपूजनं शौचमार्जवम्।
ब्रह्मचर्यमहिंसा च शारीरं तप उच्यते।।१४।।

''ديوَ دَ وَڄُرُ پراڳيَپوُ ڄنَمِ شَئو چمارِ ڄوَ مِ
بِرَهمَچرَيَمَهِنسا چہ شَريرَمِ تَپ اُچيَتي '' (١٤)

پرم ديو پرماتما، بيائيءَ تي ڄئہ پراپت ڪرڻ وارا ڊِوج ستگرو ۽ گياني جَن جو پوڄن، پوترتا، سرلتا،برهمچريہ ۽ اهنساب شرير-سنبنڌي تپ چيو ويندو آهي. سرير سدائين واسنائن طرف ڀٽڪندو آهي. اُنکي انتهڪرڻ جي مٿين ورتين جي پنيان تپائڻ شريرڪ تپ آهي.

अनुद्वेगकरं वाक्यं सत्यं प्रियहितं च यत्।
स्वाध्यायाभ्यसनं चैव वाङ्मयं तप उच्यते।।१५।।

''اَنُدويڱَڪرَمِ واڪيَمِ سَتِيَمِ پرِيَهِتَمِ چہ يَتِ
سِواڌِيايا ڀِيَسَنَمِ چَئيوَ واڱمَيَمِ تَپ اُچيَتي '' (١٥)

چنتا، مونجهہ نہ پيدا ڪرڻ وارا، پِريَہ، ڀلائيءَ وارا ۽ ستيہ ڀاشڻ ۽ پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ وارن شاسترن جي چنتن جو ابياس، نام جپ، هي واڻي سنبنڌي تپ چيو ويندو آهي. واڻي وشين جي سڪن جي ويچارن کي بہ ظاهر ڪندي رهي ٿي. اُنکي اُن طرف کان سميٽي پرم ستيہ پرماتما جي طرف لڳائڻ واَڻي سنبنڌي تپ آهي. هاڻي من سنبنڌي تپ کي ڏسون:

मनः प्रसादः सौम्यत्वं मौनमात्मविनिग्रहः।
भावसंशुद्धिरित्येतत्तपो मानसमुच्यते।।१६।।

”مَنَهہ پِرَسادَهہ سَئُومِيَتُوَمِ مؤناتِمونيڳرَهَهہ
ڀاوَسَنِشُڌِيرِ تِييتَتَپو مانَسَمُڇِيَتي “ (١٦)

من جي پرسنتا شانت ڀاوُ مؤن معنيٰ اِشٽ کان سواءِ ٻين وشين جو سمرڻ بہ نہ هجي، من کي روڪڻ، انتهڪرڻ جي هر طرح پوترتا، هيءُ من، سنٻنڌي تپ چيو وڃي ٿو. مٿيان ٽيئي شرير، واڻي ۽ من جا تپ ملائي هڪ ساتوڪ تَپُ آهي.

श्रद्धया परया तप्तं तपस्तत्त्रिविधं नरैः।
अफलाकाङ्क्षिभिर्युक्यैः सात्त्विकं परिचक्षते।।१७।।

”شِرَڌَيا پَرَيا تَپِتَمِ تَپَسِتتتِروِڌَمِ نَرهہ
اَڦلا ڪانڱکِشِيير يُڪتئيهہ ساتِوڪَمِ پَرِچڪِشِتِ “ (١٧)

ڦل کي نہ چاهيندي ارپِّات نشڪام ڪرم ۾ مشغول پرشن دواران پرم شرڌا سان ڪيل مٿي چيل ٽيئي تپ کي ملائي ساتوڪ تَپُ چون ٿا- هاڻي پِرَسِتُتِ آهي راجس تپ -

सत्कारमानपूजार्थं तपो दम्भेन चैव यत्।
क्रियते तदिह प्रोक्तं राजसं चलमध्रुवम्।।१८।।

”سَتِڪارَمانَپوُجارِ ٿِمِ تَپو دَمِيينَ چَئيوَيَتِ
ڪِرِيَتي تَدِهہ پِرَڪتو ۾ راجَسِمِ چَلَمَڌِرووَمِ “ (١٨)

جيڪو تپ ستڪار، مانَ ۽ پوڄا جي لاءِ يا صرف پاکنڊ سان ئي ڪيو وڃي ٿو، اُهو انشچت ۽ چنچل ڦل وارو تَپُ چيو ويو آهي.

मूढग्राहेणात्मनो यत्पीडया क्रियते तपः।
परस्योत्सादनार्थं वा तत्तामसमुदाहृतम्।।१९।।

”موُڙهَگِرا هيڻاتِمنو يَتپيڊيا ڪِرِيَتي تَپَهہ
پَرَسيو تِسا دَنارِ ٿَمِ واتتا مَسَمُدا هِرِتَمِ “ (١٩)

جو تَپُ مورکتا سان پيريل هٺ سان من،واڻي ۽ سرير جي پيڙا سَهت يا ٻئي کي نقصان ڪرڻ جي لاءِ بدلي جي ڀاونا سان ڪيو وڃي ٿو، اُهو تَپُ تامس چيو ويو آهي.

ان طرح ساتوڪ تَپُ ۾ شرير، من ۽ واڻيءَ کي اِشٽ ماتر جي هڪ جهڙائيءَ ۾، ڪرڻو آهي راجس تَپَ جي ڪِريا اُها ئي آهي، پر پاکنڊ، مان سنمانَ جي اچا سان تَپَنِ ٿا. گهڻو ڪري مهاتما لوڳ گهر ٻار ڇڏڻ ڪانپوءِ به ان وڪار جو شڪار ٿي وڃن ٿا ۽ ٿيون تامس تَپُ بنا وڏيءَ ٿيندو آهي، ٻئي کي پيڙا پهچائڻ جي خيال سان ٿيندو آهي. هاڻي پيش آهي دان

**दातव्यमिति यद्दानं दीयतेऽनुपकारिणे।**
**देशे काले च पात्रे च तद्दानं सात्त्विकं स्मृतम्।।२०।।**

”داتَوِ يَمِتِي يَدانَمِ دِيِيَتي نُپَڪارِڻي
ديسشي ڪالي چہ پاتِري چہ تَدانِمِ ساتِوِڪَمِ سِمِرتَمِ “ (٢٠)

دان ڏيڻ ئي ڪرتويہ آهي، فرض آهي- اِن ڀاوَ سان جو دان ديش (استان)، ڪال(سميہ انوسار) ۽ سِتِيہ پاتر کي پراپت ٿيڻ تي بدلي ۾ اُپڪار جي ڀاونا ڪان رهت ٿي ڏنو وڃي ٿو، هيءُ دان ساتوڪ چيو ويو آهي.

**यत्तु प्रत्युपकारार्थं फलमुद्दिश्य वा पुनः।**
**दीयते च परिक्लिष्टं तद्दानं राजसं स्मृतम्।।२१।।**

”يَتوُ پِرَتيوَ پڪارارِتَمِ ڦَلَمُڏِيشِيَہ واپُنَهہ
ديِيِتِي چَہ پَرِيڪلِشِٽَمِ تَدانَمِ راجَسَمِسِمِرتَمِ“ (٢١)

جيڪو دان ڪليش پوروڪ (جو ڏيڻ نہ چاهيندي بہ ڏيڻو پوي) ۽ اُن تي اُپڪار ڪرڻ جي ڀاونا سان تہ هيءُ ڪندس تہ هيءَ ملندو يا ڦل کي اُديش بڻائي پوءِ ڏنو وڃي ٿو، هي دان راجس چيو ويو آهي.

**अदेशकाले यद्दानमपात्रेभ्यश्च दीयते।**
**असत्कृतमवज्ञातं तत्तामसमुदाहृतम्।।२२।।**

”اَديشي ڪالي يَدانَمَپاتِريڀِيَشِچہ ديِيتي
اَستِڪرِ تَمَوَڳياتَمِ تَتامَسَمُدااهِرتَمِ “ (٢٢)

جو دان بنا ستڪار ڪرڻ يا بي عزتي پوروڪ جهڳڙو ڪري نہ ڏيڻ جهڙي ديش ڪال ۾ جيڪي اڌڪاري نہ آهن اُنهن کي ڏنو وڃي ٿو، اُهو دان تامس چيو ويو آهي. ”پوڄيہ مهاراج جي“ چوندا هئا. هو! ڪُپاتر کي دان ڏيڻ سان داتانشٽ ٿي وڃي ٿو“ نيڪ اهڙي طرح شري ڪرشڻ جو چوڻ آهي تہ دان ڏيڻ ئي فرض آهي. ديش، ڪال ۽ پاتر پراپت هئڻ تي، بدلي ۾ اُپڪار نہ چاهڻ جي ڀاونا سان اُدارتا سان ڏيڻ وارو دان ساتوڪ آهي. ڪننائيءَ سان ڪيڻ وارو، بدلي ۾ ڦل جي ڀاونا سان ڏيڻ وارو دان راجس آهي. ۽ بنا ستڪار جي دٻائي جهِڙڪيون ڏيئي اڻ وڻندڙ ديش ڪال ۾ ڪپاتر کي ڏنل دان تامس آهي، پر آهي دان ئي؛ پر جيڪو ديهہ گيهہ وغيره تياڳي سيني جي ممتا کي تياڳي، مان، منهنجي کي تياڳي هڪ اِشٽ تي آسرو رکي ٿو، هنجي دان جو وڌان، طريقو وڏيڪ فائدي وارو آهي ۽ اُهو سڀ ڪجهہ سمرپڻ، سيني واسنائن کان هٽي من جو سمرپڻ، جيئن شري ڪرشن چيو آهي، مَيِبيوَ مَنَ آڌتِسوَا هاٽي دان سدائين ضروري آهي. هاٽي ورٹن آهي اوم، تَتِ ۽ سَتِ جو سوروپ

ॐ तत्सदिति निर्देशो ब्रह्मणस्त्रिविधः स्मृतः।
ब्राह्मणास्तेन वेदाश्च यज्ञाश्च विहिता पुरा।।२३।।

”اوم تَتسَدِ تي نِرديشو بِرَهمَڻِسترِوڌَهہ سِمرِتهہ ۔
بِرَهمَڻاسِتينَ ويداشِچہ يَگياشِچہ وِهِتاهہ پُرا ۔۔“ (٢٣)

ارجن! اوم تَتِ سَتِ - اهڙو ٽن پرڪارن جو نام ” بِرَهمَڻِسترِوڌَهہ سِمرِتهہ “ برهم جو حڪم ڏئي ٿو، ياد ڏياري ٿو، اشارو ڪري ٿو ۽ برهم جو پريچايڪ آهي، واقفيت آهي. ان سان ”پُرا“ اڳ ۾ (شروعات ۾) براهمڻ ويد ۽ يگيہ آدي

رچيا ويا آهن. ارٿات برهمڻ، يگيہ ۽ ويد مان پيدا ٿين ٿا. يوگي جن آهن اوم جي لڳاتار چنتن سان ئي اِنهن جي اُتپتي آهي ۽ ٻيو ڪو طريقو ڪونهي.

तस्मादोमित्यदाहृत्य यज्ञदानतप:क्रिया:।
प्रवर्तन्ते विधानोक्ता: सततं ब्रह्मवादिनाम्।।२४।।

”تَسمادومِتيوُداهَتِيَہ يَگيَدانَتَپهہ ڪرياها
پرَوَرتَنِتي وِڌانوڪِتاهہ سَتَتَمِ برهموادِنامِ “ (٢۴)

تنهنڪري برهم جو ڪٿن ڪرڻ وارن پرشن جي شاستر وِڌي سان مقرر ڪيل يگيہ، دان ۽ تَپ ڪريائون نرنتر (هميشهہ) ”اوم“ ان نام جو اُچارڻ ڪري ئي ڪئي ويندي آهي. جنهن سان اُن برهم جو سمرڻ ٿي وڃي. هاڻي تَتِ شبد جو پرِيوگہ ٻڌائين ٿا:-

तदित्यनभिसन्धाय फलं यज्ञतप:क्रिया:।
दानक्रियाश्च विविधा: क्रियन्ते मोक्षकाङ्क्षिभि:।।२५।।

”تَدِتيَنَڀِيسَنِڌايہ ڦَلَمِ يَگيَہ تَپَهہ ڪِرِياهہ
دان ڪِرياشِچہ وِوِڌاهہ ڪِرِيَنِتي موڪشڪاڱڪِشِڀِيهہ“ (٢۵)

تَتِ معنيٰ اُهو (پرماتما ئي هرهنڌ آهي، ان ڀاوَ سان ڦل کي نہ چاهي شاستر دواران ٻڌايل گهڻن پرڪارن جا يگيہ تپ ۽ دان جون ڪريائون پرم ڪلياڻ جي اِڇا وارن پرشن دواران ڪيون وڃن ٿيون. تَتِ پرماتما لاءِ سمرپڻ سوچڪ آهي. ارٿات جَپُ تہ اوم جو ڪجي، يگيہ دان ۽ تپ جون ڪِريائون اُن تي آڌارت ٿي ڪجن، هاڻِي سَتِ جي پريوگہ جو، ڪم آڻڻ جو استل ٻڌائين ٿا:

”سَدِڀاوي ساڌوڀاوي چہ سَدِتيِيتَتِپرَيُجيَتي
پرَشَستي ڪَرمَڻي تٿاسَڇِبدَ پارِٿ يُجيَتي “ (٢٦)

**सद्भावे साधुभावे च सदित्येतत्प्रयुज्यते।**
**प्रशस्ते कर्मणि तथा सच्छब्द: पार्थ युज्यते।।२६।।**

۽ سَتِ يوگيشور ٻڌايو تہ سَتِ آهي ڇا؟ گيتا جي شروعات ۾ ارجن سوال ڪڙو ڪيو هو تہ ڪُل ڌرم ئي شاشوت آهي، پوتر آهي، سَتيَہ آهي، تہ شري ڪرشن چيو ارجن! توکي هيءُ اگيان ڪٿان پيدا ٿيو؟ تَتِ وستوءَ جو ٽنهي ڪالن ۾ ڪڏهن بہ اڀاوُ نٿو ٿئي ان کي مٽائي نٿو سگهجي ۽ اَسَتِ وستوءَ جو ٽنهي ڪالن ۾ وجود ڪونهي، هستي نہ آهي. ان کي روڪي نٿو سگهجي. حقيقت ۾ هيءَ کهڙي وستوُ آهي، جنهنجو ٽنهي ڪالن ۾ اڀاوَ نہ آهي؟ ۽ هيءَ است وستوُ آهي ڇا؟ جنهنجي هستي ڪونهي؟ تہ ٻڌايو هيءَ آتما ئي سَتيَہ آهي ۽ پوتن وغيره سان سڀ شرير ناسونت آهن. آتما سناتن آهي، اويڪت آهي، پوتر آهي ۽ امرت سوروپ آهي. اهوئي پرم سَتيَہ آهي. هتي چون ٿا، سَتِ اهڙي پرماتما جو اهو نام ”سدڀاوي“ سَتيَہ جي لاءِ ڀاوَ ۾ ۽ ساڌو ڀاوَ ۾ ڪم آڻبو آهي ۽ هي پارٿ! جڏهن مقرر ڪرم سنگہ ڪان سواءِ چڱي طرح ٿيڻ لڳن، تڏهن سَتِ شبد ڪم آندو ويندو آهي. سَتِ جي معنيٰ اها ڪانهي تہ هي شيون اسانجون آهن. جڏهن شرير ئي اسانجو ناهي، تہ هنجي ڪم ۾ اچڻ واريون شيون اسانجون ڪڏهن آهن. اهو سَتِ نہ آهي. سَتِ جو پريوگہ صاف هڪ ڊِشا ۾ ڪيو ويندو آهي، سدڀاوَ ۾. آتما ئي پرم ستيہ آهي. هن سَتِيَہ جي لاءِ ڀاوُ هجي، اُن کي ساڌڻ لاءِ ساڌو ڀاوُ هجي ۽ اُنجي پراپتي ڪرائڻ وارو ڪرم ۾ پربيڻ ڊنگہ سان ٿيڻ لڳي، اُتي سَتِ شبد ڪم آندو ويندو آهي. ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ اڳيان چون ٿا:

**यज्ञे तपसि दाने च स्थिति: सदिति चोच्यते।**
**कर्म चैव तदर्थीयं सदित्येवाभिधीयते।।२७।।**

”يَگيي تَپَس چَہ سٿتيڪَہ سَدِتِ چوچِيَتي
ڪَرِمَ چَئيوَ تَدَرِ ٿيِيَمِ سَدِتِييوا پِڌِيِيَتي“ (٢٧)

يَگيہ، تَپَ ۽ دان ڪرڻ ۾ جا استٿي ملي ٿي، اُها بہ سَتِ آهي. ائين چيو ويو آهي، ”تَدرِ ٿيِيَمِ“ اُن پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪرم ئي سَتِ آهي ائين چيو ويو آهي. ارٿات اُن پرماتما جي پراپتي وارو ڪرم ئي سَتِ آهي. يگيہ، دان، تَپُ تہ ان ڪرم جا پورڪ آهن. انت ۾ نرنيہ ڏيندي چون ٿا تہ ان سڀ لاءِ شرڌا ضروري آهي.

अश्रद्धया हुतं दत्तं तपस्तप्तं कृतं च यत्।
असदित्युच्यते पार्थ न च तत्प्रेत्य नो इह।।२८।।

”اَشِرَڌَيا هُتَمِ دَتَمِ تَپَستَپتَمِ ڪِرتَمِ چَہ يَتِ
اَسَ دِتِيُچِيتي پارِٿَ نہ چَہ تَتِپريتِيَہ نو اِهَہ “ (٢٨)

هي پارٿ! بنا شرڌا جي ڪيل هَوَنُ، ڏنل دان، تپايل تَپُ ۽ ٻيو جيڪو بہ ڪيل ڪرم آهي، اُهو سڀ اَسَتِ آهي. ائين چيو ويو آهي، اُهو نہ تہ هن لوڪ ۾ ۽ نہ پرلوڪ ۾ ئي لاڀدائڪ آهي. هاڻي سمرپڻ سان گڏ شرڌا تمام ضروري آهي.

## تاتپرج :

اڌياءَ جي شروعات ۾ ارجن سوال ڪيو تہ ڀڳون! جو شاستر وِڌيءَ کي تياڳي ۽ شرڌا سان پورڻ ٿي يگيہ ڪن ٿا (لوگہ، ڀوت، ڀواني ۽ ٻين کي پوڄيندا رهن ٿا) تہ اُنهن جي شرڌا ڪيئن آهي؟ ڪهڙي آهي؟ ساتوڪي آهي، راجسي آهي يا تامسي؟ ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو، ارجن! هيءَ پرش شرڌا جو پتلو آهي، سوروپ آهي، ڪٿي نہ ڪٿي اُنهن جي شرڌا هوندي ئي. جهڙي شرڌا تهڙو پرش. اُنهن جي اُها شرڌا ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي ٽن پرڪارن جي ٿئي ٿي. ساتوڪي شرڌا وارن ديوتائن کي، راجسي شرڌا وارا

يکش جي جَسُ ۽ ويرتا پردان ڪري، راڪشس (جيڪي بچاءُ ڏيئي سگهن) جو پيڇو ڪندا آهن ۽ تامسي شرڌا وارا ڀوتن پريتن کي پوڄين ٿا. شاستر وِڌيءَ کان رهت انهن پوڄائن دواران هي ٽنهي پرڪارن جي شرڌالو شرير ۾ اسٿت ڀوت سموداءِ ارٿات پنهنجي سنڪلپن ۽ هردي ديش ۾ اسٿت مون انترِيامي کي بہ نظرانداز ڪن ٿا، نہ پوڄين ٿا. اُنهن سيني کي نشچيہ ئي تون اَسُر ڄاڻ ارٿات ڀوت، پِريَت، يکش، راڪشس ۽ ديوتائن کي پوڄڻ وارا اَسُر آهن.

ديوتا پرسنگہ کي شري ڪرشڻ ٽيون ڀيرو اُٿاريو آهي. پهرئين اڌياءَ ستين ۾ هنن چيو هو تہ ارجن! ڪامنائن جن جي گيان کي چورايو آهي، اُهي مند ٻڌي ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا. ٻيو ڀيرو اڌياءَ نائين ۾ اُنهي سوال کي دهرائيندي چيو: جيڪي ٻين ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا؛؛ پر اُنهن کي جو اهو پوڄن اَوِڌي پوروڪ ارٿات شاستر ۾ ڏنل وِڌيءَ کان الڳہ آهي، هاڻي پوءِ هو نشٽ ٿي وڃن ٿا. هتي اڌياءَ سترهين ۾ اُنهن آسُري سڀاءَ وارا ڪوٺيو آهي. شري ڪرشڻ جي شبدن ۾ هڪ پرماتما جي ئي پوڄا جو وِڌان آهي.

تنهن کان پوءِ يوگيشور شري ڪرشڻ چار سوال کنيا آهار (کاڌو) ڀڳُہ، تَپُ ۽ دانُ. آهار ٽن نمونن جو آهي، ساتوڪي پرش کي صحت وڌائڻ وارو سڀاويڪ پيارو لڳي ٿو. سادا آهار پيارا لڳندا آهن. راجس پرش کي ڪوڙا، تکا، گرم، چٽپٽا، مصالحيدار، بيماريون وَڌائيندڙ کاڌا پيارا لڳن ٿا. تامس پرش کي جوٺا، بانسي، پاروٿا ۽ اپوتر کاڌا پيارا لڳن ٿا.

شاستر وِڌيءَ سان نردشٽ (جيڪي آراڌنا جون اَندريون ڪِريائون آهن) جيڪي من کي روڪين ٿيون ڦل جي اڇا کان رهت اُهو ڀڳيہ ساتوڪ آهي.

پاکنڊ جو پردرشن ۽ ڦل جي لاءِ ڪرم وارو يڳيہ راجس آهي. ۽ شاستر وڌيءَ کان رهت، منتر دان ۽ بنا شرڌا سان ڪيل يڳيہ تامسي آهي.

پرم ديو پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ واري سڀ يوڳيتائون جنهن ۾ آهن، اُن پهتل گياني ستگروءَ جي ارچنا، سيوا ۽ انتهڪرڻ سان اهنسا، برهمچريہ، پوترتا ڏانهن مائل شرير کي تپائڻ شرير جو تَپُ آهي. سَتيہ، پريہ ۽ ڀلائيءَ لاءِ واڻي ٻولڻ اهو واڻيءَ جو تپ آهي ۽ من کي ڪرم ۾ پرورت ڪرڻ من سنٻنڌي تَپُ آهي. من، واڻي ۽ شرير ٽيئي ملائي هِن طرف تپائڻ ساتوڪ تَپُ آهي. راجس تَپ ۾ ڪامنائن سان گڏ اُن کي ڪيو ويندو آهي، جڏهن ته تامس تَپُ شاستر وِڌيءَ کان رهت سويڇاچار آهي.

ڪرتويہ مڃي ديش، ڪال ۽ پاتر جو ويچار ڪري شرڌا پوروڪ ڏنل دان ساتوڪ آهي. ڪنهن فائدي جي لوڀ ۾ ڏکيائيءَ سان ڏيڻ وارو دان راجس آهي ۽ جهٽڪين سان ڪُپاتر کي ڏيڻ وارو دان تامس آهي. اوم، تَتِ سَتِ جو سوروپ ٻڌائيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو تہ هي ناﻻ پرماتما جي يادگيري ڏيارين ٿا. شاستر وِڌيءَ سان نرڌارت تپ، دان ۽ يڳيہ آرنڀ ڪرڻ ۾ اوم جو پريوگہ ٿيندو آهي ۽ پورتيءَ ۾ ئي اوم پنڌ ڇڏي ٿو. تَتِ جو ارٿ آهي پرماتما، ان لاءِ سمرپت ٿيڻ سان ئي اهو ڪرم ٿئي ٿو ۽ ڪرم جڏهن لڳاتار ٿيڻ لڳي، تڏهن سَتِ جو پريوگہ ٿئي ٿو. ڀڄن ئي سَتِ آهي. سَتِ جي لاءِ ڀاوُ ۽ ساڌو ڀاوَ ۾ ئي سَتِ جو پريوگہ ڪيو ويندو آهي. پرماتما جي پراپتي ڪرائڻ وارا ڪرم يڳيہ دان ۽ تَپَ جي ڦل ۾ ئي سَتِ جو پريوگہ آهي ۽ پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ وارو ڪرم نشچي پوروڪ سَتِ آهي؛ پر انهن سان گڏ شرڌا ضروري آهي. شرڌا کان رهت ٿي ڪيل ڪرم، ڏنل دان، تپايل تَپُ نہ هن جنم ۾ لاڀدائڪ آهي، نہ اڳيان ٻين

جنمن ۾ ئي تنهنڪري شرڌا تمام ضروري آهي.

سمپورڻ اڌياءَ ۾ شرڌا تي پرڪاش وڌو ويو ۽ انت ۾ اوئم، تَتِ ۽ سِت جي پوتر وياکيا بيان ڪئي ويئي، جيڪا گيتا جي شلوڪن ۾ ڀريون ڀيرو آئي آهي.

اوم تَتِ سَدِت شريمد ڀڳود گيتا سوُ پَنِشَتِسوُ برهم وِدِيايام يوگيشورَ شري ڪرشڻارِجن سَمِوادي ”اوم تَتِ سَتِ شرڌا تِرِيوَ ڀاگ يوگہ“ نام سَپِتَدشو ڌيايھ ١١٧١١

ان طرح شريمد ڀڳوت گيتا روپي اُپنشد ايوَم برهم وديا ۽ يوگہ شاستر وشيہ شري ڪرشڻ ارجن جي سنواد ۾ ”اوم تَتِ سَتِ شرڌا تِرِيہ ويڀاڳ يوگہ“ نالي سترهون اڌياءَ پورو ٿئي ٿو.

اِتي شريمتپَرَم هنس پرمانندسيہ شِشِيہَ سوامي اڙگڙانند ڪرتي شريمد ڀڳوتگيتايہ ”يٿارٿ گيتا ڀاشيي“ اَوم تَتِ سَتِ شرڌا تِرِيوڀاگيدگو نامسَپِتَدشوڌياَهہ ١١٧١١

١١ هري اوم تَتِ سَتِ ١١

## ॥ اوم شري پَرِماتِمَني نَمَهَ ॥

## اَٿ ٰاشِٽَدَشو ڌيايَهَ

هيءُ گيتا جو انتم اڌيايہ آهي، جنهن جي پهرئين اڌ ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ دواران ڏنل اُديش ۾ انيڪ سوالن جو سماڌان آهي ۽ ٻيو اڌ گيتا جو آخرين اُپڪتا آهي تہ گيتا مان لاڀ ڪهڙو آهي؟ سترهين اڌياءَ ۾ آهار (کاڌو) تَپ، يگيہ، دان ۽ شرڌا جو وڀاڳہ سهت سوروپ ٻڌايو ويو، انهي نسبت ۾ تياڳہ جا پرڪار باقي آهن. منش جيڪو ڪجهہ ڪري ٿو، اُن جو ڪارڻ ڪير آهي؟ ڪير ٿو ڪرائي؟ ڀڳوان ٿو ڪرائي يا پرڪرتي؟ اهي سوال پهرين کان ئي شروع آهن، جنهن تي هن اڌياءَ ۾ وري پرڪاش وڌو ويو. ان طرح ورڻ ويوسٿا جي چرچا ٿي چڪي آهي. سرشٽيءَ ۾ اُنجي سوروپ جو ڇيد هن اڌياءَ ۾ بيان ڪيل آهي. انت ۾ گيتا مان ملڻ واريون ويوتين تي پرڪاش وڌو ويو آهي.

اڳئين اڌياءَ ۾ انيڪ پرسنگن جو وراهست ٻڌي ارجن پاڻ هڪ سوال رکيو تہ تياڳہ ۽ سنياس کي بہ وڀاڳہ سهت ٻڌايائون.

**अर्जुन उवाच**

**सन्न्यासस्य महाबाहो तत्त्वमिच्छमि वेदितुम्।**
**त्यागस्य च हृषीकेश पृथक्केशिनिषूदन॥१॥**

ارجن اُواچ

”سَنِنياسِيہَ مهاباهو تَتِوَمِڇامِي ويديِتُمِ ا
تياگَسِيہَ چَہ هِرِشيڪيش پِرَ ٿَڪِڪيشِنِشوُدَنِ “॥ (١)

ارجن چيو:- هي مهاٻاهو ! هي دل جا مالڪ! هي ڪيشي

نِشوُ دن ! مان سنياس ۽ تياڳ جي يٿارٿ سوروپ کي آهستي آهستي ڄاڻڻ چاهيان ٿو، قدم قدم تي سڃاڻڻ چاهيان ٿو. پورڻ تياڳ سنياس آهي، جتي سنڪلپ ۽ سنسڪارن جي به پورائي آهي ۽ ان ۾ پهرين ساڌنا جي پورتيءَ لاءِ گهٽو ۽ گهٽو آسڪتيءَ جو تياڳ ئي تياڳ آهي. هتي به سوال آهن ته سنياس جي تَتِوَ کي ڄاڻڻ ٿو چاهيان ۽ ٻيو آهي ته تياڳ جي تَتِوَ کي ڄاڻڻ ٿو چاهيان. ان تي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو

**श्रीभगवानुवाच**

**काम्यानां कर्मणां न्यासं सन्न्यासं कवयो विदुः।**
**सर्वकर्मफलत्यागं प्राहुस्त्यागं विचक्षणाः।।२।।**

شري ڀڳوان اُواچ

”ڪامِيانامِ ڪَرمَڻامِ، نِياسَمِ سَنِنِياسَمِ ڪَويو وِدُهه
سَروَ ڪَرمَڦَلَتياگَمَ پراهُسِتياگَمِ وِچَڪشڻاها “ (٢)

ارجن ! ڪيترا ئي پنڊت جن ڪامنا وارا ڪرم تياڳ کي سنياس ٿا چون ۽ ڪيترا ئي ويچاروان پرش سمپورڻ ڪَرم ڦلن جي تياڳ کي تياڳ چون ٿا.

**त्याज्यं दोषवदित्येके कर्म प्राहुर्मनीषिणः।**
**यज्ञदानतपःकर्म न त्याज्यमिति चापरे।।३।।**

”تِياجيَمِ دوشوَ دِتِييڪي ڪَرمَ پراهُرَمَنِيشِڻَهه
يڳيه دانَ تَپَهه ڪَرمَ نه تِياجيَمِتي چاپري “ (٣)

ڪيترائي ودوان ائين چون ٿا ته سڀ ڪرم دوش سان ڀريل آهن، هاڻي تياڳڻ جي يوگيه آهن ۽ ٻيا ودوان ائين چون ٿا ته يڳيه، دان ۽ تَپ تياڳڻ واجب نه آهن. ان طرح انيڪ مت بيان ڪري يوگيشور پنهنجو ئي نِشچت مت ڏين ٿا، رايو ڏين ٿا.

**निश्चयं शृणु मे तत्र त्यागे भरतसत्तम।**
**त्यागो हि पुरुषव्याघ्र त्रिविधः सम्प्रकीर्तितः।।४।।**

”نِشِچَيَمِ شِرڻُومي تَتر تياڳي ڀَرَتَسَتَمَ
تياڳو هي پُرَشوياگهر تِرِوڌهہ سَمپرَڪيرتَتَهہ“ (۴)

هي ارجن! اُن تياڳہ جي باري ۾ تون منهنجو نشَچيَہ ٻُڌ. هي پُرُش سريشٽ! اهو تياڳہ ٽن پرڪارن جو چيو ويو آهي.

यज्ञदानतप:कर्म न त्याज्यं कार्यमेव तत्।
यज्ञो दानं तपश्चैव पावनानि मनीषिणाम्।।५।।

”يگيَہ دان تَپَهہ ڪَرَمَ نَہ تِياجِيَمِ ڪارِيَميوَ تَتِ
يگيو دانَمِ تَپَشِچَئيوَ پاوَناني مَنيشڻام“ (۵)

يگيہ، دان ۽ تپ هي ٽن پرڪار جا ڪرم تياڳڻ لائق نہ آهن، انهن کي تہ ڪرڻ ئي گهرجي؛ ڇاڪاڻ تہ يگيہ، دان ۽ تپ ٽيئي ئي پُرشن کي پوتر ڪرڻ وارا آهن.

شري ڪرشڻ چار پرچلت مَتن جو اُليکہُ (ورنن) ڪيو. پهريون وٽندڙ ڪرمن جو تياڳہ، ٻي سمپورڻ ڪرمن جي ڦل جو تياڳہ. ٽيون نقصان ۽ ڏوهن سان ڀريل دوش هئڻ جي ڪري سيني ڪرمن جو تياڳہ ۽ چوٿون مَت هئو يگيہ، دان ۽ تپ تياڳڻ يوگيہ نہ آهن اُنهن مان هڪ متي ۾ پنهنجي سهمتي پرگهٽ ڪندي چيائون تہ ارجن! منهنجو اهوئي نشچت ڪيل مَتو آهي تہ يگيہ، دان تَپ روپ ڪريا تياڳڻ واجب نہ آهي. ان مان سِڌ آهي تہ ڪرشڻ ڪال ۾ بہ ڪيترا ئي مَت هلندڙ هئا، جن ۾ هڪ يٿارٿ (صحيح ۽ سچو) مَتُ هو. ان وقت ۾ بہ ڪيئي مَت هئا، اڄ بہ آهن. جڏهن دنيا ۾ اچون ٿا، تہ ڪيئي مَت متانترن مان ڪلياڻڪاري مَت ڪڍي سامهون کڙا ڪري ڇڏي ٿو. هرهڪ مهاپرش ائين ئي ڪيو آهي، شري ڪرشڻ بہ ائين ڪيو، اُنهن ڪوئي نئون مارگہ ڪونہ ٻڌايو، بلڪ هلندڙ ڪيترن ئي مَتَن جي وچ ۾ ستيہ کي سمرٿن ڏيئي اُن کي

ظاهر ڪيو.

**एतान्यपि तु कर्माणि सङ्गं त्यक्त्वा फलानि च।**
**कर्तव्यानीति मे पार्थ निश्चितं मतमुत्तमम्।।६।।**

”ايتانِيَپي توُ ڪَرماڻي سَنگَمِ تِيَڪتوا ڦلاني چَہ
ڪَرِ تَوِيانيتي مي پارِٿَ نِشِچِتَمِ مَتَمُتمَمِ “ (٦)

يوگيشور شري ڪرشڻ زور ڏيئي چون ٿا پارٿ! يگيہ، دان ۽ تَپ-- روپي ڪرم آسڪتي (موهہ) ۽ اُنهن جو ڦل تياڳي ضرور ڪرڻ گهرجن. اهوئي منهنجو نشچت ڪيل اُتم مَتو آهي. هاڻي ارجن جي سوال جي انوسار هو تياڳہ جو ڇيد ڪن ٿا.

**नियतस्य तु सन्न्यास: कर्मणी नोपपद्यते।**
**मोहत्तस्य परित्यागस्तामस: परिकीर्तित:।।७।।**

”نِيَتَسيہ توُ سَنِنيا سَهہ ڪَرمَڻو نوپَپَدِيَتي
موهاتَسيہ پرِيتِيا گَستامَسَهہ پَرِڪيرتيتَهہ“ (٧)

هي ارجن! نيت (مقرر) ڪرم (شري ڪرشڻ جي شبدن ۾ نِيَت ڪرم هڪ ئي آهي، يگيہ جي پرڪريا. هن نِيَتِ شبد کي اڻ ڏهہ ڀيرا يوگيشور چيو. هن تي ور ور زور ڏنو تہ ڪٿي ساڌڪ ڀٽڪي ڀيو نہ ڪرڻ لڳي.) هن شاستر وِڌيءَ سان نرڌارت ڪرم جو تياڳہ ڪرڻ واجب ڪونهي. موهہ جي ڪري اُن جو تياڳہ ڪرڻ تامس تياڳہ چيو ويو آهي. سنساري وشيہ ۽ وستوءَ جي آسڪتي ۾ ڦاسي ڪاريِہ ڪرم (ڪاريَہ ڪرم ۾ نيت ڪرم هڪ ٻئي جا پورڪ آهن) جو تياڳہ تامسي آهي. اهڙو پُرش ”اَڌَهہ گَڇتي“ جي شت پتنگہ ۽ ٻين اڌم جوڻين ۾ وڃي ٿو؛ ڇاڪاڻ تہ هن يڳن جي پرورتين جو تياڳہ ڪيو. هاڻي راجس تياڳہ جي باري ۾ ٻڌائين ٿا.

**दु:खमित्येव यत्कर्म कायक्लेशभयात्त्यजेत्।**
**स कृत्वा राजसं त्यागं नैव त्यागफलं लभेत्।।८।।**

’’ڊُکَمِتِييو يتِکَرِم ڪايَڪليشڀيا تِيَڄيت
سَ ڪرِتِوا راجَسَمِ تياگَمِ نَئيوَ تياگَڦلَمِ لَڀيتَ ‘‘ (٨)

ڪرم کي ڏک ميہ سمجھي شريرڪ ڪليش جي ڊپ کان اُنجو تياڳ ڪرڻ وارو ويڪتي راجس تياڳ کي ڪري بہ تياڳ جي ڦل کي پراپت نٿو ٿئي. جنھن کان ڇڏڻ پار نہ لڳي ۽ ’’ڪايا ڪليشڀيَتاتِ‘‘ ان ڊپ کان ڪرم کي تياڳي ڇڏي تہ شرير کي ڪشٽ ٿيندو، اُن منش جو تياڳ راجس آهي. اُن کي تياڳ جو ڦل پرم شانتي نٿي پراپت ٿئي ۽

कार्यमित्येव यत्कर्म नियतं क्रियतेऽर्जुन।
सङ्गं त्यक्त्वा फलं चैव स त्यागः सात्त्विको मतः।।९।।

’’ڪارِيَمِتِييوَ يَتِکَرِمَ نِيَتَمِ ڪرِيَتيرِجُنَ
سَنگَمِ تِيَڪتِوا ڦَلَمِ چَئِييوَسَ تياگَھہ ساتِومو مَتَھہ ‘‘ (٩)

هي ارجن! ڪرڻ ڪرتويہ آهي ائين سمجھي جو نِيَتَمِ‘‘ شاستر وڌيءَ سان نراڌارت ڪيل ڪرم سنگہ دوش ۽ ڦل کي تياڳ ي ڪيو وڃي ٿو، اُهو ئي ساتوڪ تياڳ آهي. هاڻي مقرر ڪرم ڪريون ۽ ان کانسواءِ جو ڪجھہ آهي، اُن جو تياڳ ڪري ڇڏيون. هي نيت ڪرم ڇا ڪندا ئي رهندا يا ڪڏهن اُنجو تياڳ ٿيندو؟ اُن تي چون ٿا (هاڻي انتم تياڳ جو روپ ڏسون)

न द्वेष्टयकुशलं कर्म कुशले नानुषज्जते।
त्यागी सत्त्वसमाविष्टो मेधावी छिन्नसंशयः।।१०।।

’’نہ دِويشٽِيَڪُشَلَمِ ڪَرِمَ ڪُشلي نانوُ شجَتي
تياگي سَتِوَسَماوِشٽو ميڌاوي ڇِنَسَنشَيَھہ ‘‘ (١٠)

هي ارجن! جو پرش ’’اڪُشَلَمِ ڪَرِمَ‘‘ ارٿات اڪلياڻڪاري ڪرم سان (شاستر نِيَتِ ڪرم ئي ڪلياڻڪاري آهن. ان جي وروڌ ۾ جو ڪجھہ آهي، هن لوڪ جو ٻنڌن

آهي ان ڪري اڪلياڻڪاري آهي، اهڙن ڪرمن سان ) دويش نٿو ڪري ۽ ڪلياڻڪاري ڪرم ۾ آسڪت نٿو ٿئي، جيڪي ڪرڻو هو اُهو به باقي نه رهيو آهي. اهڙو سچ سان مليل پرش شڪ بنا، گيانوان ۽ تياڳي آهي. هن سڀ ڪجهه تياڳيو آهي، پر پراپتيءَ سان گڏ پورڻ تياڳ ئي سنياس آهي. ڇا سگهيٿو ڀيو ڪو سرل رستو هجي؟ ان تي چون ٿا نه! ڏسون.

**न हि देहभृता शक्यं त्यक्तुं कर्माण्यशेषतः।**
**यस्तु कर्मफलत्यागी स त्यागीत्यभिधीयते।।११।।**

**”نَه هِي ديهڀِرتا شَڪيَم تِيَڪتُم ڪَرماڻِيشيشَتَه**
**يَسَتوُ ڪَرِمَڦَلَتِياگِي سَ تِياگِيتِيَڀِڌ‘يتي (١١)**

ديه ڌاري پرشن دوارا (صرف شرير ئي نه، جنهنڪي توهين ڏسو ٿا. شري ڪرشڻ جي انوسار، پرڪرتي کان اتپن سَتوَ،رَجَ، تَمَ ٿيئي گڻ ئي هن جيو آتما کي شريرن ۾ ٻڌن ٿا. جيستائين گڻ جيئرا آهن تيستائين هو جيو ڌاري آهي. ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ شرير بدلجڻ ٿيندا رهندا. ديه جي ڪارڻ جيستائين جيوت آهي) سمپورڻتا سان سيني ڪرمن جو تياڳ ممڪن نه آهي، تنهنڪري جو پرش ڪرم جي ڦل جو تياڳي آهي، اُهو تياڳي آهي- ائين چيو وڃي ٿو هاڻي جيستائين شرير جي ڪارڻ جيئرو آهي، تيستائين نِيت ڪرم ڪريون ۽ اُن جي ڦل جي تياڳ ڪريون. بدلي ۾ ڪنهن ڦل جي ڪامنا نه ڪريون. ائين ته سڪامي پرشن جي ڪرمن جو ڦل به ٿيندو آهي.

**अनिष्टमिष्टं मिश्रं च त्रिविधं कर्मणः फलम्।**
**भवत्यत्यागिनां प्रेत्य न तु सन्न्यासिनां क्वचित्।।१२।।**

”اِڌِشٽَمِشٽَمِ مِشرَمِ چہَ ترِوڌِمِ ڪَرِمَڻهہَ ڦَلَمِ
ڀَوَتيَتيا ڳيناٰمِ پِريتيہَ نہ توُسَنِنِياسِنا ڪوَچِتَ (١٢)

سڪامي پُرشن جي ڪرمن جا سنا، بُرا ۽ مليل- اهڙو ٽن پرڪارن جو ڦل مرڻ ڪانپوءِ بہ ٿيندو آهي، جنمِ جنمانترن تائين ملي ٿو، پر ”سَنِنياسِنامِ“ سيِ جو انت ڪرڻ وارا پورڻ تياڳي پرشن جي ڪرمن جو ڦل ڪنهن بہ ڪال ۾ نٿو ٿئي.اهو ئي شڌ سنياس آهي چرموتِڪرشَت اوستا آهي. يلي بُري ڪرمن جو ڦل ۽ پورڻ انت ڪال ۾ اُنهن جي انت جو سوال پورو ٿيو. هاڻي پرش جي دواران شيِ يا اشيِ ڪرم ٿيڻ ۾ ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ ان تي ڏسون.-

पञ्चैतानि महाबाहो कारणानि निबोध मे।
साङ्ख्ये कृतान्ते प्रोक्तानि सिद्धये सर्वकर्मणाम्।।१३।।

”پَنَڇئيتاني مهاباهو ڪارِڻاني نِبوڌمي
سانکيي ڪِرتانِتي پروڪِتاني سِڌيي سَروَڪرِمڻامِ“(١٣)

هي مهاباهو! سيني ڪرمن جي سِڌيءَ لاءِ پنج ڪارڻ سانکيہ سڌانت ۾ چيا ويا آهن، اُنهن کي تون مونکان چڱيءَ طرح ڄاڻ.

अधिष्ठानं तथा कर्ता करणं च पृथग्विधम्।
विविधाश्च पृथक्चेष्टा दैवं चैवात्र पञ्चमम्।।१४।।

”اڌِشٿانَمِ تَٿا ڪَرتا ڪَرَڻَمِ چہَ پرِٿگِوڌَمَ
وِوِڌاشچہَ پرِٿَڪچيشٽا دَئيوَمِ چَئيواترَ پَنَچَمَمِ (١٤)

هن وشيہ ۾ ڪرتا (هيءُ من) آهستي آهستي ڪَرَڻ (جنهن جي دواران ڪيو وڃي ٿو. جيڪڏهن شيِ پار لڳي ٿو تہ وويڪ ويراڳ، شِمَ دَمَ تياڳ، سَديو چنتن جون پروتيون وغيره ڪَرَڻ ٿينديون. جيڪڏهن اشيِ پار ٿو لڳي تہ ڪامِ، ڪروڌ،

راڳ، دويش، تکي ڪامنا، لوڀ وغيره ڪَرَڻ ٿيندا. انهن جي دواران پريرت ٿيندا) گهڻن قسمن جون نياريون نياريون چيشٽائون (اننت اڇائون) آڌار (ارٿات ساڌن، جنهن اڇا جي ساٿ سان ساڌن مليو اُهائي پوري ٿيڻ لڳي ٿي) ۽ پنجون ڪارڻ آهي ديو يا سنسڪار، هن جي پشتي ڪن ٿا.

शरीरवाङ्मनोभिर्यत्कर्म प्रारभते नरः।
न्याय्यं वा विपरीतं वा पञ्चैते तस्य हेतवः।।१५।।

''شَريرَ واڱمَنو ڀِرِ يَتِڪَرمَ پرارَ ڀَتي نَرَهه
نِيايِيَمِ وا وِ پر يتَمِ وا پَنڇَئيتي تَسِيهَ هيتوَهه'' (۱۵)

منش من، واڻي ۽ شرير سان شاستر انوسار يا اُبتڙ ڪجهه ڪرم شروع ڪري ٿو، اُنجا اهي ئي پنج ڪارڻ آهن. پر ائين ٿيڻ تي به-

तत्रैव सति कर्तारमात्मानं केवलं तु यः।
पश्यत्यकृतबुद्धित्वान्न स पश्यति दुर्मतिः।।१६।।

''تَترِ ئِيوَمِ سَتِ هَرتارَماتِما نَمِ ڪيوَلَمِ توُيَهه
پُشيتِيَڪِر تَبڌِيتوانَنه سَ پَشِيَتيدُرمَتِهه (۱٦)

جو پرش اشڌ ٻُڌيءَ جي ڪارڻ اُن وشيه ۾ ڪيوليه سروپ آتما کي ڪرتا ڏسي ٿو، اُهو دُرٻُڌِي يٿارٿ نٿو ڏسي ارٿات ڀڳوان نٿو ڪري.

ان سوال تي يوگيشور شري ڪرشڻ ٻيو ڀيرو زور ڏنو. اڌياءَ پنجين ۾ هنن چيو هو ته اُهو پريو نه ڪري ٿو، نه ڪرائي ٿو، نه ڪِريا جي ميلاپ کي جوڙي ٿو. ته ماڻهو چون ڇو ٿا؟ موهه سان ماڻهن جي ٻُڌِي ڍِڪيل آهي، تنهنڪري ڪجهه به چئي سگهن ٿا. هتي به چون ٿا- ڪرم ٿيڻ ۾ پنج ڪارڻ آهن. اُن جي باوجود به جو ڪَئيوَليه سروپ پرماتما کي ڪرتاڏسي

ٿو، اُھو موڙھہ ٻُڌي (دُرِٻُڌي) يٿارت نٿو ڏسي ارٿات پڳوان نٿو ڪري، جڏھن تہ ارجن لاءِ ھو تال ٺوڪي ٺوڪي ڪڙو ٿي وچن ٿا، ''نِمِتماتِرَمِ ڀَوَ'' تہ ڪرتا ڌرتا تہ مان آھيان تو نمت بڻجي ڪڙو ٿي وڃ. آخر ھو مھاپرش چوڻ ڇا ٿا چاھين؟

حقيقت ۾ ڀڳوان ۽ پرڪرتيءَ جي وچ ۾ ھڪ آڪرشڻ ريکا آھي. جيستائين ساڌڪ پرڪرتيءَ جي ۾ حد آھي، ڀڳوان نٿو ڪري. تمام ويجھو رھندي بہ درشٽا روپ ۾ ئي رھن ٿا. آنَنِيہ ڀاوَ سان اِشٽ کي پڪڙڻ تي ھو ھرديہ ديش ۾ سنچالڪ (ھلائيندڙ) بڻجي وڃن ٿا. ساڌڪ پرڪرتيءَ جي آڪرشڻ جي حد مان نڪري ھنجي ڪيتر ۾ اچي ٿو وڃي. اھڙي انوراگيءَ جي لاءِ ھو ھٿ ٺوڪي سدائين ڪڙا رھن ٿا. فقط اُن لاءِ ڀڳوان ڪن ٿا.ھاڻي چنتن ڪريو. سوال پورو ٿيو. اڳيان ڏسون-

**यस्य नाहङ्कृतो भावो बुद्धिर्यस्य न लिप्यते।**
**हत्वापि स इमाँल्लोकान्न हन्ति न निबध्यते।।१७।।**

''يَسيہَ ناھَنڪِرِ تو ڀاوو ٻڌيرِ يَسِيہ نہَ لِپيتي
ھَتواپِي سَ اِمانِللوڪو ڪاننہَ ھَنِتي نہَ نِبَڌِيَتي ''(١٧)

جنھن پرش جي انتھڪرڻ ۾ ''مان ڪريان ٿو''- اھڙو ڀاوُ نہ آھي ۽ جنھن جي ٻُڌي لِپائِمان نٿي ٿئي، اُھو پرش اِنھن سيني ماڻھن کي ماريندي بہ سچ پچ نہ تہ مري ٿو ۽ نہ ٻڌجي ٿو. لوڪ- سنبنڌي سنسڪارن جو وِليہ، لِين ٿيڻ ئي لوڪ سَنِھار (مارڻ) آھي. ھاڻي نِيَت ڪرم کي اتساھہ ڪيئن ٿو ٿئي؟ ان تي ڏسون-

**ज्ञानं ज्ञेयं परिज्ञाता त्रिविधा कर्मचोदना।**
**करणं कर्म कर्तेति त्रिविधः कर्मसङ्ग्रहः।।१८।।**

''گيانَمِ گِييہَمِ پَرِ گياتا تِرِوِڌا ڪِرمَچودَنا
ڪَرَڻَمِ ڪَرِمَ ڪَرِ تيتِي تِرِوِڌھہ ڪَرِ مَسَنگِرِ ھَھہ (١٨)

ارجن ! پريگياتا ارٿات پورڻ گياتا مهاپرش ڪان ”گ يانَمِ“ انکي ڄاڻڻ جي وِڌيءَ سان ۽ ”گيييَمِ“ ڄاڻڻ يوگيہ وستو (شري ڪرشڻ پنيان چيو تہ مان ئي ڄاڻڻ يوگيہ پدارٿ آهيان) سان ڪرم ڪرڻ جو اُتساهہ ملي ٿو. پهرين تہ پورڻ گياتا ڪو مهاپرش هجي، اُن جي دواران اُن گيان کي ڄاڻڻ جي وِڌِي پراپت ٿئي، لڪشيہ- گيييہَ تي درشٽي هجي تڏهن ڪرم جو اُتساهہ ملي ٿو ۽ ڪرتا (من جي لڳن)، ڪَرَڻ (وويڪ، ويراڳيہ، شم، دم وغيره) تنهن ڪري ڪرم جي ڄانڪاري سان ڪرم ڪٿا ٿيندا آهن، ڪرم گڏ ٿيڻ لڳن ٿا. اڳيان چيو ويو هو تہ پراپتيءَ ڪان پوءِ ان پرش جو ڪرمن ڪرڻ سان ڪو پريوجن نٿو رهي ۽ نہ ڇڏڻ سان ڪا هاڃي ٿئي ٿي، پوءِ بہ لوڪ سنگرهہ ارٿات پنيان رهيل- منشن جي هرديہ ۾ ڪلياڻڪاري ساڌنن گڏ ٿيڻ لاءِ هو ڪرم ۾ ورتي ٿو. ڪرتا، ڪَرَڻ ۽ ڪرم جي دواران انهن جو سنگرهہ ٿئي ٿو. گيان، ڪرم ۽ ڪرتا جا بہ ٽي - ٽي ڀيد آهن -

ज्ञानं कर्म च कर्ता च त्रिधैव गुणभेदतः।
प्रोच्यते गुणसङ्ख्याने यथावच्छृणु तान्यपि।।१९।।

”گِيانَ ڪَرمِ چہَ ڪَرتا چہَ تِرِوَئيڌوَ گُڻڀيدَ تَهہ
پِرو چِيَتي گُڻسَنکيانِ يَٿاوَڇرِڻُو تانِيپِي “ (١٩)

گيان ڪرم ۽ ڪرتا بہ گڻن جي ڀيد سان سانکي شاستر ۾ ٽي-ٽي ڀيد پرڪارن جا چيا ويا آهن، اُنهن کي بہ تون سچائيءَ سان ٻُڌَ. پرَستُت آهن پهرين گيان جا ڀيد.

सर्वभूतेषु येनैकं भावमव्ययमीक्षते।
अविभक्तं विभक्तेषु तज्ज्ञानं विद्धि सात्त्विकम्।।२०।।

”سَروَ ڀوُ ٿيشوُ ييَنَئيڪمِ ڀاوَ مَوِ يَيَميِڪَشتي

آوِيَڪِتَمِ وِ يَڪِتَمِ وِ يَڪتيشوُ تَجِگيانَمِ وِڌِي ساتِوڪَمِ (٢٠)

ارجن ! جنهن گيان سان منش آهستي آهستي سڀني پوتن ۾ هڪ اوناشي پرماتما ڀاوَ کي وڀاڳ رهت هڪ رس ڏسي ٿو، اُن گيان کي تون ساتوڪ ڄاڻ. گيان ظاهر انوُڀوُتي آهي، جنهن سان گڏ ئي گڻن جي انت ٿيڻو آهي. هيءَ گيان جي پڪي تيار ٿيل اوستا آهي. هاڻي راجس گيان ڏسون.

पृथक्त्वेन तु यज्ज्ञानं नानाभावान्पृथग्विधान्।
वेत्ति सर्वेषु भूतेषु तज्ज्ञानं विद्धि राजसम्।।२१।।

”پرِٿڪتِوينَ توُ يَجِگيامَمِ ناناڀاوانِپرِ ٿِگوڌانِ
ويتِي سَر ويشوُ ڀوُ تيشوُ تَجِگيانَمِ راجَسَمِ “ (٢١)

جو گيان سمپورڻ ڀوتن ۾ الڳ پرڪار جي انيڪ ڀاوَنِ کي الڳ الڳ ڪري ڄاڻي ٿو تہ هيءُ سنو آهي، هيءُ بُرا آهن- اُن گيان کي تون راجس ڄاڻ. اهڙي استتي آهي، تہ راجس سطح تي تنهنجو گيان آهي. هاڻي ڏسون تامس گيان.

यत्तु कृत्स्नवदेकस्मिन्कार्ये सक्तमहैतुकम्।
अतत्त्वार्थवदल्पं च तत्तामसमुदाहृतम्।।२२।।

”يَتوُ ڪِرِ تِسنوَد يڪَسِمِنڪارِيي سَڪِتَمَهَئيِتُڪَمِ
آتَتِوارِ ٿَوَ دَ لِپَمِ چہَ تَتامَسَمُدا هِرتَمِ “ (٢٢)

جو گيان فقط ايڪ ماتر شرير ۾ ئي سمپورتا سان ساڳئي نموني آسڪت آهي، ڪنهن بہ يُڪتيءَ ڪانسواءِ ارٿات جنهن جي پنيان ڪا ڪِر يا نہ آهي، تَتوَ جي ارٿ سروپ پرماتما جي ڄاڻ کان الڳ ڪرڻ وارو آهي، اُهو گيان تامسي چيو وڃي ٿو- هاڻي ٻڌائين ٿا ڪَرِم جا ٽي ڀيد-

नियतं सङ्गरहितमरागद्वेषत: कृतम्।
अफलप्रेप्सुना कर्म यत्तत्साक्त्विकमुच्यते।।२३।।

”نِيتَمِ سَنگَدَرَهِتَمَرا گَدِ ويشَتَهه ڪِرِتَمِ
آڦليپِر يَپِسُنا ڪَرمَ يَتَتِسا تِوِ ڪَمُچِيَتي “ (٢٣)

جو ڪَرم ”نِيَتَمِ“ شاستر وِڌيءَ سان نرڌارت آهي (ڀيو نہ)، سنگہ دوش ۾ ڦل کي نہ چاهڻ واري پرش دوارا بنا راڳہ دويش جي ڪيا وڃن ٿا، اُهي ڪرم ساتوڪ چيا وڃن ٿا. (نِيَتِ ڪرم آراڌنا) چنتن آهي، جو پرم ۾ پرويش ڏياري ٿو.

यत्तु कामेप्सुना कर्म साहङ्कावेण वा पुनः।
क्रियते बहुलायासं तद्राजसमुदाहृतम्।।२४।।

”يَتوُ ڪاميپِسُنا ڪَرمَ ساهنڪاريڻ واپُنَهه
ڪِريَتي بَهوُ لاياسَمِ تَدراجَسَمُدا هِرِتَمِ (٢٤)

جيڪو ڪرم ڌاڍي محنت سان پريل آهي، ڦل کي چاهڻ وارن ۾ اهنڪار سان مليل پرش دوارا ڪيو وڃي ٿو، اهو ڪرم راجس چيو وڃي ٿو. هيءُ پرش بہ اُهيئي نِيَتَ ڪرم ڪري ٿو؛ پر فرق ماتر ايترو آهي تہ ڦل جي اڇا ۾ اهنڪار سان يڪت (پريل) آهي تنهن ڪري هن جي دوارا ٿيڻ وارو ڪَرم راجس آهي. هاڻي ڏسون تامس -

अनुबन्धं क्षयं हिंसामनवेक्ष्य च पौरुषम्।
मोहादारभ्यते कर्म यत्तत्तामसमुच्यते।।२५।।

”انوُ بَنِدَمِ ڪِشَيَمِ هِنسامَنو يڪِشِيہَ چہَ پَئورُ شَمِ
موهادار پِيَتي ڪَرمَ يَتَتا مَسَچِيَتي “ (٢٥)

جو ڪرم پڇاڙيءَ ۾ آخر نشٽ ٿيڻ وارو آهي. هِنِسا - سامرٿيہ جو نہ ويچار ڪري فقط موهہ وس شروع ڪيو وڃي ٿو، اُهو ڪرم تامس چيو وڃي ٿو، صاف آهي، ظاهر آهي تہ هيءُ ڪرم شاستر جو نِيَتَ (مقرر) ڪَرم نہ آهي. ان جي جڳهہ تي پرم آهي. هاڻي ڏسون ڪَرتا جا لڪشڻ -

**मुक्तसङ्गोऽनहंवादी धृत्युत्साहसमन्वितः।**
**सिद्ध्यसिन्ध्योर्निर्विकारः कर्ता सात्त्विक उच्यते।।२६।।**

**”مُڪتَسَنگو نَهمِوادي ڌِرِتيُوُ تِسا هَسَمَنوِ تَهہ**
**سِڌَ يَسِڌَيو نِروِڪارَهہ ڪَرتا ساتوِڪ اُچيَتي ” (٢٦)**

جو ڪرتاسنگہ دوش کان رهت ٿي، اهنڪار جا وچن نہ ٻولڻ وارو، ڌيرج ۽ اُتساهہ سان پورڻ ٿي، ڪاريہ جي سِڌِ هئڻ ۽ نہ هئڻ ۾ هرش (خوشي) شوڪ وغيره وڪارن کان سڀ پاسي رهت ٿي ڪرم ۾ (رات ڏينهن) پرورت آهي، اُهو ڪرتا ساتوڪ آهي. اهيئي اُتم ساڌڪ جا لڪشڻ آهن، ڪرم اُهي ئي آهن. نِيَتِ ڪرم.

**रागी कर्मफलप्रेप्सुर्लुब्धो हिंसात्मकोऽशुचिः।**
**हर्षशोकान्वितः कर्ता राजसः परिकीर्तितः।।२७।।**

**”راگي ڪَرمَڦلپر يپسوُر لَبڌو هِنسا تَمَهو شُچِهہ**
**هَرِ شَشوڪانوِتَهہ ڪَرتا راجَسَهہ پَرِڪيِرِ تِتَهہ ” (٢٧)**

آسڪتيءَ سان پريل، ڪرمن جي ڦل کي چاهڻ وارو، لوڀي، آتمائن کي ڪشت ڏيڻ وارو، پوتر ۽ هرش شوڪ سان جو لِپِتِ آهي، اُهو ڪرتا راجس چيو وڃي ٿو.

**अयुक्तः प्राकृतः स्तब्धः शठोऽनैष्कृतिकोऽलसः।**
**विषादी दीर्घसूत्री च कर्ता तामस उच्यते।।२८।।**

**”آيُڪتَهہ پراڪِرتَهہ سِتَبڌَهہ شٺو نَئِيشڪِرتِڪو لَسَهہ**
**وشادي ديِرِ گهسوتِرِي چہ ڪِرتا تامَس اُچيَتي (٢٨)**

جيڪو چنچل چت وارو، اَسِيِہ، گهمنڊي، ڌُوِرت، ٻين جي ڪمن ۾ رڪاوت وجهڻ وارو، شوڪ ڪرڻ جي سڀاءَ وارو، آلسي ۽ ڍِلو آهي تہ پوءِ ڪنداسين، اُهو ڪرتا تامس چيو وڃي ٿو. ڍِلو پرش ڪَرِم کي ٻئي ڏينهن تي ٽارڻ وارو آهي،

جيتوڻيڪ ڪرم جي اڇا ان کي بہ رهي ٿي. ان طرح ڪرتا جا لڪشڻ پورا ٿيا. هاڻي يوگيشور شري ڪرشڻ نئون سوال اُٿاريو- ٻُڌي، ڌارڻا ۽ سک جا لڪشڻ-

**बुद्धेर्भेदं धृतेश्चैव गुणतस्त्रिविधं शृणु।**
**प्रोच्यमानमशेषेण पृथक्त्वेन धनञ्जय।।२९।।**

**”ٻُڌيرِ ڀيدَمِ ڌِرتيشِچئيوَ گُڻَتَرِيو ڌَمِ شِرڻُو**
**پرو چيما نَمَشيشيڻَ پِرٿَڪِتوينَ ڌَنَنجيہ (٢٩)**

ڌَننجيہ! ٻُڌي ۽ ڌارڻا شڪتيءَ جا بہ گڻن ڪارڻ ٽن پرڪارن جا ڀيد سمپورڻتا سان وياڳہ پوروڪ مون کان ٻُڌُ.

**प्रवृत्तिं च निवृत्तिं च कार्याकार्ये भयाभये।**
**बन्धं मोक्षं च या वेत्ति बुद्धिः सा पार्थ सात्त्विकी।।३०।।**

”پرَوِرتِمِ چہَ نِوِرتِمِ چہَ ڪارِيي ڀَياڀِيي
بنَڌَمِ موکَش چہَ يا ويتِي ٻُڌيھَ سا پارِٿَ ساتِوَڪِمِ (٣٠)

پارٿ ! پرورتي ۽ نورتيءَ کي ڪرتويہ ۽ اڪِرتويہ کي ڀَئہ ۽ نرِڀَئہ ۽ بنڌن ۽ موکش کي جا ٻُڌي يٿارٿ مڃي ٿي، ڄاڻي ٿي، اُها ٻڌي ساتوڪي آهي.ارٿات پرماتما - پَٽ، آواگمن- پَٽ ٻنهي جي چڱيءَ طرح ڄاڻ ساتوڪي ٻُڌي آهي. تنهنڪري-

**यया धर्ममधर्मं च कार्यं चाकार्यमेव च।**
**अयथावत्प्रजानाति बुद्धिः सा पार्थ राजसी।।३१।।**

**”يَيا ڌَرِمَمَڌَرمَمِ چہَ ڪارِيَمِ چاڪارِيميوَ چہَ**
**اَيَٿا وَ تِپرَجانا تِي ٻُڌيھَ سا پارٿ راجسي “ (٣١)**

پارٿ ! جنھن ٻُڌِيءَ دواران منش ڌرم ۽ اڌرم کي ۽ ڪرتويہ ۽ اڪِرتويہ کي بہ پورو نٿو ڄاڻي، ڪرڻ لائق نٿو ڄاڻي، اڌورو ڄاڻي ٿو، اُها ٻُڌِي راجسي آهي. هاڻي تامسي ٻُڌيءَ جو

سروپ ڏسون-

**अधर्मं धर्ममिति या मन्यते तमसावृता।**
**सर्वार्थान्विपरीतांश्च बुद्धिः सा पार्थ तामसी।।३२।।**

**”اڌَرمَ ڌَرمَمِتي يا مَنيَتي تَمَساوِرتا**
**سَروارِ ٿانِو پريتا نِشچہ بُڌيهَہ سا پارَٿ تامَسي“(٣٢)**

پارٿ ! تمو گڻ سان ڍڪيل جا بُڌِي اَڌرم کي ڌرم مڃي ٿي ۽ سمپورڻ پدارٿن کي اُبتو ئي ڏسي ٿي، اُها بُڌِي تامسي آهي.

هتي شلوڪن ٽيهن کان ٻٽيهن تائين بُڌيءَ جا ٽي ڀيد ٻڌايا ويا.

پهرئين بُڌي کي ڪنهن ڪاريہ کان نورت ٿيڻو آهي ۽ ڪنهن ۾ پرورت ٿيڻو آهي، ڪهڙو ڪرتويہ آهي ۽ ڪهڙو اڪرتويہ آهي، ان جي چڱي طرح ڄاڻ رکي ٿي اُها بُڌي ساتوڪي آهي. جيڪا ڪرتويہ - اڪرتويہ کي دونها ٿيل ڍنگہ سان ڄاڻي ٿي، سچي نٿي ڄاڻي، اُها راجسي بُڌِي ۽ اڌرم کي ڌرم، ناس ٿيڻ واري کي قائم ۽ ڀلي کي برو، ان پرڪار جي اُبتي ڄاڻ واري بُڌي تامسي آهي. ان طرح بُڌيءَ جا ڀيد - هاڻي پِرَسِتُتِ آهي ٻيو سوال ”ڌِرتي“ ڌارڻا جا ٽي ڀيد -

**धृत्या यया धारयते मनःप्राणेन्द्रियक्रियाः।**
**योगेनाव्यभिचारिण्या धृतिः सा पार्थ सात्त्विकी।।३३।।**

**”ڌِرتيا يَيا ڌارَيَتي مَنَهپرا ٹيندِرَ يَڪرِياهَہ**
**يوگينا وِيَڀِچارِڻيا ڌِرتَهہ سا پارٿ ساتِوڪِي (٣٣)**

”يوگين“-يوگ پرڪريا جي دواران ”اَوِيَڀِچارڻي“ يوَگہ چنتن کانسواءِ ٻئي ڪنهن خيال، اوني جو اچڻ ويچار آهي، چت جو ڀٽڪي وڃڻ ويچار آهي؛ هاڻي اهڙي اوِيچارڻي

ڌارڻا سان منش من، پراڻ ۽ اندرين جي ڪريا کي جو ڌارڻ ڪري ٿو، اُها ڌارڻا ساتوڪي آهي. ارٿات من، پراڻ ۽ اندرين کي اشٽ جي طرف موڙڻ ئي ساتوڪي ڌارڻا آهي- تيئن -

यया तु धर्मकामार्थान्धृत्या धारयतेऽर्जुन।
प्रसङ्गेन फलाकाङ्क्षी धृतिः सा पार्थ राजसी।।३४।।

”يَيا توُ ڌَرمَڪامارِ ٿانڌِرِ تِيا ڌارِ يَتيرجُن
پِرَ سنگين ڦَلاڪانڪِشي ڌِرتَهہ سا پارٿ راجسي (٣۴)

هي پارٿ ڦل جي اڇا وارو منش ڌاڍي آسڪتيءَ سان جنهن ڌارڻا جي دواران فقط ڌرم، ارٿ ۽ ڪام کي ڌارڻ ڪري ٿو (موڪش جي نہ)، اُها ڌارڻا راجسي آهي. هن ڌارڻا ۾ بہ لڪشيہ اُهو ئي آهي، فقط ڪامنا ڪري ٿو. جيڪو ڪجهہ ڪري ٿو اُن جي بدلي ۾ چاهي ٿو.

هاڻي تامسي ڌارڻا جا لڪشڻ ڏسون.

यया स्वप्नं भयं शोकं विषादं मदमेव च।
न विमुञ्चति दुर्मेधा धृतिः सा पार्थ तामसी।।३५।।

”يِيا سِوَپِنَمِ ڀَيَمِ شوڪَمِ وِشادمِ مَدَميوَ چہَ
نہ وِمُنچِتي دُرميڌا ڌِرتِهہ سا پارٿ تامسي (٣۵)

هي پارٿ ! دُشٽ بُڌيءَ وارو منش جنهن ڌارڻا جي دواران ننڊ، ڊپ، چنتا، دک ۽ ايمان کي (نٽو ڇڏي انهن سيني کي) ڌارڻ ڪري رهي ٿو. اُها ڌارڻا تامسي آهي. هيءُ سوال پورو ٿيو- ٻيو سوال آهي سُکہُ-

सुखं त्विदानीं त्रिविधं शृणु मे भरतर्षभ।
अभ्यासाद्रमते यत्र दुःखान्तं च निगच्छति।।३६।।

”سُکَمِ تِوَدانيِمِ تِرِوِڌِمِ شِرِڻُوُ مي ڀَرَتَرِ شَڀَ

آپياسا دِرَمَتي يَترَ دُکانِتَمِ چهَ نِگَڇتي (٣٦)

ارجن ! هاڻي سک بہ ٽن پرڪارن جو مونکان ٻُڌ. اُنهن مان جنهن سک ۾ ساڌڪ اپياس ۾ رَمَڻُ ڪري ٿو ارٿات چت کي سميٽي اشٽ ۾ رَمَڻُ ڪري ٿو ۽ جو دکن جو انت ڪرڻ وارو آهي. تنهنڪري-

यत्तदग्रे विषमिव परिणामेऽमृतोपमम्।
तत्सुखं सात्त्विकं प्रोक्तमात्मबुद्धिप्रसादजम्।।३७।।

”يَتَدگري وِشمِوَ پَرِيڻا ميمِرِ تو پَمَمِ
تَتِسُکَمِ ساتِوِکَمِ پِروڪتَما تِمبڌيپرَسادَجَمِ (٣٧)“

مٿئين سک ساڌن جي شروعات جي وقت ۾ جيڪڏهن زهر جهڙو لڳندو هجي (پرهلاد کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو، ميرا کي زهر مليو. ڪبير چوي ٿو -

”سُکيا سَب سنسار هئہ، کاوي اؤر سووي ا دُکيا داس ڪبير هئہ، جاڳي اؤر رووي“ تہ هاڻي زهر جهڙو پاسي ٿو، پر ڦل ۾ امرت سمان آهي، امرت تَتوَ کي ڏيارڻ وارو آهي. هاڻي آتم وشيڪ ٻُڌيءَ جي پرساد مان اُتپن ٿيل سک ساتوڪ چيو ويو آهي. تيئن....

विषयेन्द्रियसंयोगाद्यत्तदग्रेऽमृतोपमम्।
परिणामे विषमिव तत्सुखं राजसं स्मृतम्।।३८।।

”وِشيينِدرَيَسنيوگادِيَتَدَ گري مِرتويَمَمِ
پَرِڻامي وِشمِوَ تَتِسُکَمِ راجسَمِ سِمِرِتَمِ (٣٨)

جيڪو سک وشيہ ۽ اندرين جي ميلاپ سان ٿئي ٿو،“ اهو جيتوڻيڪ پوڳڻ وقت امرت سمان لڳي ٿو، پر ڦل ۾ زهر سمان آهي، چاڪاڻ تہ جنم مرتيو جو ڪارڻ آهي. هيءُ سک راجسي چيو ويو آهي. ۽

**यदग्रे चानुबन्धे च सुखं मोहनमात्मनः।**
**निद्रालस्यप्रमादोत्थं तत्तामसमुदाहृतम्।।३९।।**

”يَدَ گِري چانُبنڌي چہَ سُکمِ موهَنَماتمَنَهہ
نِدرالسيَپرَ مادوتٿمِ تَتامَسمُدا هِرتَمِ “ (٣٩)

جو سک ڀوڳہ ڪال ۽ ڦل ۾ بہ آتما کي موهہ ۾ وجهڻ وارو آهي، ننڊ ”يانِشاسَرِوَڀوُتانامِ“ - جڳت جي رات ۾ بيهوش ڪرڻ وارو آهي، آلس ۽ اجايون چيشٽائن سان اُتپن ٿيل هي سک تامس چيو ويو آهي.

هاڻي يوگيشور شري ڪرشڻ گڻن جي پهچ ٻڌائين ٿا، جي سڀ ڪنهن جي پنيان لڳا پيا آهن-

**न तदस्ति पृथिव्यां वा दिवि देवेषु वा पुनः।**
**सत्त्वं प्रकृतिजैर्मुक्तं यदेभिः स्यात्त्रिभिर्गुणैः।।४०।।**

”نہَ تَدسِتي پِرٿِويامِ وادِو ديويشوُ واپُنَهہ
سَتوَمِ پِرَڪِرتيجَئِيرِ مُڪتَمِ يَديڀِهہ سِياتِترِڀِيرِ گُڻيئهہ (٤٠)

ارجن! پرٿويءَ ۾، سرڳہ ۾ يا ديوتائن ۾ اهڙو ڪوئي بہ پراڻي نہ آهي، جو پرڪرتيءَ مان اتپن ٿيل ٽن گڻن کان رهت هجي. ارٿات برهما کان وٺي ڪيٽ، پتنگہ يا ونماتر جڳت ڪڻ ڀنگر، مرڻ-جيئڻ وارو آهي تنهي گڻن جي انترگت آهي ارٿات ديوتا بہ تنهي گڻن جي انترگت آهي ارٿات ديوتا بہ تنهي گڻن جا وڪار آهن، ناسونت آهن.

هتي ٻاهرين ديوتائن کي يوگيشور چوٿون ڀيرو آندو آهي. اڌياءُ ستون، نائون، سترهون ۽ هتي اَرڙهين اڌياءَ ۾. ان سڀ جو هڪ ئي ارٿ آهي تہ ديوتائون ٽن گڻن جي انترگت آهن. جيڪو اُنهن جو پوڄن ڪري ٿو، ناس ٿيڻ واري جي پوڄا ٿو

ڪري.

ڀاڳوت جي ٻئي سڪند ۾ مهرشي سڪديو ۽ پريڪشت جو مشهور وياڪيان آهي. جنهن ۾ اُپديش ڏيندي هو چون ٿا تہ استري پرش ۾ پريم جي لاءِ شنڪر-پاروتي جي، صحت لاءِ اشوني ڪمارن جي، سوڀ لاءِ، اِندر جي ۽ ڌن جي لاءِ ڪبير جي پوڄا ڪريو. ان طرح جدا جدا ڪامنائن جو ذڪر ڪري انت ۾ ٻڌائين ٿا ۽ نرنئہ ڏين ٿا تہ سمپورڻ ڪامنائن جي پورتيءَ ۽ موڪش جي لاءِ فقط هڪ نارائڻ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ”تُلسيِ موُلَهن سيِنچِئي ڦوُلِئہ ڦَلِئي اگهائي.“ ائين سَرِوياپڪ پريوءَ جو سمرڻ ڪريو، جنهنجي پورتيءَ لاءِ ستگرو جي شرڻ، نشڪپٽ ڀاوَ سان سوال ۽ شيوا هڪ ماتر اُپاءُ آهي

آسري ڏَئوِي سمپد انتهڪرڻ جون ٻہ ورتِيون آهن. جنهن ۾ ڏَئوِي سمپد پرم ديو پرماتما جو دويہ درشن ڪرائي ٿي. ان ڪري ڏَئوِي چئي وڃي ٿي، پر اها بہ ٽن گڻن جي انترگت ئي آهي. گڻ شانت ٿيڻ ڪانپوءِ انهن جي بہ شانتي ٿي وڃي ٿي. تنهن ڪان پوءِ ان آتم ترپت يوگي جي لاءِ ڪوبہ ڪرتويہ باقي نٿو رهي. هاڻي پرسِنُت آهي پنيان ڪان شروع ٿيل ورڻ-ويوسٿا. ورڻ جنم پرڌان آهي يا ڪرمن سان پاڻڻ واري انتهڪرڻ جي يوگيتا جو نالو آهي؟ اُن تي ڏسون

ब्राह्मणक्षत्रियविशां शूद्राणां च परन्तप।
कर्माणि प्रविभक्तानि स्वभावप्रभवैर्गुणैः।।४१।।

”بِراهمَڻَڪشتيريوِشاڻِ شوُدِراڻاڻِ چہَ پرنتپ
ڪَرِماڻِي پِرَوِڀَڪتانِي سِوَ ڀاوَ پِرَڀوَئيرِ گُڻَئِيهہ“ (۴۱)

هي پرنتپ ! برهمڻ، ڪتري، وئش ۽ شودرن جا ڪم سڀاءُ ڪان اُتپن گڻن دواران ورهايا ويا آهن. سڀاءَ ۾ ساتوڪ گڻ هوندا

تہ توهان ۾ نرملتا هوندي، ڌيان-سماڌيءَ جي سمرٿي هوندي. تامسي گڻ هوندو تہ آلس، ننڊ، چڪون ۽ بي پرواهيون هونديون. انهي سطح تي ئي توهان کان ڪرم بہ ٿيندا. جنهن گڻ ڪاريہ ۾ اچي ٿو، اُهوئي توهانجو وَرِڻُ آهي، سوروپ آهي. اهڙي نموني اڏ ساتوڪ اڏ راجس مان هڪ ڪلاس ڪتريءَ جو آهي ۽ اڌ کان گهٽ تامس ۽ خاص راجس سان ٻئي درجي جا وئشيہ آهي.

هن سوال کي يوگيشور شري ڪرشڻ هتي چوٿون ڀيرو ورتو آهي. اڏياءَ ٻئين ۾ انهن چار وَرڻن مان هڪ ڪتري جو نالو ورتو تہ ڪتريءَ لاءِ يڌ کانسواءِ ڪوئي رستو ڪونهي. ٽئين اڏياءَ ۾ هنن چيو تہ دربل گڻن واري لاءِ بہ هنجي سڀاءَ مان اتپن يوگ يتا جي انوسار ڌرم ۾ پرورت ٿيڻ، اُن ۾ مري وڃڻ بہ پرم ڪلياڻ ڪارڪ آهي. بين جو نقل ڪرڻ ڏڪائيندڙ آهي. اڏياءَ چوٿين ۾ ٻڌايو تہ چار ورڻن جي سرشٽي مون ڪئي. تہ ڇا منشن کي ڇئن جاتين ۾ ورهايو؟

چون ٿا-نہ، ”گُڻڪَرِمَ وِڀاگَشگَهہ“ گڻن جي يوگيتا سان ڪرم کي ڇئن ڏاڪن ۾ ورهايو. هتي ”گڻ ڪَرِمَ وِڀاگَشَهہ“- گڻن جي يوگيتا سان ڪرم کي ڇئن ڏاڪن ۾ ورهايو. هتي گڻ هڪ ماپ آهي، ان جي دواران ماپي ڪرم ڪرڻ جي سمرٿي کي ڇئن ڀاڱن ۾ وراهيو.

شري ڪرشڻ جي شبدن ۾ ڪرم ئي فقط آتم پرش جي پراپتي جي ڪريا آهي. ايشورپراپتي جو آچرڻ آراڌنا آهي، جنهن جي شروعات ماتر هڪ اِشٽ ۾ شرڌا سان آهي، هن يگيارٿ ڪرم کي ڀاڱن ۾ ورهايو. هاڻي ڪيئن سمجهون تہ اسان ۾ ڪهڙا گڻ آهن ۽ ڪهڙي درجي جي جا آهن؟ ان لاءِ

هتي چون ٿا.

**शमो दमस्तप: शौचं क्षान्तिरार्जवमेव च।**
**ज्ञानं विज्ञानमास्तिक्यं ब्रह्मकर्म स्वभावजम्।।४२।।**

''شَمودَمَستَپَهہ شَئوُچَمِ ڪشانِتيرارِ جَوَ ميوَ چہَ
گِيانَمِ وِگيانَما سِتَڪِيَمِ بِرَهمَڪَرِمَ سِوَياوَجَمِ (۴۲)

من جو شمن، اندرين جو دمن، پورڻ پوترتا، من. واڻي ۽ شرير کي اِشٽ ڏانهن تپائڻ، ڪميا ڀاوُ، من اندرين ۽ شرير کي سدائين سرلتا، آستڪ ٻُڌي معنيٰ هڪ اِشٽ ۾ سچو صدق، گ يان ارٿات پرماتما جي ڄاڻ ۾ تيزفهمي، وگيان ارٿات پرماتما جي ڄاڻ ۾ تيز فهمي، وگيان ارٿات پرماتما سان ملڻ وارن اُديشن جي ڄاڳرتي ۽ اُن جي انوسار هلڻ جي سگهہ، هي سڀ سڀاءَ مان اتپن ٿيل براهمڻ جا ڪرم آهن ارٿات جڏهن سڀاءَ ۾ اِهي لياقتون پاتيون وڃن، ڪرم ڏاراواهڪ ٿي سڀاءَ ۾ ڍَلجي وڃي تہ اُهو برهمڻ درجي جو ڪرتا آهي-۽ تيئن

**शौर्य तेजो धृतिर्दाक्ष्यं युद्धे चाप्यपलायनम्।**
**दानमीश्वरभावश्च क्षात्रं कर्म स्वभावजम्।।४३।।**

''شَئوُرِيَمِ ڌِرتِرِداڪشِيَمِ يُڌي چاپِيَپلايَنَمِ
دانَميِشوَرَ ڀاوَشِچہَ ڪشاتِرِمَ ڪَرمَ سِوياوَجَمِ (۴۳)

سورويرتا، ايشوريہ تيج جو ملڻ، ڌيرج، چنتن ۾ دَڪشَتا ارٿات ''ڪَرِمَسوُڪوَشَلَمِ''-ڪرم ڪرڻ ۾ هوشياري پرڪرتي جي سنگهرش ڪان نہ ڀڄڻ جو سڀاءُ، دان ارٿات سيڪجهہ سمرپڻ ڪرڻ، سيني ڀاوناڻن ۾ سوامي ڀاوُ ارٿات ايشور ڀاوُ- هي سڀ ڪتري جي ''سِوَياوَجَمِ''-سڀاءَ ۾ اهي لياقتون پاتيون وڃن ٿيون تہ اهو ڪرتا ڪتري آهي. هاڻي بيان آهي، وئشيہ ۽ شودر جو سوروپُ-

**कृषिगौरक्ष्यवाणिज्यं वैश्यकर्म स्वभावजम्।**
**परिचर्यात्मकं कर्म शूद्रस्यापि स्वभावजम्।।४४।।**

”ڪِرشِگَئورَڪشِيَواڻِيجِيَمِ وَئِشيَڪرمَ سِوَڀاوَجَمِ
پرَيچارِياتِمَڪَمِ ڪَرمَ شوُدِرَسِياپِي سوَڀاوَجَمِ (۴۴)

ڪِرشِي (کيتي)، گئو رکشا ۽ واپار وئشيہ جي سڀاءَ جا ڪرم آهن گئو پالن ئي ڇو؟ ڍڳي کي ماري ڇڏين؟ اهڙو ڪجهہ ڪونهي، شودر ويدڪ واڱميہ ۾ ”گو“ شبد انتهڪرڻ ۽ اِندِريُن لاءِ پِرَچلت هو. گو-رکشا جو ارٿ آهي، اندرين رکشا. وويڪ ويراڳہ، شم، دَمَ جي دواران اندريون سوگهيون ۽ مضبوط ٿين ٿيون ۽ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ جي دواران وراهجي ٿيون وڃن. هيٺيون ٿي ٿيون وڃن. آتمڪ سمپتي ئي استر سمپتي آهي. هي اسانجو نج ڌن آهي، جو هڪ ڀيرو سات ٿي وڃي تہ سدائين سات ڏئي ٿو. پرڪرتيءَ جي ڪِٽ پِٽ مان اُنهن جو آهستي آهستي گڏ ڪرڻ واپار آهي) کيتي؟ شرير ئي هڪ کيتر آهي، ان جي اندر پوکيل ٻج ارٿات سنسڪار جي روپ ۾ پلو برو جمي ٿو. ارجن! هن نشڪام ڪرم ۾ ٻج ارٿات آرنڀ جو ناس نٿو ٿئي (اُنهن مان ڪرم) پرم تَتِوَ جي چنتن جو جيڪو ٻج هن کيتر ۾ پيو آهي، اُن کي بچائي رکندي ان ۾ اچڻ وارن وِجاتي وڪارن کي کيندو وڃڻ کيتي آهي.

**कृषि निरावहि चतुर किसाना।**
**जिमि बुध तजहिं मोह मद माना। (मानस, ४/१४/८)**

ڪِرشِي نراوَهِنِچَتُرَڪسانا
جِمِ بُڌ تَجَهِن موهہ مَدَمانا (مانس ۴-۱۴-۸)

اهڙي طرح اندرين جو بچاءُ ۽ پرڪرتي جي جهڳڙن کان بچائڻ آتمڪ سمپتي کي گڏ ڪرڻ ۽ ان کيتر ۾ پرم تتو جي

چنتن جي سنڀال - اهو وئشيہ درجي جو ڪرم آهي.

شري ڪرشن جو انوسار ”يگيَشِشِٽا شِنَهہ“ پورتي ڪال ۾ يگيہ جنهن کي ڏئي ٿو، هو آهي پورو برهم اُن جو پان ڪَرَڻ وارا سنت جَن سيني پاپن کان ڇٽي وڃن ٿا ۽ اُن جو آهستي آهستي چنتن-ڪريا سان ٻڇ لڳائڻ جو ڪم ٿئي ٿو. اُنجو بڇاءُ ڪيتي آهي. ويدڪ شاسترن ۾ اُن جو ارٿ آهي پرماتما، پرماتما ئي هڪڙو ڪاڌي-ڪائڻ جي ڪريا آهي، آن آهي. چنتن جي پورتي ڪال ۾ هيءُ آتما پوري طرح ترپت ٿي وڃي ٿو، وري ڪڏهن اترپت نٿو ٿئي، آواگمن ۾ نٿي اچي. هن ان جي ٻڇ کي چمائيندي اڳيان وڌڻ ڪِرشِي (کيتي) آهي.

پاڻ کان اُنتيءِ واري اوستا وارا، پراپتي وارن گروجن جي شيوا ڪرڻ شودر درجي جو سڀاءُ مطابق ڪرم آهي. شودر جو ارٿ نيچ نہ پيءُ بنا نندو آهي. نماڻي درجي جو ساڌڪ ئي شودر آهي، داخل ٿيڻ واري درجي جو اُهو ساڌڪ شروعات کان ئي شروع ڪري.

آهستي آهستي شيوا سان هن جي هردي ۾ اُنهن سنسڪارن جو سرجن ٿيندو ۽ نمبروار هلي هو وئشيہ، ڪتري ۽ براهمڻ تائين دوري طئہ ڪري ورٽن کي بہ پار ڪري برهم ۾ پرويش پائي ويندو سڀاءُ بدلجندڙ آهي. سڀاءَ جي پريورتن سان ورڻ - پريورتن ٿي وڃي ٿو. حقيقت ۾ هي وَرِڻَ، تمام اُتم، اُتم، مڌيم ۽ نشڪرشت چار اوستائون آهن، ڪرم پٿ تي هلڻ وارن ساڌڪن جون اوچيون-هينيون چار ڏاڪڻيون آهن ڪرم هڪ ئي آهي، نِيَت (مقرر) ڪرم. شري ڪرشڻ چون ٿا تہ مشهوري حاصل ڪرڻ جو هيءُ ئي هڪ رستو آهي تہ سڀاءَ ۾ جهڙي يوڳ

ڀتا آهي، اُتان ئي لڳون. هن کي ڏسو-

**स्वे स्वे कर्मण्यभिरतं संसिद्धिं लभते नरः।**
**स्वकर्मनिरतः सिद्धिं यथा विन्दति तच्छृणु।।४५।।**

”سِوي سِوي ڪَرمِڻيَڀِر تَمِ سَنِسِڌِمِ لَڀَتي نِرَهه
سِوَڪَرمَنيِرَ تَهه سِڌِمِ يَٿاوَنِدتي تَڇِڻُ (۴۵)

پنهنجي پنهنجي سڀاءَ ۾ هئڻ واري يوگيتا جي انوسار ڪرم ۾ لڳل منش ”سَنِسِڌِم“ ڀڳوت پراپتي روپي پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿئي ٿو. ڦرين ٻه چئي آياآهن- هن ڪرم کي ڪري تون پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿيندين.

ڪهڙو ڪرم ڪري؟ ارجن! تون شاستروڌيءَ جا نِرڌارت ڪرم، يَگيارِٿَڪرم ڪر. هاڻي سِوَڪرم ڪرڻ جي ٻل جي انوسار ڪرم ۾ لڳل منش پَرم سِڌيءَ کي ڪهڙي پرڪار پراپت ٿئي ٿو، اُها وِڌي تون مونکان ٻُڌُ-ڌيان ڏيو-

**यतः प्रवृत्तिर्भूतानां येन सर्वभिदं ततम्।**
**स्वकर्मणा तमभ्यर्च्य सिद्धिं विन्दति मानवः।।४६।।**

”يَتَهه پرورتيِرِ ڀوُتانام ييِنَ سَروَمِدَمِ تَتَمِ ا
سِوَڪَرمَڻا تَمَڀِيَڇِرِيَ سِڌِ مِ وَندتيمانوَهه اا (۴٦)

جنهن پرماتما کان سڀني ڀوتن جي اُتپتي ٿي آهي، جنهن سان هي سمپورڻ جڳت وياپت آهي، اُن پرميشور کي ”سِوَڪَرمَڻا“ پنهنجي سڀاءَ کان اُتپن ٿيل ڪرم جي دواران پوڄا ڪري منش پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿيندو آهي. هاڻي پرماتما جي پاونا ۽ پرماتما جو سڀني انگن سان پوڄا ڏاکو ڏاکو ڪري هلڻ ضروري آهي. جيئن ڪوئي وڏي درجي ۾ ويهي وڃي ته ننڍو درجو ٻه وڃائي وهندو، وڏو درجو ته ملندو ئي ڪونه. هاڻي هن ڪرم پٽ تي ڏاکو ڏاکو ڪري هلڻ جو

وڌان آهي. جيئن ٦-١٨ ۾. ان تي وري زور ڏيئي چون ٿا تہ توهين پلي ڪٽي ٿوري سمجهہ وارا هجو، اُتان شروعات ڪريو. اها وِڏي آهي، اهو ئي طريقو آهي - پرماتما جي لاءِ سمرپڻ.

**श्रेयान्स्वधर्मो विगुणः परधर्मात्स्वनुष्ठितात्।**
**स्वभावनियतं कर्म कुर्वन्नाप्नोति किल्बिषम्।।४७।।**

”شِريياٰنِسوَڌِرمو وِگُڻَهہ پَرَڌَرِ ماتِسوَنوُ شِٺِتات
سِوَڀاوَنِيتِمِ ڪَرِمَ ڪُرِوَناپنوتِي ڪِلبِشَمِ (۴۷)

چڱي طرح شروع ڪندي ٻئي جي ڌرم کان گُڻ رهت بہ پنهنجو ڌرم پرم ڪلياڻڪاري آهي. ”سِوَڀاوَنِيَتَمِ“ سڀاءَ کان نرڌارت ڪيل، ڪرم ڪندي ڪندي منش پاپ ارٿات آواگمن کي پراپت نٿو ٿئي. گهڻو ڪري ساڌڪن کي خفخاني ٿيڻ لڳندي آهي تہ اسين شيوا ڪندا ئي رهنداسين. هو تہ ڌيان ۾ اسٿت آهن. سنن گُڻن جي ڪري سندن سنمان آهي. ترت هو نقل ڪرڻ لڳندا آهن. شري ڪرشڻ جي انوسار نقل يا حسد مان ڪجهہ ملندو ڪونہ. پنهنجي سڀاءَ سان ڪرم ڪرڻ جي ٻل جي انوسار ڪرم ڪري ئي ڪو مشهوري پائي ٿو. چڙهڻ سان نہ.

**सहजं कर्म कौन्तेय सदोषमपि न त्यजेत्।**
**सर्वारम्भा हि दोषेण धूमेनाग्निरिवावृत्ताः।।४८।।**

”سَهِجَمِ ڪَرِمَ ڪؤنتيہ سَدوشمپي نہَ تِيَجيتِ
سَرِوارَمِياهي دوشيڻَ ڌؤمينا گِنرِ واوِرتاهہ (۴۸)

ڪونتييہَ ! عيبن سان پريل (گهٽ سمجهہ اوسٿا وارو سِڌُ آهي تہ دوش گهڻا آهن. اهڙو دوش يڪت ڪي بہ،) سَهِجَ ڪرم کي تياڳڻ نہ کپي، ڇاڪاڻ تہ دونهين سان اگني جي سامهون

سڀيئي ڪرم ڪنهن نہ ڪنهن دوش سان گهيريل آهن. برهمڻ درجي ئي سهين، ڪرم تہ ڪرڻو پوي ٿو. اسٿتي نہ ملي، تيستائين دوش ظاهر آهن. پرڪرتيءَ جو پردو ظاهر آهي. دوشن جو انت اُتي ٿيندو، جتي برهمڻ درجي جا ڪرم بہ برهم ۾ پرويش سان گڏ لين ٿي وڃن ٿا. اُن پراپتي وارن جا لڪشڻ چا آهن. جتي ڪرمن سان ڪو پريوجن ئي نٿو رهجي وڃي.

**असक्तबुद्धिः सर्वत्र जितात्मा विगतस्पृहाः।**
**नैष्कर्म्यसिद्धिं परमां सन्यासेनाधिगच्छति।।४९।।**

”آسَڪتبد ڍهہ سَروَترَجتاتما وِگَتسپرِ ههہ
نَئيشڪرِ ميسِڌِمِ پَرَمامِ سَنياسيناڌِ گڇتي (۴۹)

سڀ ڪنهن آسڪتي (موهہ) کان رهت بُڌيءَ وارو، ڪامنا کان بلڪل رهت جيتيل انتهڪرڻ وارو پرش ”سنياسِنامِ“ سڀ خراب عادتون ڇڏڻ جي اوستا ۾ پرم نئيشڪريہ جي سِڌي کي پراپت ٿئي ٿو. هتي سنياس ۽ پرم نَئيشِڪريہ سڌي ساڳي آهي. هتي سانکيہ يوگي اُتي ئي پهچي ٿو، جتي تہ نشڪام ڪرم يوگي. اهو پائڻ ٻنهي مارگن لاءِ سمان آهي. هاڻي پَرم نَئيشڪرميہ سڌيءَ کي پراپت ٿيل پرش جيئن کي پراپت ٿئي ٿو. اُن جو ٿوري ۾ چِترڻ ڪن ٿا.

**सिद्धिं प्राप्तो यथा ब्रह्म तथाप्रोति निबोध मे।**
**समासेनैव कौन्तेय निष्ठा ज्ञानस्य या परा।।५०।।**

”سِڌِمِ پراپتو يٿا بِرهَمَ تٿاپنوتي نِبوڌ مي
سماسينئيوَ ڪؤنتيہ نِشٺا گيانَسيہ يا پَرا (۵۰)

ڪؤنتيہ ! جا گيان جي پرينشٺا آهي، چوٽ آهي، مٿي آهي، اُن پرم سِڌي کي پراپت ٿيل پرش جڻ برهم کي پراپت

ٿئي ٿو، اُن وڏيءَ، اُن طريقي کي تون مونکان ٿوري ۾ جاڻي وٺ. اڳئين شلوڪ ۾ اُهائي وڏي ٻڌائي رهيا آهن، ڌيان ڏيو.

बुद्ध्या विशुद्धया युक्तो धृत्यात्मानं नियम्य च।
शब्दादीन्विषयांस्त्यक्त्वा रागद्वेषौ व्युदस्य च।।५१।।
विविक्तसेवी लघ्वाशी यतवाक्कायमानस:।
ध्यानयोगपरो नित्यं वैराग्यं समुपाश्रित:।।५२।।

”ٻُڌَ يا وِ شُڌَ يا يُڪتو ڌِرِ تِياتمانَمِ نِيَميہَ چہَ ۔
شبدا دينِو شَيانِستيَڪتِوا راگَدويشئَوُ وِيُدَ سيَ چہ “ ۔۔(۵۱)
”ووِڪِتِسيهوي لَگهہ واشي يَتَواڪڪايَمانَسَهہ ۔
ڌِيانَيوگَپَرو نِتِيَمِ وئِراگيہَ سَمُپاشِرتَهہ ۔۔ “ (۵۲)

ارجن ! خاص روپ سان ٻُڌ شُڌ سان مليل، ايڪانت ۽ شيءِ ديش جو سيوَن ڪرڻ وارو، ساڌنا ۾ جيترو سهايڪ هجو اوترو ئي آهار ڪرڻ وارو، جيتيل من، واڻي ۽ سريروارو، درڊ ويراڳہ کي چڱي طرح پراپت ٿيل پرش هميشه ڌيان يوگہ ۾ قربان ٿيل ۽ اهڙي ڌارڻا سان مليل ارٿات ان سڀ کي ڌارڻ ڪرڻ وارو ۽ انتهڪرڻ کي وس ۾ ڪري شبد وغيره وشين کي تياڳي، راڳہ دويش کي نشٽ ڪري- ۽

अहङ्कारं बलं दर्पं कामं क्रोधं परिग्रहम्।
विमुच्य निर्मम: शान्तो ब्रह्मभूयाय कल्पते।।५३।।

”اَهنِڪارَمِ بَلَمِ دَرپَمِ ڪامَمِ ڪروڌَمِ پَريگرَهَمِ
وِمُچيہَ نِرمَمَهہ شانِتو بِرَهَمَيوُ يايہَ ڪَلِپَتي (۵۳)

اهنڪار، ٻل، گهمنڊ، ڪام، ڪروڌ، ٻاهريون شيون ۽ اِندريُن جي چنتنن کي تياڳي، ممتا رهت، شانت انتهڪرڻ ٿيل پرش پر برهم سان گڏجي ايڪي ڀاوُ جي لاءِ يوگيہ ٿيندو آهي

اڳيان ڏسون -

**ब्रह्मभूत: प्रसन्नात्मा न शोचति न काङ्क्षति।**
**सम: सर्वेषु भूतेषु मद्भक्तिं लभते पराम्।।५४।।**

”برَهمَ ڀوُتَهہ پرسَناتِما نہَ شوچتِي نہَ ڪانڱڪشتِي
سَمَهہ سَروِيشوُ ڀوتيشوُ مَدِ ڀَڪتِمِ لَڀَتي پَرامِ (۵۴)

برهم سان ايڪي ڀاوَ هئڻ جي يوگيتا وارو اُهو پرسن چت پرش نہ تہ ڪنهن وستوءَ لاءِ شوڪ ڪري ٿو ۽ نہ ڪنهن جي تمنا، اڇا ئي ڪري ٿو. سڀني ڀوتن ۾ سم ڀاوَ اُهو ڀڳتي جي چوٽيءَ تي آهي. ڀڳتي پنهنجو ڦل ڏيڻ جي اسٿتي ۾ آهي، جتي برهم ۾ پرويش ملي ٿو - هاڻي

**भक्त्या मामभिजानाति यावान्यश्चास्मि तत्त्वत:।**
**ततो मां तत्त्वतो ज्ञात्वा विशते मदनन्तरम्।।५५।।**

”ڀَڪتيا مامَڀجاناتِي ياوَنيشچاسمي تَتو تَهہ
تَتو مامِ تَتوَ تو گياتوا وِشَتي تَدَنَنتَرَمِ (۵۵)

اُن پراڀڳتيءَ جي دواران هو مونکي تَتوَ سان چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا. اُهو تَتوَ آهي ڇا؟ مان جو ۽ جنهن پرڀاوَ وارو آهيان، اَجر امر-پوتر شيِ جَنُ الولڪ گُڻُدَرمن وارو آهيان، اُنکي ڄاڻن ٿا ۽ منهنجي تُتوَ کي ڄاڻي هڪدم ئي مون ۾ پرويش ڪري وڃي ٿو. پراپتي ڪال ۾ تہ ڀڳوان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ پراپتي کان ٺيڪ پوءِ انهي ئي پل پنهنجي ئي آتم سروپ کي اُن ايشوري گڻ ڌرمن سان مليل پائي ٿو تہ آتما هي اجر، امر، پوتر، ظاهرنہ، لڪل ۽ سناتن آهي،

ٻئي اڌياءَ ۾ يوگيشور چيو هو- آتما ئي ستيہ آهي، سناتن آهي، لڪل ۽ امرت سوروپ آهي، پر انهن ويوتين سان ڀريل آتما کي فقط تَتوَ درشين ڏٺو. هاڻي سوال سڀاويڪ آهي، تہ

حقيقت ۾ تَتِوَ درشتا آهي ڇا؟ گهڻا ماڻهو پنج تَتِو، پنجويهن تَتِوَن دماغي ڀَڄَ ڊُڪ ڪرڻ لڳن ٿا، پر اُن تي شري ڪرشن هن ارڙهين اڌياءَ ۾ فيصلو ڏنو آهي ته پرم تَتِوَ آهي پرماتما . جو اُن کي ڄاڻي ٿو، اُهوئي تَتِوَ درشي آهي. هاڻي جيڪڏهن توهان کي تَتَوِ جي چاهه آهي ته پڇن ۽ چنتن ضروري آهي.

هتي سلوڪ اُڻونجاهين کان پنجونجاهه تائين يوگيشور ڪرشن صاف ڪيو آهي ته سنياس مارگ ۾ به ڪم ڪرڻو آهي. هنن ڇيو ''سنياسين'' سنياس دواران (مطلب ته گيان يوگ جي دواران) ڪرم ڪندي ڪندي اڇا کان رهت ، آ سڪتيءَ (موهه) کان رهت ۽ شڌ انتهڪرڻ کي جيتڻ وارا پرش جهڙي طرح نشڪام ڪرم جي سڌيءَ کي پراپت ٿين ٿا، اُن کي ٿوري ۾ ٻڌائيندس. اهنڪار، ٻل، گهمنڊ، ڪام ڪروڌ مد موهه وغيره پرڪرتيءَ جا ڪيرائڻ وارا وڪار جڏهن سڀ طرح شانت ٿي وڃن ٿا ۽ وويڪ، ويراڳ، شم، دم. ايڪانت ۾ رهڻ، ڌيان وغيرهه برهم ۾ پرويش ڏيارڻ واريون يوگيتائون جڏهن پوري طرح رچي راس ٿين ٿيون، اُن وقت هو برهم کي ڄاڻڻ يوگيه ٿيندو آهي. اُن يوگيتا جو نالو آهي پرا ڀڳتي. ان يوگيتا دواران هو تَتِوَ کي ڄاڻي ٿو. تَتِوَ آهي ڇا؟ مونکي ڄاڻي ٿو. ڀڳوان جيڪو آهي، جن وڀوتين سان پريل آهي اُن کي ڄاڻي ٿو ۽ مونکي ڄاڻي هڪدم مون ۾ استت ٿي وڃي ٿو. ارٿات برهم، تَتِوَ، ايشور پرماتما ۽ آتما سڀ هڪ ٻئي جهڙا آهن، ساڳيا آهن. هڪ جي ڄاڻڻ سان سيني جي ڄاڻ ٿي وڃي ٿي. هيءَ پرم سِڌي، پرم گت ۽ پرم ڌام به آهي.

هاڻي گيتا جو درڍ وشواس آهي ته سنياس ۽ نشڪام ڪرم يوگ ٻنهي حالتن ۾ پرم نشڪئريه سِڌيءَ کي پائڻ لاءِ نيت

ڪرم (چنتن) تمام ضروري.

هيلتائين تو سنياسي جي لاءِ ڀڄن چنتن تي زور ڏنو ۽ هاڻي سمرپڻ چئي اُنهي وارتا کي نشڪام ڪرم يوگي جي لاءِ بہ چون ٿا-

**सर्वकर्माण्यपि सदा कुर्वाणो मद्व्यपाश्रय:।**
**मत्प्रसादादवापोति शाश्वतं पदमव्ययम्।।५६।।**

''سَروَڪَرماڻِيَپِي سدا ڪرواڻو مَدِويَپا شِرَيَهہ
مَتِپرَ سادادَ واپنوتِي شاشِوَتَمِ پَدَ مَوِيَيَمِ (٥٦)

مونتي پورو ڀرسو رکندڙ پرش سمپورڻ ڪرمن کي سدا ڪندي، ذري ماتر بہ گهٽتائي نہ رکي ڪندي منهنجي ڪرپا- مهر سان پوتر، اوناشي پرم پد کي پراپت ٿئي ٿو. ڪرم اُهو ئي آهي. مقرر ڪرم چنتن يڳيہ جي پرڪريا. پورڻ يوگيشور ستگرو جي آسري ساڌڪ اُنهنجي-ڪرپا-مهر کي جلد ئي پائي وٺي ٿو.هاڻي ان کي پائڻ لاءِ پورڻ سمرپڻ ضروري آهي.

**चेतसा सर्वकर्माणि मयि सन्न्यस्य मत्पर:।**
**बुद्धियोगमुपाश्रित्य मच्चित्त: सततं भव।।५७।।**

''چيتَسا سَروَڪَرماڻي مَيہ سَنِنيَسِيہَ مَتِپَرَهہ
بُڌ ڍيوگمُپاشِرِتيہَ مَچِچِتَهہ سَتَتَمَ ڀَوَهہ (٥٧)

هاڻي ارجن ! سمپورڻ ڪرمن کي (جيترو توکان ٿي سگهي ٿو) من سان مونکي ارپڻ ڪري، پنهنجي ڀروسي نہ بلڪ مونکي سمپرڻ ڪري، منهنجي آسري ٿيل بُڌي يوگہمعنيٰ يوگہ جي بُڌيءَ جو آسرو وٺي هميشه مون ۾ چت لڳاءِ. يوگ هڪ ئي آهي، جو سيني ڏُکن کشتن جو انت ڪرڻ وارو آهي ۽ پرم تَتِوَ پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ وارو آهي. هن جي ڪريا بہ هڪ ئي آهي- يڳيہ جي پرڪريا، جا من توڙي اندرين جي سنجم،

سواس-پساهہ توڙي ڏيان وغيره تي آڌارت آهي. جنهنجو قل بہ هڪ ئي آهي- ''يانِتِي بِرَهمَ سَناتَنَمِ'' ان تي اڳيان چون ٿا:-

**मच्चित्त: सर्वदुर्गाणि मत्प्रसादात्तरिष्यसि।**

**अथ चेत्त्वमहङ्कारान्न श्रोष्यसि विनङ्क्ष्यसि।।५८।।**

**''مَڇِيتَہ سَروَ ڏُرگَٽِي مَتِپرَسادا تِتَرِيشِيسي**

**آٿَ چيتِوَمَهنڪارانِ شِرو شِيَس وِنِڱِڪشِيَسِي (٥٨)**

ان طرح مون ۾ سدائين چت لڳائڻ وارو تي منهنجي ڪرپا سان من ۽ اندرين کي سمپورڻ پڪڙڻ جي وري وري ڪوشش ڪرڻ سان تري ويندين''اندِرينهِہ دوار جهرو ڪا نانا تَنهن تنهَنَ سُرَ بئني ڪرِ ٿاتاا آوت ديکهِہ وشيہَ بياري اَ تي هَتِ ديهنِ ڪَپات اُگهاري'' اهي ئي اشپ اکيون آهن. منهنجي ڪرپا سان تون انهن رنڊڪن تي حملو ڪري پارٿي ويندين، پر جيڪڏهن اهنڪار جي ڪري منهنجي وچنن کي نہ ٻڌندين، تہ ناس ٿي ويندين، پرمارٿ کان پري ٿي ويندين. وري ان تي زور ڏيئي چون ٿا.

**यदहङ्कारमाश्रित्य न योत्स्य इति मन्यसे।**

**मिथ्यैष व्यवसायस्ते प्रकृतिस्त्वां नियोक्ष्यति।।५९।।**

**''يَدَ هنڪارَ ماشِرتيہَ نہَ يوتِسيہَ اِتي مَنِيَسي**

**مِٿئيِشَ وِيوَسا يَسِتي پرَڪرِتيِسٽوامِ نِيوڪِشيہَ (٥٩)**

جي تون اهنڪار جو آسرو وٺي ائين ٿو مڃين تہ يڌ نہ ڪندس، تہ اهو تنهنجو نشچو مٿيا آهي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجو سڀائُ توکي زوريءَ يڌ ۾ لڳائي ڇڏيندو.

**स्वभारजेन कौन्तेय निबद्ध: स्वेन कर्मणा।**

**कर्तुं नैच्छसि यन्मोहात्करिष्यस्यवशोऽपि तत्।।६०।।**

”سِوَڀاوَجينَ ڪؤنتييہ نِبَڌَهہ سِوينَ ڪرمڻا
ڪَرتُمِ نيڇسي يَنِموهاتيڪَرِشيَسِيَوَشو ڀي تتِ“ (٦٠)

ڪؤنتييہ! موهہ جي وس تون جنهن ڪرم ڪي نٿو ڪرڻ چاهين، اُن ڪي بہ پنهنجي سڀاءَ کان اُتپن ٿيل ڪرم سان بڌل هئڻ سبب پروس ٿي ڪندين. پرڪرتي جي ٽڪراءَ کان نہ بچڻ جو تنهنجو کتري درجي جو سڀاءُ توکي مجبور ٿي توکي ڪرم ۾ لڳائيندو. سوال پورو ٿيو. هاڻي اُهو ايشور رهي ڪٿي ٿو؟ ان تي چون ٿا

ईश्वर: सर्वभूतानां हृद्देशेऽर्जुन तिष्ठति।
भ्रामयन्सर्वभूतानि यन्त्रारूढानि मायया।।६१।।

”ايشورهہ سَروَ ڀوُتانامِ هِرديشيرجَنَ تِشَٺتي
ڀرامينِسَروَ ڀوُتاني ينتراروُڙهاني مايَيا “ (٦١)

ارجن! اُهو ايشور جو سڀني ڀوت پراڻين جي هرديہ ديش ۾ نواس ڪري ٿو. ايترو ويجهو آهي تہ لوڪ ڄاڻن چو نہ ٿا؟ مايا روپي ينتر ۾ ڏکيل هئڻ سبب سڀ لوڪ ڀرم جي وس ٿي چڪر لڳائي رهيا آهن، تنهن ڪري نٿا ڄاڻن . اهو ينتر وڏو شڪاري آهي، جو ور ور ناسونت شريرن ۾ گهمندو ٿو رهي. تہ شرڻ ڪنهنجي وٺون؟

तमेव शरणं गच्छ सर्वभावेन भारत।
तत्प्रसादात्परां शान्तिं स्थानं प्राप्स्यसि शाश्वतम्।।६२।।

”تَميوَ شَرڻَمِ گڇ سَروَ ڀاوين ڀارت
تَتپرَ ساداتِپرامِ شانتِمِ سٿانَمِ پراپيسي شاشوَ تَمِ (٦٢)

تنهن ڪري هي ڀارت! سمپورڻ ڀاوَ سان اُن ايشور جي (جو هردي ديش ۾ براجمان آهي) انينيہ شرن کي پراپت ٿيءُ هن جي ڪرپا مهر سان تون پرم شانتي، پوتر پرم ڌام کي پراپت

ڏيندين. هاڻي ڌيان ڪرڻو آهي تہ هرديہ ديش ۾ ڪيون. اهو ڄاڻندي بہ مندر، مسجد، چرچ يا ٻئي هنڌ ڳولهڻ وقت برباد ڪرڻو آهي. ها! جيستائين ڄاڻ نہ آهي تيستائين سوپاويڪ آهي. ايشور جو رهڻ جو استان هرديہ آهي. پاڳوت جي ڇئن شلوڪن جي گيتا جو تاتپرج بہ اهو آهي تہ ائين تہ مان هر هنڌ ڇتي ڪٿي آهيان، پر پراپت ٿيان ٿو هرديہ-ديش ۾ ڌيان ڪرڻ سان ئي.

**इति ते ज्ञानमाख्यातं गुह्याद्गुह्यतरं मया।**
**विमृश्यैतदशेषेण यथेच्छसि तथा कुरु।।६३।।**

”اِتي تي گيانما کِياتَمِ گُهيادِ گُهياتَرمَ مَيا
وِمرِشيئوتَدَ شيشيڻَ يَٿيڇِسي تَٿا ڪُروُ “ (٦٣)

اهڙيءَ طرح بس ايترو ئي ڳُجهي کان ڳجهو گيان مون تنهنجي لاءِ چيو آهي. ان طريقي سان، وڌيءَ سان سمپورڻ روپ سان ويچار ڪر، پوءِ تون جيئن چاهين ٿو تيئن ڪر. سَتيہ اهو ئي آهي، پائڻ جو هنڌ اهو ئي آهي، پراپتيءَ جي، ڳولڻ جي جڳهہ بہ اها ئي آهي پراپتيءَ جو مارگ بہ اهو ئي آهي. پر هردي ۾ وينل آهي ڏسڻ ۾ نٿو اچي، ان تي اُپاءُ ٻڌائين ٿا:-

**सर्वगुह्यतमं भूय: शृणु मे परमं वच:।**
**इष्टोऽसि मे दृढमिति ततो वक्ष्यामि ते हितम्।।६४।।**

”سَرِ وَ گُمِيَتَمَمِ پوُ يَهَہ شِرِڻوُ مي پَرَمَمِ وَچَهہ
اِشٽوسي مي دِرِڍِمتِي تَتو وکشيامي تي هِتَمِ (٦٤)

ارجن ! سمپورڻ ڳجهي کان تمام ڳجهي رهسيہ پريل وچنن کي تون وري ٻڌُ (ٻڌايا اٿم وري بہ ٻڌُ. ساڌڪ لاءِ اشت (پرماتما) سدائين سجاڳہ بيٺو آهي) ڇاڪاڻ تہ تون تمام

منهنجو پيارو آهين، تنهنڪري پرم ڀلي وارا وچن مان وري تنهنجي لاءِ چوندس- اهو آهي ڇا؟

**मन्मना भव मद्भक्तो मद्याजी मां नमस्कुरु।**
**मामेवैष्यसि सत्य ते प्रतिजाने प्रियोऽसि मे।।६५।।**

”مَنِمَنا ڀَوَ مَدِ ڀَڪتو مَدِياجِي مامِ نَمَسِڪُرُ
ماميوئيشِيَسي سَتِيَمِ تي پِرَتيجاني پِرَيوسِيمي ۱۱(٦٥)

ارجن ! تون مون ۾ ئي (ٻئي ڪنهن ۾ نہ) مَن وارو ٿيءُ منهنجو اِنيَنِيہ ڀڳت ٿيءُ، منهنجي لاءِ پورڻ شرڌا وارو ٿيءُ(منهنجي سمپرڻ ۾ تنهنجون اکيون پريم ۾ ڀرجي اچن، مونکي ئي نمسڪار ڪر. ائين ڪرڻ سان تون مونکي ئي پراپت ٿيندين.ين. اها مان تنهنجي لاءِ سچي پرتگيا ڪري چوان ٿو، ڇاڪاڻ تہ تون مونکي بيحد پيارو آهين-اڳيان ٻڌائي آيل ايشور هرديہ-ديش ۾ آهي، ان جي شرڻ ۾ وڃ. هِتي چون ٿا منهنجي شرڻ ۾ اچ-هيءُ ڳجهي کان ڳجها وچن ٻڌي منهنجي شرڻ ۾ اچ. حقيقت ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ چوڻُ ڇا ٿا چاهين؟ اهو ئي ساڌڪ لاءِ ستگروءِ جي شرڻ تمام ضروري آهي. شري ڪرشڻ پاڻ هڪ پورڻ يوگيشور هو. هاڻي سمرپڻ جي وِڌِي ٿا ٻڌائين ٿا.

**सर्वधर्मान्परित्यज्य मामेकं शरणं व्रज।**
**अहं त्वा सर्वपापेभ्यो मोक्षयिष्यामि मा शुचः।।६६।।**

”سَرِوَڌَرِمانِپَرِيتيَجَہ ماميڪَمِ شَرَڻَمِ وِرَج
آهَمِ تِواسَرِوَپاپيڀيو موڪشيِشِيامي ما شُچَهَ (٦٦)

سيني ڌرمن کي تياڳي (معنيٰ) مان برهمڻ جو ڪرتا آهيان، يا شودر شريٽي جو ڪتري آهيان، يا وئشيہ آهيان - انهي ويچار کي تياڳي) فقط هڪ منهنجي، صرف منهنجي شرڻ

ڪي پراپت ٿيءُ. مان توکي سڀني پاپن کان مڪت ڪندس - تون شوڪ نہ ڪر.

انهن سڀني براهمڻ، کتري وغيره جو ڪوبہ ويچار نہ ڪر (اهو بہ نہ سوچ تہ ان سلسلي ۾ مان ڪهڙي سطح تي آهيان) جو هڪ چت من سان، ڀاوَ سان منهنجي شرن ۾ اچي وڃي ٿو، بنا اِشٽ (پرماتما) جي ڪنهنکي بہ نٿو ڏسي، اُن جي نمبروار، سلسلي وار ورڻن جي بدل-سدل اُٿان ۽ سڀني پاپن کان نورتي (موکش) جي جوابداري هو اِشٽ ستگرو پاڻ پنهنجي هٿن ۾ کڻي وٺي ٿو.

هر هڪ مها پرش ائين ئي چيو آهي. شاستر جڏهن لکجن ٿا تہ لڳندو آهي تہ هيءُ سڀني جي لاءِ آهي، حقيقت ۾ اهو شرڌاوان لاءِ ئي آهي. ارجن اڌڪاري هو، هاڻي اُن تي زور ڏيئي چيو. هاڻي يوگيشور پاڻ فيصلو ڏين ٿا تہ اُنجو اڌڪاري ڪير آهن؟

**इदं ते नातपस्काय नाभक्ताय कदाचन।**
**न चाशुश्रूषवे वाच्यं न च मां योऽभ्यसूयति।।६७।।**

”اِدَمِ تي نا تپَسڪايہَ نا ڀَڪتايہَ ڪَداچَنَ
نہَ چاشُشرُوُ شَوي واچِيَمِ نہَ چَ مامِ يوڀِيَسوُيَتيِ (٦٧)

ارجن اهڙيءَ طرح تنهنجي ڀلي لاءِ چيل هيءَ گيتا جي اُپديش کي ڪنهن بہ سميہ ۾ ڀلجي بہ تپ رهت، ساڌنا رهت منش کي نہ چوڻ کپي ۽ نہ ڀڳتي بنا منش کي ٻڌائڻ کپي، نہ اُن کي ٻڌائجي جنهنکي ٻڌڻ جي اِڇا نہ هجي ۽ جيڪو منهنجي نندا ڪري ٿو اهو دوش آهي، ڏوهہ آهي، ان طرح ڪوڙي آلوچنا؛ ڪري، اُنکي بہ نہ ٻڌائڻ گهرجي. مهاپرش ئي تہ هئا جن جي ويجهو ساراهہ ڪرڻ وارن سان گڏ ڪپٽي

نندڪ بہ رهيا هوندا-انهن کي تہ نہ ٻڌائڻ کپي. پر سوال
ٿيو ته ڀڳوت ڪهڙو آهي؟ تہ ٻڌايون ڪنهنکي وڃي؟ ان تي ڏسون-

य इमं परमं गुह्यं मद्भक्तेष्वभिधास्यति।
भक्तिं मयि परां कृत्वा मामेवैष्यत्यसंशय:।।६८।।

”يہَ اِمَمِ پَرَمَمِ گُهيَمِ مَدِڀڪتيشوَ ڀيڌا سِيَتِي
ڀَڪتِمِ مَيِي پَرامِ ڪِرِتوا ما ميوَئِيِشِتيَسَنِشَيَهہ (٦٨)

جيڪو منش منهنجي پراپتيءَ کي پراپت ڪري هن پرم
رهسيہ گيتا جي اُپديش کي منهنجي ڀڳتن کي ٻڌائيندو، اُهو
بنا ڪنهن شنڪا جي مونکي پراپت ٿيندو. مطلب تہ اُهو ڀڳت
مونکي ئي پائيندو، جيڪو ٻڌندو ڇاڪاڻ اُپديش کي چڱيءَ
طرح هردي ۾ گرهڻ ڪندو تہ اُن تي هلندو تہ پار پائي لهندو.
هاڻي اُن اُپديش ڪرتا جي لاءِ چون ٿا:-

न च तस्मान्मनुष्येषु कश्चिन्मे प्रियकृत्तम:।
भविता न च मे तस्मादन्य: प्रियतरो भुवि।।६९।।

”نہَ چہَ تَسِمانِمَنُشِييشوُ ڪَشِچِنمي پِرَيَڪِرِ تَمَهہ
ڀَوِتا نہَ چہَ مي تَسِمادَنِيَهہ پِريَتَرو ڀُوِي (٦٩)“

نہ انهن کان وڌيڪ منهنجو پيارو ڪاريہ ڪرڻ وارو منشن
۾ ڪير آهي ۽ نہ انهن کان وڌيڪ تمام پيارو هن پرٿويءَ تي
ڪو ٿيندو. ڪنهن کان؟ جيڪو منهنجي ڀڳتن ۾ منهنجو
اُپديش ڪندو ۽ انهن کي انهي راهہ تي هلائيندو ڇاڪاڻ تہ
ڪلياڻ جي اها ئي پرم ڌارا آهي، راڄ مارگہ آهي. هاڻي
ڏسون اڌيين (اڀياس)

अध्येष्यते च य इमं धर्म्यं संवादमावयो:।
ज्ञानयज्ञेन तेनाहमिष्ट: स्यामिति मे मति:।।७०।।

”آڌِييشِيَتي چہَ يہَ اِمَمِ سنوادَماوَيوهہ
گياناَيَگيينَ تينا هَمِشَٽهہ سِيامِتِي مي متيِهہ (٧٠)

جو پرش هن ڌرمميہ اسان ٻنهي جو سنواد ڪي ”آڌيشيتي“ ڇڳيءَ عرح منن ڪندو، اُنجي دواران مان گ يان يڳيہ ۾ پوڄڻ يوڳيہ ٿيندس معنيٰ اهڙو يڳيہ جنهن جو ڦل گيان آهي، جنهنجو سوروپ اڳ ۾ ئي ٻڌايو ويو آهي جنهنجو تاتپرج آهي - ساڪياتڪار سان ملڻ واري ڇاڻ، اهو منهنجو نشڇل متو آهي.

श्रद्धावाननसूयश्च शृणुयादपि यो नरः।
सोऽपि मुक्तः शुभाँल्लोकान्प्राप्नुयात्पुण्यकर्मणाम्।।७१।।

”شرڌانَنسوُيَشچہ شِرڻُياڌپي يونَرَهہ
سوپي مُڪتَهہ شُيانللهوڪانِپراپنُيا تِپُڻيَڪرِمَڻام (۷۱)

جيڪو پرش شرڌا سان پريل ۽ حسد ڪان رهت ٿي رڳو ٻڌندو اُهو بہ پاپن ڪان مڪت ٿي اُتم ڪرم ڪرڻ وارن جي سريشٽ لوڪن کي پراپت ٿيندو. ارٿات ڪندي بہ پار نہ لڳي تہ ٻڌندو رهي، اُتم لوڪ تڏهن بہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هو چت ۾ اُنهن اُپديشن کي گرهڻ تہ ڪري ٿو. هتي ستهن ڪان ايڪهتر تائين پنڄن سلوڪن ۾ ڀڳوان شري ڪرشڻ اهو ٻڌايو تہ گيتا جو اپديش بنا اڌڪارين کي نہ ٻڌائڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ جيڪو شرڌاوان آهي اُن کي ضرور ٻڌائڻ گهرجي، جيڪو ٻڌندو اهو ڀڳت مونکي پراپت ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ تمام ڳجهي ڪٿا ٻڌي جو پرش اُن تي هلڻ لڳي ٿو. جو ڀڳتن کي ٻڌائيندو، اُن ڪان وڌيڪ پيارو ڇوڻ وارو منهنجو ڪوئي ڪونهي. اڀياس ڪندو، ان دواران ئي گيان سان پوڄيو ويندس. يڳيہ جو ڦل ئي گيان آهي. جو گيتا جي انوسار ڪرم ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهي، پر شرڌا سان ٻڌندو، اُهو بہ پڇ لوڪن کي پراپت ٿيندو. اهڙي طرح ڀڳوان شري ڪرشن هن جي ٻڌڻ ۽ ڇوڻ ۽ اڀياس ڪرڻ جو ڦل ٻڌايو آهي. سوال پورو ٿيو. هاڻي پڇاڙيءَ ۾ هو ارجن

ڪان پڇڻ ٿا تہ ڪجهہ سمجهہ ۾ آيو؟

**कच्चिदेतच्छ्रुतं पार्थ त्वयैकाग्रेण चेतसा।**
**कच्चिदज्ञानसम्मोहः प्रनष्टस्ते धनञ्जय।।७२।।**

''ڪَچِڇِديتَڇُرُتَمِ پارٿ تِوَيَئِيڪاگرينَ چيتَسا
ڪَچِڇِدَگيانَسَموهَهہ پرَنَشٽَسِتي ڌَنَنجَيَہ (٧٢)

هي پارٿ ! ڇا تو منهنجا هي وچن ايڪاگرچت ٿي ٻڌا؟ ڇا تنهنجو اگيان مان اُتپن ٿيل موهہ نشٽ ٿيو؟ ان تي ارجن چيو:

**अर्जुन उवाच**

**नष्टो मोहः स्मृतिर्लब्धा त्वत्प्रसादान्मयाच्युत।**
**स्थितोऽस्मि गतसन्देहः करिष्ये वचनं तव।।७३।।**

ارجُن اُواچ

''نَشٽو موهَهہ سِمرتِرلَبڌا تِوُتپرسادانمَياچُيت
سِٿِتو سِمِي گَتَسَندِيهَهہ ڪَرِشيي وَچَنَمِ تَوَ''(٧٣)

اچيُت ! توهانجي ڪرپا سان منهنجو موهہ نشٽ ٿي ويو آهي. مونکي سمرتي پراپت ٿي آهي. (جيڪو رهسيہ ڀريو گيان منوَ سمرتي-پرمپرا کان هلايو هو اُن کي ارجن پراپت ڪري ورتو) هاڻي مان شنڪا کان رهت ٿيو آهيان ۽ توهانجي آگيا جو پالن ڪندس. جڏهن ڪِ سينا جي جاچ وقت ٻنهي سينائن ۾ پنهنجن ماڻهن کي ڏسي ارجن وياڪل ٿي ويو هو. هن وينتي ڪئي تہ هي گووند! پنهنجي پروار کي ماري اسين سکي ڪيئن ٿينداسين؟ اهڙيءَ يڌ ڪرڻ سان پوتر ڪُل ڌرم نشٽ ٿي ويندو، پنڊن جي ڪريا گم ٿي ويندي، ورڻ سنڪر اُتپن ٿيندو. اسين ماڻهو سمجهدار ٿي بہ پاپ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا آهيون. ڇو نہ ان کان بچڻ جو اُپاءُ ڪريون. شسترڌاري هيءُ ڪوَرَوَ

مونکي شستر بنا مونکي رڻ ڀومي ۾ ماري ڇڏين، اُهو مارڻ بہ سنو آهي. گووند! مان يڌ نہ ڪندس -چئي هو رٿ جي پنئين ڀاڱہ ۾ ويهي رهيو.

اهڙي طرح گيتا ۾ ارجن شري يوگيشور شري ڪرشڻ جا سامهون سوالن جوابن جي ڏوري ڪڙي ڪري ڇڏي. جيئن اڌياءَ ٢-٧ اهو ساڌن منهنجي لاءِ چؤ جنهن ۾ پرم آڌار کي پراپت ڪريان؟ ٢-٥٤ ستتپرگيہ جا لڪشڻ ڪهڙا آهن؟ ٣-١ جڏهن توهانجي درشٽيءَ ۾ گيان يوگہ سريشٽ آهي تہ مونکي ڀينڪر ڪرمن ۾ ڇو ٿا لڳايو؟ ٣-٣٦ منش نہ چاهيندي بہ ڪنهنجي پريرٽاسان پاپ جو وهنوار ڪري ٿو؟ ٤-٤ توهانجو جنم تہ هاڻي ٿيو ۽ سورج جو جنم ڏاڍو پراڻو آهي تہ مان اهو ڪيئن مڃيان تہ ڪلپ جي آد ۾ هن يوگہ کي توهان سورج کي ٻڌايو هو؟ ٥-١ ڪڏهن توهين سنياس جي ساراهہ ٿا ڪريو، تہ ڪڏهن نشڪام ڪرم جي. انهن مان هڪڙو نشچو ڪري ٻڌايو جنهن سان پرم آسري کي پراپت ڪريان؟ ٦-٣٥ من چنچل آهي؛ پوءِ منجهيل ڪوشش ڪرڻ شرڌاوان پرش توهانکي نہ پراپت ٿي ڪهڙي درگتيءَ کي پراپت ٿئي ٿو؟ ٨-١-٢ گووند! جنهنجو توهان ورنن ڪيو، اُهو برهم ڇا آهي؟ اُهو اڌياتم ڇا آهي؟ اڌيدَئيوَ، اڌيڀوت ڇا آهي؟ هن شرير ۾ اڌ يگيہ ڪير آهي؟ اهو ڪرم ڇا آهي؟ انت ويلي تون ڪهڙي طرح ڄاڻڻ ۾ اچين ٿو؟ ست سوال ڪيا. اڌياءُ ١٠-١٧ ۾ ارجن جي جگياسا ڪئي تہ نرنتر چنتن ڪرڻ وقت مان ڪهڙن ڀاوَنِ دواران توهانجو سمرن ڪريان؟ ١١-٤ ۾ هن وينتي ڪئي تہ جن وڀوتين جو توهان ورڻن ڪيو اُنهن کي مان ظاهري ڏسڻ چاهيان ٿو. ١٢-١ جيڪي انيَنيہ شرڌا ۾ لڳل ڀڳت جن چڱيءَ طرح توهان جي

اُپاسنا ڪن ٿا ۽ ٻيا جي اڪشر اويڪت (نرگن) جي اُپاسنا ڪن ٿا، انهن ٻنهي ۾ اُتم يوگويتا ڪير آهي؟ ١٢-١٤ ٽن گڻن کان پري پرش کهڙن لڪشڻن سان مليل ٿئي ٿو ۽ منش کهڙي اُپاءَ سان انهن ٽن گڻن کان الڳ ٿئي ٿو؟ ١-١٧ جو منش مٿي ٻڌايل شاستر وِڌيءَ کي تياڳي پر شرڌا سان ملي پوڄا ڪن ٿا. قرباني ڪن ٿا. انهن جي گتي کهڙي ٿئي ٿي؟ ۽ ١٨-١ تہ هي مهاباهو! مان تياڳ ۽ سنياس جي سچي سوروپ کي آهستي آهستي سلسليوار ڄاڻڻ چاهيان ٿو.

اهڙي طرح ارجن سوال ڪندو رهيو. جو هو پاڻ نٿي ڪري سگهيو اُنهن ڳجهن رهسين کي ڀڳوان خود ظاهر ڪيو، ڏيکاريو. انهن جو سماڌان ٿيندي ئي هو سماڌان کان پوءِ سوالن کان الڳ ٿيو ۽ چيو تہ گووند! هاڻي مان توهانجي آگيا جو پالن ڪندس. حقيقت ۾ هي سوال منشن جي لاءِ آهن. انهن سيني سوالن جي سماڌان بنا ڪوئي بہ ساڌڪ پوتر پٿ تي اڳيان قدم وڌائي نہ سگهندو. هاڻي ستگرو جي آگيا جو پالن ڪرڻ جي لاءِ، اُتم پٿ جي لاءِ سمپورڻ گيتا جو ٻڌڻ تمام ضروري آهي. ارجن جو سماڌان ٿي ويو. تنهن سان گڏ يوگيشور شري ڪرشڻ جي پوتر مکاروند مان پوتر واڻيءَ جي ورکا ٿي. ان تي سنجيہ چيو؛

(يارهين اڌياءَ ۾ وراٽ روپ جو درشن ڪرائڻ کان پوءِ يوگ يشور شري ڪرشڻ چيو هو تہ ارجن! انينيہ ڀڳتيءَ دواران مان ان طرح ڏسڻ جو (جيئن تو ڏٺو آهي) تَتوَ سان ڄاڻڻ ۽ پرويش ڪرڻ ۾ آسان آهيان (١١-٥٤).

اهڙي طرح درشن ڪرڻ وارا ساڪيات منهنجي سروپ

کي پراپت ٿين ٿا ۽ هاڻي هتي ارجن کان پڇن ٿا ڇا تنهنجو موهه نشٽ ٿيو؟ ارجن چيو ته منهنجو موهه نشٽ ٿي ويو. مان پنهنجي سمرتي کي پراپت ٿي ويو آهيان. توهين جيئن چوندا، اُهوئي ڪندس. درشن سان گڏ ته ارجن کي مڪت ٿي وڃڻ کپندو هو. حقيقت ۾ ارجن جو جيڪي ٿيڻو هو، اُهو ٿي ويو؛ پر شاستر پويشيه ۾ ايندڙ پيڙهين لاءِ ٿيندا آهن. ان جو اُپيوگه هر ڪنهن لاءِ ٿي آهي.

सञ्जय उवाच
इत्यहं वासुदेवस्य पार्थस्य च महात्मनः।
संवादमिममश्रौषमद्भुतं रोमहर्षणम्।।७४।।

سنجيه اُواچ
”اِتيَهَمِ واسُديوَسِيه پارِٿَسِيَه چَه مهاتمَنَهَه
سنواد مِمَمَشِرئوُ شَمَدِڀُتَمِ رومَهَرِشَڻَمِ (٧۴)

ان طرح مون واسُديوَ ۽ مهاتما ارجن (ارجن هڪ مهاتما آهي، يوگي آهي، ساڌڪ آهي، نه ڪوئي ڌنشڌاري جو مارڻ لاءِ بينو آهي. هاڻي مهاتما ارجن) جي ان چيد پريل ۽ من کي موج ڏيندڙ سنواد (گفتگو) کي ٻڌو. توهان ۾ ٻڌڻ جي سمرتي ڪيئن آئي؟ اڳيان چون ٿا؛

व्यासप्रसादाच्छ्रुतवानेतद्गुह्यमहं परम्।
योगं योगेश्वरात्कृष्णात्साक्षात्कथयतः स्वयम्।।७५।।

”وياسَپِرَسادا ڇُتوانيتَدُرِ هِيَمَهَمِ پَرَمِ
يوگَمِ يوگيشوَرا تِڪرشڻا تِساکيا تِڪَٿَيَتَهَه سوَيَمِ (٧۵)

شري وياس جيءَ جي ڪرپا سان، هنجي ڌنل درشٽيءَ سان مون هن پرم رهسيه پرئي يوگه کي ساکيات شري يوگيشور

شري ڪرشڻ جي پوتر مک مان ٻڌو. سنجيہ شري ڪرشڻ کي يوگيشور مڃي ٿو. جيڪو پاڻ يوگي هجي ۽ ٻين کي بہ يوگ ۾ پردان ڪرڻ جي سمرٿي رکندو هجي، اهو يوگيشور آهي.

**राजन्संस्मृत्य संस्मृत्य संवादमिममद्भुतम्।**

**केशवार्जुनयोः पुण्यं हृष्यामि च मुहुर्मुहुः।।७६।।**

**”راڄنسنسمرتيہ سنسمرتيہ سنوادممدڀتم**

**ڪيشوارجنيوهہ پڻيم هرشيامي چہ مهرمهہ (٧٦)**

هي راڄن! ڪيشو ۽ ارجن جي هن پرم ڪلياڻڪارڪ ۽ اَدڀُت سنواد کي وري وري ياد ڪري مان وري وري خوش ٿي رهيو آهيان. هاڻي هن سنواد کي هميشه ياد رکڻ گهرجي ۽ ان يادگيريءَ، سمرتيءَ سان پرسن رهڻ کپي. هاڻي اُنهنجي سوروپ جو سمرڻ ڪري سنجيہ چوي ٿا؛

**तच्च संस्मृत्य संस्मृत्य रूपमत्यद्भुतं हरेः।**

**विस्मयो मे महान् राजन्हृष्यामि च पुनः पुनः।।७७।।**

**”تچہ سنسمرتيہ سنسمرتيہ ا روپمتيد ڀتم هري هہ**

**وسميو مي مهان راڄنهرشيامي چہ پنہ پنہ (٧٧)**

هي راڄن ! هريءَ جي (جو ٿيپ اشڀ سيني جو هرڻ زوري ڪن ٿا) ڪري منهنجي چت ۾ مهان آشچريہ ٿئي ٿو ۽ مان وري وري خوش ٿيان ٿو. اشت جو سوروپ وري وري ياد ڪرڻ جي وستو آهي. انت ۾ سنجيہ نرنيہ ڏين ٿا :

**यत्र योगेश्वरः कृष्णो यत्र पार्थो धनुर्धरः।**

**तत्र श्रीर्विजयो भूतिर्ध्रुवा नीतिर्मतिर्मम।।७८।।**

**”يتر يوگيشورهہ ڪرشڻو يتر پارٿي ڌنرڌرهہ**

**تتر شرير وجيو ڀوتر ڌروا نيتير متي ممم (٧٨)**

راڄن! جتي يوگيشور شري ڪرشڻ ۽ ڌنش ڌاري ارجن

(ڌيان ئي ڌنش آهي ۽ اندرين جي درڍتائي گانڊيوَ آهي معنيٰ استرتا سان ڌيان ڌرڻ وارو مهاتما ارجن) آهي، اُتي ئي ”شريھہ“ ايشوريہ، وجيہ - جنهن جي پٺيان هار نہ آهي، ايشوريہ ويوتي ۽ هلندڙ سنسار ۾ اچل رهڻ واري نيتي آهي.ءاهو منهنجو مَتُ آهي، ويچار آهي.

اچ بہ ڌنشڌاري ارجن آهي ڪونہ، هيءَ نيتي، وجيہ ويوتي تہ ارجن تائين سيمِت رهجي ويئي. اُن سميہ جي وارتا آهي اها. هيءَ تہ دواپر ۾ ئي سماپت ٿي ويئي؟ پر اهڙي ڳالهہ نہ آهي. يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو تہ مان سڀ ڪنهن جي هرديہ ديش ۾ نواس ڪريان ٿو. توهان جي هرديہ ۾ بہ اُهو آهي. انوراگہ (پيار) ئي ارجن آهي. انوُراگ ـہ توهانجي انتهڪرڻ جي اشٽ ديو سان لڳن جو نالو آهي، جيڪڏهن اهڙو انوراگہ (پريم) توهان ۾ آهي تہ سدائين توهانجي حقيقي وجيہ آهي ۽ اچل اسٿتي ڏيارڻ واري نيتي بہ سدائين رهندي ڪڏهن نہ آهي؟ جيستائين پراڻي رهندا پرماتما جو نواس اُنهن جي هردي ديش ۾ رهندو، وياڪل آتما اُن کي پائڻ لاءِ آتو هوندو ۽ اُنهن مان جنهن جي بہ هردي ۾ اُنکي پائڻ جو چاهہ اُٿندو اُهو ئي ارجن جي درجي جو ٿيندو چاڪاڻ تہ انوراڳہ ئي ارجن آهي. هاڻي هرڪو ماڻهو هن جو اڌڪاري بڻجي سگهي ٿو.

### تاتپرج

هيءُ گيتا جو آخرين اڌياءُ آهي. شروع ۾ ئي ارجن جو سوال هو تہ پريو ! مان تياڳہ ۽ سنياس جي ڀيد ۽ سوروپ کي ڄاڻڻ چاهيان ٿو. يوگيشور شري ڪرشڻ ان تي چار هلندڙ متن جي چرچا ڪئي. انهن ۾ هڪ صحيح بہ هو. ان ۾

مليل جُليل نرنيہ ٿي يوگيشور شري ڪرشڻ ڏنو تہ يگيہ، دان ۽ تپ (تپسيا) ڪنهن ۾ وقت تياڳڻ لائق نہ آهي. اهي سياڻن کي بہ پوتر ڪرڻ وارا آهن. انهن ٽنهي کي رکي انهن جي وروڌي وڪارن جو تياڳہ ڪرڻ ئي سچ پچ تياڳہ آهي. اهو ساتوڪ تياڳہ آهي. ڦل جي اڇا رکي تياڳہ ڪرڻ راجسي آهي ۽ موهہ جي وس ٿي مقرر ڪرمن ڪرڻ جو تياڳ ۽ ڪرڻ تامسي تياڳہ آهي ۽ سنياس تياڳہ جي مٿئين ڪان مٿين اوسٿا آهي. مقرر ڪرم ۽ ڌيان مان مليل سکہ ساتوڪ آهي. اندرين ۽ وشين جو يوڳہ راجس آهي ۽ اڇا پوروڪ ان جي اُتپتي کان رهت دکہ ڏيڻ وارو سک تامسي آهي.

منش ماتر دواران شاستر جي انوسار يا اُپرٻتڙ ڪرم ٿيڻ جا پنج ڪارڻ آهن. ڪرتا (من)، آهستي آهستي ڪرڻ (جنهن جي دواران ڪيو وڃي ٿو. شڀ پار لڳي ٿو وڃي تہ وويڪ، ويراڳہ ، شم، دم ڪرم آهن. اشڀ پار لڳي ٿو تہ ڪام، ڪروڌ، راڳہ، دويش وغيره ڪرم ٿيندا) گهڻن قسمن جون اڇائون (اڇائون اننت آهن ، سڀ پورڻ ٿي نہ سگهنديون. فقط اها اڇا پورڻ ٿيندي آهي، جنهن سان گڏ آڌار ملي ويندو آهي) چوٿون ڪارڻ آهي آڌار (ساڌن) ۽ پنجون ڪارڻ آهي دَئيوَ (پرالبڌ يا سنسڪار) هرهڪ ڪاريہ ٿيڻ ۾ اهيئي پنج ڪارڻ آهن، پوءِ بہ ڪيوليہ سوروپ پرماتما کي ڪرتا مڃي ٿو، اُهو موڙهہ ٻُڌي جيو سچ نٿو سمجهي معنيٰ ڀڳوان نٿو ڪري، جڏهن ڪِ اڳيان هو چئي آيو آهي تہ ارجن! تون نمت ماتر ٿي کڙو رهہ. ڪرتا ڌرتا تہ مان ئي آهيان. آخر ۾ اُنهن مهاپرشن جو مقصد ڇا آهي ؟

حقيقت ۾ پرڪرتي ۽ پرش جي وچ ۾ هڪ من موهڪ سيما آهي. حد آهي. جيستائين منش پرڪرتي ۾ وَرتي ٿو، تيستائين مايا پريريتا ڪري ٿي ۽ جڏهن اُن کان مٿي چڙهي اِشٽ ۾ سمرپت ٿي وڃي ٿو ۽ اُهو اِشٽ جڏهن هرديہ ديش سان رَتي ٿي ٿو وڃي، پوءِ ڀڳوان ڪندو آهي. انهيءَ سطح تي ارجن هو، سنجيہ بہ هو ۽ سڀ ڪنهن کي هن درجي تي پهچڻ جو وڌان آهي. هاڻي ڀڳوان پريرتا ڪن ٿا. پورڻ گياتا مهاپرش جاڻڻ جي وڏي ۽ جاڻو پرماتما انهن تنهي جي سنيوگہ سان ڪرم ۾ پريرٽا ملي ٿي. تنهنڪري ڪنهن انيوي مهاپرش (ستگزو) جي سنگت ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي.

ورڻ ويوستا جي سوال تي چوٿين پيري ڪٽندي يوگيشور شري ڪرشڻ ٻڌايو. اندرين جو دمن، من کان شمن، ايڪاگرتا، شرير واڻي ۽ من کي اِشٽ جي انوروپ تپائڻ، ايشوري جانڪاري جي ڌارا، ايشوري آديش تي هلڻ جي سمرتي وغيره برهم ۾ پرويش ڪرائڻ واريون لياقتون برهمڻ درجي جا ڪرم آهن. بهادري، پنيان نہ هٽڻ جو سڀاءُ، سيني ڀاوَنِ ۾ سوامي ڀاوُ، ڪرم ۾ پرورت رهڻ جي عادت کتري درجي جو ڪرم آهي ۽ اندرين کي سنڀالڻ، آتمڪ سمپتيءَ کي وڌائڻ وغيره وئشيہ درجي جا ڪرم آهن ۽ شيوا شودر شريڻيءَ جا ڪرم آهن. شودر جي معنيٰ آهي الپگيہ. الپگيہ ساڌڪ جو مقرر ڪرم ۾ بہ ڪلاڪ چنتن ۾ ويهي ڏهہ منٽ بہ پنهنجي پڪش ۾ نٿو پائي. شرير ضرور وينو آهي، پر جنهن من کي ٽڪائڻ کپي. اُهو تہ هوا سان ڳالهيون ڪري‌رهيو آهي. اهڙي ساڌڪ جو ڪلياڻ ڪيئن ٿيندو؟ هن کي پاڻ کان مٿي اوستا وارن جي شيوا ڪرڻ گ

هرجي يا ستگروءَ جي آهستي آهستي اُن ۾ بہ سنسڪارن جو سرجڻ ٿيندو، رفتار پڪڙيندو. هاڻي هن الپڳيہ جو ڪرم شيوا سان ئي شروع ٿئي ٿو. ڪرم هڪڙو ئي آهي. مقرر ڪرم، چنتن. ان جي ڪرتا جا چار درجا اتي اُتم، اُتم، مڌيم ۽ نشڪرشٽ ئي برهمڻ، ڪتري، وئشيہ ۽ شودر آهن. منش ڪي نہ بلڪ گڻن جي ذريعي ڪرم کي چئن ڀاڱن ۾ وراهيو ويو آهي. گيتا ۾ ڇيل ورڻ ائين ئي آهن.

تَتِوَ کي صاف ڪندي اُنهن چيو تہ ارجن! اُن پرم سڌيءَ جي وِڌي ٻڌائيندس، جا گيان جي پرانشٽا آهي. وويڪ ويراڳ، شم، دم ڌارا واهڪ چنتن ۽ ڌيان جي پرورتي، برهم ۾ پرويش ڏيارڻ واريون سڀ يوگيتائون جڏهن پوري طرح پڪي ٿيون وڃن، ڪام، ڪروڌ، موهہ، راڳ، دويش وغيرهہ پرڪرتي ۾ گهسيٽي رکڻ واريون پرورتيون جڏهن پوريءَ طرح شانت ٿي وڃن ٿيون، اُن يوگيتا جو نالو پرا ڀڳتي آهي. پرا ڀڳتيءَ دواران ئي هو تَتِوَ کي ڄاڻي ٿو. تَتِوَ آهي ڇا؟ ٻڌايائون جو مان آهيان، جن وڀوتين سان مليل آهيان. اُنکي ڄاڻي ٿو ارٿات پرماتما جو آهي ، لڪل، پوتر، نہ بدلجندڙ جَنُ الوڪڪ گڻ ڌرمن وارو آهي، ان کي ڄاڻي ٿو، ۽ ڄاڻي هو هڪدم مون ۾ اسٿت ٿي وڃي ٿو. هاڻي تَتِوَ آهي پرم تَتَوَ نہ ڪِ پنج يا ٥٠ تَتَوَ. پراپتيءَ سان آتما اُن سوروپ ۾ اسٿت ٿي وڃي ٿو ۽ اُنهن گڻ ڌرمن سان ملي ٿو وڃي.

ايشور جو نواس ٻڌائيندي يوگيشور شري ڪرشڻ چيو ارجن! اُهو ايشور سيني ڀوتن جي هرديہ ديش ۾ نواس ڪري ٿو؛ پر مايا روپي ينتر جي ڏنڊ ۾ ماڙهو ڀٽڪي رهيا آهن، ان

ڪري نٺا چاڻن. هاڻي ارجن ! تون هرديہ ۾ اسٿت اُن
ايشور جي شرڻ ۾ اچ. تون مونکي پراپت ٿيندين. اهو
رهسيہ جيڪو اڏڪاري نہ آهي تنهن کي نہ ٻڌائڻ کپي.
جيڪو ڀڳت ڪونهي اُن کي نہ چوڻ گهرجي ليڪن جو ڀڳت
آهي اُن کي ضرور ٻڌائڻ گهرجي. جي اُن ڪان پري رهيو تہ
اُنجو ڪلياڻ ڪيئن ٿيندو؟ انت ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ
پڇيو- ارجن! مون جيڪي ڪجهہ چيو اُن کي تو چڱيءَ
طرح ٻڌو. سمجهيو، تنهنجو موهہ نشٽ ٿيو يا نہ؟ ارجن
چيو ڀڳوان! منهنجو موهہ نشٽ ٿي ويو آهي. مان پنهنجي
يادگيري کي پراپت ٿيو آهيان. توهين جو ڪجهہ چئو ٿا.
اُهو ئي سَتيَہ آهي ۽ مان هاڻي اُهو ئي ڪندس.

سنجيہ ، جنهن ٻنهي جي سنواد کي چڱيءَ طرح ٻڌو آهي،
پنهنجو نرنئہ ڏئي ٿو تہ شري ڪرشڻ مهايوگيشور ۽ ارجن هڪ
مهاتما آهي. اُنهنجو سنواد برابر ياد ڪري هو خوش ٿي رهيو
هو . هاڻي هن جو سمرڻ ڪندو رهڻ گهرجي ڌيان ڪندو
رهجي. جتي يوگيشور ڪرشڻ آهن. جتي مهاتما ارجن آهي،
اُتي شري آهي. وجيہ ويوتي ڌُروَ نيتي بہ اُتي آهي. سرشٽيءَ
جون نيتيون اچ آهن تہ سڀاڻي بدلجنديون . ڌُرهوَڪ تہ هڪ
ماتر پرماتما ئي آهي. اُن ۾ پرويش ڏيارڻ واري نيتي ڌُرِوَ
نيتي (سچي نيتي آهي. جيڪڏهن شري ڪرشڻ ۽ ارجن دواپر
ڪال جا خاص مجيا وچن تہ اچ بہ تڏهن تہ اچ نہ ارجن آهي نہ
شري ڪرشڻ. توهان کي نہ وجيہ ملڻ کپي ۽ نہ ويوتي. تڏهن تہ
گيتا توهانجي لاءِ وئرٿ آهي. پر نہ شري ڪرشڻ هڪ يوگي هو.
انوراڳہ سان پريل هردي وارو مهاتما ئي ارجن آهي. اُهي
سدائين رهن ٿا ۽ هميشه رهندا. شري ڪرشڻ پنهنجي

واقفيت ڏيندي چيو تہ مان آهيان تہ اويڪت (لڪل)، پر جنهن ڀاوَ کي پراپت آهيان، اُهو ايشور سڀ ڪنهن جي هردي ڪوش ۾ نواس ڪري ٿو. هو سدائين آهي ۽ رهندو. سڀ ڪنهن کي اُنجي شرڻ ۾ وڃڻو آهي. شرڻ ۾ وڃڻ وارا ئي مهاتما آهن، انوراگي ۽ انوراگہ ئي ارجن آهي تنهن ڪري ڪنهن اسٿتپرگيہ مهاپرش جي شرڻ ۾ وڃڻ تمام ضروري آهي، چاڪاڻ تہ اُهو ئي هنکي اُتساهہ بخشيندڙ آهي.

هن اڌياءُ ۾ سنياس جي سروپ کي صاف ظاهر ڪيو ويو آهي تہ سڀ ڪجھہ تياڳڻ ئي سنياس آهي. صرف ويسن ڌارڻ ڪرڻ ئي سنياس نہ آهي، بلڪ ان ساں گڏ ايڪانت ۾ چنتن ڪندي مقرر ڪرم ۾ پنهنجي شڪتي سمجھي يا سمپورڻ ساں گڏ هميشه ڪوشش ۾ لڳل آپرَهاريہ آهي. پراپتي ساں گڏ سمپورڻ ڪرمن جو تياڳہ ئي سنياس آهي، جو موڪش وانگر آهي. اها ئي سنياس جي چرم سيما آهي ا هاٺي-

”اوم تَتِسدِ تہِ شريمد ڀڳود گيتا سوُ پَنِشَتِسوُ برهم وديايام يوگشاستري شري ڪرشڻ ارجُنسموادي ”سنياس يوگو“ ناماشٽا دَشو ڌيايِهہ ا ا ١٨ ا ا

ان طرح شريمدڀڳودِ گيتا روپي اُپنشد ايومِ برهم وديا ۽ يوگہ شاستر وشيہ شري ڪرشڻ ۽ ارجن جي سنواد ۾ ”سنياس يوگہ“ نالي ارڙهون اڌياءُ پورڻ ٿئي ٿو.

اِتيِ شريمَتپرَمَهَنِس پرمانندسيہ شِشِيہَ سوامي اڙگڙانندِ ڪرِتي شريمد ڀڳودِ گيتا يا ”يٿارٿگيتا“ ڀاشِيہ ”سنياس يوگو“ نام اشٽادشوڌيايَهہ : ا ا ١٨ ا ا

ا ا هري اوم تَتِ سَتِ ا ا

## اُپَشَمَ (اندرين کي روڪڻ)

گهڻو ڪري ماڻهو سمالوچنا ۾ نيون ڳالهيون ڳولهيندا آهن : پر حقيقت ۾ سچ تہ سچ ئي آهي. اُهو نہ نئون ٿيندو آهي نہ پراڻو ٿيندو آهي. نيون ڳالهيون تہ اخبارن ۾ ڇپجنديون آهن، جي مئل ۽ اُپرندڙ گهٽنائون آهن. ستيہ نہ بدلجندڙ آهي، تہ ڪو ٻيو ڇوي بہ ڇا. جيڪڏهن ڇوي ٿو، تہ اُن ڪجهہ پاتو ئي ڪونهي. هر هڪ مهاپرش جيڪڏهن هلندي اُن لڪشيہ، منزل تي پهچندو، تہ هڪ ئي ڳالهہ چوندو. هو سماج اندر ڏار ڪونہ وجهندو، جيڪڏهن وجهي ٿو تہ سِڌَ آهي تنهن پاتو ڪونهي. شري ڪرشڻ بہ اُن ستيہ کي بڌائين ٿا، جيڪو اڳين مهاپرشن ڏنو هو، پاتو هو ۽ آئيندهہ ۾ ٿيندڙ مهاپرش بہ جيڪڏهن پائيندا تہ اُهو ئي چوندا.

## مهاپرش ۽ اُنهجي ڪاريہ پرڻالي (طريقو)-

مهاپرش دنيا ۾ ستيہ جي نالي ۾ ڦهليل ستيہ- وانگر پرتيت ٿيڻ وارين ڪُريتن جو شمن (شانت) ڪري ڪلياڻ جو پٽ ظاهر ڪري ڇڏين ٿا. هيءَ راهہ بہ دنيا ۾ پهرين ڪان ئي آهي، پر اُنهن جهڙا ساڳيا، اُن طرح پاسڻ واريون انيڪ راهون پرچلت ٿي وڃن ٿيون. اُنهن مان ستيہ کي ڇاٽڻ ڪنن تي پوي ٿو تہ حقيقت ۾ ستيہ ڇا آهي. مهاپرش ستيہ ۾ اسٿت هئڻ سبب ستيہ جي پهچان ڪرائين ٿا. اُنکي نشچت ڪن ٿا ۽ ستيہ طرف سامهون هئڻ لاءِ سماج کي اُتساهہ ڏين ٿا- اهو ئي رام ڪيو، اهو ئي مهاوير ڪيو، اهو ئي مهاتما ٻُڌ ڪيو، اهو ئي يسوح مسيح ڪيو، اها ئي ڪوشش محمود ڪئي. ڪبير، گرونانڪ، وغيره سيني ائين ڪيو. مهاپرش جڏهن دنيا مان هليا وڃن ٿا پنيان رهيل لوڪ اُنهنجي ٻڌايل راهہ تي نہ هلي اُنهنجي جنم

استٿان، مرتيو استٿان انهن استٿانن کي پوڄڻ لڳن ٿا. جيتوڻيڪ شروعات ۾ اهو اُنهنجي سمرتي کي سنواريندو ٿا پر وقت گذرڻ ڪانپوءِ پير ۾ پئجي ٿا وڃن ۽ اُهو ئي پرم پرمپرا جو روپ وٺي ٿو.

يوگيشور شري ڪرشڻ به اُن وقت سماج ۾ ستيه جي نالي ۾ پلجندڙ ريت-رواج جو کنڊن ڪيو سماج کي سوڌي پٽ تي ڪڙو ڪيو. ١٦-٢ ۾ هنن چيو ته ارجن ! است وستوءَ جو ته ڪو وجود ئي نه آهي ۽ ستيه جو ٽنهي ڪالن ۾ آڀاوُ نه آهي. ڀڳوان هئڻ جي ڪارڻ مان ئي هيءُ پنهنجي پاران نٿو چوان بلڪ اُنهن جو فرق تَتوَرشين ڏٺو، اُهو ئي مان چئي رهيو آهيان. تيرهين اڌياءَ ۾ هنن ڪيتر- ڪيتر گيه جو ورنن انهي پرڪار سان ڪيو جو ”رِشِڀِرِ بَهوڌا گيتَمِ“ رشين دواران ڳايو ويو آهي. ارڙهين اڌياءَ ۾ تياڳ ۽ سنياس جو تَتوَ بڌائيندي اُنهن چئن متن، ويچارن مان هڪ چونڊيو ۽ اُن جو سمرٿن ڪيو.

**سنياس :-** ڪرشن ڪال ۾ اگنيءَ کي نه ڇهڻ وارا توڙي چنتن جو به تياڳ ڪري پاڻ کي يوگي، سنياسي چوائڻ وارن جو سمپردايه به پلجي رهيو هو. ان جو کنڊن ڪندي هنن ظاهر ڪيو، صاف ڪيو ته گيان مارگ جي انوسار ڪرمن کي تياڳڻ جو وڌان ڪونهي. ڪرم ته ڪرڻو ئي آهي. ڪرم ڪندي ڪندي ساڌنا ايتري سوکيم ٿي وڃي ٿي جو سيني سنڪلپن جو اپاءُ ٿي وڃي ٿو، اهو پورڻ سنياس آهي. وچ رستي ۾ سنياس نالي ڪابه وستو ڪونهي. فقط ڪريائن کي تياڳي ڇڏڻ سان توڙي اگني نه ڇهڻ سان نه ته ڪو سنياسي ٿيندو آهي ۽ نه يوگي (جنهنکي اڌياءَ ٻئين، ٽئين، پنجين ، ڇهين ۽ خاص ڪري ارڙهن اڌياءَ ۾ ڏسي سگهي ٿو.)

**ڪرم :-** اهڙي ئي پرانتي، غلطفهمي ڪرم جي سنبنڌ ۾ ملي ٿي. اڌياءُ ٢-٣٩ ۾ هنن ٻڌايو ته ارجن ! هيلتائين هيءَ ٻُڌي تنهنجي لاءِ سانکيه يوگ جي باري ۾ چئي ويئي ۽ هاڻي ان کي تون نشڪام ڪرم جي باري ۾ ٻُڌ.اُن سان ملي تون ڪرمن جي ٻنڌن جو چڱيءَ طرح ناس ڪري سگهندين. ان جو ٿورو ئي آچرڻ مهان جنم-مرڻ جي ڀپ کان اُڌار ڪرڻ وارو ٿيندو. هن نشڪام ڪرم ۾ نشچياتمڪ ڪريا هڪ ئي آهي، ٻُڌي هڪ ئي هي، ڏِشا به هڪ ئي آهي؛ پر اوويڪين جي ٻُڌي اننت شاخائن واري آهي، تنهن ڪري ڪرم جي نالي تي انيڪ ڪِريائن جو وستار ٿا ڪري وٺن. ارجن ! تون مقرر ڪرم ڪر، ارٿات ڪِريائون گهٽيئي آهن، اُهو ڪرم نه آهن ڪرم ڪا نِرڌارت دشا آهي. ڪرسم ڪا اهڙي وستو نهآهي. جو جنم جنمانترن کان هلندڙ شريرن جي ياترا جو انت ڪري ٿا ڇڏين. جيڪڏهن هڪ ئي جنم وٺڻو پوي ته ياترا پوري ڪيئن ٿي؟

يگيه:- اهو نِيَتِ (مقرر) ڪرم آهي ڪهڙو؟ شري ڪرشڻ صاف ظاهر ڪيو ته ”يگيارٿا تِڪَرِمَڻو نَيتِرَ لوڪو يَمِ ڪَرِم بنڌنه“ ارجن ! يگيه جي پرڪريا (گهڻو اُتساهه) ئي ڪرم آهي. ان کانسواءِ دنيا ۾ جو ڪجهه ڪيو وڃي ٿو، اُهو هن لوڪ جو ٻنڌن آهي، نه ڪو ڪرم.ڪرم ته هن سنسار ٻنڌن کان موڪش ڏياري ٿو. هاڻي اُهو يگيه ڇا آهي، جنهن کي ڪرم ڪندڙ ڪري ته ڪرم جي بجاوري ٿي سگهي؟ اڌياءَ چوٿين ۾ شري ڪرشڻ تيرهن چوڏهن طريقن سان يگيه جو ورنن ڪيو، جيڪي سڀ ملي پرماتما ۾ پرويش ڏيارڻ واري وِڌِي-خاص جو چترڻ آهي- جو سواس سان، ڌيان سان، چنتن ۽ اندرين جي سنجم وغيره سان سِڌِ ٿيڻ وارو آهي. شري ڪرشن اهو به صاف ڪيو ته يؤتڪ سمپتين سان سِڌِ ٿيڻ وارو يگيه تمام خصيص آهي، تمام

نندو آهي، توهين ڪروڙ جو هَوَنُ ڇو نہ ڪيو. سمپورڻ يگيہ من ۽ اندرين جي اندرين (آنترڪ) ڪريا سان سِڌِ ٿيڻ وارا آهن. پورڻ ٿيڻ تي يگيہ جنهنجي سرشٽي ڪري ٿو، ان امرت تَتِوَ جي ڄاڻ جو نالو گيان آهي. اُن گيان امرت جي پيئڻ وارا يوگي سناتن برهم ۾ پرويش پائي وڃن ٿا. جنهن ۾ پرويش پائڻو هو پائي ئي ورتو، تہ پوءِ اُن پرش جي ڪرم ڪرڻ سان ڪوئي پريوجن نہ آهي. تنهنڪري ياونماتر ڪرم اُن ساڪياتڪار سان گڏ گيان ۾ باقي ٿي وڃن ٿا. ڪرم ڪرڻ جي بنڌن کان هو مڪت ٿي وڃي ٿو. ان طرح نِرِڌارت يگيہ کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ڪرم آهي. ڪرم جو شڌارٿ آهي .

**آرڏنا :-** هي مقرر ڪرم، يگيارت ڪرم يا تَدَرِتَ ڪرم ڪانسواءِ گيتا ۾ ٻيو ڪوئي ڪرم نہ آهي. اُن تي شري ڪرشن جڳهہ جڳهہ تي زور ڏنو آهي.اڌياءَ ڇهين ۾ ان کي هنن ”ڪارِيَمِ ڪَرمَ“ چيو. اڌياءَ سورهين ۾ ٻڌايو تہ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ کي تياڳڻ سان ئي هي ڪرم شروع ٿئي ٿو، جو پرم شريہ کي ڏيارڻ وارو آهي. سنسارڪ ڪرمن ۾ تہ جو جيترو رڌل آهي، اُن وٽ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ اوترو ئي وڌيڪ سڄايل ڏسڻ ۾ اچن ٿا، طاقتور پاتا وڃن ٿا. انهي نِيَتِ ڪرم کي اُنهن شاستر وڌان ۾ چيل ڪرم جو نالو ڏنو. گيتا پاڻ ۾ پورڻ ۽ پهريون شاستر آهي. سيني کان مٿي شاستر ويد آهي. ويدن جو سار اُپنشد آهن ۽ اُنهن سيني جو سارانش (تاتپرج) يوگيشور شري ڪرشن جي هيءَ ئي واڻي گيتا آهي. سترهين ۽ ارڙهين اڌياءَ ۾ بہ شاستر وڌيءَ سان نرڌارت ڪَرم، مقرر ڪرم، ڪرتويہ ڪرم ۽ ڀڄ ڪرم سمجهائي اُنهن ۾ وري وري پڪ ڏياري آهي تہ مقرر ڪرم ئي پرم ڪلياڻ ڪاري آهن.

يوگيشور شري ڪرشن جي ايتري زور ڏيڻ تي بہ توهين ان

مقرر ڪرم ڪي نہ ڪري، شري ڪرشڻ جو چوڻ نہ مڃي الٽيون سڌيون ڪلپنائون ڪيو ٿا تہ جو ڪجھہ سنسار ۾ ڪيو وڃي ٿو، ڪرم آهي. ڪجھہ بہ تياڳڻ جي ضرورت نہ آهي فقط ڦل جي ڪامنا نہ ڪريو تہ ٿي ويو نشڪام ڪرم يوگہ ڪرتويہ پاونا سان ڪريو-ٿي ويو تہ ڪرتويہ يوگہ، ڪجھہ بہ ڪريو نارائڻ کي سمپرڻ ڪري ڇڏيو- تہ ٿي ويو ۽ سمرپڻ يوگہ. اهڙيءَ طرح يگيہ جو نالو ايندي ئي اسين پوت يگيہ، پِترِ يگيہ، پنچ يگيہ، وشنوءَ جي نمت ڪرڻ وارو يگيہ، جو قلعو ٺاهي ٿا ڇڏيو ۽ اُن جي ڪريا ۾ سواها چئي ٻيهي ٿا رهو. جيڪڏهن شري ڪرشڻ صاف نہ چيو هجي، تہ اسين ڪجھہ بہ ڪريون. جيڪڏهن ٻڌايو هو تہ جيترو چيو آهي اوترو ئي مڃيون. پر اسين مڃي نٿا سگهون. وراثت ۾ انيڪ ريتيون رواج، پوڄا ۽ اُن جا نمونا اسانجي دماغ ۾ جڪڙيا پيا آهن. ٻاهيرين وشين پدارٿن کي بہ اسين وڪڻي پڇي بہ سگهون ٿا، پر اڳيان ويچار دماغ ۾ ويهي اسان سان گڏ هلن ٿا. شري ڪرشڻ جي شبدن کي بہ اسين انهي جي آڌار ۾ ڏَلي گرهڻ ڪيون ٿا. گيتا تہ تمام ٻُڍيءَ کي کولڻ واري، سرل سنسڪرت ۾ آهي. توهين ڪڏهن بي خيالو بہ ڪڍو تہ ڪڏهن بہ شڪ نہ ٿيندو. اها ئي ڪوشش هن ڏنل پستڪ ۾ ڪئي ويئي آهي.

**پُد :-** جيڪڏهن يگيہ ۽ ڪرم، ٻنهي سوالن کي سچ پچ سمجھون تہ يڌ، ورڻ-ويوسٿا، ورڻ سنڪر، گيان يوگہ، ڪرم يوگہ يا ٿوري ۽ سچي گيتا ئي توهان جي سمجھہ ۾ اچي وڃي. ارجن لڙڻ نٿي چاهيو، هو ڌنش ڦٽي ڪري رٿ جي پنئين پاسي ويهي رهيو؛ پر يوگيشور شري ڪرشڻ هڪ ئي ڪرم جي سکيا ڏيئي ڪرم کي فقط درڍ ئي نہ ڪرايو بلڪ ارجن کي اُن ڪرم تي هلائي بہ ڇڏيو. يڌ ٿي ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي. گيتا جا پندرهن

ويهن سلوڪ ائين ئي آهن جن ۾ ور ور چيو ويو ارجن! تون يڳ ڪر، پر هڪ به شلوڪ نه آهي جنهن ۾ ٻاهرين مارڪُٽ جو سمرٿن ڪيو ويو هجي (ڏسو اڌياءَ ٢،٣،١١،١٥ ۽ ١٨) چاڪاڻ جنهن ڪرم تي زور ڏنو ويو اُهي آهن مقرر ڪرم، جي ايڪانت ديش جي شيوا سان، چت کي سڀ طرف کان سميٽي ڌيان ڪرڻ سان ٿئي ٿو. جڏهن ڪرم جو اهو ئي سروپ آهي، چت ايڪانت ۽ ڌيان ۾ لڳل آهي ته يُڌ کهڙي؟ جيڪڏهن گيتا جي پڇڙ چڙي ڏيو. توهانجي سامهون ارجن جهڙي يڌ جي ڪا به حالت آهيئي ڪونه. حقيقت ۾ تڏهن به اها حالت ظاهر هئي ۽ اڄ به جيئن جو تيئن آهي. جڏهن چت کي سڀ طرفن کان سميٽي توهين هرديه ڪوش ۾ ڌيان ڪرڻ لڳندا، ته ڪام ڪروڌ راڳ دويش وغيره وڪار توهانجي چت کي ٽِڪڻُ ڪونه ڏيندا. اُنهن وڪارن سان سنگهرش ڪرڻ ۽ اُنهنجو انت ڪرڻ ئي يُڌ آهي. وِشوَ ۾ يُڌيون ٿينديون رهنديون آهن، پر اُنهن مان ڪلياڻ نه پر اجايو وناش ٿئي ٿو.اُن کي شانتي چئون يا حالت. ٻي ڪائي شانتي تڏهن ٿي ملي، جڏهن هيءُ آتما پنهنجي پوترتا کي پائي ٿو. اها ئي فقط هڪ ماتر شانتي آهي، اها ئي فقط هڪ ماتر شانتي آهي، جنهن جي پنيان اشانتي ڪونهي. هيءَ شانتي ساڌنا سان ملي ٿي، ان جي لاءِ نِيَت (مقرر) ڪرم ڪرڻ جو وڌان آهي.

**ورڻ :-** هن ڪرم کي چئن ورڻن ۾ ورهايو ويو آهي. چنتن ۾ لڳن ته سڀ ٿا؛ پر ڪوئي سواس-پساهه جي رفتار کي روڪڻ ۾ سمرٿ هوندو، ته ڪي شروع ۾ ٻه ڪلاڪ چنتن ۾ ويهي به ڏهه منٽ به پنهنجي پاسي نٿا ٿين. اهڙي اسٿتي وارو الپگيه (نندو) ساڌڪ شودر درجي جو آهي.هو پنهنجي سپاويڪ سمرٿيءَ انوسار سلسليوارڪرم شروع ڪري. پوءِ ڪندي ڪندي وئشيه، ڪتري ۽

برهمڻ درجي جي سمرتي اُن ۾ سياءَ ۾ ڍلجندي ويندي. هو وڌندو ويندو. پر اُهو برهمڻ جو درجو دوشن سان پريل آهي، چاڪاڻ تہ اجا اُهو برهم الڳہ آهي. برهم ۾ پرويش پائڻ سان هو برهمڻ بہ نٿو رهجي وڃي. ورڻ منعيِ آهي چِترُ.هيءُ شرير توهانجو چتر نہ آهي. توهانجي مورت اهڙي آهي جهڙي توهانجي وِرتي آهي؟ شري ڪرشڻ چون ٿا- ارجن! پرش شرڌا ميہ آهي تنهنڪري ڪٿي نہ ڪٿي اُنجي شرڌا ضروري ٿيندي. جهڙي وِرتيِ تهڙو پرش. ورڻ ڪرم جي سمرتي جو اندريون ماپ دنڊ آهي؛ پر ماڻهن مقرر ڪرم ڇڏي ٻاهر سماج ۾ جنم جي آڌار تي ورڻ مڃي پنهنجي آجيوڪا نشچت ڪري ڇڏي، جا هڪ سماجڪ ويوسٿا ماتر هئي. هو ڪرم جي ڀٿارث روپ کي ٽوڙين مروڙين ٿا، جنهن مان اُنهن جي ڪوڪلي مريادا ۽ آجيوڪا کي چوٽ نہ لڳي. وقت گذرڻ تي ورڻ جو آڌار صرف جنم ئي ٿيڻ لڳو. اهڙو ڪجهہ نہ آهي. شري ڪرشڻ چيو، چئن ورڻن جي سرشٽي مون ڪئي. ڇا ڀارت کان ٻاهر سرشٽي نہ آهي؟ ٻين هنڌ تہ انهن جاتين جو وجود ئي ڪونهي. ڀارت ۾ انهنجي اندر لکين جاتيون ۽ اُپ جاتيون آهن. شري ڪرشڻ ڇا منش کي ورهايو هو؟ نہ؛ گُڻَ ''ڪَرمِ وڀاڳشهہ''گڻ جي آڌار تي ڪرم وراهيا ويا. ڪرم سمجهہ ۾ اچي ويا، تہ ورڻ سنڪر جو سچو روپ توهين سمجهڻ لڳندا.

**ورڻ سنڪر :-** هن ڪرم پٿ کان الڳہ ٿيڻ ئي ورڻ سنڪر آهي.آتما جو شڌ ورڻ آهي پرماتما. اُن ۾ پرويش ڏيارڻ وارن ڪرمن کان هٽي پرڪرتيءَ ۾ ملي وڃڻ ئي ورڻ سنڪر آهي. شري ڪرشڻ صاف ظاهر ڪيو تہ هن ڪرم کي ڪرڻ بنا اُن سروپ کي ڪوبہ نٿو پائي ۽ پراپتي وارن مهاپرشن کي ڪرم ڪرڻ مان نہ ڪوئي لاڀ آهي ۽ نہ ڇڏي ڏيڻ سان هاڃي. پوءِ بہ

لوڪ-سنگرهہ لاءِ هو ڪَرم ۾ وَرِتَلِ ٿا. اُنهن مهاپرشن وانگر مونکي بہ پراپت ٿيڻ يوگيہ ڪا بہ وستو اپراپت نہ آهي پوءِ بہ مان پنيان رهندڙن لوڪن جي ڀلي جي اڃا سان ڪَرم ۾ ئي رڌل رهان ٿو. جيڪڏهن نہ ڪريان تہ سڀ ورڻ سنڪر ٿي وڃن. استرين جي بد چال ٿيڻ سان ورڻ سنڪر ٿيڻ تہ ٻُڌو ويو آهيپر هتي شري ڪرشڻ چون ٿا تہ سروپ ۾ اسٿت ٿيل مهاپرش ڪرم نہ ڪري تڏهن بہ لوڪ ورڻ سنڪر ٿي وڃن. اُن مهاپرش جو نقل ڪري آرڌنا بند ڪرڻ سان هو پرڪرتيءَ ۾ ڀٽڪندا رهندا، ورڻ سنڪرتي ويندا؛ چاڪاڻ تہ ان ڪرم کي ڪري هي اُن پرم نشڪام پد جي اسٿتي کي، پنهنجي شڌ ورڻ پرماتما کي پاتو وڃي سگهي ٿو.

**گيان يوگہ ۽ ڪرميوگہ :-** ڪرم هڪ ئي آهي، مقرر ڪرم، آرڌنا، پر اُن کي ڪرڻ جا ٻہ نظريا آهن. پنهنجي شڪتي کي سمجهي، هاچي-لاڀ جو نرنئہ ڪري ان ڪرم کي ڪرڻ ”گيانيوگہ“ آهي، هن مارگہ جو ساڌڪ ڄاڻي ٿو تہ ”اڄ منهنجي هيءَ اسٿتي آهي، اڳيان هن ڀومڪا ۾ داخل ٿي ويندس. پوءِ پنهنجي سروپ کي پراپت ڪندس“. ان ڀاونا کي ڌاري ڪرم ۾ پرورت ٿئي ٿو. پنهنجي اسٿتيءَ جو گيان رکي هلي ٿو، تنهنڪري گيان مارگي چيو وڃي ٿو. سمرپڻ سان گڏ اُن ڪرم ۾ پرورت ٿيڻ، هاچي لاڀ جو نرنيہ اِشٽ جي مٿان وجهي هلڻ نشڪام ڪرم يوگہ، ڀڳتي مارگہ آهي. ٻنهي کي اُتساهہ ڏيڻ وارو ستگرو آهي. هڪ ئي مهاپرش ڪان سکيا وٺي هڪ پاڻ تي ڀاريندڙ ٿي اُن ڪرم ۾ پرورت ٿئي ٿو ۽ ٻيو اُن کان سکيا وٺي، اُن تي آسرو رکي پرورت ٿئي ٿو. بس فرق ايترو ئي آهي. تنهنڪري يوگيشور شري ڪرشڻ چيو-سانکيہ (گيان) دواران جو پرم ستيہ ملي ٿو. جو ٻنهي کي هڪ ڏسي ٿو اُهو ئي سچ پچ

ڏسي ٿو. جو ٻنهي جي ڪريا ٻڌائڻ وارو تَتِوَ درشي هڪ ئي آهي، ڪِريا بہ هڪ ئي آهي-آرڏنا. ڪامنائن جو تياڳہ ٻئي ڪن ٿاءِ ڦل بہ هڪڙو ئي آهي-فقط ڪرم جا دِرِشٽي ڪوڻ بہ آهن.

**هڪ پرماتما :-** مقرر ڪرم من ۽ اِندِرِيُنِ جي هڪ نرڏارت اندرين ڪريا آهي. جڏهن ڪرم جو اهو ئي سروپ آهي تہ ٻاهر مندر، مسجد، چرچ ڻاهي ديوي ديوتائن جي مورتي يا نشان چِتِرِ پوڄڻ ڪيستائين نيڪ آهي؟ ڀارت ۾ هندو چوائڻ وارو سماج(حقيقت ۾ سناتن ڌرمي آهن.اُنهنجي وڏن پرم ستيہ کي کوجي، صاف ڪري ديش وديش ۾ اُنجو پرچار ڪيو. ان پنت تي هلڻ وارا وِشِوَ ۾، دنيا ۾ ڪٿي بہ هجن، سناتن ڌرمي آهن. اهڙوگوُرو شالي(فخر جو باعث هندو سماج) ڪامنائن کان مجبور ٿي جدا جدا پرمن ۾ پئجي ويا. شري ڪرشڻ چون ٿا، ارجن! ديوتائن جي استان تي ديوتا نالي ڪا شڪتي نہ آهي. جتي ڪٿي بہ منش جي شرڌا جهڪي ٿي، اُنجي اوٽ ۾ ڪڙو ٿي مان ئي ڦل ڏيان ٿو، هن جي شرڌا کي مظبوط ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ تہ مان ئي سروتر آهيان سڀ ڪجهہ آهيان. پر هنجو اهو پوڄڻ بنا وِڌيءَ آهي، اُنجو ڦل بہ ناسونت آهي. ڪامنائن سان جن جي گيان جي چوري ٿي ويئي آهي، اُهي موڙهہ ٻُڌِي ئي ٻين ديوتائن کي پوڄين ٿا. ساتوڪ لوڪ ديوتائن کي پوڄين ٿا-راجسي يڪش ۽ راڪشسن جي پوجا ڪن ٿا ۽ تامسي ڀوتن پريتن کي پوڄين ٿا. گهور تپسيا ڪن ٿا. پر ارجن هو شرير ۾ استٿ ڀوت سموادیہ ۽ انتهڪرڻ ۾ استٿ مون پرماتما کي ڪِرِشِ (لوئين) ڪن ٿا نہ ڪِ پوڄين ٿا.

اُنهن کي نشچيہ ئي آسُري سياءُ سان مليل ڄاڻ ان کان وڏيڪ شري ڪرشڻ ڇا چوندو؟ هنن صاف چيو-ارجن! ايشور سيني پراڻين جي هردي ۾ رهي ٿو، فقط اُن جي شرڻ ۾ وڃ، پوڄا جو

استان هرديہ ۾ آهي، ٻاهر نہ آهي. پوءِ بہ ماڻهو پٿر-پاڻي، مندر-مسجد، ديوين ديوتائن جو پيڇو ڪندا ٿي رهن ٿا.ان سان گڏ شري ڪرشڻ جي مورت، صورت وڌائي ٿا ڇڏين. شري ڪرشڻ جي ٿي ساڌنا تي ٻل ڏيڻ واري ٻُڌ جي مورتي بہ ششن ٺاهي ورتي آهي ۽ لڳا پوڄا ڪرڻ(ديپ ڏيڪاري)، جڏهن ڪِ ٻُڌ چيو هو- آنند ! مورتي پوڄا ۾ وقت نہ وڃائجانءِ.

مندر، مسجد، چرچ، تيرٿ، مورتيون ۽ سماڌين سان اڳين ٿي ويل مهاپرشن جي مهما ۽ سمرتي سڄائي وڃن ٿا جنهن سان سندن گيان جي کوجنا ڪرڻ جو سمرڻ ٿيندو ٿو رهي. مهاپرشن ۾ استري پرش سڀ هوندا آهن. جنڪ جي ڪنيا 'سيتا' اڳئين جنم ۾ هڪ برهم ڪنيا هئي. پنهنجي پتا جي پريرڻاسان پر برهم کي پائڻ جي لاءِ هن تپسيا ڪئي؛ پر سڦل ٿي نہ سگهي. ٻئي جنم ۾ هن رام کي حاصل ڪيو ۽ شڪتيوان اوناشي ۽ آدي شڪتيءَ جي روپ ۾ ظاهر ٿي، عزت پاتائين. ٺيڪ اهڙي طرح، راڄ ڪُل ۾ اُتپن ميرا ۾ پرماتماجي ڀڳتيءَ جو اڳيون ٻج هو. سڀ ڪجهہ ڇڏي هوءَ ڀڳوان جي چنتن ۾ لڳي ويئي.تڪليفون سنائين ۽ سڦل ٿي. انجي سمرتي گڏ ڪرڻ لاءِ مندر ٺهيا، سمارڪ ٺهيا جيئن سماڄ هن جي اُپديشن سان اُتساهت ٿي سگهن. ميرا سيتا يا انهي پکش ۾ کوجنا ڪرڻ وارا هرهڪ مهاپرش اسانجا آدرش آهن.اسانکي اُنهن جي چرنن جي نشانن جي عزت ڪرڻ کپي؛ پر اِن کان وڌي پل کهڙي ٿيندي تہ جيڪڏهن اسين رڳو اُنهن جي چرنن تي گل چاڙهي، چندن لڳائي پنهنجي فرض جي پورائي سمجهي ويناسين.

گهڻو ڪري جيڪو جنهنجو آدرش هوندو آهي، اُن جي مورتي، چتر، چاڪڙيون، اُن جو استان يا اُنهن جي سنبنڌ ۾ ڪجهہ ڏسي- ٻڌي من ۾ شرڌا اُمڙي پوندي آهي. اهو تمام

سنو ئي آهي. اسين بہ پنهنجي گرديو پڳوان کي ڪچڙي ۾ نتا فتي ڪري سگهون ڇاڪاڻ اُهو اسانجو آدرش آهي. اُنهن جي پريرٽا ۽ ڪتن انوسار اسان کي هلڻو آهي. جيڪو سروپ اُنهجو آهي، سلسليوار هلي اُنجي پراپتي اسانجو بہ مقصد آهي ۽ اها ئي يٿارٿ پوڄا آهي. ايستائين تہ ٺيڪ آهي تہ جو حقيقتي آدرش آهي اُنجو نرادر نہ ڪريون، پر اُن تي پن-گل چاڙهڻ کي ئي پڳتي مڃي ويهڻ کي، ايتري کي ئي ڪلياڻ ساڌن مڃڻ سان اسين لڪشيہ کان ڏاڍو پري ٿي پٽڪي ويندا‌سين

پنهنجي آدرشن جي اُپديشن کي هرديہ ۾ رکڻ ۽ اُنهن جي هلڻ جي اتساهہ کي گرهڻ ڪرڻ لاءِ سمارڪ (سماڌي) جو اُپيوگہ آهي، چاهي اُن کي آشرم مندر، مسجد، چرچ، مَٺ، وهار، گرودوارو ياڪجهہ بہ نالو ڏيون. بشطريڪ اُنهن مرڪزن جو سنبنڌ ڌرم سان ئي هجي تہ. جنهنجي مورتي آهي، اُن ڇا ڪيو؟ ۽ ڇا پاتائين؟ ڪيئن تپسيا ڪئي؟ ڪيئن پراپت ڪيو؟ صرف ايترو ئي سکڻ لاءِ اسين اُتي پهچون ٿا ۽ پهچڻ بہ کپي؛ پر جيڪڏهن انهن استانن تي مهاپرشن جا چرن چنهہ نہ بڌايا ويا، ڪري سيڪاريو نہ ويو، ڪلياڻ جي ويوستا نہ ملي تہ اُهي استان علط آهن. اُتي توهان کي صرف پرمپرا ملندي. اُتي وڃڻ سان توهانجو نقصان آهي. هڪ اڪيلي روپ ۾ گهر گهر ۾، گهٽي گهٽيءَ ۾ وڃي اُپديش پهچائڻ جي پيت ۾ ساموهڪ اُپديشن مرڪزن جي روپ ۾ انهن ڌارمڪ سنستان ۾ استاپنا ڪئي ويئي آهي؛ پر وقت گذرڻ تي انهن اُتساهہ ڏيندڙ جڳهين کان ئي مورتي پوڄا ۽ پرمپرائن ڌرم استان گرهڻ ڪري ورتا. اُتان پرم پلجي اُٿيا.

**گرنٿ :-** اهڙي طرح پستڪن جو اڀياس ڪرڻ ضروري آهي، جنهن مان توهين اُن اعليٰ ڪِريا کي سمجهي سگهو،

جنهن کي يوگيشور شري ڪرشڻ مقرر ڪرم چيو آهي ۽ جڏهن اُهو سمجهہ ۾ اچي وڃي تہ ترت ڪرڻ ۾ لڳي وڃون، ويسر ٿيڻ لڳي تہ وري اڀياس ڪجي. ائين نہ تہ پستڪ کي هٿ جوڙي ، پاٺيءَ جا چنبا ۽ چندن چٽڪائي رکي ڇڏيون. پستڪ مارگہ ڏيکارڻ وارا نشان آهن جيستائين اسين پهچون اوستائين ساٿ ڏين ٿا. ڏسندي ڏسندي اڳيان وڌندا هلون. مقصد طرف. جڏهن اِشٽ کي هردي سان پڪڙيندا تہ اُهو اِشٽ پستڪ بڻجي ويندو. هاڻي يادگيريون گڏ ڪرڻ نقصانڪاررڪ نہ آهي، پر انهن سمرتي نشانن جي پوڄا سان سنتشت ٿي وڃون، اهو نقصانڪار آهي.

**ڌرم :-** (اڌياءَ ٢٩-١٦-٢)يوگيشور شري ڪرشڻ جي انوسار - اسَتِ وَستو جو وجود ڪونهي، ۽ سَتِ جو ڪڏهن اڀاوُ ڪونهي. پرماتما ئي ستيہ آهي، پوتر آهي، اجر، امر، نہ بدلجندڙ ۽ سناتن آهي؛ پر اُهو پرماتما، اچنتيہَ ۽ اگوچر آهي، چت جي ترنگن کان پري آهي. هاڻي چت کي روڪيون ڪئين؟ چت کي روڪي اُن پرماتما کي پائڻ جي خاص وِڌِي جو نالو ڪرم آهي. ان ڪرم کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ئي ڌرم آهي، جوابداري آهي.

گيتا اڌياءَ ٢-٤٠) ۾ آهي تہ ارجن ! هن ڪرم يوگہ سان شروعات جو ناس نٿو ٿئي. هن ڪرم روپي ڌرم جو ٿورو بہ ساڌن جنم-مرتيو جي مهان ڀپ کان اُڌار ڪرڻ وارو آهي ارٿات ان ڪرم کي ڪاريہ روپ ڏيڻ ئي ڌرم آهي.

ان مقرر ڪرم (ساڌن پٿ) کي ساڌڪ جي سڀاءَ ۾ مليل سمرتيءَ انوسار چئن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪرم کي سمجهي منش جڏهن کان شروع ڪري ٿو، ان شروعاتي اوسٿا ۾ هو شودر آهي. نمبروار وِڌِي پڪڙ ۾ آئي تہ اُهو ئي وئشيہ آهي. پرڪرتيءَ جي سنگهرش جي سهڻ جو بل ۽ ويرتا اچڻ تي اُهو ئي شخص کتري ۽ برهم سان تَدروپ ههئڻ جي سمرتي- گيان (ضروري

چاڻ)، وگيان (ايشوري واٽيءَ جو ملڻ، اُن هستيءَ تي آڌار رکڻ جو ٻل اهڙيون يوگيتائون اچڻ تي اُهوئي برهمڻ آهي. ان ڪري يوگيشور شري ڪرشڻ (گيتا اڌياءُ ١٨-٤٦-٤٧م) چون ٿا تہ سپاءَ ۾ پائڻ واري سمرتيءَ انوسار ڪرم ۾ لڳڻ سِوَڌرم آهي. هلڪي ٿيڻ سان بہ سپاءَ کان ڪوجيل سِوَڌرم تمام پوتر آهي ۽ سمرتي گ ڏ ڪرڻ بنا ٻين جي وڌايل ڪرم جو پالڻ ڪرڻ، ريس ڪرڻ بہ نقصانڪار آهي. سِوَ ڌرم ۾ مرڻ بہ بهترين آهي، تمام لاپدائڪ آهي؛ چاڪاڻ وستر بدلائڻ سان بدلجڻ وارو تہ بدلجي نٿو وڃي. هنجي ساڌن جو سلسلو اُتان کان شروع ٿي ويندو، جتان کان ڇُٽي ويو هو. ڏاڪو ڏاڪو هلي هو پرم سڌي اوناشي پد کي پائي وٺندو.

ان تي وري زور ڏين ٿا تہ جنهن پرماتما مان سپني پراڻين جي اُتپتي ٿي آهي، جو هرهنڌ وياپت آهي، سپاءَ مان اُتپن ٿيل ٻل جي انوسار اُنکي چڱيءَ طرح پوڄي منش پرم سِڌيءَ کي پراپت ٿي وڃي و. ارٿات نشچت وِڌيءَ سان هڪ پرماتما جو چنتن ئي ڌرم آهي

ڌرم ۾ پرويش ڪنهن کي آهي؟ ان کي ڪرڻ جو اڌڪار ڪنهن کي آهي؟ ان کي صاف ڪندي يوگيشور ٻڌايو تہ، ''ارجن ! اتنيت دُراچاري بہ جيڪڏهن انِيَنيہ ڀاوَ سان منهنجو ڀڄن ڪري ٿو (انِيَنيہ منعيٰ ٻيو نہ) مونکي ڇڏي ٻئي ڪنهنجو ڀڄن نہ ڪري فقط منهنجو ڀڄن ڪري ٿو تہ ''ڪشپرَم ڀَوَتيِ ڌرماتما''- هو جلدي ئي ڌرماتما ٿي وڃي ٿو، هنجي آتما ڌرم سان ملي وڃي ٿي'' هاڻي شري ڪرشڻ جي انوسار ڌرماتما اُهو آهي، جو هڪ پرماتما ۾ انِيَنہ وشواس سان لڳي ويو آهي. ڌرماتما اُهو آهي، جو هڪ پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ مقرر ڪرم جو آچرڻ ڪري ٿو. ڌرماتما اُهو آهي، جو سپاءَ سان مليل سمرتيءَ انوسار

ٿيو؟ ڪڏهن به نه. ڌرم جي نالي تي ڪاڪُريتي پلجي رهي هئي، اُها نشٽ ٿي. فيروز تغلق جي راڄ ۾ بيانا جو قاضي مُگيسُدين ويوسٿا ڏني ته هندن کي پنهنجو منهن ڪولڻ گهرجي. جيڪِڏهن ڪو مسلمان ٽُڪ اُڇلائڻ ٿو چاهي ته اُهو هندو ته اُهو هندو دين دار(؟) ٿي ويندو؛ ڇاڪاڻ ته اُن وٽ ڪو ڌرم ڪونهي. خراب ڇا ٿيو اُن؟ منهن ۾ ٿُڪڻ سان هڪ مسلمان بڻجندو، ڪوهه ۾ ٿڪ اُڇلائڻ سان ته هزارين بڻجي وڃن ٿا.

خقيقت ۾ اُهي چور هئا يا اُن وقت جو هندو سماج؟ جن ان پرڪار ڌرم-پريورتن ڪري ڇڏيو، ڇا ڪوئي ڌرم پائي ورتائون. هندو مان مسلمان ٿي وڃڻ يا هڪ پرڪار جي رهڻ-ڪرڻ سان ٻئي جي رهڻ ڪرڻ ۾ وڃڻ ڌرم ته نه آهي. ان طرح يوجنا ٺاهي سازش جو پڇرو ٺاهي جن اُنهن کي بدلايو، ڇا هو ڌرماتما هئا؟اُهي ته اڃا به وڌيڪ ڪُريتِين جا شڪار هئا. هندو انهن ۾ وڃي ڦاسي پيا. اڻ سڌريل ۽ گمراهه قبيلن کي سِڀيه بڻائڻ لاءِ محمد وواهه، طلاق، وصيئت، ڏيڻ ونڻ، وياج، شاهدي، پراشچت، روزي روٽي، ڪائڻ پيئڻ، رهڻ ڪرڻ وغيره جي باري، ۾ هڪ سماجڪ ويوسٿا ڏني توڙي مورتي پوڄا، شرڪ، ويڇار، چوري، شراب، جوئا، ماءُ ٠-ڌاڌي وغيره سان وواهه تي روڪ لڳائي سملئنگڪ(؟) ۽ رجسولا مئٽنن (ماهواري) روڪي روزي جي ڏينهن ۾ به اُن لاءِ ڍِل ڏني. جنت ۾ گهٽين ئي سهٽين ۽ اڻ ڇتل حورن ۽ جوان ٻالڪن کي لوڀ ڏنو. اهو ئي ڪوئي ڌرم ڪونه هو، هڪ پرڪار جي سماجڪ ويوسٿا هئي. اهڙو ڪجهه ڇئي اُنهن واسنا ۾ ٻڏل سماج کي هتان گهمائي پنهنجي پاسي ڪيو. استرين کي جَنَت ۾ ڪيترا پرش ملندا؟ ان تي هنن سوچيو ئي ڪونه. اهو انهن جو ڏوهه ڪونهي، ڏوهه هن ديش جي وقت ۽ حالتن جو هو، جنهن ۾ استرين جي ڪامنائن تي ڪنهنجو ڌيان ڪونه

ويندو هو.

محمد صاحب جنهن کي ڌرم ٻڌايو، اُن تي ڪنهنجو ڌيان ڪونہ هو. اُنهن چيو هو تہ جنهن پرش جو هڪ بہ سواس ان خدا جي نام ڪانسواءِ خالي ويندو آهي، ان کي خدا قيامت ۾ ائين ئي پڇندو آهي، جيئن ڪنهن پاپيءَ کي پاپ جي بدران پڇيو وڃي. جنهنجي سزا آهي هميشه هميشہ لاءِ دوزخ، ڪيترا سچا مسلمان آهن، جن جو هڪ بہ سواس خالي نہ ويندو هو؟ ڪروڙن ۾ مشڪل ڪوئي هجي. باقي تہ سڀني جا سواس خالي ٿي وڃن ٿا، جنهنجي سزا اُهائي آهي جيڪا پاپين کي ملندي آهي. ٻڌائڻ جي ضرورت ڪونهي، دوزخ. محمد ويوسٿا ڏني تہ جيڪو ڪنهن کي نٿو ستائي، جانورن کي چوٽ نٿو پهچائي، اُهو آڪاش مان خدا جو آواز ٻڌندو آهي.اهو ئي سڀني اسٿانن لاءِ هو، پر پنڌين لاءِ هڪ رستو ڪڍيو تہ مڪي ۾ هڪ مسجد آهي، جنهن ۾ سائو گاهہ نہ ٽوڙڻ کپي، اُن مسجد ۾ ڪنهن جانور کي نہ مارڻ گهرجي، اُتي ڪنهن کي چوٽ نہ پهچائڻ گهرجي ۽ گهمي ڦري هو اُن دائري ۾ ڪڙا ٿي ويا. ڇا خدا جو آواز ٻڌڻ کان پهرين محمد ڪائي مسجد نهرائي هئي؟ ڪڏهن ڪنهن مسجد ۾ ڪا آيَت لٿي؟ اها ئي مسجد اُنهنجو اسٿان رهيو آهي، جنهن ۾ اُنهنجي يادگار محفوظ آهي. محمد جي اشاري کي تبريز ڄاتو هو، منصور ڄاتو هو، اقبال ڄاتو هو؛ پر هو مذهبي لوڪن جو شڪار بڻيا، اُنهن کي سزائون ڏنيون ويون. سقراط کي زهر پياريو ويو، چاڪاڻ تہ هو لوڪن کي ناستڪ بڻائي رهيو آهي. اهڙوئي الزام ايسا (يسوح مسيح) تي بہ لڳايو ويو، اُن کي ڦاسي ڏني ويئي، چاڪاڻ تہ هو آرام واري ڏينهن، موڪل جي ڏينهن ڪم ڪندو هو، انڌن کي درشٽي پردان ڪندو هو. ائين ئي ڀارت ۾ بہ آهي. جڏهن بہ

ڪوئي تَتوَ درشٽي مهاپرش ستيہ جي طرف اشارو ڪري ٿو تہ هنن مندر، مسجد، مٺ، سمپردايہ ۽ تيرٿن مان آجيوڪا هلي ٿي،هاءِ هاءِ ڪرڻ لڳن ٿا، اڌرم، اڌرم چلائڻ لڳن ٿا. ڪن ڪي لکن ڪروڙن جي ڪمائي آهي، تہ ڪن جي اُن تي دال روٽي هلي ٿي. سچي پرچار ۾ اُنهن جي آجيوڪا ۾ خطرو ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هو سچ کي اُپرڻ نٿا ڏين ۽ نہ ڏيئي سگهندا. ان ڪانسواءِ هنن جي وروڌ جو ڪارڻ ڪونهي. سُدؤر ڪال ۾ اها سمرتي چو ڳڏ ڪئي ويئي آهي، ان جي هنن کي ڪا ڄاڻ ڪونهي.

**گرهستين جا اڌڪار :-** ڳهڻو ڪري لوڪ پڇندا آهن تہ جڏهن ڪرم جو اهو سروپ آهي، جنهن ۾ ايڪانت ديش ۾ شيوا، اِندِرِيُنِ جو سنجم، سدائين لڳاتار چنتن ۽ ڌيان ڪرڻو آهي، تڏهن تہ گيتا گرهستين لاءِ ڪم جي نہ آهي تڏهن تہ گيتا صرف ساڌن جي لاءِ آهي. اهڙو ڪجهہ بہ ڪونہ آهي. گيتا بنيادي طرح ان جي لاءِ آهي، جو هن پَٿَ جو راهگير آهي، خاص ڪري ان لاءِ بہ آهي، جو هن پٿ جو پٿڪ بڻجڻ ٿو چاهي. گيتا ماَتوجاتيءَ لاءِ سمان مَتو رکي ٿي. سنن گرهستين لاءِ تہ هنجو خاص اُپيوگہ آهي؟ چاڪاڻ اُتان ئي ڪرم شروع ٿئي ٿو.

شري ڪرشڻ چيو هو، ارجن ! هن نشڪام ڪرم يوگہ جي شروعات جو بہ ناس نٿو ٿئي. هنجو ٿورو بہ ساڌن جنم مرڻ جي مهان ڊپ کان اُڌار ڪرائي ئي ڇڏي ٿو. توهين ئي ٻڌايو تہ ٿورو ساڌن ڪير ڪندو؟ گرهستي يا وِرِڪت؟ گرهستي ئي اُن لاءِ ٿورو وقت ڏيندو. اهو اُن لاءِ ئي آهي (اڌياءُ ۴-۳٦) ۾ چيو- ارجن! جيڪڏهن تون سيني پاپين کان بہ وڌيڪ پاپ ڪرڻ وارو آهين، تڏهن بہ گيان روپي ٻيڙيءَ سان بنا شڪ پار ٿي ويندين. وڌيڪ پاپي ڪير آهي؟ جو لڳاتار لڳو پيو آهي يا جو هاڻي لڳڻ ٿو چاهي؟ هاڻي سد گرهست آشرم کان ئي ڪرم جي شروعات

آهي. اڌياءِ (٦-٤٥-٣٧) ۾ ارجن پڇيو ڀڳوان ! ڏلي ڪوشش ڪرڻ وارو شرڌاوان پرش پرم گتيءَ کي نہ پائي ڪهڙي درگتيءَ کي پراپت ٿيندو؟ شري ڪرشڻ چيو ارجن ! يوگہ ۾ چلائمان ٿيل ڏلي ڪوشش ڪرڻ وارو پرش جو بہ ڪڏهن وناش نٿو ٿئي. اُهي يوگہ ڀرشٽ شريمان (’شُچينامِ‘ شڌ (ستيہ) آچرڻ وارا ئي شريمان آهن) وٽ جنم وٺي يوگي ڪُل ۾ پرويش پائي وڃي ٿو، ساڌَن طرف ڇڪجي وڃي ٿو ۽ انيڪ جنمن ۾ هلي اُتي پهچي وڃي ٿو، جنهنجو نالو پرم گت ارٿات پرم ڌام آهي. اها ڏلي ڪوشش ڪير ٿو ڪري؟ يوگہ ڀرشٽ ٿي هو ڪٿي جنم وٺي ٿو؟ گرهست ئي تہ نهيو. اُتان هو ساڌَن لاءِ پرورت ٿيندو آهي (اڌياءِ٩-٣٠) ۾ اُنهن چيو آهي تہ وڏو دُراچاري بہ جيڪڏهن انِيَنيہ ڀاوَ سان منهنجو ڀڄن ڪري،تہ اُهو ساڌو ئي آهي ڇاڪاڻ تہ هو وشواس سان، نشچي سان صحيح رستي تي لڳي ويو آهي. اتينت دُراچاري ڪير هوندو؟ جو ڀڄن ۾ پرورت ٿي ويو آهي اُهو يا اُهو جنهن اجا شروعات ئي ڪونہ ڪئي آهي. اڌياءَ ٩-٣٢ ۾ چيو - استري، وئشيہ، شودر يا پاپ جوڻيءَ وارو ئي ڇو نہ هجي، منهنجي آڌار تي ساڌن ڪري پرم گت پائين ٿا. هندو هجي، عيسائي هجي، مسلمان هجي- شري ڪرشڻ اهڙو ڪجھ نٿو چوي، تمام دُراچاري پاتڪي ئي ڇو نہ هجي، منهنجي شرڻ ۾ اچي پرم گت پائين ٿا. هاڻي گيتا مانَوَ ماتر جي لاءِ آهي. سد گرهست آشرم ۾ ئي ان ڪرم جي شروعات آهي- نمبروار ڪرم سان اُهوئي سد گرهستي يوگي بڻجي ٿو، پورڻ تياڳي ٿي وڃي ٿو ۽ تَتِوَ جو دويہ درشن ڪري پرم ۾ پرويش پائي وڃي ٿو، جنهن کي شري ڪرشڻ چيو تہ گياني منهنجو سروپ آهي.

**استري :-** گيتا جي انوسار شرير هڪ وستر آهي ڪپڙو

آهي. جيئن پراڻي وستر کي ڇڏي منش نئون وستر ڌارڻ ڪري ٿو، ٺيڪ اهڙي طرح پوتن وغيره جو سوامي آتما هن شرير روپي وستر کي تياڳي ٻيو شرير (وستر ڌارڻ ڪري ٿو وٺي. توهين پنڊ روپ ۾ استري آهيو يا پرش، اهي وسترن جا روپ آهن.

سنسار ۾ پرش ٻن پرڪارن جا آهن. ڪشر ۽ اڪشر. سيني پراڻين جو شرير ڪشر پرش ۽ بدلجندڙ روپي پرش آهي. من سان گڏ اندريون جڏهن شانت ٿي وڃن ٿيون، تڏهن اهو ئي اڪشر پرش آهي. اُنجو ڪڏهن وناش نٿو ٿئي. اها پڇن ڪرڻ جي اوسٿا آهي.

استرين جي لاءِ ڪڏهن سنمان، ته ڪڏهن اپمان جي پاونا ٻڌي ئي رهندي آهي؛ پر گيتا جي امر واڻيءَ ۾ اهو آهي ته شودر (الپگيه) وئشيه (وڏي پراپت) استري- پرش ڪوئي ڪير ٻه ڇو نه هجي، منهنجي شرڻ ۾ اچي پرم گتي کي پراپت ٿين ٿا. هاڻي ان ڪلياڻ- پٿ ۾ استرين جو ٻه اِهو ئي استان آهي، جو هڪ پرش جو آهي.

**پوُتڪ سمرڌي (سنساري پدارٿ)-** گيتا پرم ڪلياڻ ته ڏئي ٿي، تنهن سان گڏ منشن لاءِ ضروري سنساري شين جو ٻه بندوبست ڪري ٿي. اڌياءِ(٩-٢٠-٢٢) ۾ يوگيشور شري ڪرشڻ چون ٿا ته گهڻا ماڻهو مقرر ٿيل وِڌيءَ سان مونکي پوڄي بدلي ۾ سرڳه جي ڪامنا ڪن ٿا. اُنهنکي وشال سرڳه لوڪ ملي ٿو، مان ٿو ڏيان. جيڪو گهرندا، اُهو مون وٽان ملندو، پر پوڳڻ ڪانپوءِ سماپت ٿي ويندو ڇاڪاڻ ته سرڳه جا سکه ٻه ناسونت آهن. اُنهن کي وري جنم وٺڻو پوندو، ها ! مونسان سنبنڌ هئڻ ڪري اُهي ناس نٿا ٿين، ڇاڪاڻ مان ڪلياڻ سروپ آهيان. مان اُنهن کي پوڳه جون شيون ڏيان ٿو ۽ آهستي آهستي نورت ڪرائي وري اُنهن کي ڪلياڻ ۾ لڳائي ٿو ڇڏيان.

**کيتر :-** جنهن پرماتما جي شري مک جي واڻي هيءَ گيتا آهي اُنهن پاڻ واقفيت ڏني، ''اِدَمِ شَريرَمِ ڪؤنتيہ ڪيتر مِتِيَيِي !'' ارجن هيءُ شرير ئي ڪيتر (کيت) آهي جنهن ۾ پوکيل ڀلو يا برو ڪرم جو ٻج سنسڪار روپ ۾ ڄمي ٿو ۽ وقت گذرڻ بعد سک -دک جو روپ وٺي ڀوڳہ جي روپ ۾ ملي ٿو. آسُري سمپد اڌم جوڻين ۾ وٺي وڃڻ لاءِ آهن، جڏهن تہ ديوي سمپد پرم ديو پرماتما ۾ پرويش ڏياري ٿي. ستگروءَ جي سنگت ۾ انهن ۾ اندرين يڌ جو آرنڀ ٿئي ٿو، اها ئي کيتر ۽ کيترگيہ جي لڙائي آهي.

ٽيڪا ڪار چون ٿا- هڪ ڪروکيتر ٻاهر آهي ۽ ٻيو من جي اندر. گيتا جو هڪ ارٿ ٻاهريون آهي، ٻيو اندريون. پر اهڙو ڪجهہ نہ آهي، وڪتا (ڳالهائڻ وارو) هڪڙي ڳالهہ چوي ٿو، پر ٻڌندڙ پنهنجي ٻُڌيءَ جي آسري اُن کي پڪڙين ٿا. تنهنڪري انيڪ ارٿ ڀاسن ٿا.

ساڌن-پٿ تي سلسليوار هلي جيڪو بہ پرش شري ڪرشڻ جي ليول تي ڪڙو ٿيندو تہ جيڪو درشيہ شري ڪرشڻ جي سامهون هو، اُهو ئي منهنجي سامهون ايندو. اهو ئي مهاپرش هنن جي من ۾ هلندڙ ڀاوَن کي، گيتا جي اشارن کي سمجهي سگهندو آهي، سمجهي سگهندو آهي.

گيتا جو هڪ شلوڪ بہ ٻاهريون چتر نٿو ڪري.

کائڻ، پائڻ، رهڻ توهين چاهُو ئي ٿا- رهڻ-سهڻ، مڃڻ، لوڪ ريتي نيتي ۾ د يش ڪال ۽ حالتن جي انڪول پريورتن پرڪرتيءَ جي دين آهي. ان ۾ توهان کي شري ڪرشڻ کهڙي ويوستا ڏئي ؟ ڪتي چوڪرين جي گهٽائي آهي، بهو ووادن ٿين ٿا، تہ ڪتي اُنهن جي سنکيا گهٽ آهي. ڪڏهن کيترن پائرن جي وچ ۾ هڪ پتني رهي ٿي ان ۾ شري ڪرشڻ کهڙي ويوستا

ڏئي. ٻين مهاڀاري يڌ ڪانپوءِ ڄپان ۾ ڄَنَ‌سنکيا جي ڪمي مسئلو بڻجي پيئي، تہ تيهن ٻارن کي جنم ڏيڻ واري هڪ استري کي مدر لئنڊ(ديش جي ماتا) جو خطاب ڏيئي سمانت ڪيو هو. ويدن جي ڪال واري ڀارت ۾ پهرين ڏهہ سنتان اتپن ڪرڻ جو وڏان هو، هاٿي هڪ يا ٻہ‌ٻار ٿين ٿا، گهر ۾ ڇٽي جو نعرو لڳي رهيو آهي. جيڪڏهن هو يا نہ رهيا تہ ديش جي لاءِ چنتا جي ڳالهہ ڪونهي، سمسيا جو حل ٿي ٿيندو آهي. شري ڪرشڻ جي ان ۾ کهڙي ويوستا ڏين؟

**شرييم :- خوشي، پلو پاڳم :** ڪام، ڪروڌ، لوڀ موهہ جا ڪتي اسڪول کونہ کليا آهن، پوءِ بہ ڇوڪرا، انهن وڪارن ۾ وڏن ۽ سياڻن کان وڌيڪ هوشيار نکرن ٿا. ان ۾ شري ڪرشڻ کهڙي سکيا ڏين؟ اهو سڀ تہ پرڪرتي دواران پاڻيهي پيو هلي. ڪڏهن ويد پڙهايا ويندا هئا،ڏَنر ويد -گدا يڌ سيکاري ويندي هئي، اڄ انهن کي ڪير ڄاڻو سکي. اڄ تہ پستول هلائي رهيا آهن. پاڻيهي هٿيار هلائڻ جو يگہ آهي. ڪڏهن رٿ هلائڻ سکڻو پوندو هو، گهوڙن جي لِڏِ ڦٽي ڪرڻي پوندي هئي- اڄ موٽرن جو تيل صفا ڪيو وڃي ٿو. ان ۾ شري ڪرشڻ ڇا ٻڌائي؟ ڇون تہ گهوڙن کي ائين نہ مَليو ! ٻاهر توهانکي کهڙي ويوستا ڏين؟ پهرين سواءِ ڇوڻ سان برسات ٿيندي هئي، اڄ من ڇاهيل فصل ونڻ لڳا آهن. يوگيشور ڇون ٿا تہ‌پرڪرتي کان اُتپن ٿيل گڻن دواران پروس ٿي منش حالتن انوسار ڍَلجي ٿي رهيو آهي. گُڻَ پاڻ اُن کي ڍَلِجڻَ ۾ مدد ڪن ٿا. پؤتڪ شاستر، سماج شاستر، شکشا شاستر، ارٿ شاستر، ترڪ شاستر آهي گ هڙجندا رهن ٿا. هڪ بہ وستو اهڙي آهي، جا منش نئو ڄاڻي، نئو سڃاڻي، جيڪو آهي سو هن وٽ پر اُن کي وسمرتي آهي. گ يتا ٻڌي ارجن جي اُها سمرتي، يادگيري موٽي آئي هئي.اُها

يادگيري آهي پرماتما جي، جو هرديہ-ديش ۾ هوندي بہ هن کان تمام پري آهي. ان کي منش پائڻ چاهي ٿو، پر رستو نٿو پائي. فقط ڪلياڻ پٿ کان ئي منش الڳ آهي. موهہ جو پردو اهڙو گهرو آهي تہ اُتي سوچڻ جو وقت بہ نٿو ملي. هنن مهاپرشن توهانجي لاءِ وقت ڏنو آهي، اُن ڪرم کي ظاهر ڪيو آهي، جنهنجي ڪرڻ جو آديش گيتا ۾ آهي. گيتا خاص اهو ئي سنديش ڏئي ٿي. ڀؤتڪ شيون بہ ان مان ئي ملن ٿيون، پر شريرہ جي پيٽ ۾ پريہ جي ڪا قيمت ڪونهي -اُهو اَموليہ آهي.

## يوگہ پرداتا :- يوگہ کي پائڻ.

يوگيشور شري ڪرشن جي انوسار ڪلياڻ پٿ جي ڄاڻ، اُنجو ساڌن ۽ اُن جي پراپتي ستگروءَ مان ئي ٿئي ٿي. هتي هُتي ڀٽڪڻ تيرٿن تي وڃڻ يا گهڻي محنت ڪرڻ سان هي سڀ نٿو ملي، جيستائين ڪنهن سنت دواران نہ پراپت ڪيو وڃي.اڌياءُ ۴-۳۴ ۾ شري ڪرشڻ چون ٿا، ارجن ! تون ڪنهن تَتِوَد رشي مهاپرش وٽ وڃي، چڱيءَ طرح ڏنڊوت پرڻام ڪري، بنا ڪپٽ جي شيوا ڪري، سوال ڪري اُن گيان کي پراپت ڪر. پراپتي جو صرف هڪ ئي اُپاءُ آهي. ڪنهن مهاپرش جي سنگت ۽ اُنجي شيوا. اُن جي چوڻ تي هلي يوگہ جو سَنِسِڌِ ڪال ۾ پائيندين. اڌياءُ ۱۸-۱۸ ۾ هنن ٻڌايو تہ پرتگياتا منعلِ تَتوَ درشي مها پرش گيان معنلِ ڄاڻڻ جي وِڌِي ۽ گييہ پرماتما-تنهي ڪرمن ۾ اتساهہ ڏيڻ وارا آهن. هاڻي شري ڪرشڻ جي انوسار مهاپرش ئي ڪرم جو ماڌيم، ذريعو آهي، نہ تہ پستڪ ! ڪتاب تہ هڪ نخسو آهي. نخسو رٽڻ سان ڪوئي نروڳي نٿو ٿئي بلڪ اُن تي عمل ڪرڻو آهي.

**نوٽ :-** اڌياءُ ۱۶-۱۶ ۾ آسُري سمپد جو ورنن ڪندي يوگہ

يشور شري ڪرشڻ ٻڌايو تہ انيڪ پرڪارن سان پرمت چت وارا، موهہ ۾ ڦاٿل آسُري سڀاءَ وارا منش اپوتر نرڪ ۾ ڪِرن ٿا. سوال سياويڪ آهي تہ نرڪ آهي ڪهڙو ۽ ڪنهن کي چئجي ٿو؟ ان ڪِرَم ۾ صاف ٿا ڪن تہ مونسان دويش رکڻ وارن مطلبي ماڻهن کي وري آسُريءَ جوڻين ۾ ڪيرايان ٿو، گهور آسُري جوڻين ۾ ڪيرايان ٿو اهو ئي نرڪ آهي. هن نرڪ جو دروازو آهي، هنن ٻڌايو تہ ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ ٽيئي نرڪ جا دروازا آهن. جنهن ۾ آسُري سمپد ڪني ٿئي ٿي. تنهنڪري وري وري جيتن پتنگن، جانورن وغيره جوڻين ۾ اچڻ ئي نرڪ آهي.

**پند دان :-** پهرئين اڌياءَ ۾ دک ۾ پريل ارجن کي شنڪا هئي تہ يڌ ۾ ٽيل نرسنهار سان پتر لوگہ پند دان ۽ ترپڻ ڪان وانجهجي ويندا، پِتر ڪِري پوندا. ان تي يڳوان شري ڪرشڻ چيو تہ ارجن ! توکي هيءُ اگيان ڪٿان ٿي ويو آهي؟ پند آدڪ ڪِريا کي يوگيشور اگيان چيو ۽ ٻڌايو تہ جهڙيءَطرح پراڻو ڦاٽل ڪپڙو تياڳي منش نوان وستر ڌارڻ ڪري ٿو، ٺيڪ اهڙي طرح هيءُ آتما جهوني شرير کي ڇڏي يڪدم شرير روپي نئون وستر گ رهڻ ڪري ٿو. هتي شرير فقط هڪ وستر آهي ۽ جڏهن آتما صرف وستر بدليو، اُهو مئو ڪونهي، ناسونت شرير ئي بدليو آهي، اُنجون ويوسٿائون پوريون ٿيل آهن تہ اُنکي يوچن (پند دان) آسن، سيجا، سواري، رهڻ جي جڳهہ يا جل وغيره سان ڪنهن کي ترپت ڪيو ٿو وڃي؟ اهو ئي ڪارڻ آهي جو يوگيشور ان کي اگيان چيو. اڌياءَ ۱۵-۷ ۾ ان تي زور ڏيندي چون ٿا تہ هيءُ آتما انهنجو سناتن انگہ آهي، سوروپ آهي ۽ من سان گڏ پنجن اِندِريُنِ جي ڪاريہ، اڳين سنسڪارن کي وٺي ٻيو شرير کي ڌارڻ ڪري ٿو وٺي ۽ من سان گڏ ڇهن اِندِريُنِ دواران ٻئي شرير ۾ وشيہ يوڳہ يوڳي ٿو. آتما جنهن شرير کي ڌارڻ ڪيو،

جي جنم جو ڪارڻ آهي، اُهو ئي پاپ آهي ۽ جو اُن امرت تَتوَ ڪي ڏيارڻ وارو آهي، جنهن ڪانپوءِ وري شرير ڌارڻ ڪرڻو نہ پوي. اهو ئي پڇ آهي.

اڌياءُ ٧-٢٩ ۾ هو چون ٿا، منهنجي شرڻ ۾ اچي ٻڍاپو، مرڻ ۽ دوشن ڪان ڇٽڻ جي لاءِ يتن ڪرڻ وارا پڇ ڪرمي، جن پرشن جو پاپ نشٽ ٿي ويو آهي، اُهي سمپورڻ ڪرم کي، سمپورڻ اڌياتم جو پلي پرڪار مونکي ڄاڻن ٿا ۽ مونکي ڄاڻي مون ۾ ئي اسٿت رهن ٿا. هاڻي پڇ ڪرم اِهو آهي، جو ٻڍاپي ۽ مرڻ ۽ دوشن ڪان مٿي ڪڍي پوتر امر پريم جي ڄاڻ ۽ اُن ۾ هميشه لاءِ اسٿتي ڏياري ٿوءِ جو جنم، مرتيو، ٻڍاپو-مرڻ، دکہ دوشن جي گهيري ۾ گهمائي رکي ٿو. اهو ئي پاپ ڪرمي آهي.

اڌياءُ ٣-١٠ ۾ چون ٿا- جو مونکي جنم مرتيو ڪان رهت، آد انت ڪان رهت سيني لوڪن ۾ مهان اِيشور کي ساڪياتڪار سهت ڄاڻي وٺي ٿو، اُهو پرش مرڻ ڌرم منشن ۾ گيانوان آهي ۽ ائين ڄاڻڻ وارو سيني پاپن ڪان مڪت ٿي وڃي ٿو. هاڻي ساڪياتڪار سان گڏ ئي سمپورڻ پاپن ڪان نورتي ملي ٿي.

ٿوري ۾ چئجي تہ بار-بار جنم مرتيو جو ڪارڻ پاپ ئي آهي جو اُن ڪان بچائي پوتر پرماتما طرف موڙي، پرم شانتي جي پراپتي ڪرائي اُهو ئي پڇ ڪرم آهي. سچ بولڻ، پنهنجي محنت جو ڪائڻ، استرين سان ماءُ جو ڀاءُ رکڻ، ايمانداري وغيره بہ اُن پڇ ڪرم جا سهايڪ انگہ آهن، پر سيني ڪان اُتم پڇ آهي پرماتما جي پراپتي. جو پرماتما جي شرڌا کي ٿوڙي ٿو، اُهو ئي پاپ آهي.

**سنت سپ هڪ :-** گيتا، اڌياءُ ١-٤ ۾ ڀڳوان ڪرشڻ ٻڌايو تہ هن اوناشي يوگہ کي ڪلپ جي شروعات ۾ مون سورج کي

ٻڌايو هو، شري ڪرشڻ جي اڳين وقتن جي اتهاس ۾ يا ٻئي ڪنهن به شاستر ۾ شري ڪرشڻ نام جو ذڪر نٿو ملي.

حقيقت ۾ شري ڪرشڻ هڪ پورڻ يوگيشور آهن. هو هڪ اويڪت (لڪل) ۽ اوناشي ڀاوَ جي استتي ۾ آهن. جڏهن ڪڏهن پرماتما سان ملڻ واري ڪِريا ارٿات يوگ جي ڀلي ڀانتي ڄاڻ ڪئي ويئي ته ان استتي واري ڪنهن مهاپرش ڪيو، ڇاهي هو رام هجي يا رشي جَرَٿُستر ئي ڇو نه هجي. اڳئين وقت ۾ اهو ئي اُپديش عيسا، محمد، گرونانڪ وغيره جِنِ وٽان به نڪتو، ڇيو شري ڪرشڻ ئي آهي.

تنهنڪري سڀ مهاپرش هڪ ئي آهن. سڀ جا سڀ هڪ ئي بِندوءَ کي ڇهي هڪ ئي سروپ کي پائين ٿا. اهو پد هڪڙو ئي آهي. انيڪ پرش هن پٿ تي هلندا، جڏهن پائيندا تڏهن هڪ ئي پد کي پائيندا. اهڙي اوسٿا کي پراپت ٿيل سنت جو شرير هڪ جڳهه ماتر ئي رهجي ٿو وڃي، هو شڌ آتم سروپ آهن. اهڙي استتي وارن جڏهن ڪجهه ڇيو ته اُهو هڪ يوگيشور ئي ڇيو.

سنت ڪٿي نه ڪٿي ته جنم وٺي ئي ٿو. پورب ۾ يا پشچم ۾، اوير ۾ يا اولهه ۾، اپوتر يا پوتر پروار ۾، اڳيئ هلندڙ ڪن ڏرم تي آڌار رکندڙن جي وچيئ يا اڻ ڄاڻ قبيلن ۾، عام رواجي جيون جيئڻ وارا غريب يا اميرن ۾ جنم وٺي به سنت اُنهن جي پرمپرا وارا نٿا ٿين. هو ته پنهنجي لکشيه پرماتما کي پڪڙي سروپ طرف ڇڪي وڃن ٿا، اُهو ئي ٿي وڃن ٿا. هنن جي اُپديشن ۾ ذات پات، ورگه جو ڀيد ۽ امير غريب جي ديوارون نٿيون رهن. ايتري قدر جو انهن جي درشٽيءَ ۾ پرش - استري جو ڀيد به نٿو رهي. ڏسو گيتا ١٦-١٥ ”دِوَ وِ مَئو پُرُشئو لوڪي“)

مها پرشن ڪانپوءِ اُنهنجا ششيه پنهنجو سمپردايه ٺاهي

سوڙھا ۽ نندا ٿي ويندا آھن. ڪنھن پرش جي پنيان ھلڻ وارا يھودي ٿي وڃن ٿا، تہ ڪنھنجا چيلا عيسائي مسلمان، سناتني، وغيره ٿي ويندا آھن، پر انھن ديوارن سان سنت جو سنبنڌ ڪڏھن بہ نٿو ٿئي؛ سنت تہ نہ ڪوئي سمپردائڪ آھي ۽ نہ ڪا ئي جاتي. سنت، سنت آھي. اُنکي ڪنھن سماجڪ سنگٺن ۾ نہ سميٽيو.

ھاڻي سنسار پر جي سنتن جي، چاھي ڪنھن قبيلي ۾ اُنھنجو جنم ٿيو آھي، چاھي ڪنھن مذھب سمپردايہ وارو اُنجو پوڄن وڏيڪ ڪندا ھجن، ڪنھن سمپردائڪ اثر ھيٺ اچي اھڙن سنتن جي آلوچنا نہ ڪرڻ گھرجي، ڇو جو ھو نرپيڪش (ڪنھن بہ پڪش) آھن. سنسار ۾ ڪنھن بہ اوستان ۾ اُتپن سنت نندا جي لائق نہ ٿيندو آھي. جيڪڏھن ڪو ائين ڪري ٿو تہ ھو پنھنجي اندر ويٺل انترييامي پرماتما کي ڪمزور ٿا ڪن. پنھنجي پرماتما سان دوري ٿا پيدا ڪن، خود پنھنجو نقصان پاڻ ٿا ڪن. سنسار ۾ جنم وٺڻ وارن ۾ جيڪڏھن توھانجو ڪوئي سچو ڀلائي ڪرڻ وارو آھي تہ سنت ئي آھي. تنھنڪري اُنھن ڏانھن صاف ھردي رھڻ سنسار پر جي لوڳن لاءِ مول ڪرتويہ آھي. ان کان وانجھجي وڃڻ پاڻ کي دوکو ڏيڻو آھي.

**ويد :-** گيتا ۾ ويد جو ورنن گھڻو آيو آھي؛ پر ڪُل ملائي ڇئجي ڪٺي تہ ويد مارگہ ڏيکارڻ وارا چنھہ ماتر آھن. منزل تائين پھچڻ تي اُن ويڪتيءَ لاءِ اُنجو اُپيوگہ سماپت ٿي وڃي ٿو. اڌياءَ ٢-٤٥ ۾ شري ڪرشڻ چيو ”ارجن !ويد ٽنھي گڻن تائين پرڪاش ڪري سگھن ٿا، تون ويدن جي ڪاريہ کيتر کان مٿي چڙھہ. اڌياءَ ٢-٤٦ ۾ چيائون-سيني طرفن کان پريپورڻ صاف نديون پاڻي پراپت ٿيڻ تي ننڍن تلاون مان منشن جو جيترو پريوجن رھي ٿو، چڱيءَ طرح برھم جو گياتا مھاپرش

ارٿات برهمڻ جو ويدن سان ايترو ئي پريوجن رهجي وڃي ٿو؛ پر ٻين لاءِ اُنهن جو اُپيوگ آهي. اڌياءَ ٨-٢٨ ۾ چيو- ارجن ! مونکي تَتوَ دواران پلي پانتي جاڻڻ تي يوگي ويد، يگيہ، تپ دان وغيره پڇ جي ڦلن کي پار ڪري سناتن پد کي پراپت ٿي وڃي ٿو. ارٿات جيستائين ويد جيوت آهن يگيہ، ڪرڻ باقي آهي، تيستائين سناتن پد جي پراپتي نہ آهي. اڌياءَ ١٥-١ ۾ ٻڌايو - مٿي پرماتما ئي جهنجو بنياد آهي، هيٺ جيت، پتنگن تائين پرڪرتي جنهنجون شاخائون، پر شاخائون آهن. سنسار اهڙو پپر جو هڪ اوناشي وڻ آهي. جو هن کي بنياد سميت جاڻي ٿو، اُهو ويدن جو جاڻو آهي. ان جاڻ جو سروت، وهڪرو مهاپرش آهن. اُنهن جي دواران ٻڌايل پڇن آهي. پستڪ يا پاٺشالا بہ انهن پاران اُتساهت آهن.

**اوم :-** شري ڪرشڻ جي رهنمائيءَ ۾ اوم جي جپ جو وڌان پايو وڃي ٿو. اڌياءَ ٧-٨ اونڪار مان آهيان ٨-١٣ اوم جو جپ ۽ منهنجو چنتن ڪريو اڌياءَ ١٧-٩ - جاڻڻ يوگيہ پوتر اونڪار مان آهيان. اڌياءَ ٣٣-١٠ - اکرن ۾ آڪار مان آهيان. ٢٥-١٠- وچنن ۾ اکر مان آهيان. اڌياءَ ١٧-٢٣ اوم تَت ۽ سَت برهم جو پرچارڪ آهن. ١٧-٢۴-يگيہ، دان ۽ تپ جون ڪريائون اوم کان شروع ٿين ٿيون. تنهنڪري شري ڪرشن جي انوسار اوم جو جاپ تمام ضروري آهي، جنهن جي وِڌِي. طريقو ڪنهن انڀوي مهاپرش کان سکون.

**گيتا اُڪتِ گيان هيِ وِشُد منوسمرتي :-** گيتا آديمانوَ مهاراج منوءَ کان بہ پهرين پرگهٽ ٿي آهي- ”اِمَم وِوَسِوتي يوگَ پروڪتوان هَمِويَيَم“ (١-۴) ارجن! هن اوناشي يوگہ کي مون ڪلپ جي آد ۾ سوريہ کي ٻڌايو هو ۽ سوريہ منوءَ کي ٻڌايو. منوءَ اُن کي ٻُڌِي پنهنجي يادداشت ۾ ڌارڻ ڪيو؛ چاڪاڻ ڪنن سان

ٻڌل وستو من جي سمرتيءَ ۾ رکي سگھبي آهي. ان کي منوءَ راجا اکشواکو کي ٻڌايو. اِکشواکو کان راج رشين ڄاتو ۽ مهتوَ پورڻ کال کان هيءُ اوناشي يوگ هن پرٿويءَ ۾ لپت ٿي ويو، گم ٿي ويو. شروعات ۾ چوڻ ۽ ٻڌڻ جي پرمپرا هئي. لکيو به وڃي سگھي ٿو. اهڙي ڪلپنا نه هئي. منو مهراج هن کي مانسڪ سمرتيءَ ۾ ڌارڻ ڪيو تڏهن سمرتي جي پرمپرا هئي. تنهنڪري هيءُ گِيتو اُڪت گيان ئي وِشُڌ مَنوُ سمرتي آهي.

ڀڳوان هيءُ گيان منوءَ کان پهرين سوريه کي ٻڌايو ته هن کي سوريه سمرتي چو نه چئون؟ حقيقت ۾ سوريه جو تيرِميه پرماتما جو اُهو انش آهي جنهن سان هن مانوَ سرشٽي جو سرجن ٿيو. ڀڳوان شري ڪرشڻ چون ٿا، ”مان ئي پرم چيتن ٻج جي روپ ۾ پتا آهيان، پرڪرتي گرڀ ڌارڻ ڪرڻ واري ماءُ آهي. ”هو ٻج روپ پتا سورج آهي. سوريه پرماتما جي اُها اُتم شڪتي آهي جنهن مانَوَ جي رچنا ڪئي. اُهو ڪو ويڪتي نه آهي ۽ جتي پرماتما جي اُن جو تيرميه تيج سان مانَوَ جي اُتپتي ٿي اُن تيج ۾ اُهو گيتا ۾ چيل گيان ۾ ڦهلايو ويو ارٿات سوريه کي چيو. سوريه پنهنجي پُٽ منوءَ کي چيو ان ڪري هيءَ منو سمرتي آهي.سوريه ڪو ويڪتي نه ٻج آهي.

ڀڳوان شري ڪرشڻ چون ٿا- ارجن! اهو ئي پُراتن يوگ مان تنهنجي لاءِ چئي رهيو آهيان. تون پيارو ڀڳت آهين، انَيَنيه سَکا آهين. ارجن سمجهو هو، سچو اڌڪاري هو. هن سوالن جوابن جي شرنکلا کڙي ڪري ڇڏي هئي. توهانجو جنم ته هاڻي ٿيو ۽ سوريه جو جنم تمام اڳ۾ ٿيو هو. ان کي توهان ئي سوريه کي ٻڌايو، اهو مان ڪئين مڃيان؟ ان طرح ويهه پنجويهه سوال هن ڪيا. گيتا جي پوري ٿيڻ تي هنجا سوال به پورا ٿي ويا، تڏهن ڀڳوان، جيڪي سوال ارجن نٿي ڪري سگهيو، جي اُن تي پلي

لاءِ هئا، اُهو خود پاڻ ڪنيا ۽ اُنهنجو سماڌان ڏنو. پڇاڙيءَ ۾ ڀڳوان چيو ارجن! ارجن ! ڇا تو منهنجي اُپديش کي ايڪاگر چت سان ٻڌو آهي؟ ڇا موهه مان اتپن ٿيل تنهنجو اگيان نشٽ ٿيو؟ ارجن چيو.

”نَشٽو موهَه سمرتيرِ لَبڌا ٽوٽپرسادانمَياچيُتِ
سِٿتوسِمِي گَتَسَنديهَه ڪَريِشيي وچَنَمِ تَوَ

١٨-٧٣ اڌياءُ

ڀڳوان ! منهنجو موهه نشٽ ٿيو. مان سمرتيءَ کي حاصل ڪيو آهي. مون رڳو ٻڌو ڪونهي پر پنهنجي سمرتيءَ ۾ ڌارڻ ڪيو آهي. مان توهان جي حڪم جو پالن ڪندس. هن ڌنش ڪٽي ورتو، يُڌ ٿي، وجيه پراپت ڪئي. هڪ صاف ڌرم-سامراجيه جي اسٿاپنا ٿي ۽ هڪ ڌرم شاستر جي روپ ۾ اُهوئي آدي ڌرم شاستر گيتا وري ڦهلاءُ ۾ اچي ويئي. گيتا توهانجو آدي ڌرم شاستر آهي. اها ئي منو سمرتي آهي، جنهن کي ارجن پنهنجي سمرتيءَ ۾ ڌارڻ ڪيو هو. منوءَ جي سامهون ٻن ڪِرتين جو اُليکه آهي- هڪ ته پتا ڪان ڪوجيل گيتا، ٻيو ويد منوءَ کي اڳيان لڌا. ٿيون ڪائي ڪِرتِي منوءَ جي وقت ۾ پرگهٽ ڪونه ٿي هئي. اُن وقت لکڻ-لکائڻ جو سرشتو ڪونه هو، ڪاغذ قلم ڪونه هلندڙ هو تنهنڪري گيان کي ٻڌڻ ارٿات ٻڌڻ ۽ سمرتي-پوٿري ۾ ڌارڻ ڪرڻ جي پرمپرا هئي. جن سان منشن جو آدرياءُ ٿيو، سرشٽيءَ جي پهرئين مانوَ اُن منو مهاراج ويدن جي شُرتِي ۽ گيتا جي سمرتيءَ جو سنمان ڪيو.

ويد منوءَ جي سامهون لڌا هئا، انهن کي ٻُڌي، اُهي ٻڌڻ لائق آهن. پوءِ پلي انهن کي پُلجي وچون ته ڪوئي نقصان ڪونهي، گيتا سمرتي آهي، سدا ياد رکون. هيءَ هر مانوَ کي سدا رهڻ وارو جيون، سدا رهڻ واري شانتي ۽ سدا رهڻ واري سمرڌي، (طاقت)

ائشوريہ سمپنِ جيون پراپت وارو ٿِيٺُ آهي.

ڀڳوان چيو - ارجن! جيڪڏهن تون اهنڪار جي وس ٿي منهنجي اپديش کي نہ ٻڌندين تہ برباد ٿي ويندين. گيتا جي اُپديشن جي نندا ڪرڻ وارا نشٽ ٿي وڃن ٿا. اڍياءَ پندرهين جي انتم شلوڪ (١٥-٢٠) ۾ ڀڳوان چيو اِتي گُهيَتمَمِ شاسترِ مِدَمُڪتَمِ ميانَگهَہ'' هيءُ ڳُجهي کان بہ ڳجهو شاستر منهنجي دواران ٻڌايو ويو آهي. هن کي تَتِوَ سان ڄاڻي تون سمورو گيان ۽ پرم پد کي پراپت ڪندين، اڍياءَ سورهين جي ٻن آخرين شلوڪن ۾ چيو'' يَهَہ شاسِترَ وِڌِيِ مُتِسرِجيہَ وُرِتَتي ڪامِ ڪارتَهَہ'' هن شاستر وِڌيءَ کي، ڪامنائن ۾ پريرت ٿي، ٻين وِڌِيُنِ سان جي پچن ڪن ٿا اُنهن جي جيون ۾ سک نہ آهي، نہ سمرڌي(دنيوي پدارٿ) ۽ نہ پرمِ گتي ئي آهي. ''تُسِماچڇا سِترِمَ تي ڪارِيا ڪارِيا ڪاڀِيَوِيَوَستِتَيوُ'' تنهنڪري ارجن ! تنهنجي ڪرتيويہ ۽ اڪِرتوِيہَ جي ويوستا ۾ هيءُ شاستر پرماڻ آهي. ان جو چڱيءَ طرح ابياس ڪر، تنهن ڪانپوءِ وهنوار ڪر. تون مون ۾ نواس ڪندين، اوناشي پد پائيندين، سدارهڻ وارو جيون، سدا رهڻ واري شانتي ۽ سمرڌي پائيندين.

گيتا منو سمرتي آهي ۽ ڀڳوان شري ڪرشڻ جي انوسار گيتا ئي ڌرمِ شاستر آهي. ٻيو ڪوئي شاستر نہ آهي، ٻي ڪائي سمرتي نہ آهي. سماج ۾ هلندڙ انيڪ سمرتيون گيتا جي وسمرت هئڻ سان دُشپريڻامِ آهن. سمرتيون مشهور راجائن جي بچاءَ ۾ لکيل سماج ۾ اونچ نيچ جي ديوار سرجن ڪرڻ، انهن کي بنائي رکڻ جا اُپاءَ آهن. منوءَ جي نالي تي هلندڙ ۽ چيل منو سمرتي ۾ منوءَ جي وقت جو چترڻ نہ آهي. بنيادي منو سمرتي ۾ منوءَ جي وقت جو چترڻ نا آهي. بنيادي منو سمرتي گيتا هڪ پرماتما کي ئي ستيہ مڃي ٿي، اُن ۾ وِليہ ڏياري ٿي؛پر هلندڙ وقت ۾ پر چلت

لڳہ ڀڳہ ١٦۴ سمرتيون پرماتما جو نالو بہ کونہ ٿيون کڻن، نہ پرماتما جي پراپتي جي اُپاون تي پرڪاش وجهن ٿيون. هو رڳو سرڳہ جي ٻچاءَ تائين ئي محدود رهي ''نہ استي'' جيڪو آهيئي کونہ، اُنهن کي ئي اُتساهہ ڏين ٿيون. موکش جو تہ اُن ۾ ذکر بہ کونهي.

**مهاپرش :-** مهاپرش ٻاهريون توڙي اندرين وهنوارڪ ۽ اڌياتمڪ، لوڪ جي ريت ۽ يٿارٿ ويد-ريت ٻنهي جي جانڪاري رکن ٿا. اهو ئي ڪارڻ آهي تہ سڄي سماج کي مهاپرش جي رهڻ-ڪرڻ جو وڏان ٻڌايو ۽ هڪ مريادا واري ويوسٿا ڏني. وششٽ، وشوامتر، خود پاڻ يوگيشور شري ڪرشڻ، مهاوير سوامي، مهاتما ٻُڌ، موسا، عيسا، محمد، رام داس، ديانند، گرو گوبندسنگهہ وغيره هزارين مهاپرشن ائين ڪيو، اهي ويوسٿائون ساڳيون ٿينديون آهن. پيڙت سماج کي سنساري وستو پردان ڪرڻ يٿارٿ نہ آهي. دنيوي اُلجهنون ٿوري وقت لاءِ آهن. پوترنہ تنهن ڪري اُنهنجو حل بہ تَتِساميڪ ٿيندو آهي. اُنهن کي گهٽي وقت تائين ويوسٿا جي روپ ۾ گرهڻ نٿو ڪري سگهجي.

**ويوسٿاڪار :-** سماجڪ گهٽنائين کي مهاپرش سلجهائيندا آهن. جيڪڏهن انهن کي نہ سلجهايو وڃي، تہ گيان، ويراڳہ جي پرم ساڌنا ڪير ٻڌندو؟ ويڪتي جنهن واتاوِرڻ ۾ قاتل آهي، اُن کي اُتان هٽائي يٿارٿ، سچ کي ڄاڻڻ جي استتي ۾ آڻڻ لاءِ گ هٽي ۾ گهٽا پر لوپ ڏنا وڃن ٿا. اُتي مهاپرش جن شبدن جو پريوگہ ڪن ٿا، ڪا ويوسٿا ڏين ٿا، اهو ڌرم نہ آهي. ان مان سؤ، ٻن سوءَ سالن جي ويوسٿا ملي ٿي، چار، ڇهہ سؤ سالن لاءِ مثال ٻڌجي وڃن ٿا ۽ هزار، ٻن هزارين سالن ۾ هيءُ سماجڪ کوجنا نيُنِ حالتن گڏوگڏ بنا پراڻن تي وڃي ٿو. گرو گوبندسنگهہ جي سماجڪ ويوسٿا ۾ شستر، هٿيار ضروري هئا. ڇا هاٿي ان تلوار

جي شستر جي جڳهہ تي ضرورت آهي؟ عيسا يسوع مسيح وهندو هو (مَتي ٢١) گڏهہ جي سنبنڌ ۾ اُن جي ڏنل ويوستائن جو اڄ ڪو اُپيوگہ آهي؟ چيائين-ڪنهنجو بہ گڏهہ نہ چورايو. اڄ گڏهہ ڪير ٿو پالي؟ اهڙي پرڪار يوگيشور شري ڪرشڻ اُن وقت جي سماج ڪي سميڪ ويوستا وارو ڪيو، جنهنجو بيان مهاڀارت، ڀاڳوت وغيره گرنٿن ۾ آهي، تنهن سان گڏ انهن گرنٿن ۾ هنن يٿارٿ (سچ) جو بہ جتي ڪٿي چترڻ ڪيو. پرم ڪلياڻڪاري ساڌنا ۽ پؤتڪ (سنساري) ويوسٿائن جي حڪم ڪي هڪ ۾ ملائي ڇڏڻ سان سماج تَتوَ جي نرنئہ ڪِرم ڪي پورو پورو نٿا سمجهي سگهن. پؤتڪ ويوسٿائن ڪي هو جيئن جو تيئن نہ وڏائي، گهٽو وڏائي گرهڻ ڪري ٿو، چاڪاڻ تہ اُهي پؤتڪ (سنساري) آهن. ”مهاپرش چيو، ”ائين ڪري انهن ويوسٿائن جي لاءِ مهاپرشن ڪي ڏوهہ ڏين ٿا. هو مهاپرش بہ حقيقي ڪِريا ڪي پيڇي ڊاهي اُن ڪي پرمن وارو بڻائين ٿا. ويد، رامائڻ، مهاڀارت، بائيبل، قران، سيني جي لاءِ اڳي گرهڻ ڪيل اچيون ڪاريون ڌارائون باقي آهن. ٻاهرئين ڌراتل تي جيون جو گذارو ڪرڻ واري سماج اُنهنجي چوڻ جو استول مطَلب ئي گرهڻ ڪري سگهيا هئا. ان ڪري ڀڳوان شري ڪرشڻ پوتر ڌام، انند جيون، سدا رهڻ واري شانتي پردان ڪرڻ واري گيتا شاستر ڪي پؤتڪ ويوسٿائن کان الڳہ ڪيو. مهاڀارت ڀارت جو برهت اتهاس ۽ ويوسٿائن کان ٻئي نموني ڪيو. مهاڀارت ڀارت جو برهت اتهاس ۽ گؤرو شالي سانسڪرتڪ شاستر آهي. هنن هن وشال اتهاس جي وچ ۾ اُنجو گيان ڪيو، جنهن سان پوشيہ ۾ ايندڙ سڀ پيڙهيون هن ڌرم شاستر ڪي ڌارمڪ نموني سچو سمجهي سگهن. وقت گذرڻ کانپوءِ پتنجلي مهرشي وغيره انيڪ

مهاپرشن بہ پرم پوتر يٿارٿ وِڌيءَ کي سماجڪ ويوسٿا کان هٽائي الڳہ نموني ۾ ظاهر ڪيو.

**گيتا منش ماتر لاءِ :-** ڀڳوان هن ڌرم شاستر جو اُپديش پِرَوِرتي شَسِترِ سَمِپاتي (گيتا ٢٠-١) نيڪ شاستر-سنچالن جي وقت ڪيو ڇاڪاڻ تہ هن چڱيءَ طرح ڄاتو ٿي تہ پوئتڪ سنسار ۾ ڪڏهن شانتي ۽ سکہ ٿيندو ئي ڪونہ. اربين لوڪن جي آهوتيءَ کان پوءِ جو وجيتا ٿيندو اُهو بہ اجاين منورٿن ۽ انت ۾ اُداس ئي ٿيندو، ان ڪري هنن اهڙي پوتر يڌ جو پريچيہ گيتا جي ذريعي ڏنو، جنهن ۾ هڪ بار وڃَئي ٿيڻ تي سدا رهڻ واري سوپ، اننت جيون ۽ اکشيہ ڌام آهي. جو مانَوَ ماتر جي لاءِ سدائين سُلڀ آهي، جا کيتر ۽ کيتر گيہ جي لڙائي آهي، پرڪرتي ۽ پرش جو سنگهرش آهي، انتهڪرڻ ۾ اشُڀ جو انتُ ۽ شُڀ پرماتم سروپ جي پراپتي جو ساڌن آهي.

اُتم اڌڪاريءَ لاءِ ئي هنن ان کي ظاهر ڪيو آهي. شري ڪرشڻ وري وري چيو تہ توسان تمام گهڻي پريت رکڻ واري ڀڳت جي لاءِ يلي جي اچا سان چوان ٿو.هيءُ تمام ڳجهو گيان آهي. پڇاريءَ ۾ هنن چيو جو ڀڳت نہ آهي تہ انتظار ڪري اُن کي رستي تي وٺي اچو پوءِ ان جي لاءِ چئو. هيءُ منش ماتر لاءِ يٿارٿ ڪلياڻ جو هڪ ماتر ساڌن آهي جنهنجو سلسليوار ورنن شري ڪرشڻ گيتا آهي.

**پرَسِتُتِ ٽيڪا:-** يوگيشور شري ڪرشڻ دوارا ن بڌايل شريمد ڀڳود گيتا جي گرنٿ جو حقيقي نموني انواد ڪرڻ جي ڪارڻ هن ٽيڪا جو نالو ”يٿارٿ گيتا“ آهي. هيءَ ڀڳوان جي اَندرين پريرٽا تي آڌار رکي ٿي. گيتا پنهنجي ۾ پورڻ ساڌن گرنٿ آهي. سمپورڻ گيتا ۾ شڪ جي ڪا گنجائش واري جڳہ نہ آهي. جي ڪٿي شڪ آهي اُهو ٻُڌيءَ جي سطح تي اُن کي ڄاڻي نٿو سگهجي، تنهنڪري ائين ٿو لڳي. هاڻي جي ڪٿي سمجهہ ۾

نہ اچي تہ ڪنھن تَتوَدرشي مھاپرش جي سنگت ۾ سمجھڻ جي ڪوشش ڪريو.

’’نَدِوڏي پِرَڻپا تيِنَ پَريپِرَشنيِنَ سيوَيا ا
اُپَد ڪِشيِنتِي تي گِيانَمِ گِيا نيِنسِتَتوَ دَشھِ اا‘‘
اوم شانتي ! شانتي ! شانتي !

## ’’وينتي‘‘

’’ڀڳارت گيتا‘‘ يوگيشور شري ڪرشڻ جي پرم پوتر واڻي شريمد ڀڳوت گيتا جو ئي ارٿ آھي. ھن ۾ توھانجي ھرديہ ۾ اسٿت پرماتما جي پراپتيءَ جي وڌان جو پراپتيءَ ڪان پوءِ ڪيل چترڻ آھي. بي عزتي، بي پرواھيءَ جي درشٽيءَ سان ھن جي اُپيوگہ جي منع آھي، نہ تہ اسين پنھنجي لڪشيہ جي ڄاڻ ڪان وانجھيل رھنداسين. ھن جو پورن شرڌا سان اڀياس ڪرڻ سان مانوَ پنھنجي ڪلياڻ جي ساڌن سان ڀرپور ٿي وڃي ٿو ۽ ٿورو بہ گرھڻ ڪنداسين تہ پرم پوتر پد کي پراپت ڪري وٺنداسين؛ ڇاڪاڻ تہ ھن ايشور پٿ ۾ شروعات جو ڪڏھن ناس نٿو ٿئي
’’سوامي اڙگڙانند جي‘‘

